

# قرآن شريف
# جي آخري ڏهائي جو
# سنڌي تفسير

## (زبدة التفسير مان ورتل)

۽

مسلمانن لاءِ كجهه ڀيا
ضروري مسائل

www.tafseer.info

ISBN : 978-9960-58-634-2

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# مهاڳ

تعريف سڀ الله جي، ۽ درود ۽ سلام اسان جي پياري پيغمبر سائين تي. ان کان پوءِ عرض ته :

اي مسلمان ڀاءُ ۽ مسلمان ڀيڻ! - الله تعاليٰ توهان تي رحمت ڪري- ڄاڻ گهرجي ته اسان تي چئن مسئلن جي ڄاڻ ضروري آهي :

**پهريون : علم :** يعني الله تعاليٰ جي سڃاڻ، پيغمبر ﷺ جي سڃاڻ، دين اسلام جي معرفت، **ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ جي عبادت بنا علم جي جائز نه آهي**، ۽ جيڪو ائين ڪندو سو گمراه ٿيندو ۽ عيسائين جهڙو ٿيندو.

**ٻيو : عمل :** جيڪو پڙهي ۽ ان تي عمل نه ڪري ته يهودين جهڙوٿيندو، انهن به پڙهيو پر عمل نه ڪيائون، ۽ هي شيطاني حيلو آهي، ته اهو انسان کي علم کان نفرت ڏيارڻ لاءِ ڪيس اهو بانور ڪرائيندو آهي ته هو ناڄاڻائي جي ڪري الله سائين وٽ معذور آهي، اهو نٿو سمجهي ته پڙهي سگهڻ جي باوجود نه پڙهيو، ته مٿس حجت قائم ٿي پئي. اهو قوم نوح جو حيلو آهي، جو: ﴿جَعَلُوٓاْ أَصَٰبِعَهُمۡ فِيٓ ءَاذَانِهِمۡ وَٱسۡتَغۡشَوۡاْ ثِيَابَهُمۡ﴾ پنهنجون آڱريون پنهنجي ڪنن ۾ ٿي وڌائون ۽ پاڻ تي ڪپڙا ٿي ويڙهيائون، ته جيئن مٿن حجت قائم نه ٿي.

**ٽيون : علم جي دعوت ڏيڻ :** ڇاڪاڻ ته عالم سڀورا نبين جا وارث آهن ۽ الله سائين بني اسرائيل تي هن ڪري لعنت وڌي جو : ﴿ كَانُواْ لَا يَتَنَاهَوۡنَ عَن مُّنكَرٖ فَعَلُوهُۚ لَبِئۡسَ مَا كَانُواْ يَفۡعَلُونَ ﴾ اهي برائي ۾ پوندا هئا ته ان کان باز نه ايندا هئا، اها وڏي خرابي هئي جا هو ڪندا هئا، دين جي دعوت ۽ تعليم ڏيڻ فرض ڪفايه آهي، جيڪڏهن ڪن ماڻهن ان تي عمل ڪيو ته ڪو به گنهگار نه ٿيندو، ۽ جيڪڏهن ڪنهن به ان تي عمل نه ڪيو ته سڀئي گنهگار ٿيندا.

**چوٿون : تڪليف تي صبر ڪرڻ :** علم پڙهڻ، ان تي عمل ڪرڻ ۽ دعوت جي راه ۾ تڪليف برداشت ڪرڻ.

جهالت جي خاتمي ۽ ضروري علم جي طلب آسان ڪرڻ خاطر هن مختصر ڪتاب ۾ بقدر ضرورت حاصل ڪرڻ جهڙي شرعي علمن کي آخري ٽن سيپارن جي تفسير سميت گڏ ڪري رهيا آهيون ڇاڪاڻ ته انهن سيپارن جي تلاوت عام طرح بار بار ڪئي ويندي آهي، عربيءَ ۾ چوڻي آهي ته : ”جيڪا شيء سڄي حاصل ڪري نه سگهجي ته ان جي ڪجهه ڀانڱي کي نه ڇڏجي“.

اسان هن ڪتاب ۾ اختصار کي مد نظر رکندي صحيح حديثن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، درجهءِ ڪمال کي پهچڻ جي دعويٰ نه ٿا ڪري سگهون، ڇا ڪاڻ ته اهو درجو الله تعاليٰ لاءِ خاص آهي، باقي وس آهر ڪوشش ڪئي اٿئون، سو جيڪڏهن صحيح آهي ته اها الله تعاليٰ جي توفيق، ۽ جيڪڏهن ڪا غلطي رهجي وئي آهي ته اها اسان جي ڪوتاهي ۽ شيطاني ڀل ڄاڻجي، الله ۽ ان جو رسول ﷺ ان کان بري آهن، الله تعاليٰ جي رحمت ٿي تن تي جيڪي سچي نيت سان اسان جي عيبن کي اسان تائين پهچائڻ ۾ تعاون ڪن .

الله سائين انهن کي جزاءِ خير عطا فرمائي جن هن ڪتاب جي سهيڙڻ، سموهڻ، ڇپائڻ، ورهائڻ، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ هٿ ونڊايو، شال سندن محنت کي قبول فرمائي، ۽ اجر ۽ ثواب کي وڌائي.آمين.

www.tafseer.info snd@tafseer.info



1

# قرآن مجيد جي تلاوت جي فضيلت

قرآن شريف الله سائين جو ڪلام آهي، ان جي فضيلت پوري دنيا جي ڪلام تي ائين آهي جيئن الله تعالىٰ جي فضيلت پنهنجي مخلوق تي، ان جو پڙهڻ زبان جي پلي ۾ پلي ڇُرپُر آهي.

قرآن شريف جي سکڻ، سيکارڻ ۽ تلاوت ڪرڻ جون تمام گهڻيون فضيلتون آهن، جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون :

**قرآن شريف پڙهائڻ جو ثواب:** پاڻ ﷺ جن فرمايو آهي تہ: «خَيْرُكُمْ مَنْ تَعَلَّمَ الْقُرْآنَ وَعَلَّمهُ» (ڀلارن مان ڀلارو اهو ماڻهو آهي، جيڪو قرآن شريف سکي ۽ سيکاري) بخاري شريف.

**قرآن شريف پڙهڻ جو ثواب:** پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ: « مَنْ قَرَأَ حَرْفًا مِنْ كِتَابِ اللهِ فَلَهُ بهِ حَسَنَةٌ والحَسَنَةُ بعَشْرِ أمْثَالِهَا » (جنهن الله جي ڪتاب (قرآن شريف) مان هڪ حرف بہ پڙهيو، تہ ان کي هڪ نيڪي ملندي ۽ اها هڪ نيڪي ڏهن نيڪين برابر هوندي). ترمذي.

**قرآن شريف سکڻ، ياد ڪرڻ ۽ ان جي تلاوت ۾ مهارت حاصل ڪرڻ جي فضيلت:** پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ: « مَثَلُ الذيْ يَقْرَأُ القُرْآنَ وَهُوَ حَافِظٌ لَهُ مَعَ السَّفَرَةِ الكِرَامِ البَرَرَةِ ، وَمَثَلُ الذيْ يَقْرَأُ القُرْآنَ وَهُوَ يَتَعَاهَدُهُ وَهُوَ عَلَيْهِ شَدِيْدٌ فَلَهُ أجْرَانِ » (جيڪو قرآن شريف پڙهندو ۽ اهو ڪيس ياد بہ هوندو تہ اهو سڳورن ڀلارن ملائڪن سان گڏ هوندو، ۽ جيڪو ڏکئي لڳڻ جي باوجود لاڳيتو قرآن شريف پڙهندو رهي تہ ان کي ٻہ ثواب ملندا. متفق عليہ.

۽ پاڻ ﷺ جن فرمايو آهي تہ: « يُقَالُ لِصَاحِبِ القُرْآنِ:اقْرَأ وارْتَقِ وَرَتِّلْ كَمَا كُنْتَ تُرَتِّلْ فِي الدُّنيا فَإنَّ مَنْزِلَتَكَ عِنْدَ آخِرِ آيَةٍ تَقْرَأُ بهَا» قرآن واري کي - قيامت ۾- چيو ويندو تہ : پڙهندو هل ۽ مٿي چڙهندو هل ۽ ترتيل سان پڙهہ جيئن دنيا ۾ ترتيل سان پڙهندو هئين، ڇا ڪاڻ تہ : تنهنجي جاءِ اتي آهي جتي آخري آيت پڙهي پوري ڪندين. ترمذي.

**امام خطابيؒ فرمائي ٿو :** روايت آهي تہ قرآن شريف جي آيتن جو ڳاڻاٽو جنت جي ڏاڪن جيترو آهي، سو پڙهندڙ کي - آخرت ۾- چيو ويندو تہ : ايترا ڏاڪا مٿي چڙهہ جيتريون قرآن شريف جون آيتون - دنيا ۾- پڙهندو هئين، سو جنهن سڄو قرآن پڙهي پورو ڪيو هوندو تہ آخرت ۾ اهو جنت جي آخري ڏاڪي تائين وڃي پهندو، ۽ جنهن ڪجهہ حصو پڙهيو هوندو تہ اهو اوترا ڏاڪا مٿي چڙهندو، سو جيتري تلاوت ڪندو اوترو ثواب ملندس.

**اولاد کي قرآن شريف پڙهائڻ جو ثواب :** پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ: « مَنْ قَرَأَ القُرْآنَ وَتَعَلَّمَهُ وَعَمِلَ بهِ أُلبسَ وَالِدَاهُ يَوْمَ القِيَامَةِ تَاجًا مِنْ نُوْرٍ ضَوْؤُهُ مِثْلُ ضَوْءِ الشَّمْسِ، وَيُكْسَى وَالِدَاهُ حُلَّتَينِ لا يَقُوْمُ لَهُمَا الدُّنيا، فَيَقُوْلانِ: بمَ كُسِيْنَا هَذِهِ؟ فَيُقَالُ: بأَخْذِ وَلَدِكُمَا القُرْآنَ » (جنهن قرآن شريف پڙهيو ۽ سکيو ۽ ان تي عمل ڪيو، تہ قيامت ڏينهن سندس والدين کي نور جو اهڙو تاج پهرايو ويندو، جنهن جي روشني سج جي روشني جيان هوندي، ۽ کين بہ اهڙا ڀلا پهراڻ پهرايا ويندا جو سڄي دنيا انهن جي آڏو هيچ هوندي. حيران ٿي چوندا تہ: هي ڇا جي ڪري اسان کي پارايا ويا آهن؟ چئبن تہ: توهانجي ٻار جي قرآن شريف پڙهڻ جي ڪري). حاڪم.

**آخرت ۾ قرآن شريف جي ڪيس پڙهندڙ لاءِ شفاعت:** پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ: « اقْرَءُوْا القُرْآنَ فإِنَّهُ يَأتِي يَوْمَ القِيَامَةِ شَفِيْعًا لأَصْحَابهِ » (قرآن پڙهو، ڇاڪاڻ تہ قيامت ڏينهن اهو پنهنجي دوستن لاءِ سفارشي ٿي ايندو). مسلم.

۽ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ « الصِّيَامُ وَالقُرْآنُ يَشْفَعَانِ لِلعَبْدِ يَوْمَ القِيَامَةِ.... » (روزا ۽ قرآن قيامت ڏينهن ٻانهي لاءِ شفاعت ڪندا) احمد - حاڪم.

**قرآن جي تلاوت ۽ درس لاءِ گڏ ٿيندڙن جو ثواب:** نبي سائين ﷺ فرمايو تہ: « مَا اجْتَمَعَ قُوْمٌ فِي بَيْتٍ مِنْ بُيُوْتِ اللهِ تَعَالَى يَتْلُوْنَ كِتَابَ اللهِ وَيَتَدَارَسُوْنَهُ بَيْنَهُمْ إِلا نَزَلَتْ عَلَيْهُمُ السَّكِيْنَةُ، وَغَشِيَتْهُمُ الرَّحْمَةُ وَحَفَّتْهُمُ الملائِكَةُ وَذَكَرَهُمُ اللهُ فِيْمَنْ عِنْدَهُ » (جڏهن بہ ڪي ماڻهو الله سائين جي گهرن مان ڪنهن گهر ۾ قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ ۽ ان کي سکڻ خاطر گڏ ٿين ٿا تہ مٿن سڪنيت نازل ٿئي ٿي ۽ کين رحمت ڍڪي ٿي ۽ کين ملائڪ ورڪوڙي وجن ٿا، ۽ الله تعالیٰ انهن جو تذڪرو انهن ملائڪن سان ڪري ٿو جيڪي وٽس آهن) ابو داود.

**قرآن پڙهڻ جا آداب:** علامة ابن ڪثيرؒ جيڪي آداب ذڪر ڪيا آهن تن مان هي تہ : قرآن شريف کي ناپاڪائيءَ سان نہ هٿ لائجي ۽ نہ پڙهجي، تلاوت کان اڳ ڏندڻ ڪجي. سٺو لباس پائجي، قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهجي، اوٻاسي اچي تہ تلاوت بند ڪجي،تلاوت دوران بنا ضرورت نہ ڳالهائجي، حاضر دماغ رهجي. ثواب واري آيت تي وقف ڪري ثواب طلب ڪرڻ گهرجي، ۽ عذاب کان ڊيڄارڻ واري آيت تي ٻيهي پناهہ گهرجي، قرآن شريف کليو نہ رکجي ۽ نہ مٿس ڪا شيءِ رکجي، پڙهندڙ تلاوت ڪرڻ مهل هڪ ٻئي کان ڏاڍيان نہ پڙهن، بازار ۽ لڙ واري جاين ۾ تلاوت نہ ڪجي.

**قرآن ڪيئن پڙهجي؟:** حضرت انس ﷛ عنه کان نبيءَ ﷺ جي تلاوت بابت پڇيو ويو، چيائين تہ: ڇڪي ڇڪي پڙهندا هئا، بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ پڙهندا هئا تہ بِسۡم اللّٰه کي ڇڪيندا هئا ۽ اَلرحۡمٰنِ کي ڇڪيندا هئا ۽ اَلرحِيۡمِ کي ڇڪيندا هئا. بخاري.

**تلاوت جي ثواب جي ٻيٽائي:** جيڪو بہ قرآن جي تلاوت الله خاطر ڪندو، تنهن کي اجر ملندو، پر اهو اجر دل جي حاضري، سوچ ۽ سمجهہ سان تلاوت ڪرڻ ڪري وڌي ويندوآهي، جو هڪ حرف جي بدلي ڏهہ نيڪيون ... ويندي ست سؤ نيڪين تائين وڌنديون آهن.

**ڏينهن رات ۾ قرآن پڙهڻ جو مقدار:** نبي ڪريم ﷺ جا اصحاب سڳورا روزانو تلاوت ڪرڻ جو حصو مقرر ڪندا هئا، ستن ڏينهن کان اڳ ختم پوري ڪرڻ تي هميشگي نہ ڪندا هئا، بلڪ ٽن ڏينهن کان اڳ ختم پوري ڪرڻ کان منع آئي آهي.

**سو منهنجا پيارا ڀاءُ!** ڪوشش ڪر تہ قرآن پڙهڻ لاءِ ڪجهہ وقت مقرر ڪر. روزانو تلاوت جو پاڻ لاءِ مقدار طئي ڪر، ڪجهہ بہ ٿي پئي ان کي نہ ڇڏ،ٿوري محنت هميشگي سان ڪرڻ واري ان گهڻي محنت کان بهتر آهي جيڪا ڪري وري ڇڏي ڏجي، غفلت ۽ ننڊ جي صورت ۾ ٻئي ڏينهن ان کي قضاء ڪجي، پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ: « مَنْ نَامَ عَنْ حِزْبِهِ أَوْ عَنْ شَيْءٍ مِنْهُ فَقَرَأَهُ فِيْمَا بَيْنَ صَلاةِ الفَجْرِ وَصَلاةِ الظُّهْرِ كُتِبَ لَهُ كَأَنَّمَا قَرَأَهُ مِنَ اللَّيْلِ » (جيڪو تلاوت جي مقرر ڪيل سڄي ورد يا ان جي ڪجهہ حصي تلاوت ڪرڻ کان اڳ سمهي پيو ۽ ٻئي ڏينهن فجر ۽ ظهر نمازن جي وچ ۾ پڙهي ڇڏيائين تہ ان کي رات جي تلاوت وارو ثواب ملندو. مسلم. قرآن کي ڇڏڻ يا ڪنهن بہ طريقي وسارڻ، جيئن تلاوت نہ ڪرڻ، يا ترتيل سان نہ پڙهڻ، غور سان نہ پڙهڻ، يا ان تي عمل نہ ڪرڻ، يا ان سان روحاني شفا حاصل نہ ڪرڻ وارن مان نہ ٿيءُ.




## سورة الفاتحة

هن سورت جو نالو “فاتحة” (شروعات) رکيو ويوآهي، ڇاڪاڻ تہ قرآن شريف جي شروعات انهيءَ سان ٿئي ٿي، ۽ قرآن شريف لکندڙ بہ پهريون اها ئي سورت لکندو آهي، تلاوت ڪندڙ بہ پهريون اها ئي سورت پڙهندو آهي،حالانڪ اها نزول جي اعتبار سان پهرين سورت نہ آهي، ڪي چون ٿا تہ اها مڪي ۾ لٿي، ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ مديني ۾ نازل ٿي، انهيءَ ڪي (فاتحة الڪتاب) قرآن جو مهاڳ، (ام الڪتاب) قرآن جو اصل، (السبع المثاني) بار بار پڙهجندڙ ست آيتون، (سورة الحمد) ساراه واري سورت (سورة الصلوٰة) نماز واري سورت، (الواقية) حفاظت ڪندڙ، بہ چئبو آهي، هن جي فضيلت ڪئي حديثن ۾ بيان ٿيل آهي، انهن مان هڪ هيءَ تہ : نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: «الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ هِيَ السَّبْعُ الْمَثَانِي، وَالْقُرْآنُ الْعَظِيْمُ الذِيْ أُوْتِيْتُهُ » (الحمد لله رب العالمين ئي بار بار پڙهجندڙ ست آيتون ۽ وڏي عظمت وارو قرآن آهي، جيڪو مون کي عطا ڪيو ويو آهي) بخاري ۽ احمد.

﴿1﴾ (بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ) (الله بيحد مهربان، نهايت ٻاجهاري جي نالي سان شروع) . (بسم الله) هر سورت جي مهاڳ ۾ ان سورت جي آيت نہ آهي بلڪ اها سورتن جي وچ ۾ فاصلي جي نشاني آهي، هر سورت جي منڍ ۾ ان جو پڙهڻ مستحب آهي، سورت توبہ جي شروع ۾ مڪروه آهي.

(الله) الله سائين جو ذاتي نالو آهي، اُن ذات کان سواءِ ڪنهن ٻئي تي نہ ڳالهائبو آهي. (الالہ) معنیٰ: “معبود” کان ورتل آهي، اڳ هر حق ۽ باطل معبود لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو، پر پوءِ پهرين لام کان بعد واري الف کي ختم ڪري (الله) چوڻ سان رڳو سچي بر حق معبود لاءِ مخصوص ٿي ويو.

(اَلرَّحْمٰنِ الرحيمِ) (معنیٰ: وڏو مهربان، نهايت ٻاجهارو) رحمت مان ورتل بہ نالا آهن، (رحمن) ۾ (رحيم) کان وڌيڪ مبالغي واري معنیٰ آهي، ۽ (رحمن) الله سائين کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي نہ چئبو آهي.

﴿2﴾ (الحمد لله) (سڀ ساراه الله کي جڳائي) الحمد: جي معنیٰ آهي: هر چڱائي ۽ ڀلائي تي زبان سان ساراه ڪرڻ، (الحمد) رڳو زباني ساراه ڪرڻ کي چئبو آهي، باقي (شڪر) زبان، دل ۽ ٻين عضون سان بہ ٿيندو آهي ۽ شڪر نعمت جي بدلي ٿيندو آهي، باقي (حمد) ساراهيل جي ڪماليت جي ڪري ٿيندو آهي، ڀل ان جي بدلي نعمت نہ بہ هجي، الله سائين لاءِ حمد ۽ شڪر ٻئي استعمال ڪيا آهن.

(رب العالمين) (سڀني جهانن جو پالڻهار) رب: الله سائين جي مبارڪ نالن مان هڪ نالو آهي، غير الله لاءِ نسبت سان چئبو آهي، جيئن چئجي : هي ماڻهو جاءِ جو مالڪ آهي. رب: معنیٰ: مالڪ ــ سائين ــ اصلاح ڪندڙ ــ تدبير ڪندڙ ــ معبود، (العالمين) : (عالَم) جو جمع آهي، يعني الله کان سواءِ باقي سڀ ڪائنات، ۽ عالَم چئن سمجهہ وارن جنسن : انسان ــ جن ــ ملائڪ ۽ شيطان لاءِ ڳالهائبو آهي.

﴿3﴾ (اَلرَّحْمٰنِ الرحيمِ) جيئن تہ الله سائين جي صفت (رب العالمين) ۾ ترهيب (ڊپ ڏيارڻ) واري معنیٰ هئي، تنهن ڪري ان جي پٺيان ترغيب خاطر (اَلرَّحْمٰنِ الرحيمِ) (وڏو مهربان، نهايت ٻاجهارو ) چئي ترهيب ۽ ترغيب ٻنهي صفتن کي ملائي بيان ڪيائين تہ جيئن سندس فرمانبرداري لاءِ مددگار ثابت ٿين.

﴿4﴾ (مالك يوم الدين) (بدلي جي ڏينهن جو مالڪ آهي) پنهنجي فعل ۽ پنهنجي ذات پاڪ سان، (يوم الدين) مالڪ پاران پنهنجي ٻانهن جي بدلي وارو ڏينهن، حضرت قتادہؒ فرمائي ٿو تہ: “يوم الدين” اهو ڏينهن آهي جنهن ڏينهن الله سائين پنهنجي ٻانهن کي سندن عملن جو بدلو ڏيندو. يعني جزا يا سزا ڏيندو.

﴿5﴾ (إياك نعبد وإياك نستعين) (تنهنجي ئي عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد گهرون ٿا) ڪنهن ٻئي جي نہ عبادت ٿا ڪريون ۽ نہ ڪانئس مدد ٿا گهرون. ۽ (عبادت) عربيءَ ۾ انتهائي درجي جي نوڙت ۽ انڪساري سان ٻانهپ کي چئبو آهي، ۽ شريعت ۾ ڪامل محبت، نوڙت ۽ ڊپ جي ميلاپ جو گڏيل نالو آهي، هتي عبادت کي استعانت کان پهريون آندو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ اها ئي مدد گهرڻ جو ذريعو ۽ وسيلو آهي، حضرت ابن عباس رضي الله عنه (وإياك نستعين) جوتفسير بيان ڪندي فرمايو آهي تہ : اي اسانجا پالڻهار! تنهنجي ئي توحيد ٿا بيان ڪريون ۽ توکان ئي ڊڄون ٿا، ڪنهن ٻئي کان هرگز نہ، ۽ تنهنجي فرمانبرداري ۽ پنهنجي سڀني ڪمن لاءِ توکان ئي مدد ٿا گهرون.

﴿6﴾ (اهدنا الصراط المستقيم) (اسان کي سنئين راه ڏيکار) هدايت بہ قسم آهي : ١- هدايت توفيق : اها الله سائين سان خاص آهي. جيئن فرمايائين: ﴿إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ وَلَكِنَّ اللّٰهَ يَهْدِي مَن يَشَاءُ﴾ (اي پيغمبر! جنهن کي تون گهرين، تنهن کي هدايت نٿو ڏئي سگهين، پر الله ئي جنهن کي وڻيس هدايت ٿو ڏئي) سورت القصص : ٥٦. ٢- ڏس ڏيڻ ۽ راهنمائي ڪرڻ واري هدايت: اها پيغمبرن ۽ سندن تابعدار عالمن ۽ تبليغ ڪرڻ وارن پاران هوندي آهي، جيئن فرمايائين: ﴿وَإِنَّكَ لَتَهْدِي إِلَى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيمٍ﴾ (اي پيغمبر! بيشڪ تون سنئين راه ڏانهن راهنمائي ڪندو آهين) سورت شوریٰ٥٢.

هيءَ - فاتحہ واري - آيت ٻنهي قسمن واري هدايت جي معنیٰ تي دلالت ڪري رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ الله سائين ئي ڀلائي جي توفيق ڏيندڙ آهي ۽ اهو ئي اسانجي راهنمائي لاءِ پيغمبر موڪليندڙ آهي، عربيءَ ۾ “الصراط المستقيم” اهڙي راه کي چئبو آهي جنهن ۾ ڪو ور وڪڙ نہ هجي، ۽ هتي مراد: اسلام وارو رستو آهي.

﴿7﴾ (صراط الذين أنعمت عليهم) (انهن واري راه جن تي تو نعمت ڪئي) جن جو ذڪر: ﴿وَمَن يُطِعِ اللّٰهَ وَالرَّسُولَ فَأُوْلَـئِكَ مَعَ الَّذِينَ أَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِم مِّنَ النَّبِيِّينَ وَالصِّدِّيقِينَ وَالشُّهَدَاء وَالصَّالِحِينَ وَحَسُنَ أُولَـئِكَ رَفِيقًا﴾ سورت النساء: ٦٩ واري آيت ۾ آيو آهي، اهي آهن پيغمبر، صديق، شهيد ۽ صالح.

(غير المغضوب عليهم ) (نہ ڏمر هيٺ آيلن واري واٽ) اهي آهن يهودي، جن حق سڃاڻي ڪيس ڇڏي ڏنو ۽ ڄاڻي واڻي ان کان هٽي ويا، ان ڪري الله جي ڏمر جا حقدار بڻيا.

ترتيبها ٥٨ — **سُورَةُ المُجَادِلَة** — آياتها ٢٢

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

قَدْ سَمِعَ ٱللَّهُ قَوْلَ ٱلَّتِي تُجَٰدِلُكَ فِي زَوْجِهَا وَتَشْتَكِيٓ إِلَى ٱللَّهِ
وَٱللَّهُ يَسْمَعُ تَحَاوُرَكُمَآۚ إِنَّ ٱللَّهَ سَمِيعُۢ بَصِيرٌ ١ ٱلَّذِينَ يُظَٰهِرُونَ
مِنكُم مِّن نِّسَآئِهِم مَّا هُنَّ أُمَّهَٰتِهِمْۖ إِنْ أُمَّهَٰتُهُمْ إِلَّا ٱلَّٰٓـِٔي
وَلَدْنَهُمْۚ وَإِنَّهُمْ لَيَقُولُونَ مُنكَرًا مِّنَ ٱلْقَوْلِ وَزُورًاۚ وَإِنَّ
ٱللَّهَ لَعَفُوٌّ غَفُورٌ ٢ وَٱلَّذِينَ يُظَٰهِرُونَ مِن نِّسَآئِهِمْ ثُمَّ يَعُودُونَ
لِمَا قَالُواْ فَتَحْرِيرُ رَقَبَةٍ مِّن قَبْلِ أَن يَتَمَآسَّاۚ ذَٰلِكُمْ تُوعَظُونَ
بِهِۦۚ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ ٣ فَمَن لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ
مُتَتَابِعَيْنِ مِن قَبْلِ أَن يَتَمَآسَّاۖ فَمَن لَّمْ يَسْتَطِعْ فَإِطْعَامُ سِتِّينَ
مِسْكِينًاۚ ذَٰلِكَ لِتُؤْمِنُواْ بِٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦۚ وَتِلْكَ حُدُودُ ٱللَّهِۗ
وَلِلْكَٰفِرِينَ عَذَابٌ أَلِيمٌ ٤ إِنَّ ٱلَّذِينَ يُحَآدُّونَ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ كُبِتُواْ
كَمَا كُبِتَ ٱلَّذِينَ مِن قَبْلِهِمْۚ وَقَدْ أَنزَلْنَآ ءَايَٰتٍۭ بَيِّنَٰتٍۚ وَلِلْكَٰفِرِينَ
عَذَابٌ مُّهِينٌ ٥ يَوْمَ يَبْعَثُهُمُ ٱللَّهُ جَمِيعًا فَيُنَبِّئُهُم بِمَا
عَمِلُوٓاْۚ أَحْصَىٰهُ ٱللَّهُ وَنَسُوهُۚ وَٱللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ شَهِيدٌ ٦

(ولا الضالين) (۽ نہ گمراهن واري واٽ ) اهي آهن عيسائي، چاڪاڻ تہ اهي پنهنجي اڻ ڄاڻائي جي ڪري حق کان پاسيرا ٿيا، تنهن ڪري عيسيٰ عليه السلام جي شان ۾ پڏري گمراهي ۾ پل ۾ هئا. (آمين) جي معنيٰ آهي:" اي الله! تون قبول فرماءِ". مسند احمد ۽ ابن ماجہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: يهودي توهانجي سلام چوڻ ۽ آمين چوڻ تي وڏ ۾ وڏ توهان سان ساڙ ڪندا آهن.

## سورة المجادلة

(1) (ٻڌي ورتي الله ان عورت جي ڳالھ جيڪا پنهنجي مڙس بابت توسان تڪرار ڪري رهي هئي) يعني پنهنجي مڙس جي باري ۾ توسان گفتگو ڪري رهي هئي. (۽ الله کي دانهن ڏئي رهي هئي) بيبي عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ : "مبارڪ آهي اها ذات جنهن جو ٻڌڻ هر شيءِ تي وسعت رکي ٿو، مون خولہ بنت ثعلبہ جو ڳالهائڻ ٻڌي رهي هيس، پر ڪي گفتا سمجھ ۾ نہ ٿي آيا، پنهنجي مڙس جي دانهن ڏيندي نبي ڪريم ﷺ کي چئي رهي هئي تہ :"اي الله جا پيغمبر! انهيءَ منهنجي جواني ڳاري ڇڏي، مون (ٻار ڄڻي) ڪيس پيٽ ڏنا، هينئر جڏهن مڙهي ٿي آهيان، ۽ ٻار ڄڻ بند ٿي ويا آهن، تہ مونکي پنهنجي ماءُ جيان حرام سمجهڻ لڳو آهي! اي منهنجا الله! آئون توکي دانهن ڏئي رهي آهيان". چيائين تہ : اڃان اتي ئي ويٺي هئي جو جبريل هي آيتون کڻي نازل ٿيو : ۽ سندس مڙس اوس بن صامت انصاري هو". (۽ الله ٻڌو ٿي توهان ٻنهي جو پاڻ ۾ ڳالهائڻ) يعني جنهن باري ۾ هڪٻئي سان ڳالهايُوَ ٿي. (بيشڪ الله ٻڌندڙ، ڏسندڙ آهي).

(2) (جيڪي ماءُ ٿا چون توهان مان پنهنجي زالن کي) "ظهار" جي معنيٰ آهي تہ : مڙس پنهنجي زال کي چوي تہ: تون مون لاءِ منهنجي ماءُ جي پٺيءَ وانگر آهين" . يعني ماءُ وانگر حرام آهين، ان کي سيئي عالم ظهار ٿا چون. (اهي سندن مائرون نہ آهن) اهو انهن جو ڪوڙ آهي، انهيءَ جملي ۾ ظهار ڪرڻ وارن لاءِ ڏمڪي ۽ ڪين ماٺ ڪرائڻ آهي. (سندن مائرون رڳو اهي آهن جن کين ڄڻيو آهي) يعني ڄڻيندڙين کان سواءِ ٻيون سندن مائرون نہ ٿيون ٿي سگهن. (اهي بلڪل خراب ڳالھ ٿا چون ۽ ڪوڙ ٿا هڻن)، يعني انهن جو ائين چوڻ تمام بري ڳالھ آهي، جنهن جي شريعت مذمت ڪري رهي آهي، جو اهي سندن جن زالن سان همبستر ٿيندا آهن تن کي ماءُ سان مشابهت ڏئي رهيا آهن، انهيءَ ۾ ماءُ جي وڏي توهين آهي، (زور): معنيٰ: ڪوڙ. (۽ بيشڪ الله معاف ڪندڙ، بخشيندڙ آهي) جو اهڙي برائيءَ کان بچائڻ خاطر ڪفارو مقرر ڪيائين.

(3) (۽ جيڪي پنهنجين زالن کي (پاڻ تي) ماءُ وانگر ٿا چون، وري پنهنجي چئي کان ڦري ٿا وڃن) يعني وري صحبت ڪرڻ جو ارادو ٿا ڪن. (تہ (مٿن) هڪ ٻانهو آزاد ڪرڻ آهي) يعني ٻانهو هجي يا ٻانهي، سندس اهڙي چوڻ جي ڪري. (هڪٻئي کي هٿ لائڻ کان اڳ) هٿ لائڻ کان اڳ مان مراد : همبستر ٿيڻ آهي، تنهن ڪري ظهار ڪندڙ کي ڪفاري ڏيڻ کان اڳ ميلاپ ڪرڻ جائز نہ آهي. (اهو) مٿي بيان ٿيل حڪم (نصيحت ڪجي ٿي توهان کي اُن سان) يعني توهان کي ان جو حڪم ٿا ڪريون، يا وري ظهار ڪرڻ کان توهان کي جهٽڪيون ٿا. (۽ توهان جيڪي ڪجھ ڪريو ٿا تنهن جي الله چڱيءَ طرح خبر رکندڙ آهي).

(4) (پوءِ جيڪو ٻانهو نہ لهي تہ روزا رکي ٻہ مهينا لاڳيتو، هٿ لائڻ کان اڳ) يعني جنهن ماڻهوءَ وٽ پنهنجو ٻانهو نہ هجي ۽ خريد ڪرڻ جيتري قيمت بہ نہ هجيس، يا وري ٻانهو مليو ئي نہ جو ڪيس خريد ڪري، تہ مٿس ٻہ مهينا لاڳيتو روزا رکڻ واجب آهي، جيڪڏهن وچ ۾ بنا عذر جي روزو نہ رکيائين تہ وري پيهر شروع ڪري، ۽ جيڪڏهن انهيءَ وچ ۾ رات جو يا ڏينهن جو ساڻس همبستر ٿيو تہ بہ پيهر موٽائي شروع ڪري. (پوءِ جنهن کي طاقت نہ هجي) يعني ٻہ مهينا لاڳيتو روزن رکڻ جي سگهہ نہ هجيس، (تہ پوءِ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائڻ آهي) هر مسڪين کي اڌ ٽويو (تقريبا پوڻان ٻہ ڪلو گرام) ڪڻڪ يا کجور يا چانور وغيره ڏئي، يا هر هڪ کي تيار ٿيل کاڌو ڏؤ ڪري کارائي، يا ڪين ايترو ڪجھ ڏئي جو ڏؤ ڪري سگهن. (اهو هن ڪري آهي تہ جيئن الله ۽ سندس رسول جي حڪم کي اوهين مڃيو) يعني اهو حڪم اسان هن ڪري لاڳو ڪيو تہ جيئن اوهان يقين ڪريو تہ اهو الله جو حڪم ۽ ان جي شريعت آهي ۽ سندس شرعي حدود جو خيال رکو ۽ انهن کي نہ اورانگهيو ۽ "ظهار" - جنهن جي بچڙائي ۽ ڪوڙ هجڻ بيان ٿي گذريو - ان ڏانهن وري نہ موٽو. (۽ اهي بيان ٿيل حڪم (الله جون حدون آهن) تہ جيئن ان جي مقرر ڪيل حدن کي نہ اورانگهيو ۽ چٽو ڪري اوهان کي ٻڌايو تہ ظهار ڪرڻ گناھ آهي ۽ ان جو بيان ٿيل ڪفارو معافي ۽ بخشش جو ڪارڻ آهي. (۽ منڪرن لاءِ) جيڪي الله جي حدن جي پاسداري نہ ٿا ڪن (دردناڪ عذاب آهي) اهو دوزخ وارو عذاب آهي.

(5) (ببيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ٿا ڪن)، (يحادون) جي معنيٰ آهي : جهڳڙو ڪرڻ، يا دشمني رکڻ ۽ مخالفت ڪرڻ. (خوار ڪيا ويا جيئن انهن کان اڳيان خوار ڪيا ويا) يعني



أَلَمْ تَرَ أَنَّ ٱللَّهَ يَعْلَمُ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ ۖ مَا يَكُونُ
مِن نَّجْوَىٰ ثَلَٰثَةٍ إِلَّا هُوَ رَابِعُهُمْ وَلَا خَمْسَةٍ إِلَّا هُوَ سَادِسُهُمْ
وَلَآ أَدْنَىٰ مِن ذَٰلِكَ وَلَآ أَكْثَرَ إِلَّا هُوَ مَعَهُمْ أَيْنَ مَا كَانُوا۟ ۖ ثُمَّ يُنَبِّئُهُم
بِمَا عَمِلُوا۟ يَوْمَ ٱلْقِيَٰمَةِ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ بِكُلِّ شَىْءٍ عَلِيمٌ ﴿٧﴾ أَلَمْ تَرَ إِلَى ٱلَّذِينَ
نُهُوا۟ عَنِ ٱلنَّجْوَىٰ ثُمَّ يَعُودُونَ لِمَا نُهُوا۟ عَنْهُ وَيَتَنَٰجَوْنَ بِٱلْإِثْمِ
وَٱلْعُدْوَٰنِ وَمَعْصِيَتِ ٱلرَّسُولِ وَإِذَا جَآءُوكَ حَيَّوْكَ بِمَا لَمْ يُحَيِّكَ
بِهِ ٱللَّهُ وَيَقُولُونَ فِىٓ أَنفُسِهِمْ لَوْلَا يُعَذِّبُنَا ٱللَّهُ بِمَا نَقُولُ ۚ حَسْبُهُمْ
جَهَنَّمُ يَصْلَوْنَهَا ۖ فَبِئْسَ ٱلْمَصِيرُ ﴿٨﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓا۟ إِذَا
تَنَٰجَيْتُمْ فَلَا تَتَنَٰجَوْا۟ بِٱلْإِثْمِ وَٱلْعُدْوَٰنِ وَمَعْصِيَتِ ٱلرَّسُولِ وَتَنَٰجَوْا۟
بِٱلْبِرِّ وَٱلتَّقْوَىٰ ۖ وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ ٱلَّذِىٓ إِلَيْهِ تُحْشَرُونَ ﴿٩﴾ إِنَّمَا ٱلنَّجْوَىٰ
مِنَ ٱلشَّيْطَٰنِ لِيَحْزُنَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ وَلَيْسَ بِضَآرِّهِمْ شَيْـًٔا
إِلَّا بِإِذْنِ ٱللَّهِ ۚ وَعَلَى ٱللَّهِ فَلْيَتَوَكَّلِ ٱلْمُؤْمِنُونَ ﴿١٠﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ
ءَامَنُوٓا۟ إِذَا قِيلَ لَكُمْ تَفَسَّحُوا۟ فِى ٱلْمَجَٰلِسِ فَٱفْسَحُوا۟ يَفْسَحِ
ٱللَّهُ لَكُمْ ۖ وَإِذَا قِيلَ ٱنشُزُوا۟ فَٱنشُزُوا۟ يَرْفَعِ ٱللَّهُ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟
مِنكُمْ وَٱلَّذِينَ أُوتُوا۟ ٱلْعِلْمَ دَرَجَٰتٍ ۚ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ ﴿١١﴾

ذليل ۽ رسوا ٿيندا. (۽ بيشڪ اسان چٽيون آيتون لاٿيون سي) . (۽ ڪافرن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي).

(6) (جنهن ڏينهن الله انهن مڙني کي (جيئرو ڪري) اٿاريندو) يعني: سيني کي گڏي هڪئي حالت ۾ اهڙيءَ ريت اٿاريندو جو ڪو بہ ڪائنڻ پٺتي نہ رهندو (پوءِ ڪين سندن عملن جي خبر ڏيندو) دنيا ۾ جيڪي برا عمل ڪري آيا، تہ جيئن مٿن حجت پوري ٿئي. (الله ان جو ڳاڻاٽو ڪري ڇڏيو آهي) سڀجي عملن جو اهڙو ڳاڻاٽو ڪري ڇڏيو اٿس جو ڪو بہ عمل رهجي نہ ويو آهي. (۽ انهن ان کي وساري ڇڏيو آهي) ياد ئي نہ رکيائون، پوءِ ان کي پنهنجي اعمال نامن ۾ پورو پنو آڏو لکيل ڏسندا. (۽ الله هر شي تي شاهد آهي). يعني باخبر ۽ ڏسندڙ آهي.

(7) (اي پيغمبر! توکي خبر نہ آهي چا تہ الله هر ان شيء کي ڄاڻي ٿو جيڪا آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪا زمين ۾ آهي)؟ يعني: جو ڪجھ انهن ٻنهي ۾ آهي تنهن کي هو اهڙيءَ ريت ڄاڻي ٿو جو ڪا بہ شيء ان مان ڪائنس ڳجهي نہ آهي. (ناهي ڪن ٽن ڄڻن جي ڪا ڳجهي صلاح)، يعني ڪن بہ ٽن ماڻهن جي ڪا بہ راز جي ڳالھ ٻولھ ٿئي ئي نہ ٿي (مگر هو (الله) انهن ۾ چوٿون آهي) ان راز جي ڄاڻڻ ۾. (۽ نڪي پنج ڄڻا مگر هو ڇهون آهي) انگ گهٽ هجي يا وڌ، الله هر ڳاڻاٽي سان گڏ آهي، هر ڳجھ ۽ ظاهر کي ڄاڻي ٿو، ڪائنس ڪا بہ شيء ڳجهي ناهي. (۽ نہ ان کان گهٽ ۽ نہ وڌ) يعني انهيءَ انگ کان نہ گهٽ، جيئن هڪ يا ٻہ، ۽ نہ ان کان وڌيڪ، جيئن ڇھ يا ست (مگر هو انهن سان گڏ آهي) جيڪو بہ راز ڪن ٿا ان کي ڄاڻي ٿو، ڪا بہ شيءِ ان کان لڪل نہ آهي (جتي بہ هجن) يعني ڪهڙي بہ هنڌ هجن. (پوءِ ڪين ٻڌائيندو) يعني خبر ڏيندو (سندن عملن جي، قيامت جي ڏينهن) يعني جيئن ڄاڻن تہ سندن ڪو بہ راز ڪائنس ڳجهو نہ هو ۽ جيڪي بريون صلاحون ڪن ٿا تن لاءِ پل اهو ڄاڻائڻ ڏمڪي، ماٺ ڪرائڻ ۽ الزامي حجت هجي. (بيشڪ الله هر شيءِ ڄاڻندڙ آهي).

(8) (اي پيغمبر! چا تو انهن کي نہ ڏٺو آهي جن کي ڳجهي رازن ڪرڻ کان روڪيو ويو پر وري اهي ڳالهيون ڪن پيا جن کان ڪين روڪيو ويو)؟ يهودين جي عادت هئي تہ جڏهن ڪو مسلمان پر مان گذرندو هين تہ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳندا هئا، تہ جيئن هو ڪو شر پائئين، سو الله ڪين اهڙي سس پس ڪرڻ کان جهليو، پر هو نہ مڙيا، تنهن تي اها آيت نازل ٿي. (۽ ڏوھ جون صلاحون پيا ڪن) يعني مسلمانن جي گلا غيبت ڪرڻ،ڪين تڪليف ڏيڻ، ڪوڙ مڙهڻ ۽ مٿن ظلم ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ. (۽ ڏاڍائي) جون صلاحون ڪرڻ جنهن ۾ مسلمانن تي ظلم ڪرڻ جو ارادو هجي. (۽ پيغمبر جي نافرماني) ان جي مخالفت جون صلاحون ڪرڻ. (۽ جڏهن تو وٽ اچن ٿا تہ سلام ٿا ڪن توتي اهڙن لفظن سان جن سان الله توتي سلام نہ ڪيو آهي) انهن مان مراد اهي يهودي آهن، جيڪي نبي ڪريم ﷺ وٽ اچي بظاهر سلام ڪندي چوندا هئا "السام عليڪ" (يعني توتي موت هجي). ۽ نبي ڪريم ﷺ ورائندي رڳو: "وعليڪم" : (۽ توهان تي بہ هجي) چوندا هئا. (۽ پنهنجي دلين ۾ چون ٿا) يعني: پاڻ ۾ هڪٻئي کي چوندا هئا تہ : (جو ڪجھ اسان چئون ٿا ان تي الله اسانکي عذاب چو نہ ٿو ڪري)؟ يعني: جيڪڏهن محمد ﷺ پيغمبر هجي ها تہ الله اسانکي ان چوڻ تي سزا چو نہ ٿو ڏئي جنهن ۾ سندس گستاخي آهي؟ يا هي مراد آهي تہ: جيڪڏهن پيغمبر هجي ها تہ سندس بد دعا (وعليڪم) چوڻ قبول ٿي ها ۽ اسان تي موت تنهن گهڙي اچي وڃي ها. (دوزخ ئي ڪافي اٿن) يعني هيئنئر جي موت کان دوزخ جو عذاب ئي ڪافي اٿن. (ان ۾ پوندا) (پوءِ ڪيڏي نہ بڇڙي موٽڻ جي جاءِ آهي) موٽ واري جاءِ يعني دوزخ.

(9) (اي مؤمنو! جڏهن پاڻ ۾ ڪا سرگوشي ڪريو تہ، گناھ، ڏاڍائي ۽ پيغمبر جي نافرماني بابت نہ ڪريو) جيئن يهودي ۽ منافق ڪندا آهن. (۽ ڀلائي ۽ پرهيزگاري واري سرگوشي ڪريو) يعني فرمانبرداري ڪرڻ ۽ گناھ ڇڏڻ جهڙي ڳالھ ڪريو. (۽ ان الله کان ڊڄو، جنهن ڏانهن (قيامت ۾) گڏ ڪيا ويندؤ) پوءِ اتي توهانکي توهانجي عملن جو بدلو ڏيندو.

(10) (بس اها سس پس) يعني: اهڙي گناھ، ڏاڍ ۽ پيغمبر جي نافرماني واري سرگوشي (شيطان پاران آهي) ڪنهن ٻئي پاران نہ آهي، يعني انهيءَ جي ٻڌايل سينگاريل آهي. (جيئن مؤمن ڏکائتا ٿين) يعني ڪين اهڙي پريشاني ۽ غم ٿي جو پائئين تہ اها پڪ ڪا سندن خلاف سازش ڪئي پئي وڃي. (جيتوڻيڪ ڪين ڪو بہ نقصان رسائيندڙ ناهي) يعني شيطان، يا اها سازش جيڪا شيطان ڪين سينگاري ٿو ڏئي، سا مؤمنن کي ڪو بہ نقصان نہ ٿي رسائي سگهي. (الله جي حڪم کان سواءِ) يعني ان جي مرضي کان سواءِ. (۽ مؤمنن کي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي)، يعني ان تي ڀروسو ڪن ۽ ڪين پنهنجا سڀ معاملا ان جي حوالي ڪرڻ گهرجن، ۽ شيطان کان الله جي پناھ گهرن، ۽ شيطان جي سينگاريل سرگوشين جي پرواھ نہ ڪن، بخاري، مسلم ۽ حديث جي ٻين ڪتابن ۾ ابن مسعود کان روايت آهي تہ: نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ " إِذَا كُنْتُمْ ثَلاثَة فَلا يتناجَى اثْنَانِ دُوْنَ الثَّالِثِ ، فِإِنَّ ذَلِكَ يُحْزِنُهُ" متفق عليه. (جيڪڏهن اوهين ٽي ڄڻا هجو تہ، ٻہ ڄڻا ٽئين کان الگ ٿي ڪا سس پس نہ ڪن، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪيس دلگير ڪندو).

يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓاْ إِذَا نَٰجَيۡتُمُ ٱلرَّسُولَ فَقَدِّمُواْ بَيۡنَ يَدَيۡ نَجۡوَىٰكُمۡ
صَدَقَةٗۚ ذَٰلِكَ خَيۡرٞ لَّكُمۡ وَأَطۡهَرُۚ فَإِن لَّمۡ تَجِدُواْ فَإِنَّ ٱللَّهَ غَفُورٞ رَّحِيمٌ
﴿١٢﴾ ءَأَشۡفَقۡتُمۡ أَن تُقَدِّمُواْ بَيۡنَ يَدَيۡ نَجۡوَىٰكُمۡ صَدَقَٰتٖۚ فَإِذۡ لَمۡ تَفۡعَلُواْ
وَتَابَ ٱللَّهُ عَلَيۡكُمۡ فَأَقِيمُواْ ٱلصَّلَوٰةَ وَءَاتُواْ ٱلزَّكَوٰةَ وَأَطِيعُواْ ٱللَّهَ
وَرَسُولَهُۥۚ وَٱللَّهُ خَبِيرُۢ بِمَا تَعۡمَلُونَ ﴿١٣﴾ ۞ أَلَمۡ تَرَ إِلَى ٱلَّذِينَ تَوَلَّوۡاْ قَوۡمًا
غَضِبَ ٱللَّهُ عَلَيۡهِم مَّا هُم مِّنكُمۡ وَلَا مِنۡهُمۡ وَيَحۡلِفُونَ عَلَى ٱلۡكَذِبِ
وَهُمۡ يَعۡلَمُونَ ﴿١٤﴾ أَعَدَّ ٱللَّهُ لَهُمۡ عَذَابٗا شَدِيدًاۖ إِنَّهُمۡ سَآءَ مَا كَانُواْ
يَعۡمَلُونَ ﴿١٥﴾ ٱتَّخَذُوٓاْ أَيۡمَٰنَهُمۡ جُنَّةٗ فَصَدُّواْ عَن سَبِيلِ ٱللَّهِ فَلَهُمۡ
عَذَابٞ مُّهِينٞ ﴿١٦﴾ لَّن تُغۡنِيَ عَنۡهُمۡ أَمۡوَٰلُهُمۡ وَلَآ أَوۡلَٰدُهُم مِّنَ ٱللَّهِ
شَيۡـًٔاۚ أُوْلَٰٓئِكَ أَصۡحَٰبُ ٱلنَّارِۖ هُمۡ فِيهَا خَٰلِدُونَ ﴿١٧﴾ يَوۡمَ يَبۡعَثُهُمُ
ٱللَّهُ جَمِيعٗا فَيَحۡلِفُونَ لَهُۥ كَمَا يَحۡلِفُونَ لَكُمۡۖ وَيَحۡسَبُونَ أَنَّهُمۡ عَلَىٰ شَيۡءٍۚ أَلَآ
إِنَّهُمۡ هُمُ ٱلۡكَٰذِبُونَ ﴿١٨﴾ ٱسۡتَحۡوَذَ عَلَيۡهِمُ ٱلشَّيۡطَٰنُ فَأَنسَىٰهُمۡ ذِكۡرَ
ٱللَّهِۚ أُوْلَٰٓئِكَ حِزۡبُ ٱلشَّيۡطَٰنِۚ أَلَآ إِنَّ حِزۡبَ ٱلشَّيۡطَٰنِ هُمُ ٱلۡخَٰسِرُونَ
﴿١٩﴾ إِنَّ ٱلَّذِينَ يُحَآدُّونَ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥٓ أُوْلَٰٓئِكَ فِي ٱلۡأَذَلِّينَ ﴿٢٠﴾
كَتَبَ ٱللَّهُ لَأَغۡلِبَنَّ أَنَا۠ وَرُسُلِيٓۚ إِنَّ ٱللَّهَ قَوِيٌّ عَزِيزٞ ﴿٢١﴾

(11) (اي مؤمنو! جيڪڏهن اوهانکي ڪچهرين ۾ جاءِ ڪري ويهڻ لاءِ چيو وڃي) الله سائين پاران ڪچهري ۾ ويهڻ دوران هڪٻئي جي ادب جو لحاظ رکندي جاءِ ڪري ويهڻ ۽ سوڙهه نہ ڪرڻ جو حڪم آهي. قتادة ۽ مجاهد چون ٿا تہ: صحابہ ڪرام نبيءَ ڪريم ﷺ جي ڪچهري ۾ ويهڻ خاطر آڳرائي ڪندا هئا، سو ڪين حڪم ڪيو ويو تہ سري پري هڪٻئي لاءِ جاءِ ڪري ويهندا ڪرن. (تہ جاءِ ڪري ويهندا ڪريو، الله اوهان لاءِ ڪشادگي ڪندو) يعني ڪشادا ٿي ويهو، تہ الله بہ اوهان لاءِ جنت ۾ ڪشادگي ڪندو. اهو حڪم هر انهيءَ مجلس لاءِ عام آهي جنهن ۾ مسلمان ڪنهن بہ خير جي ڪم ۽ ثواب خاطر گڏجاڻي ڪن، ڀل اها گڏجاڻي دشمن سان جنگ ڪرڻ يا الله جي ذڪر يا جمعي جي خطبي ٻڌڻ لاءِ هجي. جيتوڻيڪ جيڪو اڳ اچي ويهي، اهو ان جو وڌيڪ حقدار آهي، پر مسلمان ڀاءُ لاءِ سري پري ويهي، نبيءَ ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ: «لا يُقِيمِ الرجلُ الرجلَ من مجلسهِ ثمَّ يَجلسُ فِيْهِ، ولَكِنْ تَفسّحُوا وتَوسّعوا» (ڪو بہ ماڻهو ڪنهن ٻئي کي اٿاري پاڻ اتي نہ ويهي، پر سري پري ويڪرا ٿي ويهندا ڪريو). متفق عليہ. (۽ جڏهن اوهانکي اٿي وڃڻ لاءِ چئجي تہ اٿي ويندا ڪريو) يعني ڪچهري ۾ ويٺلن مان جيڪڏهن ڪن کي پنهنجي جاءِ ڪان اٿڻ لاءِ چئجي، تہ جيئن اتي ڪي مان وارا، ديندار ۽ عالم سڳورا ويهن تہ ڪين اٿڻ گهرجي. (تہ الله توهان مان مؤمنن ۽ علم وارن جا درجا بلند ڪندو) يعني توهان مان جن کي علم عطا ڪيو ويو آهي تن کي دنيا ۾ عزت ۽ ڪرامت ۽ آخرت ۾ ثواب ڏئي بلند درجا عطا ڪندو، سو جنهن کي ايمان سان گڏوگڏ علم جي نعمت بہ ڏني وئي، تنهن کي الله ڀيريون ايمان جي درجن سان مٿانهون ڪيو ۽ وري علم جي فضيلت سان بہ مٿانهون ڪيائنس، انهيءَ ڪري ڪچهرين ۾ بہ اهڙي کي مٿانهون ڪيو ويو. (۽ توهان جو ڪجهہ بہ ڪريو ٿا تنهن جي الله کي چڱيءَ طرح خبر آهي).

(12) (اي مؤمنو! جڏهن پيغمبر سان ڪا ڇپاتي ڳالهہ ڪريو تہ انهيءَ رازداني کان اڳ صدقو ڪيندا ڪريو) يعني ڪنهن مامري لاءِ نبيءَ ڪريم ﷺ سان ڪا ڪنائتي ڳالهہ ڪريو تہ ان کان اڳ صدقو ڪيو ۽ خير خيرات ڪريو، جڏهن الله تعاليٰ اها آيت نازل فرمائي تہ ڪوڙن ماڻهن جي نبيءَ ڪريم ﷺ سان سرگوشي بند ٿي وئي، ڇاڪاڻ تہ اهي خير خيرات نہ پيا ڏيڻ گهرن ۽ ايمان وارن لاءِ بہ ڳري ڳالهہ ٿي پئي ڇو تہ انهن مان گهڻن ۾ صدقي ڪيڻ جي سگهہ نہ هئي، انهيءَ ڪري ڪنهن بہ راز جي ڳالهہ ڪرڻ کان رڪجي ويا، تنهن ڪري الله تعاليٰ ايندڙ آيت نازل فرمائي انهيءَ حڪم ۾ نرمي آندي، حضرت مقاتلؒ چئي ٿو تہ: اهو حڪم رڳو ڏهہ راتيون هيو پوءِ منسوخ ٿي ويو. (اهو) رازداني کان اڳ صدقو ڏيڻ. (توهان لاءِ بهتر ۽ پاڪيزه ڪم آهي) ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ فرمانبرداري آهي. (پوءِ جيڪڏهن (خيرات ڏيڻ لاءِ ڪجهہ بہ) نہ هجيوَ تہ پوءِ الله بخشيندڙ، مهربان آهي) يعني جيڪڏهن ڪنهن ۾ صدقي ڏيڻ جي سگهہ نہ هجي تہ پوءِ بنا صدقي رازداني ڪرڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

(13) (ڇا اوهان سرگوشي ڪرڻ کان ڀهريان خيراتن ڏيڻ کان ڊڄو پيا)؟ يعني ڪجهہ ڏيڻ ڪري سچائي ۽ ڪنگاليءَ جو ڊپ اٿو؟ (پوءِ جيڪڏهن ائين نہ ٿا ڪري سگهو) يعني جيڪو توهان کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ رازداني کان اڳ صدقو ڪيو ۽ ان کي پوجهہ ٿا پائيو (۽ الله اوهان کي معاف ڪري ڇڏيو) جو صدقي نہ ڏيڻ جي معافي ڏئي ڇڏيائين. (پوءِ نماز پڙهندا ۽ زڪات ڏيندا رهو) ﴿وَأَطِيعُواْ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ﴾ (۽ الله ۽ سندس پيغمبر جي فرمانبرداري ڪندا رهو)، يعني جيڪڏهن راز جي ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ صدقي پيش ڪرڻ کي ڳرو ٿا پائيو تہ نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪات ڏيڻ ۽ الله ۽ سندس پيغمبر جي فرمانبرداريءَ تي ثابت قدم رهو (۽ الله کي چڱيءَ طرح خبر آهي جيڪي ڪجهہ اوهان ڪريو ٿا)، اهو ئي اوهانکي ان جو بدلو ڏيندو.

(14) (ڇا نہ ڏٺو اٿئي انهن ماڻهن کي جن ناتو ڳنڍيو آهي اهڙي قوم سان) يعني انهن سان دوستي رکيائون، انهيءَ مان منافق مراد آهن، جن يهودين سان لاڳاپا ڳنڍيا. (جن تي الله ڏمريل آهي) اهي يهودي آهن. (اهي نہ توهان مان آهن ۽ نہ انهن مان) جيئن الله سائين سندن باري ۾ فرمايو آهي: ﴿مُذَبْذَبِينَ بَيْنَ ذَلِكَ لاَ إِلَى هَؤُلاَءِ وَلاَ إِلَى هَؤُلاَءِ﴾ (انهيءَ وچ ۾ ٻڏتر ۾ آهن، نہ هِنن (مؤمنن) ڏانهن آهن ۽ نہ هُنن (ڪافرن) ڏانهن) ۽ انهن مان يهودي بہ مراد ٿي سگهن ٿا، يعني مؤمنن کي فرمايائين تہ: يهودي نہ توهان جا آهن ۽ نہ منافقن جا، تہ پوءِ منافق انهن کي پنهنجو سڄڻ ڇو ٿا سمجهن؟ (۽ ڪوڙ تي قسم ٿا کڻن) تہ اهي مسلمان آهن، يا قسم ٿا کڻن تہ هو يهودن کي توهانجون خبرون ڪو نہ ٿا ٻڌائين. (حالانڪ هو ڄاڻن ٿا) تہ جنهن ڳالهہ تي قسم ٿا کڻن اها نسورو ڪوڙ آهي، انہ جي ڪا حيثيت ئي ناهي.

(15) (الله انهن لاءِ سخت عذاب تيار ڪيو آهي) انهيءَ دوستي رکڻ ۽ ڪوڙي قسمن کڻڻ جي ڪري. (اهي جو ڪجهہ ڪندا هئا سو بلڪل برو آهي).

(16) (پنهنجي قسمن کي ڍال بنايو اٿن) يعني پنهنجي مسلمان هجڻ جا جيڪي ڪوڙا قسم کڻندا هئا تہ جيئن ڪفر جي ڪري





لَا تَجِدُ قَوْمًا يُؤْمِنُونَ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الْآخِرِ يُوَادُّونَ مَنْ
حَادَّ اللَّهَ وَرَسُولَهُ وَلَوْ كَانُوا آبَاءَهُمْ أَوْ أَبْنَاءَهُمْ
أَوْ إِخْوَانَهُمْ أَوْ عَشِيرَتَهُمْ ۚ أُولَٰئِكَ كَتَبَ فِي قُلُوبِهِمُ
الْإِيمَانَ وَأَيَّدَهُمْ بِرُوحٍ مِنْهُ ۖ وَيُدْخِلُهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي
مِنْ تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا ۚ رَضِيَ اللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا
عَنْهُ ۚ أُولَٰئِكَ حِزْبُ اللَّهِ ۚ أَلَا إِنَّ حِزْبَ اللَّهِ هُمُ الْمُفْلِحُونَ ﴿٢٢﴾

## سُورَةُ الْحَشْرِ

ترتيبها ٥٩ — آياتها ٢٤

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

سَبَّحَ لِلَّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ ۖ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ
﴿١﴾ هُوَ الَّذِي أَخْرَجَ الَّذِينَ كَفَرُوا مِنْ أَهْلِ الْكِتَابِ مِنْ دِيَارِهِمْ
لِأَوَّلِ الْحَشْرِ ۚ مَا ظَنَنْتُمْ أَنْ يَخْرُجُوا ۖ وَظَنُّوا أَنَّهُمْ مَانِعَتُهُمْ
حُصُونُهُمْ مِنَ اللَّهِ فَأَتَاهُمُ اللَّهُ مِنْ حَيْثُ لَمْ يَحْتَسِبُوا ۖ وَقَذَفَ
فِي قُلُوبِهِمُ الرُّعْبَ ۚ يُخْرِبُونَ بُيُوتَهُمْ بِأَيْدِيهِمْ وَأَيْدِي الْمُؤْمِنِينَ
فَاعْتَبِرُوا يَا أُولِي الْأَبْصَارِ ﴿٢﴾ وَلَوْلَا أَنْ كَتَبَ اللَّهُ عَلَيْهِمُ
الْجَلَاءَ لَعَذَّبَهُمْ فِي الدُّنْيَا ۖ وَلَهُمْ فِي الْآخِرَةِ عَذَابُ النَّارِ ﴿٣﴾

قتل ٿيڻ کان بچي وڃن، سو اهڙي قسمن کي خون ٿيڻ کان ڍال ۽ بچاء بنايائون ۽ مرڻ جي ڊپ کان زباني ايمان آندائون. دليون ايمان کان خالي هين. (پوءِ روڪيائون الله جي راهه کان) يعني ماڻهن کي مسلمان ٿيڻ کان روڪيندا ۽ پري ڪندا رهيا، مسلمانن جي معاملن کي ڪمزور ڪندا رهيا ۽ سندن وڌندڙ شان وشوڪت ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. (سو انهن لاءِ خوار ڪندڙ عذاب آهي) يعني ذليل ۽ رسوا ڪندن.

17 (اصل نہ ٽاريندو ڪانئن سندن مال ۽ نہ سندن اولاد الله کان ڪا بہ شيء) يعني الله جي عذاب کان ڪين ڪا بہ شيءِ بچائي نہ سگهندي. (اهي دوزخي آهن) (اهي منجهس سدائين پيا هوندا) نہ اتان ٻاهر نڪري سگهندا ۽ نہ مٿن موت ايندو.

18 (جنهن ڏينهن الله انهن سڀني کي اٿاريندو، پوءِ قسم کڻندا سندس آڏو، جيئن توهان جي آڏو قسم کڻندا آهن). يعني قيامت جي ڏينهن الله آڏو ڪوڙو قسم کڻندا جيئن دنيا ۾ توهان آڏو قسم کڻندا آهن پوءِ چوندا تہ : اي اسان جا رب! تنهنجي ذات جو قسم آهي تہ اسان اهو ڪم نہ ڪيو هو. اها انهن جي وڏي بدبختي چئبي، ڇاڪاڻ تہ قيامت جي ڏينهن سڀئي حقيقتون پڌريون ٿي پنديون ۽ سڄا مامرا اکين ڏٺل، ڇاتل سڃاتل ٿي پوندا. (۽ ڀائيندا تہ هو ڪنهن ڳالهہ تي آهن) يعني آخرت ۾ ڀائيندا تہ اهڙن ڪوڙن قسمن کڻڻ سان پاڻ کي ڪو نہ ڪو فائدو پهچائي سگهندا يا ڪا تڪليف دور ڪري سگهندا، جيئن دنيا ۾ اهڙا گمان ڪندا هئا. (ٻڌو! دراصل اهي ئي ڪوڙا آهن) يعني انهن کان وڌيڪ ٻيو ڪو ڪوڙو ٿي نہ ٿو سگهي.

19 (شيطان مٿن غالب ٿي ويو آهي) يعني ان جو مٿن غلبو آهي ۽ هو ڪانئن مٿانهون، ڏاڍ ٿيل، ۽ ڪين گهيراؤ ڪري ويل آهي. (۽ الله جي يادگيري ڪانئن وسارائي ڇڏي اٿس) يعني سندس احڪامن تي هلڻ ۽ فرمانبرداري ڪرڻ ڇڏي ڏنائون. (اهي شيطان جو ٽولو آهن) يعني ان جو لشڪر ۽ ان جا تابعدار ۽ ان جي پارٽي جا آهن. (ٻڌو! بيشڪ شيطان جي ٽولي وارا ئي خساري وارا آهن) ڇاڪاڻ تہ انهن جنت دوزخ جي عيوضي، ۽ هدايت گمراهي عيوضي وڪڻي ڇڏي، ۽ الله ۽ سندس پيغمبر تي ڪوڙا ٺاهہ ٺاهيائون، سو سگهو دنيا ۽ آخرت ٻئي وڃائي ويهندا.

20 (٢٠) (جيڪي الله ۽ سندس پيغمبر سان مهاڏو اٽڪائين ٿا)، (محاداة) يعني: مهاڏو اٽڪائڻ. ان جي معنيٰ سورت جي منڍ ۾ گذري چڪي آهي. (اهي ذليلن مان آهن) يعني الله جن قومن کي دنيا ۽ آخرت ۾ خوار خراب ۽ ذليل ڪيو آهي انهن مان آهن.

21 (الله لکي ڇڏيو آهي تہ آءٌ پاڻ ۽ منهنجا رسول ضرور سوڀارا ٿيندا سي) يعني حجت ۽ طاقت سان ضرور ڏاڍا ٿيندا سي. (بيشڪ الله سگهارو، زبردست آهي) پنهنجي دوستن جي مدد ڪرڻ جي وڏي سگهہ رکندڙ ۽ سندس دشمنن تي غالب آهي، ڪو بہ ڪانئس ڏاڍو نہ آهي.

22 (نہ لهندين ڪا بہ اهڙي قوم جيڪا الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃي، وري الله ۽ سندس رسول جي دشمنن سان دوستي رکي) يعني الله ۽ سندس رسول جي دشمنن ۽ مخالفن سان ڪين دوستي يا ميل ملاپ رکندڙ نہ ڏسندين. (ڇو تہ اهي سندن پيئر يا سندن پٽ يا سندن ڀائر يا سندن ڪڙم قبيلي جا هجن) يعني الله ۽ سندس رسول جا دشمن ڀل دوستي رکندڙن جا پيئر ڏاڏا وغيره ڇو نہ هجن، ڇاڪاڻ تہ ايمان ساڻن دوستي رکڻ کان روڪي ٿو ۽ ايمان جي رعايت ڪرڻ پيءُ پٽائي، ڀاءپي مائٽي جي لحاظ رکڻ کان وڌيڪ اهم ۽ مضبوط آهي. (اهي) يعني جيڪي الله ۽ سندس رسول جي مخالفن سان دوستي نہ رکندا آهن. (سندن دلين ۾ ايمان لکي ڇڏيائين) يعني ثابت ڪري، يا پيدا ڪري، يا ڳڏ ڪري ڇڏيو اٿس. (۽ مدد ڪيائين انهن جي پنهنجي طاقت سان) يعني پنهنجي مدد سان دنيا ۾ سندن دشمنن تي ڏاڍو ڪيائين، هتي الله تعالىٰ پنهنجي مدد کي (روح) فرمايو آهي، ڇا ڪاڻ تہ انهيءَ سان ئي سندن معاملا زنده ٿيندا آهن. (۽ هو ڪين اهڙي باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون، منجهن سدائين رهندا). (الله انهن کان راضي ٿيو) يعني سندن عمل قبول ڪيائين ۽ پنهنجي دنيا ۽ آخرت واري رحمت جي آثار کان فيضياب بنايائين. (۽ هو ان کان راضي ٿيا) يعني الله جي دنيا ۽ آڳوتر واري عطا تي خوش ٿيا. (اهي الله جي جماعت آهن) يعني ان جو لشڪر آهن، جو سندس حڪمن جي بجا آواري ڪندا آهن ۽ سندس دشمنن سان جنگ ڪندا آهن، ۽ سندس دوستن جي مدد ڪندا آهن. (ياد رکو الله جي جماعت وارا ئي سوڀ ماڻيندڙ آهن) دنيا ۽ آخرت جي سعادت واري ڪاميابي حاصل ڪندڙ آهن، ابن ابي حاتم، طبراني ۽ حاڪم جي روايت آهي تہ: بدر جي لڙائي واري ڏينهن ابوعبيده رضي الله عنه جو پيءُ سندس ڳهاڙ رکي پيڇو ڪندو رهيو ۽ ابوعبيده ڪانئس لهرائيندو ڪترائيندو رهيو، پوءِ جڏهن گهڻو پيڇو ڪرڻ لڳس تہ نيٺ ابو عبيده ڪيس قتل ڪري ڇڏيو، جنهن تي هيءَ آيت لٿي.

ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمْ شَآقُّوا۟ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ ۖ وَمَن يُشَآقِّ ٱللَّهَ فَإِنَّ ٱللَّهَ شَدِيدُ
ٱلْعِقَابِ ﴿٤﴾ مَا قَطَعْتُم مِّن لِّينَةٍ أَوْ تَرَكْتُمُوهَا قَآئِمَةً
عَلَىٰٓ أُصُولِهَا فَبِإِذْنِ ٱللَّهِ وَلِيُخْزِىَ ٱلْفَٰسِقِينَ ﴿٥﴾ وَمَآ أَفَآءَ ٱللَّهُ
عَلَىٰ رَسُولِهِۦ مِنْهُمْ فَمَآ أَوْجَفْتُمْ عَلَيْهِ مِنْ خَيْلٍ وَلَا رِكَابٍ
وَلَٰكِنَّ ٱللَّهَ يُسَلِّطُ رُسُلَهُۥ عَلَىٰ مَن يَشَآءُ ۚ وَٱللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ
قَدِيرٌ ﴿٦﴾ مَّآ أَفَآءَ ٱللَّهُ عَلَىٰ رَسُولِهِۦ مِنْ أَهْلِ ٱلْقُرَىٰ فَلِلَّهِ وَلِلرَّسُولِ
وَلِذِى ٱلْقُرْبَىٰ وَٱلْيَتَٰمَىٰ وَٱلْمَسَٰكِينِ وَٱبْنِ ٱلسَّبِيلِ كَىْ لَا يَكُونَ
دُولَةًۢ بَيْنَ ٱلْأَغْنِيَآءِ مِنكُمْ ۚ وَمَآ ءَاتَىٰكُمُ ٱلرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا
نَهَىٰكُمْ عَنْهُ فَٱنتَهُوا۟ ۚ وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ ۖ إِنَّ ٱللَّهَ شَدِيدُ ٱلْعِقَابِ ﴿٧﴾
لِلْفُقَرَآءِ ٱلْمُهَٰجِرِينَ ٱلَّذِينَ أُخْرِجُوا۟ مِن دِيَٰرِهِمْ وَأَمْوَٰلِهِمْ
يَبْتَغُونَ فَضْلًا مِّنَ ٱللَّهِ وَرِضْوَٰنًا وَيَنصُرُونَ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥٓ ۚ أُو۟لَٰٓئِكَ
هُمُ ٱلصَّٰدِقُونَ ﴿٨﴾ وَٱلَّذِينَ تَبَوَّءُو ٱلدَّارَ وَٱلْإِيمَٰنَ مِن قَبْلِهِمْ
يُحِبُّونَ مَنْ هَاجَرَ إِلَيْهِمْ وَلَا يَجِدُونَ فِى صُدُورِهِمْ حَاجَةً
مِّمَّآ أُوتُوا۟ وَيُؤْثِرُونَ عَلَىٰٓ أَنفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ ۚ
وَمَن يُوقَ شُحَّ نَفْسِهِۦ فَأُو۟لَٰٓئِكَ هُمُ ٱلْمُفْلِحُونَ ﴿٩﴾

## سورة الحشر

1 ﴿سَبَّحَ لِلَّهِ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ﴾ (جو ڪجھ آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجھ زمين ۾ آهي سو سڀ الله جي پاڪائي ٿو بيان ڪري). ﴿وَهُوَ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ﴾ (۽ اهو ئي زبردست حڪمت وارو آهي).

2 (اهو ئي آهي جنهن اهل ڪتاب مان ڪافرن کي سندن گهرن کان پهرين ئي ويڙھ ۾ ٻاهر ڪڍي ڇڏيو) اهي بنو نضير نالي هارون عليہ السلام جي پونئرن مان يهودين جو هڪ ٽولو آهي. جيڪي اسرائيلن جي فتنن واري دور ۾ اچي مديني ۾ آباد ٿيا هئا، ۽ نبي ڪريم ﷺ سان معاهدي ڪرڻ بعد غداري ڪيائون ۽ مشرڪن سان ملي سندن خلاف ٿي بيٺا. تنهن تي نبي ڪريم ﷺ سندن گهيراؤ ڪيو. ايتري تائين جو جلا وطني تي راضي ٿيا. امام ڪلبيؒ چئي ٿو ته: اهي اهل ڪتاب مان پهريان ماڻهو آهن جيڪي عربن جي پيٽ مان جلا وطن ڪيا ويا. ۽ انهن مان آخري ماڻهو حضرت عمر جي دور ۾ جلا وطن ڪيا ويا. تنهن ڪري مديني مان سندن جلا وطني کي (اول الحشر) چيو ويو. ۽ آخري جلا وطني حضرت عمر رضي الله عنه جي دور واري. ڪي چون ٿا ته: آخري حشر مان قيامت جي ڏينهن محشر جي ميدان ڏانهن سڀني ماڻهن جو گڏ ڪرڻ مراد آهي. يعني اي مسلمانو! (توهان جي وهم ۽ گمان ۾ به نه هو ته هو - يعني بنو نضير سندن طاقت ۽ دٻدٻي جي ڪري پنهنجن گهرن مان - نڪري ويندا) چو ته هو مضبوط قلعن، وڏي زرعي ايراضي ۽ ڪجن جي باغن جا مالڪ، ۽ وڏي آدمشماري ۽ گهڻي اسلحي وارا هيا. (۽ ڀانيؤ ٿي ته سندن قلعا الله کان بچائي وٺندا) يعني بنو نضير واري يهودين اهو ٿي ڀانيو ته سندن قلعا الله جي عذاب کان بچائي وٺندا! (پوءِ الله جو امر مٿن اهڙي هنڌان آيو جتان کين گمان ئي نه هو) ته ڪو اتان اهو امر ايندو. اهو هيئن ته الله تعالىٰ پنهنجي پيغمبر ﷺ کي ساڻن جنگ ڪرڻ ۽ کين جلاوطن ڪرڻ جو حڪم فرمايو. ۽ اهو کين گمان ئي نه هو ته ڳالھ ڪا ايتري حد تائين وڃي پهچندي. بلڪ پنهنجي پر ۾ پاڻ کي وڏي دٻدٻي ۽ طاقت وارا سمجهندا هيا. (۽ سندن دلين ۾ وڏي دهشت وڌائين) (رعب) معنىٰ: دٻپ. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي ته: (نُصِرْتُ بِالرُّعْبِ مَسِيْرَةُ شَهْرٍ) (منهنجي هڪ مهيني جي پنڌ جيڏي مفاصلي تان رعب جي ذريعي مدد ڪئي وئي آهي) (جو پنهنجا گهر پنهنجن هٿن ۽ مسلمانن جي هٿن سان ڊاهڻ لڳا) يعني جڏهن کين جلاوطن ٿيڻ جي پڪ پئي تڏهن مسلمانن جي سندن گهرن ۾ رهڻ واري حسد ۽ ساڙ کان پنهنجا گهر اندريان پاڻ ڊاهڻ لڳا ته ٻاهريان وري مسلمانن پئي ڊاٺا. امام زهريؒ ۽ حضرت عروة بن زبيرؒ چون ٿا ته: جڏهن نبي ڪريم ﷺ ساڻن هن ڳالھ تي صلح ڪيو. ته جو ڪجھ توهان جا اٺ کڻي سگهن سو کڻو. ته ان تي سندن گهرن ۾ لڳل هر ڪاٺ ڪلي ۽ شهتير وغيره جيڪو کين چڱو ٿي نظر آيو سو گهر ڊاهي اٺن تي پئي کنيائون. ۽ باقي گهرن کي مسلمانن پئي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو. (تنهن ڪري اي اکين وارو! عبرت وٺو) يعني ڄاڻو ته جيڪو به غداري ڪندو ۽ الله سائين جو دشمن ٿيندو. ته ان جو حشر به اهڙو ئي ٿيندو.

3 (۽ جيڪڏهن الله مٿن سندن گهرن مان اهڙي ريت ديس نيڪالي نه لکي ڇڏي ها ته کين دنيا ۾ ) قتل ۽ قيدي بنائڻ جو عذاب ڪري ها جيئن بنو قريظ کي سزا ڏني وئي. (ولهم في الآخرة عذاب النار) ۽ انهن لاءِ آخرت ۾ باھ وارو عذاب آهي.

4 (اهو هن ڪري جو انهن الله ۽ سندس رسول جي مخالفت ڪئي) يعني الله ۽ ان جي رسول سان وير رکڻ ۽ معاهدي ٽوڙڻ جي ڪري اهڙي سزا جا حقدار بڻيا. ﴿وَمَن يُشَآقِّ ٱللَّهَ فَإِنَّ ٱللَّهَ شَدِيدُ ٱلْعِقَابِ﴾ (۽ جيڪو الله جو ويري ٿيندو ته پوءِ بيشڪ الله سخت سزا ڏيڻ وارو آهي).

5 (توهان جيڪي کجين جا وڻ وڍيا. يا انهن کي پنهنجي پاڙن تي ڇڏي ڏنوَ. سو سڀ الله جي حڪم سان ٿيو) ڪي مسلمان بنونضير جي ويڙھ ۾ يهودين کي ساڙ ڏيارڻ خاطر سندن کجيون ڪپڻ لڳا. تنهن تي بنو نضير - جيڪي اهل ڪتاب هيا- چوڻ لڳا ته : اي محمد ﷺ ! تون ته پاڻ کي سڌاري لاءِ آيل نبي ٿو سڏائين؛ پوءِ ڀلا کجيون ڪپڻ ۽ وڻ ساڙڻ سڌاري جو ڪو ڪم آهي ڇا؟ جيڪو دين توتي نازل ٿيو آهي ان ۾ ڌرتيءَ تي وڳوڙ پيدا ڪرڻ جهڙا احڪام آهن ڇا؟ اها ڳالھ الله جي رسول ﷺ تي ڳري گذري ۽ مسلمان به پشيمان ٿيڻ لڳا. تنهن تي اها آيت نازل ٿي. (۽ جيئن بدڪارن کي خوار خراب ڪري). يعني نافرمانن کي ذليل ڪري، اهي يهودي هيا. کجين کي ڪپڻ ۽ ڇڏڻ مان مطلب کين ساڙ ڏيارڻ هو. جڏهن سندن ملڪيت ۾ مسلمانن کي سندن مرضي مطابق تصرف ڪندي ڏسن پيا. ته وڌيڪ سڙن ۽ خوار ٿين پيا.

6 (۽ سندن مال مان جو ڪجھ الله سندس رسول کي موٽائي ڏياريو. تنهن تي اوهان نه کي گهوڙا ڊوڙايا ۽ نه کي اٺ هڪليا هئا) (ايجاف) معنىٰ : سوار جو گهوڙي کي تيز ڊوڙائڻ. يعني بنونضير جي مال ملڪيت مان الله سائين جو ڪجھ پنهنجي پيغمبر کي ڏياريو. تنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ اوهان نه کي گهوڙا ڊوڙاي ۽ نڪي اٺ هڪليا. ۽ نه ڪا تڪليف برداشت ڪئي ۽ نه وري ڪا ويڙھ ڪيوَ. مديني کان ٻن ميلن جي پنڌ تي ته هئا.

وَٱلَّذِينَ جَآءُو مِنۢ بَعۡدِهِمۡ يَقُولُونَ رَبَّنَا ٱغۡفِرۡ لَنَا
وَلِإِخۡوَٰنِنَا ٱلَّذِينَ سَبَقُونَا بِٱلۡإِيمَٰنِ وَلَا تَجۡعَلۡ فِي قُلُوبِنَا
غِلّٗا لِّلَّذِينَ ءَامَنُواْ رَبَّنَآ إِنَّكَ رَءُوفٞ رَّحِيمٌ ﴿١٠﴾ ۞ أَلَمۡ تَرَ إِلَى
ٱلَّذِينَ نَافَقُواْ يَقُولُونَ لِإِخۡوَٰنِهِمُ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ مِنۡ أَهۡلِ
ٱلۡكِتَٰبِ لَئِنۡ أُخۡرِجۡتُمۡ لَنَخۡرُجَنَّ مَعَكُمۡ وَلَا نُطِيعُ فِيكُمۡ
أَحَدًا أَبَدٗا وَإِن قُوتِلۡتُمۡ لَنَنصُرَنَّكُمۡ وَٱللَّهُ يَشۡهَدُ إِنَّهُمۡ لَكَٰذِبُونَ
﴿١١﴾ لَئِنۡ أُخۡرِجُواْ لَا يَخۡرُجُونَ مَعَهُمۡ وَلَئِن قُوتِلُواْ لَا يَنصُرُونَهُمۡ
وَلَئِن نَّصَرُوهُمۡ لَيُوَلُّنَّ ٱلۡأَدۡبَٰرَ ثُمَّ لَا يُنصَرُونَ ﴿١٢﴾
لَأَنتُمۡ أَشَدُّ رَهۡبَةٗ فِي صُدُورِهِم مِّنَ ٱللَّهِۚ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمۡ قَوۡمٞ
لَّا يَفۡقَهُونَ ﴿١٣﴾ لَا يُقَٰتِلُونَكُمۡ جَمِيعًا إِلَّا فِي قُرٗى
مُّحَصَّنَةٍ أَوۡ مِن وَرَآءِ جُدُرِۭۚ بَأۡسُهُم بَيۡنَهُمۡ شَدِيدٞۚ تَحۡسَبُهُمۡ
جَمِيعٗا وَقُلُوبُهُمۡ شَتَّىٰۚ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمۡ قَوۡمٞ لَّا يَعۡقِلُونَ ﴿١٤﴾
كَمَثَلِ ٱلَّذِينَ مِن قَبۡلِهِمۡ قَرِيبٗاۖ ذَاقُواْ وَبَالَ أَمۡرِهِمۡ وَلَهُمۡ عَذَابٌ
أَلِيمٞ ﴿١٥﴾ كَمَثَلِ ٱلشَّيۡطَٰنِ إِذۡ قَالَ لِلۡإِنسَٰنِ ٱكۡفُرۡ فَلَمَّا كَفَرَ
قَالَ إِنِّي بَرِيٓءٞ مِّنكَ إِنِّيٓ أَخَافُ ٱللَّهَ رَبَّ ٱلۡعَٰلَمِينَ ﴿١٦﴾

انهيءَ ڪري الله تعالىٰ بنو نضير جي مال ملڪيت کي پنهنجي پيغمبر لاءِ خاص ڪيو. ڇاڪاڻ تہ صلح سان فتح ٿيڻ تي مال غنيمت حاصل ٿيو هيو. تنهن ڪري مجاهدن ۾ نہ ورهايو ويو.

﴿ وَلَٰكِنَّ ٱللَّهَ يُسَلِّطُ رُسُلَهُۥ عَلَىٰ مَن يَشَآءُ ﴾ (پر الله پنهنجي پيغمبر کي، جنهن تي وڻيس غالب ڪندو آهي).

﴿ وَٱللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَيۡءٖ قَدِيرٞ ﴾ (۽ الله هر شيء تي وس وارو آهي).

7 (جو ڪجهہ الله پنهنجي پيغمبر کي انهن ڳوٺن وارن کان مال ڏياريو) هن حقيقت بيان ڪرڻ کان بعد تہ (فيء) جو مال الله جي پيغمبر لاءِ خاص آهي. هتان ان جي خرچ جون مدون بيان ڪيون پيون وڃن، ۽ اهو حڪم هر انهيءَ ڳوٺ جو آهي، جنهن کي نبي ڪريم ﷺ پاڻ، يا ان کان بعد ويندي قيامت تائين مسلمان صلح سان -بنا ويڙهہ جي - فتح ڪن ۽ انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪين جنگ جوٽي نہ پئي هجي. (سو الله لاءِ آهي) جيئن ڪيس وڻي، تيئن ان ۾ حڪم هلائي. (۽ پيغمبر لاءِ آهي) سندس ملڪيت ۾ رهندو، ۽ ان کان بعد مسلمانن جي فلاح بهبود لاءِ خرچ ڪيو ويندو. (۽ سندس مائٽن لاءِ) هاشم ۽ مطلب جي اولاد لاءِ، يعني سندن غريبن لاءِ، ڇاڪاڻ تہ ڪين صدقو ڏيڻ منع آهي، تنهن ڪري فيء جي مال ۾ سندن حق ڄاڻايو ويو آهي. (۽ يتيمن لاءِ) اهڙا ننڍڙا ٻار، جن جي بالغ ٿيڻ کان اڳ سندن پيءُ ماءُ فوت ٿي ويا هجن. (۽ مسڪينن لاءِ). يعني غريبن فقيرن لاءِ . (۽ مسافر لاءِ) جنهن جو خرچ پڪو سفر دوران ختم ٿي ويو هجي. (تہ جيئن رڳو توهان جي شاهوڪارن جي وچ ۾ نہ ڦرندو رهي) پوءِ آسودا غريبن تي غالب اچي وڃن ۽ رڳو پاڻ ۾ ان مال جي ڦير گهير ڪندا رهن. (۽ جو ڪجهہ توهانکي پيغمبر ڏئي، تنهن کي وٺو، ۽ جنهن کان توهان کي جهلي، تنهن کان رڪجي وڃو) يعني جو ڪجهہ توهانکي فيء جي مال مان ڏئي، سو وٺو ۽ جنهن جي وٺڻ کان توهانکي روڪي، تنهن کان رڪجي وڃو ۽ اهو نہ وٺو.

﴿ وَٱتَّقُواْ ٱللَّهَۖ إِنَّ ٱللَّهَ شَدِيدُ ٱلۡعِقَابِ ﴾ (۽ الله کان ڊڄو، بيشڪ الله سخت سزا ڏيڻ وارو آهي).

8 (انهن غريب مهاجرن لاءِ آهي، جن کي سندن گهرن مان ڪڍي ٻاهر ڪيو ويو) يعني جن کي مڪي مان نڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو پوءِ نڪري هليا ويا. سندن لاءِ بہ فيء جي مال ۾ حق ڄاڻايو ويو، جيئن پنهنجو گذارو ڪري سگهن.

﴿ وَأَمۡوَٰلِهِمۡ ﴾ (۽ سندن مال ملڪيت مان بہ)، محروم ڪيو ويو. (دنيا ۾ الله کان رزق ۽ آخرت ۾ سندس رضا مندي طلب ڪن ٿا) ڪافرن سان جهاد ڪري (الله ۽ سندس رسول جي مدد ڪن ٿا). (اهي ئي سچا آهن) يعني سچائي ۾ پڪا پختا آهن.

9 (۽ جيڪي ان جاءِ تي رهيل هيا ۽ ايمان آندائون انهن مهاجرن کان اڳ) انهن مان مراد انصاري صحابي آهن، جيڪي مهاجرن کان اڳ مديني جا رهاڪو هئا ۽ الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻي چڪا هئا. (محبت رکن ٿا انهن سان جيڪي تن وٽ هجرت ڪري آيا آهن) مهاجرن سان تمام سهڻو برتاؤ ڪيائون ۽ ڪين پنهنجي مال ملڪيت ۽ رهڻي سهڻي ۾ گڏ ڪري ڇڏيائون. (۽ پنهنجي دلين ۾ ڪا تنگي نٿا لهن) ڪو حسد يا ڪينو يا تنگي نہ ٿا پائين. (ان مان جيڪو ڏنو ويو) مهاجرن کي فيء جي مال مان انصارن کان سواءِ جو ڪجهہ ڏنو ويو. بلڪ اهو ڏسي اجان سندن دليون ٺڏيون ٿي پيون. ۽ مهاجر انصارن جي گهرن ۾ رهندا هئا. پوءِ جڏهن نبي ڪريم ﷺ کي بنو نضير جي مال مان غنيمت حاصل ٿي، تڏهن انصارن کي سڏ ڪرايائين ۽ سندن مهاجرن سان ڀلي برتاؤ ۽ ڪين پنهنجي گهرن ۾ رهائڻ ۽ پنهنجي مال ملڪيت ۾ پاڻ سان گڏ ڪرڻ تي سندن شڪريو ادا ڪيائين. پوءِ پاڻ فرمايائين تہ : ”جي گهرو تہ مان توهان ۽ مهاجرن ۾ اهو مال برابر ورهايان جيڪو بنو نضير کان غنيمت ۾ حاصل ٿيو آهي ۽ مهاجر هاڻوڪي حال تي رهڻي سهڻي ۽ مال ملڪيت ۾ توهان سان گڏئي رهن، ۽ جي چاهيو تہ اهو مال انهن کي ڏئي ڇڏيان ۽ هو توهان جي گهرن مان نڪري وڃن“؟ مهاجرن لاءِ اهڙي ورهانگي تي انصاري ڏاڍا خوش ٿيا ۽ سندن دليون ٺڏيون ٿي پيون. (۽ اڳرو ٿا رکن پاڻ تي ) مهاجرن کي دنيوي معاملات ۾. (جيتوڻيڪ پاڻ کي ضرورت هجين). (۽ جيڪو پنهنجي نفس جي بخيليءَ کان بچايو ويو، سي ئي ڪامياب آهن) يعني جنهن کي الله سندس نفساني حرص ۽ بخل کان بچائي ۽ اهو سندس مال ملڪيت ۾ زڪات وغيره جهڙا شرعي حقوق ۽ واجبات ادا ڪري، تہ اهو ئي ڪامياب آهي، ۽ جيڪو بخل ڪندو ۽ نفس جي لالچ ۽ حرص کان نہ بچندو، تہ اهو ڪامياب نہ ٿي سگهندو.

10 (۽ جيڪي ڪانئن پوءِ آيا آهن) انهيءَ مان قيامت تائين ايندڙ چڱائي ۾ سندن پوئلڳ مراد آهن. دعا گهرندي (اهي چون ٿا تہ : اي اسان جا پالڻهار ! اسان کي ۽ اسان جي انهن ڀائرن کي بخش جن اسان کان اڳ ايمان آندو) ، جيڪي اڳاٽي مهاجرن ۽ انصارن سان محبت رکندا آهن ۽ سندن لاءِ بخشش جي دعا گهرندا آهن. (۽ مؤمنن لاءِ اسان جي دلين ۾ ڪا ڪوٺ نہ وجهہ) يعني ڪا مير ۽ ڪينو ۽ ساڙ وغيره. انهيءَ ۾ صحابي سڀ ڳورا سڀ کان پهريون شامل آهن، ڇو تہ اهو سڀني مؤمنن کان وڌيڪ شرف وارا آهن، ۽ هتي ڳالهہ بہ انهن جي پئي هلي، سو جيڪڏهن ڪو بہ سندن لاءِ پنهنجي دل ۾ ڪا ڪوٺ رکندو ــ جيئن رافضي شيعا رکندا آهن ــ تہ اهو ڄڻ شيطان جي ور

فَكَانَ عَـٰقِبَتَهُمَآ أَنَّهُمَا فِى ٱلنَّارِ خَـٰلِدَيْنِ فِيهَا ۚ وَذَٰلِكَ جَزَٰٓؤُا۟
ٱلظَّـٰلِمِينَ ﴿١٧﴾ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ ٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ وَلْتَنظُرْ
نَفْسٌ مَّا قَدَّمَتْ لِغَدٍ ۖ وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ خَبِيرٌۢ بِمَا تَعْمَلُونَ
﴿١٨﴾ وَلَا تَكُونُوا۟ كَٱلَّذِينَ نَسُوا۟ ٱللَّهَ فَأَنسَىٰهُمْ أَنفُسَهُمْ ۚ أُو۟لَـٰٓئِكَ
هُمُ ٱلْفَـٰسِقُونَ ﴿١٩﴾ لَا يَسْتَوِىٓ أَصْحَـٰبُ ٱلنَّارِ وَأَصْحَـٰبُ
ٱلْجَنَّةِ ۚ أَصْحَـٰبُ ٱلْجَنَّةِ هُمُ ٱلْفَآئِزُونَ ﴿٢٠﴾ لَوْ أَنزَلْنَا هَـٰذَا
ٱلْقُرْءَانَ عَلَىٰ جَبَلٍ لَّرَأَيْتَهُۥ خَـٰشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ
ٱللَّهِ ۚ وَتِلْكَ ٱلْأَمْثَـٰلُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُونَ
﴿٢١﴾ هُوَ ٱللَّهُ ٱلَّذِى لَآ إِلَـٰهَ إِلَّا هُوَ ۖ عَـٰلِمُ ٱلْغَيْبِ وَٱلشَّهَـٰدَةِ ۖ
هُوَ ٱلرَّحْمَـٰنُ ٱلرَّحِيمُ ﴿٢٢﴾ هُوَ ٱللَّهُ ٱلَّذِى لَآ إِلَـٰهَ إِلَّا هُوَ
ٱلْمَلِكُ ٱلْقُدُّوسُ ٱلسَّلَـٰمُ ٱلْمُؤْمِنُ ٱلْمُهَيْمِنُ ٱلْعَزِيزُ
ٱلْجَبَّارُ ٱلْمُتَكَبِّرُ ۚ سُبْحَـٰنَ ٱللَّهِ عَمَّا يُشْرِكُونَ
﴿٢٣﴾ هُوَ ٱللَّهُ ٱلْخَـٰلِقُ ٱلْبَارِئُ ٱلْمُصَوِّرُ ۖ لَهُ ٱلْأَسْمَآءُ ٱلْحُسْنَىٰ ۚ
يُسَبِّحُ لَهُۥ مَا فِى ٱلسَّمَـٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ ۖ وَهُوَ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ ﴿٢٤﴾

## سُورَةُ المُمْتَحَنَةِ

ترتيبها ٦٠ — آياتها ١٣

چڙهيو ۽ الله جي ولين ۽ سندس رسول ﷺ جي امت جي پيارن ماڻهن سان دشمني جي ڪري الله جي نافرماني جو جهجهو پانگو سندس نصيب ۾ آيو، ۽ اهڙي ماڻهوءَ جو فيءِ جي مال ۾ ڪو حق ئي ناهي، اهڙيءَ ريت اهي ماڻهو بہ جيڪي صحابہ ڪرام کي برو ڀلو چون ۽ ڪين اذيت پهچائن يا سندن شان ۾ گستاخي ڪن.

(11) ﴿أَلَمْ تَرَ إِلَى ٱلَّذِينَ نَافَقُوا۟ يَقُولُونَ لِإِخْوَٰنِهِمُ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ مِنْ أَهْلِ ٱلْكِتَـٰبِ﴾ (اي پيغمبر! ڇا نہ ڏٺو اٿئي انهن منافقن کي، جيڪي چون ٿا پنهنجن ڀائرن مان انهن کي جن ڪفر ڪيو اهل ڪتاب مان) عبد الله بن ابي ۽ سندس ساٿي مراد آهن، جن بنو نضير جي يهودن ڏانهن چورائي موڪليو تہ مضبوط ٿجو ۽ پنهنجو دفاع ڪجو، اسان توهانکي سندن حوالي نہ ڪندا سون، جيڪڏهن توهان سان ويڙهہ ٿي تہ توهان سان گڏجي وڙهندا سون. (جيڪڏهن توهان کي تڙايو ويو تہ اسان بہ توهان سان گڏجي نڪرندا سون) يعني توهان جا ساٿي بڻجي پنهنجن گهرن مان نڪري هلندا سون. (۽ توهان جي باري ۾ ڇيو نہ وٺندا سي) يعني توهان جي حق ۾ ۽ توهان لاءِ. (ڪنهن هڪ جو بہ) جو اسان کي توهان سان گڏجي نڪرڻ کان روڪي. (ڪڏهن بہ) چو نہ وڏي مدت گذري وڃي. (۽ جيڪڏهن توهان سان ويڙهہ ڪئي وئي، تہ اسان توهان جي ضرور مدد ڪنداسون) يعني توهان جي دشمنن جي مقابلي ۾ توهان جو ساٿ ڏينداسون. پوءِ الله سائين سندن دعوىٰ کي ڪوڙو ڪندي فرمايو تہ: (۽ الله شاهدي ٿو ڏئي تہ اهي ڪوڙا آهن) پنهنجي انهيءَ واعدي ۾ جيڪو سندن گڏجي نڪرڻ ۽ مدد ڪرڻ جو ڪيو اٿئون.

(12) (جيڪڏهن ڪين تڙيو ويو تہ ساڻن گڏجي نہ نڪرندا ۽ جيڪڏهن ساڻن ويڙهہ ڪئي وئي تہ سندن مدد نہ ڪندا) ۽ ٿيو بہ ائين، بنو نضير ۽ انهن سان گڏ ٻين يهودين جن کي تڙيو ويو، منافق ساڻن گڏجي نہ نڪتا، اهڙيءَ ريت بنو قريظہ ۽ خيبر جي جن يهودين سان جنگ ڪئي وئي تن جي بہ مدد نہ ڪيائون. (۽ جيڪڏهن سندن مدد ڪيائون بہ، تہ پٺي ڏئي ڀڄندا) شڪست کاڌا ٿي. (پوءِ مدد نہ ڪئي ويندن) انهن منافقن جي انهيءَ ڪان پوءِ، بلڪ الله سائين خوار ڪندن ۽ منافقي مان ڪو فائدو نہ ملندن.

(13) (توهان سندن دلين ۾ الله کان بہ وڌيڪ دهشت وارا آهيو) يعني اي مسلمانو! توهان انهن منافقن يا يهودين جي دلين ۾ الله کان بہ وڌيڪ ڊپ ۽ دهشت وارا آهيو. (اهو هن ڪري، جو اهي نا سمجهہ آهن) جيڪڏهن ڪين عقل هجي ها، تہ سمجهن ها تہ الله سائين ئي توهان کي مٿن غلبو ڏنو آهي، تہ ڊڄڻ جو بہ اهو ئي وڌيڪ حقدار آهي.

(14) (اهي سڀ گڏجي هڪ هنڌ آمهون سامهون ڪڏهن بہ توهان سان نہ وڙهندا) (مگر قلعہ بند ڳوٺن ۾) يعني واهن ۽ گهٽين گهرن ۾. (يا ڀتين جي اوٽ ۾) يعني ڊپ ۽ دهشت جي ڪري ڀتين جي اوٽ وٺي وڙهندا. (پاڻ ۾ سخت ويڙهہ ڀيل اٿن) يعني هڪٻئي سان ڏاڍي سختي ۽ برائي سان پيش اچڻ وارا آهن. (تون ڪين هڪٻئي سان متحد ٿو سمجهين، پر سندن دليون ڌار ڌار آهن) يعني ظاهر ۾ گڏيل ٿا نظرن، باقي اندر ۾ دليون ڇڄل اٿن، راين ۽ خواهشن ۾هڪٻئي جا مخالف آهن. (اهو هن ڪري، جو اهي بي عقل ماڻهو آهن) ۽ جيڪڏهن عقل هجين ها، تہ حق سڃاڻي ان جي پيروي ڪن ها ۽ متحد ٿين ها، هڪٻئي جا مخالف نہ ٿين ها.

(15) (اهي انهن وانگر آهن، جيڪي ڪائن اڳ گذري چڪا آهن) يعني ڪافر ۽ مشرڪ. (ويجهڙائي ۾) يعني قريبي زماني ۾ گذري چڪا آهن. (جن پنهنجي ڪرتوتن جي سزا چکي) يعني پنهنجي ڪفر جي خراب عاقبت دنيا ۾ئي ڏٺائون، جو بدر واري جنگ ۾ ماريا ويا، ۽ اها بنونضير واري جنگ کان ڇهہ مهينا ڪن اڳ ٿي گذري هئي.

(16) پاڙي ٿيڻ ۽ ساٿ نہ ڏيڻ ۾ انهن جو مثال (شيطان جي مثال وانگر آهي جو انسان کي چوي تہ ڪفر ڪر!) يعني ڪيس ڪفر ڪرڻ تي اڪسائي ۽ ان کي سينگاري ڏي ۽ ان تي ڪيس هلڻ لاءِ چوي. (پوءِ جڏهن اهو انسان شيطان جي پوئلڳي ۾ سندس سينگاريل ڳالهہ کي قبول ڪندي ڪفر ڪري ويهي تہ شيطان کيس چوي تہ ، آءٌ تہ توکان بيزار آهيان) (آءٌ جهانن جي پالڻهار کان ڊڄان ٿو)، يعني هي جملو بہ شيطان جي چوٽي مان آهي، انسان کان بيزاري جي سبب ڄاڻائڻ بابت.

(17) ﴿فَكَانَ عَـٰقِبَتَهُمَآ أَنَّهُمَا فِى ٱلنَّارِ خَـٰلِدَيْنِ فِيهَا﴾ (پوءِ انهن ٻنهي جي عاقبت هيءَ ٿيندي جو اهي ٻئي جهنم جي باهہ ۾ هميشہ لاءِ وڃي پوندا). ﴿وَذَٰلِكَ جَزَٰٓؤُا۟ ٱلظَّـٰلِمِينَ﴾ (۽ اهائي ظالمن جي سزا آهي).

(18) (اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو) يعني جيڪي حڪم توهان کي فرمايا اٿس، تن تي عمل ڪندي ۽ جن عملن کان روڪيو اٿس، تن کي ڇڏيندي، سندس سزا کان بچو. (۽ ڀل سوچي هر شخص تہ سڀاڻي لاءِ ڪهڙي شيءِ پيش ڪئي اٿس) يعني هر ماڻهوءَ کي سوچڻ گهرجي تہ قيامت جي ڏينهن لاءِ ڪهڙا عمل گڏ ڪيا اٿس. ﴿وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ﴾ (۽ الله کان ڊڄو).﴿إِنَّ ٱللَّهَ خَبِيرٌۢ بِمَا تَعْمَلُونَ﴾ (جو ڪجهہ اوهين ڪندا آهيو تنهن جي الله بلڪل پوري خبر رکندڙ آهي).

(19) (۽ انهن جهڙا نہ ٿيو، جن الله کي وساري ڇڏيو) يعني سندس حڪمن کي ڇڏي ڏنائون ۽ سندس فرمانبرداري جي پرواهہ نہ ڪيائون.





(پوءِ ڪائنن پنهنجا وجود ئي وساراي ڇڏيائين) يعني ڪيس وسرائڻ جي ڪري پنهنجو پاڻ کي ئي وساري ويٺا، جو پنهنجي نفس کي عذاب کان بچائڻ لاءِ ڪي عمل ئي نہ ڪيائون، ۽ پڻ هي بہ مراد ٿي سگهي ٿو تہ: الله کي خوشحالي ۾ وساري ڇڏيائون، تہ هن وري ڏکي ڏينهن ۾ ڪائنن پنهنجا وجود ئي وسارائي ڇڏيا. (اهي ئي فاسق آهن) يعني الله جي فرمانبرداري کان نڪتل آهن.

(20) ﴿ لَا يَسۡتَوِيٓ أَصۡحَٰبُ ٱلنَّارِ وَأَصۡحَٰبُ ٱلۡجَنَّةِۚ ﴾ (دوزخ وارا ۽ بهشت وارا هڪ جهڙا نہ ٿا ٿي سگهن). (بهشت وارا ئي ڪامياب آهن)، يعني هر مراد ماڻيندڙ ۽ هر ڏکيائي کان ڇٽڪاري وارا آهن.

(21) (جيڪڏهن اسان هيءُ قرآن ڪنهن جبل تي لاهيون ها، تہ ان کي الله جي ڊپ کان عاجزي ڪندڙ، ڦاٽي پوندڙ ڏسين ها) يعني قرآن جو شان، عظمت ، بلاغت ۽ دلين کي نرم ڪندڙ واعظن تي شامل هجڻ ايڏي بلند درجي تي پهتل آهي جو ڪيس جيڪڏهن جبلن مان ڪنهن هڪ جبل تي نازل ڪيو وڃي ها تہ اهو جبل تمام سخت، مضبوط ۽ ايڏي وڏي جسامت واري هجڻ جي باوجود الله جي عذاب جي ڊپ کان ۽ هن ڏر کان تہ متان الله جي ڪلام جي تعظيم جو حق ادا نہ ٿي سگهي، ڏارون ڏئي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڦاٽي پئي ها. (۽ اهي مثال اسان هن ڪري ٿا ماڻهن لاءِ ڏيون، تہ جيئن سوچ ويچار ڪن) اهڙن شين ۾ جن ۾ غور وفڪر ڪرڻ ضروري آهي، پوءِ واعظن مان نصيحتون وٺن ۽ ڊيڄاريندڙ ڳالهين جي ڪري ڊڄي وڃن.

(22) ﴿ هُوَ ٱللَّهُ ٱلَّذِي لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَۖ ﴾ (اهو ئي آهي الله، جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ عبادت جي لائق ناهي).

(هر ڳجهہ ۽ ظاهر کي ڄاڻيندڙ آهي) يعني جيڪي شيون اسان جي ظاهري حواس کان ڳجهيون آهن تن کي بہ ڄاڻي ٿو، باقي جيڪي آڏو آهن سي تہ اکين سان ئي ڏسڻ ۾ اينديون آهن. ﴿ هُوَ ٱلرَّحۡمَٰنُ ٱلرَّحِيمُ ﴾ (اهو ئي ٻاجهارو، مهربان آهي).

(23) (اهو ئي آهي الله، جنهن کان سواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق نہ آهي) تاڪيد ڪرڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ خاطر انهيءَ جملي کي دهرايائين. (بادشاهہ، پاڪ ذات آهي) يعني هر عيب کان پاڪ. ﴿ ٱلسَّلَٰمُ ﴾ (هر عيب کان آجو)، يا هي تہ : مخلوق کي پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ کان سلامتي ڏيندڙ. (امن ڏيندڙ) يعني پنهنجي ٻانهن کي ظلم کان امن بخشيندڙ، يا پنهنجي پيغمبر کان معجزن جو اظهار ڪرائي سندس صديق ڪندڙ. (نگهباني ڪندڙ) يعني پنهنجي ٻانهن تي سندن عملن سميت گواهہ ۽ مٿن نگراني ڪندڙ. (ڏاڍو) غالب، مغلوب نہ ٿيندڙ. (زبردست) الله سائين جو جبروت سندس عظمت کي چئبو آهي، يا جنهن جي ڏاڍ ۽ دٻدٻي برداشت ڪرڻ جي همت ئي نہ رکي سگهجي. (وڏائيءَ وارو)، يعني جيڪو هر عيب کان مٿانهون هجي ۽ جو ڪجهہ ڪيس نہ جڳائي تنهن کان اعلىٰ شان وارو. ۽ ڪبريائي الله تعالىٰ جي حق ۾ سندس تعريفي صفتن مان آهي ۽ مخلوق جي حق ۾ مذمتي صفتن مان آهي. ﴿ سُبۡحَٰنَ ٱللَّهِ عَمَّا يُشۡرِكُونَ ﴾ (جيڪو شرڪ ڪن ٿا، تنهن کان الله پاڪ آهي).

(24) (اهو ئي آهي الله، خلقڻهار) يعني پنهنجي ارادي ۽ مشيت مطابق هر شيءِ جو خاص اندازو ڪندڙ. (ٺاهيندڙ) يعني نئين تخليق ڪندڙ، اڻهوند مان هوند ڪندڙ، شين جو موجد. (صورت ٺاهيندڙ) يعني نيون نيون شڪليون ٺاهيندڙ، مختلف اندازن ۾ صورتون ٺاهيندڙ. ﴿ لَهُ ٱلۡأَسۡمَآءُ ٱلۡحُسۡنَىٰۚ ﴾ (ان جا سڀ نالا سهڻا آهن).

(جيڪي بہ آسمانن توڙي زمين ۾ آهي، سو سڀ ان جي پاڪائي بيان ٿو ڪري) يعني جو ڪجهہ انهن ٻنهن ۾ آهي سو سڀ زبان حال يا قال سان ان جي پاڪائي ٿو بيان ڪري. ﴿ وَهُوَ ٱلۡعَزِيزُ ٱلۡحَكِيمُ ﴾ (اهو ئي غالب، وڏي حڪمت وارو آهي).

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ لَا تَتَّخِذُواْ عَدُوِّي وَعَدُوَّكُمۡ أَوۡلِيَآءَ تُلۡقُونَ
إِلَيۡهِم بِٱلۡمَوَدَّةِ وَقَدۡ كَفَرُواْ بِمَا جَآءَكُم مِّنَ ٱلۡحَقِّ يُخۡرِجُونَ ٱلرَّسُولَ
وَإِيَّاكُمۡ أَن تُؤۡمِنُواْ بِٱللَّهِ رَبِّكُمۡ إِن كُنتُمۡ خَرَجۡتُمۡ جِهَٰدٗا فِي سَبِيلِي
وَٱبۡتِغَآءَ مَرۡضَاتِيۚ تُسِرُّونَ إِلَيۡهِم بِٱلۡمَوَدَّةِ وَأَنَا۠ أَعۡلَمُ بِمَآ أَخۡفَيۡتُمۡ
وَمَآ أَعۡلَنتُمۡۚ وَمَن يَفۡعَلۡهُ مِنكُمۡ فَقَدۡ ضَلَّ سَوَآءَ ٱلسَّبِيلِ ﴿١﴾ إِن
يَثۡقَفُوكُمۡ يَكُونُواْ لَكُمۡ أَعۡدَآءٗ وَيَبۡسُطُوٓاْ إِلَيۡكُمۡ أَيۡدِيَهُمۡ وَأَلۡسِنَتَهُم
بِٱلسُّوٓءِ وَوَدُّواْ لَوۡ تَكۡفُرُونَ ﴿٢﴾ لَن تَنفَعَكُمۡ أَرۡحَامُكُمۡ وَلَآ أَوۡلَٰدُكُمۡۚ
يَوۡمَ ٱلۡقِيَٰمَةِ يَفۡصِلُ بَيۡنَكُمۡۚ وَٱللَّهُ بِمَا تَعۡمَلُونَ بَصِيرٞ ﴿٣﴾ قَدۡ
كَانَتۡ لَكُمۡ أُسۡوَةٌ حَسَنَةٞ فِيٓ إِبۡرَٰهِيمَ وَٱلَّذِينَ مَعَهُۥٓ إِذۡ قَالُواْ لِقَوۡمِهِمۡ
إِنَّا بُرَءَٰٓؤُاْ مِنكُمۡ وَمِمَّا تَعۡبُدُونَ مِن دُونِ ٱللَّهِ كَفَرۡنَا بِكُمۡ وَبَدَا بَيۡنَنَا
وَبَيۡنَكُمُ ٱلۡعَدَٰوَةُ وَٱلۡبَغۡضَآءُ أَبَدًا حَتَّىٰ تُؤۡمِنُواْ بِٱللَّهِ وَحۡدَهُۥٓ إِلَّا
قَوۡلَ إِبۡرَٰهِيمَ لِأَبِيهِ لَأَسۡتَغۡفِرَنَّ لَكَ وَمَآ أَمۡلِكُ لَكَ مِنَ ٱللَّهِ مِن شَيۡءٖۖ
رَّبَّنَا عَلَيۡكَ تَوَكَّلۡنَا وَإِلَيۡكَ أَنَبۡنَا وَإِلَيۡكَ ٱلۡمَصِيرُ ﴿٤﴾ رَبَّنَا لَا تَجۡعَلۡنَا
فِتۡنَةٗ لِّلَّذِينَ كَفَرُواْ وَٱغۡفِرۡ لَنَا رَبَّنَآۖ إِنَّكَ أَنتَ ٱلۡعَزِيزُ ٱلۡحَكِيمُ ﴿٥﴾

## سورة الممتحنة

(1) (اي مؤمنو! منهنجي دشمنن ۽ پنهنجي دشمنن کي دوست نہ بڻايو) هيءَ آيت حاطب بن ابي بلتعہ جي باري ۾ نازل ٿي، جڏهن مڪي جي مشرڪ قريشن ڏانهن خط اماڻي ڪين نبي ڪريم ﷺ جي فتح مڪي جي دوران سن اٺين هجريءَ ۾ مٿن ڪاهہ بابت خبر ٿي ڏنائين. ۽ هيءَ آيت ڪافرن سان ڪنهن بہ نموني دوستي ۽ تعلق رکڻ کان روڪڻ جو وڏو ثبوت آهي. (توهان انهن ڏانهن دوستيءَ جا پيغام ٿا موڪليو) يعني توهان ۽ سندن درميان جيڪا دوستي آهي ان کي پاڙيندي انهن ڏانهن پيغمبر ﷺ جي خبرن جا پيغام ٿا اماڻيو. (جڏهن تہ هو ان حق جو انڪار ڪري چڪا آهن جيڪو توهان وٽ آيو آهي) يعني الله ۽ سندس رسول ۽ قرآن جي ذريعي جيڪا توهان وٽ هدايتِ الاهي آئي آهي، تنهن جو نسورو انڪار ڪري چڪا آهن. (پيغمبر ۽ توهان کي ڪڍي چڪا آهن) يعني توهان وٽ آيل سچي دين جو انڪار ڪندي، رسول ۽ توهانکي مڪي مان لوڏي چڪا آهن، ان جي باوجود توهان ساڻن دوستي ٿا رکيون اچو؟ هن ڪري (جو توهان پنهنجي پالڻهار الله تي ايمان آندو آهي) يعني توهان کي ان ڪري لوڏيائون، جو توهان الله تي ايمان آندو، يا توهان جي ايمان کي ناپسند ڪندي توهانکي ڪڍيائون. (جيڪڏهن توهان منهنجي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ ۽ منهنجي راضپي حاصل ڪرڻ لاءِ نڪتا هيؤ) تہ پوءِ منهنجي ۽ پنهنجي دشمنن کي دوست نہ بڻايو. (ڳجها پيغام ٿا موڪليو انهن ڏانهن دوستيءَ جي ڪري) يعني دوستيءَ جي ڪري ڳجهن رازن جون خبرون ٿا ڪين پهچايو؟ (۽ آءٌ ڄاڻان ٿو جيڪو

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيهِمْ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَن كَانَ يَرْجُوا۟ ٱللَّهَ وَٱلْيَوْمَ ٱلْـَٔاخِرَ ۚ
وَمَن يَتَوَلَّ فَإِنَّ ٱللَّهَ هُوَ ٱلْغَنِىُّ ٱلْحَمِيدُ ﴿٦﴾ ۞ عَسَى ٱللَّهُ أَن يَجْعَلَ
بَيْنَكُمْ وَبَيْنَ ٱلَّذِينَ عَادَيْتُم مِّنْهُم مَّوَدَّةً ۚ وَٱللَّهُ قَدِيرٌ ۚ وَٱللَّهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ
﴿٧﴾ لَّا يَنْهَىٰكُمُ ٱللَّهُ عَنِ ٱلَّذِينَ لَمْ يُقَـٰتِلُوكُمْ فِى ٱلدِّينِ وَلَمْ يُخْرِجُوكُم
مِّن دِيَـٰرِكُمْ أَن تَبَرُّوهُمْ وَتُقْسِطُوٓا۟ إِلَيْهِمْ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ يُحِبُّ ٱلْمُقْسِطِينَ
﴿٨﴾ إِنَّمَا يَنْهَىٰكُمُ ٱللَّهُ عَنِ ٱلَّذِينَ قَـٰتَلُوكُمْ فِى ٱلدِّينِ وَأَخْرَجُوكُم
مِّن دِيَـٰرِكُمْ وَظَـٰهَرُوا۟ عَلَىٰٓ إِخْرَاجِكُمْ أَن تَوَلَّوْهُمْ ۚ وَمَن يَتَوَلَّهُمْ فَأُو۟لَـٰٓئِكَ
هُمُ ٱلظَّـٰلِمُونَ ﴿٩﴾ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓا۟ إِذَا جَآءَكُمُ ٱلْمُؤْمِنَـٰتُ
مُهَـٰجِرَٰتٍ فَٱمْتَحِنُوهُنَّ ۖ ٱللَّهُ أَعْلَمُ بِإِيمَـٰنِهِنَّ ۖ فَإِنْ عَلِمْتُمُوهُنَّ مُؤْمِنَـٰتٍ
فَلَا تَرْجِعُوهُنَّ إِلَى ٱلْكُفَّارِ ۖ لَا هُنَّ حِلٌّ لَّهُمْ وَلَا هُمْ يَحِلُّونَ لَهُنَّ ۖ وَءَاتُوهُم
مَّآ أَنفَقُوا۟ ۚ وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ أَن تَنكِحُوهُنَّ إِذَآ ءَاتَيْتُمُوهُنَّ أُجُورَهُنَّ ۚ
وَلَا تُمْسِكُوا۟ بِعِصَمِ ٱلْكَوَافِرِ وَسْـَٔلُوا۟ مَآ أَنفَقْتُمْ وَلْيَسْـَٔلُوا۟ مَآ أَنفَقُوا۟ ۚ
ذَٰلِكُمْ حُكْمُ ٱللَّهِ ۖ يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ ۚ وَٱللَّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ ﴿١٠﴾ وَإِن فَاتَكُمْ
شَىْءٌ مِّنْ أَزْوَٰجِكُمْ إِلَى ٱلْكُفَّارِ فَعَاقَبْتُمْ فَـَٔاتُوا۟ ٱلَّذِينَ ذَهَبَتْ
أَزْوَٰجُهُم مِّثْلَ مَآ أَنفَقُوا۟ ۚ وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ ٱلَّذِىٓ أَنتُم بِهِۦ مُؤْمِنُونَ ﴿١١﴾

(كجھ توهان لڪائي ٿا ڪريو ۽ جيڪو ڪجھ ظاهر ظهور ٿا ڪريو) يعني توهان مان هر ماڻهو جيڪي بہ خبرون انهن ڏانهن موڪلي ٿو، انهن سڀني کي آءٌ ڄاڻان ٿو. (۽ توهان مان جيڪو بہ ائين ڪندو، سو پڪ سان سڌي رستي کان ڀٽڪي ويو) حق واري سڌي راه کان ٿڙي ويو ۽ سنئين واٽ کان هٽي ويو.

2 (جيڪڏهن ڪٿي بہ توهانکي لڌائون تہ توهان جا دشمن ٿي پوندا) يعني جيڪڏهن ڪٿي بہ توهان سان ملاقات ٿين يا اوچتي ڪٿي توهان سندن ور چڙهي ويا تہ سندن دلين ۾ جيڪا دشمني پريل آهي سا سڀ ظاهر ڪري ڇيهندا. (۽ ڏگهيريندا توهان ڏانهن پنهنجا هٿ ۽ پنهنجون زبانون بريءَ طرح) يعني وڙهڻ لاءِ الرون ڪندي هٿ ڏگهيريندا ۽ گاريون گند ڪيندي زبان درازي ڪندا. (۽ هو چاهين ٿا تہ جيڪر توهان بہ ڪافر ٿي وڃو) توهان جي مرتد ٿيڻ ۽ ڪفر ڏانهن موٽڻ جي تمنا ٿا ڪرن.

3 (توهانجا مٽ مائٽ توهانکي ڪو فائدو نہ ڏيندا ۽ نڪو توهانجي اولاد) جو انهن جي ڪري توهان ڪافرن سان لاڳاپا رکو، جيئن حاطب واري واقعي مان ثابت ٿيو. پر توهانکي فائدو انهيءَ مان پوندو جنهن جو توهانکي الله حڪم فرمايو آهي، تہ ڪافرن سان دشمني رکو ۽ انهن سان جهاد ڪريو ۽ انهن سان دوستيون ٽوڙي ڇڏيو. (قيامت جي ڏينهن توهانجي وچ ۾ فيصلو ڪندو) پوءِ فرمانبردار ٻانها جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ نافرمان جهنم ۾ وڌا ويندا. ﴿ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ ﴾ (۽ جيڪو ڪجھ توهان ڪريو ٿا، تنهن کي الله چڱيءَ طرح ڏسندڙ آهي).

4 (بيشڪ توهان لاءِ سهڻي پيروي آهي) يعني سهڻو نمونو ۽ مثال آهي جنهن جي توهان کي پيروي ڪرڻ جڳائي. (ابراهيم ۽ سندس ساٿين ۾) الله سائين فرمائي ٿو تہ اي حاطب! تون ابراهيمؑ جي پيروي نہ ڪئي، جو پنهنجي خاندان کان بيزاريءَ جو اعلان ڪرين ها، جيئن ابراهيمؑ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کان بيزاريءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو. (جڏهن پنهنجي قوم کي چيائون تہ اسان توهان کان لا تعلق آهيون) يعني توهان کان بيزارآهيون، نہ اسان توهان جا ۽ نہ توهان اسان جا، ڇاڪاڻ تہ اوهان الله جا منڪر آهيو. (۽ الله کان سواءِ جن جي توهان عبادت ٿا ڪريو) تن بتن کان بہ بيزار آهيون. (اسان توهان جا انڪاري آهيون) يعني توهان جي دين ۽ توهان جي افعالن جا انڪاري آهيون. (۽ اسان ۽ توهان جي وچ ۾ هميشه لاءِ وير ۽ ڪينو پڌرو ٿي چڪو آهي) يعني جيستوڻيڪ اوهان ڪفر تي آهيو تہ اسان جي هلت توهان سان اها ئي رهندي. (جيسين هڪ الله تي ايمان آڻيو) ۽ شرڪ ڪرڻ هميشہ لاءِ ڇڏي ڏيو، پوءِ جيڪڏهن ائين ڪندؤ تہ دشمني دوستي ۾ بدلجي ويندي ۽ ڪينو پيار ۾ بدلجي ويندو. (پر ابراهيم جو پنهنجي پيءُ کي چوڻ تہ آءٌ ضرور تو لاءِ بخشش گهرندس) يعني ابراهيم جي هر ڳالھ ۾ توهان لاءِ سهڻو نمونو آهي، پر سندس پيءُ کي پنهنجي انهيءَ چوڻي ۾ نہ، سو ان ڏس ۾ توهان سندس پيروي نہ ڪريو. جومشرڪن لاءِ بخشش جون دعائون گهرندا وتو، ڇاڪاڻ تہ اهو سندس پيءُ سان هڪ واعدو ٿيل هيو، جنهن جي وفائي ٿي ڪيائين. ﴿ فَلَمَّا تَبَيَّنَ لَهُۥٓ أَنَّهُۥ عَدُوٌّ لِّلَّهِ تَبَرَّأَ مِنْهُ ﴾ (پر جڏهن پڪ پيس تہ هو الله جو نسورو ويري آهي، تڏهن ڦري ان کان لا تعلقي جو اظهار ڪيائين) ۽ چيائينس : (۽ آءٌ تولاءِ الله کان ڪنهن شيءِ جو حق نٿو رکان) يعني الله جي عذاب مان ڪا بہ شيءِ توکان ٽاري نٿو سگهان.

﴿ رَّبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَإِلَيْكَ أَنَبْنَا وَإِلَيْكَ ٱلْمَصِيرُ ﴾ (اي اسانجا رب! اسان توتي ئي توڪل ڪئي آهي ۽ توڏانهن ئي وريا آهيون، ۽ توڏانهن ئي موٽڻو آهي).

5 (اي اسان جا رب! اسان کي ڪافرن لاءِ آزمائش نہ بڻاءِ) امام مجاهدؒ چوي ٿو تہ معنىٰ : اسانکي نہ انهن جي هٿان تڪليف ڏيار ۽ نہ پاڻ پنهنجي آمائش ۾ وجھ، جو اهي وري چون تہ : جيڪڏهن اهي حق تي هجن ها، تہ هوند اها تڪليف نہ رسين ها!. ﴿ وَٱغْفِرْ لَنَا رَبَّنَآ ﴾ (۽ اسانکي معاف ڪر اسانجا پالڻهار). ﴿ إِنَّكَ أَنتَ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ ﴾ (بيشڪ تون ئي غالب، وڏي حڪمت وارو آهين).

6 (يقينن توهان لاءِ انهن ۾ئي سهڻي پيروي آهي) يعني ابراهيم ۽ سندس ساٿين ۾ئي سهڻو مثال آهي. (انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ جيڪو الله ۽ قيامت جي ڏينهن جي اميد رکندو هجي) يعني اهو سهڻو نمونو رڳو انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ آهي جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ الله کان ڀلائي جي آس ۽ لالچ رکندو هجي. (۽ جيڪو منهن مٽيندو) يعني اهڙي پيروي کان منهن ڦيريندو تہ : (پوءِ بيشڪ الله ئي بي پرواه) پنهنجي ساري مخلوق کان. (ساراهيل آهي) پنهنجي دوستن وٽ.

7 (ٿي سگهي ٿو تہ الله توهان جي ۽ جن سان توهانجي دشمني آهي تن جي وچ ۾ محبت پيدا ڪري) يعني توهان ۽ مڪي جي مشرڪن جي وچ ۾، جو مسلمان ٿي پوءِ توهان جي دين وارا ٿي پون، ۽ ٿيو بہ ائين، جو فتح مڪي کان پوءِ انهن مان گهڻا ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيا ۽ پڪا پختا مسلمان ٿي پيا، پوءِ انهن ۽ ڪانئن اڳ مسلمان ٿيلن ۾ دوستي ٿي وئي، ۽ جهاد ڪيائون ۽ الله سائين جي قرب حاصل ڪرڻ وارا ڪم ڪيائون، ۽ نبي ڪريم ﷺ ابوسفيان جي نياڻي ام حبيبهؓ سان شادي ڪئي، ان سان دوستي

فتح مکي واري ڏينهن اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ٿي هئي، ابوسفيان بہ نبيءَ ڪريم ﷺ سان پنهنجي دشمني ڇڏي ڏني، ابوهريرة کان روايت آهي تہ : الله جي دين قائم ڪرڻ خاطر مرتدن سان پهريون جنهن لڙائي ڪئي اهو ابوسفيان بن حرب هيو، انهيءَ ئي جي باري ۾ اها مٿين آيت نازل ٿي آهي. (۽ الله وڏي سگهہ وارو آهي) دشمنن جي دلين کي سنئون ڪري پنهنجي بخشش ۽ رحمت ۾ داخل ڪرڻ تي بہ وڏي سگهہ رکڻ وارو آهي. ﴿وَٱللَّهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ﴾ (۽ الله بخشڻهار، وڏو مهربان آهي).

8 (الله توهان کي انهن کان نہ ٿو روڪي، جن توهان سان نہ دين ۾ جنگ ڪئي ۽ نہ وري توهانکي توهانجي گهرن مان ڪڍيائون). (جو توهان انهن سان نيڪي ڪريو) جيئن صلي رحمي، پاڙيسريءَ کي فائدو پهچائڻ ۽ مهمانوازيءَ جهڙا نيڪيءَ جا ڪم. (۽ انهن سان انصاف ڪريو) سندن حق حقوق هجن تہ انهن جي ادائگي ۾ انصاف سان هلو، واعدي وفائي ڪريو، امانتون واپس ڪريو، ڪانئن ڪا بہ شيءِ خريد ڪريو تہ ان جي بنا ڪوٽ جي پوري قيمت ادا ڪريو. (بيشڪ الله انصاف ڪندڙن کي پسند ٿو ڪري) يعني: الله سائين انهن ڪافرن سان نيڪي ڪرڻ ۽ انهن سان عدل ۽ انصاف واري برتاؤ ڪرڻ کان نہ ٿو جهلي، جن مسلمانن سان ويڙهہ نہ ڪرڻ ۽ سندن مقابلي ۾ ڪافرن جي مدد نہ ڪرڻ جو معاهدو ڪيو آهي.

9 (بس رڳو انهن کان الله توهانکي جهلي ٿو جن توهان سان دين جي باري ۾ ويڙهہ ڪئي ۽ توهانکي توهانجي گهرن مان ڪڍيو) انهن مان مراد قريشن جا ڪافر سردار ۽ سندن ساٿاري جيڪي هميشہ مسلمانن جا ويري آهن. (۽ مدد ڪيائون توهان جي ڪڍڻ ۾) يعني جن توهان سان جنگ ڪئي ۽ توهانکي ديس نيڪالي ڏني، تن سان انهيءَ ۾ ساٿ ڏنائون، انهن مان مکي وارا سپئي ڪافر مراد آهن ۽ جيڪي ساڻن اهڙي معاهدي ۾ داخل ٿيا. (جو دوستي رکو انهن سان) يعني کين پنهنجو دوست ۽ مددگار بنايو. (۽ جيڪي انهن سان دوستي رکندا تہ اهي ئي ظالم آهن) ڇاڪاڻ تہ انهن ماڻهن سان دوستي رکيائون جيڪي دراصل دشمني جا حقدار آهن، جو اهي الله، سندس رسول ۽ سندس ڪتاب (قرآن) جا دشمن آهن.

10 (اي ايمان وارو! جيڪڏهن توهان وٽ مؤمنياڻيون هجرت ڪري اچن) يعني ڪافر سماج ڇڏي توهان وٽ اچن، نبي ڪريم ﷺ حديبية واري ڏينهن جڏهن قريش سان هن ڳالهہ تي صلح ڪيو تہ جيڪڏهن منجهائن ڪو مسلمان ٿي وٽن ايندو، تہ ڪيس ڪافرن ڏانهن موڪليو ويندو، پوءِ جڏهن انهن مان ڪي عورتون هجرت ڪري مديني پهتيون، تہ ان تي الله سائين کين مشرڪن ڏانهن موٽائي موڪلڻ کان انڪار فرمائيندي کين پرکڻ جو حڪم فرمايو. (تہ پوءِ انهن کي پرکيو) معنىٰ انهن جو امتحان وٺو تہ جيئن انهن جي اسلام ۾ رغبت جو اندازو لڳائي سگهو، سو ان تي انهن کان الله جو قسم کڻايو ويندو هيو تہ: هو پنهنجي مڙس جي ڪاوڙ وغيره جي ڪري نہ نڪتيون آهن ۽ نہ وري هڪ ماڳ کي ڇڏي ٻي ماڳ وڃڻ لاءِ ۽ نہ دنيا جي لالچ جي ڪري نڪتيون آهن، بلڪ الله ۽ سندس رسول ۽ ان جي دين جي محبت خاطر آيون آهن، پوءِ جڏهن ڪا اهڙو قسم کڻندي هئي، تہ نبي ڪريم ﷺ سندس مڙس کي مهر واپس ڪري ڏيندا هئا ۽ ان عورت کي ان ڏانهن موٽائي نہ موڪليندا هئا. (سندن ايمان کي الله چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو) يعني سندن ايمان جي حقيقت حال کي الله کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نٿو ڄاڻي، توهان انهيءَ جا مڪلف نہ آهيو، توهانکي رڳو هن جي تڪليف ڏجي ٿي تہ کين آزمايو، تہ جيئن سندن اسلام ۾ رغبت جي دعوىٰ جي توهان کي تصديق ٿئي. (پوءِ جيڪڏهن توهان کين سمجهو تہ مؤمنياڻيون آهن) ظاهري اعتبار کان، يعني ڏنل حڪم مطابق امتحان وٺڻ کان پوءِ. (تہ پوءِ نہ موٽايو کين ڪافرن ڏانهن) يعني پوءِ توهان کين ڪافر مڙسن جي حوالي نہ ڪريو. (نہ اهي ــ مؤمنياڻيون ــ انهن ــ ڪافرن - لاءِ حلال آهن ۽ نہ اهي ــ ڪافر ــ انهن ــ مؤمنياڻين ــ لاءِ حلال آهن) مؤمنياڻي ڪافر لاءِ حلال ناهي، رڳو هجرت ڪرڻ جي ڪري نہ، پر دراصل عورت جو مسلمان ٿيڻ سندس ڪافر مڙس کان جدائي جو سبب آهي. (۽ کين ڏيو جيڪو ڪجهہ انهن خرچ ڪيو هجي) مسلمان ٿي هجرت ڪري ايندڙ عورتن جي مڙسن کي اوترو موٽائي ڏيو، جيترو انهن مٿن مهر وغيره تي خرچ ڪيو هجي. (۽ ڪو گناهہ ناهي توهان تي انهن سان شادي ڪرڻ ۾) يعني عدت گذرڻ کان پوءِ، ڇاڪاڻ تہ اهي هينئر توهان جي دين ۾ داخل ٿي چڪيون آهن. (جڏهن کين سندن ڪابين ڏيو) يعني بشرطيڪ سندن مهر ادا ڪريو ۽ اهو حڪم عدت پوري ٿيڻ کان بعد جو آهي. (۽ ڪافرياڻين جون عزتون پاڻ وٽ نہ جهليو) يعني جيڪڏهن ڪنهن جي زال ڪافرياڻي آهي، تہ اها ان جي زال نہ رهي، الڳ دين هجڻ جي ڪري سندس رشتو ٽٽي ويو، انهيءَ زماني ۾ ڪافر مسلمانن کي پرڻائيندا هئا، ۽ مسلمان بہ مشرڪياڻيون پرڻبا هئا، هن آيت سان اهو طريقو ختم ڪيو ويو، ۽ هي حڪم مشرڪياڻين سان خاص آهي، اهل ڪتاب جي ڪافرياڻين سان لاڳو نہ آهي. (۽ گهري وٺو جيڪو توهان خرچ ڪيو هجي) يعني توهان پنهنجي زالن کي جيڪا مهر ڏني هئي، سا انهن کان موٽائي وٺو، جيڪڏهن مسلمان نہ ٿين تہ. (۽ پل گهري وٺن اهي بہ، جيڪو انهن خرچ ڪيو هجي) مفسر چون ٿا انهيءَ جو مطلب هي آهي تہ: جيڪڏهن ڪا عورت اسلام کان ڦري معاهدي ٿيل ڪافرن ڏانهن هلي وڃي، تہ پوءِ انهن ڪافرن کان سندس مهر جي گهر ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪا ڪافرن جي عورت مسلمان ٿي اچي، تہ ان جي ڪابين سندس ڪافر مڙس کي موٽائي ڏني وڃي. (اهو) يعني ٻنهي طرفن کان مهر جي واپسي. (الله جو حڪم آهي) يعني صلح حديبية کان پوءِ مشرڪن سان ٿيل معاهدي مطابق، ۽ جن مشرڪن سان ڪو معاهدو ٿيل نہ هجي، تہ انهن لاءِ اهو حڪم نہ آهي، ۽ هي حڪم منسوخ ٿي چڪو آهي، امام قرطبيؒ چوي ٿو تہ: اهو مهرن موٽائي ڏيڻ وارو حڪم رڳو انهيءَ وقت ڪنهن خاص واقعي سان مخصوص هيو، باقي جيڪڏهن ٻنهن مان ڪو هڪ مسلمان ٿئي تہ زال مڙس ۾ جدائي ڪرڻ وارو حڪم مراد نہ آهي. ﴿يَحۡكُمُ بَيۡنَكُمۡ﴾ (فيصلو ٿو ڪري توهان جي وچ ۾). ﴿وَٱللَّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ﴾ (۽ الله وڏو ڄاڻندڙ، وڏي حڪمت وارو آهي).

11 (۽ جيڪڏهن اوهانجي زالن مان ڪا بہ ڪافرن ڏانهن هلي وڃي) يعني مرتد ٿي دارالڪفر هلي وڃي، پل اهي اهل ڪتاب ڇو نہ هجن. (پوءِ توهان پنهنجو بدلو ورتو) يعني سوپ ماڻي مال غنيمت حاصل ڪيوَ. (پوءِ جن جون زالون هليون ويون هيون تن کي اوترو ڏيو جيترو انهن خرچ ڪيو هجي) حڪم ڏنو ٿو وڃي تہ جن مسلمانن جون زالون ڪافرن ڏانهن ڀڄي ويون هيون ۽ مشرڪن انهن جي ڪابين واپس نہ ڪئي هئي، تہ کين غنيمت مان مهر جيترو مال ڏنو وڃي. (۽ ٻچندا رهو انهيءَ الله کان، جنهن تي توهان ايمان آندو آهي) يعني اهڙن ڪمن کان ٻچندا رهو، جن جي ڪرڻ سان متان توهان تي ڪا سزا لاڳو ٿي پوي.

12 (اي نبي! جڏهن تو وٽ مؤمنياڻيون اچي توسان بيعت ڪن) يعني اسلام تي بيعت ڪرڻ جي ارادي سان اچن. (هن تي تہ الله سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪنديون) ڪجهہ بہ ٿي پوي، فتح مکي جي ڏينهن ائين ٿيو، جو مکي وارن جون عورتون نبي ڪريم ﷺ وٽ بيعت ڪرڻ آيون، تہ الله تعالىٰ کيس حڪم فرمايو تہ پهريائين ڪانئن شرڪ نہ ڪرڻ جو عهد وٺو. ﴿وَلَا

يَٰٓأَيُّهَا ٱلنَّبِيُّ إِذَا جَآءَكَ ٱلْمُؤْمِنَٰتُ يُبَايِعْنَكَ عَلَىٰٓ أَن لَّا يُشْرِكْنَ
بِٱللَّهِ شَيْـًٔا وَلَا يَسْرِقْنَ وَلَا يَزْنِينَ وَلَا يَقْتُلْنَ أَوْلَٰدَهُنَّ وَلَا يَأْتِينَ
بِبُهْتَٰنٍ يَفْتَرِينَهُۥ بَيْنَ أَيْدِيهِنَّ وَأَرْجُلِهِنَّ وَلَا يَعْصِينَكَ
فِى مَعْرُوفٍ فَبَايِعْهُنَّ وَٱسْتَغْفِرْ لَهُنَّ ٱللَّهَ إِنَّ ٱللَّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ
﴿١٢﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ لَا تَتَوَلَّوْا۟ قَوْمًا غَضِبَ ٱللَّهُ عَلَيْهِمْ
قَدْ يَئِسُوا۟ مِنَ ٱلْـَٔاخِرَةِ كَمَا يَئِسَ ٱلْكُفَّارُ مِنْ أَصْحَٰبِ ٱلْقُبُورِ ﴿١٣﴾

## سُورَةُ الصَّفِّ

ترتيبها ٦١ — آياتها ١٤

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

سَبَّحَ لِلَّهِ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ وَهُوَ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ
﴿١﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ لِمَ تَقُولُونَ مَا لَا تَفْعَلُونَ ﴿٢﴾
كَبُرَ مَقْتًا عِندَ ٱللَّهِ أَن تَقُولُوا۟ مَا لَا تَفْعَلُونَ ﴿٣﴾ إِنَّ
ٱللَّهَ يُحِبُّ ٱلَّذِينَ يُقَٰتِلُونَ فِى سَبِيلِهِۦ صَفًّا كَأَنَّهُم
بُنْيَٰنٌ مَّرْصُوصٌ ﴿٤﴾ وَإِذْ قَالَ مُوسَىٰ لِقَوْمِهِۦ يَٰقَوْمِ لِمَ
تُؤْذُونَنِى وَقَد تَّعْلَمُونَ أَنِّى رَسُولُ ٱللَّهِ إِلَيْكُمْ فَلَمَّا
زَاغُوٓا۟ أَزَاغَ ٱللَّهُ قُلُوبَهُمْ وَٱللَّهُ لَا يَهْدِى ٱلْقَوْمَ ٱلْفَٰسِقِينَ ﴿٥﴾

﴿يَسْرِقْنَ وَلَا يَزْنِينَ﴾ (۽ نہ چوري ڪنديون ۽ نہ زنا ڪنديون). (۽ نہ پنهنجي اولاد کي قتل ڪنديون) جيئن جاهليت واري زماني ۾ نياڻين کي جيئري پوري ڇڏيندا هئا. (۽ نہ اهڙو بهتان هڻنديون جنهن کي پنهنجي هٿن ۽ پيرن سان گهڙيو هجين) يعني ڌارئي ٻار جي نسبت پنهنجي مڙس ڏانهن نہ ڪنديون. امام فراءُ چئي ٿو تہ: عورت ڪنهن هٿ ٺوڪئي ٻار کي کڻي اچي مڙس کي چوندي هئي تہ مونکي هي ٻار تو مان ٿيو آهي. حضرت ابن عباس فرمائي ٿو تہ: ڪنهن عورت کي ڌيءَ ڄمندي هئي تہ، ان جي بدلي ڌاريو پٽ کڻي اچي رکندي هئي. (۽ نہ ڪنهن نيڪيءَ جي ڪم ۾ تنهنجي نافرماني ڪنديون) يعني ڪو بہ اهڙو ڪم جنهن ۾ الله تعالىٰ جي فرمانبرداري هجي اهو ڪنديون، نافرماني نہ ڪنديون. جيئن پٽڪو ڪرڻ، ڪپڙا ڦاڙڻ، وار پٽڻ، گريبان چاڪ ڪرڻ، منهن مٿو زخمي ڪرڻ، گهل گهوڙا ڪرڻ... (تہ پوءِ ساڻن بيعت ڪر ۽ سندن لاءِ الله کان بخشش گهر) يعني اهڙي اصولن تي بيعت ڪرڻ کان پوءِ، تون سندن لاءِ الله کان بخشش طلب ڪر. ﴿إِنَّ ٱللَّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌ﴾ (بيشڪ الله بخشڻهار، وڏي رحم وارو آهي).

(13) (اي ايمان وارو! اهڙي قوم سان لاڳاپا نہ رکو، جن تي الله جو ڏمر آهي) انهن مان هر ڪافر قوم مراد آهي، ڪي چون ٿا تہ رڳو يهودي مراد آهن. (آخرت کان صفا نا اميد ٿيا آهن) يعني ڪفر جي ڪري آخرت تي بلڪل يقين ئي نہ اٿن. (جيئن ڪافر قبر وارن کان نا اميد ٿيا آهن) جيئن اهي پنهنجي اعتقاد مطابق سندن مردن جي آخرت ۾ ٻيهر جيئري ٿيڻ کان نا اميد آهن.

## سورة الصف

(1) ﴿سَبَّحَ لِلَّهِ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ﴾ (هر اها شيء جيڪا آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪا زمين ۾ آهي سا سڀ الله جي پاڪائي ٿي بيان ڪري). ﴿وَهُوَ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ﴾ (۽ اهو غالب، حڪمت وارو آهي).

(2) (اي ايمان وارو! اها ڳالهہ ڇو ٿا چئو، جيڪا نہ ٿا ڪريو)؟ حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ: جهاد فرض ٿيڻ کان اڳ ڪي مؤمن چوندا هئا تہ: اسان چاهيون ٿا تہ جيڪر الله سائين اسان کي ڀلي ۾ ڀلو ڪم ٻڌائي تہ اهو اسان ڪريون. پوءِ جڏهن الله سائين کين ٻڌايو تہ سڀ کان ڀلو عمل سندس وٽ جهاد آهي، تہ ان کي ڪي مؤمن ناپسند ڪرڻ ۽ ڳرو ڀانئڻ لڳا. تنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي.

(3) (وڏي ڪاوڙ جهڙي ڳالہ آهي جو چئو اهو جيڪو ڪريو نہ ٿا) يعني الله تعالىٰ اهڙي ڳالهہ کي ڏاڍو سخت نا پسند ٿو ڪري، چيو ٿو وڃي تہ اها آيت انهن ماڻهن جي باري ۾ لٿي آهي جن مان ڪي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم وٽ اچي ٻٽاڪ هڻندي چوندا هئا تہ: مان پنهنجي تلوار سان اهڙي ويڙهہ ڪيم! ۽ ڪيترن کي ڌڪي ڪري وڌم ...! حوڏانهن ڪيو ڪجهہ ئي نہ هيائين.

(4) (بيشڪ الله انهن ماڻهن سان محبت ٿو رکي جيڪي ان جي راهہ ۾ وڙهن ٿا) الله تعالىٰ کين هن مان پڌرو ڪري ٻڌائي ٿو تہ سندس راهہ ۾ جهاد ڪرڻ سندس ٻانهن جي عملن مان وڌ ۾ وڌ پسنديده عمل آهي ۽ حديث ۾ آيو آهي تہ: "رأس الأمر الإسلام، وعموده الصلاة، وذروة سنامه الجهاد في سبيل الله" (هن دين جو سرچشمو اسلام آهي، ۽ ان جو ٿنڀو نماز آهي، ۽ ان جي ترقيءَ جي چوٽي الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ آهي) (صفون ٻڌي) يعني هڪٻئي سان ملي، صفون ٻڌي وڙهن ٿا. (ڄڻ تہ اهي شيهو پيتل پِٽ آهن) هڪ ٻئي سان ڳتل هڪ جسم وانگر هوندا آهن، ۽ سندن اهو شان الله جي دين جي باري ۾ سندن شدت ۽ قوت جي ڪري آهي، ان ڏس ۾ نہ منجهن ڪا تفرقہ بازي هوندي آهي ۽ نہ دشمن کي ڪو اڳتي وڌڻ جو گهٽ ملندو آهي.

(5) (۽ جڏهن موسىٰ پنهنجي قوم کي چيو تہ: اي منهنجي قوم!) جڏهن مٿي الله تعالىٰ اهو ذڪر ڪيو تہ سندس راهہ ۾ جهاد ڪندڙ ئي ان جا پيارا آهن، تہ هت وري بيان ڪيائين تہ موسىٰ ۽ عيسىٰ عليهما السلام بہ توحيد جو حڪم فرمايو ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪيائون ۽ جن ماڻهن سندن مخالفت ڪئي، تن تي عذاب نازل ٿيو... تہ جيئن امت محمديہ صلى الله عليه وسلم خبردار ٿئي تہ متان اهي بہ پنهنجي نبيءَ سان اهڙي هلت هلن جهڙي موسىٰ ۽ عيسىٰ جي قومن ساڻن هلي. (ڇو ٿا ايذايو مون کي)؟ انهن شرعي احڪامن جي مخالفت ڪري، جيڪي الله تعالىٰ توهان تي فرض ڪيا آهن ۽ مان توهانکي مٿن عمل ڪرڻ جو حڪم ڪري رهيو آهيان، يا هي مراد آهي تہ: بد شد ڳالهائي ۽ منهنجي توهين ڪري مون کي ڇو ٿا ايذايو؟ (جڏهن تہ توهان چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا تہ آءٌ اوهان ڏانهن الله جو موڪليل رسول آهيان) معنىٰ تہ: هن حقيقت جي ڄاڻ جي باوجود تہ آءٌ الله جو پيغمبر آهيان، مونکي ڪيئن ٿا ايذايو؟ پيغمبر تہ معزز ۽ محترم شخص هوندو آهي، توهان کي تہ منهنجي پيغمبر هئڻ ۾ ڪو شڪ شبهو ئي نہ آهي جو اهڙن معجزن جو مشاهدو ڪري چڪا آهيو جن جي ڏسڻ سان منهنجي پيغمبري جو اقرار ڪرڻ توهان تي واجب ٿي چڪو آهي ۽ اهي معجزا توهانکي انهيءَ پيغمبري جو يقيني علم ٿا ڏيارن. (پوءِ جڏهن ڏنگا هليا تہ، الله بہ سندن دلين کي ڏنگو ڪري ڇڏيو) يعني جڏهن پنهنجي پيغمبر کي ايذائڻ تي سندرو ٻڌي بيهي رهيا ۽ حق کي ڇڏي ڏنائون تہ، الله تعالىٰ بہ سندن دلين کي سندن

ڪرتوتن جي ڪري حق کان ٽيڙي ڇڏيو. ﴿ وَٱللَّهُ لَا يَهۡدِي ٱلۡقَوۡمَ ٱلۡفَٰسِقِينَ ﴾ (۽ الله بدڪار قوم کي هدايت نہ ڪندو آهي).

6 (۽ جڏهن عيسىٰ پٽ مريم جي چيو تہ: اي بني اسرائيلو! آءُ توهان ڏانهن الله جو موڪليل رسول آهيان، جيڪا توراة مونکان اڳ آيل آهي تنهن جي تصديق ڪندڙ آهيان) يعني الله تعالىٰ مونکي انجيل ڏئي توهان ڏانهن رسول ڪري موڪليو آهي، مون ڪا اهڙي شيءِ نہ ڪٺي آيو آهيان جيڪا توراة جي خلاف هجي، بلڪ خود انهيءَ ۾ منهنجي اچڻ جي خوشخبري بيان ٿيل آهي، سو ڪيئن ٿا مون کان نفرت ڪريو ۽ منهنجي مخالفت ڪريو؟ (۽ هڪ اهڙي رسول جي خوشخبري ڏيندڙ آهيان جيڪو مون کان بعد ايندو، سندس نالو احمد هوندو) جڏهن حقيقت اها ئي آهي تہ پوءِ توهان وٽ مونکي ڪوڙي سمجهڻ جو ڪو جواز ئي ڪو نهي، ۽ "احمد" اسانجي پيغمبر ﷺ جو نالو آهي. جيڪو پنهنجن سهڻين خصلتن جي ڪري سڀ کان وڌيڪ ساراهيو وڃي تنهن کي "احمد" چئبو آهي. (پوءِ جڏهن وٽن پڌرين نشانين سان آيو، تہ چيائون : هي تہ پڌرو جادو آهي) يعني جڏهن وٽن عيسيٰؑ معجزن سان آيو تہ، چوڻ شروع ڪيائون تہ، جيڪي شيون هي شخص پيش ڪري ٿو، اهي تہ پڌرو جادو آهن. پڻ چيو ويو آهي تہ، انهيءَ مان مراد حضرت محمد ﷺ بہ ٿي سگهن ٿا، يعني جڏهن وٽن معجزن سان آيا تہ، ڪيس جادو گر چوڻ لڳا.

7 (۽ ان کان وڌيڪ ڪير ظالم آهي، جيڪو الله تي ڪوڙو بهتان هڻي، جڏهن تہ ڪيس اسلام جي دعوت ڏني ٿي وڃي)؟ يعني اهو دين اسلام جيڪو سڀني دينن کان افضل، اشرف ۽ بهترين آهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن شخص جو ڪردار اهڙو هجي، اهو تہ درحقيقت پنهنجي غير تي بہ ڪوڙ نٿو مڙهي سگهي، پوءِ ڀلا اهو الله تي ڪيئن ڪوڙ هڻندو؟ ( ۽ الله ظالم قوم کي هدايت نہ ڪندو آهي) جن ۾ اهي ماڻهو بہ شامل آهن، جن جو بيان مٿي ٿي گذريو.

8 (گهرن ٿا تہ الله جي نور کي پنهنجي واتن (جي ڦوڪن) سان وسائي ڇڏين) يعني سندن سمورين ڪوششن ۽ ڪاوشن جو تت هي آهي تہ، اسلام جي واڌ کي روڪين ٿا ۽ پنهنجين ڪوڙين ڳالهين وسيلي الله جي هدايت جي انهيءَ ڏيئي کي وسائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. جيئن عام طرح انهن ماڻهن جو حال هوندو آهي جيڪي الله تعاليٰ جي عظيم نور کي روڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندا آهن. (۽ الله پنهنجي نور کي پورو ڪرڻ وارو آهي) يعني دين اسلام کي سڀني دينن تي ۽ پوري دنيا ۾ غالب ڪندو. ﴿ وَلَوۡ كَرِهَ ٱلۡكَٰفِرُونَ ﴾ (ڀل ڪافرن کي ٻڇان لڳي).

9 (اهو ئي آهي، جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچو دين ڏئي موڪليو تہ، جيئن ان کي سڀني دينن تي غالب ڪري) يعني جيئن ان کي هر قسم جي مذهب ۽ ملت تي ظاهر، مٿانهون، غالب ۽ فتحياب ڪري. (ڀل مشرڪن کي ٻڇان لڳي) هر حال ۾ ائين لازمًا ٿيڻو آهي.

10 (اي ايمان وارو! ڇا توهان کي اهڙي واپار جو ڏس ڏيان، جيڪو توهان کي ڏکوئيندڙ عذاب کان ڇوٽڪارو ڏياري)؟ جهاد جي عمل کي الله تعاليٰ "واپار" فرمايو آهي، ڇاڪاڻ تہ جيئن واپار ۾ فائدو ٿيندو آهي تيئن (جانين جا نذرانا پيش ڪرڻ وارا بہ) جنت ۾ داخل ٿي ۽ جهنم کان نجات حاصل ڪري، زبردست فائدو ماڻيندا. تنهن ڪري هنن ٻنهي آيتن ۾ جنهن واپار جو ذڪر آهي، ان جو مطلب هي ٿيو تہ : الله تعاليٰ جي طرفان ايمان ۽ جهاد جو ملهہ جنت آهي ۽ اهو وڏو فائدي وارو سودو آهي.

11 ﴿ تُؤۡمِنُونَ بِٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦ وَتُجَٰهِدُونَ فِي سَبِيلِ ٱللَّهِ بِأَمۡوَٰلِكُمۡ وَأَنفُسِكُمۡ ﴾ (الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻيو ۽ پنهنجي مالن ۽ جانين سان الله جي واٽ ۾ جهاد ڪريو). ﴿ ذَٰلِكُمۡ خَيۡرٞ لَّكُمۡ إِن كُنتُمۡ تَعۡلَمُونَ ﴾ (جيڪڏهن ڄاڻو تہ اهو اوهان لاءِ بهتر آهي).

وَإِذۡ قَالَ عِيسَى ٱبۡنُ مَرۡيَمَ يَٰبَنِيٓ إِسۡرَٰٓءِيلَ إِنِّي رَسُولُ ٱللَّهِ إِلَيۡكُم مُّصَدِّقٗا
لِّمَا بَيۡنَ يَدَيَّ مِنَ ٱلتَّوۡرَىٰةِ وَمُبَشِّرَۢا بِرَسُولٖ يَأۡتِي مِنۢ بَعۡدِي ٱسۡمُهُۥٓ أَحۡمَدُۖ فَلَمَّا
جَآءَهُم بِٱلۡبَيِّنَٰتِ قَالُواْ هَٰذَا سِحۡرٞ مُّبِينٞ ٦ وَمَنۡ أَظۡلَمُ مِمَّنِ ٱفۡتَرَىٰ
عَلَى ٱللَّهِ ٱلۡكَذِبَ وَهُوَ يُدۡعَىٰٓ إِلَى ٱلۡإِسۡلَٰمِۚ وَٱللَّهُ لَا يَهۡدِي ٱلۡقَوۡمَ ٱلظَّٰلِمِينَ
٧ يُرِيدُونَ لِيُطۡفِـُٔواْ نُورَ ٱللَّهِ بِأَفۡوَٰهِهِمۡ وَٱللَّهُ مُتِمُّ نُورِهِۦ وَلَوۡ كَرِهَ
ٱلۡكَٰفِرُونَ ٨ هُوَ ٱلَّذِيٓ أَرۡسَلَ رَسُولَهُۥ بِٱلۡهُدَىٰ وَدِينِ ٱلۡحَقِّ لِيُظۡهِرَهُۥ
عَلَى ٱلدِّينِ كُلِّهِۦ وَلَوۡ كَرِهَ ٱلۡمُشۡرِكُونَ ٩ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ هَلۡ أَدُلُّكُمۡ
عَلَىٰ تِجَٰرَةٖ تُنجِيكُم مِّنۡ عَذَابٍ أَلِيمٖ ١٠ تُؤۡمِنُونَ بِٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦ وَتُجَٰهِدُونَ
فِي سَبِيلِ ٱللَّهِ بِأَمۡوَٰلِكُمۡ وَأَنفُسِكُمۡۚ ذَٰلِكُمۡ خَيۡرٞ لَّكُمۡ إِن كُنتُمۡ تَعۡلَمُونَ ١١
يَغۡفِرۡ لَكُمۡ ذُنُوبَكُمۡ وَيُدۡخِلۡكُمۡ جَنَّٰتٖ تَجۡرِي مِن تَحۡتِهَا ٱلۡأَنۡهَٰرُ وَمَسَٰكِنَ
طَيِّبَةٗ فِي جَنَّٰتِ عَدۡنٖۚ ذَٰلِكَ ٱلۡفَوۡزُ ٱلۡعَظِيمُ ١٢ وَأُخۡرَىٰ تُحِبُّونَهَاۖ نَصۡرٞ
مِّنَ ٱللَّهِ وَفَتۡحٞ قَرِيبٞۗ وَبَشِّرِ ٱلۡمُؤۡمِنِينَ ١٣ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ كُونُوٓاْ
أَنصَارَ ٱللَّهِ كَمَا قَالَ عِيسَى ٱبۡنُ مَرۡيَمَ لِلۡحَوَارِيِّـۧنَ مَنۡ أَنصَارِيٓ إِلَى ٱللَّهِۖ
قَالَ ٱلۡحَوَارِيُّونَ نَحۡنُ أَنصَارُ ٱللَّهِۖ فَـَٔامَنَت طَّآئِفَةٞ مِّنۢ بَنِيٓ إِسۡرَٰٓءِيلَ
وَكَفَرَت طَّآئِفَةٞۖ فَأَيَّدۡنَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ عَلَىٰ عَدُوِّهِمۡ فَأَصۡبَحُواْ ظَٰهِرِينَ ١٤

12 (بخشيندو) الله تعاليٰ (توهان کي، توهان جا گناهہ) پهريائين انهيءَ واپار جي موڙيءَ جو ذڪر ٿيو، هاڻي ان جي قيمت بيان ڪئي پئي وڃي، جنهن جو ساٽن واعدو ڪيائين تہ، جيڪڏهن توهان ايمان آڻيندؤ تہ الله توهان کي بخشيندو. ﴿ وَيُدۡخِلۡكُمۡ جَنَّٰتٖ تَجۡرِي مِن تَحۡتِهَا ٱلۡأَنۡهَٰرُ ﴾ (۽ توهان کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون). ﴿ وَمَسَٰكِنَ طَيِّبَةٗ فِي جَنَّٰتِ عَدۡنٖ ﴾ (۽ سدائين رهندڙ باغن ۾ رهڻ جون پاڪ جايون بہ) يعني توهان هميشہ لاءِ انهن جاين ۾ رهندا، جتي نہ موت ايندو ۽ نہ اتان توهان کي ڪڍيو ويندو. (اها ئي وڏي ڪاميابي آهي) يعني اها بخشش ۽ انهن جنتن جو حاصل ٿيڻ جن جو ذڪر ٿيو، اها ئي عظيم ڪاميابي آهي، جنهن کان مٿي ڪا ڪاميابي نہ آهي.

13 ﴿ وَأُخۡرَىٰ تُحِبُّونَهَا ﴾ (۽ ٻيو ڪجھ بہ، جنهن کي توهان پسند ڪريو ٿا) يعني توهان کي ٻيو فائدو بہ ملندو، جنهن کي بيحد پسند ڪندا آهيو، سو آهي: (الله وٽان مدد) يعني توهان لاءِ خاص خدائي مدد ايندي. (۽ ويجهي فتح) توهان کي نصيب ٿيندي. الله تعاليٰ توهان جي دشمن، مڪي جي قريش جي مٿان توهان کي سوڀ عطا ڪندو. حضرت عطاءُ چوي ٿو تہ: "ان مان فارس ۽ روم جي فتح مراد آهي". (۽ مؤمنن کي خوشخبري ڏي) يعني اي محمد ﷺ! مؤمنن کي دنيا ۾ فتح ۽ مدد ۽ آخرت ۾ جنت جي عطا ٿيڻ جي خوشخبري ڏئي ڇڏ.

14 (اي ايمان وارو! الله جا ساٿي ٿيو) يعني جنهن دين جي مدد ۾ لڳا پيا آهيو، سدائين ان دين جا مددگار ٿي رهو.
(جيئن مريم جي پٽ عيسيٰ پنهنجن حوارين کي چيو تہ: الله جي راهہ ۾ منهنجا مددگار ڪير آهن)؟ يعني الله جي دين جي ائين مدد ڪريو،

## سُورَةُ الجُمُعَةِ

ترتيبها ٦٢ — آياتها ١١

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

يُسَبِّحُ لِلَّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ الْمَلِكِ الْقُدُّوسِ الْعَزِيزِ
الْحَكِيمِ ﴿١﴾ هُوَ الَّذِي بَعَثَ فِي الْأُمِّيِّينَ رَسُولًا مِّنْهُمْ يَتْلُو
عَلَيْهِمْ آيَاتِهِ وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتَابَ وَالْحِكْمَةَ وَإِن كَانُوا
مِن قَبْلُ لَفِي ضَلَالٍ مُّبِينٍ ﴿٢﴾ وَآخَرِينَ مِنْهُمْ لَمَّا يَلْحَقُوا بِهِمْ
وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ ﴿٣﴾ ذَٰلِكَ فَضْلُ اللَّهِ يُؤْتِيهِ مَن يَشَاءُ وَاللَّهُ
ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ ﴿٤﴾ مَثَلُ الَّذِينَ حُمِّلُوا التَّوْرَاةَ ثُمَّ لَمْ
يَحْمِلُوهَا كَمَثَلِ الْحِمَارِ يَحْمِلُ أَسْفَارًا بِئْسَ مَثَلُ الْقَوْمِ
الَّذِينَ كَذَّبُوا بِآيَاتِ اللَّهِ وَاللَّهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظَّالِمِينَ ﴿٥﴾
قُلْ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ هَادُوا إِن زَعَمْتُمْ أَنَّكُمْ أَوْلِيَاءُ لِلَّهِ مِن
دُونِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ إِن كُنتُمْ صَادِقِينَ ﴿٦﴾ وَلَا يَتَمَنَّوْنَهُ
أَبَدًا بِمَا قَدَّمَتْ أَيْدِيهِمْ وَاللَّهُ عَلِيمٌ بِالظَّالِمِينَ ﴿٧﴾ قُلْ إِنَّ
الْمَوْتَ الَّذِي تَفِرُّونَ مِنْهُ فَإِنَّهُ مُلَاقِيكُمْ ثُمَّ تُرَدُّونَ
إِلَىٰ عَالِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُم بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ ﴿٨﴾

جيئن حوارين ان جي مدد ڪئي هئي. جڏهن ڪين عيسيٰ؏ چيو تہ (الله جي واٽ ۾ منهنجا مددگار ڪير آهن)؟ ﴿قَالَ الْحَوَارِيُّونَ نَحْنُ أَنصَارُ اللَّهِ﴾ (حوارين چيو تہ اسان الله جا مددگار آهيون) يعني توهان مان ڪير آهي جيڪو اهڙي ڪم ۾ منهنجو ساٿي ۽ منهنجو مددگار ٿئي، جنهن جي ڪري ڪيس الله جو قرب حاصل ٿئي؟ مسيح عليہ السلام جي مخلص ساٿين کي "حواري" چئجي ٿو، جن سڀ کان پهريان مٿس ايمان آندو ۽ اهي ٻارنهن ڄڻا هئا. (پوءِ بني اسرائيل مان هڪ ٽولي ايمان آندو) يعني عيسيٰ عليہ السلام تي ايمان آندائون. (۽ ڪفر ڪيو) ان جو (هڪ ٽولي، پوءِ جن ايمان آندو تن جي اسان سندن دشمنن تي مدد ڪئي) يعني باطل پرستن جي مقابلي ۾ حق تي هلندڙن جي مدد ڪئي سون. (پوءِ اهي غالب ٿي پيا) يعني مٿانهان ۽ سوڀارا ٿي پيا. مفسر قتادة جي تفسير ۾ چوي ٿو تہ : الحمد لله، اهو ائين ٿيو جو مديني مان ستر ڄڻا آيا، جن منىٰ ۾ "عقبة" وٽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم سان بيعت ڪئي ۽ کين - مديني ۾ - پناه ڏنائون ۽ سندس مدد ڪيائون، ايتري تائين جو الله تعاليٰ پنهنجي دين کي غالب ڪيو، جنهن ٽولي عقبہ وٽ اچي ملاقات ڪئي، تن کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پاڻ مان ٻارنهن ڄڻا چونڊيو، جيڪي پنهنجي قوم جي نمائندگي ڪن، جيئن ٻارنهن حوارين عيسيٰ پٽ مريم؏ لاءِ نمائندگي ڪئي هئي. پوءِ انهن نمائندن کي فرمايائون تہ : عيسيٰ پٽ مريم جي حوارين وانگر توهان پنهنجي قوم جا ذميوار آهيو، ۽ آءٌ پنهنجي قوم پاران ضامن آهيان. چيائون تہ : هائو اسانکي قبول آهي.

## سورة الجمعة

(1) ﴿يُسَبِّحُ لِلَّهِ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَمَا فِي الْأَرْضِ﴾ (جيڪي آسمانن ۾ ۽ جيڪي زمين ۾ آهي، سو سڀ الله جي پاڪائي ٿو بيان ڪري). (جيڪو بادشاهہ، پاڪ ذات آهي) جيڪا هستي هر عيب کان پاڪ هوندي آهي، تنهن کي "قدوس" چئبو آهي. ﴿الْعَزِيزِ الْحَكِيمِ﴾ (غالب، وڏي حڪمت وارو آهي).

(2) (اهو ئي آهي، جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول ڪي موڪليو) "اميين" مان مراد عرب قوم آهي، چاهي انهن مان ڪو لکڻ پڙهڻ ڄاڻي يا نہ ڄاڻي، ڇاڪاڻ تہ اهي اهل ڪتاب نہ هئا. جيڪو شخص نہ لکڻ ڄاڻي، نہ پڙهڻ ڄاڻي، تنهن کي "امي" چوندا آهن. اڪثر عربن جي اها حالت هئي. (کين سندس آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو) مراد قرآن مجيد جو پڙهڻ آهي. يعني پڙهڻ، لکڻ نہ ڄاڻڻ، امي هئڻ ۽ ڪنهن کان سکيا نہ وٺڻ جي باوجود کين قرآن پڙهي ٻڌائي ٿو. (۽ کين پاڪ ڪري ٿو) يعني ڪفر، گناهن ۽ بداخلاقي جي گندگيءَ کان کين پاڪ ڪري ٿو. پڻ چيو ويو آهي تہ سندن دلين کي ايمان سان پاڪ صاف ڪري ٿو. (۽ کين ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو) ڪتاب مان مراد قرآن مجيد ۽ حڪمت مان مراد سنتِ رسول آهي. هي بہ چيو ويو آهي تہ (ڪتاب) يعني قلم سان لکڻ ۽ (حَڪمت) يعني دين جي سمجهہ پيدا ڪرڻ آهي. اهو مالڪ بن انس جو قول آهي. (۽ جيتوڻيڪ اهي هن کان اڳ پڌري گمراهيءَ ۾ هئا) يعني شرڪ ۾ هئا ۽ حق کان اڻ واقف هئا.

(3) (۽ انهن مان ٻيا بہ، جيڪي اڃان ساڻن ناهن مليا) يعني هن وقت ساڻن ناهن مليا، بعد ۾ سگهوئي ساڻن ملندا. آيت جو مطلب هي آهي تہ : الله جو رسول صلي الله عليہ وسلم انهن مؤمنن جي دلين کي بہ پاڪ صاف ڪري ٿو ۽ بعد ۾ جيڪي ماڻهو دين اسلام کي قبول ڪندا، تن جي دلين کي بہ پاڪ صاف ڪندو. مراد قيامت تائين ايندڙ عرب ۽ غير عرب مسلمان آهن. صحيح بخاري ۾ ابوهريرة کان روايت آهي تہ : اسان نبيءَ صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت ۾ ويٺا هياسين جو هيءَ سورت جمعة نازل ٿي، تہ پاڻ سڳورن اسان کي پڙهي ٻڌائي، جڏهن هن آيت تي پهتا تہ هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم! اهي ڪير ماڻهو آهن، جيڪي اڃان اسان سان ناهن مليا؟ پاڻ سلمان فارسيءَ تي هٿ رکي فرمايائون تہ : الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن ايمان ثريا (ڪتيءَ) تي هجي ها، تڏهن بہ هن شخص جي قوم مان ڪي ماڻهو ان کي حاصل ڪن ها. (۽ اهو زبردست، حڪمت وارو آهي) يعني انتهائي قوت ۽ حڪمت وارو آهي.

(4) ﴿ذَٰلِكَ فَضْلُ اللَّهِ يُؤْتِيهِ مَن يَشَاءُ﴾ (اهو الله جو فضل آهي، جنهن کي وڻيس تنهن کي ڏئي ٿو). ﴿وَاللَّهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ﴾ (۽ الله وڏي فضل وارو آهي).

(5) (انهن ماڻهن جو مثال جن کي توريت کڻايو ويو) الله تعاليٰ اهو مثال يهودين جو بيان ڪيو آهي، جن توريت تي عمل ڪرڻ ڇڏي ڏنو، يعني کين مٿس قائم رهڻ ۽ عمل ڪرڻ جو مڪلف بڻايو ويو، پر ان تي عمل نہ ڪيائون. (پوءِ ان کي نہ کنيائون) يعني ان جي احڪامن تي عمل نہ ڪيائون ۽ جن ڳالهين کان توريت ۾ منع ڪئي وئي هئي، تن کان باز نہ آيا. (تن جو مثال انهيءَ گڏهہ وانگر آهي، جيڪو وڏا ڪتابَ کنيون وتي) "الاسفار" — "سِفُر" جو جمع آهي، يعني : وڏو ڪتاب. گڏهہ کي معلوم نہ هوندو آهي تہ ان جي پٺيءَ تي ڪتابن جو بار رکيل آهي يا ڪِن ڪَچري جو ڍير! (جن ماڻهن الله جي آيتن کي ڪوڙو ڪيو، تن جو مثال ڏاڍو بڇڙو آهي) يعني پين تڪذيب ڪندڙن جي پيٺ ۾، رڳو يهودين کي گڏهہ سان مشابهت





يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓاْ إِذَا نُودِيَ لِلصَّلَوٰةِ مِن يَوۡمِ ٱلۡجُمُعَةِ فَٱسۡعَوۡاْ إِلَىٰ ذِكۡرِ ٱللَّهِ وَذَرُواْ ٱلۡبَيۡعَۚ ذَٰلِكُمۡ خَيۡرٞ لَّكُمۡ إِن كُنتُمۡ تَعۡلَمُونَ ٩ فَإِذَا قُضِيَتِ ٱلصَّلَوٰةُ فَٱنتَشِرُواْ فِي ٱلۡأَرۡضِ وَٱبۡتَغُواْ مِن فَضۡلِ ٱللَّهِ وَٱذۡكُرُواْ ٱللَّهَ كَثِيرٗا لَّعَلَّكُمۡ تُفۡلِحُونَ ١٠ وَإِذَا رَأَوۡاْ تِجَٰرَةً أَوۡ لَهۡوًا ٱنفَضُّوٓاْ إِلَيۡهَا وَتَرَكُوكَ قَآئِمٗاۚ قُلۡ مَا عِندَ ٱللَّهِ خَيۡرٞ مِّنَ ٱللَّهۡوِ وَمِنَ ٱلتِّجَٰرَةِۚ وَٱللَّهُ خَيۡرُ ٱلرَّٰزِقِينَ ١١

## سُورَةُ المُنَافِقُونَ

ترتيبها ٦٣ — آياتها ١١

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا جَآءَكَ ٱلۡمُنَٰفِقُونَ قَالُواْ نَشۡهَدُ إِنَّكَ لَرَسُولُ ٱللَّهِۗ وَٱللَّهُ يَعۡلَمُ إِنَّكَ لَرَسُولُهُۥ وَٱللَّهُ يَشۡهَدُ إِنَّ ٱلۡمُنَٰفِقِينَ لَكَٰذِبُونَ ١ ٱتَّخَذُوٓاْ أَيۡمَٰنَهُمۡ جُنَّةٗ فَصَدُّواْ عَن سَبِيلِ ٱللَّهِۚ إِنَّهُمۡ سَآءَ مَا كَانُواْ يَعۡمَلُونَ ٢ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمۡ ءَامَنُواْ ثُمَّ كَفَرُواْ فَطُبِعَ عَلَىٰ قُلُوبِهِمۡ فَهُمۡ لَا يَفۡقَهُونَ ٣ ۞ وَإِذَا رَأَيۡتَهُمۡ تُعۡجِبُكَ أَجۡسَامُهُمۡۖ وَإِن يَقُولُواْ تَسۡمَعۡ لِقَوۡلِهِمۡۖ كَأَنَّهُمۡ خُشُبٞ مُّسَنَّدَةٞۖ يَحۡسَبُونَ كُلَّ صَيۡحَةٍ عَلَيۡهِمۡۚ هُمُ ٱلۡعَدُوُّ فَٱحۡذَرۡهُمۡۚ قَٰتَلَهُمُ ٱللَّهُۖ أَنَّىٰ يُؤۡفَكُونَ ٤

ڏيڻ. اها ڏاڍي بڇڙي مشابهت آهي. يعني اي مسلمانو! خبردار!! توهان انهن وانگر نہ ٿجو. هتي الله تعاليٰ اهو مثال مقدمي طور انهن ماڻهن لاءِ بيان ڪيو آهي، جن رسول الله ﷺ کي منبر تي خطاب ڪندي بيٺل حالت ۾ ڇڏي ڏنو ۽ تجارتي قافلي ڏانهن وٺي ڀڳا. پر حڪم عام آهي ۽ هر اهو شخص انهيءَ ۾ شامل آهي، جيڪو امام جو خطبو ٻڌڻ جي بجاءِ اتان اٿي هليو وڃي. جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : "من تكلم يوم الجمعة والإمام يخطب فمثله كمثل الحمار يحمل أسفارًا، والذي يقول له أنصت؛ ليس له جمعة". (جمعي جي ڏينهن جڏهن امام خطاب ڪري، انهيءَ وقت جيڪو ڳالهائيندو، تنهن جو مثال گڏهہ جهڙو آهي جنهن تي ڪتاب ڍوئجن ۽ جيڪو شخص ٻئي کي چوي تہ "خاموش رهہ!" تنهن جو جمعو ئي نہ ٿيو). ﴿وَٱللَّهُ لَا يَهۡدِي ٱلۡقَوۡمَ ٱلظَّٰلِمِينَ﴾ (۽ الله ظلم ڪندڙن ماڻهن کي هدايت نہ ڪندو آهي).

6 (چؤ تہ اي يهوديو! جيڪڏهن دعويٰ ڪريو ٿا تہ سڀني ماڻهن کان سواءِ رڳو توهان ئي الله جا دوست آهيو) اهي يهودي مراد آهن، جن يهوديت کي اختيار ڪيو ۽ جن جي دعويٰ آهي تہ ڪين ٻين ماڻهن مٿان فضيلت آهي. اهي ئي اولياءَ الله آهن، اهي ئي الله جو اولاد آهن، اهي ئي الله جا محبوب آهن. ان تي الله تعاليٰ پنهنجي رسول کي فرمائي ٿو تہ: جيڪو شخص انهن مان اها ڪوڙي دعويٰ ڪري تنهن کي چؤ تہ (پوءِ موت جي تمنا ڪريو) جيئن توهان کي اها عزت ۽ شان حاصل ٿئي جنهن جي هام پيا هڻو. (جيڪڏهن سچا آهيو تہ) پنهنجي انهيءَ هام ۾. ڇاڪاڻ تہ جنهن شخص کي يقين هوندو تہ هو پڪو جنتي آهي، سو تہ هن جهان مان جان ڇڏائڻ کي پسند ڪندو.

7 (اهي ڪڏهن بہ اها خواهش نہ ڪندا، انهن ڪمن جي ڪري جيڪي انهن پنهنجن هٿن سان پاڻ اڳتي موڪليا آهن) ان جو سبب هي آهي تہ انهن ڪفر، نافرماني ۽ الله جي ڪتاب ۾ مَٽا سَٽا جا گناهہ ڪيا آهن. ﴿وَٱللَّهُ عَلِيمُۢ بِٱلظَّٰلِمِينَ﴾ (۽ الله ظالمن کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو).

8 (چؤ تہ جنهن موت کان ڀڄو ٿا، سو تہ ضرور توهان تي اچڻ وارو آهي) يعني اهو توهان وٽ انهيءَ طرف کان ايندو جنهن طرف کان توهان ڀڄو ٿا ۽ توهان جي آمهون سامهون اچي بيهندو. (پوءِ توهان کي ڳجهہ ۽ ظاهر جي ڄاڻندڙ (الله) ڏانهن موٽايو ويندو) ۽ ائين قيامت جي ڏينهن ٿيندو. (پوءِ جيڪي عمل توهان ڪريو ٿا، تن جي توهان کي خبر ڏيندو) يعني توهان جي بڇڙن ڪرتوتن جو توهان کي بدلو ڏيندو.

9 (اي ايمان وارؤ! جڏهن جمعي جي ڏينهن نماز لاءِ اذان ڏجي) مراد اها اذان آهي، جيڪا جمعي جي خطبي لاءِ امام جي منبر تي ويهڻ وقت ڏني ويندي آهي. ڇاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ اذان هئي. جمعي جي ڏينهن پهرين اذان حضرت عثمان رضي الله عنه اصحابن جي مشوري سان انهيءَ وقت وڌائي، جڏهن مدينو وڏي وڏو شهر ٿي ويو. (پوءِ الله جي ذڪر لاءِ اچڻ جو سعيو ڪريو) يعني الله جي ذڪر لاءِ جلد از جلد مسجد ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪريو. مراد امام جو خطبو ٻڌڻ، جامع مسجد ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ ۽ انهيءَ مقصد لاءِ ٻيا اسباب اختيار ڪرڻ آهي، جيئن غسل ڪرڻ، وضو ڪرڻ ۽ نماز لاءِ الله ڏانهن متوجه ٿيڻ. (۽ واپار کي ڇڏي ڏيو) يعني ڏيتي ليتي ڇڏي ڏيو. ان ۾ هر قسم جا معاملا اچي وڃن ٿا. تنهن ڪري جمعي جي ڏينهن امام جي خطبي لاءِ اذان اچي تہ ڪنهن بہ قسم جي خريد، فروخت جائز نہ آهي. (اهو توهان جو) الله جي ذڪر ڏانهن جلد از جلد اچڻ ۽ واپار کي ڇڏي ڏيڻ (توهان لاءِ بهتر آهي) يعني واپاري مشغوليت کان اهو عمل وڌيڪ بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ ان حڪم تي عمل ڪرڻ جو وڏو اجر ۽ بدلو آهي.

10 (پوءِ جڏهن نماز ٿي وڃي) يعني جڏهن نماز ادا ڪري فارغ ٿيو. (تہ پوءِ زمين ۾ پکڙجي وڃو) يعني پلي پوءِ معاشي معاملن کي نبيرڻ لاءِ ڏيتي ليتي ۾ مشغول ٿيو. (۽ الله جي فضل جي ڳولا ڪريو) يعني الله جو رزق تلاش ڪريو. ڪم ڪار ۽ محنت مزدوري ڪري فائدا حاصل ڪريو. ﴿وَٱذۡكُرُواْ ٱللَّهَ كَثِيرٗا﴾ (۽ الله کي گهڻو ياد ڪريو) يعني واپار ۽ ڏيتي ليتيءَ جي مشغوليت ۾ الله کي نہ وساريو، بلڪ وڌ ۾ وڌ سندس ذڪر ڪريو ۽ سندس شڪر بجا آڻيو. جو دنيا ۽ آخرت جي معاملن ۾ توهان جي رهبري فرمائي ٿو. ساڳيءَ طرح اهي ذڪر اذڪار ڪندا رهو، جن سان توهان کي سندس قرب حاصل ٿئي. مثلاً : الحمد لله، سبحان الله، الله اڪبر، استغفر الله، وغيره پڙهڻ. (من توهان ڪامياب ٿيو) يعني جيئن توهان ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي حاصل ڪريو.

11 (۽ جڏهن ڪو واپار يا راند روند ڏسن ٿا، تہ ان ڏانهن ڊوڙي هليا ٿا وڃن) هن آيت جي نازل ٿيڻ جو سبب هي آهي تہ مديني وارا فقر فاقہ ۽ محتاجيءَ جي حالت ۾ هئا. هڪ ڀيري جنهن وقت نبي ﷺ جن جمعي جو خطبو ارشاد فرمائي رهيا هئا، عين انهيءَ وقت شام کان تجارتي قافلو آيو، تہ سڀ ماڻهو ان طرف اٿي هليا ويا ۽ مسجد ۾ رڳو ٻارنهن ڄڻا بچيا. ٻي روايت مطابق انهن سان ست عورتون بہ گڏ هيون. اهڙيءَ طرح سڀئي ڇڙوڇڙ ٿي ويا! يعني مسجد مان ٻاهر نڪري ويا! ﴿ٱنفَضُّوٓاْ إِلَيۡهَا﴾ جي معنيٰ اها آهي. (۽ توکي بيٺل ڇڏي ڏنائون) يعني توهان کي منبر تي ڇڏيون هليا ويا. (چؤ تہ جيڪي ڪجهہ الله وٽ آهي) يعني الله وٽ جيڪو عظيم بدلو آهي، مراد جنت آهي. (راند روند ۽ واپار کان وڌيڪ ڀلو آهي) اها راند روند ۽ کيڏ تماشو ۽ واپار، جنهن جي ڇڪ ۽ ڪشش سبب توهان الله جي رسول ﷺ کي مسجد ۾ ڇڏي هليا ويا ۽ سندن خطبو ٻڌڻ ڇڏي ڏنو. (۽ الله سڀ کان ڀلو روزي ڏيندڙ آهي).

وَإِذَا قِيلَ لَهُمْ تَعَالَوْا يَسْتَغْفِرْ لَكُمْ رَسُولُ ٱللَّهِ لَوَّوْا رُءُوسَهُمْ
وَرَأَيْتَهُمْ يَصُدُّونَ وَهُم مُّسْتَكْبِرُونَ ﴿٥﴾ سَوَآءٌ عَلَيْهِمْ
أَسْتَغْفَرْتَ لَهُمْ أَمْ لَمْ تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ لَن يَغْفِرَ ٱللَّهُ لَهُمْ ۚ إِنَّ
ٱللَّهَ لَا يَهْدِى ٱلْقَوْمَ ٱلْفَٰسِقِينَ ﴿٦﴾ هُمُ ٱلَّذِينَ يَقُولُونَ
لَا تُنفِقُوا۟ عَلَىٰ مَنْ عِندَ رَسُولِ ٱللَّهِ حَتَّىٰ يَنفَضُّوا۟ ۗ وَلِلَّهِ
خَزَآئِنُ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ وَلَٰكِنَّ ٱلْمُنَٰفِقِينَ لَا يَفْقَهُونَ
﴿٧﴾ يَقُولُونَ لَئِن رَّجَعْنَآ إِلَى ٱلْمَدِينَةِ لَيُخْرِجَنَّ ٱلْأَعَزُّ
مِنْهَا ٱلْأَذَلَّ ۚ وَلِلَّهِ ٱلْعِزَّةُ وَلِرَسُولِهِۦ وَلِلْمُؤْمِنِينَ وَلَٰكِنَّ
ٱلْمُنَٰفِقِينَ لَا يَعْلَمُونَ ﴿٨﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ لَا تُلْهِكُمْ
أَمْوَٰلُكُمْ وَلَآ أَوْلَٰدُكُمْ عَن ذِكْرِ ٱللَّهِ ۚ وَمَن يَفْعَلْ
ذَٰلِكَ فَأُو۟لَٰٓئِكَ هُمُ ٱلْخَٰسِرُونَ ﴿٩﴾ وَأَنفِقُوا۟ مِن مَّا رَزَقْنَٰكُم
مِّن قَبْلِ أَن يَأْتِىَ أَحَدَكُمُ ٱلْمَوْتُ فَيَقُولَ رَبِّ لَوْلَآ أَخَّرْتَنِىٓ
إِلَىٰٓ أَجَلٍ قَرِيبٍ فَأَصَّدَّقَ وَأَكُن مِّنَ ٱلصَّٰلِحِينَ ﴿١٠﴾ وَلَن
يُؤَخِّرَ ٱللَّهُ نَفْسًا إِذَا جَآءَ أَجَلُهَا ۚ وَٱللَّهُ خَبِيرٌۢ بِمَا تَعْمَلُونَ ﴿١١﴾

ترتيبها ٦٤ — سُورَةُ التَّغَابُنِ — آياتها ١٨

## سورة المنافقون

(1) (جڏهن تو وٽ منافق اچن ٿا) يعني جڏهن توهان جي مجلس ۾ حاضر ٿين ٿا. (چون ٿا تہ، شاهدي ڏيون ٿا تہ بيشڪ تون الله جو رسول آهين) يعني نبي ڪريم ﷺ جن جي رسول هئڻ بابت تاڪيد سان پنهنجي شاهدي پيش ڪن ٿا، تہ جيئن ڪين پڪ پوي تہ دل جي خلوص سان انهيءَ عقيدي جو اظهار ڪري رهيا آهن. هتي "نشهد" معنيٰ "نعلم" آهي، يعني اسان ڄاڻون ٿا. (۽ الله ڄاڻي ٿو تہ بيشڪ تون سندس رسول آهين) سندن قول جي تائيد ۽ تصديق ڪندي الله تعاليٰ بہ رسالت محمدي ﷺ جي حق ۾ گواهي ڏئي ٿو، تہ جيئن منافقن کي ڪوڙي ڪرڻ واري ايندڙ جملي جي نسبت سندن مٿين گواهيءَ ڏانهن نہ سمجهي وڃي. (۽ الله شاهدي ڏئي ٿو تہ پڪ سان منافق ڪوڙا آهن) يعني سندن اها دعويٰ بلڪل ڪوڙي آهي تہ اهي حضرت نبي ڪريم ﷺ جن کي دل جي اخلاص ۽ قلبي اعتقاد سان الله تعاليٰ جو نبي مڃي رهيا آهن، بلڪ رڳو زباني اقرار ڪري رهيا آهن. باقي سندس رسول هجڻ تہ حق سچ آهي، انهيءَ حقيقت ۾ هو ڪوڙا نہ آهن.

(2) (انهن پنهنجن قسمن کي ڍال بنايو آهي) يعني پنهنجي جان بچائڻ يا قيد ٿيڻ جي خطري کان محفوظ رهڻ لاءِ پنهنجن قسمن کي ڍال، ڍڪ ۽ اوٽ بنايو اٿن. (پوءِ الله جي رستي کان روڪيائون) يعني ماڻهن کي ايمان آڻڻ ۽ جهاد ۽ نيڪيءَ جي ٻين ڪمن ڪرڻ کان روڪين ٿا ۽ حضرت محمد ﷺ جن جي رسالت جي باري ۾ شڪ شبها پيدا ڪن ٿا. (بيشڪ اهي ڏاڍو بڇڙو ڪم ڪن ٿا) يعني منافقت ۽ دين اسلام کان روڪڻ جا سندن ڪم ڏاڍا خراب آهن.

(3) (اهو هن ڪري، جو انهن ايمان آندو) يعني منافقانہ طرح ايمان آندائون. (وري ڪفر ڪيائون) اندر ۾. پڻ چيو ويو آهي تہ هيءَ آيت انهن مرتدن جي حق ۾ لٿي آهي، جن ايمان آندو، پوءِ دين کان ڦري ويا. (پوءِ سندن دلين تي مهر هنئي ويئي) يعني الله تعاليٰ سندن ڪفر سبب سندن دلين تي مهر هڻي ڇڏي، تنهن ڪري سندن دلين ۾ ايمان داخل نٿو ٿئي. (پوءِ اهي نٿا سمجهن) تہ ڪهڙن ڪمن ۾ سندن اصلاح ۽ درستي ۽ هدايت آهي؟

(4) (۽ جڏهن ڪين ڏسندين تہ سندن جسم توکي پيا وڻندا) يعني جيڪو بہ سندن شڪل صورت، سندن مالَ، منصب ۽ سندن ظاهري ٺٽ ٺانگر ڏسندو، تنهن کي سهڻا سيبتا، ڏيل ڏيک پيا نظر ايندا ۽ بارونق، پيارا پيا لڳندا. (۽ جيڪڏهن ڳالهائيندا، تہ سندن ڳالهہ کي پيو ٻڌندين) يعني فصاحت ۽ روانيءَ سبب توکي سندن ڳالهہ ٻولهہ بہ پياري لڳندي ۽ تون چوندين تہ اهي واقعي سچي ۽ صحيح ڳالهہ ڪري رهيا آهن. منافقن جو سردار، عبد الله بن اُبَيّ بہ ڏاڍو فصيح، بليغ، بادي بلڊر ۽ سهڻو سيبتو انسان هو. (جڻ تہ اهي سڪا بند ٽيڪ ڏئي بيهاريل آهن) رسول الله ﷺ جن جي مجلس ۾ سندن ويهڻ واري حالت کي ڀت سان ٽيڪ ڏياري بيهاريل ٿوڻين ۽ بنڊن سان مشابهت ڏني وئي آهي، جن ۾ نہ سمجهہ هوندي آهي ۽ نہ ڄاڻ. ساڳيءَ طرح منافق بہ فائديمند علم ۽ فهم کان وانجها ۽ عاري هوندا آهن. (هر قسم جي رڙ کي پنهنجي خلاف ڀائيندا آهن) چيو ويو آهي تہ منافقن کي سدائين خوف رهندو هو، تہ متان ڪو اهڙو واقعو ظاهر ٿي پئي، جنهن جي ڪري سندن پول پڌرا ٿين ۽ سندن جانيون ۽ مالَ مباح ٿي پون. (اهي ئي دشمن آهن، پوءِ انهن کان بچاءُ ڪر) متان فرصت مان فائدو وٺي توهان جا راز چورائين، ڇاڪاڻ تہ اهي تنهنجي ڪافر دشمنن جا ايجنٽ آهن. (الله جي مار پوين) مٿن الله جي ڦٽ لعنت آهي، يا وري مؤمنن کي سيکت ڏني پئي وڃي تہ ائين چون تہ : "توهان تي الله جي ڦٽڪار هجي". (ڪيڏانهن ٿا ڦيرايا وڃن) ؟ ڪيئن ٿا حق کان ڪفر ڏانهن ڦري وڃن؟

(5) (۽ جڏهن ڪين چئجي ٿو، تہ اچو تہ الله جو رسول توهان لاءِ بخشش گهري، تہ پنهنجا مٿا ٿا موڙين) يعني ٺٺول ڪندي ۽ بخشش گهرڻ کان لنوائيندي، پنهنجا ڪنڌ ٿا ڇنڊين. (۽ ڪين ڏسندين تہ پرڪي ٿا وڃن) يعني رسول الله ﷺ جن وٽ اچڻ کان مهن ٿا موڙين. (۽ اهي تڪبر ڪندڙ آهن) يعني هن ڳالهہ کان وڏائي ڪن ٿا تہ الله جي رسول ﷺ وٽ حاضر ٿين ۽ ڪانئن بخشش جي درخواست ڪن. پاڻ کي ان کان مٿيرو خيال ڪن ٿا ۽ خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيڻ ۾ پنهنجي توهين ٿا سمجهن.

(6) (انهن تي هڪجهڙو آهي تہ سندن لاءِ معافي گهرين يا سندن لاءِ معافي نہ گهرين) يعني منافقت تي اصرار ڪرڻ ۽ ڪفر تي ڏٽجي بيهڻ جي ڪري ڪين توهان جو استغفار بہ فائدو نہ ڏيندو. (الله ڪين ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو) يعني جيستائين منافقت تي قائم آهن. (بيشڪ الله بدڪار قوم کي هدايت نٿو ڪري) يعني جيڪي ماڻهو اطاعت کان مڪمل طور نڪتل آهن، الله جي نافرمانين ۾ منهمڪ آهن، تن کي هدايت نہ ٿو ڏئي. منجهن منافق سڀ کان اول شامل آهن.

(7) (اهي اُهي آهن، جيڪي چون ٿا تہ جيڪي ماڻهو الله جي رسول وٽ آهن، تن جي تي خرچ نہ ڪريو، جيئن ٽڙي پکڙي وڃن) يعني غريب مهاجرن تي خرچ نہ ڪريو، جيئن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڇڏي ڀڄي وڃن. (۽ آسمانن ۽ زمين جا خزانا الله جا ئي آهن) يعني انهن مهاجرن کي بہ اهوئي رزق ڏيندو. (پر منافق نہ ٿا سمجهن) تہ رزق جا خزانا الله جي هٿ ۾ آهن، سو انهن ڀانيو تہ الله تعاليٰ مؤمنن لاءِ ڪشادگي نہ فرمائيندو.

(8) (چون ٿا تہ جيڪڏهن مديني موٽياسون تہ وڏيڪ طاقت وارو، وڏيڪ هيٺي کي اتان ضرور لوڏي ڪيندو) اها ڳالهہ چوندڙ منافقن جو سردار عبد الله بن اُبَيّ هو. پاڻ کي ۽ پنهنجن ساٿين کي "وڏيڪ




طاقتور" ۽ نبي ڪريم ﷺ ۽ سندس ساٿين کي "وڌيڪ هيٺو" ٿي پانيائين. "موٽڻ" مان سندس مراد انهيءَ جنگ کان مديني موٽڻ آهي، جنهن ۾ شريڪ هئا. زيد بن ارقم رضي الله عنه جي روايت آهي ته: انهيءَ جهاد دوران آءٌ نبي اڪرم ﷺ سان گڏ هيس، عبد الله بن ابيّ چيو ته: "جيڪڏهن مديني موٽياسون ته اسان مان وڏي مانوارو، گهٽيا درجي واري شخص کي اتان ضرور لوڏي ڪڍي ڇڏيندو". مون اها ڳالهه پاڻ ڪريمن ﷺ کي ٻڌائي. موٽ ۾ عبد الله قسم کڻي چوڻ لڳو ته: انهيءَ ته اهڙي ڪا ڳالهه ئي نه چئي آهي. منهنجي قوم جي ماڻهن مون کي ملامت ڪندي چيو ته، آخر انهيءَ (شخص سان مهاڏو اٽڪائڻ) ۾ تنهنجو مقصد ڪهڙو آهي؟ آءٌ غمگين ۽ رنجيده حالت ۾ وڃي سمهي پيس. ايتري ۾ مون کي نبي ڪريم ﷺ جن طلب ڪيو ۽ فرمايائون ته الله تعاليٰ تنهنجي ڳالهه کي سچو ثابت ڪيو ۽ هيءَ آيت نازل ٿي، ﴿ وَلِلَّهِ ٱلْعِزَّةُ وَلِرَسُولِهِۦ وَلِلْمُؤْمِنِينَ وَلَٰكِنَّ ٱلْمُنَٰفِقِينَ لَا يَعْلَمُونَ ﴾ (جڏهن ته عزت الله ۽ سندس رسول ۽ مؤمنن لاءِ آهي، پر منافق نه ٿا ڄاڻن).

9 (اي ايمان وارو! توهان کي، توهان جا مال ۽ توهان جو اولاد، الله جي ياد کان غافل نه ڪري ڇڏين) الله تعاليٰ مؤمنن کي منافقت وارن اخلاقن کان خبردار فرمائي ٿو، جن کي سندن مال ۽ اولاد جي محبت الله جي ياد کان غافل ڪري ڇڏيو هو. "الله جي ذڪر" مان اسلام جا فرض ادا ڪرڻ مراد آهن. پڻ چيو ويو آهي ته قرآن مجيد پڙهڻ مراد آهي. (۽ جيڪو ائين ڪندو) يعني دين کي ڇڏي دنيا جي ڪمن ۾ مشغول رهندو. (ته پوءِ اهي ئي نقصان پوڳڻ وارا آهن) يعني اهي ئي ڪامل خساري ۽ نقصان وارا آهن.

10 (۽ جيڪو رزق اسان توهان کي ڏنو آهي، تنهن مان خرچ ڪريو) يعني اسان جي ڏنل رزق مان ڪجهه مال خير جي ڪمن ۾ خرچ ڪندا رهو. چيو ويو آهي ته فرض ڪيل زڪوٰة جي ادائيگي مراد آهي. (هن کان اڳ جو توهان مان ڪنهن هڪ تي موت اچي وڃي) جو موت جا اسباب ۽ نشانيون ڏسي. (پوءِ چوي ته اي منهنجا رب! مون کي ڪجهه وڌيڪ مدت تائين مهلت ڇو نه ڏنئي)؟ يعني رب سائين! ڇو نه مونکي ڪجهه دير ڏنئي، ۽ مون لاءِ موت کي ڪجهه مدت تائين پٺتي ڇو نه فرمايئي؟ (ته صدقو ڏيان ها) يعني جيڪر پنهنجي مال مان خير خيرات ڪريان ها ۽ زڪوٰة ۽ صدقات ڏيان ها. (۽ صالحن مان ٿيان ها).

11 (۽ الله ڪنهن به ساهواري کي بالڪل مهلت نه ڏيندو آهي، جڏهن سندس وقت اچي ويندو آهي) يعني جڏهن سندس عمر عزيز ختم ٿي ۽ مقرر وقت تي مٿس موت اچي پهتو ته پوءِ ڪيس ڪا مهلت نه ملندي. (۽ جيڪي ڪم ڪريو ٿا، الله انهن جي خبر رکندڙ آهي) الله لاءِ ڪا به ڳالهه ڳجهي نه آهي، پوءِ ضرور توهان کي توهان جي عملن جو بدلو ڏيندو.

## سورة التغابن

1 ﴿ يُسَبِّحُ لِلَّهِ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ ﴾ (جيڪو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ زمين ۾ آهي سو سڀ الله جي پاڪائي ٿو بيان ڪري). ﴿ لَهُ ٱلْمُلْكُ وَلَهُ ٱلْحَمْدُ ﴾ (بادشاهي به انهيءَ جي آهي، ۽ ساراهه به انهيءَ جي آهي). ﴿ وَهُوَ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ قَدِيرٌ ﴾ (۽ اهو هر شيءِ تي وس وارو آهي).

2 (اهو ئي آهي، جنهن توهان کي پيدا ڪيو، پوءِ توهان مان ڪو ڪافر آهي ۽ ڪو توهان مان مؤمن آهي) الله تعاليٰ ڪافر کي پيدا ڪيو، پر ڪفر ڪرڻ ڪافر جو پنهنجو فعل ۽ پنهنجي ڪمائي آهي. ۽ مؤمن کي به پيدا ڪيائين، ۽ ايمان آڻڻ سندس ذاتي فعل ۽ سندس ڪمائي آهي. ڪافر کي اختيار آهي ته ڪفر تي هلي. ۽ مؤمن کي اختيار آهي ته ايمان تي هلي. ۽ هر شيءِ الله جي حڪم سان آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ﴿ وَمَا تَشَآءُونَ إِلَّآ أَن يَشَآءَ ٱللَّهُ رَبُّ ٱلْعَٰلَمِينَ ﴾ (۽ توهان نه ٿا چاهي سگهو، مگر جيسين جهانن

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

يُسَبِّحُ لِلَّهِ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ ۖ لَهُ ٱلْمُلْكُ وَلَهُ ٱلْحَمْدُ ۖ
وَهُوَ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ قَدِيرٌ ﴿١﴾ هُوَ ٱلَّذِى خَلَقَكُمْ فَمِنكُمْ كَافِرٌ
وَمِنكُم مُّؤْمِنٌ ۚ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ ﴿٢﴾ خَلَقَ ٱلسَّمَٰوَٰتِ
وَٱلْأَرْضَ بِٱلْحَقِّ وَصَوَّرَكُمْ فَأَحْسَنَ صُوَرَكُمْ ۖ وَإِلَيْهِ ٱلْمَصِيرُ ﴿٣﴾
يَعْلَمُ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ وَيَعْلَمُ مَا تُسِرُّونَ وَمَا تُعْلِنُونَ ۚ وَٱللَّهُ
عَلِيمٌۢ بِذَاتِ ٱلصُّدُورِ ﴿٤﴾ أَلَمْ يَأْتِكُمْ نَبَؤُا۟ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ مِن قَبْلُ
فَذَاقُوا۟ وَبَالَ أَمْرِهِمْ وَلَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿٥﴾ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُۥ كَانَت تَّأْتِيهِمْ
رُسُلُهُم بِٱلْبَيِّنَٰتِ فَقَالُوٓا۟ أَبَشَرٌ يَهْدُونَنَا فَكَفَرُوا۟ وَتَوَلَّوا۟ ۚ وَّٱسْتَغْنَى
ٱللَّهُ ۚ وَٱللَّهُ غَنِىٌّ حَمِيدٌ ﴿٦﴾ زَعَمَ ٱلَّذِينَ كَفَرُوٓا۟ أَن لَّن يُبْعَثُوا۟ ۚ قُلْ بَلَىٰ وَرَبِّى
لَتُبْعَثُنَّ ثُمَّ لَتُنَبَّؤُنَّ بِمَا عَمِلْتُمْ ۚ وَذَٰلِكَ عَلَى ٱللَّهِ يَسِيرٌ ﴿٧﴾ فَـَٔامِنُوا۟ بِٱللَّهِ
وَرَسُولِهِۦ وَٱلنُّورِ ٱلَّذِىٓ أَنزَلْنَا ۚ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ خَبِيرٌ ﴿٨﴾ يَوْمَ
يَجْمَعُكُمْ لِيَوْمِ ٱلْجَمْعِ ۖ ذَٰلِكَ يَوْمُ ٱلتَّغَابُنِ ۗ وَمَن يُؤْمِنۢ بِٱللَّهِ وَيَعْمَلْ
صَٰلِحًا يُكَفِّرْ عَنْهُ سَيِّـَٔاتِهِۦ وَيُدْخِلْهُ جَنَّٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا
ٱلْأَنْهَٰرُ خَٰلِدِينَ فِيهَآ أَبَدًا ۚ ذَٰلِكَ ٱلْفَوْزُ ٱلْعَظِيمُ ﴿٩﴾

جو رب الله نه گهري). ﴿ وَٱللَّهُ بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ ﴾ (۽ جيڪي به توهان ڪريو ٿا، تنهن کي الله چڱيءَ طرح ڏسي پسي ٿو).

3 ﴿ خَلَقَ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضَ بِٱلْحَقِّ ﴾ (آسمانن ۽ زمين کي پوري رٿ سان خلقيو اٿس). (۽ توهان جون صورتون بنايائين، پوءِ ڏاڍو سهڻو ڪيائين توهان جي صورتن کي) يعني الله تعاليٰ توهان کي ڪامل تصوير، خوب صورت شڪل بخشي، ۽ توهان کي انتهائي سهڻي قد ڪاٺ سان نوازيائين. حسن وجمال جي اعتبار کان ماڻهن ۾ جيڪو سڀني مخلوقات کان امتيازي فرق آهي، سو واضح آهي، جنهن ۾ عقلمندن لاءِ روشن نشاني آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي تخليق جي عمل تي زبردست قدرت رکندڙ، حڪمت جو صاحب ۽ عظمت وارو آهي. اهڙيءَ طرح انسان کي، نفسياتي ۽ حسي صورتون ۽ بي پناهه ذهني ڪمالات حاصل آهن، جنهن ۾ ان کان به وڌيڪ رهبري ۽ قلبي بصيرت آهي، جيئن ارشاد فرمائي ٿو: ﴿ وَفِى ٱلْأَرْضِ ءَايَٰتٌ لِّلْمُوقِنِينَ ﴿٢٠﴾ وَفِىٓ أَنفُسِكُمْ ۚ أَفَلَا تُبْصِرُونَ ﴾ (۽ يقين رکڻ وارن لاءِ زمين ۾ اڪيچار نشانيون آهن، ۽ خود توهان جي وجودن ۾ پڻ: ڇا پوءِ بصيرت کان ڪم نٿا وٺو)؟ ﴿ وَإِلَيْهِ ٱلْمَصِيرُ ﴾ (۽ ان ڏانهن ئي موٽي هلڻو آهي).

4 ﴿ يَعْلَمُ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ ﴾ (جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو سڀ ڄاڻي ٿو). ﴿ وَيَعْلَمُ مَا تُسِرُّونَ وَمَا تُعْلِنُونَ ﴾ (۽ جيڪو اوهان لڪايو ٿا يا ظاهر ڪريو ٿا، سو به سڀ ڄاڻي ٿو). ﴿ وَٱللَّهُ عَلِيمٌۢ بِذَاتِ ٱلصُّدُورِ ﴾ (۽ الله ته دلين جا راز به ڄاڻندڙ آهي).

5 (ڇا توهان وٽ انهن ماڻهن جي خبر نه پهتي آهي، جن اڳ ۾ ڪفر ڪيو) مراد اڳيون ڪافر امتون آهن، جهڙوڪ قوم نوح، عاد،

وَٱلَّذِينَ كَفَرُواْ وَكَذَّبُواْ بِـَٔايَٰتِنَآ أُوْلَٰٓئِكَ أَصۡحَٰبُ
ٱلنَّارِ خَٰلِدِينَ فِيهَاۖ وَبِئۡسَ ٱلۡمَصِيرُ ﴿١٠﴾ مَآ أَصَابَ مِن
مُّصِيبَةٍ إِلَّا بِإِذۡنِ ٱللَّهِۗ وَمَن يُؤۡمِنۢ بِٱللَّهِ يَهۡدِ قَلۡبَهُۥۚ وَٱللَّهُ بِكُلِّ
شَيۡءٍ عَلِيمٞ ﴿١١﴾ وَأَطِيعُواْ ٱللَّهَ وَأَطِيعُواْ ٱلرَّسُولَۚ فَإِن
تَوَلَّيۡتُمۡ فَإِنَّمَا عَلَىٰ رَسُولِنَا ٱلۡبَلَٰغُ ٱلۡمُبِينُ ﴿١٢﴾ ٱللَّهُ لَآ إِلَٰهَ
إِلَّا هُوَۚ وَعَلَى ٱللَّهِ فَلۡيَتَوَكَّلِ ٱلۡمُؤۡمِنُونَ ﴿١٣﴾ يَٰٓأَيُّهَا
ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓاْ إِنَّ مِنۡ أَزۡوَٰجِكُمۡ وَأَوۡلَٰدِكُمۡ عَدُوّٗا
لَّكُمۡ فَٱحۡذَرُوهُمۡۚ وَإِن تَعۡفُواْ وَتَصۡفَحُواْ وَتَغۡفِرُواْ
فَإِنَّ ٱللَّهَ غَفُورٞ رَّحِيمٌ ﴿١٤﴾ إِنَّمَآ أَمۡوَٰلُكُمۡ وَأَوۡلَٰدُكُمۡ
فِتۡنَةٞۚ وَٱللَّهُ عِندَهُۥٓ أَجۡرٌ عَظِيمٞ ﴿١٥﴾ فَٱتَّقُواْ ٱللَّهَ مَا ٱسۡتَطَعۡتُمۡ
وَٱسۡمَعُواْ وَأَطِيعُواْ وَأَنفِقُواْ خَيۡرٗا لِّأَنفُسِكُمۡۗ وَمَن
يُوقَ شُحَّ نَفۡسِهِۦ فَأُوْلَٰٓئِكَ هُمُ ٱلۡمُفۡلِحُونَ ﴿١٦﴾ إِن تُقۡرِضُواْ
ٱللَّهَ قَرۡضًا حَسَنٗا يُضَٰعِفۡهُ لَكُمۡ وَيَغۡفِرۡ لَكُمۡۚ وَٱللَّهُ شَكُورٌ
حَلِيمٌ ﴿١٧﴾ عَٰلِمُ ٱلۡغَيۡبِ وَٱلشَّهَٰدَةِ ٱلۡعَزِيزُ ٱلۡحَكِيمُ ﴿١٨﴾

## سُورَةُ الطَّلَاقِ

ترتيبها ٦٥ — آياتها ١٢

ثمود. الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ، قرآن مجيد ۾ سندن باري ۾ خبرون اڳي چڪيون آهن تہ، ڪيئن ڪين سندس پيغمبرن، الله جي توحيد ۽ سندس عبادت جي دعوت ڏني ۽ ڪيئن ڪين غير الله جي عبادت کان روڪيو، پر انهن مخالفت تي سندرو ٻڌو؛ پوءِ ڏس تہ ڪهڙيءَ طرح ڪوڙو ڪندڙن جي عاقبت، هلاڪت جي صورت ۾ نڪتي ۽ ڪهڙيءَ طرح رسولن ۽ مؤمنن جي عاقبت نجات جي صورت ۾ ظاهر ٿي؟ (پوءِ پنهنجن ڪرتوتن جي سزا پوڳيائون). "وبال" يعني بار، سختي ۽ سورَ. جنهن مان مراد دنياوي عذاب واري مصيبت آهي. (۽ سندن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي) مراد اڳوتر ۾ دوزخ وارو عذاب آهي.

6 (اهو) يعني ٻنهي جهانن ۾ سندن لاءِ عذاب. (هن ڪري تہ سندن پيغمبرَ وٽن پڌريون نشانيون آڻيندا رهيا) ڪين سندن رسولن ظاهر ظهور معجزا ڏيکاريا. (پوءِ چيائون تہ ڇا اسان کي اسان جهڙا ماڻهو هدايت جي واٽ ڏيکاريندا؟) يعني هر پيغمبرؑ جي قوم انهيءَ ڳالهہ تي تعجب ڪندي رهي، تنهن ڪري سندن انڪار ڪيائون تہ ڇا ڪو بشر بہ رسول ٿي سگهي ٿو؟ (پوءِ ڪفر ڪيائون ۽ منهن موڙيائون) يعني رسولن ۽ سندن آندل تعليم جو ڪفر ڪيائون ۽ ان جي مڃڻ کان منهن موڙيائون ۽ جيڪي معجزات وغيره انهن آندا، تن ۾ غور، فڪر نہ ڪيائون. (۽ الله بہ بي پرواهي ڏيکاري) يعني الله سندن ايمان ۽ عبادت کان بي پرواهہ آهي. (۽ الله بي پرواهہ، ساراهيل آهي) يعني الله نہ دنيا وارن جو محتاج آهي ۽ نہ ڪيس سندن عبادت جي ڪا پرواهہ آهي. هر قسم جي مخلوق پنهنجي زبان قال سان يا زبان حال سان سندس ئي ساراهہ ڪري ٿي، تنهن ڪريَ سندس ذات ساراهَيل آهي.

7 ﴿زَعَمَ ٱلَّذِينَ كَفَرُوٓاْ أَن لَّن يُبۡعَثُواْ﴾ (جن ڪفر ڪيو، سي ڀانئين ٿا تہ، ڪين ڪڏهن بہ پيهر نہ اٿاريو ويندو). (چؤ تہ هائو! منهنجي رب جو قسم! توهان کي ضرور اٿاريو ويندو) الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ کي حڪم فرمايو تہ، ڪين خبر ڏي تہ، سگهوئي الله ڪين موت کان پوءِ جياريندو ۽ انهيءَ عقيدي جي سچائيءَ جو يقين ڏيارڻ لاءِ قسم کڻو. هن ريت تہ : الله جو قسم! توهان کي ضرور توهان جي قبرن مان جياري اٿاريو ويندو. (پوءِ جيڪي ڪم ڪريو ٿا، تن جي ضرور توهان کي خبر ڏني ويندي) يعني حجت قائم ڪرڻ لاءِ ضرور توهان کي انهن جي باري ۾ خبر ڏني ويندي. پوءِ ضرور توهان کي انهن جو بدلو بہ ڏنو ويندو. (۽ اهو) موت کان پوءِ جيارڻ ۽ عملن جي جزا ۽ سزا جو ڏيڻ (الله تي آسان آهي).

8 ﴿فَـَٔامِنُواْ بِٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦ﴾ (سو الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻيو). ﴿وَٱلنُّورِ ٱلَّذِيٓ أَنزَلۡنَا﴾ (۽ ان نور تي جنهن کي اسان نازل ڪيو آهي) ۽ اهو قرآن پاڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد گمراهيءَ جي اونداهيءَ ۾ نور هدايت آهي. ﴿وَٱللَّهُ بِمَا تَعۡمَلُونَ خَبِيرٞ﴾ (۽ جيڪي بہ توهان ڪريو ٿا، الله ان جي خبر رکندڙ آهي).

9 (جنهن ڏينهن توهان کي گڏ ڪندو، گڏ ٿيڻ واري ڏينهن ۾) يعني قيامت جي ڏينهن، محشر جي ميدان ۾ مخلوق کي سزا ۽ جزا ڏيڻ لاءِ گڏ ڪندو، اتي هر شخص ۽ سندس عمل کي گڏ ڪندو، هر نبي ۽ سندس امت کي، هر مظلوم ۽ ظالم کي، سڀني اڳين ۽ پوين امتن کي آڏي حاضر ڪندو. (اهو ئي کٽڻ هارائڻ وارو ڏينهن آهي) يعني محشر جي ميدان وارا هڪ ٻئي کان کٽيندا هارائيندا. حق وارا باطل پرستن کان کٽيندا. هن کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي هار، جو جنت وارا جهنم وارن کي هارائيندا. اتي دوزخي ڀلائي کي برائيءَ ۾، عمدي شيءِ کي خراب شيءِ ۾ ۽ نعمتن کي عذاب ۾ تبديل ٿيل ڏسندا. ان جي بلڪل ابتڙ جنتين جو معاملو هوندو. عرب چوندا آهن تہ: (غَبَنْتُ فُلَانًا) : "مون فلاڻي هارايو". پوءِ هارايل اهو آهي جيڪو جنت ۾ پنهنجو گهر ۽ اهل وعيال سڀ ڪجهہ وڃائي ويهندو . (۽ جيڪو الله تي ايمان آڻيندو ۽ نيڪ ڪم ڪندو، الله ان جون مدايون ميٽي ڇڏيندو) يعني جنهن شخص الله ۽ سندس رسول سڳوري ﷺ جي تصديق ڪئي ۽ چڱا ڪم ڪيا، سو هن ڳالهہ جو حقدار آهي تہ سندس گناهن جي نيڪين ۾ مٽا سٽا ڪئي وڃي. ﴿وَيُدۡخِلۡهُ جَنَّٰتٖ تَجۡرِي مِن تَحۡتِهَا ٱلۡأَنۡهَٰرُ خَٰلِدِينَ فِيهَآ أَبَدٗاۚ﴾ (۽ کيس اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو، جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون، جن ۾ هو سدائين رهندا)، ﴿ذَٰلِكَ ٱلۡفَوۡزُ ٱلۡعَظِيمُ﴾ (اهائي وڏي ڪاميابي آهي).

10 ﴿وَٱلَّذِينَ كَفَرُواْ وَكَذَّبُواْ بِـَٔايَٰتِنَآ أُوْلَٰٓئِكَ أَصۡحَٰبُ ٱلنَّارِ خَٰلِدِينَ فِيهَاۖ﴾ (۽ جن ڪفر ڪيو ۽ اسان جي آيتن کي ڪوڙو سڏيو، اهي دوزخي آهن، سدائين ان ۾ رهندا)، ﴿وَبِئۡسَ ٱلۡمَصِيرُ﴾ (۽ اها ڏاڍي بڇڙي موٽڻ جي جاءِ آهي).

11 (ڪا بہ مصيبت نہ ٿي پهچي، الله جي حڪم کان سواءِ) يعني سندس فيصلي ۽ تقدير مطابق اڀين ٿئي ٿو. چيو ويو آهي تہ : هن آيت جي نازل ٿيڻ جو سبب هي آهي تہ : ڪافرن چوڻ شروع ڪيو تہ جيڪڏهن واقعي مسلمان حق تي هجن ها تہ ضرور الله تعاليٰ ڪين دنيا جي مصيبتن کان بچائي ها. (۽ جيڪو الله تي ايمان رکندو، الله سندس دل کي هدايت ڏيندو) يعني جيڪو هن ڳالهہ جي تصديق ڪندو، ۽ پڪ ڄاڻندو تہ مصيبت جو پهچڻ الله جي تقدير هيٺ آهي، تہ الله تعاليٰ سندس دل کي مصيبت وقت روشني عطا ڪندو، پوءِ کيس يقين ٿيندو تہ هر مصيبت الله جي طرفان هوندي آهي ۽ جيڪا مصيبت کيس پهچڻي هوندي آهي، تنهن کان بچي نٿو سگهجي ۽ جيڪا مصيبت پهچڻي ناهي، تنهن ۾ مبتلا ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. تنهن ڪري پاڻ کي الله جي تقدير جي حوالي ڪري ڇڏجي ۽ ﴿إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّآ إِلَيۡهِ رَٰجِعُونَ﴾ پڙهجي. جڏهن ڪا مصيبت اچي تہ صبر

ڪجي، ۽ ڪا نعمت ملي تہ شڪر ڪجي. (۽ الله هر شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي) يعني ڪامل علم وارو آهي، ڪا بہ شيءِ ان کان ڳجهي ناهي.

12 (۽ فرمانبرداري ڪريو الله جي ۽ فرمانبرداري ڪريو رسول جي) يعني الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ۾ هميشہ پاڻ کي مشغول رکو. (پوءِ جيڪڏهن توهان منهن موڙيندؤ) يعني جيڪڏهن توهان الله ۽ سندس سڳوري رسول ﷺ جي فرمانبرداريءَ کان منهن موڙيندؤ تہ ياد رکو تہ ان جو وبال ۽ جنجال توهان کي ڀوڳڻو پوندو. ۽ الله جي رسول ﷺ کي ڪو نقصان نہ پهچندو. (پوءِ بيشڪ اسان جي رسول تي رڳو پڌرو پيغام پهچائڻ آهي) ان کان سواءِ مٿس ٻي ڪا ذميواري نہ آهي ۽ پاڻ سڳورن اهو فرض چڱيءَ طرح نڀايو.

13 ﴿ ٱللَّهُ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ﴾ (الله اهو آهي جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ معبود ناهي). ﴿ وَعَلَى ٱللَّهِ فَلْيَتَوَكَّلِ ٱلْمُؤْمِنُونَ ﴾ (۽ مؤمنن کي جڳائي تہ هو الله تي ڀروسو ڪن).

14 ﴿ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓاْ إِنَّ مِنْ أَزْوَٰجِكُمْ وَأَوْلَٰدِكُمْ ﴾ (اي ايمان وارو! توهانجي زالن ۽ توهان جي اولاد مان ڪي) (توهان جا دشمن آهن) يعني اهي توهان کي ڀلائيءَ جي ڪم کان غافل ٿا ڪن. هن آيت جي نازل ٿيڻ جو سبب هي آهي تہ : مڪي ۾ ڪي ماڻهو مسلمان ٿيا ۽ هجرت ڪرڻ جو ارادو ڪيائون، پر سندن زالن ۽ ٻارن کين نہ ڇڏيو. امام مجاهد چئي ٿو تہ : الله جو قسم! دنياوي اعتبار سان تہ اهي سندن دشمن نہ هئا، پر سندن پيار محبت جي ڪري جيڪو حرام ڪم انهن طلبين، تنهن جو ارتڪاب ڪري وٺندا. (سو انهن کان بچو) يعني زالن ۽ ٻارن جي محبت ۽ شفقت کي ترجيح ڏئي، الله جي حڪمن جي پيچڪڙي کان بچو ۽ کين خوش ڪرڻ لاءِ رزق ڪمائڻ ۾ الله جي نافرماني نہ ڪريو. (۽ جيڪڏهن توهان معاف ڪندؤ ۽ درگذر ڪندؤ ۽ بخشيندؤ) يعني جيڪي غلطيون ڪيون اٿن، جيڪڏهن اهي معاف ڪندؤ ۽ انهن تي لعنت ملامت ڪرڻ کي ڇڏي ڏيندؤ ۽ سندن عيبن کي لڪائيندؤ تہ (پوءِ بيشڪ الله بخشڻهار رحم ڪندڙ آهي) يعني توهان تي بہ رحم ڪندو ۽ انهن تي بہ. چيو ويو آهي تہ هڪ شخص جڏهن ڏٺو تہ سندس زال ۽ ٻارن کيس هجرت کان روڪيو آهي ۽ ڏٺائين تہ ماڻهو هجرت ڪرڻ ۽ دين جي سمجهہ حاصل ڪرڻ ۾ ڪائنس اڳ ڪڍي ويا تہ، ارادو ڪيائين تہ جيڪر سندس زال ۽ ٻارن کي سزا ڏئي.

15 (دراصل توهان جا مالَ ۽ توهان جو اولاد توهان لاءِ آزمائش آهن) يعني آزمائش، امتحان ۽ پرک آهن، جو توهان کي حرام ڪمائڻ تي مجبور ڪن ٿا ۽ الله تعالىٰ جي حق ادا ڪرڻ کان روڪين ٿا. (۽ الله وٽ اجر عظيم آهي) يعني انهيءَ لاءِ جيڪو رب ڪريم جي فرمانبرداري ڪري ۽ پنهنجي مال ۽ اولاد جي محبت سبب سندس نافرمانيءَ کان باز رهي.

16 (پوءِ جيترو ٿي سگهيوَ، الله کان ڊڄو) يعني جيتري سگهہ ۽ طاقت توهان ۾ هجي. (۽ ٻڌو ۽ اطاعت ڪريو) يعني الله ۽ سندس رسول جي طرفان ڏنل حڪمن احڪامن کي ٻڌو ۽ مٿن عمل ڪريو. (۽ پنهنجي ڀلائيءَ لاءِ خيرات ڪريو) يعني جيڪو رزق الله تعالىٰ توهان کي عطا فرمايو آهي، تنهن مان خير جي رستن ۾ خرچ ڪندا رهو. ۽ انهيءَ ڏس ۾ بخيلي نہ ڪريو ۽ پنهنجي جانين جي ڀلائي لاءِ ڪجهہ اڳتي موڪليو. (۽ جيڪي پنهنجي نفس جي بخيليءَ کان بچايا ويا، تہ بيشڪ اهي ئي ڪامياب آهن) يعني جنهن شخص کي بخيليءَ جي بيماريءَ کان بچايو ويو، پوءِ ان الله جي واٽ، ۽ ڀلائيءَ جي رستن ۾ مال خرچ ڪيو تہ دراصل اهڙا ماڻهو ئي هر قسم جي ڀلائيءَ ۽ هر قسم جي مطلب ۾ ڪاميابي ماڻڻ وارا آهن.

17 (جيڪڏهن توهان الله کي قرض ڏيندا، سهڻو قرض ڏيڻ) يعني پنهنجا مال ڀلائيءَ جي رستن ۾ اخلاص ۽ دل جي سچائيءَ سان خرچ ڪندا. (تہ اهو توهان کي ٻيڻو ڪري ڏيندو) يعني هڪ نيڪيءَ جو بدلو ڏهن کان ... ويندي ... ست سؤ نيڪين تائين عطا ڪندو. (۽ توهان کي بخشيندو) يعني ايترو گهڻو اجر ڏيڻ جي باوجود توهان جي بخشش پڻ فرمائيندو. (۽ الله نهايت قدردان، وڏي سهپ وارو آهي) تنهن ڪري جيڪو سندس اطاعت ڪري ٿو، تنهن کي وڏ ۾ وڏ ثواب ۽ اجر عطا فرمائي ٿو ۽ پنهنجي بردباريءَ جي ڪري جيڪو سندس نافرماني ڪري ٿو، تنهن کي هڪدم سزا نٿو ڏئي.

18 ﴿ عَٰلِمُ ٱلْغَيْبِ وَٱلشَّهَٰدَةِ ٱلْعَزِيزُ ٱلْحَكِيمُ ﴾ (لڪل ۽ پڌري هر شيءِ جو ڄاڻندڙ، زبردست، وڏي حڪمت وارو آهي).

## سورة الطلاق

1 (اي نبي! جڏهن زالن کي توهان طلاق ڏيو) پهريائين پاڻ ڪريم جن ﷺ کي مانائتي انداز ۾ (نبي) جي لفظ سان خطاب فرمايو ويو، تنهن کان پوءِ سندن امت سان گڏي مخاطب ڪيو ويو. يعني جڏهن زالن کي طلاق ڏيڻ جو ارادو ۽ پڪو پهہ ڪريو (تہ کين سندن عدت ۾ طلاق ڏيو) يعني کين سندن عدت شروع ٿيڻ وقت يا ان کان اڳ ۾ طلاق ڏيو. يعني جڏهن عورت ماهواريءَ کان پاڪ صاف ٿئي تہ مٿس صحبت ڪرڻ کان اڳ کيس هڪ طلاق ڏئي. وري کيس ڇڏي ڏئي، تانجو ٻي ماهواري بہ گذري وڃي، پوءِ وري بہ ساڻس جماع کان اڳ طلاق ڏئي. انهيءَ نموني طلاق ڏيندو تہ شرعي اصول مطابق "عدت" ۾ طلاق ٿيندي. حضرت ابن عمر کان روايت آهي تہ انهيءَ پنهنجي زال کي حيض جي حالت ۾ طلاق ڏني. اهو ٻڌي رسول الله ﷺ جن جي منهن مبارڪ جو رنگ مَٽجي ويو. ارشاد فرمايائون تہ : زال کي پنهنجي گهر وٺي وڃ، پوءِ کيس روڪي رک، تانجو پاڪ ٿئي. وري کيس ماهواري اچي ۽ وري پاڪ ٿئي. پوءِ جيڪڏهن کيس طلاق ڏيڻ گهرين تہ پاڪ حالت ۾ صحبت ڪرڻ کان اڳ کيس طلاق ڏي. اها ئي اُها "عدت" آهي، جنهن مطابق الله تعالىٰ مؤمنن کي حڪم فرمايو آهي تہ ان ۾ پنهنجي زالن کي طلاق ڏئي سگهن ٿا. (۽ عدت جو ڳاڻاٽو ڪريو) يعني جنهن ڏينهن ۽ جنهن وقت طلاق ڏني وئي آهي، ان کان ويندي ٽن ماهوارين تائين ڏينهن ڳڻيندا رهو. خطاب مڙسن کي آهي. (۽ پنهنجي پالڻهار الله کان ڊڄو) ۽ سندس نافرماني نہ ڪريو ۽ زالن کي نہ ايذايو. (کين سندن گهرن مان نہ ڪڍو) يعني جن گهرن ۾ توهان کين طلاق ڏني هجي، اتي ئي کين عدت گذرڻ تائين رهڻ ڏيو. هتي "سندن گهرن" چئي، گهر جي نسبت عورت ڏانهن ڪئي وئي آهي، ڇاڪاڻ تہ عدت جي ڏينهن ۾ کين پورو پورو حق حاصل آهي تہ اتي رهن، تانجو زالن کي بہ اتان نڪرڻ کان روڪيو ويو. ارشاد فرمائي ٿو تہ ( ۽ نہ اهي پاڻ اتان نڪرن) يعني جيسين عدت ۾ آهن تيسين انهن گهرن مان ضروري ڪم کان سواءِ ٻاهر نہ نڪرن (مگر هي تہ پڌري بي حيائيءَ جو ڪم ڪن) يعني کين سندن گهرن مان ايتري تائين نہ ڪڍو، جيتري تائين ڪا زنا جهڙي بيحيائيءَ جو ڪم نہ ڪن. پڻ چيو ويو آهي تہ ان — بيحيائيءَ - مان مراد ان گهر ۾ ساڻس گڏ رهندڙن سان، سندس زبان درازي ۽ بڪواس بازي ڪرڻ آهي. (۽ اهي الله جون حدون آهن) يعني الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن لاءِ جيڪي حڪم احڪام بيان ڪيا آهن اِهي ئي اُهي حدون آهن، جن کي انهيءَ مقرر فرمايو آهي. ٻانهن لاءِ جائز نہ آهي تہ انهن کي ڇڏي، غيرن جي قاعدن ۽ ضابطن ڏانهن واجهائيندا وتن. (۽ جيڪو الله جي حدن کي اورانگهيندو تہ پوءِ بيشڪ انهيءَ پاڻ تي ظلم ڪيو) جو پاڻ کي هلاڪت واري هنڌ تي آندائين.

(تون نٿو ڄاڻين تہ شايد الله ان کان پوءِ ڪو نئون معاملو پيدا ڪري) يعني ٿي سگهي ٿو تہ جيڪڏهن اها زال ساڳئي گهر ۾ رهي تہ الله تعالىٰ ٻنهي جي دلين ۾ پيار محبت وجهي، پوءِ ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن رجوع ڪن.

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

يَٰٓأَيُّهَا ٱلنَّبِيُّ إِذَا طَلَّقۡتُمُ ٱلنِّسَآءَ فَطَلِّقُوهُنَّ لِعِدَّتِهِنَّ وَأَحۡصُواْ
ٱلۡعِدَّةَۖ وَٱتَّقُواْ ٱللَّهَ رَبَّكُمۡۖ لَا تُخۡرِجُوهُنَّ مِنۢ بُيُوتِهِنَّ
وَلَا يَخۡرُجۡنَ إِلَّآ أَن يَأۡتِينَ بِفَٰحِشَةٖ مُّبَيِّنَةٖۚ وَتِلۡكَ حُدُودُ
ٱللَّهِۚ وَمَن يَتَعَدَّ حُدُودَ ٱللَّهِ فَقَدۡ ظَلَمَ نَفۡسَهُۥۚ لَا تَدۡرِي لَعَلَّ
ٱللَّهَ يُحۡدِثُ بَعۡدَ ذَٰلِكَ أَمۡرٗا ﴿١﴾ فَإِذَا بَلَغۡنَ أَجَلَهُنَّ فَأَمۡسِكُوهُنَّ
بِمَعۡرُوفٍ أَوۡ فَارِقُوهُنَّ بِمَعۡرُوفٖ وَأَشۡهِدُواْ ذَوَيۡ عَدۡلٖ مِّنكُمۡ
وَأَقِيمُواْ ٱلشَّهَٰدَةَ لِلَّهِۚ ذَٰلِكُمۡ يُوعَظُ بِهِۦ مَن كَانَ يُؤۡمِنُ
بِٱللَّهِ وَٱلۡيَوۡمِ ٱلۡأٓخِرِۚ وَمَن يَتَّقِ ٱللَّهَ يَجۡعَل لَّهُۥ مَخۡرَجٗا ﴿٢﴾ وَيَرۡزُقۡهُ
مِنۡ حَيۡثُ لَا يَحۡتَسِبُۚ وَمَن يَتَوَكَّلۡ عَلَى ٱللَّهِ فَهُوَ حَسۡبُهُۥٓۚ إِنَّ ٱللَّهَ
بَٰلِغُ أَمۡرِهِۦۚ قَدۡ جَعَلَ ٱللَّهُ لِكُلِّ شَيۡءٖ قَدۡرٗا ﴿٣﴾ وَٱلَّٰٓـِٔي يَئِسۡنَ
مِنَ ٱلۡمَحِيضِ مِن نِّسَآئِكُمۡ إِنِ ٱرۡتَبۡتُمۡ فَعِدَّتُهُنَّ ثَلَٰثَةُ أَشۡهُرٖ
وَٱلَّٰٓـِٔي لَمۡ يَحِضۡنَۚ وَأُوْلَٰتُ ٱلۡأَحۡمَالِ أَجَلُهُنَّ أَن يَضَعۡنَ حَمۡلَهُنَّۚ
وَمَن يَتَّقِ ٱللَّهَ يَجۡعَل لَّهُۥ مِنۡ أَمۡرِهِۦ يُسۡرٗا ﴿٤﴾ ذَٰلِكَ أَمۡرُ ٱللَّهِ أَنزَلَهُۥٓ
إِلَيۡكُمۡۚ وَمَن يَتَّقِ ٱللَّهَ يُكَفِّرۡ عَنۡهُ سَيِّـَٔاتِهِۦ وَيُعۡظِمۡ لَهُۥٓ أَجۡرًا ﴿٥﴾

(2) (پوءِ جڏهن پنهنجي عدت کي پهچن) يعني پنهنجي عدت پوري ڪري چڪيون هجن يا پوري ڪرڻ واريون هجن. (ته پوءِ سهڻي طريقي مطابق کين جهليو) يعني سهڻي زندگي گذارڻ جي جذبي سان کين عزت ۽ احترام سان پاڻ وٽ رکو ۽ کين نقصان پهچائڻ جو ارادو نه ڪريو. (يا سهڻي طريقي مطابق کين جدا ڪريو) يعني عدت ۽ مدت پوري ڪرڻ تائين انهن کي ڇڏي ڏيو، تانجو (نڪاح جي ٻنڌڻ کان) آزاد ٿين. توهان تي سندن جيڪي حق آهن، اهي پوري طرح ادا ڪريو ۽ کين نه ايذايو. يعني عدت پوري ٿي وڃي ته هاڻي توهان لاءِ ٻه رستا آهن: ا- کين سهڻي نموني سان پاڻ وٽ رکو ٢- يا سهڻي نموني سان کين ڇڏي ڏيو. رهيو انهن کي تڪليف ڏيڻ جي مقصد سان روڪڻ، يا ايذاءَ رساني ۽ حق تلفيءَ جي خيال سان کين ڇڏي ڏيڻ، ته ائين ڪرڻ توهان لاءِ جائز نه آهي. (۽ پاڻ مان ٻن انصاف وارن کي شاهد ڪريو) يعني جڏهن کين ڇڏي ڏيو، يا جڏهن کين پاڻ وٽ روڪيو ته جهيڙي جهٽي جي جڙ کي پٽڻ لاءِ پاڻ مان انصاف پسند ٻن ڄڻن کي گواهه بنايو. (۽ الله لڳ شاهدي پوري ڏيو) هي حڪم شاهدن لاءِ آهي ته رڳو رب ڪريم جي رضامندي ۽ قرب حاصل ڪرڻ جي جذبي سان صحيح ۽ سچي شاهدي ڏيو. (توهان مان اها نصيحت ان کي ڪجي ٿي، جيڪو الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃي ٿو) اها نصيحت خاص مؤمن لاءِ آهي، ڇاڪاڻ ته نصيحت رڳو ايمان وارن کي ئي فائدو ڏيندي آهي. (۽ جيڪو الله کان ڊڄندو) يعني جيڪو الله کان ڊڄندي انهن حدن کي قائم ڪندو، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن لاءِ قائم ڪيون آهن ته (الله سندس لاءِ مشڪل مان نڪرڻ جو ڪو نه ڪو رستو پيدا ڪندو) يعني جيڪا مشڪل ان تي ايندي، تنهن کي رفع دفع فرمائيندو.

(3) (۽ کيس اتان روزي ڏيندو، جتان گمان به نه هوندس) يعني اهڙي هنڌان کيس روزي ڏيندو جو نه سندس دل ۾ هوندو ۽ نه سندس حساب ڪتاب ۾ هوندو. تنهن ڪري جنهن طلاق ڏنل زال کان عدت پوري ڪرائي، ڇڏڻ يا موٽائڻ وقت عدل انصاف کان ڪم ورتو ۽ قدم قدم تي خدا جو خوف ڪيائين ته الله ان لاءِ انهيءَ مصيبت کان نجات جي صورت پيدا ڪندو. تنگي ته رڳو انهيءَ شخص لاءِ آهي، جيڪو طلاق ڏيڻ ۾ يا طلاق ڏنل عورت کي موٽائڻ ۾ الله تعاليٰ جي حڪمن جي مخالفت ڪندو. (۽ جيڪو الله تي ڀروسو ڪندو، ته اهو ئي ان لاءِ ڪافي آهي) يعني جنهن مصيبت ۾ الله تي ڀروسو ڪيو ته بوقت ضرورت الله تعاليٰ ان لاءِ ڪافي ٿيندو. (بيشڪ الله پنهنجو ڪم توڙ رسائيندو آهي) يعني سندس حڪم کي پوري ٿيڻ کان ڪو نٿو روڪي سگهي ۽ نه ان جي گهربل شيءِ جي تڪميل ۾ کيس ڪو عاجز ڪري سگهي ٿو. (بيشڪ الله هر شيءِ جو اندازو مقرر ڪري ڇڏيو آهي) الله تعاليٰ هر سختي ۽ سور جي ختم ٿيڻ ۽ هر آساني ۽ خوشيءَ جي ختم ٿيڻ لاءِ هڪ وقت مقرر ڪيو آهي. سديؒ چوي ٿو ته: ان مان ماهواري ۽ عدت جا مقرر ٿيل ڏينهن مراد آهن.

(4) (توهان جي زالن مان جيڪي حيض کان مايوس آهن) اهي زالون مراد آهن، جن جي عمر وڏي وئي آهي ۽ هاڻي حيض اچڻ کان بلڪل مايوس آهن. (جيڪڏهن توهان کي شڪ هجي) يعني سندن عدت جي باري ۾ توهان نٿا ڄاڻو، يا توهان کي ان بابت شڪ شبهو آهي. (ته پوءِ انهن جي عدت ٽي مهينا آهي، ۽ جن کي حيض نه آيو هجي) يعني جيڪي زالون اڃان بالغ نه ٿيون آهن ۽ حيض جي مدت کي نه پهتيون آهن ته انهن جي عدت به ٽي مهينا آهي.
(۽ جيڪي زالون پيٽ سان هجن، تن جي عدت هيءَ آهي ته ٻار ڄڻين) يعني ٻار ڄڻڻ مهل سندن عدت پوري ٿي چڪي.
(۽ جيڪو الله کان ڊڄندو، تنهن لاءِ سندس ڪم ۾ آساني فرمائيندو) ضحاڪ جو قول آهي ته: يعني جيڪو مڙس، زال کي سنت مطابق طلاق ڏيندو، ته الله تعاليٰ سندس لاءِ طلاق کان رجوع جي عمل کي آسان ڪندو.

(5) ﴿ذَٰلِكَ أَمۡرُ ٱللَّهِ أَنزَلَهُۥٓ إِلَيۡكُمۡ﴾ (اهو الله جو امر آهي جيڪو اوهان ڏانهن لاٿو اٿس). ﴿وَمَن يَتَّقِ ٱللَّهَ يُكَفِّرۡ عَنۡهُ سَيِّـَٔاتِهِۦ﴾ (۽ جيڪو الله کان ڊڄندو ته اهو ان جون مدايون ڪانئس ميٽي ڇڏيندو). ﴿وَيُعۡظِمۡ لَهُۥٓ أَجۡرًا﴾ (۽ ان کي اجر وڏائي ڏيندو) يعني کيس آخرت ۾ جنت جي صورت ۾ اجر عظيم عطا ڪندو.

(6) (جتي پاڻ رهو ٿا، انهن کي به اتي رهايو) طلاق ڏنل زال لاءِ رهائش جي حقوق جو بيان ٿي رهيو آهي، ته پنهنجي ئي گهر جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ کين رهايو. (پنهنجي هوندَ آهر) يعني پنهنجي ٻچت مان جيتري توهان کي طاقت هجي. هيءُ حڪم انهيءَ عورت جي باري ۾ آهي جنهن کي رجعي طلاق ڏني وئي هجي، باقي جنهن کي ٽي طلاقون اچي چڪيون هجن، تنهن لاءِ مڙس تي نه خرچ آهي ۽ نه رهائش. (۽ کين تنگ ڪرڻ خاطر نه ستايو) رهائش يا خرچ پکي جي باري ۾. (۽ جيڪڏهن پيٽ ڀريون هجن ته ٻار پيدا ٿيڻ تائين مٿن خرچ ڪندا رهو) جيڪا طلاق ڏنل زال پيٽ ڀري هجي، تنهن جي خرچ ۽ رهائش جي واجب هئڻ ۾ عالمن جو پاڻ ۾ ڪو اختلاف نه آهي. (پوءِ جيڪڏهن ٿڃ ڌارائن توهانجي چوڻ ڪري) يعني طلاق اچڻ کان بعد به اهي توهان جي اولاد کي توهانجي چوڻ مطابق کير پيارين ته (کين سندن اجورو ڏيو) ٿڃ ڌارائڻ جو اجورو.
(۽ پاڻ ۾ سهڻي نموني مشورو ڪريو) هي خطاب انهيءَ زال ۽ مڙس کي آهي، جن ۾ طلاق سبب جدائي ٿي چڪي هجي. يعني پاڻ ۾ سهڻي نموني صلاح مصلحت سان نبيرو ڪريو ۽ جيڪا ڳالهه ٻار جي



پلي ۽ مفاد ۾ هجي، تنهن کي قبول ڪريو. اها ساڳي ڳالهہ آهي، جيڪا الله تعاليٰ ٻئي هنڌ هن طرح بيان فرمائي ٿو تہ: ﴿فَإِنْ أَرَادَا فِصَالًا عَن تَرَاضٍ مِّنْهُمَا وَتَشَاوُرٍ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِمَا﴾ (پوءِ جيڪڏهن باهمي رضا خوشي ۽ مشوري سان ٿڃ ڇڏائڻ گهرن تہ مٿن ڪو گناهہ نہ آهي) (۽ جيڪڏهن هڪ ٻئي سان تنگ پئجي وڃو) يعني ٻار کي ٿڃ ڌارائڻ جي اجوري بابت، جو پيءُ ٻار جي ماءُ کي کير پيارڻ جو ايترو اجورو نٿو ڏيڻ چاهي ۽ ماءُ ان کان گهٽ اجوري تي کير پيارڻ تي راضي نٿي ٿئي (تہ پوءِ پل ان کي ڪا ٻي ٿڃ ڌارائي) يعني پيءُ ڪنهن ٻي عورت جو انتظام ڪري، جيڪا سندس ٻار کي کير پياري.

7 (سَرنديءَ وارو پل پنهنجي وسعت آهر خرچ ڪري) اهو سرنديءَ وارن مالوندن لاءِ حڪم آهي تہ هو پنهنجي وسعت مطابق دل کولي پنهنجي اولاد کي کير پياريندڙ عورتن تي مال خرچ ڪن. (۽ جنهن جو رزق تنگ هجي) يعني تنگ دست ۽ محتاج ماڻهو هجي. (تہ جيڪي کجهہ الله کيس عطا ڪيو آهي، تنهن مان خرچ ڪري) يعني جيڪا روزي، رزق کيس ميسر آهي، ان کان وڌيڪ مٿس بار نہ آهي. (الله جنهن کي جيترو ڏنو آهي، ان کان وڌيڪ کيس تڪليف نہ ٿو ڏئي) يعني جيڪو رزق عطا فرمائيندو آهي، ان مطابق ذميواريون وجهندو آهي، تنهن ڪري تنگ دست تي اها تڪليف نٿو وجهي تہ پنهنجي وٽ ۽ وَس کان وڌيڪ، کير پياريندڙ عورت تي شاهوڪار وانگر خَرچ ڪر. (سگهو الله تنگي کان پوءِ آساني ڪندو) يعني تنگي ۽ سختيءَ کان بعد ڪشادگي ۽ آساني پيدا ڪندو.

8 (۽ ڪيترا ڳوٺ هئا، جن پنهنجي رب ۽ سندس رسولن جي حڪم کان وڏائي ڪئي) يعني گهڻن ڳوٺن جي رهاڪن الله ۽ ان جي پيغمبرن سڳورن جي نافرماني ڪئي، ۽ حق کان منهن موڙيائون. (پوءِ اسان انهن جو محاسبو ڪيو، سخت محاسبو ڪرڻ) جيڪي ڪم دنيا ۾ ڪيائون، انهيءَ جي بنياد تي الله تعاليٰ سندن محاسبو ڪيو. (۽ کين سزا ڏني سون، سخت سزا ڏيڻ) يعني انهن وسندين وارن کي دنيا ۽ آخرت ۾ ڏاڍو بڇڙو عذاب ڏنوسون. دنيا ۾ مٿن هي عذاب آيا: بک، ڏڪر، زمين ۾ ڳهجي وڃڻ، غرق ٿيڻ ۽ شڪلين جو مٽجڻ.

9 (پوءِ انهن پنهنجي ڪئي جو وبال چکيو) يعني پڇاڙيءَ ۾ سخت عذاب پيو ڳيائون، جيڪو سندن ڪفر جو لازمي نتيجو هو. (۽ سندن ڪئي جي پڇاڙي هاڃيڪار هئي) يعني دنيا ۾ هلاڪت ۽ آخرت ۾ عذاب ڏٺائون. آخرڪار پنهنجا مال، پنهنجو اولاد ۽ پنهنجيون جانيون بہ وڃائي ويٺا.

10 (الله سندن لاءِ سخت عذاب تيار ڪري رکيو آهي) اهو دوزخ جي باهہ وارو عذاب آهي. (پوءِ اي عقلمندؤ! الله کان ڊڄو!) يعني اي صحيح سالم عقل وارو! ۽ مراد امت محمديہ آهي. (جن ايمان آندو) جيڪي الله خاطر مسلمان ٿيا ۽ حضرت محمد ﷺ جي تابعداري ڪيائون، تنهن ڪري پنهنجي ايمان ۾ سچائيءَ تي قائم رهو ۽ نافرماني ۽ سرڪشي ڪندڙ اڳين امتن وانگر نہ ٿيو، جن جو قدرت جي طرفان سخت محاسبو ٿيو ۽ اهڙي ئي قسم جو کين عذاب ڏنو ويو. (بيشڪ الله توهان ڏانهن هڪ نصيحت موڪلي آهي) ”ذڪر“ مان مراد قرآن ڪريم آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ هتي پاڻ سڳورا ﷺ مراد آهن، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

11 (هڪ رسول کي) يعني توهان ڏانهن قرآن بہ لاٿائين ۽ ان سان گڏ پنهنجو هڪ رسول بہ موڪليائين. (جيڪو توهان کي الله جون چٽيون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو) اهڙيون آيتون جيڪي ماڻهن کي اهي احڪام چٽيءَ طرح بيان ڪري ٻڌائن ٿيون جن جي کين ضرورت آهي. (تہ جيئن انهن ماڻهن کي اونداهين مان ڪڍي نور ڏانهن آڻي، جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا) يعني الله تعاليٰ پنهنجين آيتن جي ذريعي نيڪ عمل ڪندڙ مؤمنن کي گمراهيءَ جي اونداهين مان

أَسْكِنُوهُنَّ مِنْ حَيْثُ سَكَنتُم مِّن وُجْدِكُمْ وَلَا تُضَآرُّوهُنَّ لِتُضَيِّقُوا۟
عَلَيْهِنَّ ۚ وَإِن كُنَّ أُو۟لَٰتِ حَمْلٍ فَأَنفِقُوا۟ عَلَيْهِنَّ حَتَّىٰ يَضَعْنَ حَمْلَهُنَّ ۚ
فَإِنْ أَرْضَعْنَ لَكُمْ فَـَٔاتُوهُنَّ أُجُورَهُنَّ ۖ وَأْتَمِرُوا۟ بَيْنَكُم بِمَعْرُوفٍ ۖ وَإِن
تَعَاسَرْتُمْ فَسَتُرْضِعُ لَهُۥٓ أُخْرَىٰ ﴿٦﴾ لِيُنفِقْ ذُو سَعَةٍ مِّن سَعَتِهِۦ ۖ
وَمَن قُدِرَ عَلَيْهِ رِزْقُهُۥ فَلْيُنفِقْ مِمَّآ ءَاتَىٰهُ ٱللَّهُ ۚ لَا يُكَلِّفُ ٱللَّهُ نَفْسًا
إِلَّا مَآ ءَاتَىٰهَا ۚ سَيَجْعَلُ ٱللَّهُ بَعْدَ عُسْرٍ يُسْرًا ﴿٧﴾ وَكَأَيِّن مِّن قَرْيَةٍ
عَتَتْ عَنْ أَمْرِ رَبِّهَا وَرُسُلِهِۦ فَحَاسَبْنَٰهَا حِسَابًا شَدِيدًا وَعَذَّبْنَٰهَا
عَذَابًا نُّكْرًا ﴿٨﴾ فَذَاقَتْ وَبَالَ أَمْرِهَا وَكَانَ عَٰقِبَةُ أَمْرِهَا خُسْرًا ﴿٩﴾
أَعَدَّ ٱللَّهُ لَهُمْ عَذَابًا شَدِيدًا ۖ فَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ يَٰٓأُو۟لِى ٱلْأَلْبَٰبِ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ ۚ
قَدْ أَنزَلَ ٱللَّهُ إِلَيْكُمْ ذِكْرًا ﴿١٠﴾ رَّسُولًا يَتْلُوا۟ عَلَيْكُمْ ءَايَٰتِ ٱللَّهِ مُبَيِّنَٰتٍ
لِّيُخْرِجَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ وَعَمِلُوا۟ ٱلصَّٰلِحَٰتِ مِنَ ٱلظُّلُمَٰتِ إِلَى ٱلنُّورِ ۚ
وَمَن يُؤْمِنۢ بِٱللَّهِ وَيَعْمَلْ صَٰلِحًا يُدْخِلْهُ جَنَّٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا
ٱلْأَنْهَٰرُ خَٰلِدِينَ فِيهَآ أَبَدًا ۖ قَدْ أَحْسَنَ ٱللَّهُ لَهُۥ رِزْقًا ﴿١١﴾ ٱللَّهُ ٱلَّذِى خَلَقَ
سَبْعَ سَمَٰوَٰتٍ وَمِنَ ٱلْأَرْضِ مِثْلَهُنَّ يَتَنَزَّلُ ٱلْأَمْرُ بَيْنَهُنَّ لِتَعْلَمُوٓا۟ أَنَّ
ٱللَّهَ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ قَدِيرٌ وَأَنَّ ٱللَّهَ قَدْ أَحَاطَ بِكُلِّ شَىْءٍ عِلْمًۢا ﴿١٢﴾

ڪڍي هدايت جي نور ڏانهن آڻي ٿو ۽ ڪفر جي انڌيرن مان ڪڍي ايمان واري نور ۾ آڻي ٿو. ﴿وَمَن يُؤْمِنۢ بِٱللَّهِ وَيَعْمَلْ صَٰلِحًا يُدْخِلْهُ جَنَّٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَٰرُ خَٰلِدِينَ فِيهَآ أَبَدًا﴾ (۽ جيڪو الله تي ايمان آڻيندو ۽ چڱا ڪم ڪندو تنهن کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون، اهي اُتي سدائين رهندا) ﴿قَدْ أَحْسَنَ ٱللَّهُ لَهُۥ رِزْقًا﴾ (الله اهڙي ماڻهوءَ لاءِ تمام ڀلو رزق رکيو آهي).

12 (الله اهو آهي، جنهن ست آسمان ۽ اوتريون ئي زمينون پيدا ڪيون آهن) يعني آسمانن وانگر زمينون بہ ست خلقيائين. صحيح مرفوع حديث مان ان جي تائيد ثابت آهي. نبي ﷺ جن جو ارشاد آهي تہ "من ظلم شبرًا من الأرض طُوِّقَهُ من سبع أرضين" (جنهن گراٺ جيتري زمين بہ ظلم سان ڦٻائي، تہ الله ان کي ستن زمينن جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهندو) (انهن جي وچ ۾ حڪم لهندو رهي ٿو) يعني ستن آسمانن کان ستن زمينن ڏانهن الله جو حڪم لهي ٿو، آسمان تان پاڻي لهي ٿو ۽ زمين مان سلا ڦوٽهڙا ٿا پيدا ٿين، رات ۽ ڏينهن، گرمي ۽ سردي آڻي ٿو.

## سورة التحريم

1 (اي نبي! جيڪا شيءِ الله تنهنجي لاءِ حلال ڪئي آهي، تنهن کي حرام ڇو ٿو ڪرين)؟ چيو ويو آهي تہ پاڻ سڳوراﷺ ام المؤمنين زينب بنت جحش رضي اللہ عنها وٽ ايندا هئا تہ ماکي پيئندا هئا. ام المؤمنين عائشة ۽ حفصة رضي الله عنهما کي اها ڳالهہ نہ وڻندي هئي. انهن کين ان کان روڪڻ لاءِ تدبير ڪئي تہ ٻنهي مان جنهن وٽ پاڻ اچن، سا عرض ڪندي تہ اسان کي توهان جي منهن مان بوءِ اچي رهي آهي. پوءِ پاڻ تي ماکيءَ کي حرام

ترتيبها ٦٦ — **سُورَةُ التَّحْرِيمِ** — آياتها ١٢

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

يَٰٓأَيُّهَا ٱلنَّبِيُّ لِمَ تُحَرِّمُ مَآ أَحَلَّ ٱللَّهُ لَكَۖ تَبْتَغِي مَرْضَاتَ أَزْوَٰجِكَۚ وَٱللَّهُ
غَفُورٌ رَّحِيمٌ ﴿١﴾ قَدْ فَرَضَ ٱللَّهُ لَكُمْ تَحِلَّةَ أَيْمَٰنِكُمْۚ وَٱللَّهُ مَوْلَىٰكُمْۖ
وَهُوَ ٱلْعَلِيمُ ٱلْحَكِيمُ ﴿٢﴾ وَإِذْ أَسَرَّ ٱلنَّبِيُّ إِلَىٰ بَعْضِ أَزْوَٰجِهِۦ حَدِيثًا
فَلَمَّا نَبَّأَتْ بِهِۦ وَأَظْهَرَهُ ٱللَّهُ عَلَيْهِ عَرَّفَ بَعْضَهُۥ وَأَعْرَضَ عَنۢ بَعْضٍۖ
فَلَمَّا نَبَّأَهَا بِهِۦ قَالَتْ مَنْ أَنۢبَأَكَ هَٰذَاۖ قَالَ نَبَّأَنِيَ ٱلْعَلِيمُ ٱلْخَبِيرُ
﴿٣﴾ إِن تَتُوبَآ إِلَى ٱللَّهِ فَقَدْ صَغَتْ قُلُوبُكُمَاۖ وَإِن تَظَٰهَرَا عَلَيْهِ
فَإِنَّ ٱللَّهَ هُوَ مَوْلَىٰهُ وَجِبْرِيلُ وَصَٰلِحُ ٱلْمُؤْمِنِينَۖ وَٱلْمَلَٰٓئِكَةُ
بَعْدَ ذَٰلِكَ ظَهِيرٌ ﴿٤﴾ عَسَىٰ رَبُّهُۥٓ إِن طَلَّقَكُنَّ أَن يُبْدِلَهُۥٓ أَزْوَٰجًا
خَيْرًا مِّنكُنَّ مُسْلِمَٰتٍ مُّؤْمِنَٰتٍ قَٰنِتَٰتٍ تَٰٓئِبَٰتٍ عَٰبِدَٰتٍ سَٰٓئِحَٰتٍ
ثَيِّبَٰتٍ وَأَبْكَارًا ﴿٥﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ قُوٓا۟ أَنفُسَكُمْ وَأَهْلِيكُمْ
نَارًا وَقُودُهَا ٱلنَّاسُ وَٱلْحِجَارَةُ عَلَيْهَا مَلَٰٓئِكَةٌ غِلَاظٌ شِدَادٌ
لَّا يَعْصُونَ ٱللَّهَ مَآ أَمَرَهُمْ وَيَفْعَلُونَ مَا يُؤْمَرُونَ ﴿٦﴾ يَٰٓأَيُّهَا
ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ لَا تَعْتَذِرُوا۟ ٱلْيَوْمَۖ إِنَّمَا تُجْزَوْنَ مَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ ﴿٧﴾

ڪيائون. جنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي. (پنهنجين زالن جو راضپو ٿو طلبين)؟ جو پاڻ تي اها شيءِ حرام ڪئي اٿئي، جيڪا الله تعالىٰ تو لاءِ حلال فرمائي آهي. (۽ الله بخشڻهار، مهربان آهي) جو توهان جي اها لغزش معاف فرمائي ڇڏيائين. چيو ويو آهي تہ اهو صغيره گناهہ هو، تنهن ڪري الله تعالىٰ ڪين ڏوراپو ڏنو.

(2) (بيشڪ الله توهان لاءِ توهان جي قسمن جو کولڻ فرض ڪري ڇڏيو آهي) يعني ڪفارو ادا ڪري قسمن کي کولڻ جو طريقو مقرر ڪري ڇڏيو آهي. جيئن ٻئي هنڌ فرمائي ٿو: ﴿فَكَفَّٰرَتُهُۥٓ إِطْعَامُ عَشَرَةِ مَسَٰكِينَ مِنْ أَوْسَطِ مَا تُطْعِمُونَ أَهْلِيكُمْ أَوْ كِسْوَتُهُمْ أَوْ تَحْرِيرُ رَقَبَةٍۖ فَمَن لَّمْ يَجِدْ فَصِيَامُ ثَلَٰثَةِ أَيَّامٍ﴾ (پوءِ ان جو ڪفارو ڏهن مسڪينن کي وچولو کاڌو کارائڻ آهي، جيڪو توهان پنهنجن ٻارن کي کارائيندا آهيو، يا ڪين لباس ڍڪائڻو آهي، يا هڪ غلام آزاد ڪرڻو آهي،پوءِ جيڪو ان جي قدرت نہ رکي، سو ٽي روزا رکي) ڪنهن شخص کي حق نہ آهي تہ جنهن شيءِ کي الله تعالىٰ حلال ڪيو آهي، تنهن کي حرام ڪري، اهڙي شخص جو ڪوبہ اهڙو فعل مٿس لاڳو ۽ لازم نہ ٿيندو، چاڪاڻ تہ حلال ڪرڻ، يا حرام ڪرڻ رڳو الله تعالىٰ جو حق آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن شخص ائين ڪيو، جو پاڻ تي ڪپڙو، لباس، کاڌو، پيتو يا ڪا ٻي اهڙي شيءِ حرام ڪيائين، جنهن کي الله تعالىٰ حلال ڪيو آهي تہ ڪن فقيهن جي قول مطابق سندس اهو فعل قسم جي درجي ۾ آهي. جيڪڏهن اهڙي ڪا شيءِ حرام ڪرڻ کان پوءِ استعمال ڪندو تہ مٿس قسم جو ڪفارو ڏيڻ واجب ٿيندو. جيڪڏهن ان جو ڪفارو ڏنائين تہ ان جو قسم کلي پوندو. اهو حڪم هر حلال شيءِ جو آهي، تانجو گهر واريءَ کي حرام ڪرڻ جي باري ۾ بہ لاڳو ٿيندو. ڪي فقيہ فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن پاڻ تي زال کي حرام ڪيائين ۽ سندس نيت طلاق جي هئي تہ طلاق واقع ٿي ويندي، والله اعلم. (۽ الله توهان جو سائين آهي) يعني توهان جو مددگار ۽ سرپرست آهي. (۽ اهوئي چڱيءَ طرح ڄاڻيندڙ آهي) تہ ڪهڙي شيءِ ۾ توهان جي مصلحت ۽ ڪاميابي آهي. (وڏي ڏاهپ وارو آهي) پنهنجي هر فعل ۽ قول ۾.

(3) (۽ جڏهن نبيءَ پنهنجي هڪ گهر واريءَ کي راز جي هڪ ڳالهہ ٻڌائي) اها ام المؤمنين حفصة رضي الله عنها هئي، جيئن مٿي گذريو. ڳالهہ مان مراد ماڪيءَ کي حرام قرار ڏيڻ آهي. مفسر ڪلبي فرمائي ٿو تہ پاڻ ڪين اهو راز ٻڌايائون تہ: تنهنجو پيءُ ۽ عائشة جو پيءُ مون کان پوءِ منهنجي امت جا خليفا ٿيندا. (پوءِ جڏهن ان جي خبر ڪري ويئي) يعني جيڪا ڳالهہ ساڻس راز طور پاڻ ﷺ جن ڪئي هئي سا ظاهر ڪري وڌائين. ﴿وَأَظْهَرَهُ ٱللَّهُ عَلَيْهِ عَرَّفَ بَعْضَهُۥ وَأَعْرَضَ عَنۢ بَعْضٍ﴾ (۽ الله ڪيس ان ڳالهہ کان آگاهہ ڪيو، تہ ان جو ڪجهہ حصو ڄاڻايائين ۽ ڪجهہ نظر انداز ڪيائين)، يعني الله تعالىٰ پنهنجي نبيءَ سڳوري کي ان راز فاش ٿيڻ جي خبر ڏئي ڇڏي، پوءِ پيغمبر ان جو ڪجهہ حصو سندس ان گهر واريءَ کي ٻڌايو، ﴿فَلَمَّا نَبَّأَهَا بِهِۦ﴾ (پوءِ جڏهن ان ڳالهہ کان ڪيس آگاهہ ڪيائين)، يعني پاڻ ڪريم جن ﷺ ڪيس ٻڌايو، تہ توهان اهو راز آئوٽ ڪري ڇڪيون آهيو، تنهن تي هوءَ حيران ٿي چوڻ لڳي: (چيائين تہ توهان کي اها خبر ڪنهن ٻڌائي)؟ يعني توهان کي اهو اطلاع ڪٿان مليو؟ (چيائين تہ مون کي اها خبر سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ ۽ هرڪا خبر رکندڙ ڏني آهي) يعني مون کي اها ڳالهہ الله عليم ٻڌائي آهي، جنهن لاءِ ڪا ڳجهي ڳالهہ، ڳجهي نہ هوندي آهي.

(4) (جيڪڏهن توهان ٻئي الله وٽ توبه ڪريو (تہ چڱو)، جو توهان ٻنهي جون دليون لڙي چڪيون آهن) توبہ ڏانهن، هيءُ خطاب عائشة ۽ حفصة رضي الله عنهما کي آهي. يعني توهان لاءِ چڱو آهي تہ الله جي بارگاهہ ۾ توبه تائب ٿيو ڇاڪاڻ تہ توهان جون دليون بہ نبي ﷺ جن کي خلاف ايڪي ڪرڻ بدران توبہ ڏانهن لاڙو ڪري چڪيون آهن. (۽ جيڪڏهن توهان ٻئي گڏجي ڏاڍ ڪنديون ان تي) جيڪڏهن اهڙيءَ طرح پاڻ ڪريمن ﷺ جي خلاف ايڪو، سندن زالن سان اٿسهائي، ۽ سندن رازن کي ظاهر ڪنديون رهنديون تہ: (پوءِ بيشڪ الله سندس پرجهلو آهي، ۽ جبريل ۽ نيڪ مؤمنَ بہ) يعني الله تعالىٰ سندن مدد فرمائيندو، اهڙيءَ ريت جبريل[٤] ۽ نيڪ صالح بندن مان ابوبڪر، عمر رضي الله عنهما جهڙا ساڻن سهڪار ڪندا رهندا، سو ائين نہ ڀانيو تہ ڪو ساٿ ڏيڻ وارو ئي نہ ملندس. (۽ ان کان پوءِ فرشتا بہ) يعني الله تعالىٰ، جبريل امين، ۽ صالح مؤمنن کان بعد ملائڪ بہ سندس (ساٿي آهن) جيڪي پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي پٺ ڀرائي ڪندا. چيو ويو آهي تہ: پاڻ ڪريم ﷺ جن تي اها اڳرائي ام المؤمنين عائشة ۽ حفصة رضي الله عنهما جن خرچ پکي جي مسئلي تي ڪنٽرول ڪرڻ خاطر ڪئي هئي.

(5) (جيڪڏهن هو توهان کي طلاق ڏئي ڇڏي تہ، پري ناهي جو سندس رب، ڪيس بدلي ۾ توهان کان ڀلاريون زالون بخشي) نبي ﷺ جن جي گهر وارين کي، قادر مطلق پنهنجي قدرت جي باري ۾ آگاهہ فرمائي رهيو آهي، تہ جيڪڏهن منهنجو حبيب ﷺ توهان کي طلاق ڏئي ڇڏيندو، تہ ڪا ڳالهہ ناهي، الله تعالىٰ توهان جي بدلي ۾ ڪيس ڀيون ڀلاريون زالون عطا ڪندو، جيئن ڪين ڪجهہ خوف ۽ حذر ٿئي. (پڪيون مسلمان، مؤمنياڻيون) يعني فرمانبردار، اسلام جي فرضن کي قائم ڪندڙ، الله تعالىٰ، سندس فرشتن، سندس ڪتابن ۽ سندس رسولن کي دل سان مڃيندڙ هونديون. (فرمانبردار) الله ۽ ان جي رسول جون تابعدار هونديون. (توبه تائب) يعني گناهن کان توبه





يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ تُوبُوٓا۟ إِلَى ٱللَّهِ تَوْبَةً نَّصُوحًا عَسَىٰ رَبُّكُمْ
أَن يُكَفِّرَ عَنكُمْ سَيِّـَٔاتِكُمْ وَيُدْخِلَكُمْ جَنَّـٰتٍ تَجْرِى
مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَـٰرُ يَوْمَ لَا يُخْزِى ٱللَّهُ ٱلنَّبِىَّ وَٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟
مَعَهُۥ ۖ نُورُهُمْ يَسْعَىٰ بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَبِأَيْمَـٰنِهِمْ يَقُولُونَ رَبَّنَآ
أَتْمِمْ لَنَا نُورَنَا وَٱغْفِرْ لَنَآ ۖ إِنَّكَ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ قَدِيرٌ ﴿٨﴾
يَـٰٓأَيُّهَا ٱلنَّبِىُّ جَـٰهِدِ ٱلْكُفَّارَ وَٱلْمُنَـٰفِقِينَ وَٱغْلُظْ عَلَيْهِمْ ۚ
وَمَأْوَىٰهُمْ جَهَنَّمُ ۖ وَبِئْسَ ٱلْمَصِيرُ ﴿٩﴾ ضَرَبَ ٱللَّهُ مَثَلًا
لِّلَّذِينَ كَفَرُوا۟ ٱمْرَأَتَ نُوحٍ وَٱمْرَأَتَ لُوطٍ ۖ كَانَتَا تَحْتَ
عَبْدَيْنِ مِنْ عِبَادِنَا صَـٰلِحَيْنِ فَخَانَتَاهُمَا فَلَمْ يُغْنِيَا عَنْهُمَا
مِنَ ٱللَّهِ شَيْـًٔا وَقِيلَ ٱدْخُلَا ٱلنَّارَ مَعَ ٱلدَّٰخِلِينَ ﴿١٠﴾
وَضَرَبَ ٱللَّهُ مَثَلًا لِّلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ ٱمْرَأَتَ فِرْعَوْنَ إِذْ
قَالَتْ رَبِّ ٱبْنِ لِى عِندَكَ بَيْتًا فِى ٱلْجَنَّةِ وَنَجِّنِى مِن فِرْعَوْنَ
وَعَمَلِهِۦ وَنَجِّنِى مِنَ ٱلْقَوْمِ ٱلظَّـٰلِمِينَ ﴿١١﴾ وَمَرْيَمَ ٱبْنَتَ
عِمْرَٰنَ ٱلَّتِىٓ أَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَنَفَخْنَا فِيهِ مِن رُّوحِنَا
وَصَدَّقَتْ بِكَلِمَـٰتِ رَبِّهَا وَكُتُبِهِۦ وَكَانَتْ مِنَ ٱلْقَـٰنِتِينَ ﴿١٢﴾

كندڙ هونديون (عبادت گذار) دل جي نوڙت سان الله جي ٻانهپ ڪرڻ واريون هونديون. (روزيدار) يعني روزا رکڻ واريون هونديون. (رنڙ ۽ ڪنواريون) "ثَيِّب" : رنڙ : يعني جنهن عورت کي شاديءَ کان پوءِ طلاق ملي هجي يا سندس مڙس فوت ٿي ويو هجي. "بِكْر" : ڪنواري، جنهن جي اڃان شادي نہ ٿي هجي.

(6) (اي ايمان وارو! بچايو پاڻ کي) يعني پنهنجي جانين جي حفاظت ڪريو، الله تعالىٰ جنهن ڪم جو توهان کي حڪم ڪيو آهي، ان تي پابنديءَ سان عمل ڪريو ۽ جنهن برائيءَ کان روڪيو آهي، ان کان بچندا رهو. (۽ پنهنجي گهر ڀاتين کي) جو ڪين الله جي اطاعت جو حڪم ڪريو، ۽ سندس نافرمانيءَ کان روڪيندا رهو. (ان باهہ کان، جنهن جو ٻارڻ انسان ۽ پٿر هوندا) يعني اها وڏي باهہ جنهن جو مچ انسانن ۽ پٿرن سان ائين مچائبو، جيئن عام طرح دنيا ۾ ڪاٺين سان باهہ جو مچ مچائبو آهي. ابن جرير فرمائي ٿو تہ : يعني اسان تي لازم آهي تہ پنهنجي اولاد کي دين، ڀلائي، ادب ۽ اخلاق جي تعليم ڏيون. (ان تي سنگدل ۽ ڪٺور فرشتا مقرر آهن) يعني دوزخ تي اهڙا فرشتا مقرر آهن، جيڪي عذاب ڏيڻ لاءِ خلقيا ويا آهن ۽ دوزخين لاءِ تمام ڪٺور ۽ سنگدل آهن. جڏهن انهن کان رحم جي اپيل ڪندا تہ مٿن رحم نہ ڪندا، ڇاڪاڻ تہ ڪين عذاب ڏيڻ جي مقصد سان پيدا ڪيو ويو آهي. (جيڪي الله جي حڪم جي نافرماني نہ ڪندا آهن) يعني سندس ڪنهن حڪم جي ڀڃڪڙي نٿا ڪن. (۽ جيڪو ڪين حڪم ڪبو آهي سو ڪندا آهن) يعني بنا ڪنهن دير ۽ هٻڪچاهٽ جي هڪدم ادا ڪندا آهن، ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي تاخير نہ ڪندا آهن، ۽ ان جي تڪميل جي قدرت رکندڙ آهن، ڪهڙو بہ حڪم هجي ان جي ڪرڻ کان عاجز نہ ٿيندا آهن.

(7) (اي ڪافرو! اڄ معذرت خواهي نہ ڪريو) اها ڳالهہ ڪين دوزخ ۾ داخل ٿيڻ وقت، ڪين هميشه لاءِ نا اميد ڪرڻ جي غرض سان چئي ويندي. (جيڪي عمل توهان ڪندا هيؤ، بس انهن جوئي بدلو توهان کي ڏنو ويندو) يعني دنيا ۾ جيڪي ڪم توهان ڪندا هئا.

(8) (اي ايمان وارو! الله جي در توبه ڪريو، سچي توبه) سچي، پڪي ۽ خالص توبه، ۽ اها هيئن تہ : ڪيل گناهہ تي دل ۾ پشيمان ٿئي، زبان سان بخشش گهري، پنهنجي وجود مان ان کي هميشہ لاءِ ڪڍي ڇڏي ۽ پڪو ارادو ڪري تہ وري اهو گناهہ نہ ڪندو. ﴿عَسَىٰ رَبُّكُمْ أَن يُكَفِّرَ عَنكُمْ سَيِّـَٔاتِكُمْ﴾ (اميد آهي تہ توهان جو رب توهان جون مدايون توهان کان ميٽي ڇڏيندو). ﴿وَيُدْخِلَكُمْ جَنَّـٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَـٰرُ﴾ (۽ توهان کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون). ﴿يَوْمَ لَا يُخْزِى ٱللَّهُ ٱلنَّبِىَّ وَٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ مَعَهُۥ﴾ (ان ڏينهن الله نبيءَ کي ۽ جن ان سان گڏ ايمان آندو آهي تن کي خوار نہ ڪندو)، يعني نہ ڪين ڪا رسوائي ڏيندو ۽ نہ ڪو ڪين عذاب ڪندو، بلڪ هٿئون سندن شان مٿانهون ڪندو. ﴿نُورُهُمْ يَسْعَىٰ بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَبِأَيْمَـٰنِهِمْ﴾ (سندن نور سندن اڳيان ۽ سندن ساڄي پاسي پيو ڊوڙندو) يعني جڏهن پلصراط تان لنگهندا تہ روشني پاڻ سان ساڻ هوندن، اڳيان پٺيان پئي ڦرندن. ﴿يَقُولُونَ رَبَّنَآ أَتْمِمْ لَنَا نُورَنَا وَٱغْفِرْ لَنَآ﴾ (چئي رهيا هوندا تہ : اي اسانجا رب ! اسانجو نور اسان لاءِ ڪامل ڪري ڇڏ ۽ اسان کي بخشي ڇڏ). يعني نور ڪامل ڪر تہ جيئن پلصراط پار ڪري جلد وڃي جنت رسئون. ﴿إِنَّكَ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ قَدِيرٌ﴾ (بيشڪ تون هر شيء تي وس وارو آهين).

(9) (اي نبي! ڪافرن سان جهاد ڪر) يعني جنگ جي ذريعي ساڻن جهاد ڪر. (۽ منافقن سان بہ) يعني مٿن اسلامي حدون لاڳو ڪر، ڇاڪاڻ تہ اهي اهڙا ڏوهہ ڪندا رهندا آهن، جن لاءِ شريعت ۾ حدون آهن. ﴿وَٱغْلُظْ عَلَيْهِمْ﴾ (۽ مٿن سختي ڪر) ٻنهي ڌرين تي پنهنجي هيبت ۽ دٻدٻو قائم ۽ برقرار رکڻ خاطر سختيءَ سان پيش اچ.

﴿وَمَأْوَىٰهُمْ جَهَنَّمُ ۖ وَبِئْسَ ٱلْمَصِيرُ﴾ (۽ انهن جي جاءِ جهنم آهي، ۽ اهو ڏاڍو بڇڙو ٺڪاڻو آهي).

(10) ﴿ضَرَبَ ٱللَّهُ مَثَلًا لِّلَّذِينَ كَفَرُوا۟ ٱمْرَأَتَ نُوحٍ وَٱمْرَأَتَ لُوطٍ﴾ (الله ڪافرن لاءِ نوح جي زال ۽ لوط جي زال جو مثال ٿو ڏئي). يعني ڪافرن جي مسلمانن سان لهہ وچڙ ۽ اٿڻ ويهڻ جو مثال، تہ ڪين انهيءَ مان ڪو فائدو نہ رسندو، جيئن نوح ۽ لوط عليهما السلام جي زالن کي پنهنجن مڙسن کان ــ سندن پيغمبر هئڻ جي باوجود - ڪو فائدو نہ رسيو. ﴿كَانَتَا تَحْتَ عَبْدَيْنِ مِنْ عِبَادِنَا صَـٰلِحَيْنِ﴾ (جيڪي اسان جي ٻن نيڪ ٻانهن جي هيٺان هيون). يعني سندن نڪاح هيٺ هيون. ﴿فَخَانَتَاهُمَا﴾ (پوءِ انهن ٻنهي انهن سان خيانت ڪئي) يعني انهن ٻنهي زالن پنهنجن پيغمبر مڙسن جي پت نہ رکي ۽ ساڻن خيانت ڪئي. چيو وڃي ٿو تہ : نوح عليه السلام جي زال ماڻهن کي چوندي هئي تہ : اهو چريو آهي، ۽ لوط عليه السلام جي زال پنهنجي قوم کي، پنهنجي مڙس جي مهمانن جي اچڻ جي خبر ڏيندي هئي. (پوءِ اهي ٻئي پيغمبر انهن ٻنهي کي الله کان بچائي نہ سگهيا) يعني نوح ۽ لوط عليهما السلام جهڙا مانائتا، پيارا پيغمبر، انهن جي مڙس هجڻ جي باوجود، نہ انهن کي ڪو فائدو ڏئي سگهيا ۽ نڪي انهن کي الله جي عذاب کان بچائي سگهيا. (۽ چيو وين تہ دوزخ ۾ داخل ٿيندڙن سان گڏ داخل ٿيو) يعني جن ڪفر ۽ نافرماني ڪئي، انهن سان شامل ٿيو.

(11) (۽ الله مؤمنن لاءِ فرعون جي گهر واريءَ جو مثال بيان ڪيو آهي) يعني ڪفر جي طاقت، ڪين ڪو نقصان نہ ڏيندي، جيئن فرعون جي زال کي فرعونيت ڪو نقصان نہ ڏنو، جيڪا دنيا جي سڀ کان ڪٽي ڪافر جي زال هئي، پر پنهنجي ايمان سبب نعمتن واري جنت جي

ترتيبها ٦٧ — سُورَةُ الْمُلْك — آياتها ٣٠

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ
تَبَٰرَكَ ٱلَّذِي بِيَدِهِ ٱلۡمُلۡكُ وَهُوَ عَلَىٰ كُلِّ شَيۡءٖ قَدِيرٌ ١ ٱلَّذِي خَلَقَ
ٱلۡمَوۡتَ وَٱلۡحَيَوٰةَ لِيَبۡلُوَكُمۡ أَيُّكُمۡ أَحۡسَنُ عَمَلٗاۚ وَهُوَ ٱلۡعَزِيزُ ٱلۡغَفُورُ ٢
ٱلَّذِي خَلَقَ سَبۡعَ سَمَٰوَٰتٖ طِبَاقٗاۖ مَّا تَرَىٰ فِي خَلۡقِ ٱلرَّحۡمَٰنِ مِن
تَفَٰوُتٖۖ فَٱرۡجِعِ ٱلۡبَصَرَ هَلۡ تَرَىٰ مِن فُطُورٖ ٣ ثُمَّ ٱرۡجِعِ ٱلۡبَصَرَ كَرَّتَيۡنِ
يَنقَلِبۡ إِلَيۡكَ ٱلۡبَصَرُ خَاسِئٗا وَهُوَ حَسِيرٞ ٤ وَلَقَدۡ زَيَّنَّا ٱلسَّمَآءَ
ٱلدُّنۡيَا بِمَصَٰبِيحَ وَجَعَلۡنَٰهَا رُجُومٗا لِّلشَّيَٰطِينِۖ وَأَعۡتَدۡنَا لَهُمۡ عَذَابَ
ٱلسَّعِيرِ ٥ وَلِلَّذِينَ كَفَرُواْ بِرَبِّهِمۡ عَذَابُ جَهَنَّمَۖ وَبِئۡسَ ٱلۡمَصِيرُ
٦ إِذَآ أُلۡقُواْ فِيهَا سَمِعُواْ لَهَا شَهِيقٗا وَهِيَ تَفُورُ ٧ تَكَادُ تَمَيَّزُ
مِنَ ٱلۡغَيۡظِۖ كُلَّمَآ أُلۡقِيَ فِيهَا فَوۡجٞ سَأَلَهُمۡ خَزَنَتُهَآ أَلَمۡ يَأۡتِكُمۡ نَذِيرٞ ٨
قَالُواْ بَلَىٰ قَدۡ جَآءَنَا نَذِيرٞ فَكَذَّبۡنَا وَقُلۡنَا مَا نَزَّلَ ٱللَّهُ مِن شَيۡءٍ إِنۡ أَنتُمۡ
إِلَّا فِي ضَلَٰلٖ كَبِيرٖ ٩ وَقَالُواْ لَوۡ كُنَّا نَسۡمَعُ أَوۡ نَعۡقِلُ مَا كُنَّا فِيٓ أَصۡحَٰبِ
ٱلسَّعِيرِ ١٠ فَٱعۡتَرَفُواْ بِذَنۢبِهِمۡ فَسُحۡقٗا لِّأَصۡحَٰبِ ٱلسَّعِيرِ ١١
إِنَّ ٱلَّذِينَ يَخۡشَوۡنَ رَبَّهُم بِٱلۡغَيۡبِ لَهُم مَّغۡفِرَةٞ وَأَجۡرٞ كَبِيرٞ ١٢

حقدار ٿي. (جڏهن چيائين تہ : اي منهنجا رب! پاڻ وٽ جنت ۾ منهنجي لاءِ هڪ گهر بناءِ) يعني پنهنجي رحمت جي ويجهو، پنهنجي مقرب ٻانهن جي طبقي ۾ مون لاءِ بہ هڪ گهر ٺاهہ. (۽ مون کي فرعون ۽ ان جي ڪرتوتن کان بچاءِ) يعني خود پاڻ کان ۽ ان جي ڪڌي ڪرتوتن کان مون کي نجات ڏيار. (۽ مون کي ظالم قوم کان نجات ڏي) يعني مصري، قبطي قوم جي ڪافرن کان بہ بچاءِ.

12 (۽ عمران جي ڌيءُ مريم) جو مثال بيان ڪيو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ عزت عطا فرمائي ۽ ڪيس سڀني جهانن جي عورتن تي چونڊيائين. هن حقيقت جي باوجود جو پاڻ هڪ نافرمان قوم (بني اسرائيل) جي وچ ۾ رهندي هئي. (جنهن پنهنجي لڄ جي حفاظت ڪئي) يعني برائيءَ کان پاڻ کي بچايائين. (پوءِ ان ۾ پنهنجي طرفان روح ڦوڪيوسون) هن نموني جو جبرئيل[ع] سندس گريبان ۾ ڦوڪ ڏني، تہ عيسيٰ[ع] سان پيٽ واري ٿي پئي. (۽ پنهنجي رب جي ڪلمن جي تصديق ڪيائين) يعني انهن شرعي اصولن جي پابندي ڪيائين، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن لاءِ مقرر فرمايا آهن ۽ جبرئيل امين[ع] جيڪا ڳالهہ ڪيس چئي، ان جي بہ تصديق ڪيائين. جبرئيل عليه السلام ڪيس چيو تہ : آءٌ تنهنجي رب طرفان پيغام پهچائيندڙ آهيان، ۽ ڪيس عيسيٰ عليه السلام جي پيدا ٿيڻ ۽ سندس مقرب رسول ٿيڻ جي بشارت بہ ڏنائين. (۽ سندس ڪتابن جي) تصديق ڪيائين، يعني جيڪي ڪتاب نبين سڳورن تي لٿا آهن. (۽ اها فرمانبردارن مان هئي) رب تعاليٰ جي فرمانبردار ٻانهن مان هئي. سندس خاندان ئي نيڪ ۽ فرمانبردار گهراڻو هو.

## سورة الملك

1 (برڪت وارو آهي الله، جنهن جي هٿ ۾ بادشاهي آهي) يعني الله وڏي ۽ گهڻي خير ۽ ڀلائيءَ وارو آهي. ۽ "ملڪ" مان مراد سندس دنيا ۽ آخرت ۾ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي. ﴿وَهُوَ عَلَىٰ كُلِّ شَيۡءٖ قَدِيرٌ﴾ (۽ اهو هر شيءِ تي وڏي وس وارو آهي).

2 (جنهن موت ۽ زندگيءَ کي خلقيو) جسم سان روح جي تعلق ختم ٿيڻ ۽ ان کان جدا ٿيڻ جو نالو موت آهي. ۽ جسم سان روح جي تعلق قائم ٿيڻ ۽ ان سان ڳنڍجڻ جو نالو زندگي آهي. تنهن ڪري زندگيءَ جو مطلب هي ٿيندو تہ، الله تعاليٰ انسان کي پيدا فرمايو ۽ منجهس روح کي خلقيو. (جيئن توهان کي آزمائي تہ توهان مان سڀ کان سهڻا عمل ڪرڻ وارو ڪير آهي)؟ يعني جيئن توهان کي مڪلف بڻائي، پوءِ آزمائي، پوءِ انهيءَ مطابق توهان کي بدلو ڏي. انهيءَ آزمائش مان اصل مقصد نيڪي ۽ فرمانبرداري ڪندڙن جي احسان ۽ ڀلائيءَ جي ڪمال کي ظاهر ڪرڻ آهي.

4 (اهو الله، جنهن هڪٻئي مٿان ستن آسمانن کي پيدا ڪيو) يعني اهي هڪٻئي جي مٿان طبقا بطبقا ڪري خلقيا اٿس. (تون الله ٻاجهاري جي خلقت ۾ ڪو فرق نہ ڏسندين) ڪو تضاد، ڪو فرق، ڪا ڏنگائي ۽ ڪو اختلاف نہ ڏسندين، بلڪ اهي برابر ۽ سڌا قائم آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي خالق هجڻ تي دلالت ڪري رهيا آهن. (پوءِ اک کڻي نهار، ڇا تون ڪا ڏار ڏسين ٿو)؟ يعني آسمان ۾ بار بار پنهنجي نگاهہ ڊوڙائي ڏس ۽ غور ڪر، ڇا تو کي ان جي عظمت ۽ ڪشادگيءَ ۾ ڪا ڦوٽ ۽ ڪا ڏار نظر اچي ٿي؟

3 (پوءِ بار بار نظر کڻي نهار) يعني هڪ ڀيرو نہ، پر بار بار پنهنجي نگاهہ ڊوڙائيندين تہ بہ ويتر توتي الله تعاليٰ جي حجت ئي قائم ٿيندي، ۽ ڪنهن بہ قسم جي معذرت ڪرڻ جو ڪو چارو نہ ليندو. (نيٺ تنهنجي نظر تو ڏانهن ناڪام ٿي موٽي ايندي) (خاسئا) معنيٰ: ذليل، ناڪام ٿي توڏانهن واپس ورندي، پر تو کي آسمان جي تخليق ۾ ڪو عيب نظر نہ ايندو. (۽ اها ٿڪيل هوندي) (حسير) معنيٰ : ٿڪيل، ساٽي ۽ ڪمزور ٿيل.

5 (بيشڪ اسان ويجهڙي آسمان کي فانوسن سان سينگاريو آهي). يعني ان کي تارن سان سينگاريو آهي. (۽ اسان انهن کي شيطانن جي چٽڻ جو ذريعو بنايو آهي) يعني انهن تارن کي اسان شيطانن جي تڙڻ لاءِ چوچڙي بنايو آهي. ۽ اهو دنياوي آسمان جي سينگار هجڻ کان علاوه تارن جي وجود جو ٻيو فائدو آهي. قتادةؒ جو قول آهي تہ الله تعاليٰ تارن کي ٽن مقصدن لاءِ پيدا فرمايو آهي: ١- آسمان لاءِ زينت، ٢- شيطانن کي چٽڻ. ٣- اهي بر ۽ بحر ۾ مسافرن لاءِ نشانيون آهن، جن سان رستي جو ڏس ٿو ملي. (۽ سندن لاءِ ٻرندڙ مچ جو عذاب تيار ڪيو آهي) يعني شيطانن کي ستارن جي ذريعي دنيا ۾ ساڙڻ کان پوءِ، اسان سندن لاءِ آخرت ۾ ٻرندڙ باهہ جو عذاب تيار ڪيو آهي.

6 ( جن پنهنجي رب سان ڪفر ڪيو تن لاءِ دوزخ جو عذاب آهي) ﴿وَبِئۡسَ ٱلۡمَصِيرُ﴾ (۽ اها موٽڻ جي ڏاڍي بڇڙي جاءِ آهي).

7 (جڏهن منجهس اڇلايا ويندا) يعني جڏهن ڪين ائين اڇلائبو، جيئن ڪاٺين کي باهہ ۾ اڇلائبو آهي. (تہ ان جي گجڻ جو آواز ٻڌندا) اهڙو آواز، جيئن گڏهہ جي هينگ ۾ پهريون آواز هوندو آهي. (۽ اها اڀامي رهي هوندي) يعني ائين ٽهڪندي پئي هوندي، جيئن هنڊيءَ ۾ پاڻي ٽهڪندو آهي.

8 (ويجهو آهي جو ڪاوڙ کان ڦاٽي پوي) يعني جڻ تہ اجهو ٿي ڪافرن تي پنهنجي ڪاوڙ ظاهر ڪرڻ سبب اها ڦاٽي ۽ هڪٻئي کان ڌار ٿي پوي. (جڏهن بہ منجهس ڪا ٽولي اڇلائي ويندي) (فوج) معنيٰ: ماڻهن جو ڪو ٽولو. (تہ سندس داروغا انهن کان پڇندا) يعني ان تي مقرر ٿيل فرشتا، دوزخين کي جهٽڪندي





وَأَسِرُّواْ قَوۡلَكُمۡ أَوِ ٱجۡهَرُواْ بِهِۦٓۖ إِنَّهُۥ عَلِيمُۢ بِذَاتِ ٱلصُّدُورِ ﴿١٣﴾ أَلَا
يَعۡلَمُ مَنۡ خَلَقَ وَهُوَ ٱللَّطِيفُ ٱلۡخَبِيرُ ﴿١٤﴾ هُوَ ٱلَّذِي جَعَلَ لَكُمُ
ٱلۡأَرۡضَ ذَلُولٗا فَٱمۡشُواْ فِي مَنَاكِبِهَا وَكُلُواْ مِن رِّزۡقِهِۦۖ وَإِلَيۡهِ ٱلنُّشُورُ
﴿١٥﴾ ءَأَمِنتُم مَّن فِي ٱلسَّمَآءِ أَن يَخۡسِفَ بِكُمُ ٱلۡأَرۡضَ فَإِذَا هِيَ
تَمُورُ ﴿١٦﴾ أَمۡ أَمِنتُم مَّن فِي ٱلسَّمَآءِ أَن يُرۡسِلَ عَلَيۡكُمۡ حَاصِبٗاۖ
فَسَتَعۡلَمُونَ كَيۡفَ نَذِيرِ ﴿١٧﴾ وَلَقَدۡ كَذَّبَ ٱلَّذِينَ مِن قَبۡلِهِمۡ فَكَيۡفَ
كَانَ نَكِيرِ ﴿١٨﴾ أَوَلَمۡ يَرَوۡاْ إِلَى ٱلطَّيۡرِ فَوۡقَهُمۡ صَٰٓفَّٰتٖ وَيَقۡبِضۡنَۚ مَا
يُمۡسِكُهُنَّ إِلَّا ٱلرَّحۡمَٰنُۚ إِنَّهُۥ بِكُلِّ شَيۡءِۭ بَصِيرٌ ﴿١٩﴾ أَمَّنۡ هَٰذَا ٱلَّذِي
هُوَ جُندٞ لَّكُمۡ يَنصُرُكُم مِّن دُونِ ٱلرَّحۡمَٰنِۚ إِنِ ٱلۡكَٰفِرُونَ إِلَّا فِي غُرُورٍ
﴿٢٠﴾ أَمَّنۡ هَٰذَا ٱلَّذِي يَرۡزُقُكُمۡ إِنۡ أَمۡسَكَ رِزۡقَهُۥۚ بَل لَّجُّواْ فِي عُتُوّٖ
وَنُفُورٍ ﴿٢١﴾ أَفَمَن يَمۡشِي مُكِبًّا عَلَىٰ وَجۡهِهِۦٓ أَهۡدَىٰٓ أَمَّن يَمۡشِي سَوِيًّا
عَلَىٰ صِرَٰطٖ مُّسۡتَقِيمٖ ﴿٢٢﴾ قُلۡ هُوَ ٱلَّذِيٓ أَنشَأَكُمۡ وَجَعَلَ لَكُمُ ٱلسَّمۡعَ
وَٱلۡأَبۡصَٰرَ وَٱلۡأَفۡـِٔدَةَۖ قَلِيلٗا مَّا تَشۡكُرُونَ ﴿٢٣﴾ قُلۡ هُوَ ٱلَّذِي ذَرَأَكُمۡ
فِي ٱلۡأَرۡضِ وَإِلَيۡهِ تُحۡشَرُونَ ﴿٢٤﴾ وَيَقُولُونَ مَتَىٰ هَٰذَا ٱلۡوَعۡدُ إِن كُنتُمۡ
صَٰدِقِينَ ﴿٢٥﴾ قُلۡ إِنَّمَا ٱلۡعِلۡمُ عِندَ ٱللَّهِ وَإِنَّمَآ أَنَا۠ نَذِيرٞ مُّبِينٞ ﴿٢٦﴾

دڙڪا ڏئي پڇندا تہ : (ڇا توهان وٽ نہ آيو هو)؟ يعني دنيا ۾ (ڪو ڊيڄاريندڙ)؟ جيڪو توهان کي هن ڏينهن جي اچڻ کان ڊيڄاري ۽ ان کان خبردار ڪري؟

9 (چوندا تہ هائو! بيشڪ اسان وٽ ڊيڄاريندڙ تہ آيو هيو) يعني اسان جي رب، الله تعاليٰ جو پيغمبر آيو، جنهن اسان کي الله تعاليٰ جي عذاب کان ڊيڄاريو، خوف ڏياريو ۽ هن ڏينهن جي اچڻ جي باري ۾ اسان کي خبردار ڪيائين. (پوءِ اسان ڪوڙو ڪيو) انهيءَ الله جي عذاب کان ڊيڄاريندڙ کي اسان ڪوڙو سڏيو ۽ ان جي تڪذيب ڪئي سون. (۽ چيوسون تہ، الله تعاليٰ ڪا شيءِ نہ لاٿي آهي) يعني توهان پنهنجي زبان سان غيب ۽ آخرت جون جيڪي خبرون بيان ڪريو ٿا ۽ شريعت جي نالي الله تعاليٰ جا جيڪي اسان لاءِ فرمان ظاهر ڪريو ٿا. (توهان رڳو وڏي گمراهيءَ ۾ آهيو) يعني رسولن کي چيوسون تہ توهان حق ۽ سچ کان صفا پري آهيو.

10 (۽ چيائون تہ جيڪڏهن اسان ٻڌون ها يا سمجهون ها تہ جيڪر اسان دوزخين مان نہ ٿيون ها) يعني جيڪڏهن هوش جي ڪنن سان ٻڌون ها ۽ عقل ۽ سمجهہ کان ڪم وٺون ها، جنهن ۾ غور فڪر شامل هجي ها، تہ جيڪر دوزخي نہ ٿيون ها، بلڪ جو ڪجهہ الله نازل فرمايو آهي ان تي ايمان آڻيون ها ۽ رسول جي اطاعت ڪريون ها.

11 (پوءِ پنهنجو ڏوهہ مڃيائون) جنهن جي ڪري عذاب جا حقدار ٿيا ۽ اهو آهي سندن ڪفر ڪرڻ ۽ نبين سڳورن کي تڪذيب ڪرڻ . (پوءِ ڦٽڪار هجي دوزخين تي) يعني انهن لاءِ الله کان ۽ سندس رحمت کان دوري آهي، يعني جڏهن پنهنجو گناهہ باسيائون، تڏهن الله تعاليٰ مٿن عذاب کي لازم ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ اقرار جي ڪري انسانن تي الله جي حجت قائم ٿيندي آهي، ۽ سندن لاءِ ڪو عذر باقي نہ رهندو آهي.

12 (جيڪي پنهنجي رب کان پر پٺ ڊڄن ٿا تن لاءِ بخشش ۽ وڏو اجر آهي).

13 (۽ پنهنجي ڳالهہ آهستي ڪريو يا ڏاڍيان ڪريو) هر صورت ۾ الله تعاليٰ هر ڳالهہ کي ڄاڻي ٿو، سندس لاءِ ڪا بہ ڳالهہ ڳجهي نہ آهي. (بيشڪ الله سينن جا راز ڄاڻندڙ آهي) يعني جيڪي خيالات دلين ۾ اچن ٿا، انهن جو بہ علم رکي ٿو.

14 (ڇا نہ ٿو ڄاڻي اهو، جنهن پيدا ڪيو آهي) ڇا اها هستي دلين جي رازن ۽ ڳجهن کي نہ ڄاڻندي، جيڪا خالق آهي؟ پوءِ اهو الله وڏي شان وارو آهي، جنهن پنهنجي هٿ سان انسان کي پيدا ڪيو آهي، ۽ ڪنهن بہ ننهيل شيءِ کي ان جو ٺاهيندڙ ئي وڌيڪ ڄاڻيندو آهي. (۽ اهو باريڪ بين، وڏو خبر رکندڙ آهي) جيڪو دلين جي ڳجهي کان ڳجهي ڳالهہ کي بہ ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي ڪجهہ اهي لڪائن ڇپائن ٿيون، تنهن جي چڱيءَ طرح خبر رکي ٿو، جو سندس لاءِ ڪو بہ ڳجهہ، ڳجهہ نہ آهي.

15 (اهو ئي آهي، جنهن زمين کي توهان لاءِ مسخر ڪيو آهي) الله تعاليٰ زمين کي توهان لاءِ آسان ۽ نرم بنايو آهي، جيئن توهان ان تي سڪون ۽ آرام سان هلو ڦرو. ۽ ان کي سخت نہ بنايو اٿس، جو توهان لاءِ ان تي رهڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ ناممڪن هجي.(پوءِ ان جي رستن ۾ گهمو ڦرو) (مناڪب) معنيٰ: ان جي رستن ۽ ڪنڊن پاسن ۾. (۽ ان جي روزي مان کائو) يعني جيڪو رزق زمين ۾ توهان لاءِ پيدا ڪيائين، سو کائو. هتي الله تعاليٰ اولادِ آدم تي پنهنجو احسان ڄاڻائي ٿو تہ کين هن زمين ۾ آباد ڪيائين، ۽ کين اهي صلاحيتون عطا ڪيائين، جن جي ذريعي زمين جون برڪتون ۽ ان جو خير حاصل ڪري سگهن ٿا. پر مٿن ضروري آهي تہ هن حقيقت کي سامهون رکن تہ کين الله وٽ واپس وڃڻو آهي، تنهن ڪري فرمائي ٿو: (۽ توهان کي ان ڏانهن ئي جيئرو ٿي هلڻو آهي) يعني قبرن مان اُٿي توهان کي ان ڏانهن ئي هلڻو آهي، نہ ڪنهن ٻئي ڏانهن وڃڻو نہ آهي.

16 (ڇا توهان بي پروا ٿيا آهيو ان کان جيڪو آسمان ۾ آهي)؟ يعني الله تعاليٰ کان. (جو توهان کي زمين ۾ ڳهائي ڇڏي) هن حقيقت جي باوجود تہ انهيءَ زمين کي توهان جي تابع ڪيو آهي، جو توهان ان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گهمي ڦري سگهو ٿا، پوءِ بہ توهان کي ان ۾ ڳهائي سگهي ٿو، جيئن قارون کي زمين ۾ ڳهائي ڇڏيائين. (پوءِ اها اوچتي ڏڪڻ لڳي) يعني خاموش ۽ تابعدار رهڻ جي بجاءِ، اچانڪ ان ۾ چرپر ۽ حرڪت پيدا ٿي پوي ۽ ڏڪڻ لڳي؟.

17 (يا توهان ان کان بي پروا ٿيا آهيو، جيڪو آسمان ۾ آهي، تہ توهان تي پٿر وسائي)؟ يعني توهان تي آسمان مان پٿر وسائي، جيئن لوط عليہ السلام جي قوم ۽ هاٿين وارن تي وسايائين؟ پيو قول هي آهي تہ : توهان تي پٿريون وسائيندڙ طوفان موڪلي. (پوءِ سگهوئي ڄاڻيندؤ تہ منهنجو ڊيڄارڻ ڪيئن آهي) يعني جڏهن توهان اهڙو عذاب اکين سان ڏسندؤ، تڏهن توهان کي منهنجي ڊيڄارڻ جي خبر پوندي، پر ان وقت توهان کي اها ڄاڻ فائدو نہ ڏيندي.

18 (جيڪي کانئن اڳ هئا، تن بہ تڪذيب ڪئي هئي). (پوءِ منهنجي سزا ڪيئن هئي)؟ يعني جڏهن کين خوفناڪ عذاب ۾ مبتلا ڪيم، تڏهن ڄاتائون تہ منهنجي سزا ڪهڙي نہ خطرناڪ ۽ پوَائتي آهي؟

19 (پنهنجي مٿان پکين کي پر ڪنڊيريندي نٿا ڏسن ڇا)؟ يعني ڪيئن فضا ۾ اڏامندي پنهنجن پرن کي پکيڙين ۽ ڪنڊيرين ٿا؟ (۽ بند ڪن ٿا) ۽ ڪيئن سندن پرن کي سميٽين ٿا؟ (نٿو جهلين) هوا ۾ اڏرڻ وقت سندن پرن جي بند ڪرڻ ۽ کولڻ مهل (مگر رحمان)

فَلَمَّا رَأَوْهُ زُلْفَةً سِيٓـَٔتْ وُجُوهُ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ وَقِيلَ هَٰذَا ٱلَّذِى
كُنتُم بِهِۦ تَدَّعُونَ ﴿٢٧﴾ قُلْ أَرَءَيْتُمْ إِنْ أَهْلَكَنِىَ ٱللَّهُ وَمَن مَّعِىَ
أَوْ رَحِمَنَا فَمَن يُجِيرُ ٱلْكَٰفِرِينَ مِنْ عَذَابٍ أَلِيمٍ ﴿٢٨﴾ قُلْ هُوَ
ٱلرَّحْمَٰنُ ءَامَنَّا بِهِۦ وَعَلَيْهِ تَوَكَّلْنَا ۖ فَسَتَعْلَمُونَ مَنْ هُوَ فِى ضَلَٰلٍ مُّبِينٍ
﴿٢٩﴾ قُلْ أَرَءَيْتُمْ إِنْ أَصْبَحَ مَآؤُكُمْ غَوْرًا فَمَن يَأْتِيكُم بِمَآءٍ مَّعِينٍۭ ﴿٣٠﴾

## سُورَةُ الْقَلَمِ

ترتيبها ٦٨ — آياتها ٥٢

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

نٓ ۚ وَٱلْقَلَمِ وَمَا يَسْطُرُونَ ﴿١﴾ مَآ أَنتَ بِنِعْمَةِ رَبِّكَ بِمَجْنُونٍ ﴿٢﴾
وَإِنَّ لَكَ لَأَجْرًا غَيْرَ مَمْنُونٍ ﴿٣﴾ وَإِنَّكَ لَعَلَىٰ خُلُقٍ عَظِيمٍ ﴿٤﴾
فَسَتُبْصِرُ وَيُبْصِرُونَ ﴿٥﴾ بِأَييِّكُمُ ٱلْمَفْتُونُ ﴿٦﴾ إِنَّ رَبَّكَ هُوَ
أَعْلَمُ بِمَن ضَلَّ عَن سَبِيلِهِۦ وَهُوَ أَعْلَمُ بِٱلْمُهْتَدِينَ ﴿٧﴾ فَلَا تُطِعِ
ٱلْمُكَذِّبِينَ ﴿٨﴾ وَدُّوا۟ لَوْ تُدْهِنُ فَيُدْهِنُونَ ﴿٩﴾ وَلَا تُطِعْ كُلَّ
حَلَّافٍ مَّهِينٍ ﴿١٠﴾ هَمَّازٍ مَّشَّآءٍۭ بِنَمِيمٍ ﴿١١﴾ مَّنَّاعٍ لِّلْخَيْرِ مُعْتَدٍ
أَثِيمٍ ﴿١٢﴾ عُتُلٍّۭ بَعْدَ ذَٰلِكَ زَنِيمٍ ﴿١٣﴾ أَن كَانَ ذَا مَالٍ وَبَنِينَ
﴿١٤﴾ إِذَا تُتْلَىٰ عَلَيْهِ ءَايَٰتُنَا قَالَ أَسَٰطِيرُ ٱلْأَوَّلِينَ ﴿١٥﴾

جيڪو هر شيءِ تي وس وارو آهي. يعني سندن جسمن کي هلڪو ڦلڪو ڪري، مٿن ڪنپين ۽ پرن سان ڍڪي، ۽ انهن کي خاص طريقي سان پکيڙي ڪنديري پنهنجي عجيب ڪاريگريءَ جو مظاهرو فرمايو اٿئين، جو جڏهن پنهنجا پر پکيڙين ٿا تہ فضا ۾ اڏرڻ شروع ڪن ٿا ۽ اڳتي وڌڻ لڳن ٿا؛ پوءِ پاڪ آهي سندن خالق الله. (بيشڪ اهو هر شيءِ کي چڱيءَ طرح ڏسندڙ آهي) ڪا بہ شيءِ ان کان لڪل نہ آهي.

21 (يا توهان جو اهڙو ڪو لشڪر آهي، جيڪو رحمان جي مقابلي ۾ توهان جي مدد ڪري سگهي)؟ يعني توهان وٽ تہ اهڙو ڪو لشڪر ئي نہ آهي، جيڪو توهان کي الله جي عذاب کان بچائي سگهي، بلڪ جيڪڏهن الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي مدد ۽ رحمت عطا نہ ڪري، تہ ڪير آهي جيڪو توهان جي مدد ڪندو؟ (ڪافر تہ رڳو ڌوکي ۾ آهن) يعني زبردست شيطاني فريب ۾ ڦاٿل آهن.

20 (يا جيڪڏهن هو پنهنجو رزق روڪي ڇڏي، تہ پوءِ اهو ڪير آهي، جيڪو توهان کي رزق ڏئي)؟ يعني جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي رزق جي انهن خزانن کي روڪي ۽ بند ڪري ڇڏي تہ ڪير آهي جيڪو توهان تي مينهن وغيره جي صورت ۾ رزق جا اهي خزانا کوليندو؟ (بلڪ اهي سرڪشي ۽ حق کان پري ڀڄڻ ۾ ڪاهي پيا آهن) يعني حق کان وڏائي، ان سان دشمني ۽ ڪانئس نفرت ۾ لاهي پاهي پيا آهن. نہ عبرت حاصل ڪن ٿا ۽ نہ غورفڪر کان ڪم وٺن ٿا.

22 (ڇا پوءِ جيڪو پنهنجي منهن ڀر اونڌو هلي، اهو وڌيڪ هدايت وارو آهي)؟ مراد ڪافر آهي، جيڪو دنيا ۾ الله تعاليٰ جي نافرمانيءَ تي سندرو ٻڌي بيهندو آهي، تنهن ڪري الله تعاليٰ کيس قيامت جي ڏينهن اونڌي منهن اٿاريندو. (يا جيڪو سنئون سڌو هلي رهيو آهي)؟ وچولي واٽ وٺيو پنهنجي آڏو هر شيءِ کي ڏسندي هلي رهيو آهي. (سڌي واٽ تي) يعني اهڙي سنئين رستي تي هلي رهيو آهي، جنهن ۾ نہ ڪا ڏنگائي آهي ۽ نہ ڦير گهير. انهيءَ مان مراد مؤمن آهي، جيڪو دنيا ۾ هدايت ۽ بصيرت سان الله جي رستي تي هلي رهيو آهي، تنهن ڪري محشر جي ميدان ۾ سڌي واٽ تي هلندو، تانجو جنت ۾ پهچندو.

23 (چؤ تہ اهو ئي آهي جنهن اوهانکي نئين سر پيدا ڪيو ۽ اوهان لاءِ ڪن، اکيون ۽ دليون خلقيائين). (پر توهان ٿورو شڪر ٿا ڪريو).

24 (چؤ تہ اهو ئي آهي، جنهن زمين ۾ توهان کي پکيڙيو) يعني جنهن ڪين خلقيو ۽ زمين ۾ پکيڙيو. پوءِ زمين تي مختلف قومن ۽ جماعتن ۾ ورهائي ڇڏيائين. (۽ ان ڏانهن ئي گڏ ڪيا ويندؤ).

25 (۽ چون ٿا تہ جيڪڏهن توهان سچا آهيو، تہ ٻڌايو تہ اهو انجام ڪڏهن پُڙندو)؟ يعني ڪافر پڇن ٿا، تہ ٻڌايو تہ اوهين جنهن قيامت واري ڏينهن کان اسان کي ڊيڄاريو پيا، اها ڪڏهن ايندي؟ جيڪڏهن اوهين سچا آهيو تہ اسانکي ان جو وقت ٻڌايو.

26 (چؤ تہ اهو علم تہ رڳو الله وٽ آهي) يعني قيامت جي اچڻ جو وقت فقط الله کي ئي معلوم آهي، ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ان جي ڄاڻ ئي نہ آهي. (۽ آءٌ تہ رڳو پڌرو ڊيڄاريندڙ آهيان) توهان کي توهان جي ڪفر جي عاقبت کان خبردار ڪريان ٿو ۽ ڊيڄاريان ٿو ۽ توهان کي اهي ڳالهيون ٻڌايان ٿو، جن جو مون کي منهنجي رب حڪم فرمايو آهي. الله تعاليٰ مون کي اها ڳالھ نہ ٻڌائي آهي تہ قيامت ڪڏهن ايندي، جو توهان کي ان جو وقت ٻڌايان.

27 (پوءِ جڏهن ان کي ويجهو ڏسندا) يعني جڏهن عذاب کي پنهنجي قريب ڏسندا. (تہ ڪافرن جا منهن ڪارا ٿي ويندا) يعني منهن ڪارا ٿي ويندن، غم وڪوڙي ويندن، ذلت مٿن ڇانيل هوندن. (۽ چيو ويندو تہ هي آهي اهو، جنهن جي توهان طلب ڪندا هئا) يعني اهو عذاب جنهن لاءِ دنيا ۾ ٺٺوليون ڪندي توهان جلدي اچڻ لاءِ گهر ڪندا هئا.

28 (چؤ تہ مون کي ٻڌايو، تہ جيڪڏهن مون کي الله هلاڪ ڪري ڇڏي) موت سان يا قتل ٿي وڃڻ سان، جيئن توهان منهنجي باري ۾ اهڙي تمنا ڪري رهيا آهيو ۽ منهنجي باري ۾ انتظار ڪري رهيا آهيو تہ مون تي مصيبت يا هلاڪت اچي. (۽ جيڪي مون سان گڏ آهن) مؤمن ۽ مسلمانن مان. (يا اسان تي رحم ڪري) يعني پنهنجي وقت تي موت اچڻ تائين اسان کي مهلت عطا فرمائي. فرض ڪريو تہ جيڪڏهن اسان سان ائين ٿئي. (تہ پوءِ ڪافرن کي ڏکوئيندڙ عذاب کان ڪير بچائيندو)؟ يعني الله تعاليٰ جيڪڏهن ڪٺي پنهنجي رسول سڳوري ۽ مؤمنن کي ڪافرن جي تمنا مطابق ماري ڇڏي يا کين مهلت ڏئي، تڏهن بہ بهرحال ڪافر تہ الله جي ڏکوئيندڙ عذاب کان بچي نہ سگهندا.

29 (چؤ تہ اهو وڏو مهربان آهي، اسان ان تي ايمان آندو آهي، ۽ مٿس ئي ڀروسو ڪيو سون. ﴿فَسَتَعْلَمُونَ مَنْ هُوَ فِى ضَلَٰلٍ مُّبِينٍ﴾ (پوءِ سگهو ئي خبر پوندو تہ ڪير پڌري گمراهي ۾ پيل آهي).

30 (چؤ تہ مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن توهان جو پاڻي تري ۾ هليو وڃي) يعني مون کي ٻڌايو تہ توهان جو اهو پاڻي، جيڪو الله تعاليٰ جي نعمت سبب چشمن، کوهن ۽ نهرن جي صورت ۾ توهان وٽ موجود آهي، جيڪڏهن زمين ۾ هيٺ اونهو هليو وڃي يا زمين ان کي ڇُهي ڇڏي، جو اصل ان جو وجود ئي باقي نہ رهي، يا زمين جي اندر ايترو هيٺ هليو وڃي، جتان ان جو ڏولن يا مشينن جي ذريعي ڪڍڻ توهان لاءِ ناممڪن ٿي پئي. (تہ پوءِ توهان وٽ صاف شفاف پاڻي ڪير آڻيندو)؟ يعني اهڙو صاف، شفاف، گهڻو وهندڙ پاڻي، جيڪو ختم ٿيڻ وارو نہ هجي؟ يعني الله کان سواءِ ڪو بہ توهان جي لاءِ

مينهن يا نهرن جي صورت ۾ پاڻي نٿو آڻي سگهي، جو توهان انهيءَ قدرتي نعمت مان فائدو وٺي سگهو.

## سورة القلم

1 (ن) حروف هجاء مان هڪ حرف آهي. جيئن ٻين سورتن جي شروع ۾ اهڙا شروعاتي حرف آيل آهن. (قسم آهي قلم جو) هتي الله تعاليٰ قلم جو قسم کنيو آهي، جاڪاڻ ته ان سان به بيان ٿيندو آهي، ۽ مراد هر اهو قلم آهي، جنهن سان لکبو آهي. (۽ جو ڪجھ لکن ٿا) يعني ماڻهو جيڪي به ان قلم سان علمي ڳالهيون لکن ٿا.

2 (تون پنهنجي رب جي فضل سان چريو نه آهين) يعني اي محمد ﷺ ! تون الله تعاليٰ جي فضل ۽ نعمتن سبب جيڪي توتي ڪيون اٿس چريو نه آهين، بلڪ توکي الله تعاليٰ جي طرفان نبوت ۽ رهبريءَ جي نعمت عطا ٿيل آهي.

4 (۽ بيشڪ تنهنجي لاءِ اجر آهي) يعني نبوت جا بار کڻڻ ۽ مختلف قسم جون سختيون سهڻ سبب توهان لاءِ ثواب آهي. (اڻ کٽندڙ) يا توهان لاءِ اهڙو اجر ۽ ثواب آهي، جيڪو ماڻهن طرفان احسان طور توهان کي نه ڏنو ويو آهي.

3 ( ۽ بيشڪ تون اخلاق جي وڏي مرتبي تي آهين) يعني تون انهيءَ عظيم اخلاق تي آهين، جنهن جو الله تعاليٰ توکي قرآن ۾ حڪم فرمايو آهي. صحيح حديث مان ثابت آهي ته عائشه رضي الله عنها کان نبي ﷺ جن جي اخلاق جي باري ۾ پڇيو ويو، انهيءَ فرمايو ته: سندن اخلاق قرآن آهي.

5 6 (پوءِ سگهوئي تون به ڏسندين ۽ اهي به ڏسندا، ته ڪيرتوهان مان چريو آهي)؟ يعني جڏهن حق واضح ٿيندو ۽ پردو کڄندو، ان وقت اي محمد ﷺ ! تون به ڏسندين ۽ اهي ڪافر به ڏسندا ۽ ائين قيامت جي ڏينهن ٿيندو، تڏهن کين خبر پوندي ته ٻنهي ڌرين مان ڪير چريو آهي. هن ۾ سندن هن باطل گمان جي ترديد آهي، جو اهي چوندا هئا ته محمد ﷺ چريو ۽ گمراهه آهي. تنهن ڪري فرمايائين :

7 (بيشڪ تنهنجي رب کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته ڪير سندس واٽ کان ڀلل آهي) يعني اهو ڄاڻي ٿو ته حقيقت ۾ گمراهه ڪير آهي. تون گمراهه آهين يا جيڪي ماڻهو توتي گمراهيءَ جي تهمت هڻن ٿا؟ يعني درحقيقت اهي ئي گمراهه آهن، جو دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي فائدي واري ڳالهه جي مخالفت ڪري رهيا آهن. ۽ انهيءَ واٽ کي اختيار ڪيو اٿن، جنهن ۾ سندن لاءِ ٻنهي جهانن جو نقصان آهي. (۽ اهوئي سنئين واٽ تي هلندڙن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو) ته ڪير آهي جيڪو ٻنهي جهانن جي سعادت واري واٽ تي هلي رهيو آهي.

8 (پوءِ تون انهن ڪوڙي ڪندڙن جي چئي تي نه لڳ).

9 (چاهين ٿا ته جيڪر تون ڪجھ نرمي ڪرين، ته اهي به نرمي ڪن.) يعني ڪافر ته گهرن ٿا ته جيڪر تون سندن لاءِ ڪجھ نرم دل ٿئين ته موٽ ۾ اهي به توهان لاءِ پنهنجي اندر نرم گوشو پيدا ڪن. ٻئي معنىٰ هي آهي ته، ڪافر گهرن ٿا ته جيڪر توهان انهن ڏانهن لاڙو ڪريو ۽ جيڪو حق توهان وٽ آيو آهي، ان کي ڇڏي ڏيو ته اهي به توهان سان ميل ميلاپ وڌائين ۽ توهان سان نرميءَ جو سلوڪ ڪن.

10 (۽ تون ڪنهن به گهڻي قسم کڻندڙ جو چيو نه مڃ) يعني جيڪو اڪثر ڪوڙا قسم کڻندڙ آهي. (ذليل آهي) يعني جيڪو حقير شخص آهي.

11 (منهن تي بدشد ڳالهائيندڙ ۽ هِت هُت گلا ڪندڙ آهي) جيڪو شخص ماڻهن جي روبرو بدشد ڳالهائي، تنهن کي "هماز"، ۽ جيڪو ٻين جي پرپٺ گلا غيبت ڪري، تنهن کي "لماز" چوندا آهن. ۽ جيڪو ماڻهن ۾ فتنو فساد وجهڻ لاءِ هِت هُت چغلي هڻندو وتي، تنهن کي "مشاء بنميم" چوندا آهن.

13 (بد اخلاق آهي) يعني هٺو ڪٺو، ڏِڏِ، اخلاق جو ڪِنو ۽ سختدل آهي. امام زجاج ؒ چوي ٿو ته يعني جيڪو ڪٺور دل، خشڪ مزاج هجي. (ان کان پوءِ حرامي به آهي) يعني بيان ڪيل عيبن کان سواءِ حرام جو اولاد به آهي. جيڪو شخص دعويٰ ڪري ته اهو هن قوم مان آهي، پر انهن مان نه هجي، تنهن کي "زنيم" چوندا آهن.

12 (هن ڪري جو مال ۽ اولاد وارو آهي) يعني سندس مال وند ۽ اولاد وند هجڻ جي ڪري سندس چيو نه مڃ. چيو ويو آهي ته اهڙيءَ طرح انهيءَ شخص کي دڙڪي داب هيٺان رکڻ مقصود آهي، جو الله تعاليٰ جي عطا ڪيل نعمتن يعني مال ۽ اولاد جو شڪرڪرڻ جي بجاءِ، الله، سندس رسول ۽ سندس آيتن جو ڪفر ڪيائين.

15 14 (جڏهن ڪيس اسان جون آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن ٿيون، ته چوي ٿو : اهي ته اڳين جون آکاڻيون آهن).

16 (سگهوئي سندس سونڍ تي ڏنڀ ڏينداسون) يعني سگهوئي سندس نڪ جي چوٽيءَ تي ڪارو نشان ڪنداسون. يعني دوزخ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ سندس منهن ڪارو ڪيو ويندو، اهڙيءَ ريت جو سندس نڪ تي نشان ٿي پوي، ۽ ڪيس اهڙو عيب ڪري ڇڏينداسي جنهن سان ڄاتو سڃاتو ويندو ۽ اهو ڪانئس هرگز جدا نه ٿيندو.

17 (بيشڪ اسان ڪين آزمائش ۾ وڌو آهي) نبي ﷺ جن جي بد دعا جي ڪري الله تعاليٰ مڪي جي ڪافرن ۽ مشرڪن کي بک، ۽ ڏڪر ۾ مبتلا ڪيو. (جيئن باغ وارن کي آزمائش ۾ وڌو هيوسين) جن جي خبر قريش ۾ مشهور ۽ معروف هئي. چيو وڃي ٿو ته يمن جي شهر صنعا کان ٻن فرسخن جي مفاصلي تي هڪ شخص جو باغ هو، جيڪو انهيءَ جي اپت مان الله تعاليٰ جو حق ادا ڪندو هو. جڏهن مري ويو ته ان جي اولاد ان مان خيرخيرات ڪڍڻ ڇڏي ڏنو ۽ الله جي حق ۾ بخيلي ڪرڻ شروع ڪيائون. چوڻ لڳا ته مال گهٽ ۽ اهل عيال گهڻو آهي ۽ ايتري ڪشادگي نه آهي جو ان مان خيرخيرات به ڏيون، جيئن اسان جو ابو خير خيرات ڪندو هو. غرض ته مسڪينن کي محروم رکڻ جو پڪو پهه پچايائون. جنهن جي ڪري سندن پچاڙي اها ٿي، جيڪا الله تعاليٰ هت پنهنجي ڪتاب ۾ بيان فرمائي آهي. (جڏهن قسم کنيائون ته ضرور صبح سوير ميوا پٽينداسون) يعني قسم کنيائون ته ضرور صبح ٿينديئي ساجهر وڃي ميوا پٽينداسون.

18 (۽ استثناء نه ڪيائون) يعني انشاءَ الله نه چيائون. پڻ چيو ويو آهي ته، يعني مسڪينن جو حصو جدا نه ڪيائون، جيڪو سندن پيءُ ڏيندو هو.

19 (پوءِ اهي ستل ئي هئا ته سندن باغ کي تنهنجي رب جي طرفان ڪا ڦرڻي ڦري وئي) يعني الله تعاليٰ جي طرفان ان باغ تي باهه جو عذاب آيو، جنهن سان سڙي رک ٿي ويو.

20 (پوءِ لٽيل پوک وانگر ٿي پيو) يعني اهڙي باغ وانگر ٿي پيو، جنهن جو لاب ڪري، ان کي پيلبو آهي. تانجو ان جي ميوي مان ڪا شيءِ باقي نه بچي.

21 (پوءِ صبح جو هڪ ٻئي کي سڏيائون) صبح ٿي ته هڪ ٻئي کي سڏي چوڻ لڳا ته:

22 (ساجهر هلو پنهنجي پوک ڏانهن) فقيرن ۽ غريبن جي اچڻ کان اڳ هڪدم پنهنجي باغ ۽ پوک ۾ پهچي وڃو. ﴿إِن كُنتُمْ صَٰرِمِينَ﴾ (جيڪڏهن ميوو پٽڻو اٿو ته). يعني جيڪڏهن لاب ڪرڻو اٿوَ ته ساجهر نڪري هلو.

23 (پوءِ هلي پيا، ۽ هڪ ٻئي کي آهستي چوندا هليا).

24 (ته هن ۾ اڄ ڪو مسڪين توهان وٽ اندر داخل نه ٿئي) رازداريءَ سان هڪ ٻئي کي ائين چئي رهيا هئا ته خبردار! متان اڄ توهان وٽ هن باغ ۾ اندر ڪو مسڪين ۽ سوالي اچي، توهان کان سوال ڪري، جيئن توهان جي پيءُ کان سوال ڪندا هئا.

25 (۽ سوير نڪتا اڪيلائي ۾) يعني: پنهنجي قوم کان اڪيلا ٿي اهڙي طرح نڪتا جو ڪين سُڌ به نه پئي. (قادر ٿي ڪري) يعني پنهنجي پَر ۾ هيءُ پائيندي ته هو پنهنجي باغ مان ميون پٽڻ تي وس وارا آهن.

سَنَسِمُهُۥ عَلَى ٱلۡخُرۡطُومِ ﴿١٦﴾ إِنَّا بَلَوۡنَٰهُمۡ كَمَا بَلَوۡنَآ أَصۡحَٰبَ ٱلۡجَنَّةِ إِذۡ أَقۡسَمُواْ
لَيَصۡرِمُنَّهَا مُصۡبِحِينَ ﴿١٧﴾ وَلَا يَسۡتَثۡنُونَ ﴿١٨﴾ فَطَافَ عَلَيۡهَا طَآئِفٞ مِّن رَّبِّكَ
وَهُمۡ نَآئِمُونَ ﴿١٩﴾ فَأَصۡبَحَتۡ كَٱلصَّرِيمِ ﴿٢٠﴾ فَتَنَادَوۡاْ مُصۡبِحِينَ ﴿٢١﴾ أَنِ
ٱغۡدُواْ عَلَىٰ حَرۡثِكُمۡ إِن كُنتُمۡ صَٰرِمِينَ ﴿٢٢﴾ فَٱنطَلَقُواْ وَهُمۡ يَتَخَٰفَتُونَ ﴿٢٣﴾
أَن لَّا يَدۡخُلَنَّهَا ٱلۡيَوۡمَ عَلَيۡكُم مِّسۡكِينٞ ﴿٢٤﴾ وَغَدَوۡاْ عَلَىٰ حَرۡدٖ قَٰدِرِينَ ﴿٢٥﴾ فَلَمَّا
رَأَوۡهَا قَالُوٓاْ إِنَّا لَضَآلُّونَ ﴿٢٦﴾ بَلۡ نَحۡنُ مَحۡرُومُونَ ﴿٢٧﴾ قَالَ أَوۡسَطُهُمۡ أَلَمۡ أَقُل
لَّكُمۡ لَوۡلَا تُسَبِّحُونَ ﴿٢٨﴾ قَالُواْ سُبۡحَٰنَ رَبِّنَآ إِنَّا كُنَّا ظَٰلِمِينَ ﴿٢٩﴾ فَأَقۡبَلَ
بَعۡضُهُمۡ عَلَىٰ بَعۡضٖ يَتَلَٰوَمُونَ ﴿٣٠﴾ قَالُواْ يَٰوَيۡلَنَآ إِنَّا كُنَّا طَٰغِينَ ﴿٣١﴾ عَسَىٰ
رَبُّنَآ أَن يُبۡدِلَنَا خَيۡرٗا مِّنۡهَآ إِنَّآ إِلَىٰ رَبِّنَا رَٰغِبُونَ ﴿٣٢﴾ كَذَٰلِكَ ٱلۡعَذَابُۖ وَلَعَذَابُ
ٱلۡأٓخِرَةِ أَكۡبَرُۚ لَوۡ كَانُواْ يَعۡلَمُونَ ﴿٣٣﴾ إِنَّ لِلۡمُتَّقِينَ عِندَ رَبِّهِمۡ جَنَّٰتِ ٱلنَّعِيمِ
﴿٣٤﴾ أَفَنَجۡعَلُ ٱلۡمُسۡلِمِينَ كَٱلۡمُجۡرِمِينَ ﴿٣٥﴾ مَا لَكُمۡ كَيۡفَ تَحۡكُمُونَ ﴿٣٦﴾ أَمۡ
لَكُمۡ كِتَٰبٞ فِيهِ تَدۡرُسُونَ ﴿٣٧﴾ إِنَّ لَكُمۡ فِيهِ لَمَا تَخَيَّرُونَ ﴿٣٨﴾ أَمۡ لَكُمۡ أَيۡمَٰنٌ
عَلَيۡنَا بَٰلِغَةٌ إِلَىٰ يَوۡمِ ٱلۡقِيَٰمَةِ إِنَّ لَكُمۡ لَمَا تَحۡكُمُونَ ﴿٣٩﴾ سَلۡهُمۡ أَيُّهُم
بِذَٰلِكَ زَعِيمٌ ﴿٤٠﴾ أَمۡ لَهُمۡ شُرَكَآءُ فَلۡيَأۡتُواْ بِشُرَكَآئِهِمۡ إِن كَانُواْ صَٰدِقِينَ ﴿٤١﴾
يَوۡمَ يُكۡشَفُ عَن سَاقٖ وَيُدۡعَوۡنَ إِلَى ٱلسُّجُودِ فَلَا يَسۡتَطِيعُونَ ﴿٤٢﴾

26 (پوءِ جڏهن ان کي ڏٺائون، چيائون تہ پڪ اسان رستو ڀلجي چڪا آهيون) هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا تہ رستو ڀلجي ويا آهيون، هيءُ تہ اسان جو باغ نہ آهي! وراڻي جڏهن غور سان ڏٺائون ۽ پڪ پيئن تہ باغ ساڳيو اسان جو ئي آهي پر الله تعاليٰ ان کي ٻيلي اسان کي سزا ڏني آهي، تہ چوڻ لڳا:

27 (بلڪ اسان محروم ٿي چڪا آهيون) يعني الله تعاليٰ اسان جي باغ تي آفت آڻي، اسان کي ان جي ميوڻ کان محروم ڪري ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ تہ مسڪينن کي خير خيرات ڏيڻ کان انڪاري هئاسون.

28 (سندن چڱي مڙس چيو :) جيڪو منجهن موچارو، ڀلارو ۽ داناءُ هو : (ڇا مون توهان کي نہ چيو هو تہ الله جي ساراهہ بيان ڇو نٿا ڪريو) ؟ يعني مون تہ اڳ ۾ئي توهان کي روڪيو نہ هو تہ مسڪينن کي سندن حق کان محروم رکڻ درحقيقت مٿن ظلم آهي. ڇا اجا الله تعاليٰ جي تعريف نہ ڪندؤ؟ بيشڪ اهو ظالمن جي تاڙ ۾ آهي.

29 (چيائون تہ پاڪ آهي اسان جو رب، بيشڪ اسان ئي ظالم هئا سون) يعني اسان جي باغ جي جيڪا اها حالت ٿي آهي، سا درحقيقت اسان جي مسڪينن کي ڪجهہ نہ ڏيڻ واري ظلم جو نتيجو آهي. الله تعاليٰ هر قسم جي ظلم ڪرڻ کان پاڪ آهي.

30 (پوءِ سامهون ٿي هڪٻئي کي ملامت ڪرڻ لڳا).

31 (چيائون تہ هاءِ افسوس! اسان سرڪش ٿي ويا هئا سون).

32 (اميد آهي تہ اسان جو رب، اسان کي ان جي بدلي ان کان بہ ڀلو باغ عطا ڪندو). (بيشڪ اسان پنهنجي رب ۾ اميد رکندڙ آهيون) يعني ڪائنس ڀلائيءَ جا طلبگار ۽ سندس بخشش جا اميدوار آهيون.

33 (ائين هوندو آهي عذاب) يعني جيئن ڪين عذاب ڏئي آزمايو سون، تيئن دنيا ۾ ڪافرن کي بہ عذاب ڏئي آزمائيندا رهندا آهيون. (۽ آخرت جو عذاب البت تمام وڏو آهي، جيڪر اهي ڄاڻن ها) ۽ پر اهي نٿا ڄاڻن.

34 (بيشڪ پرهيزگارن لاءِ سندن رب وٽ نعمتن وارا باغ آهن).

35 (ڇا پوءِ اسان مسلمانن کي ڏوهارين وانگر ڪنداسون)؟ قريش جا ڪافر سردار چوندا هئا تہ جيڪڏهن محمد (ﷺ) جي دعويٰ مطابق واقعي قيامت اچڻي آهي، تڏهن بہ مسلمانن جي مقابلي ۾ اتي بہ اسان جي اها ئي حالت هوندي، جيڪا اڄ هن دنيا ۾ آهي. آخرت ۾ بہ دنيا وانگر الله تعاليٰ اسان کي جنت جي نعمتن سان مالا مال ڪندو. مگر موٽ ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ، اها انصاف ۽ عدل جي تقاضا نہ آهي تہ، جيڪو پنهنجي رب جو فرمانبردار هجي ۽ جيڪو سندس فرمانبردار نہ هجي، بلڪ اهو فاسق، فاجر ۽ ڏوهي هجي، انهن ٻنهي ۾ برابري ڪجي.

36 (توهان کي ڇا ٿيو آهي، ڪيئن ٿا فيصلو ڪريو)؟ اهڙو اڻنگو فيصلو ڇو ٿا ڪريو؟ ڄڻ تہ جزا ۽ سزا جو معاملو توهان جي حوالي ٿيل آهي!

37 (يا توهان وٽ ڪو ڪتاب آهي، جنهن ۾ پڙهو ٿا)؟ يعني ڇا توهان وٽ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ لکيل آهي تہ فرمانبردار ۽ نافرمان ٻئي برابر آهن؟

38 (جنهن ۾ آهي تہ جيڪي ڪجهہ توهان پسند ٿا ڪريو، سو توهان کي نصيب ٿيندو)؟ يعني ڇا انهيءَ ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ آخرت ۾ بہ توهان کي اهوئي ملندو، جو ڪجهہ توهان پاڻ اختيار ڪريو؟

39 (يا وري قيامت تائين توهان اسان کان قسم ورتا آهن تہ واقعي توهان لاءِ اهو آهي، جنهن جو توهان پاڻ ٿا فيصلو ڪريو)؟ يعني ڇا توهان الله تعاليٰ کان ساک تي پڪو پختو وعدو ورتو آهي، تہ هو قيامت جي ڏينهن ضرور توهان کي جنت ۾ داخل فرمائيندو؟ ۽ اهو قيامت تائين پنهنجي عهد جي ڀڃڪڙي نہ ڪندو، بلڪ انهيءَ عهد مطابق توهان جي فيصلي جي پاسداري فرمائيندو؟

40 (انهن کان پڇ تہ ان ڏس ۾ سندن ڪير ذميدار آهي) ؟ يعني اي محمد! ڪافرن کان دڙڪو داٻ ڏئي پڇ تہ انهيءَ دعويٰ لاءِ توهان جو ڪير ضامن ۽ ذميدار آهي؟

41 (يا سندن ڪي شريڪ آهن، پوءِ ڪين گهرجي تہ پنهنجا شريڪ آڻي پيش ڪن، جيڪڏهن اهي سچا آهن) يعني ڇا سندن ڪي شريڪ آهن، جيڪي سندن گمان مطابق اهڙي قدرت رکن ٿا جو آخرت ۾ مسلمانن وانگر ڪين جنت ۾ اماڻي ڇڏين؟

42 (جنهن ڏينهن پني کولي ويندي) الله جَلَّ جَلَالُهُ پنهنجي پني مبارڪ کوليندو، مراد معاملي جي سختي ظاهر ڪرڻ آهي.صحيح بخاري وغيره ۾ حضرت ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ : مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ : "يكشف ربنا عن ساقه فيسجد له كل مؤمن ومؤمنة، ويبقى من كان يسجد في الدنيا رياء وسمعة، فيذهب ليسجد، فيعود ظهره طبقًا واحدًا". (اسان جو رب پنهنجي پني مبارڪ کوليندو، پوءِ هر مؤمن مرد ۽ عورت ان کي سجدو ڪندا ۽ جيڪو دنيا ۾ رياڪاري ۽ ڏيکاءَ خاطر سجدو ڪندو هو، سو سجدو ڪرڻ گهرندو، پر سندس پني هڪ ڦڙ ٿي ويندي) يعني جهُڪي نہ سگهندو. (۽ ڪين سجدي لاءِ سڏيو ويندو، پوءِ سجدو ڪري نہ سگهندا) سموري مخلوق الله کي هڪ ٿي سجدو ڪندي، ڪافر ۽ منافق رهجي ويندا، سجدو ڪرڻ گهرندا، پر ان جي طاقت نہ ٿيندن، ڇاڪاڻ تہ سندن پٺيون سُڪي وينديون. پوءِ سجدي لاءِ جهڪي نہ سگهندا، جو انهن دنيا ۾ نہ الله تي ايمان آندو ۽ نہ ڪيس سجدو ڪيائون.

43 ﴿ خَٰشِعَةً أَبۡصَٰرُهُمۡ ﴾ (سندن اکيون هيٺ هونديون). (خواري مٿن ويڙهيل هوندي) سخت قسم جي ذلت ۽ خواري، حسرت ۽ ندامت سندن چهرن تي ڇانيل هوندي. (۽ ڪين سجدي لاءِ سڏيو ويندو هو) يعني



دنيا ۾. (۽ اهي چڱا ڀلا هوندا هئا) يعني هر قسم جي بيماريءَ کان آجا هئا، هر قسم جو ڪم ڪري سگهندا هئا. ابراهيم تيمي رحه چوي ٿو تہ: يعني ڪين دنيا ۾ اذان ۽ اقامت ذريعي سجدي لاءِ سڏبو هو، پر نہ ڪندا هئا.

44 (پوءِ ڇڏي ڏي مون کي ۽ ان کي جيڪو هن ڳالهہ کي ڪوڙو ڀانئي ٿو) يعني هٿي وچ منهنجي ۽ انهيءَ جي وچ مان ۽ سندس معاملو منهنجي حوالي ڪري ڇڏ. ان جي ڪري پنهنجي دل کي سوچ ويچار ۾ نہ وجهہ. آءٌ ئي سندس معاملي ۾، تنهنجي لاءِ ڪافي آهيان. ﴿هَٰذَا ٱلۡحَدِيثِ﴾ - هن ڳالهہ - مان مراد: قرآن آهي. (سگهوئي ڪين ڍر ڏئي اتان وٺ ڪنداسون، جتان خبر ئي نہ پوندن) اسان آهستي آهستي ڍر ڏئي ڪين عذاب ڏانهن اهڙيءَ ريت ڇڪينداسون، جو ويجهي منجهس پوندا! خبر ئي نہ پوندن تہ اهو ڪو سندن لاءِ ڍر ۽ "استدراج" هو! ڇاڪاڻ تہ ماڻهو انعام ۽ اڪرام ۾ مدهوش هوندا آهن ۽ ان جي عاقبت ۾ سوچ ويچار نہ ڪندا آهن تہ سندس پڇاڙي ڪهڙي ٿيڻي آهي.

45 (۽ آءٌ ڪين ڍر ڏيان ٿو) يعني ڪين ڇڏي ٿو ڏيان تہ، ڀلي گناهن ۾ ڪاهي پون. (بيشڪ منهنجي رٿ ڏاڍي مضبوط آهي) يعني ڪين عذاب ۾ آڻڻ لاءِ منهنجي تدبير ڏاڍي سخت ۽ طاقتور آهي، جنهن کان ڪا شيءِ بچي نٿي سگهي.

46 (يا ڪانئن کو اجورو ٿو گهرين) يعني ڇا تون انهن کان الله تي ايمان آڻڻ جي دعوت تي ڪو اجر ۽ ثواب طلب ڪري رهيو آهين؟ (پوءِ اهي چٽيءَ جي بار کان ڳرا ٿي پيا آهن) (مغرم) يعني: جيڪو چٽيءَ جو بار ڪڻي. يعني اهي انهيءَ چٽيءَ کي ڳرو سمجهندي بخل جي ڪري مٿس پنهنجو مال خرچ ڪرڻ نہ ٿا گهرن، تنهن ڪري منهنجي دعوت کي قبول ڪرڻ کان انڪاري آهن ڇا جو تون ڪانئن ڪو عيوض اجورو طلب ڪيو هجي؟

47 (يا وٽن ڳجهہ جو علم آهي، پوءِ اهي ان کي لکن ٿا) يعني: ڇا وٽن ڪو غيب جو علم آهي، جتان پنهنجي من گهڙت دعويٰ لاءِ دليل لکن ٿا ۽ پنهنجي لکئي مطابق تو سان جهيڙو جهٽو ڪري رهيا آهن؟

48 ﴿فَٱصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ﴾ (ڇڱو تون پنهنجي رب جي فيصلي اچڻ تائين صبر ڪر). ﴿وَلَا تَكُن كَصَاحِبِ ٱلۡحُوتِ﴾ (۽ مڇيءَ واري وانگر نہ ٿيءُ) يونس عليه السلام مراد آهي. يعني ماڻهن تي ڪاوڙ ڪرڻ ۽ دڙڪي داب ڏيڻ ۾ انهيءَ وانگر نہ ٿيءُ. (جڏهن انهيءَ پڪاريو) يعني الله کي پڪاريائين. الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ کي تسلي ڏئي رهيو آهي ۽ صبر جي تلقين ڪري رهيو آهي تہ مڇيءَ واري وانگر جلد بازي نہ ڪر. يونس عليه السلام جو قصو، سوره الانبياء، يونس ۽ الصافات ۾ گذري چڪو. سندس دعا هي آهي: ﴿لاَ إِلَٰهَ إِلاَّ أَنْتَ سُبْحَانَكَ إِنِّي كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِينَ﴾ (توکان سواءِ ڪوئي معبود ناهي، تون پاڪ ذات آهين، پڪ آءٌ ئي ظالمن مان آهيان) (۽ اهو غمگين هو) غمگين، ڏکاريل هو. هي بہ مراد ٿي سگهي ٿو تہ مڇيءَ جي پيٽ ۾ بند ٿيل هو.

49 (جيڪڏهن سندس رب جي مهرباني ساڻي نہ ٿئيس ها) اها هيءَ تہ الله تعاليٰ کيس توبہ ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ توبہ قبول بہ فرمايائينس. (تہ برپٽ ۾ اڇلايو وڃي ها) يعني مڇيءَ جي پيٽ مان ڪڍي، ان کي رڻ پٽ ۾ اڇلائجي ها، جتي نہ ڪا واهر ۽ وسم ۽ نہ ڪا پوک پاڻي هجي ها. (۽ اهو ملامتي هجي ها) يعني سندس انهيءَ گناهہ سبب مذمت ۽ ملامت ڪئي وڃي ها ۽ الله جي رحمت کان پري هجي ها.

50 (پوءِ کيس سندس رب چونڊيو) يعني کيس خالص ڪيائين، چونڊيائين ۽ نبوت عطا ڪيائين. (پوءِ کيس صالحن مان ڪيائين) يعني جيڪي ماڻهو نيڪيءَ ۾ ڪامل آهن، تن ۾ کيس شامل ڪيائين. چيو ويو آهي تہ پوءِ کيس سندس نبوت موٽائي ڏني وئي. ۽ سندس شفاعت پنهنجي ۽ پنهنجي قوم جي حق ۾ قبول ڪئي وئي ۽ هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهن ڏانهن رسول بڻائي موڪليو ويو، پوءِ سڀني مٿس ايمان آندو.

خَٰشِعَةً أَبۡصَٰرُهُمۡ تَرۡهَقُهُمۡ ذِلَّةٞۖ وَقَدۡ كَانُواْ يُدۡعَوۡنَ إِلَى ٱلسُّجُودِ وَهُمۡ سَٰلِمُونَ
٤٣ فَذَرۡنِي وَمَن يُكَذِّبُ بِهَٰذَا ٱلۡحَدِيثِۖ سَنَسۡتَدۡرِجُهُم مِّنۡ حَيۡثُ
لَا يَعۡلَمُونَ ٤٤ وَأُمۡلِي لَهُمۡۚ إِنَّ كَيۡدِي مَتِينٌ ٤٥ أَمۡ تَسۡـَٔلُهُمۡ أَجۡرٗا فَهُم
مِّن مَّغۡرَمٖ مُّثۡقَلُونَ ٤٦ أَمۡ عِندَهُمُ ٱلۡغَيۡبُ فَهُمۡ يَكۡتُبُونَ ٤٧ فَٱصۡبِرۡ
لِحُكۡمِ رَبِّكَ وَلَا تَكُن كَصَاحِبِ ٱلۡحُوتِ إِذۡ نَادَىٰ وَهُوَ مَكۡظُومٞ ٤٨ لَّوۡلَآ
أَن تَدَٰرَكَهُۥ نِعۡمَةٞ مِّن رَّبِّهِۦ لَنُبِذَ بِٱلۡعَرَآءِ وَهُوَ مَذۡمُومٞ ٤٩ فَٱجۡتَبَٰهُ رَبُّهُۥ
فَجَعَلَهُۥ مِنَ ٱلصَّٰلِحِينَ ٥٠ وَإِن يَكَادُ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ لَيُزۡلِقُونَكَ بِأَبۡصَٰرِهِمۡ
لَمَّا سَمِعُواْ ٱلذِّكۡرَ وَيَقُولُونَ إِنَّهُۥ لَمَجۡنُونٞ ٥١ وَمَا هُوَ إِلَّا ذِكۡرٞ لِّلۡعَٰلَمِينَ ٥٢

## سُورَةُ الحَاقَّةِ

ترتيبها ٦٩ — آياتها ٥٢

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

ٱلۡحَآقَّةُ ١ مَا ٱلۡحَآقَّةُ ٢ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا ٱلۡحَآقَّةُ ٣ كَذَّبَتۡ ثَمُودُ
وَعَادُۢ بِٱلۡقَارِعَةِ ٤ فَأَمَّا ثَمُودُ فَأُهۡلِكُواْ بِٱلطَّاغِيَةِ ٥ وَأَمَّا
عَادٞ فَأُهۡلِكُواْ بِرِيحٖ صَرۡصَرٍ عَاتِيَةٖ ٦ سَخَّرَهَا عَلَيۡهِمۡ
سَبۡعَ لَيَالٖ وَثَمَٰنِيَةَ أَيَّامٍ حُسُومٗاۖ فَتَرَى ٱلۡقَوۡمَ فِيهَا صَرۡعَىٰ
كَأَنَّهُمۡ أَعۡجَازُ نَخۡلٍ خَاوِيَةٖ ٧ فَهَلۡ تَرَىٰ لَهُم مِّنۢ بَاقِيَةٖ ٨

51 (۽ ويجهو آهي جو ڪافر توکي پنهنجين نگاهن سان ترڪائي ڇڏين) (جڏهن قرآن ٿا ٻڌن). جڏهن تون قرآن پڙهندو آهين تہ هو پنهنجي دشمني ۽ ساڙ جي ڪري اهڙي تيز نگاهن سان تو ڏانهن ڏسندا آهن، جو اجهو ٿا تنهنجا پير ڪڍي توکي زمين تي ڪيري اڇلائين. ﴿وَيَقُولُونَ إِنَّهُۥ لَمَجۡنُونٞ﴾ (چون ٿا تہ هيءُ تہ پڪ چريو آهي).

52 ﴿وَمَا هُوَ إِلَّا ذِكۡرٞ لِّلۡعَٰلَمِينَ﴾ (هو ڏانهن اهو رڳو نصيحت آهي جهان وارن لاءِ)، يعني قرآن سڄي جهان جي ماڻهن لاءِ نصيحت وارو ڪلام آهي.

## سورة الحاقة

1 (حق ۽ سچ بيان ڪندڙ شيءِ) جيئن تہ قيامت جي ڏينهن حقيقتون ظاهر ٿينديون، تنهن ڪري ان کي "الحاقة" چيو ويو آهي.

2 ﴿مَا ٱلۡحَآقَّةُ﴾ (ڇا آهي حق ۽ سچ بيان ڪندڙ شيءِ)؟

3 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ ڇا آهي حق ۽ سچ بيان ڪندڙ شيءِ)؟

4 (ثمود ۽ عاد قيامت کي ڪوڙو ڪيو) هتي قيامت کي "القارعة" (کڙڪائيندڙ) فرمايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهن کي هاجيڪار ۽ هولناڪ انجام لاءِ کڙڪائيندي.

5 (پر پوءِ ثمود وارن کي تہ زبردست رڙ سان هلاڪ ڪيو ويو) ثمود، صالح عليه السلام جي قوم هئي. "الطاغية" يعني زوردار رڙ.

6 (۽ باقي رهي قوم عاد، تہ کين سرڙاٽ ڪندڙ هوا سان هلاڪ ڪيو ويو) عاد، هود عليه السلام جي قوم آهي. (ريح صرصر): يعني تيز ٿڌي هوا. (عاتية): يعني حد کان وڌيڪ تيز ٿڌي هوا، جيڪا ڳچ زماني تائين هلي، تنهن کي (عاتية) چوندا آهن.

7 (ست راتيون ۽ اٺ ڏينهن انهن تي اها هوا مسلط ڪيائين) اها

وَجَآءَ فِرۡعَوۡنُ وَمَن قَبۡلَهُۥ وَٱلۡمُؤۡتَفِكَٰتُ بِٱلۡخَاطِئَةِ ﴿٩﴾ فَعَصَوۡاْ رَسُولَ
رَبِّهِمۡ فَأَخَذَهُمۡ أَخۡذَةٗ رَّابِيَةً ﴿١٠﴾ إِنَّا لَمَّا طَغَا ٱلۡمَآءُ حَمَلۡنَٰكُمۡ فِي ٱلۡجَارِيَةِ
﴿١١﴾ لِنَجۡعَلَهَا لَكُمۡ تَذۡكِرَةٗ وَتَعِيَهَآ أُذُنٞ وَٰعِيَةٞ ﴿١٢﴾ فَإِذَا نُفِخَ فِي ٱلصُّورِ
نَفۡخَةٞ وَٰحِدَةٞ ﴿١٣﴾ وَحُمِلَتِ ٱلۡأَرۡضُ وَٱلۡجِبَالُ فَدُكَّتَا دَكَّةٗ وَٰحِدَةٗ ﴿١٤﴾
فَيَوۡمَئِذٖ وَقَعَتِ ٱلۡوَاقِعَةُ ﴿١٥﴾ وَٱنشَقَّتِ ٱلسَّمَآءُ فَهِيَ يَوۡمَئِذٖ وَاهِيَةٞ
﴿١٦﴾ وَٱلۡمَلَكُ عَلَىٰٓ أَرۡجَآئِهَاۚ وَيَحۡمِلُ عَرۡشَ رَبِّكَ فَوۡقَهُمۡ يَوۡمَئِذٖ ثَمَٰنِيَةٞ
﴿١٧﴾ يَوۡمَئِذٖ تُعۡرَضُونَ لَا تَخۡفَىٰ مِنكُمۡ خَافِيَةٞ ﴿١٨﴾ فَأَمَّا مَنۡ أُوتِيَ
كِتَٰبَهُۥ بِيَمِينِهِۦ فَيَقُولُ هَآؤُمُ ٱقۡرَءُواْ كِتَٰبِيَهۡ ﴿١٩﴾ إِنِّي ظَنَنتُ أَنِّي مُلَٰقٍ
حِسَابِيَهۡ ﴿٢٠﴾ فَهُوَ فِي عِيشَةٖ رَّاضِيَةٖ ﴿٢١﴾ فِي جَنَّةٍ عَالِيَةٖ ﴿٢٢﴾
قُطُوفُهَا دَانِيَةٞ ﴿٢٣﴾ كُلُواْ وَٱشۡرَبُواْ هَنِيٓـَٔۢا بِمَآ أَسۡلَفۡتُمۡ فِي ٱلۡأَيَّامِ
ٱلۡخَالِيَةِ ﴿٢٤﴾ وَأَمَّا مَنۡ أُوتِيَ كِتَٰبَهُۥ بِشِمَالِهِۦ فَيَقُولُ يَٰلَيۡتَنِي لَمۡ أُوتَ كِتَٰبِيَهۡ
﴿٢٥﴾ وَلَمۡ أَدۡرِ مَا حِسَابِيَهۡ ﴿٢٦﴾ يَٰلَيۡتَهَا كَانَتِ ٱلۡقَاضِيَةَ ﴿٢٧﴾ مَآ أَغۡنَىٰ
عَنِّي مَالِيَهۡۜ ﴿٢٨﴾ هَلَكَ عَنِّي سُلۡطَٰنِيَهۡ ﴿٢٩﴾ خُذُوهُ فَغُلُّوهُ ﴿٣٠﴾ ثُمَّ ٱلۡجَحِيمَ
صَلُّوهُ ﴿٣١﴾ ثُمَّ فِي سِلۡسِلَةٖ ذَرۡعُهَا سَبۡعُونَ ذِرَاعٗا فَٱسۡلُكُوهُ ﴿٣٢﴾ إِنَّهُۥ
كَانَ لَا يُؤۡمِنُ بِٱللَّهِ ٱلۡعَظِيمِ ﴿٣٣﴾ وَلَا يَحُضُّ عَلَىٰ طَعَامِ ٱلۡمِسۡكِينِ ﴿٣٤﴾

هوا لڳاتار، برابر ۽ هڪجهڙي. بيان ڪيل مدت تائين انهن جي مٿان ڪڙڪاٽ ڪندي رهي ۽ پٿر اڇلائي، اڇلائي ڪين ماريندي رهي. (برباد ڪندڙ هئي) يعني ڪين ختم ۽ فنا ڪري رهي هئي. (پوءِ اتي ماڻهن کي ڏسين ها) يعني سندن وسندين ۾. (ڍير ٿيل)، زمين تي ڪريل، مئل، ڍير ٿيل هئا. (جڻ تہ اهي کجين جا پُٽا ٿڙ آهن). کجين جا ڪاڏل ۽ ڪوريل ڪريل پٽا وڻ آهن.

8 (ڇا پوءِ انهن مان ڪنهن کي بچيل ڏسين ٿو؟) يعني انهن مان ڪا ٽولي يا ڪو شخص، باقي ڏسين ٿو؟ بلڪ ڪو هڪ شخص بہ انهن مان باقي نہ بچيو.

9 (۽ آيو فرعون ۽ جيڪي ان کان اڳ هئا) يعني ڪافر قومون (۽ اونڌيون ڪيل وسنديون) لوط عليه السلام جي قوم جا ڳوٺ مراد آهن. (گناه سان) مراد شرڪ ۽ نافرماني آهي.

10 ﴿ فَعَصَوۡاْ رَسُولَ رَبِّهِمۡ ﴾ (پوءِ پنهن جي رب جي رسول جي نافرماني ڪيائون) (پوءِ اللّٰه ڪين پڪڙيو، ڏاڍو سخت پڪڙڻ) يعني ڪين پين جي مقابلي ۾ وڌيڪ سختيءَ سان پڪڙيائين ۽ اها پڪڙ هيءَ هئي تہ ڪين اٿلائي پٿلائي اونڌو ڪري مٿان سٽيو ويو، پوءِ مٿن پٿرن جو مينهن وسايو ويو.

11 (بيشڪ جڏهن پاڻي حد کان لنگهي ويو) يعني مٿانهين سطح تي پهتو. ( تہ اسان توهان کي ٻيڙي ۾ چاڙهيوسون) يعني جڏهن توهان پنهنجن ابن ڏاڏن جي پيڙهين ۾ هئا. "الجارية" نوح عليه السلام جي ٻيڙي آهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهن کي طوفان دوران ڪٽي هلي رهي هئي.

12 (جيئن بڻايون انهيءَ کي توهان لاءِ) يعني اي امت محمديه! نوح عليه السلام جي قوم جي هلاڪت واري واقعي کي. (هڪ نصيحت) يعني عبرت، وعظ ۽ يادگيري. جنهن مان توهان اللّٰه تعاليٰ جي عظيم قدرت ۽ سندس سخت پڪڙ جو اندازو ڪري سگهو. (۽ ياد رکندڙ ڪَن ان کي ياد رکن) انهيءَ واقعي کي ٻڌڻ کان پوءِ گوش هوش رکندڙ انسان ياد رکن.

13 ﴿ فَإِذَا نُفِخَ فِي ٱلصُّورِ نَفۡخَةٞ وَٰحِدَةٞ ﴾ (پوءِ جڏهن هڪ پيرو صور ڦوڪي ويندي).

14 ﴿ وَحُمِلَتِ ٱلۡأَرۡضُ وَٱلۡجِبَالُ فَدُكَّتَا دَكَّةٗ وَٰحِدَةٗ ﴾ (پوءِ جڏهن زمين ۽ جبلن کي کڻي ڪُٽيو ويندو، هڪ ڀيري ڪٽڻ) يعني انهن کي هڪئي ڀيري ڏک هڻي سٽيو، ڪُٽيو ۽ ڇيهون ڇيهون ڪيو ويندو. يا مراد هي آهي تہ انهن کي هڪئي ڀيري ڪٽي پڪيڙيو ويندو.

15 (پوءِ انهيءَ ڏينهن واقع ٿيندڙ شيءِ واقع ٿيندي) يعني قيامت قائم ٿيندي.

16 (۽ آسمان ڦاٽي پوندو، پوءِ اهو ان ڏينهن ڪمزور هوندو) يعني فرشتن جي هيٺ لهڻ سبب آسمان ٽڪر ٽڪر ٿي پوندو. تنهن ڪري انهيءَ ڏينهن انتهائي ڪمزور هوندو.

17 (۽ فرشتا ان - آسمان - جي ڪنارن تي هوندا) يعني فرشتا رب جي حڪم سان پنهنجن پرن سان زمين تي لهي ايندا ۽ زمين ۽ ان ۾ جيڪا بہ مخلوق هوندي، تنهن کي وڪوڙي ونندا. (۽ انهيءَ ڏينهن اٺ فرشتا تنهنجي رب جو عرش پنهنجي مٿان کڻي ايندا) يعني اللّٰه تعاليٰ جا مقرب اٺ فرشتا.

18 (ان ڏينهن توهان کي پيش ڪيو ويندو) يعني ٻانهن کي حساب ڪتاب لاءِ اللّٰه جي آڏو پيش ڪيو ويندو. (توهان جي ڪا ڳجهي ڳالهہ، ڳجهي نہ رهندي) اللّٰه سبحانه وتعاليٰ تي توهان جي ذات، توهان جا قول ۽ توهان جا افعالَ، چاهي ڪيترا بہ ڳجها هجن، هرگز ڳجها رهي نہ سگهندا.

19 (پوءِ جنهن کي سندس اعمالنامو ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويو ) (پوءِ چوندو تہ اچو) يعني وٺو. (پڙهو منهنجو اعمالنامو) پنهنجي اعمالنامي ۾ صحيح عقيدا ۽ چڱا عمل ڏسي خوشيءَ وچان اها ڳالهہ چوندو.

21 (بيشڪ مون کي يقين هو تہ منهنجو حساب ٿيڻو آهي) يعني دنيا ۾ مون کي يقين هو تہ آخرت ۾ منهنجو حساب ڪتاب ضرور ٿيندو.

20 (پوءِ اهو خوشيءَ جي زندگي گذاريندو) رضا خوشيءَ جي اهڙي زندگي گذاريندو، جنهن ۾ ڪڏهن ڪو ڏک سور اصل نہ ڏسندو.

22 (جنت جي مٿانهين ماڙين ۾ هوندو) بلند محلات ۾ هوندو، ڇاڪاڻ تہ اهي آسمان ۾ هونديون. يا وري مطلب هي آهي تہ انتهائي قدر ۽ قيمت واريون وڏيون بلڊنگون هونديون.

23 (جنهن جي ميون جا ڇڳا جهڪيل هوندا) يعني ان جا ميوا ايترا ويجها هوندا، جو اٿندي، ويهندي، ليٽندي، جڏهن بہ گهرندو، انهن کي پٽي سگهندو.

24 (مزي سان کائو ۽ پيئو، انهن عملن جي نتيجي ۾ جيڪي توهان گذريل زندگي ۾ اڳتي موڪليا هئا) يعني دنيا جي حياتيءَ ۾ آخرت لاءِ جيڪي چڱا عمل توهان ڪيا هئا، انهن جي بدلي ۾ عيش ڪريو.

25 (۽ جنهن شخص کي سندس اعمالنامو، سندس کاٻي هٿ ۾ ڏنو ويندو) اهو پنهنجا بڇڙا عمل ڏسي انتهائي غمگين ۽ رنجيده حالت ۾ هوندو. (پوءِ چوندو تہ جيڪر مون کي منهنجو اعمالنامو نہ ڏنو وڃي ها).

26 (۽ نہ کي آءٌ ڄاڻان ها تہ منهنجو حساب ڪتاب ڇا آهي؟) ڇاڪاڻ تہ سندس حساب، سندس لاءِ وبال ۽ جنجال ٿيندو، تنهن ڪري اهڙي حسرت ظاهر ڪندو.

27 (هاءِ ! جيڪر (موت ئي) مون کي ختم ڪري ڇڏي ها) يعني ڪاش! مري، وري جيئرو ئي نہ ٿيان ها. بڇڙن عملن جو عذاب ڏسي هميشه لاءِ مري وڃڻ جي اميد ڪندو.

28 (مون کي منهنجو مال بچائي نہ سگهيو) يعني جيڪو مال متاع مون ڪمايو ۽ جمع ڪيو، اهو اللّٰه جي عذاب کان مون کي بلڪل بچائي نہ سگهيو.

29 (مون کان منهنجي بادشاهي بہ ڇٽ ٿي وئي) يعني منهنجا حيلا

فَلَيْسَ لَهُ ٱلْيَوْمَ هَٰهُنَا حَمِيمٌ ﴿٣٥﴾ وَلَا طَعَامٌ إِلَّا مِنْ غِسْلِينٍ ﴿٣٦﴾ لَّا يَأْكُلُهُۥٓ
إِلَّا ٱلْخَٰطِـُٔونَ ﴿٣٧﴾ فَلَآ أُقْسِمُ بِمَا تُبْصِرُونَ ﴿٣٨﴾ وَمَا لَا تُبْصِرُونَ ﴿٣٩﴾
إِنَّهُۥ لَقَوْلُ رَسُولٍ كَرِيمٍ ﴿٤٠﴾ وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ ۚ قَلِيلًا مَّا تُؤْمِنُونَ ﴿٤١﴾
وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ ۚ قَلِيلًا مَّا تَذَكَّرُونَ ﴿٤٢﴾ تَنزِيلٌ مِّن رَّبِّ ٱلْعَٰلَمِينَ ﴿٤٣﴾ وَلَوْ
تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ ٱلْأَقَاوِيلِ ﴿٤٤﴾ لَأَخَذْنَا مِنْهُ بِٱلْيَمِينِ ﴿٤٥﴾ ثُمَّ لَقَطَعْنَا
مِنْهُ ٱلْوَتِينَ ﴿٤٦﴾ فَمَا مِنكُم مِّنْ أَحَدٍ عَنْهُ حَٰجِزِينَ ﴿٤٧﴾ وَإِنَّهُۥ لَتَذْكِرَةٌ
لِّلْمُتَّقِينَ ﴿٤٨﴾ وَإِنَّا لَنَعْلَمُ أَنَّ مِنكُم مُّكَذِّبِينَ ﴿٤٩﴾ وَإِنَّهُۥ لَحَسْرَةٌ عَلَى
ٱلْكَٰفِرِينَ ﴿٥٠﴾ وَإِنَّهُۥ لَحَقُّ ٱلْيَقِينِ ﴿٥١﴾ فَسَبِّحْ بِٱسْمِ رَبِّكَ ٱلْعَظِيمِ ﴿٥٢﴾

## سُورَةُ المَعَارِج

ترتيبها ٧٠ — آياتها ٤٤

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

سَأَلَ سَآئِلٌۢ بِعَذَابٍ وَاقِعٍ ﴿١﴾ لِّلْكَٰفِرِينَ لَيْسَ لَهُۥ دَافِعٌ ﴿٢﴾ مِّنَ
ٱللَّهِ ذِى ٱلْمَعَارِجِ ﴿٣﴾ تَعْرُجُ ٱلْمَلَٰٓئِكَةُ وَٱلرُّوحُ إِلَيْهِ فِى
يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهُۥ خَمْسِينَ أَلْفَ سَنَةٍ ﴿٤﴾ فَٱصْبِرْ صَبْرًا جَمِيلًا ﴿٥﴾
إِنَّهُمْ يَرَوْنَهُۥ بَعِيدًا ﴿٦﴾ وَنَرَىٰهُ قَرِيبًا ﴿٧﴾ يَوْمَ تَكُونُ ٱلسَّمَآءُ كَٱلْمُهْلِ
﴿٨﴾ وَتَكُونُ ٱلْجِبَالُ كَٱلْعِهْنِ ﴿٩﴾ وَلَا يَسْـَٔلُ حَمِيمٌ حَمِيمًا ﴿١٠﴾

۽ حجتون سڀ اجايا ۽ بيڪار ويا. پڻ ”سلطان“ مان منصب، مرتبو ۽ بادشاهي بہ مراد ورتي وئي آهي. انهيءَ وقت الله تعاليٰ حڪم فرمائيندو:

30 (ڪيس پڪڙيو، پوءِ ڳچيءَ ۾ ڳٽ وجهوس) يعني سندس هٿن کي ورائي ڳاٽي ۾ ڳٽ وجهي ڇڏو.

31 (پوءِ جهنم ۾ اڇلايوس) پوءِ ڪيس دوزخ ۾ اڇلايو تہ جيئن ان جي ساڙڻ جو مزو چکي.

32 (پوءِ ستر هٿ ڊگهي زنجير ۾ ٻڌوس) (سلسلة) يعني : زنجير. (ذرعها) يعني : سندس ڊيگهہ. سفيان ثوري فرمائي ٿو تہ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ انهن جي دبر مان زنجير وجهي، انهن جي وات مان ڪڍيو ويندو (نعوذ بالله!).

33 ﴿ إِنَّهُۥ كَانَ لَا يُؤْمِنُ بِٱللَّهِ ٱلْعَظِيمِ ﴾ (اهو الله عظيم کي نہ مڃيندو هو).

34 (۽ نہ ڪي مسڪين کي کاڌي کارائڻ لاءِ همٿائيندو هو).

35 (پوءِ اڄ سندس لاءِ هتي نہ ڪو گهڻ گهرو دوست آهي) يعني آخرت ۾ ڪو عزيز قريب، ڪنهن عزيز قريب کي نہ ڪو فائدو ڏيندو ۽ نہ سندس شفاعت ڪندو. جو اهو اهڙو ڏينهن هوندو، جنهن ۾ عزيز قريب پنهنجي مٽ مائٽ کان ۽ پيارو پنهنجي پياري کان ڀڄندو وتندو.

36 (۽ نہ وري سندس لاءِ دوزخين جي پونءِ کان سواءِ ڪو کاڌو آهي) جسم جي ڦٽن ڦرڙين مان جيڪا پونءِ وهندي آهي، اها مراد آهي.

37 (جنهن کي گنهگارن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نہ کائيندو) يعني رڳو خطاڪار ۽ نافرمان ماڻهوئي اهو کاڌو کائيندا.

39 38 (پوءِ مون کي قسم آهي انهن شين جو، جن کي توهان ڏسو ٿا ۽ جن کي توهان نٿا ڏسو) يعني انهن سڀني شين جو قسم کڻان ٿو، جيڪي ڏسڻ ۾ اچن يا نہ اچن.

40 (تہ بيشڪ اهو عزت واري رسول جو فرمان آهي) يعني قرآن مانائتي پيغمبر يعني حضرت محمد ﷺ جو پڙهيل آهي. يا رسول مان جبرئيل عليه السلام بہ مراد ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هو ان جو پهچائيندڙ آهي.

41 (۽ اهو ڪنهن شاعر جو ڪلام نہ آهي) جيئن توهان ڀانيو ٿا. ڇاڪاڻ تہ قرآن مجيد شعر جي ڪنهن بہ قسم ۽ صنف مان نہ آهي. (توهان ٿورڙو ڪي ايمان آڻيو ٿا) يعني الله ۽ رسول کي مڃيندڙ ۽ ان جي تصديق ڪندڙ، گهٽ ۽ ٿورڙا ماڻهو ۽ گهٽ يقين رکندڙ آهن.

42 (۽ نہ وري ڪنهن ڀوپي جو ڪلام آهي) جيئن توهان گمان ڪريو ٿا. ڇاڪاڻ تہ ڪهانت ٻي شيءِ آهي. قرآن ۽ ڪهانت جي هڪٻئي سان ڪا مناسبت ئي نہ آهي. (توهان ٿورڙي ئي نصيحت پرايو ٿا) يعني گهٽ نصيحت وٺندا آهيو.

43 (جهانن جي پالڻهار جي پاران نازل ڪيل آهي) معنيٰ هيءَ آهي تہ اهو قرآن سڄوري ۽ عزت واري رسول جو فرمان مبارڪ آهي، جنهن جي زباني جهانن جي رب تعاليٰ انسانن تائين پهچايو آهي.

44 (۽ جيڪڏهن اهو پاڻ اسان تي ڪي ڳالهيون گهڙي مڙهي ها) يعني جيڪڏهن اهو پيغمبر پاڪ، مراد حضرت محمد ﷺ يا جبرئيل امين آهي، جيئن اڳ ۾ بيان ٿيو، پنهنجي طرفان ڪا شيءِ ٺاهي، ان جي نسبت الله ڏانهن ڪري ها.

45 (تہ يقينًا ڪيس ساڄي هٿ کان پڪڙيون ها).

46 (پوءِ سندس شہ رڳ ڪپيون ها) پٺيءَ کان دل تائين ويندڙ رڳ مراد آهي. يعني پوءِ بادشاهن جي معمول مطابق سخت ڪاوڙ سبب، پوئاتي طريقي سان ڪيس قتل ڪري ڇڏيون ها.

47 (پوءِ توهان مان ڪو ڪيس بچائڻ وارو نہ هجي ها) يعني توهان مان ڪو بہ اسان کي انهيءَ ڪم جي ڪرڻ کان روڪي نہ سگهي ها، پوءِ ڀلا سوچيو تہ سهي! توهان جي ڪري ڪيئن اهو سڳورو انسان الله تي ڪوڙ مڙهيندو؟

48 (۽ بيشڪ اهو پرهيزگارن لاءِ هڪ نصيحت آهي) يعني قرآن پرهيزگارن لاءِ نصيحت جو ڪتاب آهي، جنهن مان اهي ئي فائدو وٺندا آهن.

49 (۽ بيشڪ اسان ڄاڻون ٿا تہ توهان مان ڪي ڪوڙو ڪندڙ آهن) يعني توهان مان ڪي قرآن کي ڪوڙو ڪن ٿا، پوءِ ڪين ان جو بدلو ڏينداسون.

50 (۽ بيشڪ اهو ڪافرن لاءِ حسرت آهي) يعني قرآن قيامت جي ڏينهن ڪافرن لاءِ حسرت ۽ پشيمانيءَ جو ڪارڻ هوندو.

51 (۽ بيشڪ قرآن يقيني سچائي آهي) ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي طرفان آيل آهي، تنهن ڪري ان جي باري ۾ ڪنهن قسم جو شڪ شبهو پيدا نٿو ٿئي.

52 (پوءِ تون پنهنجي رب عظيم جي نالي جي پاڪائي بيان ڪر).

## سورة المعارج

1 (هڪ گهرندڙ عذاب جي گهر ڪئي، جيڪو اچڻ وارو آهي) يعني هڪ مطالبو ڪندڙ شخص، انهيءَ ايندڙ عذاب جو مطالبو ڪيو، مراد نذر بن حارث آهي، جنهن چيو هو تہ : ﴿ ٱللَّهُمَّ إِن كَانَ هَٰذَا هُوَ ٱلْحَقَّ مِنْ عِندِكَ فَأَمْطِرْ عَلَيْنَا حِجَارَةً مِّنَ ٱلسَّمَآءِ أَوِ ٱئْتِنَا بِعَذَابٍ أَلِيمٍ ﴾ (اي الله! جيڪڏهن هيءُ تنهنجي طرفان واقعي حق آهي تہ پوءِ اسان تي آسمان مان پٿر وساءِ يا اسان تي ڏکوئيندڙ عذاب ڪر).

2 (ڪافرن لاءِ) يعني جيڪي ڪافر ٿي چڪا آهن يا جيڪا ڪافر ٿيڻ وارا آهن. (ان کي ڪو بہ ٽارڻ وارو نہ آهي) الله جي طرفان ايندڙ انهيءَ عذاب کان انهن ڪافرن ۽ مشرڪن کي ڪو بہ بچائي نہ سگهندو.

3 (آسماني رستن واري الله کان) اهو الله، جنهن ڏانهن فرشتا، هر وقت چڙهندا رهندا آهن. يا ”المعارج“ مان الله تعاليٰ جي عظمت ۽ شان جلالي مراد آهي.

4 (فرشتا ۽ روح القدس ان ڏانهن چڙهندا) يعني انهن ڏاڪڻ جي ذريعي، جيڪي الله تعاليٰ سندن لاءِ مقرر ڪيون آهن، فرشتا ۽ جبرئيل امين الله تعاليٰ ڏانهن لهندا چڙهندا آهن. (هڪ ڏينهن ۾،

يُبَصَّرُونَهُمْ ۚ يَوَدُّ ٱلْمُجْرِمُ لَوْ يَفْتَدِى مِنْ عَذَابِ يَوْمِئِذٍۭ بِبَنِيهِ ﴿١١﴾
وَصَٰحِبَتِهِۦ وَأَخِيهِ ﴿١٢﴾ وَفَصِيلَتِهِ ٱلَّتِى تُـْٔوِيهِ ﴿١٣﴾ وَمَن فِى ٱلْأَرْضِ
جَمِيعًا ثُمَّ يُنجِيهِ ﴿١٤﴾ كَلَّآ ۖ إِنَّهَا لَظَىٰ ﴿١٥﴾ نَزَّاعَةً لِّلشَّوَىٰ ﴿١٦﴾ تَدْعُوا۟
مَنْ أَدْبَرَ وَتَوَلَّىٰ ﴿١٧﴾ وَجَمَعَ فَأَوْعَىٰٓ ﴿١٨﴾ ۞ إِنَّ ٱلْإِنسَٰنَ خُلِقَ هَلُوعًا
﴿١٩﴾ إِذَا مَسَّهُ ٱلشَّرُّ جَزُوعًا ﴿٢٠﴾ وَإِذَا مَسَّهُ ٱلْخَيْرُ مَنُوعًا ﴿٢١﴾ إِلَّا
ٱلْمُصَلِّينَ ﴿٢٢﴾ ٱلَّذِينَ هُمْ عَلَىٰ صَلَاتِهِمْ دَآئِمُونَ ﴿٢٣﴾ وَٱلَّذِينَ فِىٓ
أَمْوَٰلِهِمْ حَقٌّ مَّعْلُومٌ ﴿٢٤﴾ لِّلسَّآئِلِ وَٱلْمَحْرُومِ ﴿٢٥﴾ وَٱلَّذِينَ يُصَدِّقُونَ
بِيَوْمِ ٱلدِّينِ ﴿٢٦﴾ وَٱلَّذِينَ هُم مِّنْ عَذَابِ رَبِّهِم مُّشْفِقُونَ ﴿٢٧﴾ إِنَّ عَذَابَ
رَبِّهِمْ غَيْرُ مَأْمُونٍ ﴿٢٨﴾ وَٱلَّذِينَ هُمْ لِفُرُوجِهِمْ حَٰفِظُونَ ﴿٢٩﴾ إِلَّا عَلَىٰٓ
أَزْوَٰجِهِمْ أَوْ مَا مَلَكَتْ أَيْمَٰنُهُمْ فَإِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُومِينَ ﴿٣٠﴾ فَمَنِ ٱبْتَغَىٰ وَرَآءَ
ذَٰلِكَ فَأُو۟لَٰٓئِكَ هُمُ ٱلْعَادُونَ ﴿٣١﴾ وَٱلَّذِينَ هُمْ لِأَمَٰنَٰتِهِمْ وَعَهْدِهِمْ رَٰعُونَ
﴿٣٢﴾ وَٱلَّذِينَ هُم بِشَهَٰدَٰتِهِمْ قَآئِمُونَ ﴿٣٣﴾ وَٱلَّذِينَ هُمْ عَلَىٰ صَلَاتِهِمْ يُحَافِظُونَ
﴿٣٤﴾ أُو۟لَٰٓئِكَ فِى جَنَّٰتٍ مُّكْرَمُونَ ﴿٣٥﴾ فَمَالِ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ قِبَلَكَ مُهْطِعِينَ
﴿٣٦﴾ عَنِ ٱلْيَمِينِ وَعَنِ ٱلشِّمَالِ عِزِينَ ﴿٣٧﴾ أَيَطْمَعُ كُلُّ ٱمْرِئٍ مِّنْهُمْ
أَن يُدْخَلَ جَنَّةَ نَعِيمٍ ﴿٣٨﴾ كَلَّآ ۖ إِنَّا خَلَقْنَٰهُم مِّمَّا يَعْلَمُونَ ﴿٣٩﴾

جنهن جو مقدار پنجاهہ هزار سال آهي) ان مان قيامت جو ڏينهن مراد آهي. انهيءَ عرصي ۾ محشر وارن جو حساب ڪتاب ٿيندو. ان کان پوءِ جنتي جنت ۾، ۽ دوزخي دوزخ ۾ ويندا.

5 (پوءِ تون صبر ڪر، سُهائيندڙ صبر) يعني اهڙو صبر، جنهن ۾ نہ گهل گهوڙا هجي ۽ نہ غير الله وٽ ڪا شڪايت ۽ حڪايت هجي.

6 (بيشڪ اهي ان کي پري ٿا ڏسن) ان کي بعيد ۽ ناممڪن سمجهن ٿا.

7 (۽ اسان ان کي ويجهو پيا ڏسون).

8 (انهيءَ ڏينهن آسمان ٽهڪندڙ ٽامي وانگر ٿي پوندو) (المهل): پگهريل ٽامو، سيهو ۽ چاندي مراد آهي. پڻ تيل جي گيرٽ بہ مراد ورتي وئي آهي.

9 (۽ جبلَ پڃيل اُنَ جهڙا ٿي پوندا) يعني اهي رنگيل اُن وانگر ٿي پوندا.

10 (ڪو بہ گهاٽو سنگتي پنهنجي گهاٽي سنگتي کان پڇندو بہ نہ) يعني قيامت جي ڏينهن جون سختيون ۽ سور ڏسي ويجهي مان ويجهو عزيز قريب بہ ٻئي کان سندس حالت نہ پڇندو.

11 12 (جيتوڻيڪ کين ڏسندا بہ پيا هوندا) يعني هر انسان پنهنجي عزيز قريب کي ڏسندو ۽ سڃاڻندو. ڪو ڪنهن کان لڪل بہ نہ رهندو. پر تڏهن بہ نہ هڪ ٻئي کان پڇا ڳاڇا ڪندا ۽ نہ پاڻ ۾ ڳالهائي سگهندا، ڇاڪاڻ تہ نفسا نفسيءَ جي حالت هوندي. (ڏوهاري چاهيندو) اهڙو گنهگار مراد آهي، جيڪو دوزخ جو حقدار هوندو. (تہ جيڪر ان ڏينهن جي عذاب کان بچڻ لاءِ فديي ۾ پيش ڪري) يعني قيامت جي ڏينهن جي عذاب کان بچڻ لاءِ، جيڪو واقع ٿي چڪو هوندو. (پنهنجن پٽن کي) (۽ پنهنجي زال) يعني پنهنجي گهر واريءَ کي (۽ پنهنجي ڀاءُ کي) دنيا ۾ اهي ئي مٽ مائٽ سڀ کان وڌيڪ عزيز ۽ پيارا هوندا آهن، سو جيڪڏهن ان ڏينهن واري عذاب کان سندس جان خلاصي جي عيوض سندس اهي عزيز، قريب قبول پون ها هوند ڏيئي پنهنجي جان بچائي ها.

13 (۽ سندس اهو ڪڙم قبيلو جيڪو کيس پناهہ ڏيندو آهي) يعني اهو خاندان، جيڪو ساڻس نسب ۾ شامل هوندو آهي، ۽ سختين ۽ ڏکن ۾ ان جي پناهہ وٺندو آهي.

14 (۽ روءِ زمين ۾ جيڪي ڪجهہ آهي سو سڀ) يعني ڏوهاري گهرندو تہ جيڪر روءِ زمين تي جيڪي انسان، جنات ۽ ٻي مخلوق رهي ٿي، انهن سڀني کي ڇٽيءَ ۾ پيش ڪري. (پوءِ کيس نجات ملي) يعني جيئن کيس اها ڇٽي دوزخ جي عذاب کان بچائي، تہ هوند سڀ ڪجهہ ڏئي.

15 ﴿كَلَّآ﴾ (ڪڏهن بہ نہ) (بيشڪ اها ڀڙڪندڙ باهہ آهي) (لَظَىٰ) دوزخ جو هڪ نالو آهي، ڀڙڪندڙ باهہ جي ڪري ان تي اهو نالو پيو آهي.

16 (ڇڪي کل لاهيندڙ آهي) مٿي جي کل ڇڪي پٽيندي آهي.

17 (پڪاريندي انهيءَ شخص کي جنهن پٺي ڏني) يعني جيڪو دنيا ۾ حق کان پٺي ڦيرائيندو، تنهن کي دوزخ قيامت ڏينهن واڪا ڪري پئي پڪاريندي. (۽ منهن موڙيو)، يعني جنهن (الله ۽ سندس رسول ﷺ کان) منهن موڙيو.

18 (۽ مال گڏ ڪيائين، پوءِ ان کي سانڍي رکيائين) يعني ٽجوڙين ۾ مال گڏ ڪري رکي ٿو ۽ ان کي الله جي واٽ ۾ خرچ نٿو ڪري.

19 (بيشڪ انسان بي همت پيدا ڪيو ويو آهي) يعني وڏي حرص وارو ۽ مصيبت ۾ بي صبري ڪندڙ ۽ بدشد ڳالهائيندڙ آهي.

20 21 (جڏهن کيس مصيبت پهچندي آهي تہ بي صبرو ٿيندو آهي ۽ جڏهن کيس ڀلائي پهچندي آهي تہ بخيلي ڪندو آهي) يعني جڏهن کيس مسڪيني، محتاجي، بيماري وغيره پهچندي آهي تہ گهٽي گهل گهوڙا ڪندو آهي ۽ مالداري، شاهوڪاري، ڪشادگي وغيره ڏسندو آهي تہ پنهنجي هٿ کي روڪي ڇڏيندو آهي.

22 (سواءِ نمازين جي) يعني جيڪي نماز قائم ڪندڙ آهن. اهي بيان ڪيل انهن اوگڻن وارا نہ آهن، جو حريص، بخيل ۽ جزع فزع ڪرڻ وارا بي همت هجن.

23 (جيڪي پنهنجين نمازن تي هميشگي ڪندڙ آهن) يعني ڪنهن بہ قسم جو ڪم کين ان کان غافل نہ ڪندو آهي، ۽ فرض نماز سدائين وقت جي پابنديءَ سان پڙهندا آهن.

24 (۽ جن جي مالن ۾ حق مقرر ٿيل آهي) فرضي زڪاة مراد آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ مٿي مائٽي ڳنڍڻ لاءِ مال خرچ ڪرڻ مراد آهي.

25 (گهرندڙن لاءِ بہ ۽ سوال کان بچندڙن لاءِ بہ) سورة الذاريات ۾ سوالي ۽ محروم شخص بابت تفصيل گذري چڪو آهي.

26 (۽ جيڪي بدلي جي ڏينهن کي سچو مڃين ٿا) قيامت جو ڏينهن مراد آهي، جڏهن اهو ايندو تہ نہ ڪو شڪ شبهو ٿيندن ۽ نہ ان جو انڪار ڪندا.

27 (۽ جيڪي پنهنجي رب جي عذاب کان ڊڄندڙ آهن) يعني فرمانبردار هجڻ جي باوجود خوف خدا هيٺ رهن ٿا.

28 (بيشڪ سندن رب جو عذاب بي خوف ٿيڻ جهڙي شيءِ نہ آهي) يعني ڪو شخص ان کان امن ۾ نٿو رهي سگهي ۽ هر شخص تي حق آهي تہ الله کان ڊڄندو رهي.

29 (۽ جيڪي پنهنجين اگهڙن جي حفاظت ڪندڙ آهن)

30 (سواءِ پنهنجين زالن ۽ پنهنجين ٻانهين جي، انهيءَ حالت ۾ مٿن ڪا بہ ملامت ڪانهي).

31 (باقي جيڪي انهن کان سواءِ بہ ڪجهہ طلبين تہ پوءِ اهي حد کان لنگهندڙ آهن).

32 (۽ جيڪي پنهنجين امانتن ۽ پنهنجن وعدن جي پابندي ڪندڙ آهن) جنهن بہ قسم جي امانت وٽن هوندي آهي، ان ۾ ڪا گڙٻڙ ۽ خيانت نہ ڪندا آهن، ۽ جهڙي بہ قسم جو عهد، اقرار اهي ڪندا آهن، ان کي پورو ڪندا آهن.





فَلَآ أُقْسِمُ بِرَبِّ ٱلْمَشَٰرِقِ وَٱلْمَغَٰرِبِ إِنَّا لَقَٰدِرُونَ ﴿٤٠﴾ عَلَىٰٓ أَن نُّبَدِّلَ خَيْرًا مِّنْهُمْ
وَمَا نَحْنُ بِمَسْبُوقِينَ ﴿٤١﴾ فَذَرْهُمْ يَخُوضُوا۟ وَيَلْعَبُوا۟ حَتَّىٰ يُلَٰقُوا۟ يَوْمَهُمُ ٱلَّذِى
يُوعَدُونَ ﴿٤٢﴾ يَوْمَ يَخْرُجُونَ مِنَ ٱلْأَجْدَاثِ سِرَاعًا كَأَنَّهُمْ إِلَىٰ نُصُبٍ يُوفِضُونَ
﴿٤٣﴾ خَٰشِعَةً أَبْصَٰرُهُمْ تَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ذَٰلِكَ ٱلْيَوْمُ ٱلَّذِى كَانُوا۟ يُوعَدُونَ ﴿٤٤﴾

## سُورَةُ نُوحٍ

ترتيبها ٧١ — آياتها ٢٨

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِنَّآ أَرْسَلْنَا نُوحًا إِلَىٰ قَوْمِهِۦٓ أَنْ أَنذِرْ قَوْمَكَ مِن قَبْلِ أَن يَأْتِيَهُمْ
عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿١﴾ قَالَ يَٰقَوْمِ إِنِّى لَكُمْ نَذِيرٌ مُّبِينٌ ﴿٢﴾ أَنِ ٱعْبُدُوا۟
ٱللَّهَ وَٱتَّقُوهُ وَأَطِيعُونِ ﴿٣﴾ يَغْفِرْ لَكُم مِّن ذُنُوبِكُمْ وَيُؤَخِّرْكُمْ
إِلَىٰٓ أَجَلٍ مُّسَمًّى ۚ إِنَّ أَجَلَ ٱللَّهِ إِذَا جَآءَ لَا يُؤَخَّرُ ۖ لَوْ كُنتُمْ تَعْلَمُونَ
﴿٤﴾ قَالَ رَبِّ إِنِّى دَعَوْتُ قَوْمِى لَيْلًا وَنَهَارًا ﴿٥﴾ فَلَمْ يَزِدْهُمْ دُعَآءِىٓ إِلَّا
فِرَارًا ﴿٦﴾ وَإِنِّى كُلَّمَا دَعَوْتُهُمْ لِتَغْفِرَ لَهُمْ جَعَلُوٓا۟ أَصَٰبِعَهُمْ
فِىٓ ءَاذَانِهِمْ وَٱسْتَغْشَوْا۟ ثِيَابَهُمْ وَأَصَرُّوا۟ وَٱسْتَكْبَرُوا۟ ٱسْتِكْبَارًا
﴿٧﴾ ثُمَّ إِنِّى دَعَوْتُهُمْ جِهَارًا ﴿٨﴾ ثُمَّ إِنِّىٓ أَعْلَنتُ لَهُمْ وَأَسْرَرْتُ
لَهُمْ إِسْرَارًا ﴿٩﴾ فَقُلْتُ ٱسْتَغْفِرُوا۟ رَبَّكُمْ إِنَّهُۥ كَانَ غَفَّارًا ﴿١٠﴾

(33) (۽ جيڪي پنهنجين شاهدين تي قائم رهڻ وارا آهن) يعني الله جي رضامنديءَ لاءِ گواهي ڏيندا آهن، چاهي گواهي سندن ڪنهن عزيز قريب جي خلاف ئي هجي، يا ڪنهن وڏي منصب واري ماڻهوءَ جي خلاف هجي، نه ان کي لڪائيندا آهن ۽ نه ان ۾ مٽا سٽا ڪندا آهن.

(34) (۽ جيڪي پنهنجين نمازن جي حفاظت ڪندڙ آهن) يعني ڪهڙي به قسم جي مشغوليت هجي، ان کان غافل نه ٿيندا آهن ۽ نه اهڙو عمل ڪندا آهن، جو سندن نماز ضايع ۽ ان جو ثواب باطل ٿئي.

(35) (اهي جنتن ۾ عزت سان رهڻ وارا آهن) يعني سدائين انهن جي عزت ۽ تڪريم مختلف طريقن سان ٿيندي رهندي.

(36) (پوءِ ڪافرن کي ڇا ٿيو آهي، جيڪي تو ڏانهن ڊوڙندا اچن ٿا) يعني تو کي ڪوڙو ڪرڻ لاءِ تنهنجي چوڌاري ڊڪ ڊوڙ ڪندا رهن ٿا ۽ تو تي ٺٺوليون ڪن ٿا. پڻ چيو ويو آهي ته اهي ماڻهو مراد آهن، جيڪي سدائين ڳاٺ ڪنيو، اکيون ڦوٽاري تو کي ڏسن ٿا.

(37) (ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان ٽوليون ٽوليون ٿي) يعني نبي ﷺ جن جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي ٽولين جون ٽوليون ٿي اچن وڃن ٿا.

(38) (انهن مان هر هڪ اها لالچ رکي ٿو ڇا ته هو نعمت واري بهشت ۾ داخل ڪيو ويندو؟).

(39) (هرگز نه! بيشڪ اسان کين ان (شيءِ) مان پيدا ڪيو آهي، جنهن جي خبر اٿن) يعني ڪني پاڻي، منيءَ مان پيدا ٿيل آهن، جنهن جي حقيقت اهي ڄاڻن ٿا. تنهن ڪري کين تڪبر ڪرڻ نه گهرجي. مسند احمد، ابن ماجه ۽ ابن سعد جي روايت آهي ته : رسول الله ﷺ جن اهي آيتون: (فمال الذين ڪفروا... کان : مما يعلمون) تائين پڙهيون پوءِ پنهنجي هٿ مبارڪ تي ٿڪ هڻي، ان تي آنگر رکي فرمايائون ته : الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته : اي آدم جا پٽ! تون مون کي ڪيئن ٿو عاجز ڪري سگهين، حالانڪ مون تو کي ههڙي شيءِ مان پيدا ڪيو آهي؟

(40) (سو نه. آءٌ قسم ٿو کڻان) يعني آءٌ قسم کڻان ٿو. (اوڀرن ۽ اولهن جي رب جو) يعني پوري سال ۾ جتان جتان سج اڀري ٿو ۽ جتي جتي لهي ٿو، انهن هنڌن جو قسم کڻان ٿو. (ته بيشڪ اسان طاقت رکندڙ آهيون).

(41) (هن تي ته انهن جي بدلي انهن کان ڀلارا ماڻهو آڻيون) يعني جن سندس نافرماني ڪئي، تن کي هلاڪ ڪري، انهن جي جاءِ تي وڌيڪ فرمانبردار ماڻهن کي آڻي سگهون ٿا. (۽ اسان اڳ ڪڍيل ٿيڻ وارا نه آهيون) يعني جيڪڏهن اسان گهرون ته اسان تي ڪو غالب ٿيڻ وارو نه آهي.

(42) (پوءِ کين ڇڏي ڏي ته مشغول رهن)، ڀلي بيڪار ڳالهين ۽ باطل ۾ مصروف رهن. (۽ راند روند ڪن) دنيا جي ڪمن ۾. پنهنجي ڄمار ڳاري ڇڏين ۽ جيڪو حڪم مون کين ڪيو آهي ڀلي ان کان غافل رهن. ۽ جيڪي سرگرميون اهي ڪري رهيا آهن، اهي تو کي وڏيون نظر نه اچن. ڇاڪاڻ ته تنهنجو ڪم صرف الله جو پيغام پهچائڻ آهي. (تانجو پنهنجي انهيءَ ڏينهن کي ڏسن، جنهن جو ساڻن وعدو ڪيو وڃي ٿو) قيامت جو ڏينهن مراد آهي.

(43) (جنهن ڏينهن قبرن مان نڪرندا) (جلدي ڊوڙندي) (ڄڻ ته اهي بتن ڏانهن) جتي ڪو عَلم ۽ جهنڊو کوڙيل هوندو آهي. (ڊوڙندا وڃن ٿا) هڪ ٻئي کان اڳرائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

(44) (سندن اکيون جهڪيل هونديون) غير متوقع عذاب ڏسي کين اکيون مٿي کڻڻ جي همت به نه ٿيندن. (ذلت کين ويڙهي ويندي) يعني مٿن زبردست خواري مسلط هوندن. (اهو ئي آهي اهو ڏينهن، جنهن جو کين انجام ڏنو پئي ويو).

## سوره نوح

(1) (بيشڪ اسان نوح کي سندس قوم ڏانهن موڪليو) اڳ ۾ بيان ٿي چڪو ته نوح عليه السلام الله جو پهريون موڪليل رسول پاڪ آهي. سوره عنڪبوت ۾ بيان ٿيو ته ڪيتري مدت پنهنجي قوم ۾ رهيو؟ (ته ڊيڄار پنهنجي قوم کي) يعني کيس چيوسون ته پنهنجي قوم کي خدا تعاليٰ جو خوف ڏيار. (هن کان اڳ جو مٿن کو ڏکوئيندڙ عذاب اچي پوي) يعني مٿن شديد ملامت وارو عذاب اچي، مراد دوزخ جو عذاب آهي يا اهو عذاب مراد آهي جيڪو طوفان جي صورت ۾ مٿن مسلط ٿيو.

(2) (کين چيائين ته: اي منهنجي قوم ! آءٌ اوهان لاءِ پڌرو ڊيڄاريندڙ آهيان).

(3) (ته الله جي عبادت ڪريو ۽ ان کان ڊڄو ۽ منهنجو چوڻ وٺو).

(4) (ته هو توهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو) يعني توهان جا ڪجهه اهڙا گناهه معاف ڪندو، جيڪي سندس پيغمبر سڳوري جي دعوت ۽ اطاعت قبول ڪرڻ کان اڳ توهان ڪيا هئا. (۽ توهان کي مقرر ڪيل وقت تائين مهلت ڏيندو) يعني تقدير جي لکئي مطابق وڏي مدت تائين، توهان جي موت کي پٺتي ڪندو. مطلب هي آهي ته جيستائين الله ۽ پيغمبر سڳوري جي فرمانبرداريءَ تي قائم رهندا، ان وقت تائين توهان کي زمين ۾ سکيو ستابو ۽ آباد رکندو. (بيشڪ الله جو مقرر وقت جڏهن اچي پهندو آهي ته پوءِ اهو پٺتي نه ڪيو ويندو آهي) يعني توهان لاءِ الله تعاليٰ جيڪا تقدير مقرر ڪئي آهي، جيڪڏهن توهان ڪفر تي قائم رهيا ته پوءِ ان ۾ ڪنهن به صورت ۾، ڪا تاخير نه ٿيندي، بلڪ اها ٿي رهندي. تنهن ڪري جيترو جلدي ٿي سگهي، توهان ايمان ۽ اطاعت اختيار ڪريو. (جيڪر توهان کي اها ڄاڻ هجي ها!) يعني ڪاش توهان ڄاڻو ته جڏهن الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل مدت ايندي آهي ته پوءِ ان ۾ دير نه ٿيندي آهي.

(5) (چيائين ته : اي منهنجا رب ! آءٌ پنهنجي قوم کي رات ڏينهن سڏيندو رهيس).

(6) (پوءِ منهنجي دعوت کين رڳو پري ڀڄڻ ۾ وڌايو) يعني منهنجي دعوت کي مڃڻ جي بجاءِ، اٽلندو مون کان پري ڀڄڻ لڳا.

(7) (۽ بيشڪ مون جڏهن به کين سڏيو ٿي ته جيئن تون کين بخشين)

يُرْسِلِ ٱلسَّمَآءَ عَلَيْكُم مِّدْرَارًا ﴿١١﴾ وَيُمْدِدْكُم بِأَمْوَٰلٍ وَبَنِينَ وَيَجْعَل
لَّكُمْ جَنَّٰتٍ وَيَجْعَل لَّكُمْ أَنْهَٰرًا ﴿١٢﴾ مَّا لَكُمْ لَا تَرْجُونَ لِلَّهِ وَقَارًا ﴿١٣﴾
وَقَدْ خَلَقَكُمْ أَطْوَارًا ﴿١٤﴾ أَلَمْ تَرَوْا۟ كَيْفَ خَلَقَ ٱللَّهُ سَبْعَ سَمَٰوَٰتٍ
طِبَاقًا ﴿١٥﴾ وَجَعَلَ ٱلْقَمَرَ فِيهِنَّ نُورًا وَجَعَلَ ٱلشَّمْسَ سِرَاجًا ﴿١٦﴾
وَٱللَّهُ أَنۢبَتَكُم مِّنَ ٱلْأَرْضِ نَبَاتًا ﴿١٧﴾ ثُمَّ يُعِيدُكُمْ فِيهَا وَيُخْرِجُكُمْ
إِخْرَاجًا ﴿١٨﴾ وَٱللَّهُ جَعَلَ لَكُمُ ٱلْأَرْضَ بِسَاطًا ﴿١٩﴾ لِّتَسْلُكُوا۟ مِنْهَا
سُبُلًا فِجَاجًا ﴿٢٠﴾ قَالَ نُوحٌ رَّبِّ إِنَّهُمْ عَصَوْنِى وَٱتَّبَعُوا۟ مَن لَّمْ يَزِدْهُ
مَالُهُۥ وَوَلَدُهُۥٓ إِلَّا خَسَارًا ﴿٢١﴾ وَمَكَرُوا۟ مَكْرًا كُبَّارًا ﴿٢٢﴾ وَقَالُوا۟
لَا تَذَرُنَّ ءَالِهَتَكُمْ وَلَا تَذَرُنَّ وَدًّا وَلَا سُوَاعًا وَلَا يَغُوثَ وَيَعُوقَ
وَنَسْرًا ﴿٢٣﴾ وَقَدْ أَضَلُّوا۟ كَثِيرًا ۖ وَلَا تَزِدِ ٱلظَّٰلِمِينَ إِلَّا ضَلَٰلًا ﴿٢٤﴾
مِّمَّا خَطِيٓـَٰٔتِهِمْ أُغْرِقُوا۟ فَأُدْخِلُوا۟ نَارًا فَلَمْ يَجِدُوا۟ لَهُم مِّن دُونِ
ٱللَّهِ أَنصَارًا ﴿٢٥﴾ وَقَالَ نُوحٌ رَّبِّ لَا تَذَرْ عَلَى ٱلْأَرْضِ مِنَ ٱلْكَٰفِرِينَ
دَيَّارًا ﴿٢٦﴾ إِنَّكَ إِن تَذَرْهُمْ يُضِلُّوا۟ عِبَادَكَ وَلَا يَلِدُوٓا۟ إِلَّا فَاجِرًا
كَفَّارًا ﴿٢٧﴾ رَّبِّ ٱغْفِرْ لِى وَلِوَٰلِدَىَّ وَلِمَن دَخَلَ بَيْتِىَ
مُؤْمِنًا وَلِلْمُؤْمِنِينَ وَٱلْمُؤْمِنَٰتِ وَلَا تَزِدِ ٱلظَّٰلِمِينَ إِلَّا تَبَارًۢا ﴿٢٨﴾

يعني جڏهن بہ بخشش حاصل ڪرڻ جي اسباب اختيار ڪرڻ جي ڪين دعوت ڏنم. جنهن مان مراد الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ ۽ سندس اطاعت ڪرڻ آهي. (تہ هنن پنهنجيون آڱريون پنهنجن ڪنن ۾ ٿي وڌيون) تہ جيئن منهنجو آواز نہ ٻڌن. (۽ پاڻ تي ڪپڙا ٿي وڌائون) يعني پنهنجا منهن ٿي ڍڪيائون تہ جيئن مون کي نہ ڏسن ۽ نہ منهنجي ڳالھ ٻڌن. (۽ ضد تي ڪيائون) يعني ڪفر تي ڳت ٿي ڏنائون. (۽ وڏائي تي ڪيائون) حق کي مڃڻ کان وڏائي تي ڪيائون. (وڏي وڏائي ڪرڻ).

8 (وري ڪين واڪا ڪري پڪاريم) يعني وڏي وات سڏيم.

9 (وري ڪين ڪليو ڪلايو ٻڌايم) يعني ظاهر ظهور عليٰ الاعلان ڪين دين جي دعوت ڏنم (۽ ڪين لڪ چپ ۾ بہ سمجهايم) ڳجهي طرح ڪين دعوت ڏيندو رهيم. (رازداريءَ سان) هر هڪ شخص کي دعوت ڏيندو رهيس. ڪين وڏي رازداريءَ ۾ سمجهائيندو رهيس، مختلف طريقن ۽ مختلف موقعن تي ڪين دعوت پيش ڪندو رهيس، جدا جدا نمونن سان ڪين اسلام ڏانهن سڏيندو رهيس. پڻ چيو ويو آهي تہ يعني سندن گهرن ۾ حاضر ٿي انهن کي دعوت ڏيندو رهيس.

10 (پوءِ ڪين چيم تہ پنهنجي رب کان معافي گهرو، بيشڪ اهو ڏاڍو معاف ڪندڙ آهي).

11 (هو توهان تي آسمان مان واهڙ وهائيندو) (مدرارا) مان مينهن جو اهڙو تيز وسڪارو مراد آهي جو واهڙ وهي هلن. هن آيت ۾ دليل آهي تہ استغفار ڪرڻ مينهن وسڻ ۽ مختلف قسم جي رزق جي حاصل ٿيڻ جو سڀ کان وڏو وسيلو آهي.

12 (۽ اوهان کي جهجهي مال ۽ پٽن سان نوازيندو ۽ اوهان لاءِ باغ پيدا ڪندو ۽ اوهان لاءِ نهرون بنائيندو).

13 (توهان کي ڇا ٿيو آهي، جو الله جي عظمت جو خيال نٿا رکو)؟ يعني ان جي عظمت کان نٿا ڊڄو.

14 (جڏهن تہ هن اوهان کي ڪيتري طور طريقن ۾ خلقيو آهي). يعني نطفو، وري لوٿڙو، وري گوشت جو ٽڪرو، ويندي چڱيءَ طرح پيدا ٿيڻ تائين، پوءِ وري ننڍڙا ٻارڙا، وري نوجوان، وري پوڙها، سو جنهن اوهان کي اهڙي طور طريقن سان پيدا ڪيو آهي تنهن جي عظمت ۽ شان ۾ ڪيئن ٿا ڪوتاهي ڪريو؟

15 ﴿ أَلَمْ تَرَوْا۟ كَيْفَ خَلَقَ ٱللَّهُ سَبْعَ سَمَٰوَٰتٍ طِبَاقًا ﴾ (نٿا ڏسو ڇا تہ الله ڪيئن نہ ست آسمان هڪٻئي مٿان بنايا آهن)؟.

16 (۽ ڪيائين چنڊ کي انهن ۾) يعني آسمانن ۾، چنڊ دنياوي آسمان تي آهي. (روشن) يعني ان کي روءِ زمين لاءِ روشن ڪيائين، جنهن ۾ ڪا گرمي نہ آهي. (۽ ڪيائين سج کي ڏيئو) جڻ تہ اهو دنيا وارن لاءِ روشن ڏيئو آهي.

17 (۽ الله توهان کي زمين مان هڪ عجيب نموني اپايو) يعني آدم کي مٽيءَ مان پيدا ڪيائين. پوءِ سندس اولاد کي زمين جي مختلف شين، جهڙوڪ نباتات ۽ حيوانن جي غذا جي ذريعي زندگي بخشيائين.

18 (پوءِ توهان کي ان ۾ موٽائيندو) يعني موت کان پوءِ توهان کي قبرن ۾ آڻيندو تانجو توهان جو جسماني وجود مٽيءَ ۾ ملي ويندو. (پوءِ توهان کي ٻاهر ڪڍندو، چڱي طرح ٻاهر ڪڍڻ) يعني وري قيامت جي ڏينهن توهان کي پھرئين پيري وانگر، آهستي آهستي پيدا ڪرڻ جي بجاءِ هڪدم جيئرو ڪري اٿاريندو.

19 (۽ الله اوهان لاءِ زمين کي وڇاڻو بنايو آهي).

20 (تہ جيئن ان جي ڪشادن رستن ۾ گهمو ڦرو) ٻن جبلن جي وچ ۾ جيڪو رستو هوندو آهي، ان کي "فج" چوندا آهن.

21 (نوح چيو تہ : اي منهنجا رب ! انهن منهنجو چيو نہ ورتو) (۽ انهن جي تابعداري ڪيائون، جن جي مال ۽ اولاد کين رڳو خساري ۾ وڌايو) يعني عوام الناس پنهنجي سردارن ۽ مالدارن جي ڳالھ مڃي، جن جي مالن ۽ اولاد جي گهڻائيءَ کين دنيا ۾ رڳو گمراهيءَ ۾ ۽ آخرت جي عذاب ۾ وڌايو.

22 (۽ انهن مڪر ڪيو وڏو مڪر ڪرڻ) يعني زبردست حيلا هلايائون. مطلب آهي تہ انهن سردارن ۽ سرمايہ دارن پنهنجن چيلن چانٽن کي نوح عَلَيهِ السَّلَام جي قتل ڪرڻ تي اڀارڻ جي خوب سازشون سِٽيون.

23 (۽ چيائون) يعني سردارن پنهنجن پيروڪارن کي نوح عَلَيهِ السَّلَام جي نافرمانيءَ تي اڀاريندي چيو تہ (تہ پنهنجي معبودن کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏجو) يعني پنهنجن انهن بتن جي عبادت کي نہ ڇڏجو. اهي بت ۽ تصويرون مراد آهن، جيڪي ٿاهي، انهن کي پوڄيندا هئا ۽ بعد ۾ جن جي عربن پوڄا شروع ڪئي. (۽ ڪڏهن نہ ڇڏجو وُد ۽ سُواع ۽ يغوث ۽ يعوق ۽ نسر کي) يعني هنن بتن جي عبادت نہ ڇڏجو. آدم ۽ نوح عَلَيهِ السَّلَام جي وچئين زماني ۾ جيڪي ماڻھو گذري چڪا هئا، اهي انهن جي نيڪ ماڻهن جا نالا هئا. ماڻهن پنهنجين عبادت گاهن ۾ سندن صورتون ٺاهي رکي ڇڏيون هيون. بعد ۾ جيڪي ماڻھو آيا، تن کي ابليس چيو تہ توهان جا اڳيان بزرگ انهن مورتين جي پوڄا ڪندا هئا، تنهن ڪري توهان بہ انهن جي عبادت ڪريو. پوءِ انهن جي پوڄا پاٺ شروع ڪري ڏنائون. بت پرستيءَ جي شروعات انهيءَ زماني کان ٿي. پوءِ اها بت پرستي جزيره عرب ۾ پهتي ۽ ڪن قبيلن انهن بتن جي پوڄا ڪئي.

24 (۽ گهڻن کي گمراھ ڪري ڇڏيائون) يعني قوم جي سردارن ۽ وڏيرن عوام جي بيشمار ماڻهن کي گمراھ ڪيو آهي. يا اهي بت مراد آهن، جن بيشمار ماڻهن کي گمراھ ڪيو آهي. (۽ تون بہ انهن ظالمن کي گمراهيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي ڳالھ ۾ نہ وڌاءِ) يعني ڪين رڳو نقصان ۽ خساري ۾ وڌائين. يا هي تہ : سندن حيلي بهاني کي ناڪام بڻاءِ ۽ ڪين نامراد ڪر.

25 (پنهنجين خطائن جي ڪري غرق ڪيا ويا) يعني پنهنجي گناهن سبب طوفان جي ذريعي ٻوڙيا ويا. (پوءِ باھ ۾ داخل ڪيا ويا)

يعني پوءِ باھ ۾ داخل ڪيا ويا. مراد جهنم جي باھ آهي يا عذاب قبر مراد آهي. (پوءِ ڪين الله ڪان سواءِ پيو ڪو بہ مدد گار نہ مليو).

26 (۽ نوح چيو تہ اي منهنجا رب! تون ڪافرن مان ڪنهن هڪ کي بہ زمين تي چرندو نہ ڇڏ).
جڏهن نوح عليه السلام سندن ايمان آڻڻ ڪان مايوس ٿيو تہ هيٺين وحي جي اچڻ ڪان پوءِ اها مٿين دعا گهريائين. اِنَّه تهنْ يُّؤْمِنَ" مِنْ قَوْمِكَ اِلَّا مَنْ قَدْ اٰمَنَ (اي نوح! بيشڪ تنهنجي قوم مان جيڪي ايمان آڻي چڪا، انهن ڪان سواءِ هر گز ڪو ايمان نہ آڻيندو) پوءِ الله تعاليٰ سندس دعا قبول فرمائي ۽ ڪين سندن وسندين سميت، جتي اهي رهندا هئا، غرق ڪري ڇڏيائين. (ديار) وسندين ۾ رهندڙن کي چئبو آهي.

27 (بيشڪ جيڪڏهن تون انهن کي ڇڏي ڏيندين تہ هو تنهنجي ٻانهن کي گمراھ ڪندا) يعني ماڻهن کي تنهنجي سچي رستي ڪان ٿيڙي ڇڏيندا. (۽ رڳو بدڪار ٻارن کي ڄڻيندا) يعني اهڙا فاجر ۽ فاسق ماڻهو پيدا ڪندا، جيڪي تنهنجي اطاعت کي ڇڏي ڏيندا. (ڪفر ڪندڙن کي) يعني تنهنجي نعمت جي ناقدري ڪندڙن ۽ ڏاڍي ناشڪرن کي جنم ڏيندا.

28 (اي منهنجا رب ! تون مونکي ۽ منهنجي پيءُ ماءُ کي ۽ ان کي جيڪو ايمان آڻي منهنجي گهر ۾ داخل ٿيو آهي ۽ سمورن مومنن ۽ مومنياڻين کي بخشي ڇڏ). (۽ ظالمن کي نہ وڌاءِ، مگر رڳو برباديءَ ۾) يعني ڪين هلاڪت مٿان هلاڪت ۾، نقصان مٿان نقصان ۾، خواريءَ مٿان خواريءَ ۾ وڌاءِ. نوح عليه السلام جي اها پٽ پاراتو قيامت تائين ايندڙ سڀني ظالمن کي شامل آهي.

## سورة الجن

1 (چؤ تہ مون ڏانهن وحي ڪئي وئي آهي) يعني اي محمد ﷺ ! پنهنجي امت کي ٻڌاءِ تہ مون ڏانهن جبريل امين ؑ جي زباني وحي ڪئي وئي آهي. (تہ جنن جي هڪ ٽوليءَ ٻڌو) يعني انهن مان ڪجھ ڄڻن منهنجي قرآن پڙهڻ کي ڪن لائي، ڌيان ڏئي ٻڌو. روايت آهي تہ پاڻ سڳورا ان وقت سورة : ﴿اقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ﴾ پڙهي رهيا هئا. الله تعاليٰ جنن ۾ منجهائن ڪو رسول نہ موڪليو آهي، بلڪ جيڪي پيغمبر انسانن ڏانهن آدم جي اولاد مان ايندا رهيا، اهي ئي جنن لاءِ بہ پيغمبر هئا. (پوءِ چيائون تہ بيشڪ اسان هڪ عجيب قرآن ٻڌو آهي) يعني جڏهن پنهنجي قوم ڏانهن موٽيا تہ ڪين چيائون تہ، اسان اهڙو قرآن ٻڌو آهي، جنهن جي فصاحت ۽ بلاغت ڏاڍي عجب جهڙي آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ نصيحتن ۽ برڪتن جي لحاظ سان هڪ عجيب ڪتاب آهي.

2 (جيڪو سنئون رستو ڏسي ٿو، سو اسان هن تي ايمان آندو آهي، ۽ اسان پنهنجي رب سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪنداسون).

3 (۽ هي تہ اسان جي رب جو شان تمام مٿانهون آهي) يعني اسان جي رب ڪريم جي عظمت ۽ شان بي انتها بلند آهي. يا هتي "جد" بمعنيٰ : قدرت جي بہ چيو ويو آهي. (هن نہ ڪنهن کي زال بنايو آهي، ۽ نہ ڪنهن کي اولاد).

4 (۽ هي بہ تہ اسان جو ڪو نادان، الله تي اڻ ٺهندڙ ڳالهيون ڪندو هو) مسلمان جنن، پنهنجن مشرڪ ۽ بيوقوف جنن جي هن دعوىٰ کي ننديو تہ الله تعاليٰ جي ڪا زال، ڪو اولاد وغيره آهي. ڪفر ۾ حد ڪان نڪرڻ ۽ وچولي واٽ ڪان ٿڙي وڃڻ کي "شطط" چئبو آهي.

5 (۽ هي بہ تہ اسان ڀانيو ٿي تہ انسانَ ۽ جنَ الله بابت ڪو ڪوڙ هر گز نہ ڳالهائيندا) يعني اسان کي گمان بہ نہ هو تہ انسان ۽ جن، الله ڏانهن ڪوڙي نسبت بہ ڪري سگهن ٿا تہ سندس ڪو شريڪ ۽ سندس ڪا زال ۽ سندس ڪا اولاد آهي، تنهن ڪري اسان سندن انهيءَ ڪوڙ کي سچ ڄاتوسون.

6 (۽ هي بہ تہ انسانن مان ڪي شخص، جنن مان ڪن مردن جي پناھ وٺندا هئا) چيو ٿو وڃي تہ جاهليت جي دور ۾ عربن مان جڏهن

سُورَةُ الْجِنِّ
ترتيبها ٧٢ — آياتها ٢٨

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

قُلْ أُوحِيَ إِلَيَّ أَنَّهُ اسْتَمَعَ نَفَرٌ مِّنَ الْجِنِّ فَقَالُوا إِنَّا سَمِعْنَا قُرْءَانًا
عَجَبًا ﴿١﴾ يَهْدِي إِلَى الرُّشْدِ فَـَٔامَنَّا بِهِۦ ۖ وَلَن نُّشْرِكَ بِرَبِّنَا أَحَدًا ﴿٢﴾
وَأَنَّهُۥ تَعَٰلَىٰ جَدُّ رَبِّنَا مَا اتَّخَذَ صَٰحِبَةً وَلَا وَلَدًا ﴿٣﴾ وَأَنَّهُۥ كَانَ
يَقُولُ سَفِيهُنَا عَلَى اللَّهِ شَطَطًا ﴿٤﴾ وَأَنَّا ظَنَنَّا أَن لَّن تَقُولَ الْإِنسُ
وَالْجِنُّ عَلَى اللَّهِ كَذِبًا ﴿٥﴾ وَأَنَّهُۥ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْإِنسِ يَعُوذُونَ بِرِجَالٍ
مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوهُمْ رَهَقًا ﴿٦﴾ وَأَنَّهُمْ ظَنُّوا كَمَا ظَنَنتُمْ أَن لَّن يَبْعَثَ
اللَّهُ أَحَدًا ﴿٧﴾ وَأَنَّا لَمَسْنَا السَّمَآءَ فَوَجَدْنَٰهَا مُلِئَتْ حَرَسًا
شَدِيدًا وَشُهُبًا ﴿٨﴾ وَأَنَّا كُنَّا نَقْعُدُ مِنْهَا مَقَٰعِدَ لِلسَّمْعِ ۖ فَمَن
يَسْتَمِعِ الْـَٔانَ يَجِدْ لَهُۥ شِهَابًا رَّصَدًا ﴿٩﴾ وَأَنَّا لَا نَدْرِيٓ أَشَرٌّ أُرِيدَ
بِمَن فِي الْأَرْضِ أَمْ أَرَادَ بِهِمْ رَبُّهُمْ رَشَدًا ﴿١٠﴾ وَأَنَّا مِنَّا الصَّٰلِحُونَ
وَمِنَّا دُونَ ذَٰلِكَ ۖ كُنَّا طَرَآئِقَ قِدَدًا ﴿١١﴾ وَأَنَّا ظَنَنَّآ أَن لَّن نُّعْجِزَ
اللَّهَ فِي الْأَرْضِ وَلَن نُّعْجِزَهُۥ هَرَبًا ﴿١٢﴾ وَأَنَّا لَمَّا سَمِعْنَا الْهُدَىٰٓ
ءَامَنَّا بِهِۦ ۖ فَمَن يُؤْمِنۢ بِرَبِّهِۦ فَلَا يَخَافُ بَخْسًا وَلَا رَهَقًا ﴿١٣﴾

ڪو شخص مسافريءَ ۾ ڪنهن ماٿريءَ ۾ منزل ڪندو هو تہ چوندو هو تہ : آءٌ هن ماٿري جي سردار جي، سندس قوم جي بيوقوفن ڪان پناھ ٿو گهران. پوءِ صبح ٿيڻ تائين جنن جي ان سردار جي پناھ ۾ رهندو هو. (پوءِ ڪين سرڪشي ۾ وڌائي ڇڏيائون) يعني جڏهن جنن، بيوقوف انسانن جي اها بزدلي ۽ ٻوائتي حالت ڏٺي تہ وڌيڪ سيٺجي ويا ۽ ويتر انهن کي هيسائڻ لڳا. هي مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن جنن، انهن انسانن کي خوف، مصيبت ۽ آفت ۾ ويتر وڌائي ڇڏيو.

7 (۽ هي بہ تہ انهن _ انسانن _ بہ ائين ئي ڀانئيو هو جيئن توهان ڀانئيو آهي تہ الله ڪنهن کي بہ رسول ڪري نہ موڪليندو).

8 (۽ هي بہ تہ اسان آسمان کي ڇهيو) يعني اسان پنهنجي عادت ۽ معمول مطابق جاچڻ ۽ خبر چار وٺڻ لاءِ آسمان تي وياسون. (پوءِ ان کي چوڪيدارن سان ڀريل لڌوسون) ان کي چوڪيدار فرشتن جي نگرانيءَ هيٺ ڏٺوسون، جيڪي خبرن ۽ رازن جي چوري ٿيڻ ڪان ان جي حفاظت ڪري رهيا هئا. (ڏاڍي سخت) طاقتورن سان. (۽ لاٽ تارن سان) تارن جا اهي اُلا مراد آهن، جيڪي شيطانن کي ساڙڻ لاءِ مٿن اڇلايا وڃن ٿا. نبي ڪريم ﷺ جن جي نبوت ڪان پوءِ الله تعاليٰ ساڙيندڙ تارن جي ذريعي آسمان جي نگرانيءَ جو بندوبست فرمايو.

9 ۽ هي بہ تہ اسان آسمان جي ڪن هنڌن تي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ ويهندا هئاسون) جيئن فرشتن جون آسماني خبرون ٻڌي، پنهنجن يوپن کي ٻڌايون. (پوءِ هاڻي جيڪو بہ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، سو پاڻ لاءِ تاڙ ۾ ويٺل لاٽ تاري کي ڏسي ٿو) يعني لڪ ڇپ ۾ آسماني خبرون ٻڌڻ ڪان روڪڻ لاءِ، فرشتا سندن تاڙ ۾ ويٺل آهن، جيڪي ڪين پنهنجي لاٽن ۽ چوڇڙين سان ساڙيندا آهن.

وَأَنَّا مِنَّا ٱلْمُسْلِمُونَ وَمِنَّا ٱلْقَـٰسِطُونَ ۖ فَمَنْ أَسْلَمَ فَأُو۟لَـٰٓئِكَ
تَحَرَّوْا۟ رَشَدًا ﴿١٤﴾ وَأَمَّا ٱلْقَـٰسِطُونَ فَكَانُوا۟ لِجَهَنَّمَ حَطَبًا ﴿١٥﴾
وَأَلَّوِ ٱسْتَقَـٰمُوا۟ عَلَى ٱلطَّرِيقَةِ لَأَسْقَيْنَـٰهُم مَّآءً غَدَقًا ﴿١٦﴾ لِّنَفْتِنَهُمْ
فِيهِ ۚ وَمَن يُعْرِضْ عَن ذِكْرِ رَبِّهِۦ يَسْلُكْهُ عَذَابًا صَعَدًا ﴿١٧﴾ وَأَنَّ
ٱلْمَسَـٰجِدَ لِلَّهِ فَلَا تَدْعُوا۟ مَعَ ٱللَّهِ أَحَدًا ﴿١٨﴾ وَأَنَّهُۥ لَمَّا قَامَ عَبْدُ ٱللَّهِ
يَدْعُوهُ كَادُوا۟ يَكُونُونَ عَلَيْهِ لِبَدًا ﴿١٩﴾ قُلْ إِنَّمَآ أَدْعُوا۟ رَبِّى وَلَآ أُشْرِكُ
بِهِۦٓ أَحَدًا ﴿٢٠﴾ قُلْ إِنِّى لَآ أَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَلَا رَشَدًا ﴿٢١﴾ قُلْ إِنِّى
لَن يُجِيرَنِى مِنَ ٱللَّهِ أَحَدٌ وَلَنْ أَجِدَ مِن دُونِهِۦ مُلْتَحَدًا ﴿٢٢﴾ إِلَّا بَلَـٰغًا
مِّنَ ٱللَّهِ وَرِسَـٰلَـٰتِهِۦ ۚ وَمَن يَعْصِ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ فَإِنَّ لَهُۥ نَارَ جَهَنَّمَ
خَـٰلِدِينَ فِيهَآ أَبَدًا ﴿٢٣﴾ حَتَّىٰٓ إِذَا رَأَوْا۟ مَا يُوعَدُونَ فَسَيَعْلَمُونَ
مَنْ أَضْعَفُ نَاصِرًا وَأَقَلُّ عَدَدًا ﴿٢٤﴾ قُلْ إِنْ أَدْرِىٓ أَقَرِيبٌ
مَّا تُوعَدُونَ أَمْ يَجْعَلُ لَهُۥ رَبِّىٓ أَمَدًا ﴿٢٥﴾ عَـٰلِمُ ٱلْغَيْبِ فَلَا
يُظْهِرُ عَلَىٰ غَيْبِهِۦٓ أَحَدًا ﴿٢٦﴾ إِلَّا مَنِ ٱرْتَضَىٰ مِن رَّسُولٍ فَإِنَّهُۥ
يَسْلُكُ مِنۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهِۦ رَصَدًا ﴿٢٧﴾ لِّيَعْلَمَ أَن قَدْ أَبْلَغُوا۟
رِسَـٰلَـٰتِ رَبِّهِمْ وَأَحَاطَ بِمَا لَدَيْهِمْ وَأَحْصَىٰ كُلَّ شَىْءٍ عَدَدًۢا ﴿٢٨﴾

(10) (۽ هي ته اسان کي خبر ناهي ته زمين وارن سان ڪو برائيءَ جو ارادو ڪيو ويو آهي) آسمان تي اهڙي حفاظتي اپائن جي ذريعي (يا سندن رب ساڻن هدايت جو ارادو ڪيو آهي) يعني ساڻن ڀلائي ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي. ابن زيد جو قول آهي ته: ابليس چيو ته: اسان کي خبر ناهي ته انهيءَ ممانعت مان الله تعالىٰ جو مقصد زمين وارن تي ڪو عذاب ڪرڻ آهي، يا ڪنهن رسول کي موڪلڻ مراد آهي.

(11) (۽ هي ته اسان مان ڪي صالح آهن) قرآن مجيد جي ٻڌڻ کان پوءِ، جڏهن جن پنهنجي قوم ۾ موٽي ويا ۽ کين دعوت ڏنائون ته حضرت محمد ﷺ تي ايمان آڻيو. انهيءَ وقت اها ڳالهه چيائون ته اسان مان ڪي سڌريل آهن. (۽ اسان مان ڪي ان کان سواءِ آهن) يعني ڪي ڪافر به آهن. (اسان مختلف طريقن تي هياسون) متفرق جماعتون، مختلف ٽوليون ۽ هڪ ٻئي جي ابتڙ خواهشون رکندڙ هياسون. سعيد بن زيد جو قول آهي ته انهن مان ڪي مسلمان هئا، ته ڪي يهودي، ۽ ڪي عيسائي ته ڪي مجوسي هئا.

(12) (۽ هي ته اسان سمجهي چڪا آهيون ته اسان زمين ۾ الله کي ڪڏهن به عاجز نه ڪري سگهنداسون) يعني جيڪڏهن الله تعالىٰ اسان تي ڪو حڪم لاڳو ڪرڻ چاهي ته ان کي روڪي نٿا سگهون. (۽ نڪي ان کان ڪو ڀڄي سگهنداسون).

(13) (۽ هي ته اسان جڏهن سنئين رستي جي ڳالهه ٻڌي ته ان تي ايمان آندوسون) (پوءِ جيڪو پنهنجي رب تي ايمان آڻيندو، تنهن کي نه ڪمي ڪوتاهيءَ جو انديشو ٿيندو ۽ نه ڪنهن ظلم ستم جو خطرو ٿيندس) يعني نه نقصان ڏسندو، نه ڪنهن جي دشمني ۽ سرڪشيءَ سان واسطو پوندس.

(14) (۽ اسان مان ڪي فرمانبردار آهن) (۽ اسان مان ڪي بي انصاف آهن) يعني ظالم، ڏاڍ ڪندڙ ۽ حق ۽ سچ جي واٽ کان ٿڙيل ۽ حد لنگهي ويندڙ آهن. (پوءِ جن اسلام آندو ته اهي ئي آهن، جن ڀلائي ڳولي لڌي) يعني سچ ۽ حق جي واٽ جي ڳولا ۾ نڪتا، ۽ محنت ڪيائون، تانجو ان کي لڌائون.

(15) (۽ باقي رهيا ظالم ته اهي جهنم جو ٻارڻ ٿيندا) يعني اهي جنّ به ائين باهه جو ٻارڻ ٿيندا، جيئن ڪافر انسان ان جو ٻارڻ ٿيندا.

(16) (۽ هي ته جيڪڏهن سڌي رستي تي قائم رهن ها) يعني مون ڏانهن وحي ڪئي وئي آهي ته حقيقت هيءَ آهي ته جيڪڏهن جنّ ۽ انسان، يا ٻئي قومون اسلام جي واٽ تي قائم رهن ها ته (ته يقيناً کين گهڻو پاڻي پياريون ها) يعني پوءِ پڪ الله انهن کي جهجهو پاڻي پياري ڍائي ڇڏي ها.

(17) (ته جيئن اسان کين ان ذريعي پرکيون) يعني کين آزمايون ۽ ڏسون ته الله تعالىٰ جي انهيءَ نعمت جو شڪرانو ڪهڙي نموني ادا ڪن ٿا؟ (۽ جيڪو شخص پنهنجي رب جي ذڪر کان منهن موڙيندو، تنهن کي سخت عذاب ڏانهن هڪليندو) يعني جيڪو هن قرآن يا هن نصيحت کان منهن موڙيندو، تنهن کي سخت هاڃيڪار عذاب ۾ داخل ڪندو.

(18) (۽ هي ته مسجدون خاص الله لاءِ آهن) يعني مون ڏانهن وحي ڪئي وئي آهي ته مسجدون، بت پرستيءَ لاءِ نه، الله جي بندگيءَ لاءِ خاص آهن. (پوءِ الله سان گڏ ڪنهن به ٻئي کي نه پڪاريو) يعني الله کان سواءِ چاهي ڪير به هجي، ڪنهن کان به اهڙي مدد نه گهرو، جنهن ۾ اها سگهه نه هجي، دعا به دراصل عبادت آهي.

(19) (۽ هي ته جڏهن الله جو ٻانهو اٿي بيٺو) نبي سائين ﷺ جن مراد آهن. (کيس پڪارڻ لاءِ) يعني ان کان دعا گهرڻ ۽ ان جي عبادت ڪرڻ لاءِ، اڳ ۾ بيان ٿيو ته اهو "بطن نخله" جو واقعو آهي. (ته متس ڳاهٽ ڪرڻ تي هئا) يعني جنن جي حالت اها هئي جو رسول الله ﷺ جن جي تلاوت ٻڌڻ لاءِ سندن ايڏي رش ٿي وئي، جو ڄڻ اجهو ٿا ڳاهٽ ڪري متس ڪرن.

(20) (چئو ته آءٌ رڳو پنهنجي رب کي پڪاريان ٿو، ۽ ان سان ڪنهن کي به شريڪ نٿو ڪريان).

(21) (چئو ته آءٌ توهان لاءِ نه ڪنهن نقصان جو مالڪ آهيان ۽ نه ڪنهن نفعي جو) يعني توهان کان دين ۽ دنيا جي نه ڪنهن نقصان کي روڪي ٿو سگهان ۽ نه ڪا ڀلائي پهچائي ٿو سگهان.

(22) (چئو ته بيشڪ مون کي الله کان ڪو به بچائي نٿو سگهي) (۽ نه وري ان کان سواءِ ڪا پناهه جي جاءِ لهندس) يعني الله تعالىٰ جي مقابلي ۾ ڪا پناهه گاهه، حفاظت جي ڪا جاءِ ۽ نجات جي ڪا سبيل نه لهندس.

(23) (بس رڳو الله جو پيغام ۽ ان جي رسالت پهچائڻ آهي). يعني منهنجو منصب آهي ته الله پاڪ جو پيغام پهچايان ۽ ان جي شريعت تي عمل ڪريان. تنهن ڪري جنهن ڪم جو ٻين کي حڪم ڪريان ٿو، منهنجو به فرض آهي ته پاڻ به ان تي عمل ڪريان. جيڪڏهن ائين ڪندس ته نجات ملندي، نه ته هلاڪ ٿي ويندس. (۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جو حڪم نه مڃيندو ته ان لاءِ دوزخ جي باهه آهي، جنهن ۾ هو سدائين پيل هوندا).

(24) (تانجو جڏهن اها شيءِ ڏسندا جنهن جو کين وعدو ڪيو پيو وڃي) (ته پوءِ سگهوئي ڄاڻندا ته ڪير هيڻو آهي، مددگار جي لحاظ کان) يعني ڪنهن جو لشڪر طاقتور آهي، جيڪو کيس مدد ٿو ڏئي ۽ ڪنهن جو لشڪر هيڻو آهي، جيڪو ان جي ڪا مدد نٿو ڪري سگهي؟ (۽ ڪير گهٽ آهي ڳاڻاٽي جي لحاظ کان) اهي ڪافر ۽ مشرڪ تعداد ۾ گهٽ آهن يا ايمان وارا؟

(25) (چئو ته مونکي ڪا به خبر ڪانهي ته جيڪو وعدو اوهان کي ڏجي ٿو، سو ويجهو آهي) (يا منهنجو رب ان جي ڪا ٻي ڊگهي مدت مقرر

کندو) يعني قيامت اچڻ جي وقت کي رڳو رب تعالیٰ ئي ڄاڻي ٿو تہ ان ۾ باقي ڪيترو وقت ۽ ڪيتري مدت آهي.

26 (هو غيب ڄاڻندڙ آهي، جيڪو پنهنجو غيب ڪنهن کي بہ نہ ڄاڻائيندو آهي).

27 (سواءِ ان رسول جي جنهن کي هو پسند ڪندو آهي) هتي علم غيب جي باري ۾ پنهنجي پسنديده رسولن جو استثناء فرمايو اٿس تہ انهن مان جنهن لاءِ الله پاڪ گهرندو آهي، تنهن کي وحي جي ذريعي ڳجهہ جو علم عطا ڪندو آهي تہ جيئن سندس نبوت جي سچائي لاءِ معجزو ۽ دليل ٿئي. نجومي، پٿرين ۽ پکين جي ذريعي فال ڪيندڙ ۽ پوپا وغيره الله جي انهن پسنديده ٻانهن ۾ شامل نہ آهن، بلڪ اهي الله جو ڪفر ڪندڙ، ڪوڙي ڳالهہ گهڙي الله تي هڻندڙ ۽ اندازي ۽ اٽڪل کان ڪم وٺندڙ آهن. (تہ پوءِ سندس اڳيان ۽ سندس پويان نگران مقرر ڪندو آهي) يعني الله تعالیٰ رسولن سڳورن جي حفاظت لاءِ، انهن جي اڳيان ۽ پويان فرشتا مقرر فرمائيندو آهي، جيڪي شيطانن جي مقابلي ۾ انهن جي حفاظت ڪندا آهن تہ متان شيطان انهن جون ڳجهيون ڳالهيون ٻڌي ۽ چوري ڪري پوپن کي وڃي ٻڌائين.

28 (تہ جيئن ڄاڻي تہ انهن پنهنجي رب جا پيغام برابر پهچايا) يعني جيئن انهن کي غيب جو علم عطا ڪري ٿو، تيئن عملي اعتبار سان مشاهدو بہ فرمائي تہ واقعي انهن پنهنجو فرض نڀايو. (۽ جيڪي انهن وٽ آهي، تنهن جي ڪيس پوري خبر آهي) يعني جيڪي فرشتا، شيطانن جي گهَٽَ ۾ آهن، يا جيڪي فرشتا پيغمبرن سڳورن جي حفاظت لاءِ مقرر آهن، انهن کي ۽ انهن جي حال احوال کي الله تعالیٰ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو. (۽ ان هر شيءِ جو ڳاڻاٽو ڳڻي ڇڏيو آهي).

## سورة المزمل

1 (اي چادر ويڙهي سمهڻ وارا!) نبي ﷺ جن کي خطاب آهي. پهريون پيرو جبريل عليه السلام وحي آندي تہ خوف وچان چادر ويڙهي سمهي پيا. پوءِ حضرت جبريل امين جو آواز ٻڌائون ۽ ان ڏانهن نهاريائون تہ ڪين ڏڪٽي وٺي وئي: پنهنجي گهر واريءَ وٽ اچي چيائون تہ "مون کي چادر ويڙهيو." "مون کي ڪمبل پارايو." ان کان پوءِ ڪين "اي نبي !" "اي رسول !" چئي خطاب فرمايو ويو ۽ حضرت جبريل عليه السلام سان مانوس ٿي ويا.

2 (اٿي رات پر تهجد پڙهہ، پر ڪجهہ گهٽ) يعني ساري رات جاڳي سبحان کي ساراهہ، نماز پڙهہ. مگر ٿوري دير پلي آرام فرماءِ.

4 3 (اڌ رات يا ان کان ٿورو گهٽ وقت، يا ان کان ڪجهہ وڌيڪ) ڄڻ تہ الله پاڪ فرمائي رهيو آهي تہ: رات جون بہ ٽهايون، يا اڌ رات، يا ٽيون حصو جاڳو. مسند احمد ۽ صحيح مسلم ۾ سعد بن هشام کان روايت آهي تہ: "مون عائشه رضي الله عنها کي چيو تہ مون کي رسول الله ﷺ جن جي تهجد جي نماز جي باري ۾ ٻڌايو. پاڻ سڳوريءَ فرمايو تہ ڇا سورة المزمل نہ پڙهندو آهين؟ عرض ڪيم تہ هائو! فرمايائين تہ بيشڪ الله تعالیٰ هن سورت جي شروع ۾ تهجد جي نماز فرض فرمائي. سال کن نبي اڪرم ﷺ ۽ سندن ساٿي اها نماز پڙهندا رهيا، ٽانجو سندن پير سڄي پيا. ٻارهن مهينن کان پوءِ الله تعالیٰ ساڳي سورت جو آخري حصو لاٿو، جنهن ۾ آسانيءَ جو حڪم لٿو. پوءِ تهجد فرض کان ڦري، نفل ٿيو". (۽ ٺاهي ٺاهي قرآن پڙهہ) يعني قرآن کي آهستي آهستي، ٺاهي ٺاهي، سوچي سوچي حرف حرف ڪري پڙهہ. (ترتيل) معنیٰ: حرفن کي اهڙيءَ طرح چٽو ڪري پڙهجي جو انهن جي ادائيگي جو حق پورو ٿئي، پر بنا تڪلف ۽ تصنع جي پڙهجي.

5 (بيشڪ اسان توتي سگهوئي ڳرو فرمان لاهڻ وارا آهيون) يعني سگهوئي تو ڏانهن قرآن جي وحي موڪليندا سون. قرآن واقعي وزني فرمان آهي، ان ۾ فرائض، شرعي حدون، حلال ۽ حرام جا حڪم احڪام آهن، جن کي رڳو اهوئي ڪٽي ٿو سگهي،

سُورَةُ المُزَّمِّلِ — ترتيبها ٧٣ — آياتها ٢٠

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

يَٰٓأَيُّهَا ٱلۡمُزَّمِّلُ ١ قُمِ ٱلَّيۡلَ إِلَّا قَلِيلٗا ٢ نِّصۡفَهُۥٓ أَوِ ٱنقُصۡ مِنۡهُ قَلِيلًا
٣ أَوۡ زِدۡ عَلَيۡهِ وَرَتِّلِ ٱلۡقُرۡءَانَ تَرۡتِيلًا ٤ إِنَّا سَنُلۡقِي عَلَيۡكَ قَوۡلٗا
ثَقِيلًا ٥ إِنَّ نَاشِئَةَ ٱلَّيۡلِ هِيَ أَشَدُّ وَطۡـٔٗا وَأَقۡوَمُ قِيلًا ٦ إِنَّ لَكَ فِي
ٱلنَّهَارِ سَبۡحٗا طَوِيلٗا ٧ وَٱذۡكُرِ ٱسۡمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلۡ إِلَيۡهِ تَبۡتِيلٗا ٨
رَّبُّ ٱلۡمَشۡرِقِ وَٱلۡمَغۡرِبِ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ فَٱتَّخِذۡهُ وَكِيلٗا ٩ وَٱصۡبِرۡ
عَلَىٰ مَا يَقُولُونَ وَٱهۡجُرۡهُمۡ هَجۡرٗا جَمِيلٗا ١٠ وَذَرۡنِي وَٱلۡمُكَذِّبِينَ
أُوْلِي ٱلنَّعۡمَةِ وَمَهِّلۡهُمۡ قَلِيلًا ١١ إِنَّ لَدَيۡنَآ أَنكَالٗا وَجَحِيمٗا ١٢
وَطَعَامٗا ذَا غُصَّةٖ وَعَذَابًا أَلِيمٗا ١٣ يَوۡمَ تَرۡجُفُ ٱلۡأَرۡضُ وَٱلۡجِبَالُ
وَكَانَتِ ٱلۡجِبَالُ كَثِيبٗا مَّهِيلًا ١٤ إِنَّآ أَرۡسَلۡنَآ إِلَيۡكُمۡ رَسُولٗا شَٰهِدًا
عَلَيۡكُمۡ كَمَآ أَرۡسَلۡنَآ إِلَىٰ فِرۡعَوۡنَ رَسُولٗا ١٥ فَعَصَىٰ فِرۡعَوۡنُ ٱلرَّسُولَ
فَأَخَذۡنَٰهُ أَخۡذٗا وَبِيلٗا ١٦ فَكَيۡفَ تَتَّقُونَ إِن كَفَرۡتُمۡ يَوۡمٗا يَجۡعَلُ
ٱلۡوِلۡدَٰنَ شِيبًا ١٧ ٱلسَّمَآءُ مُنفَطِرُۢ بِهِۦۚ كَانَ وَعۡدُهُۥ مَفۡعُولًا ١٨
إِنَّ هَٰذِهِۦ تَذۡكِرَةٞۖ فَمَن شَآءَ ٱتَّخَذَ إِلَىٰ رَبِّهِۦ سَبِيلًا ١٩

جنهن جي دل کي رب ڪريم جي توفيق ملي ۽ سندس نفس توحيد سان سينگاريل هجي.

6 (بيشڪ رات جو اٿڻ) رات جو پهريون پهر ننڊ ڪري پوءِ عبادت لاءِ جاڳڻ کي (ناشئة) چئبو آهي. (اهو وڌيڪ ڏکيو آهي) ڏينهن جي نماز جي ڀيٽ ۾ رات جو اٿي نماز پڙهڻ، نمازيءَ لاءِ وڌيڪ ڳرو آهي. ڇاڪاڻ تہ رات ننڊ لاءِ هوندي آهي. (۽ قول ۽ قراءَت لاءِ وڌيڪ ڪارائتو آهي) ڇاڪاڻ تہ رات ۾ دل جي حضوري نصيب ٿيندي آهي. قيام بہ چڱيءَ طرح ممڪن هوندو آهي، جو فضا ۾ خاموشي هوندي آهي ۽ دنيا پر سڪون هوندي آهي.

7 (بيشڪ ڏينهن ۾ تنهنجي لاءِ گهڻيون مشغوليتون آهن) يعني ڏينهن ۾ پنهنجين ضرورتن لاءِ اچ وڃ ۽ اٿ ويهہ وڌي وينديون آهي، تنهن ڪري رات جو اٿي تهجد جي نماز پڙهندو ڪر.

8 (تون پنهنجي رب جو نالو ياد ڪندو رهہ) (۽ ڪٽجي رڳو ان ڏانهن ئي متوجه ٿي پئو) يعني هر قسم جي مصروفيت ۽ مشغوليت کي ڇڏي، سڀني کان ڪٽجي رڳو الله جي عبادت ۽ ڪانئس هر ڀلائي جي التماس لاءِ متوجه ٿيءُ.

9 (اوڀر ۽ اولهہ جو رب آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ معبود ڪونهي) (بس! ان کي ئي پنهنجو ڪارساز بڻاءِ) يعني رڳو ان کي ئي پنهنجو ڪارساز ۽ سڀني ڪمن ۾ پنهنجو پرجهلو بڻاءِ.

10 (۽ جيڪي ڪجهہ اهي چون ٿا، تنهن تي صبر ڪر) يعني سندن تڪليفن، بدشد ڳالهائڻ ۽ ٺٺوليون ڪرڻ تي صبر کان ڪم وٺ ۽ ان تي بي صبري ۽ جزع فزع نہ ڪر. (۽ ڪين ڇڏي ڏي، سهٽي نموني ڇڏڻ) يعني انهن سان منهن ماري نہ ڪر ۽ نہ ڪانئن

۞ إِنَّ رَبَّكَ يَعْلَمُ أَنَّكَ تَقُومُ أَدْنَىٰ مِن ثُلُثَيِ ٱلَّيْلِ وَنِصْفَهُۥ وَثُلُثَهُۥ وَطَآئِفَةٌ
مِّنَ ٱلَّذِينَ مَعَكَ ۚ وَٱللَّهُ يُقَدِّرُ ٱلَّيْلَ وَٱلنَّهَارَ ۚ عَلِمَ أَن لَّن تُحْصُوهُ فَتَابَ
عَلَيْكُمْ ۖ فَٱقْرَءُوا۟ مَا تَيَسَّرَ مِنَ ٱلْقُرْءَانِ ۚ عَلِمَ أَن سَيَكُونُ مِنكُم مَّرْضَىٰ ۙ
وَءَاخَرُونَ يَضْرِبُونَ فِى ٱلْأَرْضِ يَبْتَغُونَ مِن فَضْلِ ٱللَّهِ ۙ وَءَاخَرُونَ
يُقَـٰتِلُونَ فِى سَبِيلِ ٱللَّهِ ۖ فَٱقْرَءُوا۟ مَا تَيَسَّرَ مِنْهُ ۚ وَأَقِيمُوا۟ ٱلصَّلَوٰةَ وَءَاتُوا۟
ٱلزَّكَوٰةَ وَأَقْرِضُوا۟ ٱللَّهَ قَرْضًا حَسَنًا ۚ وَمَا تُقَدِّمُوا۟ لِأَنفُسِكُم مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوهُ
عِندَ ٱللَّهِ هُوَ خَيْرًا وَأَعْظَمَ أَجْرًا ۚ وَٱسْتَغْفِرُوا۟ ٱللَّهَ ۖ إِنَّ ٱللَّهَ غَفُورٌ رَّحِيمٌۢ ﴿٢٠﴾

## سُورَةُ الْمُدَّثِّرِ

ترتيبها ٧٤ — آياتها ٢٠

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَـٰنِ ٱلرَّحِيمِ

يَـٰٓأَيُّهَا ٱلْمُدَّثِّرُ ﴿١﴾ قُمْ فَأَنذِرْ ﴿٢﴾ وَرَبَّكَ فَكَبِّرْ ﴿٣﴾ وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ ﴿٤﴾
وَٱلرُّجْزَ فَٱهْجُرْ ﴿٥﴾ وَلَا تَمْنُن تَسْتَكْثِرُ ﴿٦﴾ وَلِرَبِّكَ فَٱصْبِرْ ﴿٧﴾
فَإِذَا نُقِرَ فِى ٱلنَّاقُورِ ﴿٨﴾ فَذَٰلِكَ يَوْمَئِذٍ يَوْمٌ عَسِيرٌ ﴿٩﴾ عَلَى ٱلْكَـٰفِرِينَ
غَيْرُ يَسِيرٍ ﴿١٠﴾ ذَرْنِى وَمَنْ خَلَقْتُ وَحِيدًا ﴿١١﴾ وَجَعَلْتُ لَهُۥ مَالًا
مَّمْدُودًا ﴿١٢﴾ وَبَنِينَ شُهُودًا ﴿١٣﴾ وَمَهَّدتُّ لَهُۥ تَمْهِيدًا ﴿١٤﴾ ثُمَّ يَطْمَعُ
أَنْ أَزِيدَ ﴿١٥﴾ كَلَّآ ۖ إِنَّهُۥ كَانَ لِـَٔايَـٰتِنَا عَنِيدًا ﴿١٦﴾ سَأُرْهِقُهُۥ صَعُودًا ﴿١٧﴾

بدلي وٺڻ جو ڪو فڪر ئي ڪر. چيو ويو آهي تہ جنهن مصيبت وقت گهل گهوڙا ۽ شڪوه شڪايت نہ هجي تہ اهو "الهجر الجميل : يعني سهڻي نموني ڇڏڻ" آهي ۽ اهو حڪم مسلمانن کي جنگ جي اجازت ڏيڻ کان اڳ جو آهي.

11 (۽ ڇڏي ڏي مون کي ۽ ڪوڙو پائيندڙن کي) يعني مون کي ۽ انهن کي ڇڏي ڏي، سندن باري ۾ ڪو ڌيان ئي نہ ڏي، سندن مقابلي ۾ تنهنجي طرفان آءٌ ئي ڪافي آهيان. آءٌ انهن کان تنهنجو بدلو پاڻ وٺندس. (ڏن دولت وارن کي) يعني دولتمندن، سرنديءَ وارن ۽ دنيا جي لذتن ۾ مشغول رهندڙن کي ڇڏي ڏي. (۽ کين ٿورڙي مهلت ڏي) يعني کين موت تائين مهلت ڏي. يا دنيا ۾ مٿن عذاب اچڻ تائين مهلت ڏيڻ مراد آهي.

12 (بيشڪ اسان وٽ ڳرا نيل آهن) معنيٰ هٿڪڙيون، زنجير ۽ ڳچيءَ جا ڳٽ آهن. پڻ ٻيا سخت قسم جا عذاب مراد ورتا ويا آهن. (۽ ٻرندڙ باهہ آهي).

13 (۽ نڙيءَ ۾ اٽڪندڙ کاڌو آهي) يعني جيڪو کاڌو نڙيءَ ۾ اٽڪي پوي، نہ هيٺ لهي نہ ٻاهر نڪري. (۽ ڏکوئيندڙ عذاب آهي).

14 (جنهن ڏينهن ڌرتي ۽ جبل ڌٻندا) يعني جيڪا بہ مخلوق مٿن رهي ٿي، تن سوڌو ڏڏڻ ۽ لڏڻ لڳندا. "رجفة" سخت زلزلي کي چوندا آهن.

(۽ جبل واريءَ جا اڏرندڙ ڍير ٿي اڏرندا) يعني زلزلي جي سختيءَ سبب اڏرندڙ واريءَ وانگر ٿي پوندا.

15 (بيشڪ اسان توهان ڏانهن هڪ گواهي ڏيندڙ رسول موڪليو آهي) يعني اسان جو رسول قيامت جي ڏينهن توهان جي عملن جي باري ۾ گواهي ڏيندو تہ توهان الله جي نافرماني ڪئي. (جيئن فرعون ڏانهن رسول موڪليو هيو سون) يعني جيئن اُن ڏانهن موسيٰ عليه السلام کي نبي ڪري موڪليوسون.

16 (پوءِ فرعون ان پيغمبر جي نافرماني ڪئي) ۽ کيس ڪوڙو ڪيائين ۽ وٽس جيڪو حق انهيءَ آندو، تنهن تي ايمان نہ آندائين. (پوءِ اسان کيس پڪڙيوسون، سخت پڪڙڻ) يعني اسان فرعون کي ٻوڙي، غرق ڪري، سخت عذاب ۾ سو گهو ڪيوسون.

17 (پوءِ توهان ڪيئن بچندؤ) يعني پاڻ کي الله جي عذاب کان ڪيئن بچائيندؤ؟ (جيڪڏهن ڪفر ڪندؤ) يعني جيڪڏهن پنهنجي ڪفر تي قائم رهندؤ (ان ڏينهن) (جيڪو ٻارڙن کي بہ ٻڍڙو ڪري ڇڏيندو) پنهنجي هيبتناڪيءَ جي ڪري، يعني عذاب جي سختيءَ ۽ دهشت جو هي حال هوندو جو ننڍڙن ٻارڙن جا وارَ بہ اڇا ٿي ويندا.

18 (جنهن ڏينهن آسمان بہ ڦاٽي پوندو) يعني سخت هولناڪي ۽ وڏي دهشت وچان آسمان ڏارون ڏئي ڦاٽي پوندو ۽ فرشتا هيٺ لهي ايندا. (الله جو وعدو پورو ٿي رهڻو آهي) يعني الله جو وعدو لازماً هر حال پورو ٿيندو.

19 (بيشڪ اها) يعني مٿين آيتن ۾ جيڪو بيان ٿيو (نصيحت آهي) يعني مؤمنن لاءِ نصيحت آهي. (پوءِ جيڪو گهري تہ پنهنجي رب واري واٽ وٺي) يعني الله جي فرمانبرداري ڪري، توحيد تي هلي، ۽ سڀ چڱا عمل ڪري انهيءَ طريقي کي اختيار ڪري، جيڪو کيس الله جي راضپي ۽ جنت ۾ پهچائي.

20 (بيشڪ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو تہ تون رات جي ٻن ٽهاين کان ڪجهہ گهٽ ۽ اڌ رات ۽ ان جي ٽهائي اٿي تهجد پڙهندو آهين) معنيٰ هيءَ آهي تہ الله تعاليٰ کي هن ڳالهہ جي ڄاڻ آهي تہ سندس رسول صلي الله عليه وسلم جاڳي رات جو ڪڏهن ذري گهٽ ٻہ ٽهايون عبادت ڪندو آهي، تہ ڪڏهن اڌ رات ۽ ڪڏهن رات جو ٽيون حصو عبادت ۾ مشغول رهندو آهي، جيئن الله تعاليٰ کين هن سورت جي شروع ۾ حڪم فرمايو هيو. (۽ جيڪي ماڻهو تو سان گڏ آهن، انهن مان هڪ ٽولي بہ) يعني سندن اصحابن مان بہ هڪ ٽولي رات جو ايتري قدر جاڳي، الله جي عبادت ڪندي آهي. (۽ الله رات ۽ ڏينهن جو اندازو رکي ٿو) يعني رات ۽ ڏينهن جي مقدار کي حقيقت مطابق ڄاڻي ٿو ۽ کيس خبر آهي تہ ڪيتري دير رات جو اٿي توهان سندس عبادت ڪريو ٿا. (ان ڄاتو تہ توهان هرگز ان کي پورو نہ ڪري سگهندؤ) يعني توهان رات ڏينهن جي وقتن جو حقيقت مطابق اندازو نٿا ڪري سگهو. يا معنيٰ هي آهي تہ الله کي ڄاڻ آهي تہ توهان ۾ ايتري همت نہ آهي جو رات جي ننڊ ڇڏي ايتري قدر عبادت ڪري سگهو. (سو توهان تي مهرباني ڪيائين) يعني توهان تي ٻاجهہ سان موٽيو ۽ تهجد جي بابت توهان کي رخصت ڏنائين، جو توهان عاجز ٿي پيا، پوءِ توهان تان اهو بار لاهي هلڪو ڪيائين ۽ توهان جي ڏکيائي کي آسانيءَ ۾ مَٽائي ڇڏيائين. (پوءِ جيترو ٿي سگهي قرآن پڙهو) يعني وقت مقرر کان سواءِ جيتري قدر توهان لاءِ قرآن پڙهڻ سولو ٿئي، اوترو پڙهو. هن آيت امت تان تهجد جي فرضيت کي منسوخ ڪري ڇڏيو. (ڄاڻي ٿو تہ توهان مان ڪي اجهو بيمار ٿيندا) ۽ اهي تهجد پڙهي نہ سگهندا. (۽ ڪي ٻيا زمين ۾ الله جي فضل جي ڳولا لاءِ سفر ڪندا) يعني واپار ۽ فائدي لاءِ مسافري تي ويندا ۽ پنهنجون معاشي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ رزق جي تلاش ۾ ڊڪ ڊوڙ ڪندا، تنهن ڪري تهجد پڙهي نہ سگهندا. (۽ ٻيا الله جي راهہ ۾ جهاد ڪندا) مجاهد مراد آهن، يعني اهي بہ تهجد پڙهي نہ سگهندا. اهو حڪم مديني ۾جهاد جي فرض ٿيڻ کان اڳ نازل ٿيو. هتي الله تعاليٰ تهجد جي رخصت جا

ٿي سبب بيان فرمايا آهن، جن جي آڌار تي پوري امت تان اهو فرض معاف ٿيو. (سو اترو پڙهو جيترو ان مان آسان ٿئي، ۽ نماز قائم ڪريو) يعني فرض نماز ادا ڪريو. (۽ زڪوٰة ڏيو) يعني مالن مان فرض زڪاة ادا ڪريو. پڻ چيو ويو آهي تہ پلائيءَ جي سيني ڪمن ۾ مال خرچ ڪرڻ مراد آهي. (۽ الله کي قرض ڏيو، سهڻو قرض ڏيڻ) يعني پلائيءَ جي سيني رستن ۾ پنهنجا مال سهڻي نموني خرچ ڪريو. پنهنجن ٻارن ٻچن تي، مجاهدن تي، ۽ فرضي زڪاة جي مدن ۾ خرچ ڪريو. (۽ جيڪا بہ پلائي توهان پنهنجي لاءِ اڳتي موڪليندؤ) يعني هر پلائي، ڪهڙي بہ هجي، ان جو مٿي ذڪر ٿيو هجي يا نہ ٿيو هجي. (الله وٽ ان جو وڏيڪ پلو ۽ گهڻو وڏو اجر لهندؤ) يعني موت جي وقت خيرات ڪرڻ لاءِ جو ڪجھ توهان سنڀاري رکندا، يا پنهنجي وارثن کي وصيت ڪريو تہ موت کان پوءِ توهان جي طرفان خرچ ڪن. سو سڀ ڪجھ توهان کي اتي جهجهو ٿي ملندو.
(۽ الله کان معافي گهرو، بيشڪ الله ڏاڍو بخشڻهار، مهربان آهي).

## سورة المدثر

مفسرين حضرات جي قول مطابق رسول الله ﷺ جن وٽ وحيءَ جي شروعات ٿي تہ جبريل امين کي آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ تخت تي چمڪندڙ موتيءَ وانگر ويٺل ڏٺائون. پاڻ گهبرائجي ويا ۽ بيهوش ٿي ڪري پيا. هوش ۾ آيا تہ ام المؤمنين خديجه رضي الله عنها وٽ آيا ۽ پاڻي طلب فرمائي پنهنجي مٿان هاريائون ۽ فرمايائون تہ: مون کي چادر ويڙهيو، چادر ويڙهيو. پوءِ کين ڪمبل ويڙهيو ويو.

1 (اي ڪمبل ويڙهڻ وارا !) يعني اي اها ذات! جيڪا پنهنجي ڪپڙن ۾ ويڙهجي سيڙهجي وئي آهي، يعني پاڻ کي ڍڪي ڇڏيو اٿئين.

2 (اٿ، پوءِ ڊيڄار) يعني اٿو ۽ جيڪڏهن مڪي وارا اسلام نہ آڻين تہ کين الله جي عذاب کان ڊيڄاريو.

3 (۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر) يعني پنهنجي مالڪ، پنهنجي خالق ۽ پنهنجي مولىٰ جي وڏائي بيان ڪر. وڏائي، ڪبريائي ۽ عظمت الله جي صفت آهي، يعني الله هن ڳالھ کان تمام وڏو آهي تہ ان جو ڪو شريڪ ۽ ڀائيوار هجي.

4 (۽ پنهنجن ڪپڙن کي پاڪ رک!) الله تعالىٰ پنهنجي پياري پيغمبر ﷺ کي ڪپڙن جي پاڪ رکڻ جو حڪم فرمائي رهيو آهي تہ انهن کي ناپاڪيءَ کان بچاءِ. قتاده چوي ٿو تہ مطلب هي آهي تہ پاڻ کي گناهن کان پاڪ صاف رک.

5 (۽ پليتيءَ کان پري رھ) يعني بتن کان پري رھ ۽ انهن جي عبادت نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ انهن جي عبادت عذاب جو سبب ۽ خدا تعالىٰ جي قهر جو موجب آهي.

6 (۽ وڌيڪ وٺڻ لاءِ احسان نہ ڪر) يعني نبوت جو بار کڻڻ سبب پنهنجي رب تي احسان نہ ڄاڻاءِ، جيئن انهيءَ شخص جو حال هوندو آهي، جيڪو ٻئي جي ذميواري کڻي، پوءِ ان تي احسان ڄاڻائيندو آهي. يا هي مراد آهي تہ: جڏهن ڪنهن کي عطيو يا بخشش ڏيو تہ رب تعالىٰ جي راضپي لاءِ ائين ڪريو ۽ ماڻهن تي احسان نہ ڄاڻايو.

7 (۽ پنهنجي رب خاطر صبر ڪر) يعني توهان کي هڪ عظيم ذميواري سونپي وئي ٿي. سگهوئي عرب ۽ عجم وارا توهان سان جنگ جوٽيندا، تنهن ڪري الله تعالىٰ جي رضامندي لاءِ صبر کان ڪم وٺو.

8 (پوءِ جڏهن صور ۾ ڦوڪيو ويندو) هتي پهرئين صور ڦوڪڻ مراد آهي. ڄڻ تہ فرمايو وڃي ٿو تہ سندن تڪليفن تي صبر ڪر، ڇاڪاڻ تہ اڳيان هڪ هاڃيڪار ڏينهن اچڻ وارو آهي، جنهن ۾ پنهنجي معاملي جي ڇپاڙي ڏسندا.

إِنَّهُۥ فَكَّرَ وَقَدَّرَ ﴿١٨﴾ فَقُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ ﴿١٩﴾ ثُمَّ قُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ ﴿٢٠﴾ ثُمَّ نَظَرَ
﴿٢١﴾ ثُمَّ عَبَسَ وَبَسَرَ ﴿٢٢﴾ ثُمَّ أَدْبَرَ وَٱسْتَكْبَرَ ﴿٢٣﴾ فَقَالَ إِنْ هَٰذَآ إِلَّا سِحْرٌ
يُؤْثَرُ ﴿٢٤﴾ إِنْ هَٰذَآ إِلَّا قَوْلُ ٱلْبَشَرِ ﴿٢٥﴾ سَأُصْلِيهِ سَقَرَ ﴿٢٦﴾ وَمَآ أَدْرَىٰكَ
مَا سَقَرُ ﴿٢٧﴾ لَا تُبْقِى وَلَا تَذَرُ ﴿٢٨﴾ لَوَّاحَةٌ لِّلْبَشَرِ ﴿٢٩﴾ عَلَيْهَا تِسْعَةَ عَشَرَ
﴿٣٠﴾ وَمَا جَعَلْنَآ أَصْحَٰبَ ٱلنَّارِ إِلَّا مَلَٰٓئِكَةً ۙ وَمَا جَعَلْنَا عِدَّتَهُمْ إِلَّا فِتْنَةً
لِّلَّذِينَ كَفَرُوا۟ لِيَسْتَيْقِنَ ٱلَّذِينَ أُوتُوا۟ ٱلْكِتَٰبَ وَيَزْدَادَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓا۟ إِيمَٰنًا ۙ
وَلَا يَرْتَابَ ٱلَّذِينَ أُوتُوا۟ ٱلْكِتَٰبَ وَٱلْمُؤْمِنُونَ ۙ وَلِيَقُولَ ٱلَّذِينَ فِى قُلُوبِهِم مَّرَضٌ
وَٱلْكَٰفِرُونَ مَاذَآ أَرَادَ ٱللَّهُ بِهَٰذَا مَثَلًا ۚ كَذَٰلِكَ يُضِلُّ ٱللَّهُ مَن يَشَآءُ وَيَهْدِى
مَن يَشَآءُ ۚ وَمَا يَعْلَمُ جُنُودَ رَبِّكَ إِلَّا هُوَ ۚ وَمَا هِىَ إِلَّا ذِكْرَىٰ لِلْبَشَرِ ﴿٣١﴾ كَلَّا
وَٱلْقَمَرِ ﴿٣٢﴾ وَٱلَّيْلِ إِذْ أَدْبَرَ ﴿٣٣﴾ وَٱلصُّبْحِ إِذَآ أَسْفَرَ ﴿٣٤﴾ إِنَّهَا لَإِحْدَى
ٱلْكُبَرِ ﴿٣٥﴾ نَذِيرًا لِّلْبَشَرِ ﴿٣٦﴾ لِمَن شَآءَ مِنكُمْ أَن يَتَقَدَّمَ أَوْ يَتَأَخَّرَ ﴿٣٧﴾ كُلُّ
نَفْسٍۭ بِمَا كَسَبَتْ رَهِينَةٌ ﴿٣٨﴾ إِلَّآ أَصْحَٰبَ ٱلْيَمِينِ ﴿٣٩﴾ فِى جَنَّٰتٍ يَتَسَآءَلُونَ
﴿٤٠﴾ عَنِ ٱلْمُجْرِمِينَ ﴿٤١﴾ مَا سَلَكَكُمْ فِى سَقَرَ ﴿٤٢﴾ قَالُوا۟ لَمْ نَكُ مِنَ
ٱلْمُصَلِّينَ ﴿٤٣﴾ وَلَمْ نَكُ نُطْعِمُ ٱلْمِسْكِينَ ﴿٤٤﴾ وَكُنَّا نَخُوضُ مَعَ
ٱلْخَآئِضِينَ ﴿٤٥﴾ وَكُنَّا نُكَذِّبُ بِيَوْمِ ٱلدِّينِ ﴿٤٦﴾ حَتَّىٰٓ أَتَىٰنَا ٱلْيَقِينُ ﴿٤٧﴾

9 (تہ اهو ان ڏينهن ڏاڍو ڏکيو ڏينهن هوندو).

10 (ڪافرن تي سولو نہ هوندو).

11 (ڇڏ مون کي ۽ ان کي جنهن کي مون اڪيلو پيدا ڪيو آهي) يعني جنهن شخص کي مون سندس ماءُ جي پيٽ ۾ اڪيلو ڪري پيدا ڪيو آهي، ان وقت نہ وٽس مال هو، نہ سندس ڪا اولاد هئي. يا هي مطلب آهي تہ مون کي ۽ ان کي اڪيلو ڇڏي ڏي. بيشڪ تنهنجي بدلي وٺڻ لاءِ آءٌ ڪافي آهيان. مفسر حضرات جي قول مطابق وليد بن مغيره مراد آهي.

12 (۽ مون کيس جهجهو مال ڏنم). يعني تمام گهڻو مال عطا ڪيو مانس.

13 (۽ آڏو رهندڙ پٽ ڏنامانس) يعني مون کيس اولاد عطا ڪئي، جيڪا هر وقت مڪي ۾ ساڻس گڏ رهي ٿي، پيءُ جي مالدار هئڻ ڪري نہ پٽ مسافريءَ تي وڃن ٿا ۽ نہ رزق جي تلاش ۾ مجبور ٿي ان کان جدا ٿين ٿا.

14 (۽ چڱيءَ طرح کيس ڪشادگي ڏنم) يعني کيس عيش عشرت جي زندگي، ڊگهي عمر ۽ قريش جي سرداري عطا ڪيم.

15 (وري هو لالچ ٿو رکي تہ اڃان بہ کيس وڌايان).

16 (هرگز نہ !) يعني اصل نہ وڌائيندومانس. (بيشڪ اهو اسان جي آيتن جو دشمن آهي) يعني ويري ۽ هٺيل آهي ۽ اسان پنهنجي رسول ﷺ تي جيڪو ڪلام لاٿو آهي، تنهن جو انڪاري آهي.

17 (مان سگهوئي کيس سخت تڪليف ۾ ڦاسائيندس) يعني سگهوئي کيس اهڙي عذاب ۾ سوگهو ڪندس، جنهن کي برداشت ڪرڻ ڪنهن جي وَسَ ۽ وِتُ جي ڳالھ نہ آهي.

(18) (بيشڪ انهيءَ سوچيو ۽ رٿ ڪيائين) نبي ﷺ جن جي باري ۾ غور ۽ فڪر ڪيائين ۽ دل ئي دل ۾ مٿن تنقيد ڪرڻ ۽ (قرآن مجيد جي باري ۾) هٿ ٺوڪي ڳالهه چوڻ جي تياري ڪيائين، جنهن تي الله تعاليٰ سندس مذمت ڪئي.

(19) (پوءِ مار پويس) يعني لعنت پويس ۽ عذاب ٿئيس.
(ڪهڙي نه رٿ ڪئي اٿس).

(20) (وري مار پويس، ڪهڙي نه رٿ ڪئي اٿس).

(21) (پوءِ نظر ڪيائين) يعني غور سان سوچڻ لڳو ته ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن سان قرآن جي مخالفت ۽ مقابلو ڪجي ۽ ان ۾ طعن زني ڪري سگهجي؟

(22) (پوءِ گهنڊ وڌائين) يعني جڏهن قرآن تي اعتراض ڪرڻ جوڳي ڪا شيءِ نه لڌائين ته پنهنجي منهن ۾ گهنڊ وڌائين. (۽ بوٿ پيلو ڪيائين) يعني سندس منهن مَٽجي ڪارو بڇڙو ٿي پيو.

(23) (وري پٺيرو ٿيو ۽ وڏائي ڪيائين).

(24) (پوءِ چوڻ لڳو ته هيءُ ته رڳو هڪ جادو آهي جيڪو اڳين کان هلندو پيو اچي)، يعني چوڻ لڳو ته هيءُ قرآن ته جادوئي آهي جنهن کي محمد ﷺ ٻين کان نقل ڪري بيان ڪري رهيو آهي.

(25) (هيءُ ته رڳو انساني ڪلام آهي) يعني هيءُ خدائي ڪلام نه آهي، پر انساني ڪلام آهي.

(26) (اجهو ٿو آن کي جهنم واصل ڪريان) يعني سگهوئي ڪيس دوزخ واري باهه ۾ داخل ڪندس.

(27) (توکي ڪهڙي خبر ته جهنم ڇا آهي)؟.

(28) (نه ڪجهه رهائي ٿي ۽ نه ڪنهن کي ڇڏي ٿي).

(29) (ماڻهن جو مهڪارو ڪندڙ آهي) قيامت جي ڏينهن دوزخ انسانن جي سامهون ايندي ۽ ان کي اکين سان ڏسندا. پڻ چيو ويو آهي ته يعني دوزخ سندن ٻوٿن کي پيلو ڪندي ۽ انهن جو مهڪارو ڪري ڇڏيندي.

(30) (ان تي اڻويهه ڄڻا آهن) دوزخ تي اڻويهه فرشتا (داروغا) مقرر ٿيل آهن. هي به چيو ويو آهي ته فرشتن جا اڻويهه قسم مٿس مقرر ٿيل آهن.

(31) جڏهن الله تعاليٰ جو مٿيون فرمان مبارڪ (ته دوزخ تي اڻويهه فرشتا آهن) نازل ٿيو، ته ابوجهل چيو ته : ڇا محمد جي مددگارن جو تعداد رڳو اڻويهه آهي؟ اڙي! ڇا پوءِ توهان هن ڳالهه کان به عاجز آهيو ته توهان مان سؤ ڄڻا انهن مان هڪ هڪ فرشتي کي پڪڙي پوءِ دوزخ مان ٻاهر نڪري اچن؟ جنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي: (۽ اسان دوزخ تي رڳو فرشتن کي ئي مقرر ڪيو آهي) يعني ڪنهن جي اندر سندن مقابلي جي سگهه ۽ طاقت آهي؟ ۽ ڪير ٿو مٿن غالب ٿي سگهي؟ اهي الله جي مخلوق مان سڀ کان وڌيڪ سندس حقوق جي رکوالي ڪرڻ وارا، ۽ ان خاطر ڏمرجڻ وارا، سڀ کان وڌيڪ خوفناڪ ۽ سڀ کان وڌيڪ سگهارا، جبار آهن. (۽ اسان سندن ڳاڻاٽي کي رڳو ڪافرن لاءِ آزمائش بڻايو آهي) يعني مٿيون تعداد اسان رڳو ڪافرن کي گمراهي ۽ مونجهاري ۾ وجهڻ جو ذريعو بڻايو آهي، ته جيئن ڪين جيڪي ڪجهه چوڻو آهي، سو چون، ۽ پوءِ سندن عذاب ۾ اضافو ٿئي ۽ الله جو غضب مٿن وڌي. (ته جيئن اهل ڪتاب يقين ڪن) يهودي ۽ عيسائي اهل علم مراد آهن، جيڪي قرآن ۾ بيان ڪيل دوزخ جي داروغن جي تعداد کي سچو ڄاڻن ٿا، ڇاڪاڻ ته سندن ڪتاب ۾ به ساڳي ڳالهه آهي. (۽ جن ايمان آندو، سي ايمان ۾ وڌن) جڏهن کين اهل ڪتاب جي موافقت معلوم ٿيندي ته سندن ايمان ويتر وڌندو. ﴿وَلَا يَرۡتَابَ ٱلَّذِينَ أُوتُواْ ٱلۡكِتَٰبَ وَٱلۡمُؤۡمِنُونَ﴾ (۽ اهل ڪتاب ۽ مؤمن شڪ ۾ نه پون) (۽ جيئن اهي ماڻهو چون جن جي دلين ۾ بيماري آهي) يعني منافق (۽ ڪافر به) مڪي وارا ڪافر هجن، ڇاهي پيا هجن. (ته هن مثال ڏيڻ مان الله جو ڪهڙو مطلب آهي؟) يعني مٿئين عجيب غريب تعداد بيان ڪرڻ ۽ اهڙي مثال ڏيڻ مان آخر سندس ڪهڙو مقصد آهي؟ (ان ريت الله جنهن کي چاهي گمراهه ٿو ڪري ۽ جنهن کي چاهي سڌي رستي ٿو لڳائي).
(۽ تنهنجي رب جي لشڪرن کي ان کان سواءِ ٻيو ڪو به نٿو ڄاڻي) يعني جيتوڻيڪ دوزخ جي داروغن جو تعداد اڻويهه آهي، پر سندن مددگار فرشتا بيحد وحساب آهن، جن جو تعداد الله سبحانه وتعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو. (۽ اهي ڳالهيون رڳو انسانن لاءِ نصيحت آهن) يعني دوزخ ۽ ان جي داروغن جو بيان ڪيل تعداد در اصل جهان وارن لاءِ هڪ نصيحت ۽ يادگيري آهي، جيئن کين الله تعاليٰ جي قدرت جو ڪمال معلوم ٿئي ۽ اهي يقين ڄاڻن ته کيس ساٿين ۽ مددگارن جي ضرورت نه آهي.

(32) (هرگز نه! قسم آهي چنڊ جو) يعني آءٌ بيان ڪيل انهيءَ حقيقت جي سچائي تي چنڊ ۽ انهن شين جو قسم کڻان ٿو، جيڪي هيٺ بيان ڪجن ٿيون.

(33) (۽ قسم آهي رات جو، جڏهن پٺيري ٿئي) يعني جڏهن اها ختم ٿيڻ واري هوندي آهي.

(34) (۽ قسم آهي صبح جو، جڏهن روشن ٿيندي آهي) يعني جڏهن روشن ۽ چٽي ٿيندي آهي.

(35) (بيشڪ اها وڏين مصيبتن مان هڪ آهي) يعني دوزخ بدترين مصيبتن مان هڪ ڏکوئيندڙ مصيبت آهي. ۽ چيو ويو آهي ته يعني ڪافرن ۽ مشرڪن جو حضرت محمد ﷺ کي ڪوڙو ڪرڻ هڪ زبردست مصيبت جي ڳالهه آهي.

(36) (انسانن لاءِ ڊيڄاءُ آهي).

(37) (جيڪو توهان مان اڳتي وڌڻ گهري) يعني ايمان آڻي. (يا پٺتي ٿيڻ گهري) يعني ڪفر ڪري.

(38) (هر شخص پنهنجن عملن جي ڪري گروي ٿيل آهي) يعني هر شخص پنهنجي عمل سبب گرفتار ۽ گروي رکيل آهي. ان کي ان جو عمل نجات ڏياريندو يا هلاڪ ڪرائيندو.

(39) (سواءِ ساڄي پاسي وارن جي) مؤمن مراد آهن، ڇاڪاڻ ته اهي پنهنجن گناهن سبب گروي نه، بلڪ سندن نيڪ عملن جي ڪري آزاد ٿيل هوندا.

(40) (جيڪي باغن ۾ هوندا، پڇا ڪندا).

(41) (ڏوهارين کان).

(42) (توهان کي ڪهڙي شيءِ دوزخ ۾ وڌو؟) جنتي دوزخين کان پڇندا ته ڪهڙي سبب جي ڪري جهنم ۾ پيا آهيو؟

(43) (چوندا ته : اسين نماز پڙهڻ وارن مان نه هئاسون).

(44) (۽ نه وري مسڪينن کي کاڌو کارائيندا هئاسون).

(45) (۽ اسان بڪواسن سان گڏجي بڪواس ڪندا هئاسون) يعني باطل پرستن سان گڏ باطل ۾ لهه وچڙ رکندا هئاسون. جڏهن ڪو گمراهه ٿيندو هو ته اسان به گڏجي سندس گمراهيءَ ۾ شريڪ ٿيندا هئاسون.

(46) (۽ بدلي واري ڏينهن کي ڪوڙو ڀائيندا هئاسين).

(47) (تانجو اسان وٽ يقين آيو) يعني موت آيو.

(48) (پوءِ کين شفاعت ڪندڙن جي شفاعت فائدو نه ڏيندي).

(49) (پوءِ کين ڇا ٿيو آهي، جو نصيحت کان منهن ٿا موڙين ؟) يعني ڇا ٿيو اٿن، ڪهڙي سبب جي ڪري قرآن کان منهن موڙين ٿا، جنهن ۾ عظيم نصيحتون ۽ زبردست هدايت جو سامان موجود آهي.

(50) (ڄڻ ته اهي ڀڄندڙ گڏهه آهن) يعني ڄڻ ته اهي وڏو ڊاهه ڪائيندڙ گڏهن وانگر آهن.

(51) (نيزي باز شڪاريءَ کان ڀڳا آهن) يعني جيئن شڪاري جانور کي تير هڻندو آهي ته ڊاهه ڪائي وٺي ڀڄندو آهي، چيو ويو آهي ته عربي ٻوليءَ ۾ (قسورة) شينهن کي چئبو آهي. يعني





سندن مثال جهنگلي گڏهه وانگر آهي، جيڪو چيري ڦاڙي
ڪائيندڙ شينهن کي ڏسي ڀڄندو آهي.

52 (بلڪ انهن مان هر شخص گهري ٿو تہ ڪيس کليل ڪتاب ڏنا وڃن) مفسر چون ٿا تہ قريش جي ڪافرن حضرت محمد ﷺ جن کي چيو تہ اسان مان هر هڪ شخص جي مٿان الله جي طرفان نازل ٿيل کليل ڪتاب موجود هئڻ گهرجي، جنهن ۾ لکيل هجي تہ توهان الله جا رسول آهيو.

53 (ائين نہ آهي! بلڪ انهن کي آڳوتر جو ڪو پرؤ ئي ناهي).

54 (اصل ڳالهہ هي آهي تہ اهو تہ هڪ نصيحت آهي).

55 (سو جنهن کي وڻي تہ ان مان سبق پرائي).

56 (۽ الله جي گهر کان سواءِ اهي نصيحت وٺي نہ سگهندا) يعني ڪيئن هدايت وٺندا، مگر هي تہ الله تعالىٰ کين هدايت ڏيڻ گهري. (اهو ئي ڊڄڻ جي لائق آهي) يعني الله ئي هن لائق آهي تہ پرهيزگار ۽ متقي ماڻهو ان جو خوف ڪري، نافرماني ڇڏين ۽ سندس فرمانبرداريءَ وارو عمل ڪن. (۽ اهوئي بخشڻ وارو آهي) يعني اهوئي هن لائق آهي تہ مؤمنن جي ڪمزورين، ڪوتاهين ۽ گناهن کي بخشي.

## سورة القيامة

1 (آءٌ قيامت جي ڏينهن جو قسم ٿو کڻان) هتي ”لا“ واڌو آهي ۽ معنىٰ هي آهي تہ : آءٌ قيامت جي ڏينهن جو قسم کڻان ٿو. رب تعالىٰ جي طرفان قيامت جي قائم ٿيڻ بابت قسم کڻڻ مان، انهيءَ ڏينهن جي اهميت ۽ هولناڪيءَ کي بيان ڪرڻ مقصد آهي ۽ اها ڳالهہ الله کي ئي سونهي ٿي تہ هو پنهنجي مخلوق مان جنهن جو چاهي، قسم کڻي.

2 (۽ ملامت ڪندڙ نفس جو قسم ٿو کڻان) مؤمن جو نفس مراد آهي. ٿيل خطائن تي ملامت ڪندو آهي، ۽ پشيمان ٿيندو آهي. برائي ڪندو آهي تہ بہ پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪندو آهي تہ تون هي ڪم ڇو ڪيو؟ ۽ ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ ڪوتاهيءَ تي بہ کيس ملامت ڪندو رهندو آهي تہ تون وڌ ۾ وڌ چڱا ڪم ڇو نہ ڪيا؟ امام مقاتل چوي ٿو تہ : ڪافر جو نفس مراد آهي. آخرت ۾ سندس نفس کيس الله جي باري ۾ ڪيل ڪوتاهيءَ تي حسرت ۽ لعنت ملامت ڪندو.
يا وري ٻنهي ڳالهين جو قسم کنيو پيو وڃي تہ الله تعالىٰ سگهوئي سندن هڏين کي گڏ ڪندو. پوءِ هر انسان کي جيئرو ڪندو تہ جيئن ان کان حساب ڪتاب وٺي ۽ کيس سزا ۽ جزا ڏئي.

3 (ڀلا انسان ڀانئي ٿو تہ اسان سندس هڏين کي ڪڏهن بہ ميڙي گڏ نہ ڪنداسون؟) يعني هڏيون جيڪڏهن ڀُري ۽ ڳري مٽيءَ ۾ رلي ملي وينديون تہ ڇا پوءِ اسان انهن کي نئين سر پيدا نہ ڪنداسون؟ اهڙو گمان بلڪل باطل آهي.

4 (هائو! اسان وس وارا آهيون) يعني هائو! اسان بالڪل انهن کي ميڙي گڏ ڪنداسون، وس وارا آهيون تہ (سندس ڏوڏين کي گڏي برابر ڪري ڇڏيون) يعني اسان چاهيون تہ سندس آڱرين کي گڏي هڪ ٻئي سان ملائي، اٺ جي پير وانگر ٿاف ۽ برابر ڪري ڇڏيون، پر اسان تہ مٿس مهرباني ڪئي جو سندس آڱرين کي ننڍڙو، نرم، نازڪ بڻايوسون، جنهن ۾ جوڙ بہ آهن تہ ننهن بہ آهن. سنهڙيون رڳون بہ آهن تہ نرم هڏڙيون بہ آهن. چيو ويو آهي تہ اها الله جي طرفان هڪ قسم جي تنبيه آهي تہ هر ماڻهوءَ جي آڱرين جا ڏاريدار نشان، بناوت جي لحاظ سان هڪ ٻئي کان مختلف آهن، ۽ جيڪڏهن گهري ها تہ انهن کي هڪجهڙو ڪري ڇڏي ها.

5 (بلڪ انسان چاهي ٿو تہ اڳتي بہ بڇڙا ڪم ڪندو رهي) يعني انسان گهري ٿو تہ ايندڙ زماني ۾ بہ برائيون ڪندو رهي، گناهہ ڪندو رهي ۽ توبہ ۾ تاخير ڪري. عمر ڀر گناهہ ڪندو رهي، پر موت کي يادئي نہ ڪري.

فَمَا تَنفَعُهُمْ شَفَٰعَةُ ٱلشَّٰفِعِينَ ﴿٤٨﴾ فَمَا لَهُمْ عَنِ ٱلتَّذْكِرَةِ مُعْرِضِينَ
﴿٤٩﴾ كَأَنَّهُمْ حُمُرٌ مُّسْتَنفِرَةٌ ﴿٥٠﴾ فَرَّتْ مِن قَسْوَرَةٍۭ ﴿٥١﴾ بَلْ يُرِيدُ
كُلُّ ٱمْرِئٍ مِّنْهُمْ أَن يُؤْتَىٰ صُحُفًا مُّنَشَّرَةً ﴿٥٢﴾ كَلَّا ۖ بَل لَّا يَخَافُونَ
ٱلْـَٔاخِرَةَ ﴿٥٣﴾ كَلَّآ إِنَّهُۥ تَذْكِرَةٌ ﴿٥٤﴾ فَمَن شَآءَ ذَكَرَهُۥ ﴿٥٥﴾
وَمَا يَذْكُرُونَ إِلَّآ أَن يَشَآءَ ٱللَّهُ ۚ هُوَ أَهْلُ ٱلتَّقْوَىٰ وَأَهْلُ ٱلْمَغْفِرَةِ ﴿٥٦﴾

### سُورَةُ الْقِيَامَةِ

ترتيبها ٧٥ — آياتها ٤٠

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

لَآ أُقْسِمُ بِيَوْمِ ٱلْقِيَٰمَةِ ﴿١﴾ وَلَآ أُقْسِمُ بِٱلنَّفْسِ ٱللَّوَّامَةِ ﴿٢﴾ أَيَحْسَبُ
ٱلْإِنسَٰنُ أَلَّن نَّجْمَعَ عِظَامَهُۥ ﴿٣﴾ بَلَىٰ قَٰدِرِينَ عَلَىٰٓ أَن نُّسَوِّىَ بَنَانَهُۥ ﴿٤﴾ بَلْ
يُرِيدُ ٱلْإِنسَٰنُ لِيَفْجُرَ أَمَامَهُۥ ﴿٥﴾ يَسْـَٔلُ أَيَّانَ يَوْمُ ٱلْقِيَٰمَةِ ﴿٦﴾ فَإِذَا بَرِقَ ٱلْبَصَرُ
﴿٧﴾ وَخَسَفَ ٱلْقَمَرُ ﴿٨﴾ وَجُمِعَ ٱلشَّمْسُ وَٱلْقَمَرُ ﴿٩﴾ يَقُولُ ٱلْإِنسَٰنُ يَوْمَئِذٍ
أَيْنَ ٱلْمَفَرُّ ﴿١٠﴾ كَلَّا لَا وَزَرَ ﴿١١﴾ إِلَىٰ رَبِّكَ يَوْمَئِذٍ ٱلْمُسْتَقَرُّ ﴿١٢﴾ يُنَبَّؤُا۟ ٱلْإِنسَٰنُ
يَوْمَئِذٍۭ بِمَا قَدَّمَ وَأَخَّرَ ﴿١٣﴾ بَلِ ٱلْإِنسَٰنُ عَلَىٰ نَفْسِهِۦ بَصِيرَةٌ ﴿١٤﴾ وَلَوْ أَلْقَىٰ
مَعَاذِيرَهُۥ ﴿١٥﴾ لَا تُحَرِّكْ بِهِۦ لِسَانَكَ لِتَعْجَلَ بِهِۦٓ ﴿١٦﴾ إِنَّ عَلَيْنَا جَمْعَهُۥ
وَقُرْءَانَهُۥ ﴿١٧﴾ فَإِذَا قَرَأْنَٰهُ فَٱتَّبِعْ قُرْءَانَهُۥ ﴿١٨﴾ ثُمَّ إِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهُۥ ﴿١٩﴾

6 (پڇي ٿو تہ قيامت جو ڏينهن ڪڏهن ايندو؟) يعني ان کي ڏور ۽ اڻ ٿيڻو سمجهندي، ٺٺوليون ڪندي اهڙو سوال ڪري رهيو آهي.

7 (پوءِ جڏهن اکيون ڏرا ڏئي وينديون) يعني جڏهن موت يا قيامت جي سختي ۽ سورَ ڏسندو، تڏهن خوفزده، حيران ۽ پريشان ٿيندو، اکيون ڦوٽارجي، دوڏا ترڙاٽجي ويندس.

8 (۽ چنڊ بي نور ٿي ويندو) ان جي سڄي روشني مڪمل طرح ختم ٿي ويندي، دنيا ۾ چنڊ گرهڻ ٿيندي آهي تہ ان جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ان جي روشني موٽي ايندي آهي، پر قيامت جي ڏينهن ائين نہ ٿيندو.

9 (۽ سج ۽ چنڊ کي گڏ ڪيو ويندو) يعني سج ۽ چنڊ ٻنهي جي روشني ختم ٿي ويندي، ۽ ٻئي گڏجي ويندا، پوءِ نہ رات ايندي ۽ نہ ڏينهن ٿيندو.

10 (ان ڏينهن انسان چوندو تہ آهي ڪا ڀڄڻ جي واهہ)؟ يعني الله تعالىٰ ۽ سندس حساب ڪتاب ۽ عذاب کان ڀڄڻ جي ڪا واهہ آهي؟

11 (هرگز نہ ! ڪا واهہ ڪانهي) يعني اڄ نہ ڪو جبل آهي، نہ ڪو قلعو ۽ ڪوٽ آهي ۽ نہ ڪا پناهہ گاهہ آهي، جنهن جي اوٽ ۾ توهان پاڻ کي الله کان بچائي سگهو.

12 (تنهنجي رب وٽ ئي ان ڏينهن ٽڪاءَ جو هنڌ آهي) يعني اهو ڏينهن تنهنجي پاڪ پالڻهار وٽ پيش پوڻ، ۽ ان جي آڏو وڃي بيهڻ جو آهي.

13 (ان ڏينهن انسان کي ٻڌائبو جو ڪجهہ اڳي موڪليائين ۽ پوئتي لاءِ ڇڏيائين).

14 (بلڪ انسان پنهنجو پاڻ کي خوب ڄاڻي ٿو) يعني اڄ هو

كَلَّا بَلْ تُحِبُّونَ ٱلْعَاجِلَةَ ﴿٢٠﴾ وَتَذَرُونَ ٱلْآخِرَةَ ﴿٢١﴾ وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ ﴿٢٢﴾
إِلَىٰ رَبِّهَا نَاظِرَةٌ ﴿٢٣﴾ وَوُجُوهٌ يَوْمَئِذٍۭ بَاسِرَةٌ ﴿٢٤﴾ تَظُنُّ أَن يُفْعَلَ بِهَا فَاقِرَةٌ ﴿٢٥﴾
كَلَّآ إِذَا بَلَغَتِ ٱلتَّرَاقِيَ ﴿٢٦﴾ وَقِيلَ مَنْۜ رَاقٍ ﴿٢٧﴾ وَظَنَّ أَنَّهُ ٱلْفِرَاقُ ﴿٢٨﴾ وَٱلْتَفَّتِ
ٱلسَّاقُ بِٱلسَّاقِ ﴿٢٩﴾ إِلَىٰ رَبِّكَ يَوْمَئِذٍ ٱلْمَسَاقُ ﴿٣٠﴾ فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلَّىٰ
﴿٣١﴾ وَلَٰكِن كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ ﴿٣٢﴾ ثُمَّ ذَهَبَ إِلَىٰٓ أَهْلِهِۦ يَتَمَطَّىٰٓ ﴿٣٣﴾ أَوْلَىٰ لَكَ
فَأَوْلَىٰ ﴿٣٤﴾ ثُمَّ أَوْلَىٰ لَكَ فَأَوْلَىٰٓ ﴿٣٥﴾ أَيَحْسَبُ ٱلْإِنسَٰنُ أَن يُتْرَكَ سُدًى ﴿٣٦﴾
أَلَمْ يَكُ نُطْفَةً مِّن مَّنِيٍّ يُمْنَىٰ ﴿٣٧﴾ ثُمَّ كَانَ عَلَقَةً فَخَلَقَ فَسَوَّىٰ ﴿٣٨﴾ فَجَعَلَ مِنْهُ
ٱلزَّوْجَيْنِ ٱلذَّكَرَ وَٱلْأُنثَىٰٓ ﴿٣٩﴾ أَلَيْسَ ذَٰلِكَ بِقَٰدِرٍ عَلَىٰٓ أَن يُحْـِۧيَ ٱلْمَوْتَىٰ ﴿٤٠﴾

## سُورَةُ الإِنسَانِ

ترتيبها ٧٦ — آياتها ٣١

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

هَلْ أَتَىٰ عَلَى ٱلْإِنسَٰنِ حِينٌ مِّنَ ٱلدَّهْرِ لَمْ يَكُن شَيْـًٔا مَّذْكُورًا ﴿١﴾
إِنَّا خَلَقْنَا ٱلْإِنسَٰنَ مِن نُّطْفَةٍ أَمْشَاجٍ نَّبْتَلِيهِ فَجَعَلْنَٰهُ سَمِيعًۢا
بَصِيرًا ﴿٢﴾ إِنَّا هَدَيْنَٰهُ ٱلسَّبِيلَ إِمَّا شَاكِرًا وَإِمَّا كَفُورًا ﴿٣﴾
إِنَّآ أَعْتَدْنَا لِلْكَٰفِرِينَ سَلَٰسِلَا۟ وَأَغْلَٰلًا وَسَعِيرًا ﴿٤﴾ إِنَّ
ٱلْأَبْرَارَ يَشْرَبُونَ مِن كَأْسٍ كَانَ مِزَاجُهَا كَافُورًا ﴿٥﴾

پنهنجي نفس جي حقيقت خوب ڄاڻي ٿو تہ هو ايمان تي آهي يا ڪفر تي، فرمانبردار آهي يا نافرمان، سڌي راهہ تي آهي يا ڏنگائي تي. هي معنىٰ بہ چئي وئي آهي تہ سندس عضوا سندس خلاف شاهدي ڏيندا.

(15) (ڪٽي پنهنجا ڪيترائي عذر ئي عذر پيش ڪري) يعني پل پنهنجا عذر ۽ بهانا پيش ڪري ۽ عذاب کان بچڻ لاءِ جهيڙو جهٽو ڪري، پر اها ڳالهہ ڪيس فائدو نہ ڏيندي، بلڪ سندس خلاف اهڙيون سچيون شاهديون پيش ٿينديون، جو سندس سڀ عذر ۽ حيلا بهانا ڪوڙا ثابت ٿيندا.

(16) (ان کي جلدي (ياد ڪرڻ) لاءِ پنهنجي زبان گهٽي نہ چور) قرآن ڪريم جي نازل ٿيڻ وقت جبرئيل عليه السلام جي وحي پڙهي پوري ڪرڻ کان اڳ ئي نبي ڪريم ﷺ جن ان کي جلدي ياد ڪرڻ خاطر پنهنجن چپن ۽ زبان مبارڪ کي تڪڙو تڪڙو چوريندا هئا، جنهن تي هيءَ آيت لٿي، تہ وحي نازل ٿيڻ مهل هن خيال کان تہ متان ڪجهہ رهجي وڃي، پنهنجي زبان کي تڪڙو نہ هلايو.

(17) (بيشڪ ان جو گڏ ڪرڻ اسان تي ئي آهي) يعني الله تعالىٰ ئي ان کي توهان سيني ۾ محفوظ ڪندو، تانجو ان جو ڪو حصو باقي نہ رهندو. (۽ ان جو پڙهڻ بہ) يعني الله پاڪ ئي ان جي تلاوت توهان جي زبان تي صحيح سهڻي نموني جاري فرمائيندو.

(18) (پوءِ جڏهن اسان ان کي پڙهون) يعني جبرئيل امين[ع] جي زباني وحي جي تلاوت پوري ڪريون. (پوءِ ان جي تلاوت جي پيروي ڪر) يعني ڌيان ڏئي، خاموشيءَ سان ان کي ٻڌ، پوءِ ان وانگر تلاوت ڪر.

(19) (پوءِ بيشڪ ان جو بيان بہ اسان تي آهي) يعني ان جي حلال ۽ حرام حڪمن ۽ مشڪل مسئلن جو تفسير ۽ وضاحت ڪرڻ اسان جي ذميواري آهي. ان کان پوءِ جڏهن جبرئيل امين[ع] ايندو هو تہ پاڻ سڳورا خاموش رهندا هئا. وري جڏهن وحي پورو ٿيندو هو تہ قرآن سندن زبان مبارڪ تي جاري ٿي ويندو هو، جيئن الله تعالىٰ ساڻن وعدو فرمايو.

(20) (هرگز نہ! بلڪ توهان دنيا کي پسند ٿا ڪريو).

(21) (۽ آخرت کي ڇڏي ٿا ڏيو).

(22) (ان ڏينهن ڪي منهن ٻهڪندڙ هوندا) يعني قدرتي نعمتن سبب تروتازا، سهڻا ۽ سٻاجهڙا هوندا.

(23) (پنهنجي رب ڏانهن نهاريندڙ هوندا) يعني پنهنجي رب کي ڏسندا. صحيح ۽ متواتر حديثن ۾ آهي تہ صالح ماڻهو قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب کي چوڏهين جي چنڊ وانگر ڏسندا.

(24) (۽ ڪي منهن ان ڏينهن پيلا هوندا) يعني ڪارا، لوساٽيل، پيلا، ٻچڙا، اداس ۽ غمگين هوندا.

(25) (ڀائيندا تہ ساڻن چيلهہ ڀوڙ معاملو ڪيو ويندو) (فاقرة) يعني وڏي مصيبت، اهڙي جو چيلهہ ڀوڙي، ڪَنڌي جا مٽڪا ڀڃي ڇڏي. يعني پڪ سمجهندا تہ مٿن اهڙي مصيبت اچڻ واري آهي جيڪا چيلهہ ڀڃي، ڪمر ڀوڙي ڇڏيندين.

(26) (خبردار! جڏهن ساهہ لُڪيءَ تي پهچندو) يعني جڏهن ساهہ يا روح نڙگهٽ ۾ پهچندو. (ترقوة) نڙگهٽ واري هڏي کي چئبو آهي. "نڙگهٽ ۾ ساهہ پهچڻ" موت جي ويجهي هجڻ جي نشاني آهي.

(27) (۽ چيو ويندو تہ آهي ڪو ڦيٽو رکندڙ؟) يعني فوتيءَ ۽ موتي وٽ موجود ماڻهو هڪ ٻئي کي چوندا، تہ ڪو ٽوٽو ڦيٽو رکندڙ ۽ ڪو طبيب ڳوليو، تہ ڪا شفا ٿئيس. پر الله جي حڪم کان ڪو بہ ڪيس بچائي نہ سگهندو.

(28) (۽ پڪ ٿيندس تہ اهو جدائيءَ جو وقت آهي) يعني ساهہ جي نڙگهٽ ۽ لڪيءَ تي پهچڻ مهل فوتيءَ کي يقين ٿي ويندو آهي تہ هي هن جهان کان لاڏاڻي، ٻارن ٻچن ۽ پنهنجي مال متاع کان جدائي جو وقت آهي.

(29) (۽ پني، پنيءَ سان وچڙي پوندي) يعني سڪرات مهل پني پنيءَ سان وچڙي ويندي آهي، ٽنگن مان ساهہ ڇڏائجي ويندو آهي، پنيون سڪي وينديون آهن، پنهنجي بار کڻڻ جوڳيون نہ رهنديون آهن، حالانڪ اڳ انهن جي ذريعي پيو گهمندو ڦرندو، چڪر ڏيندو هو. ان وقت ماڻهو ان جي جسم کي پورڻ جي ڪوشش ۾ ۽ فرشتا ان جي روح کي ڪڍڻ جي ڪوشش ۾ هوندا آهن.

(30) (ان ڏينهن تنهنجي رب ڏانهن هلڻو آهي) يعني روحن کي جسمن مان ڪڍڻ کان پوءِ، تنهنجي خالق جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو.

(31) (پوءِ نہ تصديق ڪيائين ۽ نہ نماز پڙهيائين) يعني نہ الله جي رسول ﷺ جي تصديق ڪيائين، نہ قرآن کي مڃيائين، ۽ نہ وري پنهنجي رب جي عبادت ڪيائين، سو نہ پنهنجي دل سان ايمان آندائين ۽ نہ پنهنجي بدن سان چڱا ڪم ڪيائين.

(32) (۽ پر ڪوڙو ڪيائين ۽ منهن ڦيرايائين) يعني الله جي رسول ۽ سندس آندل پيغام کي ڪوڙو ڪيائين ۽ اطاعت ۽ ايمان کان منهن موڙيائين.

(33) (وري آڪڙجي پنهنجي گهر وارن ڏانهن هليو) يعني ٺاڻِ ٺو ڪري ۽ وڏائي مان آڪڙجي ٿو هلي، يا حق جي دعوت کان ڳرو ٿو ٿئي ۽ بوجهہ ٿو ڀانئين.

(34) (35) (ويل هجي تولاءِ، پوءِ ويل هجي. وري بہ ويل هجي تولاءِ، پوءِ ويل هجي) يعني تنهنجي لاءِ ويل جي مٿان ويل هجي. ان جو اصل هي آهي تہ جيڪا شيءِ توکي نہ وڻي، اها ئي توکي الله سائين ٻَڇي ڇڏي، بار بار اها توکي چنبڙندي رهي.

(36) (ڇا انسان ڀانئي ٿو تہ ڪيس واندو ڇڏي ڏبو) يعني ان کي

ائين ئي اجايو ۽ بيڪار ڇڏيو ويندو، نه ان کي ڪو حڪم ڪبو، نه ڪاروڪ جهل، نه ان کان حساب ورتو ويندو ۽ نه ان کي ڪا سزا ملندي؟

37 (ڇا اهو مني جو ڦڙو نه هو، جيڪو ٽپڪائبو آهي؟) يعني ڇا انسان جي پيدائش منيءَ جي انهيءَ قطري مان نه آهي، جيڪو رحم ۾ ڳاڙيو ۽ ٽپڪايو ويندو آهي؟

38 (وري رت جو دڳو ٿيو، پوءِ ان کي ٺاهي ٺوهي خلقيائين).

39 (پوءِ ان مان ٻه جنسون : نر، ماد بڻايائين).

40 (ڇا ناهي اهو) يعني اهو الله جنهن اهڙي عجيب مخلوق کي نئين سر وجود ڏنو ۽ ان جي سگهه رکيائين (هن ڳالهه تي قدرت رکندڙ، ته مئن کي جياري؟) يعني جيئن انهن کي دنيا ۾ پيدا ڪيائين، ڇا تيئن ڪين ٻيهر آخرت ۾ جياري نه سگهندو؟ ڇاڪاڻ ته ڪنهن به شيءِ کي ٻيهر ٺاهڻ، پهرئين پيري ٺاهڻ جي بنسبت سولو هوندو آهي.

## سورة الانسان

1 (ڇا آيو هو انسان تي) يعني يقينا ماڻهن تي گذريو آهي سندن پيءُ آدم جي صورت ۾ (زماني جو هڪ اهڙو وقت) ڇيو ويو آهي ته منجهس روح ڦوڪڻ کان چاليهه سال اڳ، جڏهن ڪيس مٽيءَ مان، پوءِ سڙيل گاري مان، پوءِ ڪڙڪندڙ مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو. (جو اهو ذڪر جوڳي ڪا شيءِ نه هو) يعني سندس بدن ۾ روح جي پوڻ کان اڳ اهو ڪا قابل ذڪر شيءِ نه هو. پڻ ڇيو ويو آهي ته يعني ڪائنات ۾ اهڙو زمانو گذريو آهي، جڏهن نه آدم؏ نالي ڪا شيءِ هئي، نه ڪيس خلقيو ويو هو ۽ نه ڪا مخلوق ان جو ڪو تذڪرو ڪندي يا نالو ڪٺندي هئي.

2 (اسان انسان کي رليل مليل نطفي مان پيدا ڪيو) يعني اسان ان کي مرد ۽ عورت جي گڏيل وچڙيل نطفي مان پيدا ڪيو آهي. پڻ ڇيو ويو آهي ته (أمشاج) معنىٰ (اخلاط) : وچڙيل سچڙيل. يعني اسان ان کي انهن رليل مليل قسم جي عنصرن ۽ مختلف مزاجن مان بنايو آهي، جن مان انسان کي جوڙيو ويو آهي. (جيئن ڪيس آزمايون) يعني سندس پيدائش جو اصل مقصد، خير ۽ شر ۽ شرعي تڪليفن جي ذريعي ڪيس آزمائڻ آهي. (پوءِ ڪيس ٻڌندڙ، ڏسندڙ ڪيوسون) يعني منجهس هوش حواسَ رکياسون، ته جيئن پنهنجي مقصد جو چڱيءَ طرح ادراڪ ڪري سگهي، پوءِ ڪيس آزمائي به سگهون.

3 (بيشڪ اسان ڪيس رستو ڏيکاريو، ڇاهي شڪر گذاري ڪري، يا ڇاهي ناشڪرو ٿئي) يعني ڪيس سليم طبع ۽ ڪامل عقل جي ذريعي هدايت ۽ گمراهي، خير ۽ شر، نفعو ۽ نقصان سڀ ڪجهه چٽو ڪري سمجهايوسون، هاڻي سندس مرضي آهي ته شڪر گذار ٻانهو ٿي زندگي گذاري يا احسان فراموش ٿئي.

4 (بيشڪ اسان ڪافرن لاءِ زنجيرون ۽ ڳٽ ۽ ڀڙڪندڙ باهه تيار ڪئي آهي) يعني انهن شين جي ذريعي ڪيس سخت عذاب ڏينداسون. (اغلال) غلّ مان ورتل آهي، معنىٰ اهي ڳٽ جن سان هٿ ورائي ڳاتي سان ٻڌبا آهن. (سعير) معنىٰ ڀڙڪندڙ مچ .

5 (بيشڪ نيڪو ڪار اهڙن پيالن مان پيئندا جن جو ذائقو ڪافور وانگر هوندو) يعني ان ۾ پاڪ شراب جي خوشبو ۽ لذت پيدا ڪرڻ خاطر ڪافور جي ملاوت ڪئي ويندي.

6 (هڪ چشمو آهي، جنهن مان الله جا ٻانها پيئندا) يعني ان چشمي جو شراب پيئندا. هي مطلب به ٿي سگهي ٿو ته اهڙو شراب پيئندا جنهن ۾ انهيءَ چشمي جو پاڻي پيل هوندو. ( ان مان واهيون وهائيندا) جيئن دنيا ۾ هيڏي هوڏي نهرن مان واهه ۽ واهن مان واهيون ڪوٽي مختلف مقصدن لاءِ پاڻي حاصل ڪبو آهي.

7 (اُهي نذر پوري ڪندا آهن) يعني ڪين اهو بدلو هن ڪري ملندو جو اهي الله تعالىٰ لاءِ پنهنجي باسيل باس پوري ڪندا هئا.

ٻانهوجيڪي ڪم الله جي رضا لاءِ پاڻ تي پاڻ واجب ڪري، حالانڪ شريعت ۾ مٿس فرض نه هجن، تنهن کي"نذر" چئجي ٿو، مثلاً (نفلي) نماز، روزو، قرباني وغيره. (۽ اهي انهيءَ ڏينهن کان ڊڄندا آهن، جنهن جي برائي هر طرف ڇانيل هوندي) قيامت جو ڏينهن مراد آهي، جنهن جي برائي پوري ڪائنات ۾ پکڙيل هوندي، تانجو آسمان ڦاٽي پوندا، تارا ٽڙي پکڙجي ويندا، زمين کي ڪُٽيو ويندو ۽ جبل ڪپهه وانگر اڏامندا.

8 (۽ کاڌو کارائين ٿا ان جي محبت هوندي، مسڪين ۽ يتيم ۽ قيديءَ کي) يعني انهن ٽنهي قسمن جي ماڻهن کي، کاڌي جي کمي، پنهنجي ضرورت ۽ ان سان محبت جي باوجود، کارائيندا آهن. هي به چيو ويو آهي ته يعني الله جي محبت ۽ سندس رضا خاطر ٻين کي کاڌو کارائيندا آهن.

9 ۽ دل ۾ چون ٿا ته : (اسان توهان کي رڳو الله ڪارڻ کاڌو کارايون ٿا) (اسان اوهان کان نه ڪو بدلو گهرئون ٿا ۽ نه ڪو شڪرانو) .يعني انهيءَ ڀلائي تي نه بدلي جي اميد ٿا رکن ۽ نه ماڻهن طرفان ساراهه ٿا چاهن. الله تعالىٰ سندن قلبي اخلاص ۽ سچائيءَ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو، انهيءَ ڪري سندن ساراهه ٿو فرمائي.

10 (بيشڪ اسان پنهنجي رب طرفان، ٺيوڙيءَ واري ڏينهن کان ڊڄون ٿا) جنهن جي سختي ۽ مصيبت سبب ماڻهن جا ٻوٿ ڀڃڙا ۽ پيلا هوندا. سخت ڏکئي (هاڃيڪار کان). يعني جنهن ڏينهن اکيون ۽ پروان گهنڊجي وينديون، هي به چيو ويو آهي ته مصيبت جي اعتبار کان اهو ڏينهن انتهائي سخت ۽ تمام ڏکو ڏينهن هوندو.

11 (پوءِ الله کين ان ڏينهن جي تڪليف کان بچايو)

(۽ کين تازگي ۽ خوشي ڏني) يعني ڪافرن جي چهرن تي ڇانيل ٻڇڙائي ۽ بدهواسي جي مقابلي ۾ هنن جي چهرن تي ٻهڪ ۽ تازگي ۽ دلين ۾ خوشي عطا ڪندو. آسودگيءَ واري نعمت جي ڪري چهرن تي جيڪا ڇٽائي، رونق ۽ سونهن پيدا ٿيندي آهي، تنهن کي عربي ۾"نضرة" چئبو آهي.

12 (۽ سندن صبر جي عوض کين باغ ۽ پَٽ پٽيهر ڏنائين).

13 (ان ۾ پلنگن تي ٽيڪ ڏئي ويهندا) سندن بدلو جنت آهي، جتي سندن لاءِ پلنگ رکيل هوندا، جن جي مٿان سونا تاج لڳل هوندا. (اتي نه اُس ڏسندا ۽ نه گهٽي سردي) يعني جنت ۾ نه سج جي اس ۽ گرمي ڏسندا ۽ نه پاري جهڙي سردي.

14 (۽ ان جون ڇانئون مٿن ويجهيون هونديون) جيتوڻيڪ اتي سج نه هوندو، تڏهن به وڻن جا پاڇا انهن جي ويجهو هوندا، جيئن انهن تي نعمتن جي تڪميل ٿئي. (۽ ان جي ميون جا ڇڳا پٽن لاءِ سندن پهچ ۾ ڪيا ويندا) يعني جنت جا ميوا نوائي سندن پهچ ۾ ڪيا ويندا، ٻيٺي، ويٺي، سمهئي پئي، آسانيءَ سان پٽي ڪائي سگهندا، نه پٽڻ کان پري هوندا ۽ نه وري سندن هٿن کي ڪنهن ڪنڊي وغيره لڳڻ جو ڪو خطرو هوندو.

15 (۽ مٿن چاندي جا ٿانو ۽ شيشي جا گلاس پيا ڦيرايا ويندا) يعني جڏهن ڪا شيءِ پيئڻ گهرندا ته جنتي خدمتگار چانديءَ جا جگ ۽ شيشي جا گلاس پري مٿن پيا ڦرندا رهندا.

16 (شيشا چانديءَ وارا) (قوارير) شيشي کي چئبو آهي، دنيا ۾ شيشو واريءَ مان ٺهندو آهي، تنهن ڪري الله تعاليٰ هتي جنت جي شيشي جي فضيلت بيان فرمائي ته اهو اصل چانديءَ مان ٺهيل آهي، جنهن جي ٻاهران، ان جي اندرئين شيءِ نظر ايندي آهي. (جن کي انهن پوري اندازي سان ٺاهيو هوندو) جنهن شڪل ۽ صورت ۾ اهي چاهيندا، بلڪل انهيءَ ۾ بنا ڪنهن گهٽ وڌائي جي اهي ٿانوَ ٺهي ويندا.

17 (۽ اتي کين پيالا پياريا ويندا، جنهن ۾ سنڌ مليل هوندي)
يعني انهن گلاسن ۾ اهڙو پاڪ شراب پيئندا، جنهن ۾ سنڌ پيل هوندي.

عَيۡنٗا يَشۡرَبُ بِهَا عِبَادُ ٱللَّهِ يُفَجِّرُونَهَا تَفۡجِيرٗا ﴿٦﴾ يُوفُونَ بِٱلنَّذۡرِ وَيَخَافُونَ
يَوۡمٗا كَانَ شَرُّهُۥ مُسۡتَطِيرٗا ﴿٧﴾ وَيُطۡعِمُونَ ٱلطَّعَامَ عَلَىٰ حُبِّهِۦ مِسۡكِينٗا
وَيَتِيمٗا وَأَسِيرًا ﴿٨﴾ إِنَّمَا نُطۡعِمُكُمۡ لِوَجۡهِ ٱللَّهِ لَا نُرِيدُ مِنكُمۡ جَزَآءٗ وَلَا شُكُورًا
﴿٩﴾ إِنَّا نَخَافُ مِن رَّبِّنَا يَوۡمًا عَبُوسٗا قَمۡطَرِيرٗا ﴿١٠﴾ فَوَقَىٰهُمُ ٱللَّهُ شَرَّ ذَٰلِكَ
ٱلۡيَوۡمِ وَلَقَّىٰهُمۡ نَضۡرَةٗ وَسُرُورٗا ﴿١١﴾ وَجَزَىٰهُم بِمَا صَبَرُواْ جَنَّةٗ وَحَرِيرٗا
﴿١٢﴾ مُّتَّكِـِٔينَ فِيهَا عَلَى ٱلۡأَرَآئِكِۖ لَا يَرَوۡنَ فِيهَا شَمۡسٗا وَلَا زَمۡهَرِيرٗا ﴿١٣﴾
وَدَانِيَةً عَلَيۡهِمۡ ظِلَٰلُهَا وَذُلِّلَتۡ قُطُوفُهَا تَذۡلِيلٗا ﴿١٤﴾ وَيُطَافُ عَلَيۡهِم بِـَٔانِيَةٖ
مِّن فِضَّةٖ وَأَكۡوَابٖ كَانَتۡ قَوَارِيرَا۠ ﴿١٥﴾ قَوَارِيرَاْ مِن فِضَّةٖ قَدَّرُوهَا تَقۡدِيرٗا ﴿١٦﴾
وَيُسۡقَوۡنَ فِيهَا كَأۡسٗا كَانَ مِزَاجُهَا زَنجَبِيلًا ﴿١٧﴾ عَيۡنٗا فِيهَا تُسَمَّىٰ سَلۡسَبِيلٗا
﴿١٨﴾ ۞ وَيَطُوفُ عَلَيۡهِمۡ وِلۡدَٰنٞ مُّخَلَّدُونَ إِذَا رَأَيۡتَهُمۡ حَسِبۡتَهُمۡ لُؤۡلُؤٗا مَّنثُورٗا
﴿١٩﴾ وَإِذَا رَأَيۡتَ ثَمَّ رَأَيۡتَ نَعِيمٗا وَمُلۡكٗا كَبِيرًا ﴿٢٠﴾ عَٰلِيَهُمۡ ثِيَابُ سُندُسٍ
خُضۡرٞ وَإِسۡتَبۡرَقٞۖ وَحُلُّوٓاْ أَسَاوِرَ مِن فِضَّةٖ وَسَقَىٰهُمۡ رَبُّهُمۡ شَرَابٗا
طَهُورًا ﴿٢١﴾ إِنَّ هَٰذَا كَانَ لَكُمۡ جَزَآءٗ وَكَانَ سَعۡيُكُم مَّشۡكُورًا ﴿٢٢﴾ إِنَّا
نَحۡنُ نَزَّلۡنَا عَلَيۡكَ ٱلۡقُرۡءَانَ تَنزِيلٗا ﴿٢٣﴾ فَٱصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ وَلَا تُطِعۡ
مِنۡهُمۡ ءَاثِمًا أَوۡ كَفُورٗا ﴿٢٤﴾ وَٱذۡكُرِ ٱسۡمَ رَبِّكَ بُكۡرَةٗ وَأَصِيلٗا ﴿٢٥﴾

18 (ان ۾ هڪ چشمو آهي، جنهن جو نالو سَلسَبيل آهي) لغت ۾ جيڪو پاڻي انتهائي صاف شفاف ۽ تيزيءَ سان وهندڙ هجي، پڻ نڙيءَ مان هڪدم لهي وڃي، ان کي "سلسبيل" چوندا آهن.

19 (۽ مٿن سدائين نينگر رهندڙ پيا گهمندا ڦرندا) جن جي جواني، تازگي ۽ سونهن سدائين قائم دائم رهندي. نہ اهي پوڙها ٿيندا، نہ انهن جا رنگ روپ مَٽجندا ۽ نہ اهي مرندا. (جڏهن ڪين ڏسندين تہ ڪنڊيريل موتي پائيندين) سندن حسن ۽ جمال ۾ واڌاري، رنگن جي صفائي سٿرائي ۽ سندن چهرن جي تروتازگيءَ سبب ڪين ڪنڊريل پکڙيل موتين سان تشبيه ڏني وئي آهي، چاڪاڻ تہ تيزيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن پڇندي ڀوڙندي پنهنجيون خدمتون پيا بجا آڻيندا. ان جي ابتڙ وڏين اکين وارين بيمثال خوبصورت انهن حورن جو حال آهي، جن کي "لڪيل موتين" سان تشبيه ڏني وئي آهي، چاڪاڻ تہ ڪين جنتين جي خدمت لاءِ پيدا نہ ڪيو ويو آهي.

20 (۽ جڏهن بہ اتي تون نهاريندين) يعني جڏهن بہ نگاهہ ڪٽي اتي جنت ۾ ڏسندين تہ (نعمتون ئي نعمتون ڏسندين) جن جي صفت بيان نٿي ڪري سگهجي (۽ وڏي بادشاهي ڏسندين) جنهن جي ماپ جو اندازو ڪري نٿو سگهجي.

21 (مٿائن سنهڙي پَٽ جا ساوا پهراڻ ۽ ٿلهي پَٽ جون پوشاڪون پاتل هونديون) "سُندُس" سنهي ريشم ۽ "استبرق" ٿلهي ريشم کي چئبو آهي. (۽ کين چانديءَ جا ڪنگڻ پارايا ويندا) سوره فاطر ۾ آهي تہ انهن کي سونا ڪنگڻ پارايا ويندا. هر هڪ پنهنجي پنهنجي پسند ۽ دلي ميلان مطابق جهڙا ڪنگڻ ۽ زيور چاهيندو، اهڙا پائيندو. (۽ سندن رب کين نهايت پاڪ شراب پياريندو) ابوقلابہ ۽ ابراهيم نخعي چون ٿا تہ کين طعام ڏنو ويندو. ڪائي فارغ ٿيندا تہ آخر ۾ کين پاڪ شراب ڏنو ويندو، جيڪو پيئندا. جنهن سان سندن پيٽ سنهان ٿيندا ۽ سندن جسمن مان مشڪ جهڙي خوشبو پئي نڪرندي.

22 (اهو آهي توهان جو بدلو) (۽ توهان جي محنت قبول پيل آهي) "الله تعالىٰ جي پنهنجي ٻانهي جي عمل جي شڪراني جي معنىٰ هي آهي تہ ان جي عملَ کي قبول ڪيائين ۽ ان تي سندس تعريف ڪيائين.

23 (بيشڪ اسان ئي توتي قرآن ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو آهي) يعني هڪ ڀيري نازل ڪرڻ جي بجاءِ اسان ان کي آهستي آهستي لاٿو آهي ۽ ائين نہ آهي، جيئن مشرڪ الزام تراشي ڪن ٿا تہ ان کي توهان پاڻ ئي ٺاهيو آهي.

24 (سو تون پنهنجي رب جي فيصلي تائين صبر ڪر) (۽ انهن مان ڪنهن بہ بد عمل يا حق جي انڪاري جو چيو نہ مڃ) يعني انهن مان ڪنهن بہ بد عمل گنهگار انسان يا ڪفر ۾ حد کان لنگهندڙ جو چيو نہ مڃ. چيو ويو آهي تہ "گنهگار" مان مراد عتبه بن ربيعه ۽ "ناشڪري" مان مراد وليد بن مغيره آهي. جن نبي ڪريم ﷺ جن کي آڇ ڪئي هئي تہ دين اسلام جي معاملي کي ڇڏي ڏيو تہ اسان توهان جون مالي ضرورتون پوريون ڪنداسون ۽ توهان کي خوبصورت عورت سان شادي ڪرائينداسون.

25 (۽ پنهنجي رب جو نالو صبح ۽ شام وٺندو رهہ) يعني ڏينهن جي منڍ ۽ پڇاڙي ۾ پنهنجي رب جي عبادت ڪر. فجر ۽ عصر جي نماز پڙهڻ مراد آهي.

26 (۽ رات جو بہ ڪجهہ وقت ان لاءِ سجدا ڪندو ڪر، ۽ رات جو دير تائين ان جي پاڪائي بيان ڪندو ڪر).

27 (اهي دنيا کي پسند ڪندا آهن) يعني مڪي جا ڪافر ۽ جيڪي انهن وانگر زندگيءَ جو مادي نظريو رکن ٿا، اهي رڳو دنيا جو دار فاني ۽ ان جون نعمتون پسند ڪندا آهن. (۽ ڳري ڏينهن کي پنهنجي پٺيان ٿا ڦٽو ڪن) قيامت جو ڏينهن مراد آهي، ان کي ڳرو ۽ وزني هن ڪري چيو ويو آهي جو اهو وڏين سختين ۽ مصيبتن وارو ڏينهن آهي، اهي ڪافر نہ اُن کان بچڻ جي تياري ڪن ٿا ۽ نہ وري ان پرواهہ ڪن ٿا.

28 (اسان ئي کين پيدا ڪيو آهي) (۽ اسان ئي سندن سَنڌن کي مضبوط ڪيوآهي) يعني سندن جوڙن کي هڪٻئي سان رڳن ۽ پٺن جي ذريعي مضبوط ڪيو آهي. (۽ جي چاهيون تہ ڪين بدلائي انهن جهڙا پيا آڻيون) يعني جيڪڏهن گهرون تہ انهن کي هلاڪ ڪريون ۽ اهڙا ماڻهو آڻيون، جيڪي انهن کان وڌيڪ الله جا فرمانبردار هوندا.

29 (بيشڪ هيءَ هڪ نصيحت آهي، سو جيڪو چاهي سو پنهنجي رب ڏانهن واٽ وٺي).

30 (۽ توهان نٿا گهري سگهو، مگر اهو جيڪو الله گهري) يعني توهان ڪيئن هدايت تي هلي سگهندا، جيستائين الله رب العالمين نہ گهري؟ بس! هر حال ۾ معاملو رب ڪريم جي هٿ ۾ آهي، نہ انهن (ڪافرن ۽ مشرڪن) جي هٿ ۾. ڀلائي هجي يا برائي هجي، سڀ الله جي وس ۾ آهي. ٻانهي جي چاهت ان وقت تائين ڀلائي مطابق نٿي هلي سگهي ۽ برائي کان بچي نٿي سگهي جيستائين الله ڪريم جو ان کي حڪم نہ ٿي. (بيشڪ الله وڏي علم، وڏي حڪمت وارو آهي).

31 (جنهن کي گهري پنهنجي رحمت ۾ داخل ٿو ڪري). (۽ ظالمن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب تيار ڪيو اٿس).

وَمِنَ ٱلَّيۡلِ فَٱسۡجُدۡ لَهُۥ وَسَبِّحۡهُ لَيۡلًا طَوِيلًا ﴿٢٦﴾ إِنَّ
هَٰٓؤُلَآءِ يُحِبُّونَ ٱلۡعَاجِلَةَ وَيَذَرُونَ وَرَآءَهُمۡ يَوۡمًا ثَقِيلًا ﴿٢٧﴾ نَّحۡنُ
خَلَقۡنَٰهُمۡ وَشَدَدۡنَآ أَسۡرَهُمۡۖ وَإِذَا شِئۡنَا بَدَّلۡنَآ أَمۡثَٰلَهُمۡ تَبۡدِيلًا
﴿٢٨﴾ إِنَّ هَٰذِهِۦ تَذۡكِرَةٌۖ فَمَن شَآءَ ٱتَّخَذَ إِلَىٰ رَبِّهِۦ سَبِيلًا ﴿٢٩﴾
وَمَا تَشَآءُونَ إِلَّآ أَن يَشَآءَ ٱللَّهُۚ إِنَّ ٱللَّهَ كَانَ عَلِيمًا حَكِيمًا ﴿٣٠﴾
يُدۡخِلُ مَن يَشَآءُ فِي رَحۡمَتِهِۦۚ وَٱلظَّٰلِمِينَ أَعَدَّ لَهُمۡ عَذَابًا أَلِيمَۢا ﴿٣١﴾

## سُورَةُ المُرۡسَلَاتِ

ترتيبها ٧٧ — آياتها ٥٠

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلۡمُرۡسَلَٰتِ عُرۡفٗا ﴿١﴾ فَٱلۡعَٰصِفَٰتِ عَصۡفٗا ﴿٢﴾ وَٱلنَّٰشِرَٰتِ نَشۡرٗا ﴿٣﴾
فَٱلۡفَٰرِقَٰتِ فَرۡقٗا ﴿٤﴾ فَٱلۡمُلۡقِيَٰتِ ذِكۡرًا ﴿٥﴾ عُذۡرًا أَوۡ نُذۡرًا ﴿٦﴾ إِنَّمَا
تُوعَدُونَ لَوَٰقِعٞ ﴿٧﴾ فَإِذَا ٱلنُّجُومُ طُمِسَتۡ ﴿٨﴾ وَإِذَا ٱلسَّمَآءُ فُرِجَتۡ
﴿٩﴾ وَإِذَا ٱلۡجِبَالُ نُسِفَتۡ ﴿١٠﴾ وَإِذَا ٱلرُّسُلُ أُقِّتَتۡ ﴿١١﴾ لِأَيِّ يَوۡمٍ أُجِّلَتۡ
﴿١٢﴾ لِيَوۡمِ ٱلۡفَصۡلِ ﴿١٣﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا يَوۡمُ ٱلۡفَصۡلِ ﴿١٤﴾ وَيۡلٞ يَوۡمَئِذٖ
لِّلۡمُكَذِّبِينَ ﴿١٥﴾ أَلَمۡ نُهۡلِكِ ٱلۡأَوَّلِينَ ﴿١٦﴾ ثُمَّ نُتۡبِعُهُمُ ٱلۡأٓخِرِينَ
﴿١٧﴾ كَذَٰلِكَ نَفۡعَلُ بِٱلۡمُجۡرِمِينَ ﴿١٨﴾ وَيۡلٞ يَوۡمَئِذٖ لِّلۡمُكَذِّبِينَ ﴿١٩﴾

## سورة المرسلات

(1) (لڳاتار موڪليل هوائن جو قسم آهي).
(2) (وري تيز گهلندڙ هوائن جو قسم آهي).
(3) (۽ ڪڪرن کي پکيڙيندڙ هوائن جو قسم آهي).
(4) (وري ڪڪرن کي هڪٻئي کان جدا ڪندڙ هوائن جو قسم آهي).
(5) پوءِ ذڪر آڻيندڙن ملائڪن جو قسم آهي) ڪن مفسرن جو چوڻ آهي تہ : مٿين سڀني آيتن ۾ الله تعالىٰ انهن فرشتن جو قسم کنيو آهي، جن کي نبين سڳورن ڏانهن وحي پهچائڻ لاءِ موڪليو ويندو آهي ۽ جيڪي تيزيءَ سان اڏامڻ جي ڪري تيز هوائون هلائيندا آهن، ۽ حق ۽ باطل، ۽ حلال ۽ حرام ۾ فرق ڪندڙ پيغام آڻڻ وقت پنهنجا پر پکيڙيندا آهن، تہ جيئن اهو وحي نبين تائين پهچائين.
(6) (عذر ختم ڪرڻ لاءِ يا ڊيڄارڻ لاءِ) يعني فرشتا هن مقصد سان الله جي طرفان ٻانهن وٽ وحي پهچائين ٿا تہ جيئن مٿن الله جليل جبار جي حجت قائم ٿئي ۽ اهي سندس عذاب کان ڊڄن. پڻ چيو ويو آهي تہ حق وارن لاءِ حجت قائم ڪرڻ ۽ باطل وارن کي ڊيڄارڻ مقصد آهي.
(7) (جيڪو توهان سان وعدو ڪيو ٿو وڃي سو ضرور ٿيڻو آهي).
(8) (۽ جڏهن تارا بي نور ٿيندا) يعني انهن جي چمڪ ڌمڪ ۽ روشني ختم ٿي ويندي.
(9) (۽ جڏهن آسمانن کي ڏاريو ويندو) يعني ان کي چيريو ۽ کوليو ويندو.
(10) (۽ جڏهن جبلن کي اڏاريو ويندو) يعني اهي پنهنجين جاين تان پٽجي، فضا ۾ اڏامڻ لڳندا، پوءِ انهن جاين تي زمين برابر ٿي ويندي.
(11) (۽ جڏهن رسولن لاءِ وقت مقرر ڪيو ويندو) يعني جڏهن پيغمبرن ۽ سندن امتن جي وچ ۾ فيصلي جو وقت مقرر ڪيو ويندو.
(12) (ڪهڙي ڏينهن لاءِ دير ڏني وئي آهي؟) يعني هڪ عظيم ڏينهن لاءِ ڪين مهلت ڏنل آهي، جنهن ڏينهن جي سختي ۽ وڏي دهشت سبب مخلوق تعجب ۾ پئجي ويندي. سڀ پيغمبر محشر جي ميدان ۾ طئي ٿيل وقت تي گڏ ٿيندا ۽ پنهنجين امتن تي شاهدي ڏيندا.
(13) (فيصلي جي ڏينهن لاءِ) جنهن ۾ ماڻهن جي عملن جي باري ۾ فيصلو ڪيو ويندو، پوءِ ڪي جنت ۾ ويندا تہ ڪي دوزخ ۾ ويندا.
(14) (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ فيصلي جو اهو ڏينهن ڇا آهي؟) يعني توکي فيصلي واري ڏينهن جي باري ۾ ڪهڙي خبر؟ يعني اهو زبردست دهشت ۽ وحشت جو ڏينهن آهي، جنهن جو اندازو ڪري ئي نٿو سگهجي.
(15) (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).
(16) (ڇا اسان اڳين کي هلاڪ نہ ڪري چڪا آهيون؟) يعني آدم عليہ السلام کان حضرت محمد ﷺ جن جي زماني تائين آيل امتن جي ڪافرن کي دنيا ۾ عذاب ڏئي ناس نہ ڪيوسون، جڏهن انهن پنهنجن رسولن کي ڪوڙو ڪيو؟
(17) (وري پوين کي بہ انهن جي ڪڍ لائينداسون) يعني مڪي جا ڪافر ۽ جيڪي سندن موافقت ڪن ٿا، جڏهن انهن حضرت محمد ﷺ کي ڪوڙو ڪيو.
(18) (اسان ڏوهارين سان ائين ئي ڪندا آهيون).
(19) (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).
(20) (ڇا اسان توهان کي خسيس پاڻيءَ مان پيدا نہ ڪيو آهي؟) يعني توهان کي خسيس ۽ حقير مني جي نطفي مان نہ خلقيوسون؟
(21) (پوءِ کيس هڪ هٿيڪي هنڌ رکيوسون) يعني محفوظ ۽ مضبوط جاءِ ۾ رکيوسون. ان مان ماءُ جو رحم مراد آهي .
(22) (هڪ مقرر مدت تائين) يعني عام طرح انسانن ۾ حمل جي مدت نون مهينن تائين.
(23) پوءِ پوري اندازي سان بنايوسون، جو اسان چڱو اندازو ڪندڙ آهيون)؟ يعني سندس عضون ۽ صفتن جو اندازو ڪيوسون ۽ هر شخص جي پنهنجي پنهنجي صفت جي مطابق جيئن گهريوسون، تيئن ان جو احوال مقرر ڪيوسون. سو الله تعالىٰ بهترين اندازو مقرر ڪندڙ آهي.
(24) (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).
(25) (26) (ڇا اسان زمين کي سانديندڙ نہ ڪيوسون. جيئرن ۽ مئن لاءِ)؟ يعني زمين توهان جي حفاظت ڪندڙ آهي. زندگيءَ ۾ پنهنجي پٺيءَ تي ۽ مرڻ کان پوءِ پنهنجي پيٽ ۾ توهان کي سانديندي ۽ حفاظت ڪندي آهي.
(27) (۽ اسان ان ۾ بلند پهاڙ بڻاياسون) يعني وڏا جبل زمين ۾ مضبوط ميخن جي طور تي پيدا ڪياسون.
(۽توهان کي مٺو پاڻي پياريوسون) يعني توهان کي اڃ لاهيندڙ مٺو پاڻي پياروسون ۽ اهو سڀ ڪجهه ٻيهر زنده ڪرڻ کان وڌيڪ تعجب جوڳو آهي.
(28) (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).
(29) (هلو ان ڏانهن جنهن کي توهان ڪوڙو پئي ڪيو) ڪين چيو ويندو تہ باهہ واري ان عذاب ڏانهن هلو جنهن کي توهان ڪوڙ پئي پانيو.
(30) (ٽن ڀانگن واري ڇاپي ڏانهن هلو) يعني دوزخ واري باهہ جي انهيءَ اڏامندڙ دونهين واري ڇاپي ڏانهن هلو جيڪو مٿي اڏامي ٽٽي پکڙجي ٽن ڀانگن ۾ ورهائجي چڪو آهي.
(31) (جيڪو نہ ڇانويرو آهي ۽ نہ باهہ جي ڄڀيءَ کان بچائي سگهندو) يعني نہ ان ۾ دنيا جي ڇاپي وانگر ٿڌي ڇانوَ آهي ۽ نہ اهو توهان کي دوزخ جي گرميءَ کان بچائي سگهندو. حساب ڪتاب کان فارغ ٿيڻ تائين انهيءَ حالت ۾ رهندؤ.

أَلَمْ نَخْلُقكُّم مِّن مَّآءٍ مَّهِينٍ (٢٠) فَجَعَلْنَٰهُ فِى قَرَارٍ مَّكِينٍ (٢١) إِلَىٰ قَدَرٍ
مَّعْلُومٍ (٢٢) فَقَدَرْنَا فَنِعْمَ ٱلْقَٰدِرُونَ (٢٣) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ (٢٤)
أَلَمْ نَجْعَلِ ٱلْأَرْضَ كِفَاتًا (٢٥) أَحْيَآءً وَأَمْوَٰتًا (٢٦) وَجَعَلْنَا فِيهَا رَوَٰسِىَ
شَٰمِخَٰتٍ وَأَسْقَيْنَٰكُم مَّآءً فُرَاتًا (٢٧) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ (٢٨)
ٱنطَلِقُوٓا۟ إِلَىٰ مَا كُنتُم بِهِۦ تُكَذِّبُونَ (٢٩) ٱنطَلِقُوٓا۟ إِلَىٰ ظِلٍّ ذِى ثَلَٰثِ
شُعَبٍ (٣٠) لَّا ظَلِيلٍ وَلَا يُغْنِى مِنَ ٱللَّهَبِ (٣١) إِنَّهَا تَرْمِى بِشَرَرٍ
كَٱلْقَصْرِ (٣٢) كَأَنَّهُۥ جِمَٰلَتٌ صُفْرٌ (٣٣) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ (٣٤)
هَٰذَا يَوْمُ لَا يَنطِقُونَ (٣٥) وَلَا يُؤْذَنُ لَهُمْ فَيَعْتَذِرُونَ (٣٦) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ
لِّلْمُكَذِّبِينَ (٣٧) هَٰذَا يَوْمُ ٱلْفَصْلِ جَمَعْنَٰكُمْ وَٱلْأَوَّلِينَ (٣٨) فَإِن كَانَ
لَكُمْ كَيْدٌ فَكِيدُونِ (٣٩) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ (٤٠) إِنَّ ٱلْمُتَّقِينَ فِى
ظِلَٰلٍ وَعُيُونٍ (٤١) وَفَوَٰكِهَ مِمَّا يَشْتَهُونَ (٤٢) كُلُوا۟ وَٱشْرَبُوا۟ هَنِيٓـًٔۢا
بِمَا كُنتُمْ تَعْمَلُونَ (٤٣) إِنَّا كَذَٰلِكَ نَجْزِى ٱلْمُحْسِنِينَ (٤٤) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ
لِّلْمُكَذِّبِينَ (٤٥) كُلُوا۟ وَتَمَتَّعُوا۟ قَلِيلًا إِنَّكُم مُّجْرِمُونَ (٤٦) وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ
لِّلْمُكَذِّبِينَ (٤٧) وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ ٱرْكَعُوا۟ لَا يَرْكَعُونَ (٤٨) وَيْلٌ
يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ (٤٩) فَبِأَىِّ حَدِيثٍۭ بَعْدَهُۥ يُؤْمِنُونَ (٥٠)

32 (بيشڪ اها ماڙين جيڏيون چڻنگون اڇلائيندي) يعني ان جي اڇلايل هڪ هڪ چڻنگ، ڪنهن وڏي محل کان گهٽ نہ هوندي.

33 (چڻ تہ اهي هيڊا ڪڪڙا اُٺ آهن) يعني اهي چڻنگون اُٺن جيڏيون وڏيون هونديون. عرب ڪاري اٺ کي هيڊو ڪڪڙو چوندا آهن. پڻ هي بہ چيو ويو آهي تہ جڏهن باهہ جي چڻنگ مٿي اڏري وري هيٺ ڪرندي آهي ۽ ان ۾ اجان باهہ جو جزو موجود هوندو آهي تہ اها ڪاري اٺ وانگر هوندي آهي.

34 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

35 (هي اهو ڏينهن آهي، جنهن ۾ هو نہ ڪجھ ڳالهائي سگهندا).

36 (۽ نہ وري کين معذرت ڪرڻ جي موڪل ڏني ويندي).

37 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

38 (هي آهي فيصلي جو ڏينهن، توهان کي ۽ اڳين کي اسان گڏ ڪيو آهي) يعني کين چيو ويندو تہ هي آهي اهو ڏينهن جنهن ۾ مخلوق جي وچ ۾ فيصلو ڪيو ويندو ۽ حق ۽ باطل ۾ فرق ٿيندو. اي قريشي ڪافرو! اڄ اسان توهان کي، اڳين امتن جي ڪافرن سان گڏ ڪري ڇڏيو آهي.

39 (پوءِ جيڪڏهن توهان کي ڪا رٿ رٿڻي آهي تہ پل منهنجي خلاف رٿيو) الله تعالىٰ کين فرمائيندو تہ جيڪڏهن توهان کي ڪا منصوبہ بندي ڪرڻي آهي، يا توهان وٽ ڪو حيلو، ڪا تدبير آهي تہ پل منهنجي خلاف پنهنجي پلي لاءِ هلائي ڏسو. اها ڪافرن کي وڏي ڌمڪي ۽ چئلنج آهي.

40 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

41 (بيشڪ پرهيز گار ڇانوَن ۽ چشمن ۾ هوندا).

42 (۽ اهڙن ميون ۾ جن جي پاڻ خواهش ڪندا).

43 چئبن تہ : (کائو ۽ پيئو مزي سان انهن عملن جي عيوض جيڪي توهان ڪندا هيؤ).

44 (بيشڪ اسان احسان ڪندڙن کي ائين ئي بدلو ڏيندا آهيون).

45 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

46 اي مجرمو ! دنيا ۾ (کائي وٺو ۽ ڪجھ مزا ماڻي وٺو، بيشڪ توهان ڏوهاري آهيو) يعني کين دنيا ۾ ائين چيو ويندو. ڏوهارين مان نافرمان مشرڪ مراد آهن.

47 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

48 (۽ جڏهن کين چئجي ٿو تہ رڪوع ڪريو، تہ رڪوع نٿا ڪن) يعني جڏهن کين چئبو آهي تہ نماز پڙهو تہ نماز نہ پڙهندا آهن.

49 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ ويل آهي).

50 (پوءِ ان کان بعد ڪهڙي ڳالھ تي ايمان آڻيندا)؟ يعني جڏهن قرآن تي ايمان نٿا آڻين تہ آخر ان کان پوءِ ڪهڙي ڳالهہ جي اهي تصديق ڪندا ؟.

## سورة النبا

1 (ڇا جي باري ۾ هڪ ٻئي کان پڇا ڳاڇا ٿا ڪن ؟) جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ پيغمبر ٿي آيا ۽ ماڻهن کي توحيد ۽ مماتيءَ کان بعد حياتيءَ جي عقيدي جي تعليم ڏنائون ۽ کين قرآن پڙهي ٻڌايائون تہ منڪر هڪ ٻئي کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا تہ : محمد (ﷺ) کي ڇا ٿيو آهي؟ ۽ ڪهڙي شيءِ اسان وٽ آندي اٿس؟ جنهن تي الله تعالىٰ اهي آيتون نازل فرمايون.

2 (ان وڏي خبر جي باري ۾؟) يعني انهي هاجيڪار خبر جي باري ۾ پڇن ٿا؟ انهيءَ مان قرآن مجيد مراد آهي، ڇاڪاڻ تہ هو توحيد جي خبر ڏئي ٿو ۽ رسول الله ﷺ جن جي تصديق ڪري ٿو ۽ قيامت جي ڏينهن ٻيهر جيارڻ ۽ اٿارڻ جي عقيدي جي تعليم ڏئي ٿو.

3 (جنهن جي باري ۾ اهي مختلف آهن؟) يعني انهن ماڻهن قرآن جي باري ۾ اختلاف ڪيو، ڪن چيو تہ قرآن جادو آهي، ڪن چيو تہ شاعري آهي، ڪن چيو تہ ڪهانت آهي ۽ ڪن چيو تہ اڳين جي آکاڻين تي مشتمل ڪتاب آهي.

4 (هرگز نہ! سگهوئي ڄاڻندا) منڪرن کي جهٽڪي خبردار ڪيو ٿو وڃي. يعني پنهنجي انهيءَ تڪذيب جي پڇاڙي سگهوئي ڄاڻندا. وري کين ٻيهر جهٽڪي خبردار ڪيو ٿو وڃي:

5 (وري بہ هرگز نہ! سگهوئي ڄاڻندا) تاڪيد ۽ سختي ۾ مبالغي طور ٻيهر ارشاد فرمايو ويو تہ سنت ڄاڻ ٿيندن.

6 (ڇا زمين کي وڇاڻو نہ ڪيوسون؟) يعني هيٺان وڇائي ويهڻ واري شيءِ، جيئن ٻار لاءِ وڇاڻو هوندو آهي، هر اها شيءِ جيڪا وڇائي، ان جي مٿان ڪيس سمهائجي، ان کي ”مهاد“ چئجي ٿو.

7 (۽ جبلن کي ميخون ڪيوسون) يعني زمين لاءِ جبل ائين آهن، جيئن ڪنهن شيءِ ۾ ميخون کوڙجن تہ اها مضبوط ٿي ويندي آهي. ساڳيءَ طرح زمين بہ جبلن جي ڪري ڏڏڻ ۽ ڇُرپُر ڪرڻ کان محفوظ ٿي وئي آهي.

8 (۽ توهان کي جوڙو جوڙو ڪري پيدا ڪيوسون) يعني توهان کي نرن ۽ مادين جي صورت ۾ جوڙا جوڙا بڻايوسون.

9 (۽ توهان جي ننڊ کي آرام ڏيندڙ بڻايوسون) ڇاڪاڻ تہ ننڊ جي حالت ۾ انسان چرپر ڇڏي ڏيندو آهي، جنهن جي ڪري سندس بدن کي سڪون ۽ راحت نصيب ٿيندي آهي.

10 (۽ رات کي ڍَڪُ بنايوسون) يعني جيئن لباس جسم کي ڍڪي ڇڏيندو آهي، تيئن رات جي اونداهي توهان کي ڍڪي ڇڏيندي آهي.

11 (۽ ڏينهن کي روزگار لاءِ بنايوسون) يعني ڏينهن کي روشن ڪيوسون، جيئن توهان پنهنجي گذر بسر لاءِ ڀڪ ڊوڙ ڪريو ۽ الله پاران لکيل رزق حاصل ڪريو.

(12) (۽ توهان جي مٿان ست مضبوط بناياسون) ست آسمان مراد آهن، جيڪي پنهنجي بناوٽ جي اعتبار کان ڪائنات ۾ سڀ کان وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم آهن.
(13) (۽ هڪ روشن ڏيئو بنايوسون) ان مان سج مراد آهي، جنهن ۾ روشني بہ آهي تہ گرمي بہ آهي، تنهن ڪري ان کي (وهاج) سڏيو ويو.
(14) (۽ پريل ڪڪرن مان پرتجي پوندڙ مينهن وسايوسون) اهي ڪڪر جيڪي پاڻيءَ سان پريل ٿيڻ لاءِ تيار هجن پر اڃان وسيا نہ هجن، تن کي ”المعصرات“ چوندا آهن. لڳاتار وسندڙ ۽ پرتجي پوندڙ مينهن کي ”ثجاجا“ چئبو آهي.
(15) (تہ جيئن ان سان اناج ۽ سلا ٻوٽا اپايون) جهڙوڪ : ڪڻڪ ۽ جوَ وغيره، (نبات) يعني جانورن جو گاهہ، ساوڪ ۽ ٻيا سلا ٻوٽا وغيره.
(16) (۽ گهاٽا باغ پڻ) يعني اهڙا باغ جيڪي وڻن ٽڻن ۽ ولين سان سٿيل هوندا آهن، تانجو انهن جون گهاٽيون ٽاريون هڪ ٻئي جي مٿان ڇانئجي ويندڙيون آهن.
(17) (بيشڪ فيصلي جو ڏينهن مقرر ٿيل آهي) يعني اڳين ۽ پوين جي گڏ ٿيڻ لاءِ قيامت جو هڪ ڏينهن مقرر ڪيل آهي، جتي ڪين ثواب ۽ عذاب ڏيڻ لاءِ الله تعالىٰ جي ڪيل وعدي مطابق پهچندا. هتي ان کي (يوم الفصل) فيصلي ڪرڻ يا ٽوڙڻ جو ڏينهن فرمايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ڏينهن الله تعالىٰ پنهنجي مخلوق جا جهڳڙا ٽوڙيندو ۽ فيصلا نمٽائيندو.
(18) (جنهن ڏينهن صور ۾ ڦوڪيو ويندو) اهو سنگ مراد آهي، جنهن ۾ اسرافيلؑ ڦوڪ ڏيندو. (پوءِ توهان ايندؤ) محشر جي ميدان ڏانهن (ٽوليون ٽوليون ٿي) يعني ميڙن جا ميڙ ڪري.
(19) (۽ آسمان کي کوليو ويندو) فرشتن جي لهڻ لاءِ . (پوءِ اهو دروازا ٿي پوندو) يعني آسمان ۾ بيشمار دروازا ٿي پوندا.
(20) (۽ جبلن کي هلايو ويندو، پوءِ اهي رُڃ وانگر ٿي پوندا) يعني پنهنجين جاين تان اکڙجي، هوا ۾ پيا لمندا وتندا، ۽ مٽيءَ جي دز وانگر پيا اڏرندا، ڏسڻ وارو انهن کي رڃ پيو سمجهندو.
(21) (بيشڪ جهنم گهَٽ ۾ آهي) يعني دوزخ جا داروغا ڪافرن لاءِ گهَٽ ۾ ويٺل آهن تہ بس! اهي اچن تہ کين سوگهو ڪريون ۽ سيڪت ڏيون.
(22) (سرڪشن جو ٽڪاڻو آهي) يعني موٽڻ جي اها ئي جاءِ اٿن.
(23) (منجهس اڻ ڪٿ زمانا رهندا) يعني زمانن مٿان زمانا دوزخ ۾ رهندا. ڊگهي زماني کي ”حقب“ چوندا آهن. هڪ حقب ختم ٿيندو تہ وري ٻيو حقب شروع ٿيندو، وري ٿيون ... اهڙيءَ ريت اهو سلسلو سدائين جاري رهندو.
(24) (جتي نہ ڪا ٿڌاڻ ۽ نہ پاڻيءَ جو ڪو ڍڪ چکندا).
(25) (مگر ٽهڪندڙ پاڻي) گرم ٽهڪندڙ پاڻي (۽ پونءِ) يعني اهي هنيل ڪافر، متڪبر ۽ منڪر، پاڻي جي بجاءِ جهنمين جي زخمن مان وهندڙ پونءِ پيئندا.
(26) (اهو بدلو آهي، پورو پورو) جهڙي ڪرٽي، تهڙي پرٽي، جيڏو گناهہ، تيڏو عذاب. جيئن شرڪ کان وڏو ڪو گناهہ ناهي، تيئن وري دوزخ جي عذاب کان وڌيڪ ڪو عذاب ناهي. سندن عملَ بڇڙا هئا، تنهن ڪري الله تعالىٰ بہ کين اهڙو عذاب ڏيندو، جيڪو کين بڇڙو لڳندو.
(27) (بيشڪ اهي ڪنهن حساب جي اميد ئي نہ رکندا هئا). اهي نہ ڪنهن ثواب جي لالچ رکندا هئا ۽ نہ ڪنهن حساب ڪتاب کان ڊڄندا هئا، ڇاڪاڻ تہ قيامت ۾ اٿڻ جو عقيدو ئي نہ رکندا هئا.
(28) (۽ اسان جي آيتن کي نسورو ڪوڙ سمجهندا هئا).
(29) (۽ اسان هر شيءِ لکت ۾ ڳڻي رکي آهي) يعني اسان هر شيءِ لوح محفوظ ۾ لکي ڇڏي آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ ٻانهن جا اهي اعمالنامان مراد آهن، جيڪي فرشتا لکندا آهن.

سُورَةُ النَّبَإِ

ترتيبها ٧٨ — آياتها ٤٠

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

عَمَّ يَتَسَاءَلُونَ ﴿١﴾ عَنِ النَّبَإِ الْعَظِيمِ ﴿٢﴾ الَّذِي هُمْ فِيهِ مُخْتَلِفُونَ ﴿٣﴾
كَلَّا سَيَعْلَمُونَ ﴿٤﴾ ثُمَّ كَلَّا سَيَعْلَمُونَ ﴿٥﴾ أَلَمْ نَجْعَلِ الْأَرْضَ مِهَادًا ﴿٦﴾
وَالْجِبَالَ أَوْتَادًا ﴿٧﴾ وَخَلَقْنَاكُمْ أَزْوَاجًا ﴿٨﴾ وَجَعَلْنَا نَوْمَكُمْ سُبَاتًا
﴿٩﴾ وَجَعَلْنَا اللَّيْلَ لِبَاسًا ﴿١٠﴾ وَجَعَلْنَا النَّهَارَ مَعَاشًا ﴿١١﴾ وَبَنَيْنَا
فَوْقَكُمْ سَبْعًا شِدَادًا ﴿١٢﴾ وَجَعَلْنَا سِرَاجًا وَهَّاجًا ﴿١٣﴾ وَأَنْزَلْنَا
مِنَ الْمُعْصِرَاتِ مَاءً ثَجَّاجًا ﴿١٤﴾ لِنُخْرِجَ بِهِ حَبًّا وَنَبَاتًا ﴿١٥﴾ وَجَنَّاتٍ
أَلْفَافًا ﴿١٦﴾ إِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ كَانَ مِيقَاتًا ﴿١٧﴾ يَوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّورِ
فَتَأْتُونَ أَفْوَاجًا ﴿١٨﴾ وَفُتِحَتِ السَّمَاءُ فَكَانَتْ أَبْوَابًا ﴿١٩﴾ وَسُيِّرَتِ
الْجِبَالُ فَكَانَتْ سَرَابًا ﴿٢٠﴾ إِنَّ جَهَنَّمَ كَانَتْ مِرْصَادًا ﴿٢١﴾ لِلطَّاغِينَ
مَآبًا ﴿٢٢﴾ لَابِثِينَ فِيهَا أَحْقَابًا ﴿٢٣﴾ لَا يَذُوقُونَ فِيهَا بَرْدًا وَلَا شَرَابًا
﴿٢٤﴾ إِلَّا حَمِيمًا وَغَسَّاقًا ﴿٢٥﴾ جَزَاءً وِفَاقًا ﴿٢٦﴾ إِنَّهُمْ كَانُوا
لَا يَرْجُونَ حِسَابًا ﴿٢٧﴾ وَكَذَّبُوا بِآيَاتِنَا كِذَّابًا ﴿٢٨﴾ وَكُلَّ شَيْءٍ
أَحْصَيْنَاهُ كِتَابًا ﴿٢٩﴾ فَذُوقُوا فَلَنْ نَزِيدَكُمْ إِلَّا عَذَابًا ﴿٣٠﴾

(30) (پوءِ چکو مزو، اوهان کي عذاب کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ ۾ نہ وڌائينداسون).
(31) (بيشڪ پرهيزگارن لاءِ ڪاميابي جي جاءِ آهي) يعني ڪامياب ٿيندا ۽ پنهنجي مراد ماڻيندا، ۽ جهنم جي باهہ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندا.
(32) (باغيچا ۽ انگور) ڪوٽ ڪڍيل، چارديواري ڏنل ڪيترائي باغ، تازي انگورن جا ڇڳا.
(33) (۽ سيني اڀريل جيڏيون سرتيون زالون) يعني انهن لاءِ ننڍيون نينٽيون هڪ جيڏيون ۽ هم عمر زالون آهن، جن جون ڇاتيون ڀريل ۽ سينا لڙڪيل نہ آهن، ۽ اهي ڪنواريون، نيون ساماٽيل آهن. (اترابا) معنىٰ جيڏيون سرتيون، هم عمر .
(34) (۽ ڇلڪندڙ پيالا) يعني شراب سان ڀريل، ڇلڪندڙ هوندا.
(35) (اتي نہ ڪا بڪواس ٻڌندا ۽ نہ ڪو ڪُوڙ ٻدوڙ) يعني جنت ۾ نہ ڪا اجائي بڪواس ۽ غلط ڳالهہ آهي ۽ نہ اهي هڪ ٻئي سان ڪوڙ ڳالهائيندا.
(36) (تنهنجي رب وٽان انعام عطا ڪيل، حساب روءِ) يعني الله تعالىٰ پنهنجي وعدي ۽ فيصلي روءِ جنهن کي جيترو وٽيس اوترو عطا فرمائيندو، جيئن عام طرح هڪ نيڪيءَ جو بدلو ڏهوڻو آهي، پر ڪٿي وري هڪ جي بدلي ست سؤ نيڪين جو وعدو آهي ۽ ڪن سان وري بيحساب ۽ بيمقدار ثواب جو وعدو آهي.
(37) (جيڪو آسمانن ۽ زمين ۽ جو ڪجهہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي، تنهن سڀ جو ٻاجهارو پالڻهار آهي). (جنهن سان ڪجهہ ڪڇڻ جو ڳا نہ هوندا) يعني الله تعالىٰ جي اڏو سندس اجازت کان

إِنَّ لِلْمُتَّقِينَ مَفَازًا ﴿٣١﴾ حَدَآئِقَ وَأَعْنَٰبًا ﴿٣٢﴾ وَكَوَاعِبَ أَتْرَابًا ﴿٣٣﴾ وَكَأْسًا
دِهَاقًا ﴿٣٤﴾ لَّا يَسْمَعُونَ فِيهَا لَغْوًا وَلَا كِذَّٰبًا ﴿٣٥﴾ جَزَآءً مِّن رَّبِّكَ عَطَآءً
حِسَابًا ﴿٣٦﴾ رَّبِّ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ٱلرَّحْمَٰنِ لَا يَمْلِكُونَ
مِنْهُ خِطَابًا ﴿٣٧﴾ يَوْمَ يَقُومُ ٱلرُّوحُ وَٱلْمَلَٰٓئِكَةُ صَفًّا لَّا يَتَكَلَّمُونَ
إِلَّا مَنْ أَذِنَ لَهُ ٱلرَّحْمَٰنُ وَقَالَ صَوَابًا ﴿٣٨﴾ ذَٰلِكَ ٱلْيَوْمُ ٱلْحَقُّ فَمَن
شَآءَ ٱتَّخَذَ إِلَىٰ رَبِّهِۦ مَـَٔابًا ﴿٣٩﴾ إِنَّآ أَنذَرْنَٰكُمْ عَذَابًا قَرِيبًا يَوْمَ
يَنظُرُ ٱلْمَرْءُ مَا قَدَّمَتْ يَدَاهُ وَيَقُولُ ٱلْكَافِرُ يَٰلَيْتَنِى كُنتُ تُرَٰبًا ﴿٤٠﴾

## سُورَةُ النَّازِعَاتِ

ترتيبها ٧٩ — آياتها ٤٦

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلنَّٰزِعَٰتِ غَرْقًا ﴿١﴾ وَٱلنَّٰشِطَٰتِ نَشْطًا ﴿٢﴾ وَٱلسَّٰبِحَٰتِ سَبْحًا
﴿٣﴾ فَٱلسَّٰبِقَٰتِ سَبْقًا ﴿٤﴾ فَٱلْمُدَبِّرَٰتِ أَمْرًا ﴿٥﴾ يَوْمَ تَرْجُفُ ٱلرَّاجِفَةُ
﴿٦﴾ تَتْبَعُهَا ٱلرَّادِفَةُ ﴿٧﴾ قُلُوبٌ يَوْمَئِذٍ وَاجِفَةٌ ﴿٨﴾ أَبْصَٰرُهَا
خَٰشِعَةٌ ﴿٩﴾ يَقُولُونَ أَءِنَّا لَمَرْدُودُونَ فِى ٱلْحَافِرَةِ ﴿١٠﴾ أَءِذَا كُنَّا
عِظَٰمًا نَّخِرَةً ﴿١١﴾ قَالُوا۟ تِلْكَ إِذًا كَرَّةٌ خَاسِرَةٌ ﴿١٢﴾ فَإِنَّمَا هِىَ زَجْرَةٌ
وَٰحِدَةٌ ﴿١٣﴾ فَإِذَا هُم بِٱلسَّاهِرَةِ ﴿١٤﴾ هَلْ أَتَىٰكَ حَدِيثُ مُوسَىٰٓ ﴿١٥﴾

اڳ ڪجھ ڪڇڻ جي همت ئي نہ رکي سگھندا ۽ نہ وري ڪو سندس موڪل کان اڳ شفاعت ڪري سگھندو.

38 (ان ڏينهن جبريل ۽ فرشتا صفون ٻڌي بيهندا) هتي "روح" مان مراد فرشتن مان هڪ فرشتو آهي. ۽ چيو ويو آهي تہ اهو جبرئيل[4] آهي. ۽ هي بہ چيو ويو آهي تہ (روح) الله جي لشڪرن مان هڪ لشڪر آهي، جيڪو فرشتن مان نہ آهي.

(نہ ڳالهائي سگھندا، مگر اهي جنهن کي رحمان اجازت ڏيندو) يعني جن کي شفاعت ڪرڻ جي موڪل ڏيندو، يا هي مراد آهي تہ جن جي حق ۾ الله ٻاجهارو جن کي شفاعت ڪرڻ جي اجازت ڏيندو، انهن کان سواءِ ٻيا نہ ڳالهائي سگھندا. (۽) اهو شخص اهڙو هجي، جنهن (چئي هوندي) دنيا ۾ (صحيح ڳالھ) يعني جنهن دنيا ۾ توحيد جي گواهي ڏني هوندي ۽ موحد هوندو.

39 (اهو) يعني انهيءَ وصف مطابق سندن اٿڻ وارو ڏينهن (سچو ڏينهن آهي) يعني اهو هر حال يقيننا اچڻو ۽ ضرور واقع ٿيڻو آهي. (پوءِ جيڪو چاهي پنهنجي رب وٽ ٺاهي) (موٽڻ جي جاءِ) يعني نيڪ عمل ڪري، وٽس پنهنجي لاءِ ڀلو ماڳ ۽ سهڻو ٺڪاڻو ٺاهي.

40 (اسان توهان کي ان عذاب کان ڊيڄاري ڇڏيو آهي جيڪو اچي سڻائو ٿيو آهي)

(جنهن ڏينهن هر شخص اهو سڀ ڪجھ ڏسندو جيڪو سندس هٿن اڳتي موڪليو آهي) يعني خير هجي يا شر، جيڪي ڪجھ ايندڙ حياتيءَ لاءِ موڪليو هوندائين، سو سڀ ڪجھ اتي پنهنجي اڳيان ڏسندو. (۽ ڪافر چوندو تہ هاءِ، جيڪر آءٌ مٽي ٿي وڃان ها)! يعني ڪافر الله تعالیٰ جي طرفان مختلف قسم جا عذاب ڏسي، ارمان سان چوندو تہ جيڪر مٽي ٿي وڃان ها.

## سورة النازعات

1 ساھ کي سختيءَ سان (ڇڪي ڪڍندڙن جو قسم آهي) هن آيت ۾ الله تعالیٰ انهن فرشتن جو قسم کنيو آهي، جيڪي ماڻهن جي جسمن مان روحن کي ائين ڇڪي ڪڍندا آهن، جيئن نيزي باز پنهنجي پوري قوت سان تير هڻڻ لاءِ ڪمان کي آخري حد تائين ڇڪيندو آهي. (ٻوڙي ڪري) يعني انتهائي قوت ۽ زور سان، پوري جسم مان روح کي ٻوڙي ڪري ڪڍندا آهن.

2 (سولائيءَ سان ڳنڍ ڪولي وٺندڙن جو قسم آهي) يعني اهي ملائڪ جيڪي جسمن کي راحت ڏين ٿا ۽ انهن مان روحن کي ائين ٿا جلدي ڪڍي وٺن جيئن ڇڪ ڏئي ڳنڍ ڪولي وٺجي. ڏول کي رسيءَ ۾ ٻڌي کوھ مان ڇڪي ڪڍڻ کي "نشط" چئبو آهي.

3 ڪائنات ۾ (تيزيءَ سان ترندڙن جو قسم آهي) يعني اهي فرشتا جيڪي تيزيءَ سان اڏري آسمان مان زمين تي هيٺ لهي ايندا آهن تہ جيئن الله تعالیٰ جي حڪم جي تعميل ڪن. اهي فضا ۾ ائين ترندا آهن، جيئن ٽوٻو تيراڪ پاڻيءَ ۾ تيز ترندو آهي.

4 (پوءِ اڳتي وڌي اڳرائي ڪندڙن جو قسم آهي) يعني اهي فرشتا جيڪي الله تعالیٰ جي حڪم کي هڪدم لاڳو ڪرڻ لاءِ اڳرائي ڪندا آهن. جيئن ڪي فرشتا جنتين جي روحن کي جنت ۾ پهچائڻ لاءِ جلدبازي ۽ اڳرائي ڪندا آهن.

5 (پوءِ انتظامي ٺاھ جوڙ ڪندڙن جو قسم آهي) انتظامي ٺاھ جوڙ مان مراد هي آهي تہ: بارگاهِ الٰهيءَ مان حلال ۽ حرام جا حڪم احڪام ڪٽي اچڻ، انهن جي وضاحت ۽ تفصيل ڪرڻ، زمين تي رهندڙ مخلوق لاءِ هوا ۽ مينهن جو بندوبست ڪرڻ ۽ اهڙا ٻيا ڪم سرانجام ڏيڻ وغيره.

6 (جنهن ڏينهن ڏٻٽي ڏبندي) پهرئين صور ڦوڪڻ مراد آهي، جنهن سان سموري مخلوق فنا ٿي ويندي.

7 (ان جي پويان وري ٻيو لوڏو ايندو) ان مان ٻي صور ڦوڪڻ مراد آهي، جنهن سان سموري مخلوق ٻيهر جيئري ٿيندي ۽ قيامت قائم ٿيندي.

8 (انهيءَ ڏينهن دليون ڏڪي رهيون هونديون) يعني قيامت جي ڏينهن جي هولناڪي ۽ وڏو ڌڪاءُ آڏو ڏسي دلين تي پريشاني ۽ ڪنبڻي ڇانئجي ويندي.

9 (۽ سندن نگاهون جهڪيون هونديون) قيامت جي ڏينهن خطرناڪ ۽ خوفناڪ حالت ڏسي، سندن اکيون جهڪجي ۽ نوائجي وينديون، جيڪي ماڻهو ڪفر تي مرن ٿا، انهن جي حالت بيان ٿي رهي آهي.

10 (چون ٿا تہ اسان پوئين پيرين موٽائباسون ڇا)؟ يعني دهريا ۽ منڪرَ اهڙي ڳالھ چون ٿا، جڏهن کين چئجي ٿو تہ: اوهان کي وري ٻيهر جيئرو ڪري اٿاريو ويندو، تہ چون ٿا تہ: ڇا جڏهن اسان مري، ڳري، قبرن واري کڏن ۾ مٽي ٿي وينداسون تہ ان کان پوءِ وري اسان پهرئين حالت ۾ موٽايا وينداسون ۽ مرڻ کان پوءِ وري جيئرا ٿينداسون؟

11 (ڇا جڏهن اسان پٺا هڏا ٿي چڪا هونداسون)؟ يعني ان کان پوءِ بہ وري جيئرا ٿينداسون ڇا؟

12 (چون ٿا تہ تڏهن تہ اها واپسي وڏي نقصان جوڳي ٿيندي) يعني جيڪڏهن واقعي اسان کي موت کان پوءِ موٽائي جيئرو ڪيو ويو، تہ پوءِ تہ اسان انتهائي نقصانڪارن مان ٿينداسون! ۽ اسان کي اهي تڪليفون ڏسڻيون پونديون جيئن محمد (ﷺ) چئي رهيو آهي.

13 (بس اها تہ رڳو هڪڙي هڪل آهي) ٻيو ڀيرو صور ڦوڪڻ مراد آهي، جنهن جي نتيجي ۾ قيامت قائم ٿيندي. يعني الله تعالیٰ فرمائي رهيو آهي تہ اسان پنهنجي عظيم قدرت ۽ قوت سبب، ڪنهن ٻئي فعل جا محتاج نہ آهيون، بس! رڳو هڪڙي هڪل جي دير آهي.



إِذْ نَادَىٰهُ رَبُّهُۥ بِٱلْوَادِ ٱلْمُقَدَّسِ طُوًى ﴿١٦﴾ ٱذْهَبْ إِلَىٰ فِرْعَوْنَ إِنَّهُۥ طَغَىٰ ﴿١٧﴾
فَقُلْ هَل لَّكَ إِلَىٰٓ أَن تَزَكَّىٰ ﴿١٨﴾ وَأَهْدِيَكَ إِلَىٰ رَبِّكَ فَتَخْشَىٰ ﴿١٩﴾ فَأَرَىٰهُ
ٱلْـَٔايَةَ ٱلْكُبْرَىٰ ﴿٢٠﴾ فَكَذَّبَ وَعَصَىٰ ﴿٢١﴾ ثُمَّ أَدْبَرَ يَسْعَىٰ ﴿٢٢﴾ فَحَشَرَ
فَنَادَىٰ ﴿٢٣﴾ فَقَالَ أَنَا۠ رَبُّكُمُ ٱلْأَعْلَىٰ ﴿٢٤﴾ فَأَخَذَهُ ٱللَّهُ نَكَالَ ٱلْـَٔاخِرَةِ وَٱلْأُولَىٰٓ
﴿٢٥﴾ إِنَّ فِى ذَٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّمَن يَخْشَىٰٓ ﴿٢٦﴾ ءَأَنتُمْ أَشَدُّ خَلْقًا أَمِ ٱلسَّمَآءُ ۚ بَنَىٰهَا
﴿٢٧﴾ رَفَعَ سَمْكَهَا فَسَوَّىٰهَا ﴿٢٨﴾ وَأَغْطَشَ لَيْلَهَا وَأَخْرَجَ ضُحَىٰهَا ﴿٢٩﴾
وَٱلْأَرْضَ بَعْدَ ذَٰلِكَ دَحَىٰهَآ ﴿٣٠﴾ أَخْرَجَ مِنْهَا مَآءَهَا وَمَرْعَىٰهَا ﴿٣١﴾
وَٱلْجِبَالَ أَرْسَىٰهَا ﴿٣٢﴾ مَتَٰعًا لَّكُمْ وَلِأَنْعَٰمِكُمْ ﴿٣٣﴾ فَإِذَا جَآءَتِ ٱلطَّآمَّةُ
ٱلْكُبْرَىٰ ﴿٣٤﴾ يَوْمَ يَتَذَكَّرُ ٱلْإِنسَٰنُ مَا سَعَىٰ ﴿٣٥﴾ وَبُرِّزَتِ ٱلْجَحِيمُ
لِمَن يَرَىٰ ﴿٣٦﴾ فَأَمَّا مَن طَغَىٰ ﴿٣٧﴾ وَءَاثَرَ ٱلْحَيَوٰةَ ٱلدُّنْيَا ﴿٣٨﴾ فَإِنَّ ٱلْجَحِيمَ
هِىَ ٱلْمَأْوَىٰ ﴿٣٩﴾ وَأَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِۦ وَنَهَى ٱلنَّفْسَ عَنِ ٱلْهَوَىٰ
﴿٤٠﴾ فَإِنَّ ٱلْجَنَّةَ هِىَ ٱلْمَأْوَىٰ ﴿٤١﴾ يَسْـَٔلُونَكَ عَنِ ٱلسَّاعَةِ أَيَّانَ مُرْسَىٰهَا
﴿٤٢﴾ فِيمَ أَنتَ مِن ذِكْرَىٰهَآ ﴿٤٣﴾ إِلَىٰ رَبِّكَ مُنتَهَىٰهَآ ﴿٤٤﴾ إِنَّمَآ أَنتَ مُنذِرُ
مَن يَخْشَىٰهَا ﴿٤٥﴾ كَأَنَّهُمْ يَوْمَ يَرَوْنَهَا لَمْ يَلْبَثُوٓا۟ إِلَّا عَشِيَّةً أَوْ ضُحَىٰهَا ﴿٤٦﴾

ترتيبها ٨٠ — سُورَةُ عَبَسَ — آياتها ٤٢

(14) (پوءِ هڪدم اهي پڌري پَٽ تي هوندا) چيو ويو آهي تہ "الساهرة" مان مراد اها چٽي ڌرتي آهي، جنهن جو الله تعالىٰ انتظام ڪري، ان تي پنهنجي مخلوق جو حساب ڪتاب وٺندو.

(15) (ڇا تو وٽ موسىٰ جي خبر آئي آهي)؟ يعني توهان کي فرعون ۽ موسىٰ جو قصو تہ معلوم ٿي چڪو آهي، جيڪو مشهور ۽ معروف آهي.

(16) (جڏهن سندس رب کيس مقدس ماٿري ۾ سڏيو) (مقدس) يعني مبارڪ ۽ پاڪ (طوىٰ) نالي ماٿريءَ ۾ سڏيو، جيڪو سينا جبل ۾ آهي.

(17) (تہ فرعون ڏانهن وڃ، جو هو حد کان لنگهي ويو آهي).

(18) (پوءِ چؤ) ان کي تہ : (ڇا سڌرڻ جو ارادو اٿئي)؟ يعني وٽس پهچي کيس چؤ تہ ڇا تنهنجي اندر اها رغبت آهي تہ سڌرجين؟ شرڪ جي روڳ کان پاڪ ٿيڻ مراد آهي. موسىٰ ؑ کي حڪم ڪيو ويو تہ نرميءَ سان کيس اها ڳالهہ سمجهاءِ.

(19) (۽ آءٌ توکي تنهنجي رب واري واٽ ڏيکاريان، پوءِ تون ڊڄندين)؟ يعني توکي الله تعالىٰ جي عبادت ۽ سندس هيڪڙائي واريءَ واٽ وٺايان ٿو. ڇا پوءِ تون ان جي عذاب کان ڊڄندين؟ خدا جو خوف انهيءَ شخص کي ئي ٿيندو آهي، جيڪو هدايت وارو سڌريل هوندو آهي.

(20) (پوءِ کيس وڏي نشاني ڏيکاريائين) چيو ويو آهي تہ ان مان حضرت موسىٰ ؑ جي لٺ مراد آهي، پڻ چيو ويو آهي تہ سندس روشن هٿ مراد آهي.

(21) ﴿فَكَذَّبَ وَعَصَىٰ﴾ (پوءِ ڪوڙو ڪيائين ۽ نافرمان ٿيو).
يعني موسىٰ عليه السلام کي ڪوڙو پانيائين ۽ ان جو چيو نہ ورتائين.

(22) (پوءِ پٺي ڏنائين) يعني ڦريو ۽ ايمان آڻڻ کان منهن موڙيائين. (ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ لڳو) يعني زمين ۾ فتنو فساد ڦهلائڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ ۾ ڳتجي ويو ۽ موسىٰ عليه السلام جي معجزن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ مصروف ٿي ويو.

(23) (پوءِ ماڻهن کي گڏ ڪيائين) يعني وڙهڻ لاءِ لشڪر گڏ ڪيائين، يا مقابلي لاءِ جادوگرن کي جمع ڪيائين، يا مقابلو ڏسڻ لاءِ ماڻهن کي گڏ ڪيائين.
﴿فَنَادَىٰ﴾ (پوءِ پڪاريائين). يعني وڏي واڪي پڙهو ڏنائين.

(24) (پوءِ چيائين تہ آءٌ ئي توهان جو وڏو رب آهيان) انهيءَ لعنتيءَ اهو ظاهر ڪيو تہ مون کان مٿي ڪو رب نہ آهي.

(25) (پوءِ الله کيس پڪڙي آخرت ۽ دنيا جي عذاب ۾ سوگهو ڪيو) يعني الله تعالىٰ کيس سوگهو ڪري، آخرت جي سزا بہ ڏني، جنهن مان دوزخ جو عذاب مقصود آهي ۽ دنيا جي سزا بہ ڏني، جنهن مان کيس پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ مراد آهي، تہ جيئن جيڪو ماڻهو سندس خبر ٻڌي اهو عبرت حاصل ڪري ۽ نصيحت پرائي.

(26) (بيشڪ انهيءَ ۾ وڏي عبرت آهي، ان لاءِ جيڪو ڊڄي) يعني جيڪو فرعون ۽ سندس عبرتناڪ قصو ٻڌندو، تنهن لاءِ ان ۾ هڪ وڏي عبرت آهي، بشرطيڪ اهو پنهنجي رب کان ڊڄندو ڪنبندو هجي.

(27) (توهان جو پيدا ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو آهي يا آسمانن جو)؟ يعني موت کان پوءِ وري ٻيهر خلقي جيارڻ ۽ اٿارڻ توهان جي نظر ۾ وڌيڪ ڏکيو ڪم آهي يا آسمانن کي پيدا ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو آهي؟ اهو عظيم الشان چرخو ۽ ان ۾ ڪار فرما زبردست ڪاريگريون، ۽ قدرتي عجائبات ڏسندڙن کان ڪي ڳجهيون نہ آهن. ﴿بَنَىٰهَا﴾ (ان کي بڻايائين) يعني آسمانُ ٺاهيائين.

(28) (ان جي ڇت کي بلند ڪيائين) يعني ان کي زمين جي مٿان ڇت وانگر قائم رکيائين. (پوءِ ان کي برابر ڪيائين) پوءِ ان کي سنئون سڌو، هڪجهڙو برابر قائم ڪيائين، جنهن ۾ ڪو نہ تفاوت ۽ ڏنگائي آهي ۽ نہ منجهس ڪا ڏار ۽ ڪو سوراخ آهي.

(29) (۽ ان جي رات کي اونداهون ڪيائين) (۽ سج جي روشنيءَ کي ظاهر ڪيائين) يعني سج جي روشني جي ذريعي ڏينهن کي روشن ڪيائين.

(30) (۽ ان کان پوءِ زمين) يعني آسمان جي خلقڻ کان پوءِ (ان کي وڇايائين) يعني ان کي پکيڙي ڇڏيائين.

(31) (ان مان ان جو پاڻي ۽ ان جو گاهہ ڪڍيائين) يعني زمين مان نهرون ۽ چشما ڪڍي، ان جي پاڻيءَ سان نباتات، ساوڪ ۽ رونق واريون پوکون اپايائين.

(32) (۽ جبلن کي کوڙيائين) جبلن کي زمين لاءِ مثل ميخ جي بنايائين تہ جيئن مخلوق کي ڏوڏي اڦٽ هلاڪ ڪري نہ ڇڏي.

(33) (اوهان جي ۽ اوهان جي ڍورن جي فائدي لاءِ).

(34) (پوءِ جڏهن وڏي آفت ايندي) يعني اها عظيم مصيبت جنهن کان وڏي ڪا ٻي مصيبت نہ آهي، ان مان مراد ٻي صور کي ڦوڪڻ آهي، جنهن جي نتيجي ۾ جنتي جنت ۾ ۽ دوزخي دوزخ ۾ ويندا.

(35) (جنهن ڏينهن انسان پنهنجن سمورن ڪمن کي ياد ڪندو).

(36) (۽ ڏسندڙن لاءِ جهنم کي ظاهر ڪيو ويندو) يعني ان کي اهڙيءَ ريت ظاهر ڪيو ويندو، جو ڪنهن کان ڳجهي نہ رهندي.

(37) (پوءِ جنهن سرڪشي ڪئي) يعني جيڪو ڪفر ۽ نافرمانيءَ ۾ حد کان لنگهي ويو هوندو.

(38) (۽ دنيا جي زندگيءَ کي ترجيح ڏنائين) يعني آخرت جي ابدي حياتيءَ جي پيٽ ۾ دنيا جي فاني زندگيءَ کي مٿانهون سمجهيائين ۽ آخرت لاءِ نہ ڪا تياري ڪيائين ۽ نہ ڪو عمل.

(39) (تہ بيشڪ سندس ٺڪاڻو دوزخ ئي هوندو) اها ئي سندس جاءِ پناهہ هوندي، ان کان سواءِ ڪيس ٻيو ڪجهہ نہ ملندو.

(40) (۽ باقي جيڪو پنهنجي رب اڳيان بيهڻ کان ڊنو) يعني جيڪو قيامت جي ڏينهن پنهنجي پالڻهار آڏو حساب ڪتاب

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

عَبَسَ وَتَوَلّٰىٓ ﴿١﴾ أَنْ جَآءَهُ الْأَعْمٰى ﴿٢﴾ وَمَا يُدْرِيْكَ لَعَلَّهُ يَزَّكّٰىٓ ﴿٣﴾ أَوْ
يَذَّكَّرُ فَتَنْفَعَهُ الذِّكْرٰىٓ ﴿٤﴾ أَمَّا مَنِ اسْتَغْنٰى ﴿٥﴾ فَأَنْتَ لَهُ تَصَدّٰى ﴿٦﴾
وَمَا عَلَيْكَ أَلَّا يَزَّكّٰى ﴿٧﴾ وَأَمَّا مَنْ جَآءَكَ يَسْعٰى ﴿٨﴾ وَهُوَ يَخْشٰى ﴿٩﴾ فَأَنْتَ
عَنْهُ تَلَهّٰى ﴿١٠﴾ كَلَّآ إِنَّهَا تَذْكِرَةٌ ﴿١١﴾ فَمَنْ شَآءَ ذَكَرَهُ ﴿١٢﴾ فِيْ صُحُفٍ مُّكَرَّمَةٍ
﴿١٣﴾ مَّرْفُوْعَةٍ مُّطَهَّرَةٍ ﴿١٤﴾ بِأَيْدِيْ سَفَرَةٍ ﴿١٥﴾ كِرَامٍ بَرَرَةٍ ﴿١٦﴾ قُتِلَ الْإِنْسَانُ
مَآ أَكْفَرَهُ ﴿١٧﴾ مِنْ أَيِّ شَيْءٍ خَلَقَهُ ﴿١٨﴾ مِنْ نُّطْفَةٍ خَلَقَهُ فَقَدَّرَهُ ﴿١٩﴾ ثُمَّ
السَّبِيْلَ يَسَّرَهُ ﴿٢٠﴾ ثُمَّ أَمَاتَهُ فَأَقْبَرَهُ ﴿٢١﴾ ثُمَّ إِذَا شَآءَ أَنْشَرَهُ ﴿٢٢﴾ كَلَّا لَمَّا
يَقْضِ مَآ أَمَرَهُ ﴿٢٣﴾ فَلْيَنْظُرِ الْإِنْسَانُ إِلٰى طَعَامِهِ ﴿٢٤﴾ أَنَّا صَبَبْنَا الْمَآءَ صَبًّا
﴿٢٥﴾ ثُمَّ شَقَقْنَا الْأَرْضَ شَقًّا ﴿٢٦﴾ فَأَنْبَتْنَا فِيْهَا حَبًّا ﴿٢٧﴾ وَعِنَبًا وَقَضْبًا ﴿٢٨﴾
وَزَيْتُوْنًا وَنَخْلًا ﴿٢٩﴾ وَحَدَآئِقَ غُلْبًا ﴿٣٠﴾ وَفَاكِهَةً وَأَبًّا ﴿٣١﴾ مَّتَاعًا لَّكُمْ
وَلِأَنْعَامِكُمْ ﴿٣٢﴾ فَإِذَا جَآءَتِ الصَّآخَّةُ ﴿٣٣﴾ يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ أَخِيْهِ ﴿٣٤﴾
وَأُمِّهِ وَأَبِيْهِ ﴿٣٥﴾ وَصَاحِبَتِهِ وَبَنِيْهِ ﴿٣٦﴾ لِكُلِّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ يَوْمَئِذٍ شَأْنٌ
يُغْنِيْهِ ﴿٣٧﴾ وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ مُّسْفِرَةٌ ﴿٣٨﴾ ضَاحِكَةٌ مُّسْتَبْشِرَةٌ ﴿٣٩﴾ وَوُجُوْهٌ
يَّوْمَئِذٍ عَلَيْهَا غَبَرَةٌ ﴿٤٠﴾ تَرْهَقُهَا قَتَرَةٌ ﴿٤١﴾ أُولٰٓئِكَ هُمُ الْكَفَرَةُ الْفَجَرَةُ ﴿٤٢﴾

ڏيڻ کان ٻنو (۽ پنهنجي نفس کي خواهشن کان روڪيائين) يعني نفس کي انهن نافرمانين ۽ حرام ڪمن کان روڪيائين، جن جي نفس سَڌ ڪندو رهي ٿو.

41 (تہ بيشڪ سندس رهڻ جي جاءِ بهشت ئي هوندو) جنت ئي ٺڪاڻو هوندس جنهن ۾ وڃي رهائش پذير ٿيندو، ان کان سواءِ ڪنهن ٻي جاءِ ۾ نہ ويندو.

42 (توکان قيامت بابت پڇن ٿا تہ اها ڪڏهن اچي سهڙندي)؟ يعني اها ڪڏهن ايندي ۽ وقوع پذير ٿيندي؟

43 (ان جي بيان سان تنهنجو ڪهڙو واسطو) يعني ان جي ڄاڻ ۽ تذڪري ڪرڻ سان تنهنجو ڪهڙو ڪم، ان کي تہ رڳو الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو.

44 (رڳو تنهنجي رب تائين ان جو دنگ آهي) ان جي ڄاڻ جي انتها رڳو الله وٽ آهي، ڪنهن ٻئي کي ان جي ڪا خبر ئي ناهي.

45 (تون تہ رڳو ڊيڄاريندڙ آهين، ان کي جيڪو ان کان ڊڄي) يعني جيڪو قيامت قائم ٿيڻ کان ڊڄي ٿو، تون تہ رڳو ان کي ئي ڊيڄاري سگهين ٿو.

46 (جنهن ڏينهن هو ان کي ڏسندا، تہ ڄڻ رڳو رات يا ڏينهن جو ڪو پهر مس ترسيا هئا) يعني ائين پائيندا تہ ڄڻ رڳو ڏينهن جو ڪو اڳيون يا پويون پهر يا مانجهاندي جيتري جهٽ پَل دنيا ۾ مس رهيا آهيون.

## سورة عبس

1 (منهن ۾ گهنڊ وڌائين ۽ پٺي ڦيرايائين) نبيءَ سڳوري ﷺ پنهنجي پيشاني مبارڪ ۾ گهنڊ وڌو ۽ پٺي ڏنائين.

2 (جو وٽس نابين آيو) يعني وٽن نابينن جي اچڻ ڪري ڇوڙ وڌائون. هن سورت جو شان نزول هي آهي تہ : قريش جا ڪي سردار رسول الله ﷺ جن وٽ موجود هئا، پاڻ سڳورن کي سندن مسلمان ٿيڻ جي رغبت هئي. ايتري ۾ هڪ نابين شخص حضرت عبد الله بن ام مڪتوم نالي اچي حاضر ٿيو، جيڪو چوند اصحابن مان هو، بار بار سوالات ڪري قطع ڪلامي ڪرڻ لڳو، پاڻ سڳورن ﷺ کي اها ڳالهہ نہ وڻي، تنهن ڪري ان کان پٺيرا ٿي ويٺا.

3 (۽ توکي ڪهڙي خبر) اي محمد ﷺ! (تہ شايد اهو سڌري پوي) يعني شايد اهو نابين، توهان جي نصيحت ٻڌي چڱا عمل ڪري ۽ گناهن کان پاڪ ٿي پوي.

4 (يا ڌيان ڪري) يعني توهان جي تعليم ۽ چڱيون ڳالهيون ٻڌي نصيحت پرائي ۽ نيڪ صالح ٿي پئي. (پوءِ اها نصيحت کيس فائدو ڏئي) يعني ان واعظ مان فائدو پرائي.

5 (پر جيڪو بي پرواهي ڪري ٿو).

6 (تہ پوءِ تون ان جي ڪڍ لڳي پئين ٿو)! يعني جيڪو شخص تنهنجي پيغام ۽ آندل پروگرام کان پنهنجي بيزاري ۽ لا پرواهي ظاهر ڪري چڪو آهي، تنهن ڏانهن تہ چڱيءَ طرح متوجهہ ٿي کيس پنهنجي ڳالهہ ٻڌائڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪري رهيو آهين!

7 (جڏهن تہ توتي ڪا ميار ناهي جو اهو نہ سڌري) يعني جيڪڏهن اهو ڪافر اسلام نٿو آڻي ۽ هدايت کي قبول نٿو ڪري، تہ تو کان پڪڙ پڇاڻو نہ ٿيندو. تنهنجو ڪم رڳو الله جو پيغام پهچائڻ آهي، ڪافرن مان جيڪو اها هلت هلي ٿو، تنهن تي ڪو رنج ۽ غم نہ ڪر.

8 (۽ پر جيڪو شخص تو وٽ ڊوڙندو آيو) يعني ڀلائي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻمرادو سانيو ڪري ڊوڙندو تو وٽ آيو تہ جيئن تون کيس ڀلائي جي راهہ ڏيکارين ۽ واعظ نصيحت ڪرين.

9 (۽ اهو ڪنبندو ٿو وتي) الله جي ڏمر کان ڊڄندو ڪنبندو ٿو وتي.

10 (تہ تون ان کان بي خيالو ٿو ٿئين) ان کان لهرائين ٿو، منهن موڙين ٿو، بي پرواهي اختيار ڪرين ٿو.

11 (ڪڏهن بہ نہ! بيشڪ اها هڪ نصيحت آهي) يعني ائين نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ اهي آيتون يا اها سورت هڪ نصيحت آهي، جنهن جو حق هي آهي تہ ان جي ذريعي ماڻهن کي تلقين ڪرين، پڻ پاڻ ان کي قبول ڪرين ۽ ان مطابق عمل ڪرين.

12 ﴿فَمَنْ شَآءَ ذَكَرَهُ﴾ (پوءِ جيڪو گهري تہ ان کي ياد ڪري).

13 (صحيفن ۾) يعني اها نصيحت صحيفن ۾ آهي. (جيڪي عزت وارن آهن) اهي صحيفا علم ۽ حڪمت سان منور هجڻ ڪري الله وٽ عزت ڀريا آهن، يا هن ڪري قابل احترام آهن تہ لوح محفوظ مان لاٿل آهن.

14 (مٿانهان) يعني الله وٽ وڏي مانَ مرتبي وارا آهن. (پاڪ آهن) يعني جن کي پاڪائي وارا ئي هٿ لائين ٿا، اهي شيطانن ۽ ڪافرن کان محفوظ آهن.

15 (سفير فرشتن جي هٿن ۾ آهن) (سفرة) مان اهي فرشتا مراد آهن جيڪي سفير بڻجي پاڪ پيغمبرن وٽ الله جي وحي آڻيندا آهن. اهو لفظ "سفارة" مان ورتل آهي، يعني ڪنهن بہ قوم جي درميان لاڳاپا قائم ڪرڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ.

16 (مانائتا)يعني پنهنجي رب جي وٽ مانائتا آهن. (نيڪوڪار آهن) پرهيزگار، پنهنجي رب جا فرمانبردار ۽ پنهنجي ايمان ۾ سچا آهن.

17 (انسان تي مار پوي، ڪيڏو تہ ناشڪرو آهي) يعني ڪافر انسان تي ڦٽڪار ۽ پاراتو هجي، جو پنهنجي ڪفر ۾ ڪيڏو نہ سخت آهي.

18 (ڪيس ڪهڙي شيءِ مان خلقيائين)؟ يعني الله تعاليٰ انهيءَ ڪافر کي ڪهڙيءَ شيءِ مان پيدا ڪيو آهي؟

19 (نطفي مان ڪيس پيدا ڪيائين) يعني ڪيس خسيس ۽ ڪني





پاڻيءَ جي ٽيپي مان پيدا ڪيائين، پوءِ اهو شخص ڪيئن ٿو وڏائي ڪري، جيڪو (زال ۽ مڙس جي) پيشاب نڪرڻ واريءَ جاءِ مان ٻه دفعا نڪتو هجي؟ (پوءِ سندس اندازو ڪيائين) يعني ڪيس برابر ڪيائين ۽ سندس زندگيءَ جي ضرورتن لاءِ ڪيس تيار ڪيائين، سندس لاءِ ٻه هٿ، ٻه پير، ٻه اکيون ۽ ٻيا سمورا حواس پيدا ڪيائين.

20 (پوءِ دڳ سنهنجو ڪيائينس) يعني ماءُ جي پيٽ مان نڪرڻ جو رستو آسان ڪيائينس، يا ڀلائي ۽ برائيءَ جي واٽ سولي ڪري ڏنائينس.

21 (پوءِ موت ڏنائينس، پوءِ قبر ۾ پهچايائينس) يعني مرڻ کان پوءِ سندس عزت ۽ اڪرام خاطر ڪيس قبر ۾ دفنائڻ جي ريت جاري ڪيائين، ڪيس زمين جي مٿان اڇلائي ڦٽو نٿو ڪيو وڃي، جو درندا ۽ پکي ان جي لاش کي چيري ڦاڙي کائي ختم ڪندا هجن.

22 (پوءِ جڏهن چاهيندو، تہ ڪيس اٿاريندو) يعني ان جي موت کان پوءِ، جنهن وقت الله تعاليٰ گهرندو تہ ڪيس وري ٻيهر جيئرو ڪري اٿاريندو.

23 (خبردار! جيڪو حڪم ڪيائينس، سو اڃان پورو نہ ڪيو اٿئين) بلڪ ڪي ماڻهو ڪفر ڪري ۽ ڪي نافرماني ڪري الله جي احڪامن جي پيڪڙي ڪن ٿا، سندس حڪمن جي تابعداري ڪي گهٽ ماڻهو ڪن ٿا.

24 (پوءِ انسان کي پنهنجي کاڌي ڏانهن ڏسڻ گهرجي) يعني انسان کي سوچڻ گهرجي تہ جيڪو کاڌو، خوراڪ سندس زندگيءَ جي بنيادي ضرورت آهي، تنهن کي رب تعاليٰ ڪيئن ٿو پيدا فرمائي؟

25 (تہ بيشڪ اسان ئي پاڻيءَ کي خوب پرٿايو آهي). يعني پاڻيءَ کي ڪڪرن مان خوب پرٿايو آهي ۽ مٿان آسمان مان وسائي واهڙ وهائي ڇڏيا آهن.

26 (پوءِ اسان ئي زمين کي چڱيءَ طرح چيريو ڦاڙيو آهي) يعني آسانيءَ سان داڻن کي ان مان ڦٽايون ٿا، حالانڪ اهي سلا بي ساها ۽ نرم نازڪ هوندا آهن.

27 (پوءِ اسان ئي ان مان اناج اپايو آهي) يعني زمين مان غذائي جنسون پيدا ڪيون آهن. داڻن مان پيدا ٿيندڙ ڦوٽهڙو برابر وڌندو رهندو آهي، تانجو ڦري اناج جي صورت اختيار ڪندو آهي.

28 (۽ انگور ۽ ساول). ترڪاريون يا جيڪو سائو گاهہ جانورن چرندا آهن.

29 (۽ زيتون ۽ کجيون). يعني زيتون ۽ کجين جا وڏا وڏا وڻ پيدا ڪريون ٿا.

30 (۽ گهاٽا باغ). وڏن وڻن ۽ ٿلهي ٿڙن وارا گهاٽا باغ، جن جون ٽامون هڪبئي سان وچڙيل هجن.

31 (۽ ميوا ۽ گاهہ). (ابّ) يعني زمين مان جيڪو گاهہ وغيره ازخود ڦٽي، ۽ ماڻهو ان کي نہ ڪائيندا هجن ۽ نہ پوکيندا هجن، اهو مراد آهي.

32 (اوهان جي ۽ اوهان جي چوپائي مال جي فائدي لاءِ).

33 (پوءِ جڏهن ڪنَ ٻوڙا ڪندڙ ڪڙڪاٽ ٿيندو) يعني قيامت جي ڏينهن اهڙي رڙ ٿيندي، جنهن کي ٻڌي ڪن ٽپ ٻوڙا ٿي ويندا، ۽ ڪجهہ ٻڌي نہ سگهندا.

34 - 36 (ان ڏينهن ماڻهو پري ڀڄندو پنهنجي ڀاءُ ۽ پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي زال ۽ پنهنجي اولاد کان) اهي رشتا ناتا سڀ کان وڌيڪ ويجهڙا هوندا آهن، جن جي محبت ۽ مهرباني هر قسم جي شڪ شبهي کان مٿي هوندي آهي، سو اهڙن کان ڀڄڻ جو ڪارڻ، رڳو قيامت جي عظيم مصيبت ۽ هولناڪي آهي.

37 (ان ڏينهن منجهانئن هر ماڻهو پنهنجي پنهنجي حال ۾ رڌل هوندو) ڪوئي ڪنهن ڏي ڌيان ئي نہ ڏريندو، هر شخص پنهنجن ويجهڙن کان منهن ڦيرائيندو ۽ ڀڄندو، تہ جيئن ڪانئس ڪو مطالبو نہ ڪن ۽ نہ وري سندس تڪليف ۽ مصيبت کي ڏسن.

38 (ڪيترا چهرا ان ڏينهن چمڪندڙ هوندا) روشن، منور هوندا.

## سُورَةُ التَّكۡوِيرِ

ترتيبها ٨١ — آياتها ٢٩

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا ٱلشَّمۡسُ كُوِّرَتۡ ﴿١﴾ وَإِذَا ٱلنُّجُومُ ٱنكَدَرَتۡ ﴿٢﴾ وَإِذَا ٱلۡجِبَالُ
سُيِّرَتۡ ﴿٣﴾ وَإِذَا ٱلۡعِشَارُ عُطِّلَتۡ ﴿٤﴾ وَإِذَا ٱلۡوُحُوشُ حُشِرَتۡ
﴿٥﴾ وَإِذَا ٱلۡبِحَارُ سُجِّرَتۡ ﴿٦﴾ وَإِذَا ٱلنُّفُوسُ زُوِّجَتۡ ﴿٧﴾ وَإِذَا
ٱلۡمَوۡءُۥدَةُ سُئِلَتۡ ﴿٨﴾ بِأَيِّ ذَنۢبٖ قُتِلَتۡ ﴿٩﴾ وَإِذَا ٱلصُّحُفُ نُشِرَتۡ
﴿١٠﴾ وَإِذَا ٱلسَّمَآءُ كُشِطَتۡ ﴿١١﴾ وَإِذَا ٱلۡجَحِيمُ سُعِّرَتۡ ﴿١٢﴾ وَإِذَا ٱلۡجَنَّةُ
أُزۡلِفَتۡ ﴿١٣﴾ عَلِمَتۡ نَفۡسٞ مَّآ أَحۡضَرَتۡ ﴿١٤﴾ فَلَآ أُقۡسِمُ بِٱلۡخُنَّسِ ﴿١٥﴾
ٱلۡجَوَارِ ٱلۡكُنَّسِ ﴿١٦﴾ وَٱلَّيۡلِ إِذَا عَسۡعَسَ ﴿١٧﴾ وَٱلصُّبۡحِ إِذَا تَنَفَّسَ ﴿١٨﴾
إِنَّهُۥ لَقَوۡلُ رَسُولٖ كَرِيمٖ ﴿١٩﴾ ذِي قُوَّةٍ عِندَ ذِي ٱلۡعَرۡشِ مَكِينٖ ﴿٢٠﴾ مُّطَاعٖ
ثَمَّ أَمِينٖ ﴿٢١﴾ وَمَا صَاحِبُكُم بِمَجۡنُونٖ ﴿٢٢﴾ وَلَقَدۡ رَءَاهُ بِٱلۡأُفُقِ ٱلۡمُبِينِ
﴿٢٣﴾ وَمَا هُوَ عَلَى ٱلۡغَيۡبِ بِضَنِينٖ ﴿٢٤﴾ وَمَا هُوَ بِقَوۡلِ شَيۡطَٰنٖ رَّجِيمٖ ﴿٢٥﴾
فَأَيۡنَ تَذۡهَبُونَ ﴿٢٦﴾ إِنۡ هُوَ إِلَّا ذِكۡرٞ لِّلۡعَٰلَمِينَ ﴿٢٧﴾ لِمَن شَآءَ مِنكُمۡ أَن
يَسۡتَقِيمَ ﴿٢٨﴾ وَمَا تَشَآءُونَ إِلَّآ أَن يَشَآءَ ٱللَّهُ رَبُّ ٱلۡعَٰلَمِينَ ﴿٢٩﴾

## سُورَةُ الانفِطَارِ

ترتيبها ٨٢ — آياتها ٢٩

39 (ڪلندڙ، خوشيون ڪندڙ هوندا). خوشيءَ مان ڀيا ٻهڪندا.

40 (۽ڪيترن منهن تي ان ڏينهن ڌوڙ پئي وسندي). پيلا، ڇائي پيل هوندا.

41 (ڪارنهن ويڙهيل هوندن) ڪاراڻ، پيلائي ۽ ٻچڙائي ڪين ويڙهي وٺندي.

42 (اهي) يعني اهي مهڪارا ماڻهو (اهي ئي ڪافر ۽ بدڪار آهن) يعني اهو حال فاسق، فاجر ۽ ڪوڙن ماڻهن جو هوندو.

## سورة التكوير

1 (جڏهن سج ويڙهيو ويندو) يعني جڏهن ان کي ڪينهون جيان گول ڪري، گڏي ويڙهي اڇلايو ويندو.

2 (۽ جڏهن تارا ميرا ٿي ويندا) يعني جڏهن انهن جي روشني ختم ٿي ويندي ۽ وسامي ويندا يا اهي ڪري پوندا ۽ ڪٽو ڪٽو ٿي ٽڙي پکڙجي ويندا.

3 (۽ جڏهن جبل هلايا ويندا) يعني انهن کي ختم ڪري هوا ۾ اڏاريو ويندو.

4 (۽ جڏهن ڏيکيون ڏاچيون ڇڙواڳ ڇڏي ڏبيون) عربيءَ ۾ ڏهن مهينن جي ويم تي آيل ڏيکي ڏاچيءَ کي "عشار" چوندا آهن، عربن وٽ اهو سڀ کان پيارو مال هوندو آهي. (عطلت) معنيٰ بنا ڌنار جي ڇڏي ڏبيون. يعني انهيءَ عظيم مصيبت جو حال ڏسي ڏيکين ڏاچين جا مالڪ ۽ ڌنار انهن کي ڇوٽ ڇڏي ڏيندا.

5 (۽ جڏهن وحشي جانورن کي گڏ ڪيو ويندو) يعني جهنگلي جانورن کي جيئرو ڪري، هڪ ٻئي کان دنيا ۾ ڪيل سندن ظلمن جو بدلو وٺرايو ويندو. يا انهن کي گڏ ڪري ماري ختم ڪيو ويندو.

6 (۽ جڏهن سمنڊ ڀڙڪايا ويندا) يعني انهن کي ٻاريو ويندو، تانجو اهي ڦري باھ ٿي ڀڙڪندا.

7 (۽ جڏهن نفسن کي جوڙو جوڙو ڪيو ويندو) يعني مؤمنن کي جنتي حورن سان ملايو ويندو ۽ ڪافرن کي شيطانن سان گڏ ڪيو ويندو. حضرت حسن بصري ﵀ فرمائي ٿو تہ هر شخص کي پنهنجي پنهنجي ٽولي سان ملايو ويندو. يهودي يهودين سان، عيسائي عيسائين سان، مجوسي مجوسن سان، منافق منافقن سان ۽ مؤمنن کي مؤمنن سان ملايو ويندو.

8 9 (۽ جڏهن زنده دفنايل نياڻيءَ کان پڇيو ويندو تہ ڪهڙي گناہ سبب قتل ڪئي وئي هئي)؟ جاهليت جي دور ۾ عربن جي عادت هوندي هئي تہ وٽن نياڻي پيدا ٿيندي هئي تہ عار ۽ بار سمجهي ان کي جيئرو پوري ڇڏيندا هئا، تنهن ڪري قيامت جي ڏينهن انهن معصوم نياڻين کي ناحق جيئرو پورينديڙن کان پڇاڻو ٿيندو، جنهن ۾ انهن قاتلن لاءِ سخت ڌمڪي آهي.

10 (۽ جڏهن اعمالناما کوليا ويندا) يعني جڏهن حساب وٺڻ لاءِ عملن جا دفتر کولي سامهون رکيا ويندا.

11 (۽ جڏهن آسمان جي کل لاٿي ويندي) يعني جڏهن آسمان ڏري ٽڪر ٽڪر ٿي پوندا ۽ ختم ٿي ويندا.

12 (۽ جڏهن دوزخ کي ڀڙڪايو ويندو) دوزخ خداوند قهار ۽ جبار جي جلال ۽ غضب سبب ۽ ماڻهن جي گناهن جي ڪري ڀڙڪي رهي هوندي.

13 (۽ جڏهن جنت کي ويجهو ڪيو ويندو) ان کي مؤمنن جي قريب ڪيو ويندو ۽ نزديڪ آندو ويندو. ڇيو ويو آهي تہ اهي ٻارهن شيون آهن، جن مان ڇھ هن دنيا ۾ ٿينديون، جيڪي سورت جي شروع کان سمنڊن کي ڀڙڪائڻ تائين بيان ڪيون ويون آهن ۽ ڇھ آخرت ۾ ٿينديون، جن جو بيان ﴿وَإِذَا ٱلنُّفُوسُ زُوِّجَتۡ﴾ کان هن آيت تائين ڪيو ويو آهي.

14 (تڏهن هر شخص ڄاڻيندو تہ ڇا آندو اٿس) يعني جڏهن اعمالناما کلندا تہ هر شخص ڄاڻيندو تہ انهيءَ آخرت لاءِ ڇا آندو آهي؟ چڱائي آندي اٿس يا برائي؟

15 (پوءِ قسم ٿو کڻان پوئتي هٽندڙن تارن جو) الله تعاليٰ انهن تارن جو قسم کڻي رهيو آهي، جيڪي ڏينهن جو اوجهل ٿي ويندا آهن، سج جي روشنيءَ ۾ لڪي ويندا آهن ۽ نظر نہ ايندا آهن.

16 (هلندڙن) جيڪي تارا پنهنجي پنهنجي مدار ۾ هلندا آهن (لڪي ويندڙن تارن جو) يعني لهڻ وقت لڪي ويندا آهن. (الڪُنَّس) معنيٰ لڪڻ جون جايون، (ڪِناس) کان ورتل آهي، يعني اها جاءِ جنهن ۾ وحشي جانور هرڻيَ وغيره جهڙي جانورن کان شڪار ڪرڻ لاءِ لڪي ويندا آهن.

17 (۽ رات جو قسم، جڏهن آخري پساهن ۾ هوندي آهي) يعني جڏهن پٺيري ٿيندي آهي ۽ ان جي اونداهي ختم ٿيڻ واري هوندي آهي.

18 (۽ صبح جو قسم، جڏهن ساھ کڻي اٿي) يعني جڏهن پنهنجي روحانيت ڀري ٿڌڙي هوائن سان اڀرندو ۽ ظاهر ٿيندو آهي.

19 (بيشڪ اهو) يعني قرآن مجيد (هڪ مانائتي فرشتي جي زباني آندل آهي) جبرئيل امين ؑ مراد آهي، جنهن بارگاہ خداونديءَ مان رسول الله ﷺ جن وٽ قرآن ڪريم جي وحي آندي.

20 (جيڪو طاقتور آهي، عرش واري وٽ وڏي مرتبي وارو آهي) يعني هو وڏي طاقت وارو آهي ۽ الله تعاليٰ وٽ ڏي مانَ مرتبي وارو آهي.

21 (اتي مڃوتي وارو، امانتدار آهي) يعني اتي آسمانن تي فرشتا سندس فرمانبردار آهن، جيڪي احڪام ٻڌڻ لاءِ وٽس ايندا ويندا آهن ۽ پيغمبرن ڏانهن وحي آڻڻ ۾ امانتدار آهي.

22 (۽ توهان جو ساٿي ڪو ديوانو ناهي) هتي حضرت محمد ﷺ جن کي سندن ساٿي فرمايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي سندن ڪردار کي چڱيءَ طرح ڄاڻيندا هئا ۽ ڪين معلوم هو تہ پاڻ سڀ کان وڌيڪ عقلمند، ڪامل ۽ اڪمل آهن.

23 (۽ بيشڪ انهيءَ کيس آسمان جي پڌري اڀ تي ڏٺو) يعني حضرت محمد ﷺ جن جبرئيل امين ؑ کي سندس اصل صورت ۾ ڏٺو، جنهن جا ڇھ سؤ پر آهن. مجاهد تابعيءَ جي قول مطابق حضرت محمد ﷺ جن حضرت جبريل ؑ کي مڪي جي اڀرندي پاسي اجياد نالي علائقي ۾ ڏٺو.

24 (۽ ناهي اهو) يعني حضرت محمد ﷺ (غيب تي) يعني آسمان تان آيل ڪنهن بہ ڳجهي خبر ٻڌائڻ بابت (ڪو بخل ڪندڙ) يعني پاڻ نہ وحي بيان ڪرڻ ۾ بخيل آهن ۽ نہ دين جي تبليغ جي سلسلي ۾ ڪا ڪوتاهي ڪندڙ آهن، بلڪ مخلوق کي الله تعاليٰ جو ڪلام سيکارڻ ۽ احڪامن ٻڌائڻ ۾ وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪندڙ آهن.

25 (۽ اهو تڙيل شيطان جو ڪلام نہ آهي) يعني قرآن مجيد انهن شيطانن مان ڪنهن شيطان جو قول نہ آهي، جيڪي آسمان تي وڃي، چوري فرشتن جون ڳالهيون ٻڌڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ جن کي ڌتڪارڻ ۽ تڙڻ لاءِ لاٽ تارن سان ڇٽيو ويندو آهي.

26 (پوءِ توهان ڪيڏانهن ٿا وڃو)؟ يعني مون جيڪو طريقو توهان کي ٻڌايو آهي، ان کان وڌيڪ روشن ٻيو ڪهڙو رستو ٿي سگهي ٿو، جنهن تي توهان هلڻ گهرو ٿا؟

27 (اهو تہ رڳو جهانن وارن لاءِ هڪ نصيحت آهي) يعني اهو قرآن شريف ساري جڳ جهان وارن لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان رڳو يادگيري ۽ نصيحت کان سواءِ ٻيو ڪجھ نہ آهي.

28 29 (۽ توهان نہ ٿا گهري سگهو، مگر جيڪي جهانن جو پالڻهار الله گهري) يعني سڌي راھ تي هلڻ ۽ قائم رهڻ جي طاقت توهان جي اندر ڪٿان ايندي جيستائين الله تعاليٰ جي گُهر ۽ سندس توفيق ۽ مدد شامل حال نہ ٿئي.

## سورة انفطار

1 (جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو) يعني جڏهن فرشتن جي لهڻ جي ڪري آسمان ڦاٽي پوندو ۽ ڏارون ڏئي ويندو.

2 (۽ جڏهن تارا ڪٽو ڪٽو ٿي پوندا) يعني ڇڻي ڪري پوندا ۽ ڪٽو ڪٽو ٿي ويندا.

3 (۽ جڏهن سمنڊَ ڇيريا ويندا) يعني انهن کي جوش ڏياري هڪٻئي ۾ ملايو ويندو ۽ گڏجي هڪ سمنڊ ٿي پوندا، يا انهن ۾ اهڙو جوش ايندو جيئن آتش فشان زمين يا جبلن مان ڦاٽي نڪرندا آهن، تيئن سمنڊ بہ جوش کائي اٿلي پوندا. پر ائين قيامت جي ويجهو ٿيندو.

4 (۽ جڏهن قبرون اکيڙيون وينديون) انهن جي مٽي اٿلائي پٿلائي هيٺ مٿي ڪئي ويندي ۽ مردن کي ٻاهر ڪڍيو ويندو.

5 (تڏهن هر ڪو ڄاڻيندو تہ انهيءَ اڳتي ڇا موڪليو آهي ۽ پوئتي ڇا ڇڏيو آهي)؟ يعني جڏهن اعمالناما کلندا، تڏهن هر شخص تي اهو راز کلندو تہ انهيءَ آخرت لاءِ اڳتي ڇا موڪليو آهي، ڀلائي يا برائي؟ ۽ پٺتي ڇا ڇڏي آيو آهي، نيڪي يا بدي؟

6 (اي انسان! توکي پنهنجي رب ڪريم بابت ڪهڙي شيءِ دوکي ۾ وڌو آهي)؟ يعني اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن توکي ڌوکي ۽ فريب ۾ وڌو آهي، تانجو پنهنجي ٻاجهاري رب جو بہ انڪاري ٿي ويو آهين؟ ڇيو ويو آهي الله تعاليٰ جي ٻاجھ انسان کي ڌوکي ۾ وڌو آهي، ڇاڪاڻ تہ رب ڪريم سزا ڏيڻ ۾ جلدي نٿو ڪري.

7 (جنهن توکي پيدا ڪيو) نطفي مان، جڏهن تہ تون ڪجھ نہ هئين. (پوءِ توکي ٺاهيائين) ٻڌندڙ، ڏسندڙ ۽ عقل وارو انسان، چڱيءَ طرح ٺاهي تيار ڪيائين. (پوءِ توکي برابر ڪيائين) يعني توکي وچولو سنئين قد ڪاٺ ۽ سهڻي شڪل صورت وارو ڪيائين ۽ تنهنجن جسماني عضون کي مناسب ۽ موزون بنايائين.

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا ٱلسَّمَآءُ ٱنفَطَرَتۡ ﴿١﴾ وَإِذَا ٱلۡكَوَاكِبُ ٱنتَثَرَتۡ ﴿٢﴾ وَإِذَا ٱلۡبِحَارُ
فُجِّرَتۡ ﴿٣﴾ وَإِذَا ٱلۡقُبُورُ بُعۡثِرَتۡ ﴿٤﴾ عَلِمَتۡ نَفۡسٞ مَّا قَدَّمَتۡ
وَأَخَّرَتۡ ﴿٥﴾ يَٰٓأَيُّهَا ٱلۡإِنسَٰنُ مَا غَرَّكَ بِرَبِّكَ ٱلۡكَرِيمِ ﴿٦﴾ ٱلَّذِي
خَلَقَكَ فَسَوَّىٰكَ فَعَدَلَكَ ﴿٧﴾ فِيٓ أَيِّ صُورَةٖ مَّا شَآءَ رَكَّبَكَ ﴿٨﴾
كَلَّا بَلۡ تُكَذِّبُونَ بِٱلدِّينِ ﴿٩﴾ وَإِنَّ عَلَيۡكُمۡ لَحَٰفِظِينَ ﴿١٠﴾ كِرَامٗا
كَٰتِبِينَ ﴿١١﴾ يَعۡلَمُونَ مَا تَفۡعَلُونَ ﴿١٢﴾ إِنَّ ٱلۡأَبۡرَارَ لَفِي نَعِيمٖ ﴿١٣﴾ وَإِنَّ
ٱلۡفُجَّارَ لَفِي جَحِيمٖ ﴿١٤﴾ يَصۡلَوۡنَهَا يَوۡمَ ٱلدِّينِ ﴿١٥﴾ وَمَا هُمۡ عَنۡهَا بِغَآئِبِينَ
﴿١٦﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا يَوۡمُ ٱلدِّينِ ﴿١٧﴾ ثُمَّ مَآ أَدۡرَىٰكَ مَا يَوۡمُ ٱلدِّينِ
﴿١٨﴾ يَوۡمَ لَا تَمۡلِكُ نَفۡسٞ لِّنَفۡسٖ شَيۡـٔٗاۖ وَٱلۡأَمۡرُ يَوۡمَئِذٖ لِّلَّهِ ﴿١٩﴾

## سُورَةُ المُطَفِّفِين

ترتيبها ٨٣ — آياتها ٣٦

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَيۡلٞ لِّلۡمُطَفِّفِينَ ﴿١﴾ ٱلَّذِينَ إِذَا ٱكۡتَالُواْ عَلَى ٱلنَّاسِ يَسۡتَوۡفُونَ ﴿٢﴾
وَإِذَا كَالُوهُمۡ أَو وَّزَنُوهُمۡ يُخۡسِرُونَ ﴿٣﴾ أَلَا يَظُنُّ أُوْلَٰٓئِكَ أَنَّهُم
مَّبۡعُوثُونَ ﴿٤﴾ لِيَوۡمٍ عَظِيمٖ ﴿٥﴾ يَوۡمَ يَقُومُ ٱلنَّاسُ لِرَبِّ ٱلۡعَٰلَمِينَ ﴿٦﴾

8 (جنهن بہ شڪل ۾ چاهيائين، توکي جوڙي تيار ڪيائين) پنهنجي مرضي سان انسانن کي مختلف صورتون ۽ جدا جدا رنگ روپ ڏنائين، حالانڪ تو ۾ تہ ايتري سگهہ بہ نہ آهي جو تون پنهنجي شڪل صورت پاڻ اختيار ڪري سگهين.

9 (خبردار !) انسان کي الله تعاليٰ جي ڪرم نوازي جي ڪري، بي پرواهي اختيار ڪرڻ کان خبردار ڪيو وڃي ٿو. جنهن جي ڪري هو ڪفر ۽ شرڪ ڪندو آهي. بلڪ توهان بدلي جي ڏينهن کي ڪوڙو ڪريو ٿا) جنهن ڏينهن هر شخص کي سندس ڀلائيءَ جي جزا ۽ برائيءَ جي سزا ڏني ويندي.

10 (۽ بيشڪ توهان تي نگران مقرر ٿيل آهن) ملائڪن مان.

11 (ڀلارا، لکندڙ). وڏي عزت ۽ وڏي مان وارا، عملناما لکندڙ .

12 (جيڪي ڪجهہ ڪريو ٿا، تنهن کي اهي ڄاڻن ٿا) يعني توهان قيامت جي ڏينهن کي ڪوڙو ڪريو ٿا، حالانڪ الله تعاليٰ توهان تي فرشتا مقرر ڪري ڇڏيا آهن، جيڪي توهان جا عمل ۽ توهان جون ڳالهيون سڀ ڪجهہ لکن ٿا تہ جيئن قيامت جي ڏينهن انهن جي روشني ۾ توهان کان حساب وٺي سگهجي.

13 (بيشڪ نيڪوڪار نعمتن ۾ هوندا). يعني جنت جي ججهين نعمتن ۾ هوندا.

14 (۽ بيشڪ بدڪار جهنم ۾ هوندا). يعني دوزخ جي ساڙيندڙ باهہ ۾ هوندا.

15 (بدلي جي ڏينهن انهيءَ ۾ داخل ٿيندا) يعني حساب ڪتاب واري انهيءَ ڏينهن، جنهن کي هو ڪوڙو ڀانئين ٿا، ان ڏينهن جهنم جي ان باهہ ۾ ضرور گهڙندا ۽ هر حال ۾ ان جي گرميءَ جي شدّت ۽ حدّت کين پوڳڻي پوندي.

16 (۽ اهي ان کان غائب نہ ٿي سگهندا) يعني هرگز ان کان جدا نہ ٿي سگهندا ۽ نہ ان کان لڪي غير حاضر ٿي سگهندا، بلڪ هميشه هميشه لاءِ منجهس رهندا.

17 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ بدلي جو ڏينهن ڇا آهي)؟

18 (وري بہ، توکي ڪهڙي خبر تہ بدلي جو ڏينهن ڇا آهي)؟ هتي حساب ڪتاب جي ڏينهن جي عظمت، اهميت، سختي ۽ هولناڪيءَ کي پڌري ڪرڻ لاءِ ساڳئي مضمون کي ورجايو ويو آهي.

19 (ان ڏينهن ڪو بہ ڪنهن لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندو ۽ انهيءَ ڏينهن حڪم رڳو الله جو هلندو) اُتي قيامت جي ڏينهن الله رب العالمين کان سواءِ ڪنهن جو بہ حڪم نہ هلندو ۽ نہ ڪو ڪجهہ ڪري سگهندو، هن دنيا جي نظام جي ابتڙ، انهيءَ ڏينهن الله تعاليٰ ڪنهن کي بہ بادشاهي ۽ حڪم هلائڻ جي اجازت نہ ڏيندو.

## سورة المطففين

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن مدينه منوره هجرت ڪري آيا تہ اتان جا شهري ماپ تور ۾ وڏي خباثت ڪندا هئا، جنهن تي الله تعاليٰ وحي نازل فرمائي تہ : ”ويل آهي ماپ تور ۾ گهٽتائي ڪندڙن لاءِ“. جنهن کان پوءِ اهي سهڻي نموني ماپ تور ڪرڻ لڳا.

1 (تباهي آهي ماپ تور ۾ کوٽ ڪندڙن لاءِ) ماپ ۽ تور ۾ ٿورڙي گهٽتائي ڪرڻ کي عربيءَ ۾ ”تطفيف“ چوندا آهن، يعني بالڪل ٿورڙي، معمولي گهٽتائي. انهن مان ڪن ماڻهن وٽ ٻن قسمن جا ماپا هوندا هئا، ٻين کي ڏيڻ لاءِ هلڪو ماپو ۽ پاڻ وٺڻ لاءِ وري ڀيو پارو ماپو.

2 (جيڪي ماڻهن کان جڏهن ماپي وٺندا آهن تہ پورو وٺندا آهن) يعني جڏهن پاڻ ڪا شيءِ خريد ڪندا آهن تہ ماپ تور پوري پُني ڪري وٺندا آهن.

3 (۽ جڏهن کين ماپي يا کين توري ڏيندا آهن تہ ڪس لائيندا آهن) يعني جڏهن ٻين کي ڪا شيءِ وڪرو ڪري ڏيندا آهن تہ ان جي ماپ ۽ تور ۾ کوٽ ڪري کين ڪس لائيندا آهن.

4 (انهن کي يقين ناهي ڇا تہ کين وري اٿاريو ويندو)؟ يعني ڇا انهن کي ايترو بہ احساس نٿو ٿئي تہ موت کان پوءِ انهن کي وري زنده ٿيڻو آهي، جو ڪجهہ هتي ڪن ٿا تنهن جو کين جواب ڏيڻو آهي، اهو خيال ئي کين نہ ٿو ٿئي تہ ان بابت ڪجهہ سوچين ۽ سمجهن ۽ ان جي بڇڙي عاقبت کي ياد ڪري اهڙي حرڪت کان باز اچن.

5 (تمام وڏي ڏينهن لاءِ) يعني قيامت جي عظيم ڏينهن ۾ کين اٿاريو ويندو.

6 (جنهن ڏينهن سڀ ماڻهو جهانن جي پالڻهار جي آڏو اچي بيهندا) پنهنجي باري ۾ رب العالمين جي حڪم جي انتظار ۾ بيٺا هوندا، يا بدلي چڪائڻ ۽ حساب ڪتاب جي انتظار ۾ ڪڙا هوندا. جنهن ۾ دلالت آهي تہ ماپ ۽ تور ۾ گهٽ وڌائي ڪرڻ ڪيڏو وڏو ۽ بدترين گناهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اها دراصل امانت ۾ خيانت ۽ ٻئي جو مال ناحق کائڻ آهي.

7 (خبردار! بيشڪ بدڪارن جو اعمالنامو سجين ۾ آهي) ماپ تور ۾ کوٽ ڪندڙ بہ انهن بدڪارن مان آهن، جن جا نالا دوزخين جي فهرست (لسٽ) يا دوزخين جي قيدخاني ۾ لکيل هوندا.

8 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ سجين ڇا آهي)؟ اهميت جي ڪري دهرايو ويو.

9 (هڪ لکيل ڪتاب آهي) يعني اهو ڪتاب جنهن ۾ سندن نالا نوٽ ٿيل هوندا، اهو هڪ لکيل دفتر آهي. هي بہ چيو ويو آهي تہ ”سجين“ اصل ۾ ”سجيل“ آهي، جيڪو (سجل) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: (ڪتاب).

10 (ان ڏينهن ڪوڙي ڪندڙن لاءِ تباهي آهي).

كَلَّآ إِنَّ كِتَٰبَ ٱلْفُجَّارِ لَفِى سِجِّينٍ ﴿٧﴾ وَمَآ أَدْرَىٰكَ مَا سِجِّينٌ ﴿٨﴾ كِتَٰبٌ
مَّرْقُومٌ ﴿٩﴾ وَيْلٌ يَوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِينَ ﴿١٠﴾ ٱلَّذِينَ يُكَذِّبُونَ بِيَوْمِ ٱلدِّينِ ﴿١١﴾
وَمَا يُكَذِّبُ بِهِۦٓ إِلَّا كُلُّ مُعْتَدٍ أَثِيمٍ ﴿١٢﴾ إِذَا تُتْلَىٰ عَلَيْهِ ءَايَٰتُنَا قَالَ أَسَٰطِيرُ
ٱلْأَوَّلِينَ ﴿١٣﴾ كَلَّا ۖ بَلْ ۜ رَانَ عَلَىٰ قُلُوبِهِم مَّا كَانُوا۟ يَكْسِبُونَ ﴿١٤﴾ كَلَّآ إِنَّهُمْ
عَن رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّمَحْجُوبُونَ ﴿١٥﴾ ثُمَّ إِنَّهُمْ لَصَالُوا۟ ٱلْجَحِيمِ ﴿١٦﴾ ثُمَّ يُقَالُ
هَٰذَا ٱلَّذِى كُنتُم بِهِۦ تُكَذِّبُونَ ﴿١٧﴾ كَلَّآ إِنَّ كِتَٰبَ ٱلْأَبْرَارِ لَفِى عِلِّيِّينَ
﴿١٨﴾ وَمَآ أَدْرَىٰكَ مَا عِلِّيُّونَ ﴿١٩﴾ كِتَٰبٌ مَّرْقُومٌ ﴿٢٠﴾ يَشْهَدُهُ ٱلْمُقَرَّبُونَ
﴿٢١﴾ إِنَّ ٱلْأَبْرَارَ لَفِى نَعِيمٍ ﴿٢٢﴾ عَلَى ٱلْأَرَآئِكِ يَنظُرُونَ ﴿٢٣﴾ تَعْرِفُ فِى
وُجُوهِهِمْ نَضْرَةَ ٱلنَّعِيمِ ﴿٢٤﴾ يُسْقَوْنَ مِن رَّحِيقٍ مَّخْتُومٍ ﴿٢٥﴾
خِتَٰمُهُۥ مِسْكٌ ۚ وَفِى ذَٰلِكَ فَلْيَتَنَافَسِ ٱلْمُتَنَٰفِسُونَ ﴿٢٦﴾ وَمِزَاجُهُۥ
مِن تَسْنِيمٍ ﴿٢٧﴾ عَيْنًا يَشْرَبُ بِهَا ٱلْمُقَرَّبُونَ ﴿٢٨﴾ إِنَّ ٱلَّذِينَ
أَجْرَمُوا۟ كَانُوا۟ مِنَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ يَضْحَكُونَ ﴿٢٩﴾ وَإِذَا مَرُّوا۟ بِهِمْ
يَتَغَامَزُونَ ﴿٣٠﴾ وَإِذَا ٱنقَلَبُوٓا۟ إِلَىٰٓ أَهْلِهِمُ ٱنقَلَبُوا۟ فَكِهِينَ ﴿٣١﴾
وَإِذَا رَأَوْهُمْ قَالُوٓا۟ إِنَّ هَٰٓؤُلَآءِ لَضَآلُّونَ ﴿٣٢﴾ وَمَآ أُرْسِلُوا۟ عَلَيْهِمْ
حَٰفِظِينَ ﴿٣٣﴾ فَٱلْيَوْمَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ مِنَ ٱلْكُفَّارِ يَضْحَكُونَ ﴿٣٤﴾

(11) (جيڪي بدلي جي ڏينهن کي ڪوڙو ٿا سڏين).

(12) (۽ ان کي رڳو اهوئي ڪوڙو ڪندو، جيڪو حد کان لنگهندڙ، وڏو ڏوهياري آهي) يعني جيڪو فاسق فاجر، ظالم ۽ گناهن ۾ ليڪا لنگهي ويندڙ آهي، ڏوهن جي قِسمن ۽ اسبابن ۾ لاهي پاهي ڪاهي پوندو آهي.

(13) (جڏهن مٿس اسان جون آيتون پڙهبيون آهن) جيڪي حضرت محمد ﷺ جن تي نازل ٿيون آهن. (چوندو آهي ته اهي ته اڳين جون آکاڻيون آهن) يعني اڳين قومن جي ڪتابن ۾ لکيل ڪوڙيون ڳالهيون ۽ ڪوڙا قصا آهن.

(14) (هرگز ائين نه آهي) ان ۾ گناهن ۾ حد کان لنگهندڙ ۽ ڪوڙو ڪندڙ مجرم ماڻهوءَ لاءِ ڌمڪي ۽ جهڙڪ آهي. (بلڪ سندن ڪرتوتن جي ڪري سندن دلين تي ڪٽ چڙهيل آهي) جن ماڻهن جا گناه ۽ نافرمانيون ايڏو وڏي وينديون آهن، جو سندن دلين کي وڪوڙي وينديون آهن، ته ان کي "ران" (ڪٽ) چئبو آهي. حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته : " إن العبد إذا أذنب ذنبًا نكتت في قلبه نكتة سوداء، فإن تاب ونزع واستغفر صقل قلبه، وإن عاد زادت حتى تغلف قلبه، فذلك الرانُ الذي ذكره الله سبحانه في القرآن ".

(جڏهن ٻانهو ڪو به گناه ڪندو آهي ته سندس دل تي هڪ ڪارو ڇُٽو ٿي بيهندو آهي، پوءِ جيڪڏهن توبه ڪندو آهي ۽ انهيءَ گناه کي پاڙئون پٽي ڇڏيندو آهي ۽ استغفار ڪندو رهندو آهي ته سندس دل پاڪ صاف ٿي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن گناه مٿان گناه ڪندو رهندو آهي ته سندس قلب جي ڪاراڻ وڌي ويندي آهي، تانجو ان تي پردا چڙهي ويندا آهن. اها ئي اها ڪٽ آهي، جنهن جو الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ ذڪر فرمايو آهي).

(15) (خبردار! بيشڪ اهي ان ڏينهن پنهنجي رب کان اوٽ ڏياريل هوندا) قيامت واري ڏينهن. يعني جيئن آخرت ۾ ايمان وارن کي رب تعالىٰ جو ديدار نصيب ٿيندو، تيئن ڪافرن کي اها نعمت نصيب نه ٿيندي. بلڪ جيئن انهن بدبختن کي دنيا ۾ توحيد جي نعمت کان محروم رکيائين، تيئن آخرت ۾ کين پنهنجي زيارت کان محروم رکندو.

(16) (پوءِ بيشڪ اهي دوزخ ۾ گهڙڻ وارا آهن) يعني سگهوئي دوزخ واري باهه ۾ داخل ٿيندا ۽ ان جي گرمي چکيندا.

(17) پوءِ چيو ويندن ته هي اهو اٿوَ جنهن کي توهان ڪوڙو چوندا هيؤ. يعني جهنم جا داروغا کين چوندا ته : هي اهو جهنم آهي جنهن کي توهان نه مڃيندا هيؤ، بلڪ ان کي ڪوڙو سمجهندا هيؤ.

(18) (خبردار! بيشڪ نيڪن جو اعمالنامو عليين ۾ آهي) يعني اهي "عليين" وارن ۾ لکيل آهن. (عليين) مان مراد جنت يا جنت جا مٿانهان مقام ۽ محل مراد آهن.

"ابرار" يعني نيڪو ڪار ۽ فرمانبردار ٻانها.

(19) (۽ توکي ڪهڙي خبر ته عليين ڇا آهي)؟ "عليين" جي عظمت ۽ شان بيان ڪرڻ جي غرض سان فرمايو وڃي ٿو ته : اي محمد ﷺ! توکي ڪهڙي خبر ته "عليون" ڇا آهي؟

(20) (هڪ لکيل ڪتاب آهي) يعني اهڙو دفتر آهي، جنهن ۾ سندن نالن جي فهرست لکيل آهي.

(21) (مقرب فرشتا ان کي ڏسندا ٿا رهن) يعني الله تعالىٰ جا مقرب فرشتا ان لکيل ڪتاب وٽ حاضر ٿا رهن ۽ ان کي ڏسندا رهندا آهن. هي به چيو ويو آهي ته قيامت جي ڏينهن ان کي پڙهڻ ۽ ڏسڻ وقت اهي مقرب فرشتا اُتي حاضر هوندا.

(22) (نيڪو ڪار پڪ نعمتن ۾ هوندا).

(23) (پلنگن تي) ڏولين ۾ پيل چمڪندڙ تاجن وارا پلنگ مراد آهن. (ويٺا نظارا ڪندا) يعني رب تعالىٰ جيڪي انعام ۽ اڪرام کين عطا ڪندو، تنهن کي پيا ڏسندا. هي به چيو ويو آهي ته پنهنجي رب سائين جي ذات پاڪ کي ويٺا ڏسندا رهندا.

(24) (تون سندن چهرن ۾ نعمتن جي تازگي پائنين ويندين) يعني کين ڏسندين ته توکي معلوم ٿي ويندو ته اهي وڏين نعمتن ۽ وڏن نصيبن وارا آهن، ڇاڪاڻ ته سندن منهن ۽ مهاندن ۾ نور، حسن، جمال، رونق ۽ تازگي تجليون هڻندي رهندي.

(25) (کين سيل مهر ٿيل اصلي شراب پياريو ويندو) (رحيق) معنىٰ اهڙو شراب جنهن ۾ نه ڪو ڪوٽ ٿيل هجي ۽ نه خراب ٿئي. (مختوم) يعني سيل مهر ٿيل. يعني جيستائين اهي نيڪ مردَ شراب جي انهن بوتلن جي سيل کولي، ان کي پاڻ استعمال نه ڪندا، تيستائين ان کي ڪنهن جو هٿ به نه لڳو هوندو.

(26) (ان جي سرهاڻ مشڪ واري هوندي) يعني جڏهن جنتي اهو پاڪ شراب پي، گلاس منهن تان پري ڪندا ته انهن جي منهن مان مشڪ جهڙي خوشبو جا واس پيا وسندا. يا هي مراد آهي ته ان جي بوتلن تي مشڪ جي مهر لڳل هوندي. (مقابلي ڪرڻ وارن کي انهيءَ ۾ مقابلو ڪرڻ گهرجي) يعني شوقينن کي ان جو شوق رکڻ گهرجي. (تنافس) معنىٰ ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ مقابلو ڪرڻ، ريس ڪرڻ، ٻين کي زوري هٽائي رڳو پنهنجي لاءِ حاصل ڪرڻ.

(27) (۽ ان جو ذائقو تسنيم وارو هوندو) انهيءَ "رحيق" شراب ۾ "تسنيم" چشمي جو پاڻي ملايل هوندو، جيڪو بلندي کان لهوارو هلندو آهي، اهو جنت جو پلي ۾ پلو شراب آهي.

(28) (اهو هڪ چشمو آهي، جنهن مان الله جا مقرب ٻانها پيئندا) يعني تسنيم جي چشمي واري شراب سان رحيق شراب ملائي پيالا ڀري پيئندا.





عَلَى ٱلْأَرَآئِكِ يَنظُرُونَ ﴿٣٥﴾ هَلْ ثُوِّبَ ٱلْكُفَّارُ مَا كَانُوا۟ يَفْعَلُونَ ﴿٣٦﴾

## سُورَةُ الانشِقَاقِ

ترتيبها ٨٤ — آياتها ٢٥

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا ٱلسَّمَآءُ ٱنشَقَّتْ ﴿١﴾ وَأَذِنَتْ لِرَبِّهَا وَحُقَّتْ ﴿٢﴾ وَإِذَا ٱلْأَرْضُ مُدَّتْ
﴿٣﴾ وَأَلْقَتْ مَا فِيهَا وَتَخَلَّتْ ﴿٤﴾ وَأَذِنَتْ لِرَبِّهَا وَحُقَّتْ ﴿٥﴾ يَٰٓأَيُّهَا
ٱلْإِنسَٰنُ إِنَّكَ كَادِحٌ إِلَىٰ رَبِّكَ كَدْحًا فَمُلَٰقِيهِ ﴿٦﴾ فَأَمَّا مَنْ أُوتِىَ
كِتَٰبَهُۥ بِيَمِينِهِۦ ﴿٧﴾ فَسَوْفَ يُحَاسَبُ حِسَابًا يَسِيرًا ﴿٨﴾ وَيَنقَلِبُ
إِلَىٰٓ أَهْلِهِۦ مَسْرُورًا ﴿٩﴾ وَأَمَّا مَنْ أُوتِىَ كِتَٰبَهُۥ وَرَآءَ ظَهْرِهِۦ ﴿١٠﴾ فَسَوْفَ
يَدْعُوا۟ ثُبُورًا ﴿١١﴾ وَيَصْلَىٰ سَعِيرًا ﴿١٢﴾ إِنَّهُۥ كَانَ فِىٓ أَهْلِهِۦ مَسْرُورًا ﴿١٣﴾
إِنَّهُۥ ظَنَّ أَن لَّن يَحُورَ ﴿١٤﴾ بَلَىٰٓ إِنَّ رَبَّهُۥ كَانَ بِهِۦ بَصِيرًا ﴿١٥﴾ فَلَآ أُقْسِمُ
بِٱلشَّفَقِ ﴿١٦﴾ وَٱلَّيْلِ وَمَا وَسَقَ ﴿١٧﴾ وَٱلْقَمَرِ إِذَا ٱتَّسَقَ ﴿١٨﴾
لَتَرْكَبُنَّ طَبَقًا عَن طَبَقٍ ﴿١٩﴾ فَمَا لَهُمْ لَا يُؤْمِنُونَ ﴿٢٠﴾ وَإِذَا قُرِئَ
عَلَيْهِمُ ٱلْقُرْءَانُ لَا يَسْجُدُونَ ۩ ﴿٢١﴾ بَلِ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ يُكَذِّبُونَ
﴿٢٢﴾ وَٱللَّهُ أَعْلَمُ بِمَا يُوعُونَ ﴿٢٣﴾ فَبَشِّرْهُم بِعَذَابٍ أَلِيمٍ ﴿٢٤﴾
إِلَّا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ وَعَمِلُوا۟ ٱلصَّٰلِحَٰتِ لَهُمْ أَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُونٍ ﴿٢٥﴾

(29) (بيشڪ مجرم ماڻهو) انهن مان ڪافر مراد آهن. (سي مؤمنن تي کلون ڪندا هئا) يعني دنيا ۾ مؤمنن تي ٺٺوليون ۽ ساڻن مسخريون ڪندا هئا.

(30) (۽ جڏهن انهن وٽان لنگهندا هئا ته اکيون هڻندا هئا) (يتغامزون) "غمز" کان ورتل آهي، پرون ۽ پنبرن سان ميڇون ڏئي، اکيون هٽي اشارن ڪرڻ کي چئبو آهي. يعني مٿن اسلام جي ڪري ٺوڪون ۽ چٿرون ڪندا هئا.

(31) (۽ جڏهن ورندا هئا) يعني جڏهن ڪافر موٽندا هئا (پنهنجي گهر وارن ڏانهن) پنهنجين ڪچهرين مان اٿي (ته ڏاڍي چهه ٻهه ڪندي ورندا هئا) يعني مؤمنن سان چٿرون ڪري محظوظ ۽ مسرور ٿيندا هئا ۽ مٿن ٺوڪون ڪري لطف اندوز ٿيندا هئا.

(32) (۽ جڏهن کين ڏسندا هئا ته چوندا هئا : هي ته پڪ گمراهه آهن). يعني ڪافر جڏهن اصحابن سڳورن کي ڏسندا هئا ته چوندا هئا ته : اهي محمد (ﷺ) جي پيروي ڪري راهئون رد ٿي ويا آهن!

(33) (جڏهن ته اهي مٿن نگران ڪري نه موڪليا ويا هئا) کين الله جي طرفان مسلمانن تي راکو ڪري نه موڪليو ويو آهي جو سندن عملن جي جاچ جوچ لهندا وتن.

(34) (سو اڄ مؤمن، ڪافرن تي کلن ٿا) قيامت جي ڏينهن جڏهن مؤمن، ڪافرن کي ذليل ۽ خوار ڏسندا ته مٿن کلندا، جيئن دنيا ۾ ڪافر مؤمنن تي کلندا هئا.

(35) (پلنگن تي ويٺا ٿا ڏسن) يعني مؤمن جنت ۾ پلنگن تي ٽيڪ لڳايون، نعمتن کان لطف اندوز ٿيندي، الله جي دشمنن کي ويٺا ڏسندا، جن تي عذاب ٿي رهيو هوندو.

(36) (ڪافرن کي انهيءَ جو بدلو ملي ويو نه، جيڪي هو ڪندا هئا)؟ يعني دنيا ۾ ايمان وارن تي جيڪي اهي چٿرون ڪندا هئا، ان جو بدلو کين بالڪل ملي چڪو.

## سورة الانشقاق

(1) (جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو) ان جو ڦاٽجڻ قيامت جي نشاني آهي.

(2) (۽ پنهنجي رب جو فرمان بجا آڻيندو) يعني پنهنجي رب جو حڪم ٻڌي، ان جي فرمانبرداري ڪندو. (۽ اهوئي جڳائيس) ان کي فرمانبرداري ڪرڻ، ڪنڌ نوائڻ ۽ ٻڌڻ ئي جڳائي.

(3) (۽ جڏهن زمين پٽاري ويندي) يعني جڏهن زمين چڪي پڪيڙي ويندي ۽ ان جي جبلن کي ڪٽي برابر ميدان ڪيو ويندو.

(4) (۽ جو ڪجهه منجهس هوندو، سو اڇلائي ڇڏيندي) يعني جيڪي ڪجهه ان ۾ لاش وغيره هوندا، سي سڀ ٻاهر ڪڍي اڇلائيندي. (۽ خالي ٿيندي) يعني انهن کان بيزاري جو اظهار ڪندي ۽ پاڻ بچائيندي کين الله جي حوالي ڪندي ته جيئن مٿن پنهنجو حڪم لاڳو ڪري.

(5) (۽ پنهنجي رب جو فرمان بجا آڻيندي، ۽ اهوئي جڳائيس).

(6) (اي انسان!) هر انسان مراد آهي، مؤمن هجي يا ڪافر، معنىٰ : اي آدم جو اولاد! (بيشڪ تون پنهنجي رب ڏانهن گهڻي جاکوڙ ڪندڙ آهين) پنهنجي رب سان ملاقات لاءِ وڏي ڪوشش ڪندڙ آهين. (نيٺ وٽس ساڻس ملندين) يعني سڀڪوئي پنهنجن عملن سميت پنهنجي رب سان ملڻ وارو آهين.

(7) (پوءِ جنهن کي سندس اعمالنامو سندس ساڄي هٿ ۾ ڏنو ويو) اهي مؤمن مراد آهن جن کي سندن اعمالناما سندن ساڄي هٿن ۾ ڏنا ويندا.

(8) (پوءِ سگهوئي انهيءَ کان آسانيءَ سان حساب ورتو ويندو) يعني سندس برائيون سندس آڏو رکيون وينديون، پر الله جل جلاله ان کي بنا حساب ڪتاب جي اهي سڀ ڏوهه بخشي ڇڏيندو. بي بي عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته : "من نُوقش الحساب عُذِّب، قالت: فقلت: أليس الله يقول: ﴿ فَسَوْفَ يُحَاسَبُ حِسَابًا يَسِيرًا ﴾ قال: ليس ذلك الحساب، ولكن ذلك العرض من نوقش الحساب يوم القيامة عُذِّب ".

«جنهن کان حساب جي پڇا ڳاڇا ٿي ، تنهن کي عذاب ٿيندو. تنهن تي مون عرض ڪيو ته : ڇا الله تعالىٰ نٿو فرمائي ته : "پوءِ ان کان سولو حساب ورتو ويندو"؟ فرمايائون ته : اهو حساب نه آهي، اها ته رڳو (ٻانهي جي گناهن جي سندس آڏو) پيشي آهي، پر جنهن کان قيامت جي ڏينهن حساب جي پڇا ڳاڇا ٿي، تنهن کي عذاب ٿيندو».

(9) (۽ هو پنهنجي گهر وارن ڏانهن موٽندو) يعني جنت ۾ جيڪي سندس لاءِ زالون ۽ حورون مخصوص هونديون، انهن ڏانهن موٽندو (خوشيءَ سان) جيڪا کيس پلائي عطا ڪئي ويندي تنهن تي سرهو ٿيندو ۽ ٻهڪندو ٻهڪندو گهر وارن وٽ پهچندو.

(10) (۽ باقي رهيو اهو شخص، جنهن کي سندس اعمالنامو سندس پٺيءَ پويان ڏنو ويو) ڇاڪاڻ ته سندس ساڄو هٿ سندس ڪنڌ سان ٻڌل هوندو ۽ سندس کاٻو هٿ سندس پٺيءَ جي پويان هوندو. مراد ڪافر ۽ نافرمان ماڻهو آهن.

(11) (سو سگهوئي موت کي سڏ ڪندو) يعني جڏهن پنهنجو اعمالنامو پڙهندو ته ڏاڍ گهوڙا ڪرڻ لڳندو ۽ چوندو ته آءٌ برباد ٿي ويس، آءٌ هلاڪ ٿي ويس. (ثبور) معنىٰ هلاڪت.

(12) (۽ پرندڙ مچ ۾ وڃي پوندو) يعني دوزخ جي باهه ۾ داخل ٿيندو ۽ ان جي گرمي ۽ سختي پيو ڀوڳيندو.

(13) (بيشڪ اهو پنهنجن ٻارن ٻچن ۾ خوش هوندو هو) يعني پنهنجي نفساني خواهشن ۽ شهوتن ۾ هردم آڪڙيل هوندو هو، آخرت جو خيال ۽ ان جو فڪر ته وهم گمان ۾ئي نه هوندو هيس.

## سُوْرَةُ الْبُرُوْجِ

ترتيبها ٨٥ — آياتها ٢٢

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلسَّمَآءِ ذَاتِ ٱلْبُرُوجِ ١ وَٱلْيَوْمِ ٱلْمَوْعُودِ ٢ وَشَاهِدٍ وَمَشْهُودٍ
٣ قُتِلَ أَصْحَٰبُ ٱلْأُخْدُودِ ٤ ٱلنَّارِ ذَاتِ ٱلْوَقُودِ ٥ إِذْ هُمْ عَلَيْهَا
قُعُودٌ ٦ وَهُمْ عَلَىٰ مَا يَفْعَلُونَ بِٱلْمُؤْمِنِينَ شُهُودٌ ٧ وَمَا نَقَمُوا۟
مِنْهُمْ إِلَّآ أَن يُؤْمِنُوا۟ بِٱللَّهِ ٱلْعَزِيزِ ٱلْحَمِيدِ ٨ ٱلَّذِى لَهُۥ مُلْكُ
ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ ۚ وَٱللَّهُ عَلَىٰ كُلِّ شَىْءٍ شَهِيدٌ ٩ إِنَّ ٱلَّذِينَ
فَتَنُوا۟ ٱلْمُؤْمِنِينَ وَٱلْمُؤْمِنَٰتِ ثُمَّ لَمْ يَتُوبُوا۟ فَلَهُمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ وَلَهُمْ
عَذَابُ ٱلْحَرِيقِ ١٠ إِنَّ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ وَعَمِلُوا۟ ٱلصَّٰلِحَٰتِ لَهُمْ
جَنَّٰتٌ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَٰرُ ۚ ذَٰلِكَ ٱلْفَوْزُ ٱلْكَبِيرُ ١١ إِنَّ بَطْشَ
رَبِّكَ لَشَدِيدٌ ١٢ إِنَّهُۥ هُوَ يُبْدِئُ وَيُعِيدُ ١٣ وَهُوَ ٱلْغَفُورُ ٱلْوَدُودُ ١٤
ذُو ٱلْعَرْشِ ٱلْمَجِيدُ ١٥ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيدُ ١٦ هَلْ أَتَىٰكَ حَدِيثُ ٱلْجُنُودِ
١٧ فِرْعَوْنَ وَثَمُودَ ١٨ بَلِ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ فِى تَكْذِيبٍ ١٩ وَٱللَّهُ مِن
وَرَآئِهِم مُّحِيطٌۢ ٢٠ بَلْ هُوَ قُرْءَانٌ مَّجِيدٌ ٢١ فِى لَوْحٍ مَّحْفُوظٍۭ ٢٢

## سُوْرَةُ الطَّارِقِ

ترتيبها ٨٦ — آياتها ١٧

14 (انهيءَ پانئي چڏيو هو تہ وري ڪڏهن موٽندوئي نہ) انهيءَ وهم گمان ۾ هو تہ عملن جي بدلي پوڳڻ لاءِ ڪيس الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ حاضر ٿيڻو ئي نہ پوندو.

15 (هائو!) اجهو ورندو (بيشڪ سندس رب ڪيس چڱيءَ طرح ڏسي رهيو هو) يعني الله تعاليٰ ان ڪان ۽ سندس ڪرتوتن ڪان پوريءَ طرح باخبر آهي، ڪا بہ ڳجهي شيءِ ڪانئس لڪل نہ آهي.

16 (پوءِ مون کي اپ جي ڳاڙهاڻ جو قسم آهي) سانجهيءَ ڪان سومهڻيءَ تائين جيڪا ڳاڙهاڻ اپ تي ٿيندي آهي، الله تعاليٰ ان جو قسم کڻي رهيو آهي.

17 (۽قسم آهي رات جو ۽ ان جو جنهن کي گڏ ڪري ٿي) يعني جيڪي شيون رات جو گڏجي يڪجا ٿينديون آهن، ڇاڪاڻ تہ رات ٿيڻ ڪان بعد هر شيءِ جيڪا ڏينهن جو هيڏي هوڏي پکڙيل هوندي آهي، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي موٽي ايندي آهي.

18 (۽ چنڊ جو قسم، جڏهن پوري طرح روشن ٿيندو آهي) چوڏهينءَ جي چنڊ جو قسم جڏهن قمري مهيني جي وچولي رات ۾ پوريءَ طرح چمڪندو آهي.

19 (تہ توهان ضرور هڪ حال ڪان ٻي حال تي پهچندؤ) يعني توهان تي هڪ ڪان پوءِ ٻي حالت ايندي رهندي، مثلاً مالداريءَ ڪان پوءِ فقيري ايندي، موت ڪان پوءِ جياپو ايندو. اهڙيءَ طرح ضرور توهان تي هڪ ڏينهن جنت يا دوزخ ۾ داخل ٿيڻ جي حالت بہ ايندي.

20 (پوءِ انهن کي ڇا ٿيو آهي، جو ايمان نٿا آڻين)؟ يعني قرآن کي نٿا مڃين، حالانڪ ان تي ايمان آڻڻ جا روشن دليل موجود آهن.

21 (۽ جڏهن مٿن قرآن پڙهجي ٿو تہ سجدو نٿا ڪن) يعني قرآن شريف جي تلاوت ٻڌي سجدي ڪرڻ ۽ عاجزي اختيار ڪرڻ ڪان ڪهڙي رڪاوٽ اٿن؟ پڻ چيوويو آهي تہ مراد هي آهي تہ : سجدي جي آيت تلاوت ڪرڻ تي سجدة تلاوت ادا نٿا ڪن.

22 (بلڪ جن ڪفر ڪيو، سي ڪوڙو ٿا ڪن) يعني الله تعاليٰ جي انهيءَ ڪتاب کي ڪوڙو ڪن ٿا، جنهن ۾ توحيد، آخرت، ثواب ۽ عذاب جا عقيدا بيان ڪيا ويا آهن.

23 (۽ جيڪي ڪجهہ پنهنجين دلين ۾ سانڍين ٿا، تنهن کي الله چڱي طرح ڄاڻي ٿو) يعني سندن دلين ۾ تڪذيب جو جيڪو روڳ آهي، رب العالمين ان کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

24 (پوءِ کين ڏکوئيندڙ عذاب جي خوشخبري ڏي) منڪرن کي خوف ڏيارڻ ۽ سندن تذليل جي غرض سان، باهہ جي هاجيڪار عذاب کي "بشارت" فرمايو ويو آهي.

25 (پر جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن لاءِ اڻ کٽ اجر آهي) انهيءَ ثواب عطا ڪرڻ جو مٿن احسان نہ جتايو ويندو.

## سورة البروج

1 (برجن واري آسمان جو قسم!) ١٢ تارن جون ١٢ منزلون مراد آهن.

2 (۽ وعدي واري ڏينهن جو قسم!) قيامت جو ڏينهن مراد آهي.

3 (۽ شاهد جو قسم!) انهيءَ قيامت واري ڏينهن مخلوق مان جيڪي شاهدي ڏيندا. (۽ جيڪا شاهدي ڏيندا) الله جي راهہ ۾ جيڪي مؤمن شهيد ٿي ويا سي جيڪا شاهدي انهن مجرمن جي مٿان ڏيندا جيڪي دنيا ۾ پنهنجي موجودگي ۾، پنهنجي اڏو پيانڪ جرائم ڪرائيندا هئا. جيئن هيٺ ايندڙ کاهين وارن جي قصي مان معلوم ٿيندو. پڻ الله تعاليٰ بہ مٿن گواهہ ٿيندو، جيئن بعد ۾ ايندو.

4 (کاهين وارن تي مار پوي) يعني انهن تي ڦٽڪار ۽ لعنت هجي. مراد هڪ ظالم بادشاهہ ۽ سندس لشڪر آهي، جڏهن سندس رعيت ۾ ڪجهہ ماڻهن ايمان آندو تہ کاهيون کوٽائي، انهن ۾ باهہ جا مچ ٻارائي، انهن کي زنده ساڙائي ڇڏيائين، بادشاهہ پاڻ ۽ سندس ساٿي اهو لقاءُ ڏسي رهيا هئا.

5 (ڪاٺين سان پڙڪايل باهہ) واريون کاهيون. (وقود) يعني اهي ڪاٺيون جن سان باهہ ٻاري وڃي.

6 (جڏهن اهي اتي ويٺا هئا) يعني اهي ڪرسين تي ويهي، کاهين ۾ سڙندڙ مؤمنن جو لقاءُ ڏسي رهيا هئا، انهيءَ وقت مٿن الله تعاليٰ جي ڦٽڪار ۽ لعنت مسلط ڪئي وين.

7 (۽ اهي مؤمنن سان جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا هئا) يعني کين اسلام ڪان موٽائڻ لاءِ، جيڪو باهہ جو عذاب ڏئي رهيا هئا (ان تي شاهد آهن) يعني قيامت جي ڏينهن پنهنجي انهيءَ قهري ڪاروائي جي پاڻ شاهدي ڏيندا. وري سندن زبانون، سندن هٿ ۽ پير بہ مٿن ساڳي شاهدي ڏيندا.

8 (۽ رڳو هن ڪري انهن کان وير ٿي ورتائون، جو انهن غالب، ساراهيل، الله تي ايمان آندو هو) يعني انهن مؤمنن جو ڏوهہ فقط هي هو جو انهن زبردست ساراهيل الله جي ذات تي ايمان آندو ۽ هر حال ۾ ان تي قائم ۽ مستحڪم رهيا، رڳو ان ڪري انهيءَ تشدد جو شڪار ٿيا.

9 (جيڪو آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي جو مالڪ آهي) (۽ الله ئي هر هڪ شيءِ تي شاهدي ڏيندڙ آهي) يعني مؤمنن سان ڪيل سندن قهري ڪاروائيءَ تي خود الله بہ شاهد آهي، جنهن ڪان ڪا شيءِ ڳجهي نہ آهي. هي انهن کاهين کوٽائيندڙ ظالمن لاءِ سخت ڌمڪي ۽ دين خاطر تڪليف برداشت ڪندڙ مؤمنن لاءِ سهڻي بدلي جي بشارت آهي.

10 (بيشڪ جن، مؤمنن ۽ مؤمنياڻين کي ايذايو) يعني کين باهہ جي آڙاهن ۾ وجهي ساڙيائون، ڪفر ڪرڻ ڪان سواءِ سندن لاءِ ڪو چاروئي نہ ڇڏيائون، دين ڪان ڦيرائڻ لاءِ کين آزمائش ۾ وڌائون. (پوءِ توبہ تائب نہ ٿيا) پنهنجن ڪارن ڪرتوتن، پنهنجي

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلسَّمَآءِ وَٱلطَّارِقِ ﴿١﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا ٱلطَّارِقُ ﴿٢﴾ ٱلنَّجۡمُ ٱلثَّاقِبُ ﴿٣﴾ إِن كُلُّ
نَفۡسٍ لَّمَّا عَلَيۡهَا حَافِظٞ ﴿٤﴾ فَلۡيَنظُرِ ٱلۡإِنسَٰنُ مِمَّ خُلِقَ ﴿٥﴾ خُلِقَ مِن مَّآءٖ
دَافِقٖ ﴿٦﴾ يَخۡرُجُ مِنۢ بَيۡنِ ٱلصُّلۡبِ وَٱلتَّرَآئِبِ ﴿٧﴾ إِنَّهُۥ عَلَىٰ رَجۡعِهِۦ لَقَادِرٞ ﴿٨﴾
يَوۡمَ تُبۡلَى ٱلسَّرَآئِرُ ﴿٩﴾ فَمَا لَهُۥ مِن قُوَّةٖ وَلَا نَاصِرٖ ﴿١٠﴾ وَٱلسَّمَآءِ ذَاتِ ٱلرَّجۡعِ ﴿١١﴾
وَٱلۡأَرۡضِ ذَاتِ ٱلصَّدۡعِ ﴿١٢﴾ إِنَّهُۥ لَقَوۡلٞ فَصۡلٞ ﴿١٣﴾ وَمَا هُوَ بِٱلۡهَزۡلِ ﴿١٤﴾ إِنَّهُمۡ
يَكِيدُونَ كَيۡدٗا ﴿١٥﴾ وَأَكِيدُ كَيۡدٗا ﴿١٦﴾ فَمَهِّلِ ٱلۡكَٰفِرِينَ أَمۡهِلۡهُمۡ رُوَيۡدَۢا ﴿١٧﴾

## سُورَةُ الأَعۡلَىٰ

ترتيبها ٨٧ — آياتها ١٩

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

سَبِّحِ ٱسۡمَ رَبِّكَ ٱلۡأَعۡلَى ﴿١﴾ ٱلَّذِي خَلَقَ فَسَوَّىٰ ﴿٢﴾ وَٱلَّذِي قَدَّرَ فَهَدَىٰ
﴿٣﴾ وَٱلَّذِيٓ أَخۡرَجَ ٱلۡمَرۡعَىٰ ﴿٤﴾ فَجَعَلَهُۥ غُثَآءً أَحۡوَىٰ ﴿٥﴾ سَنُقۡرِئُكَ
فَلَا تَنسَىٰٓ ﴿٦﴾ إِلَّا مَا شَآءَ ٱللَّهُۚ إِنَّهُۥ يَعۡلَمُ ٱلۡجَهۡرَ وَمَا يَخۡفَىٰ ﴿٧﴾ وَنُيَسِّرُكَ
لِلۡيُسۡرَىٰ ﴿٨﴾ فَذَكِّرۡ إِن نَّفَعَتِ ٱلذِّكۡرَىٰ ﴿٩﴾ سَيَذَّكَّرُ مَن يَخۡشَىٰ ﴿١٠﴾
وَيَتَجَنَّبُهَا ٱلۡأَشۡقَى ﴿١١﴾ ٱلَّذِي يَصۡلَى ٱلنَّارَ ٱلۡكُبۡرَىٰ ﴿١٢﴾ ثُمَّ لَا يَمُوتُ
فِيهَا وَلَا يَحۡيَىٰ ﴿١٣﴾ قَدۡ أَفۡلَحَ مَن تَزَكَّىٰ ﴿١٤﴾ وَذَكَرَ ٱسۡمَ رَبِّهِۦ فَصَلَّىٰ ﴿١٥﴾

كفر ۽ فتنہ بازيءَ کان باز نہ آيا (تن لاءِ جهنم جو عذاب آهي) (۽ انهن لاءِ ساڙيندڙ باھ جو عذاب آهي) ڇاڪاڻ تہ انهن ڪافرن، مؤمنن کي باھ جي آڙاهن ۾ وجهي ساڙيو.

11 (بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، تن لاءِ باغ آهن، جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون، اها وڏي ڪاميابي آهي).

12 (بيشڪ تنهنجي رب جي پڪڙ) جابرن ۽ ظالمن لاءِ الله جي پڪڙ (ڏاڍي سخت آهي) بي انتها شديد آهي.

13 (بيشڪ اهوئي پيدا ڪري ٿو ۽ وري موٽائي پيدا ڪندو) يعني پهريون ڀيرو دنيا ۾ مخلوق کي انهيءَ ئي خلقيو آهي ۽ مرڻ کان پوءِ ڪين وري ٻيهر بہ اهوئي زندھ ڪندو.

14 (۽ اهو ئي بخشيندڙ، وڏي پيار ڪرڻ وارو آهي) مؤمنن جي ڏوهن کي بي انتها بخشش سان نوازيندڙ آهي، انهيءَ ڪري ڪين خوار ۽ خراب نہ ڪندو آهي، پنهنجي فرمانبردار ٻانهن سان بي انتها محبت ۽ پيار ڪندڙ آهي.

15 (عرش وارو) يعني الله تعالیٰ عرش عظيم جو مالڪ آهي (وڏي شان وارو آهي) (مجد) تمام وڏي عزت ۽ بي انتها فضيلت کي چئبو آهي.

16 (جيڪي ڪجھ چاهيندو آهي سو ڪري گذرندڙ آهي). ڪيس سندس ارادي کان ۽ ڪنهن بہ ڪم کان ڪو روڪڻ وارو ناهي، اهو الله انهن سڀني صفتن وارو آهي.

17 (ڇا توکي لشڪرن جي خبر پهتي)؟ يعني اي محمد ﷺ! توهان وٽ انهن ڪافر قومن جون خبرون اچي چڪيون آهن، جن پنهنجن پيغمبرن کي ڪوڙو ڪيو ۽ ساڻن ويڙھ ڪرڻ لاءِ پنهنجا لشڪر تيار ڪيائون؟ سندن هيءَ ڪهاڻي تہ الله تعالیٰ ڪيئن ڪين سو گهو ڪيو ۽ سيڪت ڏني؟

18 ﴿فِرۡعَوۡنَ وَثَمُودَ﴾ (فرعون ۽ ثمود جي). يعني جڏهن الله تعالیٰ جي نبين کي ڪوڙو سڏيائون تہ ڪهڙي حالت ٿين؟

19 (بلڪ جن ڪفر ڪيو، سي ڪوڙو ڪرڻ ۾ رڌل آهن) يعني اهي عرب مشرڪ توکي ۽ تنهنجي آندل پيغام کي ڪوڙو ڪرڻ ۾ وڌيڪ سخت آهن ۽ اڳين ڪافرن جي عبرتناڪ انجام مان عبرت بہ نٿا وٺن.

20 (۽ الله ڪين پويان چڱيءَ طرح گهيرو ڪندڙ آهي) يعني الله تعالیٰ اها قدرت رکي ٿو تہ مٿن بہ ائين عذاب لاهي جيئن اڳين ڪافرن ۽ مشرڪن تي لاٿو هئائين.

21 (بلڪ اهو وڏي شان وارو قرآن آهي) يعني غير معمولي عزت، شرف، برڪت ۽ فضيلت وارو آهي ۽ ائين نہ آهي جيئن ڪافر ٿا چون تہ اهو شاعري، ڪهانت ۽ جادوءَ جو ڪتاب آهي.

22 (لوح محفوظ ۾ آهي) يعني لوح محفوظ ۾ لکيل آهي ۽ اهو ئي بنيادي ڪتاب آهي، جيڪو الله وٽ محفوظ آهي ۽ شيطانن جي پهچ کان پري آهي.

## سورة الطارق

1 (آسمان جو قسم ۽ رات جو اڀرندڙ تاري جو قسم) ! الله تعالیٰ آسمان ۽ (طارق) تاري جو قسم کنيو آهي. (طارق) معنیٰ تارو، ڇونڪ اهو تارو رڳو رات جو اڀرندو آهي ۽ ڏينهن جو لڪي ويندو آهي، تنهن ڪري ان کي ”طارق“ چوندا آهن. ۽ جيڪو ماڻهو رات جو اچي تنهن کي بہ عربيءَ ۾ (طارق) چئبو آهي.

2 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ طارق ڇا آهي) ؟

3 (اهو تيز چمڪندڙ تارو آهي) (ثاقب) اهو تيز چمڪندڙ تارو، جيڪو پنهنجي تيز چمڪ سان رات جي اونداهيءَ کي چيريندي اڀري.

4 (ڪوبہ ساھ وارو اهڙو ناهي جنهن تي ڪو نگران نہ هجي) هيءَ آيت مٿئين قسم جو جواب آهي. يعني هر انسان تي نگران فرشتو مقرر ٿيل آهي، جيڪو سندس قول ۽ فعل، ۽ سندس شر ۽ خير کي لکندو رهي ٿو.

5 (پوءِ انسان کي ڏسڻ گهرجي تہ هو ڇا مان پيدا ڪيو ويو آهي)؟

6 (ٽپو ڏئي نڪرندڙ پاڻي مان پيدا ڪيو ويو آهي) رحم ۾ جمع ٿيندڙ نطفو مراد آهي، جنهن مان انسان پيدا ٿيندو آهي. زال ۽ مڙس ٻنهي جو پاڻي پاڻ ۾ رلي ملي ويندو آهي، تنهن ڪري هتي ان کي (هڪ پاڻي) فرمايو ويو آهي.

7 (جيڪو پٺيءَ ۽ ڇاتيءَ جي وچان نڪرندو آهي) يعني نطفو جيڪو مرد جي پٺي ۽ عورت جي ڇاتيءَ مان نڪرندو آهي. سيني ۾ جنهن جاءِ تي هار پائبو آهي، تنهن کي عربيءَ ۾ ”ترائب“ چئبو آهي. انسان انهن ٻنهي جي پاڻيءَ مان پيدا ٿيندو آهي. هي بہ چيو ويو آهي تہ نطفو انساني جسم جي سڀني جزن مان نڪرندو آهي.

8 (بيشڪ اهو (الله) ان جي موٽائڻ تي وس وارو آهي) يعني الله تعالیٰ انسان کي موت کان پوءِ ٻيهر جيارڻ تي وس وارو آهي.

9 (جنهن ڏينهن راز پڌرا ٿيندا) يعني جڏهن ڳجها پڌرا ٿيندا ۽ سڀ ظاهر ٿي پوندا. دلين ۾ ڇپيل سڀ راز، جن ۾ عقيدا ۽ ارادا وغيره بہ شامل آهن. بس انهيءَ ڏينهن چڱا راز بري رازن کان نکڙي پڌرا ٿي پوندا.

10 (پوءِ نہ ڪا ڪيس سگھہ هوندي ۽ نہ ڪو ڀرجهلو) يعني نہ خود انسان ۾ ايتري سگھہ هوندي، جو پاڻ کي الله جي عذاب کان بچائي سگهي ۽ نہ وري ڪو واهر ڪرڻ وارو يار ۽ مددگار هوندس، جيڪو ڪيس الله جي عذاب کان بچائي.

11 (۽ قسم آهي مينهن واري آسمان جو) (رجع) معنیٰ موٽڻ. انهيءَ مان مراد مينهن آهي، ڇاڪاڻ تہ مينهن بہ ايندو ۽ ويندو آهي.

12 (۽ ڦاٽ ڪائڻ واري زمين جو) جيڪا بہ شيءِ زمين مان ڦٽي نڪري، اها مراد آهي، جيئن سلا اوڀڙ، وڻ ٽڻ، ميوا ٻوٽا وغيره، زمين ڦاٽ ڪائيندي آهي تہ اهي ڦٽي ٻاهر نڪرندا آهن.

13 (بيشڪ اهو فيصلو ڪندڙ ڪلام آهي) يعني قرآن اهڙو فرمان آهي، جيڪو حق ۽ باطل ۾ فيصلو ڪري ٿو.
14 (۽ اهو ڪو بيوڳ چرچو ناهي).
15 (بيشڪ اهي ڪي رٿون ٿا رٿين) يعني رسول الله ﷺ جن جي سچي دين کي ڪوڙي ڪرڻ لاءِ مشرڪ ڪي سٽون ٿا سٽين ۽ تدبيرون ٿا ڪن.
16 (۽ آءٌ بہ رٿ پيو رٿيان) يعني ڪين ريٽي ڍر ڏئي اتان عذاب ڏيندس، جتان کين خبر بہ نہ پوندي ۽ ڪين سندن مڪر ۽ سازش جي سخت سيڪت ڏيندس.
17 (پوءِ ڍر ڏج انهن ڪافرن کي) يعني اي پيغمبر ! انهن ڪافرن کي ڪجھ مهلت ڏي، سندن جلدي هلاڪت جا سؤال نہ گھر .
(مهلت ڏئين) (ٿورڙي) يعني ڪجھ وقت لاءِ يا ويجهي وقت تائين انهن کي آزاد ڇڏي ڏي.

## سورة الاعلىٰ

1 (بلند شان واري پنهنجي رب جي تسبيح ڪر) يعني (سُبۡحَانَ رَبِّيَ الۡاَعۡلَىٰ) چئي اعلان ڪر تہ الله تعالىٰ هر انهيءَ ڳالھ کان پاڪ آهي، جيڪا سندس شان جي لائق نہ آهي.
2 (جنهن پيدا ڪيو، پوءِ سنئون ڪيائين) يعني انسان کي پيدا ڪري، ڪيس سنئين لڳين ڪيائين، ڪيس سنئون سڌو ۽ وچولو قد، ڪاٺ عطا ڪيائين، سمجھ ڏنائين ۽ فرضن جي بجاآوريءَ لاءِ ڪيس تيار ڪيائين.
3 (۽ جنهن تقدير ڪئي، پوءِ سنئين واٽ ڏيکاريائين) يعني مختلف شين جون جنسون، صفتون، انهن جا قسمَ، خاصيتون، مخلوق جا افعال، اقوال ۽ انهن جون عمريون مقرر ڪيائين. پوءِ هر هڪ کي انهيءَ ڪم جي راھ ڏيکاريائين، جيڪو ان کان ٿي سگھي ۽ اهو ان جي لائق هجي.
4 (۽ جنهن چارو اپايو) يعني جانورن لاءِ گاھ چارو ۽ ساوڪ پيدا ڪيائين.
5 (پوءِ ان کي گند ڪيائين) يعني سهڻي ساوڪ کي سڪو سڙيو گندو گاھ ڪري ڇڏيائين (ڪارو ڪري) ڪارائيل ڪِن ڪچرو ڪري ڇڏيائينس، ڇاڪاڻ تہ گاھ جڏهن سڪندو آهي تہ سڙي ڪارو ٿي ويندو آهي.
6 (اجهو توکي پڙهائينداسون) قرآن مجيد (پوءِ نہ وسارينديِن) يعني جيڪو تون پڙهندين، اهو توکان نہ وسرندو. جبرئيل امين عليه السلام وحي کڻي ايندو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جي آخري آيت پڙهڻ کان اڳ، اهو منڍ کان پڙهڻ شروع ڪندا هئا. هن خيال سان تہ متان وسري وڃي، جنهن تي اها مٿين آيت نازل ٿي، پوءِ الله تعالىٰ پاڻ سڳورن ڏانهن قرآن الهام فرمائي، ڪيس ان جي وسرڻ کان محفوظ فرمائي ڇڏيو.
7 (مگر جيڪو الله گهري) تہ تون ان کي وساري ڇڏين. (بيشڪ اهو ظاهر ۽ ڳجھ کي ڄاڻي ٿو) يعني شيءِ ظاهر هجي يا ڳجهي هجي، الله تعالىٰ سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو.
8 (۽ آسان ڪنداسون تولاءِ سهنجي واٽ کي) يعني تنهنجي لاءِ جنت جي عمل کي سولو سهنجو ڪنداسون ۽ ڀلائيءَ جي ڪمن کي آسان ڪنداسون.
9 (پوءِ جيڪڏهن نصيحت فائدو ڏئي تہ تون نصيحت ڪر) يعني اي محمد ﷺ ! جيڪا وحي اسان تو تي لاٿي آهي، ان جي ذريعي اهڙن ماڻهن کي نصيحت ڪر، کين ڀلائيءَ جي ڪمن جا رستا ڏيکار ۽ دين جا احڪام سيکار جن کي نصيحت فائدو ڏئي. رهيو اهو شخص جنهن کي نصيحت ڪئي وئي ۽ ڪيس حق روشن ڪري ٻڌايو ويو، پر تڏهن بہ خواهشن جي پيروي ڪري ٿو ۽ نافرمانيءَ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهي، تنهن کي نصيحت ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. يعني اهڙي شخص کي بار بار نصيحت ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، باقي پهريون پيرو عام دعوت ڏيڻ ۽ نصيحت ڪرڻ سڀني جو حق آهي.
10 (جيڪو ڊڄندو، سو جلد نصيحت پرائيندو) يعني جنهن جي دل ۾ خوف خدا آهي، اهو سگھوئي تنهنجي واعظ ۽ نصيحت مان فائدو پرائيندو، بلڪ سندس دل ۾ خوف خدا وڌندو ۽ سندس احوال جي اصلاح ۾ اضافو ٿيندو.
11 (۽ وڏو نياڳو ماڻهو ان کان پاسيرو ٿيندو) يعني جيڪي بدبخت ڪافر ۽ ملحد آهن، اهي تنهنجي نصيحت مڃڻ کان پاسو ڪندا ۽ ان کان پري ڀڄندا.
12 (جيڪو وڏي باھ ۾ پوندو) يعني وڏي دهشتناڪ ۽ وحشتناڪ باھ ۾ داخل ٿيندو. دنيا واري باھ ان جي ڀيٽ ۾ تمام ننڍي باھ آهي.
13 (پوءِ منجهس نہ مرندو) يعني سڙي، ڳري ختم ٿي وڃي تہ جيئن عذاب کان راحت ۽ نجات مليس (۽ نہ جيئندو) يعني نہ وري فائديمند زندگي نصيب ٿيندس.
14 (بيشڪ اهو ڪامياب ٿيو، جنهن پاڪائي اختيار ڪئي) يعني جنهن شرڪ کان پاڪ ٿي، اڪيلي الله تي ايمان آندو ۽ شريعت جي احڪامن مطابق عمل ڪيائين.
15 (۽ پنهنجي رب جو نالو ياد ڪيائين) يعني زبان سان پنهنجي رب جو نالي جو ذڪر ڪندو رهيو (پوءِ نماز پڙهيائين) يعني پنج وقتي نماز قائم ڪيائين.
16 (پر توهان دنيا جي زندگيءَ کي ترجيح ٿا ڏيو).
17 (جڏهن تہ آخرت بهتر ۽ وڏي بقاءَ واري آهي).
18 (بيشڪ اها ڳالھ) يعني نفس جي ناپاڪين ۽ نجاستن کان پاڪ ٿي، ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ جيڪو بيان ٿي گذريو، سو (اڳين صحيفن ۾ آهي) يعني اڳين آسماني ڪتابن ۾ لکيل آهي.
19 (ابراهيم ۽ موسىٰ جي صحيفن ۾) الله تعالىٰ جي نازل ڪيل انهن سڀني ڪتابن ۾ اها ڳالھ لکيل آهي تہ هن فاني دنيا جي ڀيٽ ۾ آخرت بهتر ۽ وڏي جٽادار آهي.

## سورة الغاشية

1 (ڇا تو وٽ قيامت جي خبر آئي؟) يعني اي محمد ! تو وٽ قيامت جي ڳالھ پهچي چڪي آهي؟ هن آيت سڳوريءَ ۾ قيامت کي "الغاشية" - ڇانئجي ويندڙ - فرمايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جو ڌهڪاءُ سموري مخلوق تي ڇانئجي ويندو.
2 (ان ڏينهن ڪيترا چهرا ذليل هوندا) يعني قيامت جي ڏينهن ماڻهو ٻن قسمن ۾ ورهائجي ويندا. هڪڙا اهي هوندا جن تي، ان ڏينهن جي عذاب جي ڪري ذلت ۽ لعنت وسي رهي هوندي.
3 (ٿڪل ٽٽل هوندا) يعني اهي دنيا ۾ پنهنجي ڪفر ۽ گمراهيءَ جي ڪري، الله جي عبادت ڪرڻ جي زحمت گوارا نہ ڪندا هئا، جنهن جو کين آخرت ۾ ڪو اجر ملي.
4 ﴿ تَصۡلٰى نَارًا حَامِيَةً ﴾ (سخت گرم باھ ۾ پوندا).
5 (تهڪندڙ چشمي مان پاڻي پياريو ويندن) ڏاڍو تيز گرم پاڻي پياريو ويندن.
6 (سندن لاءِ زهريلي ڪانڊيرن جي گاھ کان سواءِ ڪو کاڌو نہ هوندو) ڪنڊن وارو اهو اهڙو زهريلو وڻ آهي، جنهن جي ويجهو جانور بہ نہ ويندا آهن. اهو وڻ سائو هوندو آهي تہ قريش ان کي "شبرق" چوندا آهن ۽ سڪي ويندو آهي تہ ان کي "ضريع" چوندا آهن.
7 (جيڪو نہ ٿلهو ڪندو ۽ نہ بک لاهيندو).
8 ( گهڻا چهرا ان ڏينهن ٻهڪندڙ هوندا) سرها، سهڻا ۽ چمڪندڙ هوندا. اهو ٻي جماعت جي ماڻهن يعني مؤمنن جو ذڪر ٿي رهيو آهي. جڏهن اهي پنهنجن چڱن عملن جي سهڻي پچاڙي ڏسندا تہ سندن اهو حال ٿيندو، جيڪو بيان ٿي رهيو آهي.

بَلۡ تُؤۡثِرُونَ ٱلۡحَيَوٰةَ ٱلدُّنۡيَا ﴿١٦﴾ وَٱلۡأٓخِرَةُ خَيۡرٞ وَأَبۡقَىٰٓ ﴿١٧﴾ إِنَّ
هَٰذَا لَفِي ٱلصُّحُفِ ٱلۡأُولَىٰ ﴿١٨﴾ صُحُفِ إِبۡرَٰهِيمَ وَمُوسَىٰ ﴿١٩﴾

## سُورَةُ الغَاشِيَةِ

ترتيبها ٨٨ — آياتها ٢٦

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

هَلۡ أَتَىٰكَ حَدِيثُ ٱلۡغَٰشِيَةِ ﴿١﴾ وُجُوهٞ يَوۡمَئِذٍ خَٰشِعَةٌ ﴿٢﴾
عَامِلَةٞ نَّاصِبَةٞ ﴿٣﴾ تَصۡلَىٰ نَارًا حَامِيَةٗ ﴿٤﴾ تُسۡقَىٰ مِنۡ عَيۡنٍ ءَانِيَةٖ ﴿٥﴾
لَّيۡسَ لَهُمۡ طَعَامٌ إِلَّا مِن ضَرِيعٖ ﴿٦﴾ لَّا يُسۡمِنُ وَلَا يُغۡنِي مِن جُوعٖ ﴿٧﴾
وُجُوهٞ يَوۡمَئِذٖ نَّاعِمَةٞ ﴿٨﴾ لِّسَعۡيِهَا رَاضِيَةٞ ﴿٩﴾ فِي جَنَّةٍ عَالِيَةٖ ﴿١٠﴾
لَّا تَسۡمَعُ فِيهَا لَٰغِيَةٗ ﴿١١﴾ فِيهَا عَيۡنٞ جَارِيَةٞ ﴿١٢﴾ فِيهَا سُرُرٞ مَّرۡفُوعَةٞ ﴿١٣﴾
وَأَكۡوَابٞ مَّوۡضُوعَةٞ ﴿١٤﴾ وَنَمَارِقُ مَصۡفُوفَةٞ ﴿١٥﴾ وَزَرَابِيُّ مَبۡثُوثَةٌ ﴿١٦﴾
أَفَلَا يَنظُرُونَ إِلَى ٱلۡإِبِلِ كَيۡفَ خُلِقَتۡ ﴿١٧﴾ وَإِلَى ٱلسَّمَآءِ كَيۡفَ
رُفِعَتۡ ﴿١٨﴾ وَإِلَى ٱلۡجِبَالِ كَيۡفَ نُصِبَتۡ ﴿١٩﴾ وَإِلَى ٱلۡأَرۡضِ كَيۡفَ
سُطِحَتۡ ﴿٢٠﴾ فَذَكِّرۡ إِنَّمَآ أَنتَ مُذَكِّرٞ ﴿٢١﴾ لَّسۡتَ عَلَيۡهِم
بِمُصَيۡطِرٍ ﴿٢٢﴾ إِلَّا مَن تَوَلَّىٰ وَكَفَرَ ﴿٢٣﴾ فَيُعَذِّبُهُ ٱللَّهُ ٱلۡعَذَابَ
ٱلۡأَكۡبَرَ ﴿٢٤﴾ إِنَّ إِلَيۡنَآ إِيَابَهُمۡ ﴿٢٥﴾ ثُمَّ إِنَّ عَلَيۡنَا حِسَابَهُم ﴿٢٦﴾

9 (پنهنجي ڪيل ڪمائيءَ تي راضي هوندا) يعني دنيا ۾ انهن جيڪي چڱا عمل ڪيا هوندا، تن جو ڪين بهترين بدلو ملندو، جنهن جي ڪري راضي ۽ خوش هوندا.

10 (مٿانهين بهشت ۾ هوندا).

11 (جتي ڪا بہ واهيات ڳالهہ نہ ٻڌندا).

12 (منجهس چشما وهندڙ هوندا).

13 (منجهس بلند پلنگ هوندا).

14 (۽ پيالا رکيل هوندا).

15 (۽ طول وهاڻن جون قطارون لڳيل هونديون).

16 (۽ غاليچا وڇايل هوندا) نرم، نازڪ غلم غاليچا جيڪي عام طرح مجلسن ۾ وڇائبا آهن.

17 (ڇا پوءِ اُٺن ڏانهن نٿا نهارين تہ ڪيئن پيدا ڪيا ويا آهن)؟ ڪهڙي نہ عمدي خلقت ۾ پيدا ڪيا ويا آهن، ڪيڏا نہ ٿلها متارا ۽ طاقتور جانور آهن ۽ منجهن ڪهڙيون نہ بهترين خصلتون رکيون ويون آهن؟

18 (۽ آسمان ڏانهن، تہ ڪيئن بلند ڪيو ويو آهي)؟ زمين جي مٿان ري ٿنڀي اهڙيءَ طرح قائم آهي جو اها ڳالهہ سمجهہ ۽ عقل ۾ اچڻ ڪان مٿي آهي.

19 (۽ جبلن ڏانهن، تہ ڪيئن کوڙيا ويا آهن) يعني زمين تي جبلن کي اهڙيءَ طرح ميخن جيان مضبوط کوڙيو ويو آهي جو انهن جي بار جي ڪري زمين نہ هيڏي هوڏي لڏي، ڏبي ٿي سگهي ۽ نہ حرڪت ڪري پنهنجي جاءِ ڪان هٽي ٿي سگهي.

20 (۽ ڌرتيءَ ڏانهن، تہ ڪيئن پٿاري وئي آهي)؟

21 (پوءِ تون نصيحت ڪر) يعني اي محمد ﷺ! تون ڪين نصيحت ڪر ۽ الله جو خوف ڏيار. (بس تون تہ رڳو نصيحت ڪندڙ آهين) يعني رڳو اها ئي منصبِ رسالت جي تنهنجي مٿان ذميواري آهي.

22 (تون مٿن ضابطو رکندڙ نہ آهين) جو ڪين ايمان آڻڻ تي مجبور ۽ لاچار ڪرين.

23 (پر جنهن موڙيو ۽ ڪافر ٿيو) يعني ها، پر جيڪو وعظ ۽ نصيحت ڪان منهن موڙيندو ۽ منڪر ٿيندو.

24 (تنهن کي الله، تمام وڏو عذاب ڏيندو) يعني تنهن کي دوزخ جي دائمي عذاب جو مزو چکائيندو.

25 (بيشڪ اسان ڏانهن ئي سندن موٽڻ آهي) يعني موت ڪان پوءِ آخرڪار انهن کي اسان ڏانهن ئي واپس اچڻو آهي.

26 (پوءِ اسان تي ئي سندن حساب آهي) يعني سندن محاسبو ۽ پڇاڻو ڪرڻ اسان جو ڪم آهي. جڏهن موت ڪان پوءِ قيامت جي ڏينهن اسان ڏانهن موٽي ايندا تہ سندن عملن جو پورو پورو بدلو ڏينداسون.

## سورة الفجر

1 (قسم آهي پرهہ ڦٽيءَ جو) الله تعاليٰ فجر جي وقت جو قسم کڻي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جو سوجهرو رات جي اونداهيءَ مان ڦٽي نڪرندو آهي. مجاهد تابعي جي قول مطابق قربانيءَ جي ڏينهن جي صبح مراد آهي.

2 (۽ ڏهن راتين جو قسم آهي) ذوالحج مهيني جون شروعاتي ڏهہ راتيون مراد آهن.

3 (۽ ٻڌي ۽ اڪيءَ جو قسم آهي) هر شيءِ جو جوڙو ۽ ان جو هڪ هڪ فرد مراد آهي. هي بہ چيو ويو آهي تہ ٻڌيءَ مان ذو الحج ۾ تشريق جو پهريون ۽ ٻيو ڏينهن مراد آهي، جن ۾ حاجي، حج جا ڪم جلدي پورا ڪري گهر موٽي تہ جائز آهي ۽ "اڪي" تشريق جو ٽيون ڏينهن آهي.

4 (۽ رات جو قسم جڏهن هلندي آهي) يعني جڏهن ايندي، منهن ڪيندي، هلندي رهندي آهي، پوءِ وري موڪلائيندي آهي.

5 (ڇا انهن شين ۾ عقلمندن لاءِ ڪو وزنائتي قسم آهي)؟

(حجر) معنيٰ عقل. يعني جيڪو شخص عقلمند ۽ داناءُ آهي، سو ڄاڻندو تہ الله تعاليٰ جنهن مقصد لاءِ هتي مختلف شين جو قسم کنيو آهي، سي واقعي وزنائتي ۽ قسم کڻڻ جو ڳيون آهن.

6 (ڇا توکي خبر ناهي تہ تنهنجي رب، عاد قوم سان ڪهڙي ڪار ڪئي)؟

7 (ارم، وڏن ٿنڀن وارن سان) "ارم" اڳئين عاد جو، ٻيو نالو آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ اهو سندن ڏاڏو هو. هڪ قول مطابق اهو سندن علائقي جو نالو آهي، جيڪو موجوده شهر دمشق آهي يا احقاف ماٿريءَ ۾ وڏن ٿنڀن وارين جابلو جاين تي مشتمل ڪو ٻيو شهر هو.

8 (ملڪن ۾ اهڙو ڪو شهر ٺاهيو ئي نہ ويو آهي) يعني مضبوط اڏاوت جي اعتبار سان اهڙو ڪو شهر قائم ئي نہ ٿيو آهي.

9 (۽ ثمود سان، جيڪي ماٿريءَ ۾ وڏا جبل ٽُڪيندا هئا) اهي ماٿهو جبلن کي ٽُڪي، اتي سرنگن جيان گهر جوڙي رهندا هئا. سندن ماٿريءَ جو نالو "حجر" يا "وادي القريٰ" آهي. سندن ڦٽيل وسنديون مديني منوره کان شام ويندڙ رستي تي آهن.

10 (۽ ميخن واري فرعون سان) "اوتاد" مان مصر جا اهي اهرام مراد آهن، جيڪي فرعونن جوڙايا هئا تہ جيئن مرڻ کان پوءِ ڪين انهن قبرستانن ۾ پورجي. انهن جي تعمير لاءِ سندن قومن کان ڪم وٺندا هئا. هڪ قول مطابق انهن مان اهي لشڪرن وارا مراد آهن، جيڪي مضبوط ميخن سان تنبن جون ڪيتريون بيرڪون قائم ڪرائيندا هئا.

## سُورَةُ الفَجْرِ

ترتيبها ٨٩ — آياتها ٣٠

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلْفَجْرِ ﴿١﴾ وَلَيَالٍ عَشْرٍ ﴿٢﴾ وَٱلشَّفْعِ وَٱلْوَتْرِ ﴿٣﴾ وَٱلَّيْلِ إِذَا يَسْرِ
﴿٤﴾ هَلْ فِى ذَٰلِكَ قَسَمٌ لِّذِى حِجْرٍ ﴿٥﴾ أَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِعَادٍ
﴿٦﴾ إِرَمَ ذَاتِ ٱلْعِمَادِ ﴿٧﴾ ٱلَّتِى لَمْ يُخْلَقْ مِثْلُهَا فِى ٱلْبِلَٰدِ ﴿٨﴾
وَثَمُودَ ٱلَّذِينَ جَابُوا۟ ٱلصَّخْرَ بِٱلْوَادِ ﴿٩﴾ وَفِرْعَوْنَ ذِى ٱلْأَوْتَادِ ﴿١٠﴾
ٱلَّذِينَ طَغَوْا۟ فِى ٱلْبِلَٰدِ ﴿١١﴾ فَأَكْثَرُوا۟ فِيهَا ٱلْفَسَادَ ﴿١٢﴾ فَصَبَّ
عَلَيْهِمْ رَبُّكَ سَوْطَ عَذَابٍ ﴿١٣﴾ إِنَّ رَبَّكَ لَبِٱلْمِرْصَادِ ﴿١٤﴾ فَأَمَّا
ٱلْإِنسَٰنُ إِذَا مَا ٱبْتَلَىٰهُ رَبُّهُۥ فَأَكْرَمَهُۥ وَنَعَّمَهُۥ فَيَقُولُ رَبِّىٓ أَكْرَمَنِ
﴿١٥﴾ وَأَمَّآ إِذَا مَا ٱبْتَلَىٰهُ فَقَدَرَ عَلَيْهِ رِزْقَهُۥ فَيَقُولُ رَبِّىٓ أَهَٰنَنِ ﴿١٦﴾
كَلَّا ۖ بَل لَّا تُكْرِمُونَ ٱلْيَتِيمَ ﴿١٧﴾ وَلَا تَحَٰٓضُّونَ عَلَىٰ طَعَامِ
ٱلْمِسْكِينِ ﴿١٨﴾ وَتَأْكُلُونَ ٱلتُّرَاثَ أَكْلًا لَّمًّا ﴿١٩﴾
وَتُحِبُّونَ ٱلْمَالَ حُبًّا جَمًّا ﴿٢٠﴾ كَلَّآ إِذَا دُكَّتِ ٱلْأَرْضُ دَكًّا
دَكًّا ﴿٢١﴾ وَجَآءَ رَبُّكَ وَٱلْمَلَكُ صَفًّا صَفًّا ﴿٢٢﴾ وَجِا۟ىٓءَ يَوْمَئِذٍۭ
بِجَهَنَّمَ ۚ يَوْمَئِذٍ يَتَذَكَّرُ ٱلْإِنسَٰنُ وَأَنَّىٰ لَهُ ٱلذِّكْرَىٰ ﴿٢٣﴾

(11) **(جن شهرن ۾ سرڪشي ڪئي)** يعني عاد، ثمود ۽ فرعوني قومن مان هر هڪ قوم پنهنجي پنهنجي زماني ۾ ۽ پنهنجي پنهنجي ملڪ ۾ سرڪشي ڪئي ۽ فساد ڦيلايو.

(12) **(پوءِ انهن ۾ ڏاڍو فساد مچايائون)** يعني ڪفر ڪيائون ۽ الله جي نافرماني ۽ ماڻهن تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ ۾ حد کان وڌي ويا.

(13) **(پوءِ تنهنجي رب مٿن عذاب جو چهبڪ وسايو)** يعني الله تعالیٰ ڪين سَٽي سوڙهو ڪيو ۽ ڪين عذاب ۾ سوگهو ڪيو. چوڻي آهي تہ : ”مون ڏوهاريءَ تي چهبڪ وسايو“ يعني : ڪيس ڏاڍي سخت سزا ڏني.

(14) **(بيشڪ تنهنجو رب تاڙ ۾ آهي)** يعني الله تعالیٰ هر انسان جي عمل جي گهٽَ ۾ آهي. جيڪو شخص ڀلائي ڪندو آهي، تنهن کي چڱو بدلو ڏيندو آهي ۽ جيڪو برائي ڪندو آهي، تنهن کي جوڳي سيڪت ڏيندو آهي. حسن بصري ~ جو قول آهي تہ ٻانهن جي باري ۾ الله تعالیٰ جو اهوئي دستور العمل آهي، جنهن کان ڪنهن لاءِ مفر ممڪن نہ آهي.

(15) **(پوءِ جڏهن انسان کي سندس رب آزمائيندو آهي)** **(۽ ڪيس عزت ۽ نعمت ڏيندو آهي)** يعني ڪيس مال ۽ رزق جي ڪشادگي ڏيندو آهي **(پوءِ هو چوندو آهي تہ منهنجي رب مون کي عزت ڏني آهي)** يعني هو انهيءَ دولت جي آڪڙ ۾ اچي ائين پائيندو آهي تہ شايد اها دولت ڪيس سندس عزت ۽ اڪرام جي ڪري عطا ٿي آهي.

(16) **(۽ وري جڏهن ڪيس آزمائيندو آهي)** يعني ڪيس آزمائش ۾ وجهندو ۽ پرکيندو آهي **(پوءِ سندس روزي تنگ ڪندو آهي)** يعني سندس زندگيءَ جو گذران تنگي ۽ تلخيءَ سان ٿيندو آهي ۽ سندس مال ۽ ملڪيت ۾ ڪشادگي نہ ٿيندي آهي تہ **(پوءِ چوندو آهي تہ منهنجي رب مون کي ذليل ڪيو)** يعني خوار خراب ڪيو آهي. اها ڪافر جي حالت آهي، جيڪو مال ۽ دولت کي شرافت ۽ عزت جي نشاني سمجهندو آهي، رهيو مؤمن، تہ ان وٽ اصل شرافت ۽ فضيلت هيءَ آهي تہ الله تعالیٰ کيس پنهنجي اطاعت نصيب ڪري ۽ جنت جي عملن جي توفيق ڏئي ۽ وٽس اهانت اها آهي تہ الله کيس پنهنجي اطاعت ۽ جنت جي عملن جي توفيق کان محروم رکي.

(17) **(ائين هرگز نہ آهي)!** ٻنهي قسم جي انسان جي حالت تي تنبيه ڪندي فرمايو وڃي ٿو تہ **(بلڪ توهان يتيم کي عزت نٿا ڏيو)** يعني جيڪو مال متاع الله سائين توهان کي ڏنو آهي، ان جي ذريعي يتيمن جي عزت افزائي نٿا ڪريو. جيڪڏهن توهان ائين ڪريو ها تہ ضرور موٽ ۾ الله وٽ عزت ۽ شرافت لهو ها.

(18) **(۽ مسڪين کي کاڌي کارائڻ جي رغبت نٿا ڏيو)** يعني نہ پاڻ مسڪينن کي کارايو ٿا ۽ نہ ٻين کي اهڙي رغبت ڏيو ٿا. يا نہ ڪنهن کي چئو ٿا ۽ نہ اهڙي هدايت ڪريو ٿا، جنهن ڪري توهان جي سماج ۾ مسڪين بي سهارا ٿي محڪوميءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور آهن.

(19) **(۽ ميراث جو مال کائو ٿا)** يعني يتيمن، رنن زالن ۽ هيٺن جو مال **(ميڙي سيڙي ڳڙڪايو ٿا)** يعني وڏي بي رحميءَ سان ڏوهي سوهي ٿا کائو.

(20) **(۽ ناڻي سان وڏي محبت ٿا رکو).** يعني مال ۽ دولت سان دلي چاهت رکو ٿا، حلال هجي يا حرام.

(21) **(هرگز نہ) !** يعني اهو طرز عمل توهان کي نٿو سونهي، ائين ڪرڻ توهان کي نٿو ڄڳائي. **(جڏهن زمين سَٽي ڪُٽي برابر ڪئي ويندي)** يعني اُن ۾ زلزلن مٿان زلزلا ايندا، يا ان تي قائم جبلن کي سَٽي ڪُٽي، پوءِ زمين کي سنئون سڌو ڪيو ويندو.

(22) **(۽ ايندو تنهنجو رب)** الله ﷻ جلوه افروز ٿيندو تہ جيئن ٻانهن ۾ فيصلو فرمائي **(۽ فرشتا صفون ٻڌي )** قطارون ٻڌي لائينون لڳائي بيٺل هوندا.

(23) **(۽ ان ڏينهن دوزخ کي آندو ويندو)** يعني فرشتا ان کي نڪ ۾ ناڪيلي ڏئي ڇڪي محشر جي ميدان ۾ آڻيندا. **(ان ڏينهن انسان کي سمجهه پوندي ۽ کهڙو ڪم ڏيندي کيس اها سمجهه) !**

(24) **(چوندو : ڪاش ! پنهنجي زندگيءَ لاءِ ڪجهه اڳ ڪري وٺان ها).**

(25) **(پوءِ انهيءَ ڏينهن نہ اُن جي عذاب جهڙو ڪوئي بہ عذاب ڪندو)** يعني جهڙو الله تعالیٰ ڪافرن کي عذاب ڏيندو، تهڙو ڪنهن بہ ڪنهن کي عذاب نہ ڏنو هوندو.

(26) **(۽ نہ ان جي سوگهي ڪرڻ وانگر ڪو سوگهو ڪندو)** يعني جيئن الله تعالیٰ ڪافرن کي زنجيرن ۽ هٿڪڙين ۾ ٻڌي ساگهو ڪندو، تيئن ڪنهن بہ ڪنهن کي ٻڌي سوگهو نہ ڪيو هوندو.

(27) **(اي اطمينان وارا نفس)** يعني بغير ڪنهن شڪ، شبهي جي ايمان ۽ يقين جي دولت رکندڙ ۽ الله جي توحيد کي مڃيندڙ انسان!

(28) **(موٽ پنهنجي رب ڏانهن خوش ٿي)** اهو ثواب ماڻي جيڪو توکي پنهنجي پالڻهار عطا ڪيو آهي. **(پسند پيل)** پنهنجي مالڪ وٽ.

(29) **(پوءِ شامل ٿي وڃ منهنجن ٻانهن ۾)** يعني منهنجن صالح ٻانهن سان گڏجي سندن زمري ۾ شامل ٿي وڃ.

(30) **(۽ گهڙي پؤُ منهنجي جنت ۾)** يعني ساڻن گڏجي جنت ۾ داخل ٿيءُ . اها ئي اصل عزت ۽ ڪرامت آهي، ٻي ڪا بہ ڪرامت ان جي برابر نٿي ٿي سگهي.

يَقُولُ يَٰلَيۡتَنِي قَدَّمۡتُ لِحَيَاتِي ﴿٢٤﴾ فَيَوۡمَئِذٖ لَّا يُعَذِّبُ عَذَابَهُۥٓ أَحَدٞ ﴿٢٥﴾
وَلَا يُوثِقُ وَثَاقَهُۥٓ أَحَدٞ ﴿٢٦﴾ يَٰٓأَيَّتُهَا ٱلنَّفۡسُ ٱلۡمُطۡمَئِنَّةُ ﴿٢٧﴾ ٱرۡجِعِيٓ
إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةٗ مَّرۡضِيَّةٗ ﴿٢٨﴾ فَٱدۡخُلِي فِي عِبَٰدِي ﴿٢٩﴾ وَٱدۡخُلِي جَنَّتِي ﴿٣٠﴾

ترتيبها ٩٠ — سُورَةُ البَلَدِ — آياتها ٢٠

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

لَآ أُقۡسِمُ بِهَٰذَا ٱلۡبَلَدِ ﴿١﴾ وَأَنتَ حِلُّۢ بِهَٰذَا ٱلۡبَلَدِ ﴿٢﴾ وَوَالِدٖ وَمَا وَلَدَ
﴿٣﴾ لَقَدۡ خَلَقۡنَا ٱلۡإِنسَٰنَ فِي كَبَدٍ ﴿٤﴾ أَيَحۡسَبُ أَن لَّن يَقۡدِرَ عَلَيۡهِ
أَحَدٞ ﴿٥﴾ يَقُولُ أَهۡلَكۡتُ مَالٗا لُّبَدًا ﴿٦﴾ أَيَحۡسَبُ أَن لَّمۡ يَرَهُۥٓ أَحَدٌ
﴿٧﴾ أَلَمۡ نَجۡعَل لَّهُۥ عَيۡنَيۡنِ ﴿٨﴾ وَلِسَانٗا وَشَفَتَيۡنِ ﴿٩﴾ وَهَدَيۡنَٰهُ
ٱلنَّجۡدَيۡنِ ﴿١٠﴾ فَلَا ٱقۡتَحَمَ ٱلۡعَقَبَةَ ﴿١١﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا ٱلۡعَقَبَةُ ﴿١٢﴾
فَكُّ رَقَبَةٍ ﴿١٣﴾ أَوۡ إِطۡعَٰمٞ فِي يَوۡمٖ ذِي مَسۡغَبَةٖ ﴿١٤﴾ يَتِيمٗا ذَا مَقۡرَبَةٍ
﴿١٥﴾ أَوۡ مِسۡكِينٗا ذَا مَتۡرَبَةٖ ﴿١٦﴾ ثُمَّ كَانَ مِنَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ وَتَوَاصَوۡاْ
بِٱلصَّبۡرِ وَتَوَاصَوۡاْ بِٱلۡمَرۡحَمَةِ ﴿١٧﴾ أُوْلَٰٓئِكَ أَصۡحَٰبُ ٱلۡمَيۡمَنَةِ ﴿١٨﴾ وَٱلَّذِينَ
كَفَرُواْ بِـَٔايَٰتِنَا هُمۡ أَصۡحَٰبُ ٱلۡمَشۡـَٔمَةِ ﴿١٩﴾ عَلَيۡهِمۡ نَارٞ مُّؤۡصَدَةُۢ ﴿٢٠﴾

ترتيبها ٩١ — سُورَةُ الشَّمۡسِ — آياتها ١٥

## سورة البلد

1 (آءٌ هن شهر جو قسم ٿو کڻان) يعني آءٌ هن محترم شهر، مڪي جو قسم کڻان ٿو. مقصد هي آهي تہ ماڻهن کي خبر پوي تہ الله تعالىٰ وٽ انهيءَ شهر (ام القرىٰ) جي ڪيڏي فضيلت ۽ ڪيڏي عزت آهي، ڇاڪاڻ تہ منجهس، سندس محترم گهر آهي، ۽ اهوئي پاڪ شهر حضرت  اسماعيل ۽ حضرت محمد عليهما الصلاة والسلام جو شهر آهي ۽ اتي ئي حج جا فرض ادا ڪبا آهن.

2 (جڏهن تہ تون هن شهر ۾ رهائش پزير آهين) الله تعالىٰ شهر مڪي جو قسم کڻي ارشاد فرمائي رهيو آهي تہ اي نبيﷺ! توهان اتان جا رهندڙ آهيو، جنهن مان توهان جي فضيلت ۽ عظمت ظاهر آهي، ڇاڪاڻ تہ توهان جي رهائش پٽاندر ئي ان شهر جي عزت ۽ عظمت وڌي آهي.

3 (۽ قسم آهي پيءُ جو ۽ ان جي اولاد جو) الله تعالىٰ هر پيءُ ۽ سندس اولاد جو قسم کڻي رهيو آهي، جهڙوڪ : آدم عليه السلام ۽ جيڪو نسل ان مان وڌيو، اهڙيءَ طرح ساهدار جو اولاد ۽ انهن جا ماءُ پيءُ بہ ان ۾ شامل آهن. مقصود نسل ۽ پيدائش جي سلسلي جي عظمت ۽ اهميت بيان ڪرڻ آهي، جنهن ۾ الله تعالىٰ جي قدرت، حڪمت ۽ علم جي ثابتي آهي.

4 (بيشڪ اسان انسان کي ڏک ڏاکڙي ۾ پيدا ڪيو آهي) يعني دنيا ۾ مرڻ ڪنڍيءَ تائين ڏک ڏاکڙا ۽ زندگيءَ جي مصيبتن ۽ مشڪلات کي برداشت ڪندو رهي ٿو، وري جڏهن مري ويندو آهي تہ قبر ۽ عالم برزخ جون مصيبتون جهيليندو آهي ۽ ان کان پوءِ آخرت جون سختيون ۽ سورَ بہ سهڻا اٿس .

5 (ائين ڀانئي ٿو ڇا تہ مٿس ڪنهن جو بہ زور هلي نہ سگهندو)؟ يعني آدمَ ٻچو ائين سمجهيو ويٺو آهي ڇا تہ ان جي مٿان ڪنهن کي بہ، ڪا قدرت حاصل نہ آهي ۽ جيڪي ڏوهہ ڪري ٿو، تن جو ان کان ڪو بہ بدلو وٺي نہ سگهندو، تانجو سندس پالڻهار الله بہ ڪجھ نہ ڪري سگهندس؟

6 (چوي ٿو تہ مون گهڻو مال برباد ڪري ڇڏيو) يعني مال جا گڏ ڪيل ڍڳ ڍير لٽائي ڪپائي ڇڏيم.

7 (ائين ٿو ڀانئي ڇا تہ ڪيس ڪو بہ نٿو ڏسي)؟ يعني ڇا سمجهي ٿو تہ الله سبحانه وتعالىٰ ڪيس نٿو ڏسي ۽ ان کان ڪا پڇاڳاڇا ئي نہ ڪندو تہ : مال ڪيئن ڪمايئي ۽ ڪٿي خرچ ڪيئي؟

8 (اسان ڪيس بہ اکيون نہ ڏنيون آهن ڇا)؟ ڏسڻ لاءِ .

9 (۽ زبان ۽ بہ چپ)؟ يعني زبان ڳالهائڻ لاءِ ۽ چپ وات جو خال ڍڪڻ لاءِ.

10 (۽ ڪيس ٻئي رستا کولي نہ ڏيکارياسون)؟ يعني ڇا ڪيس خير ۽ شر جي ٻنهي رستن کان چڱيءَ طرح آگاه نہ ڪيوسون؟ ائين پڌرا ڪري ڏيکارياسونس جيئن بلنديءَ وارا رستا چٽا نظر ايندا آهن.

11 (پر هو گهٽُ نہ گهڙيو) يعني پوءِ همت نہ ڪيائين ۽ نفساني خواهشن ۽ شيطان جي تابعداري وارو اهو اوکو لڪُ نہ لنگهيو ۽ انهن رڪاوٽن کي نہ ٽوڙيائين، جيڪي سندس ۽ الله جي اطاعت جي وچ ۾ آڙ بڻبيون آهن.

12 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ اهو گهٽُ ڇا آهي)؟

13 (گردن آزاد ڪرائڻ آهي) يعني ٻانهو يا ٻانهي آزاد ڪرٽي آهي.

14 (يا بک واري ڏينهن ۾ کاڌو کارائڻ آهي) يعني ڏک ۽ ڏڪار جي حالت ۾، جڏهن کاڌو خوراڪ ملڻ مشڪل ٿي ويندو آهي، الله جي رضامنديءَ جي نيت سان ٻين کي کاڌو کارائڻ مقصود آهي.

15 (ڪنهن ويجهي يتيم کي) يعني ڪنهن ڇوري ڇني ننڍڙي ٻار کي، جنهن جو پيءُ نہ هجي ۽ جيڪو سندس عزيزن، قريبن مان هجي، تنهن کي کارائڻ.

16 (يا مٽيءَ ۾ ڀريل ڪنهن مسڪين کي) يعني اهڙي محتاج کي کارائڻ، جنهن وٽ ڪا شيءِ نہ هجي، ڄڻ تہ اهو ويچارو پنهنجي فقر فاقي سبب زمين کي چُهٽيو پيو آهي. مجاهد جو قول آهي تہ : اهو شخص مراد آهي، جنهن کي مٽيءَ کان بچائڻ لاءِ لباس وغيره ڪا شيءِ ميسر نہ هجي.

17 (وري اهو انهن مان هجي جن ايمان آندو) يعني جڏهن قرب خداونديءَ جا اهي ڪم ڪندو ۽ ايمان جي دولت سان بہ مالامالَ هوندو ۽ مال بہ الله جي رضامنديءَ لاءِ خرچ ڪندو، تڏهن ڪيس فائدو حاصل ٿيندو. (۽ هڪ ٻئي کي صبر جي وصيت ڪيائون) يعني الله جي اطاعت تي صبر ڪرڻ، الله جي نافرمانيءَ کان بچڻ تي صبر ڪرڻ ۽ دنيا ۾ جيڪي تڪليفون ۽ مصيبتون اچن تن تي بہ صبر ڪرڻ. (۽هڪ ٻئي کي رحم ڪرڻ جي وصيت ڪيائون) يعني الله جي ٻانهن تي ترس ڪائڻ جي هڪ ٻئي کي وصيت ۽ پارت ڪرڻ.

18 (اهي ئي ساڄي پاسي وارا آهن).

19 (۽ جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو)

(اهي ئي کاٻي پاسي وارا آهن) اهي کاٻي پاسي وارا، يعني بدبخت باهہ وارا آهن. انهن لاءِ جيڪو عذاب الله تعالىٰ تيار ڪيو آهي تنهن جي تفصيل هي آهي تہ :

20 (مٿن باهہ وڪوڙيل هوندي) يعني اهڙي باهہ جنهن ۾ ڪين ٻڌي بند ڪيو ويندو.

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ
وَالشَّمْسِ وَضُحَاهَا ﴿١﴾ وَالْقَمَرِ إِذَا تَلَاهَا ﴿٢﴾ وَالنَّهَارِ إِذَا جَلَّاهَا ﴿٣﴾
وَاللَّيْلِ إِذَا يَغْشَاهَا ﴿٤﴾ وَالسَّمَاءِ وَمَا بَنَاهَا ﴿٥﴾ وَالْأَرْضِ وَمَا طَحَاهَا
﴿٦﴾ وَنَفْسٍ وَمَا سَوَّاهَا ﴿٧﴾ فَأَلْهَمَهَا فُجُورَهَا وَتَقْوَاهَا ﴿٨﴾ قَدْ
أَفْلَحَ مَن زَكَّاهَا ﴿٩﴾ وَقَدْ خَابَ مَن دَسَّاهَا ﴿١٠﴾ كَذَّبَتْ ثَمُودُ
بِطَغْوَاهَا ﴿١١﴾ إِذِ انبَعَثَ أَشْقَاهَا ﴿١٢﴾ فَقَالَ لَهُمْ رَسُولُ اللَّهِ
نَاقَةَ اللَّهِ وَسُقْيَاهَا ﴿١٣﴾ فَكَذَّبُوهُ فَعَقَرُوهَا فَدَمْدَمَ
عَلَيْهِمْ رَبُّهُم بِذَنبِهِمْ فَسَوَّاهَا ﴿١٤﴾ وَلَا يَخَافُ عُقْبَاهَا ﴿١٥﴾

## سُورَةُ اللَّيْلِ

ترتيبها ٩٢ — آياتها ٢١

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ
وَاللَّيْلِ إِذَا يَغْشَىٰ ﴿١﴾ وَالنَّهَارِ إِذَا تَجَلَّىٰ ﴿٢﴾ وَمَا خَلَقَ الذَّكَرَ وَالْأُنثَىٰ ﴿٣﴾
إِنَّ سَعْيَكُمْ لَشَتَّىٰ ﴿٤﴾ فَأَمَّا مَنْ أَعْطَىٰ وَاتَّقَىٰ ﴿٥﴾ وَصَدَّقَ بِالْحُسْنَىٰ ﴿٦﴾
فَسَنُيَسِّرُهُ لِلْيُسْرَىٰ ﴿٧﴾ وَأَمَّا مَن بَخِلَ وَاسْتَغْنَىٰ ﴿٨﴾ وَكَذَّبَ بِالْحُسْنَىٰ
﴿٩﴾ فَسَنُيَسِّرُهُ لِلْعُسْرَىٰ ﴿١٠﴾ وَمَا يُغْنِي عَنْهُ مَالُهُ إِذَا تَرَدَّىٰ ﴿١١﴾ إِنَّ عَلَيْنَا
لَلْهُدَىٰ ﴿١٢﴾ وَإِنَّ لَنَا لَلْآخِرَةَ وَالْأُولَىٰ ﴿١٣﴾ فَأَنذَرْتُكُمْ نَارًا تَلَظَّىٰ ﴿١٤﴾

## سورة الشمس

1 (قسم آهي سج جو ۽ ان جي روشنيءَ جو) جڏهن سج اڀري مٿي ايندو آهي ۽ ان جي روشني مڪمل طرح ظاهر ٿيندي آهي، ان کي "الضحىٰ" چوندا آهن.

2 (۽ قسم آهي چنڊ جو! جڏهن ان جي پويان ايندو آهي) يعني جڏهن سج لهي ويندو آهي ۽ ان جي پويان چنڊ ايندو آهي.

3 (۽ ڏينهن جو قسم، جڏهن ان کي روشن ڪندو آهي) يعني جڏهن ڏينهن سج کي چڱيءَ طرح روشن ڪندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ڏينهن جي روشن ٿيڻ سان سج بہ پوريءَ طرح نروار ٿيندو آهي.

4 (۽ قسم آهي رات جو ، جڏهن ان کي ڍڪيندي آهي).
يعني جڏهن رات سج کي ڍڪي، ان جي روشنيءَ کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي، جنهن ڪري هر طرف اونداهي ڇانئجي ويندي آهي.

5 (۽ قسم آهي آسمان جو ۽ جنهن ان کي بنايو آهي).
يعني جنهن ذات ان کي خلقيو آهي. ان مان الله تعالىٰ مراد آهي.

6 (۽ قسم آهي زمين جو ۽ جنهن ان کي پکيڙيو آهي) يعني انهيءَ زمين جو قسم! جنهن کي الله تعالىٰ هر طرف پکيڙي ڇڏيو آهي.

7 (۽قسم آهي نفس جو ۽ جنهن ان کي برابر ڪيو) يعني الله تعالىٰ نفس کي پيدا ڪيو، ان جا عضوا برابر ڪيائين، منجهس روح وڌائين ۽ منجهس زبردست نفسياتي قوتون رکيائين ۽ ان کي فطرتي استقامت مطابق پيدا ڪيائين. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ : " كُلُ مَوْلُودٍ يُولَدُ عَلَى الفِطْرَةِ، فَأَبواه يهوّدانهِ أَوْ ينصّرانه أو يمجسانهِ ". (هر ٻار فطرت تي پيدا ٿيندو آهي، پوءِ ان جا پيءُ ماءُ ان کي يهودي بڻائيندا آهن، يا عيسائي بڻائيندا آهن يا مجوسي بڻائيندا آهن).

8 (پوءِ ان کي ان جي بدڪاري ۽ ان جي پرهيز گاري سمجهايائين) يعني ڀلائي ڇا هجي يا برائي ڇا هجي حالتن کان ڪيس واقف ڪري ڇڏيائين.

9 (بيشڪ ڪامياب ٿيو اهو شخص، جنهن ان کي پاڪ ڪيو) يعني جنهن پنهنجي نفس کي تقوىٰ جي زيور سان سينگاري، ان کي پاڪ صاف ڪيو. بيشڪ انهيءَ پنهنجو گوهر مقصود حاصل ڪيو ۽ پنهنجي مطلوب ۽ پنهنجي محبوب کي ماڻي، ڪاميابي حاصل ڪيائين.

10 (۽ بيشڪ نا ڪام ٿيو اهوشخص، جنهن ان کي خراب ڪيو) يعني جنهن پنهنجي نفس کي گمراهہ ڪيو، حق کان ٿيڙي ڇڏيو ۽ الله جي ڏسيل سچي واٽ کان ورغلائي ڇڏيو ۽ منجهس اطاعت ۽ عمل صالح جي عادت پيدا نہ ڪيائين، سو نقصان ۽ خساري وارو ٿيو.

11 (ثمود وارن پنهنجي سرڪشيءَ سبب ڪوڙو ڪيو) يعني صالح عليه السلام جي قوم ثمود، پنهنجي فتني بازي ۽ فساد انگيزيءَ جي ڪري الله ۽ سندس سڳوري پيغمبر کي ڪوڙو ڪيو. (طغيان) نافرمانيءَ ۾ حد کان لنگهي وڃڻ کي چئبو آهي.

12 (جڏهن منجهانئن سڀ کان وڏو بدبخت اٿيو) يعني قوم ثمود مان وڏو بدبخت. يا مطلب آهي تہ اهو شخص اٿيو، جيڪو مخلوق ۾ سڀ کان وڏو بدبخت آهي. سندس نالو قيدار بن سالف آهي، جنهن ڏاچيءَ جون ٽنگون ڪٽيون . (انبعث) معنىٰ هام هڻي، مچرجي اٿيو.

13 (پوءِ الله جي رسول کين چيو) يعني صالح عليه السلام کين چيو. تہ ڇڏيو (الله جي ڏاچيءَ کي) يعني خبردار! اها الله جي ڏاچي آهي، ان کي ڇڏي ڏيو، ان کي نہ ايذايو. (۽ ان جي پاڻي پيئڻ جي واري آهي) يعني ان جي پاڻي پيئڻ لاءِ هڪ ڏينهن مقرر آهي، پوءِ ان جي واريءَ تي ان کي هرگز تنگ نہ ڪريو.

14 (پوءِ ڪيس ڪوڙو ڪيائون ۽ ڏاچيءَ جون ڪُچون ڪپيائون ) (پوءِ سندن رب سندن گناهہ سبب مٿن تباهي آندي) ڪين تباهہ ڪيائين ۽ سڀني کي گڏي عذاب ۾ مبتلا ڪيائين. (پوءِ کين برابر ڪري ڇڏيائين) يعني انهيءَ قوم جي مٿان زمين کي برابر ڪري، کين مٽيءَ ۾ دٻائي ناس ۽ ناڙ ڪري ڇڏيائين.

15 (۽ هو سندن پڇاڙيءَ کان نہ ڊڄندو آهي) يعني الله تعالىٰ بغير ڪنهن خوف ۽ پڇاڙيءَ جو لحاظ ڪندي، پنهنجن دشمنن کي سيڪت ڏيندو آهي.

## سورة الليل

1 (قسم آهي رات جو، جڏهن ڇانئجي وڃي ٿي).

2 (۽ قسم آهي ڏينهن جو، جڏهن روشن ٿئي ٿو).

3 (۽ ان ذات جو قسم، جنهن نر ۽ ماديءَ کي پيدا ڪيو) هتي الله تعالىٰ نر ۽ ماديءَ جي جنس جي تخليق جو قسم کنيو آهي، چاهي اها انسانن مان هجي يا غير انسانن مان هجي.

4 (تہ بيشڪ توهان جي ڪوشش جدا جدا آهي) يعني توهان جا عمل هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ڪو جنت جا ڪم ڪري ٿو ۽ ڪو دوزخ جا عمل ڪري ٿو. ڪو پنهنجي نفس کي آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي ۽ ڪو ان کي هلاڪ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهي.

5 (پوءِ جنهن خيرات ڪئي ۽ پاڻ بچايو) يعني جنهن ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ مال خرچ ڪيو، ۽ الله تعالىٰ جي حرام ڪيل ڪمن کان پاڻ کي بچايائين.

6 (۽ چڱائيءَ جي تصديق ڪيائين) يعني الله تعالىٰ جي ڪيل وعدي کي سچو مڃيائين تہ جيڪو شخص الله جي واٽ ۾ مال خرچ ڪندو، ضرور تنهن جو ڪيس بدلو ڏنو ويندو.

لَا يَصْلَىٰهَآ إِلَّا ٱلْأَشْقَى ﴿١٥﴾ ٱلَّذِى كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ ﴿١٦﴾ وَسَيُجَنَّبُهَا
ٱلْأَتْقَى ﴿١٧﴾ ٱلَّذِى يُؤْتِى مَالَهُۥ يَتَزَكَّىٰ ﴿١٨﴾ وَمَا لِأَحَدٍ عِندَهُۥ مِن
نِّعْمَةٍ تُجْزَىٰٓ ﴿١٩﴾ إِلَّا ٱبْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِ ٱلْأَعْلَىٰ ﴿٢٠﴾ وَلَسَوْفَ يَرْضَىٰ ﴿٢١﴾

## سُورَةُ الضُّحَىٰ

ترتيبها ٩٣ — آياتها ١١

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلضُّحَىٰ ﴿١﴾ وَٱلَّيْلِ إِذَا سَجَىٰ ﴿٢﴾ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلَىٰ ﴿٣﴾
وَلَلْءَاخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ ٱلْأُولَىٰ ﴿٤﴾ وَلَسَوْفَ يُعْطِيكَ رَبُّكَ
فَتَرْضَىٰٓ ﴿٥﴾ أَلَمْ يَجِدْكَ يَتِيمًا فَـَٔاوَىٰ ﴿٦﴾ وَوَجَدَكَ ضَآلًّا
فَهَدَىٰ ﴿٧﴾ وَوَجَدَكَ عَآئِلًا فَأَغْنَىٰ ﴿٨﴾ فَأَمَّا ٱلْيَتِيمَ فَلَا تَقْهَرْ
﴿٩﴾ وَأَمَّا ٱلسَّآئِلَ فَلَا تَنْهَرْ ﴿١٠﴾ وَأَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ ﴿١١﴾

## سُورَةُ الشَّرْحِ

ترتيبها ٩٤ — آياتها ٨

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

أَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ﴿١﴾ وَوَضَعْنَا عَنكَ وِزْرَكَ ﴿٢﴾ ٱلَّذِىٓ
أَنقَضَ ظَهْرَكَ ﴿٣﴾ وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ﴿٤﴾ فَإِنَّ مَعَ ٱلْعُسْرِ يُسْرًا ﴿٥﴾ إِنَّ
مَعَ ٱلْعُسْرِ يُسْرًا ﴿٦﴾ فَإِذَا فَرَغْتَ فَٱنصَبْ ﴿٧﴾ وَإِلَىٰ رَبِّكَ فَٱرْغَب ﴿٨﴾

(7) (پوءِ سگهوئي سندس لاءِ سنهنجائيءَ کي آسان کنداسون) يعني خيراتي ڪمن ۾ مال جي خرچ ڪرڻ ۽ الله تعالىٰ جي فرمانبرداري واري راھ کي سندس لاءِ آسان ڪنداسون. اهي آيتون حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي شان ۾ نازل ٿيون. جڏهن انهيءَ سڳوري انسان مڪي جي مظلوم مؤمنن مان ڇهن ڄڻن کي خريد ڪري، آزاد ڪيو. اهي مڪي جي ڪافرن جا غلام هئا ۽ مسلمان ٿيڻ ڪري ڪين ڏاڍو ايذايو ويندو هو.

(8) (۽ پر جنهن ڪنجوسائي ڪئي ۽ بي پرواهي ڏيکاري).

(9) (۽ چڱائيءَ کي ڪوڙو ڄاتائين).

(10) (پوءِ سگهوئي سندس لاءِ تنگيءَ کي آسان ڪنداسون) يعني سگهوئي ڪيس تنگيءَ واري واٽ وٺائينداسون بلڪ اها ڪيس آسان ڪري ڏينداسون. تانجو ڀلائي ۽ نيڪي جي رستن تي هلڻ سندس لاءِ ڏکيو ٿي پوندو ۽ نيڪي ڪرڻ کان عاجز ٿي پوندو، تانجو انهيءَ سبب جي ڪري دوزخ جي باھ ۾ وڃي پهچندو.

(11) (۽ ڪيس سندس مال بچائي نه سگهندو) يعني جنهن مال ۾ بخيلي ڪري ٿو، اهو ڪيس نه بچائيندو. (جڏهن کڏ ۾ ڪِرندو) يعني جڏهن هلاڪ ٿيندو ۽ دوزخ ۾ ڪِرندو.

(12) (بيشڪ هدايت ڏيڻ اسان جو ئي ڪم آهي) يعني اها ذميواري اسان جي آهي ته گمراهيءَ جي واٽ جي ڀيٽ ۾، هدايت واري واٽ کي واضح ڪريون. امام فراءَ فرمائي ٿو ته جيڪو هدايت تي هلندو، ته الله به ڪيس اهائي واٽ وٺرائيندو. يعني جيڪو الله جي تلاش ۾ نڪرندو، ته الله به ڪيس انهيءَ واٽ تي ملندو، ڇاڪاڻ هو پنهنجي چاهيندڙن کي هدايت واري واٽ ئي عطا ڪندو آهي.

(13) (۽ بيشڪ آخرت ۽ دنيا اسان جي ئي آهي) يعني آخرت ۾ جيڪي ڪجھ آهي، ۽ دنيا ۾ به جيڪي ڪجھ آهي، سو سڀ ڪجھ اسان جو آهي، اسان جيئن گهرون ٿا، تيئن عمل دخل ڪريون ٿا.

(14) (پوءِ مان توهان کي ڀڙڪندڙ باھ کان ڊيڄاري چڪو آهيان). جيڪا الانبا ڪري، ڇپيون ڪڍي، ڀڙڪا ڏئي رهي آهي.

(15) (منجهس اهو ئي داخل ٿيندو، جيڪو سڀ کان وڏو بدبخت هوندو) يعني ڪافر ئي ان باھ ۾ گهڙندو ۽ ان جي گرمي چکندو.

(16) (جنهن ڪوڙو ڪيو ۽ منهن موڙيو) يعني جيڪو الله جي نبين سڳورن جي آندل حق کي ڪوڙو ڪري ٿو ۽ اطاعت ۽ ايمان کان منهن موڙي ٿو.

(17) (۽ پرهيزگار کي ضرور ان کان بچايو ويندو) يعني ان کان اهڙي شخص کي پري رکيو ويندو، جيڪو پاڻ کي ڪفر کان بچائيندو ۽ بلڪل پري رکندو آهي. علامه واحدي فرمائي ٿو ته سڀني مفسرن جي قول مطابق ”اتقىٰ“ مان مراد حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي. يعني اها آيت سندس باري ۾ نازل ٿي آهي ورنه حڪم عام آهي، والله اعلم.

(18) (جيڪو مال ڏئي ٿو) يعني جيڪو خير جي رستن ۾ پنهنجو مال خرچ ڪندو آهي. (ته پاڪ ٿئي) يعني الله وٽ پاڪ صاف ٿي پيش ٿيڻ جنهن جو مقصدِ حيات آهي.

(19) (۽ مٿس ڪنهن جو ڪو احسان نه آهي، جنهن جو بدلو ڏئي) يعني ڪنهن جي ٿوري ۽ احسان جي موٽ ۾ صدقو نٿو ڏئي ته جيئن ان جو احسان لاهي.

(20) (رڳو پنهنجي مٿانهين رب جي رضا ماڻڻ خاطر) ڏئي ٿو.

(21) (۽ سگهوئي راضي ٿيندو) يعني الله جو قسم! اسان ڪيس جيڪي عزت ۽ عظمت ۽ عظيم بدلو عطا ڪنداسون، ضرور ان کان راضي ٿيندو.

## سورة الضحىٰ

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن بيمار ٿي پيا ته ٻه يا ٽي راتيون تهجد لاءِ اٿي نه سگهيا، تنهن ڪري وٽن هڪ عورت آئي، چوڻ لڳي ته : اي محمد ! لڳي ٿو ته تو کي تنهنجي شيطان ڇڏي ڏنو آهي، جو ٻن يا ٽن راتين کان تنهنجي ويجهو ئي نه آيو آهي؟ جنهن تي الله تعالىٰ هيءَ سورت نازل فرمائي.

(1) (چاشت واري وقت جو قسم!) جڏهن سج اڀري مٿي چڙهندو آهي ته ان کي (ضحىٰ) يعني ڪچڙي منجهند يا چاشت وارو وقت چئبو آهي.

(2) (۽ رات جو قسم! جڏهن ڇانئجي) اصمعي چوي ٿو ته : رات، ڏينهن کي ائين ڍڪيندي آهي، جيئن ماڻهوءَ کي ڪپڙو وجهي ڍڪيو ويندو آهي.

(3) (نه تنهنجي رب توکي ڇڏيو آهي) يعني نه توسان ناتو ٽوڙي الوداع ڪيو اٿئين ۽ نه تو ڏانهن وحيءَ جو سلسلو بند ڪيو اٿئين. (۽ نڪي توکان ناراض ٿيو آهي) .

(4) (۽ يقينًا آخرت تنهنجي لاءِ دنيا کان بهتر آهي) يعني باوجود هن حقيقت جي ته الله تعالىٰ توهان کي دنيا ۾ نبوت جو عظيم شرف عطا فرمايو آهي، تڏهن به توهان لاءِ دنيا جي ڀيٽ ۾ آخرت ۽ جنت وڌيڪ بهتر آهي.

(5) (۽ جلد تنهنجو رب توکي نوازيندو) يعني دين اسلام کي سوڀ ڏيندو، توهان کي دنيا جو ثواب، حوض ڪوثر ۽ آخرت ۾ امت لاءِ شفاعت جو مقام عطا ڪندو. (پوءِ تون راضي ٿيندين).

(6) (ڇا توکي يتيم نه لڌائين، پوءِ توکي جاءِ ڏنائين) يعني الله توهان کي يتيمي حالت ۾ لڌو، جو توهان جو والد ماجد فوت ٿي چڪو هو، پوءِ توهان کي جاءِ پناھ ڏئي ٿاڻيڪو ڪيائين.

## سُورَةُ التِّينِ

ترتيبها ٩٥ — آياتها ٨

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ

وَالتِّينِ وَالزَّيْتُونِ ﴿١﴾ وَطُورِ سِينِينَ ﴿٢﴾ وَهَٰذَا الْبَلَدِ الْأَمِينِ ﴿٣﴾
لَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنسَانَ فِي أَحْسَنِ تَقْوِيمٍ ﴿٤﴾ ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ
﴿٥﴾ إِلَّا الَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ فَلَهُمْ أَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُونٍ ﴿٦﴾
فَمَا يُكَذِّبُكَ بَعْدُ بِالدِّينِ ﴿٧﴾ أَلَيْسَ اللَّهُ بِأَحْكَمِ الْحَاكِمِينَ ﴿٨﴾

## سُورَةُ العَلَقِ

ترتيبها ٩٦ — آياتها ١٩

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ

اقْرَأْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ ﴿١﴾ خَلَقَ الْإِنسَانَ مِنْ عَلَقٍ ﴿٢﴾ اقْرَأْ وَرَبُّكَ
الْأَكْرَمُ ﴿٣﴾ الَّذِي عَلَّمَ بِالْقَلَمِ ﴿٤﴾ عَلَّمَ الْإِنسَانَ مَا لَمْ يَعْلَمْ ﴿٥﴾ كَلَّا إِنَّ
الْإِنسَانَ لَيَطْغَىٰ ﴿٦﴾ أَن رَّآهُ اسْتَغْنَىٰ ﴿٧﴾ إِنَّ إِلَىٰ رَبِّكَ الرُّجْعَىٰ ﴿٨﴾ أَرَأَيْتَ
الَّذِي يَنْهَىٰ ﴿٩﴾ عَبْدًا إِذَا صَلَّىٰ ﴿١٠﴾ أَرَأَيْتَ إِن كَانَ عَلَى الْهُدَىٰ ﴿١١﴾ أَوْ أَمَرَ
بِالتَّقْوَىٰ ﴿١٢﴾ أَرَأَيْتَ إِن كَذَّبَ وَتَوَلَّىٰ ﴿١٣﴾ أَلَمْ يَعْلَم بِأَنَّ اللَّهَ يَرَىٰ ﴿١٤﴾ كَلَّا لَئِن
لَّمْ يَنتَهِ لَنَسْفَعًا بِالنَّاصِيَةِ ﴿١٥﴾ نَاصِيَةٍ كَاذِبَةٍ خَاطِئَةٍ ﴿١٦﴾ فَلْيَدْعُ نَادِيَهُ
﴿١٧﴾ سَنَدْعُ الزَّبَانِيَةَ ﴿١٨﴾ كَلَّا لَا تُطِعْهُ وَاسْجُدْ وَاقْتَرِب ۩ ﴿١٩﴾

7 (۽ توکي ناواقف لڌائين، پوءِ توکي رستي لاتائين) يعني نہ توهان قرآن ڄاڻندا هئا ۽ نہ شريعت جي احڪامن کان آگاهہ هئا، پوءِ الله تعالىٰ ان سلسلي ۾ توهان جي رهنمائي فرمائي.

8 (۽ توکي مسڪين لڌائين، پوءِ توکي آسودو ڪيائين) يعني توهان کي عيالدار ۽ محتاج لڌائين. توهان وٽ مال متاع نہ هو، پوءِ رزق عطا ڪري، توهان کي آسودو ڪيائين.

9 (پوءِ يتيم تي ڏاڍ نہ ڪج) يعني سندس هيڻائيءَ سبب مٿس ظلم نہ ڪج. بلڪ ڪيس سندس حق ڏي ۽ پنهنجي يتيميءَ جي حالت کي ياد ڪر.

10 (۽ سواليءَ کي ڇڙٻ نہ ڏج) جڏهن تو کان سوال ڪري تہ ڪيس نہ جهڻڪ، ڇاڪاڻ تہ تون بہ فقير ۽ محتاج هئين، تنهن ڪري ڪيس ڪاڏو ڪاراءِ يا نرميءَ سان ان کي موٽاءِ.

11 (۽ پنهنجي رب جا ٿورا ڳائيندو رهہ) هن آيت ۾ پاڻ ڪريم جن ﷺ کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ هو الله تعالىٰ جي نعمتن جو اظهار ڪري ۽ ماڻهن آڏو بيان ڪندو رهي. يعني مٿن هميشہ سندس شڪرانو ادا ڪندو رهي. پڻ چيو ويو آهي تہ هتي ”نعمت“ مان مراد قرآن مجيد آهي. يعني ڪيس حڪم آهي تہ قرآن پڙهندو رهي ۽ ان کي بيان ڪندو رهي.

## سورة الانشرح

1 (ڇا اسان تنهنجي سيني کي نہ کوليو)؟ يعني اي محمد ﷺ! بيشڪ اسان منصب نبوت جي قبوليت لاءِ توهان جي سيني کي کوليو آهي، جنهن ڪري توهان دعوت دين جو فرض سرانجام ڏئي سگهيا ۽ نبوت ۽ وحيءَ جو بار کڻڻ جي قابل ٿيا.

2 (۽ تو تان تنهنجو بار لاٿوسون) يعني جاهليت جي زماني ۾ توهان کان جو ڪجهہ ٿيو گذريو، تنهن کي توهان تان لاهي، ختم ڪري ڇڏيوسون.

3 (جنهن تنهنجي چيلهہ ٽوڙي وڌي هئي) يعني اهڙو ڳرو بار، جو جيڪڏهن کڻڻ جوڳو هجي تہ ان جي کڻڻ سبب، ڪٽنڊڙ جي چيلهہ ڇٻي ڪري ڇڏي ۽ سندس چنگهڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي.

4 (۽ تنهنجو ناماچار مٿانهون ڪري ڇڏيوسون) يعني دنيا ۽ آخرت، ٻنهي جهانن ۾ توهان جو ذڪر بلند ڪيوسون. مثلاً مؤمنن کي مڪلف بڻايو ويو تہ هو جڏهن (اشهد ان لا الٰه الا الله) چون، تہ گڏو گڏ (اشهد ان محمدا رسول الله) بہ ضرور چون. ساڳيءَ طرح اذان ۾ بہ پاڻ سڳورن جو نالو بلند ٿئي ٿو. پڻ الله تعالىٰ ايمان وارن کي حڪم فرمايو آهي تہ مٿن درود ۽ سلام پڙهندا رهن.

5 ﴿فَإِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا﴾ (پوءِ يقينا اهنجَ سان گڏ سهنجُ بہ آهي).

6 (بيشڪ اهنج سان گڏ سهنج بہ آهي) يعني مٿي توهان جي جنهن ڏک ۽ تڪليف جو بيان ٿيو، اها عارضي آهي. انهيءَ تڪليف ۽ تنگيءَ کان پوءِ ضرور سک ۽ سهنجُ توهان جا پير چميندا. ڏک ۽ سک، ٻئي الله تعالىٰ جي طرفان آهن.

7 (پوءِ جڏهن فارغ ٿئين تہ ڪڙو ٿيءُ) يعني جڏهن پنهنجي نماز يا تبليغ جي ڪم کان واندو ٿئين، يا جهاد کان واپس اچين تہ اٿي کڙو ٿي، دعا ۾ مصروف ٿي وڃ ۽ الله تعالىٰ کان پنهنجيون حاجتون طلب ڪر. يا هي مراد آهي تہ : سندس عبادت ۾ مشغول ٿي وڃ.

8 (۽ پنهنجي رب ڏانهن متوجہ ٿيءُ) يعني عاجزي ۽ انڪساريءَ سان، ڪانئس باهہ جي عذاب کان پناهہ گهر ۽ جنت جي طلب ڪر.

## سورة التين

1 (قسم آهي انجير جو) هتي الله تعالىٰ انجير جو قسم ڪنيو آهي، جيڪو کائڻ جي ڪم ايندو آهي. (۽ قسم آهي زيتون جو) جنهن مان ماڻهو تيل ڪڍندا آهن. هن آيت ۾ اشارتاً فلسطين جو ذڪر آهي، جيڪا انجير ۽ زيتون جي سرزمين آهي.

2 (۽ قسم آهي طور سينا جو) ”طورسيناء“ اهو جبل آهي، جنهن تي الله تعالىٰ موسىٰ عليہ السلام سان همڪلام ٿيو.

3 (۽ قسم آهي هن امن واري شهر جو) يعني مڪي پاڪ جو قسم آهي! انهيءَ شهر کي الله تعالىٰ امن وارو قرار ڏنو آهي. ذڪر ڪيل ٽئي شهر وحي نازل ٿيڻ جا مرڪز هئا، جتي حضرت موسىٰ، حضرت عيسىٰ ۽ حضرت محمد ﷺ جن رهندا هئا، تنهن ڪري الله تعالىٰ انهن جو قسم ڪنيو. اتي ئي ٽي آسماني ڪتاب، توريت، انجيل ۽ قرآن نازل ٿيا، جن مان بشريت کي هدايت جي روشني نصيب ٿي.

4 (بيشڪ اسان انسان کي ڏاڍي سهڻي بيهڪ ۾ خلقيو آهي) يعني ڪيس مناسب ۽ موزون قد قامت عطا ڪئي سون. انسان پنهنجي کائڻ پيئڻ جون شيون هٿ سان پاڻ کڻي کائي پي سگهي ٿو، قدرت طرفان ڪيس ڄاڻ ۽ سمجهہ عطا ٿي آهي، ڳالهائي ٻولهائي سگهي ٿو، تدبير ۽ دانشمنديءَ کان ڪم وٺندو آهي ۽ اهي ئي اُهي صلاحيتون آهن، جن جي ڪري الله تعالىٰ ڪيس زمين ۾ پنهنجو خليفو مقرر فرمايو آهي.

5 (پوءِ ڪيس سڀ کان هيٺاهين حالت ڏانهن موٽايوسون) يعني ڪيس سڀ کان هيٺي عمر ڏانهن موٽايوسون. مراد جواني ۽ قوت کان پوءِ ڪراڙپ ۽ پوڙهائپ آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ هيءُ انسان، جنهن کي الله تعالىٰ بهترين شڪل ۽ صورت عطا فرمائي آهي، جڏهن اهو بريون عادتون اختيار ڪندو آهي تہ ان وقت بدترين مخلوق ٿي ويندو آهي. تنهن ڪري قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ ڪيس سڀ کان ٻيڙي جاءِ يعني باهہ جي آڙاهہ ۾، هيٺئين تري ۾ اڇلائيندو.

6 (مگر جن ايمان آندو ۽ چڱا عمل ڪيا) يعني اهي دوزخ جي هيٺئين تري ۾ اڇلايا نہ ويندا، بلڪ ”عليين“ ۾ پهچايا ويندا، جتي الله تعاليٰ جي وسيع عريض جنت جا وارث ٿيندا. (پوءِ انهن لاءِ اڻ کٽ اجر آهي) يعني سندن فرمانبرداريءَ جي ڪري، انهن لاءِ دائمي ۽ اڻ کٽ ثواب آهي .

7 (ان ڪان پوءِ بہ ڪهڙي ڳالهہ توکي جزا جي ڏينهن کي ڪوڙو ڪرڻ تي اپاري ٿي)؟ يعني اي انسان! جڏهن ڄاڻين ٿو تہ الله تعاليٰ تو کي بهترين جوڙجڪ ۾ پيدا ڪيو آهي ۽ وري تو کي بدترين حالت ڏانهن موٽائيندو تہ پوءِ ڪهڙي ڳالهہ آهي، جيڪا تو کي آماده ڪري ٿي تہ قيامت جي اچڻ ۽ جزا ۽ سزا جي ملڻ جو انڪار ڪرين؟

8 (ڇا الله سڀني حاڪمن کان وڏو حاڪم نہ آهي)؟ يعني ڇا الله تعاليٰ بهترين فيصلو ۽ حقيقي انصاف ڪندڙ نہ آهي؟ پوءِ ڇاجي ڪري بهترين شڪل صورت عطا ڪرڻ کان بعد انهيءَ انسان کي بدترين حالت، يعني دوزخ ڏانهن نہ موٽائيندو، جيڪو ڪفر ۽ شرڪ ڪري ٿو؟ ۽ جيڪو مٿس ايمان آڻيندو، تنهن کي ڇو بلند درجا عطا نہ ڪندو؟

## سورة العلق

سڀ کان پهريان قرآن شريف جي اها وحي نازل ٿي.

1 2 (پڙهہ پنهنجي رب جي نالي سان) يعني اي محمد ﷺ! پنهنجي رب جو نالو وٺي پڙهڻ جي شروعات ڪريو. پڻ چيو ويو آهي تہ يعني پنهنجي رب جي نالي سان مدد طلب ڪندي پڙهو. (جنهن خلقيو، (سارو جهان). انسان کي رت جي دڳ مان خلقيائين) يعني جنهن پهريائين ڪيس نطفي مان پيدا ڪيو، پوءِ نطفو الله عز وجل جي قدرت سان ڦري رت جو دڳ ٿي پيو، يعني ڄميل رت مان ڪچڙي پوتي ٿي ويو.

3 (پڙهہ ۽ تنهنجو رب وڏو ڪريم آهي) يعني اها سندس ئي ڪرم نوازي آهي، جو امي هجڻ جي باوجود توهان لاءِ پڙهڻ ممڪن ٿيو.

4 (جنهن قلم سان سکيا ڏني) يعني انسان کي قلم جي ذريعي لکڻ سيکاريائين. الله تعاليٰ اسلام جي دعوت جي شروعات پڙهڻ ۽ لکڻ سان ڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ تعليم جي رغبت ڏني، جنهن ۾ زبردست فائدو آهي.

5 (انسان کي اهو ڪجهہ سيکاريائين، جيڪو هو نہ ڄاڻندو هو) يعني انسان کي قلم جي ذريعي اهڙيون ڳالهيون سيکاريائين جيڪي هو نہ ڄاڻندو هو.

6 7 (بيشڪ انسان سرڪشي ڪري ٿو. جو پاڻ کي بي پرواهہ سمجهي ٿو) يعني ماڻهو پنهنجي مال ۽ پنهنجي قوت جي ڪري پاڻ کي آسودو ۽ بي پرواهہ سمجهندو آهي، تنهن ڪري فتني ۽ فساد ۾ ڪاهي پوندو آهي.

8 (بيشڪ تنهنجي رب ڏانهن ئي موٽڻو آهي) يعني الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن ڪيس موٽڻو نہ آهي.

9 10 (ڇا تو ڏٺو، ان کي جيڪو روڪيندو آهي ٻانهي کي، جڏهن اهو نماز پڙهندو آهي) نماز کان روڪيندڙ شخص ابوجهل آهي، ۽ ”ٻانهي“ مان مراد حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن آهن.

11 (ڀلا ٻڌاءِ! تہ جيڪڏهن اهو هدايت تي هجي) يعني اي ابو جهل! ٻڌاءِ تہ منهنجو اهو ٻانهو جنهن کي نماز کان روڪيو وڃي ٿو، يعني محمد ﷺ، جيڪڏهن هو پاڻ بہ سڌي راهہ تي هجي ۽ پنهنجي پوئلڳن کي بہ اهائي هدايت واري واٽ پيو ڏيکاري.

12 (يا پرهيزگاري جو حڪم ڪندو هجي) يعني اخلاص، توحيد ۽ عمل صالح جو حڪم ڏئي ٿو، جنهن جي ذريعي باهہ جي عذاب کان نجات حاصل ٿيندي آهي، تہ پوءِ ڪيس روڪيندڙ هلاڪ ٿي يا نہ؟

13 (ڀلا ٻڌاءِ تہ! جيڪڏهن اهو ڪوڙو ٿو ڪري ۽ منهن ٿو موڙي) يعني جيڪڏهن ابوجهل رسول الله ﷺ جن جي آندل پيغام کي ڪوڙو ٿو ڪري ۽ ايمان آڻڻ کان منهن ٿو موڙي.

14 (ڇا نٿو ڄاڻي تہ الله ڏسي رهيو آهي)؟ يعني نٿو سوچي سمجهي تہ الله سندس احوال ۽ اعمال کان آگاهہ آهي، ضرور ڪيس انهن جو بدلو ڏيندو. پوءِ ڪيئن ٿو انهن غير انساني حرڪتن جي جرءَت ڪري؟

15 (خبردار! جيڪڏهن باز نہ آيو) اها سندس لاءِ جهڙڪ ۽ دڙڪو آهي، يعني جيڪڏهن هو پنهنجي طرزِ عمل کان باز نہ ايندو تہ (يقينًا ڪيس پيشاني کان پڪڙي گهليندَاسون) يعني ضرور ڪيس پيشانيءَ جي وارن کان وٺي، باهہ جي عذاب ڏانهن گهلي اڇلائينداسون. عربيءَ ۾ مٿي جي وارن جي اڳئين حصي کي ”ناصية“ چوندا آهن.

16 (ڪوڙي ڏوهياري پيشاني) کان وٺي، يعني ڪوڙي خطاڪار، پيشانيءَ جي مالڪ کي، جيڪو گناهہ ڪرڻ کي ڪو ڏوهہ ئي ڪونہ ٿو ڀانئي.

17 (پوءِ ڀلي سڏي پنهنجي ڪچهريءَ کي) اها مجلس يا اوطاق مراد آهي، جتي ڪڙم قبيلي جا ماڻهو گڏبا ۽ ڪچهري ڪندا آهن. چيو ويو آهي تہ ابوجهل، نبي ڪريم ﷺ جن کي هڪ دفعي چيو تہ : تون مون کي ڌمڪي ڏئي رهيو آهين، حالانڪ هن ماٿريءَ ۾ سڀ کان وڏو اوطاقي آءٌ آهيان. جنهن تي اها آيت نازل ٿي.

18 (اسان بہ سگهوئي داروغن کي سڏينداسون) يعني جلد سگهارن، بي رحم فرشتن کي سڏينداسون، جيڪي ڪيس پڪڙي پڙڪندڙ باهہ ۾ اڇلائيندا.

19 (خبردار! انهيءَ جي چئي نہ لڳجانءِ) يعني نماز کي ڇڏڻ جي سندس مطالبي کي نہ مڃج. (۽ تون سجدو ڪر) يعني الله خاطر نماز پڙهہ. انهيءَ روڪيندڙ شخص جي ڪا پرواهہ نہ ڪر ۽ سندس ڳالهين ڏانهن ڪو ڌيان ئي نہ ڏر. (ويجهڙائي ماڻ) الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ عبادت ڪري، سندس قرب حاصل ڪر.

## سورة القدر

1 (بيشڪ اسان انهيءَ کي قدر واري رات ۾ لاٿو آهي) يعني قرآن مجيد کي ليلة القدر ۾ لاٿوسون. قرآن مجيد لوح محفوظ تان سمورو هڪئي ڀيري دنيا جي آسمان تي نازل ٿيو. پوءِ اتان نبي ﷺ جن تي ٽيويهن سالن جي عرصي ۾ ٿورو ٿورو، ضرورت مطابق لهندو رهيو. ليلة القدر رمضان جي آخري ڏهي ۾ آهي، جنهن ۾ قرآن نازل ٿيو آهي. ليلة القدر جي مقرريءَ جي باري ۾ حديثون مختلف آهن.

2 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ قدر واري رات ڇا آهي)؟ چيو ويو آهي تہ هن کي قدر جي رات هن ڪري چيو ويو آهي جو الله تعاليٰ ايندڙ سال ٿائين، پوري سال جا مامرا انهيءَ رات ۾ طئي فرمائيندو آهي. پڻ چيو ويو آهي تہ انهيءَ رات جي وڏي قدر ۽ فضيلت جي ڪري مٿس اهو نالو پيو.

3 (قدر واري رات هڪ هزار مهينن کان بهتر آهي) يعني شبِ قدر ۾ عبادت ڪرڻ هڪ هزار مهينن جي عبادت کان بهتر آهي ۽ سال ۾ اها فقط هڪ رات آهي.

4 (انهيءَ ۾ فرشتا ۽ جبريل پنهنجي رب جي اجازت سان لهندا آهن) (هر حڪم کڻي) يعني فرشتا آسمانن کان زمين تي لهي ايندا آهن. ”روح“ مان حضرت جبريل امين عليه السلام مراد آهي.

5 (اها سلامتي واري آهي) يعني اها رات سلامتي ئي سلامتي، خير ۽ برڪت واري رات آهي، جنهن ۾ ڪو شر ۽ فتنو، فساد نہ هوندو آهي، شيطان کي انهيءَ رات ۾ ڪنهن غلط ڪم ڪرڻ يا

## سُورَةُ القَدۡرِ

ترتيبها ٩٧ — آياتها ٥

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِنَّآ أَنزَلۡنَٰهُ فِي لَيۡلَةِ ٱلۡقَدۡرِ ١ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا لَيۡلَةُ ٱلۡقَدۡرِ ٢
لَيۡلَةُ ٱلۡقَدۡرِ خَيۡرٞ مِّنۡ أَلۡفِ شَهۡرٖ ٣ تَنَزَّلُ ٱلۡمَلَٰٓئِكَةُ وَٱلرُّوحُ
فِيهَا بِإِذۡنِ رَبِّهِم مِّن كُلِّ أَمۡرٖ ٤ سَلَٰمٌ هِيَ حَتَّىٰ مَطۡلَعِ ٱلۡفَجۡرِ ٥

## سُورَةُ البَيِّنَةِ

ترتيبها ٩٨ — آياتها ٨

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

لَمۡ يَكُنِ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ مِنۡ أَهۡلِ ٱلۡكِتَٰبِ وَٱلۡمُشۡرِكِينَ مُنفَكِّينَ
حَتَّىٰ تَأۡتِيَهُمُ ٱلۡبَيِّنَةُ ١ رَسُولٞ مِّنَ ٱللَّهِ يَتۡلُواْ صُحُفٗا مُّطَهَّرَةٗ ٢
فِيهَا كُتُبٞ قَيِّمَةٞ ٣ وَمَا تَفَرَّقَ ٱلَّذِينَ أُوتُواْ ٱلۡكِتَٰبَ إِلَّا مِنۢ
بَعۡدِ مَا جَآءَتۡهُمُ ٱلۡبَيِّنَةُ ٤ وَمَآ أُمِرُوٓاْ إِلَّا لِيَعۡبُدُواْ ٱللَّهَ مُخۡلِصِينَ
لَهُ ٱلدِّينَ حُنَفَآءَ وَيُقِيمُواْ ٱلصَّلَوٰةَ وَيُؤۡتُواْ ٱلزَّكَوٰةَۚ وَذَٰلِكَ دِينُ
ٱلۡقَيِّمَةِ ٥ إِنَّ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ مِنۡ أَهۡلِ ٱلۡكِتَٰبِ وَٱلۡمُشۡرِكِينَ
فِي نَارِ جَهَنَّمَ خَٰلِدِينَ فِيهَآۚ أُوْلَٰٓئِكَ هُمۡ شَرُّ ٱلۡبَرِيَّةِ ٦ إِنَّ
ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ وَعَمِلُواْ ٱلصَّٰلِحَٰتِ أُوْلَٰٓئِكَ هُمۡ خَيۡرُ ٱلۡبَرِيَّةِ ٧

ڪنهن کي ڪا تڪليف پهچائڻ ڪو موقعو ئي نہ ملندو آهي. (پرهہ ڦٽڻ تائين). يعني پرهہ ڦٽڻ مهل تائين فرشتا ٽوليون ٽوليون ٿي لڳاتار لهندا رهندا آهن.

## سورة البينة

1 (نہ هئا ڪتاب وارن مان جيڪي ڪافر ٿيا) يعني يهودي ۽ عيسائي (۽ مشرڪَ) يعني بتن جا پوڄاري عرب مشرڪَ (مُڙڻ وارا) يعني پنهنجي ڪفر کان هٿ ڪڻڻ ۽ باز اچڻ وارا (جيستائين وٽن پڌرو دليل اچي) حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ذات شريف ۽ سندن آندل سچائي مراد آهي. پاڻ سڳورن سندن گمراهي ۽ جهالت کي پڌرو ڪيو ۽ کين ايمان جي دعوت ڏنائون.

2 (الله وٽان رسول) يعني حضرت محمد ﷺ جيڪو (پاڪ صحيفا پڙهي) کين اهو پاڪ ڪتاب پڙهي ٻڌائي ٿو، جيڪو هر قسم جي ڦير گهير ۽ هيرا ڦيريءَ کان محفوظ آهي، تنهن ڪري اهو الله جو سچو ڪتاب آهي.

3 (منجهس سڌيون آيتون لکيل آهن) يعني پڌريون آيتون، عمده احڪام ۽ سنوان سڌا شرعي ضابطا لکيل آهن، جن ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڏنگائي نہ آهي. بلڪ ان ۾ جيڪي ڪجهہ آهي، سڀ حق،سچ، هدايت، حڪمت ۽ دانش آهي. پاڻ فرمائي ٿو تہ ﴿الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي أَنْزَلَ عَلَى عَبْدِهِ الْكِتَابَ وَلَمْ يَجْعَلْ لَهُ عِوَجًا * قَيِّمًا لِيُنْذِرَ...﴾ (سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي، جنهن پنهنجي ٻانهي تي ڪتاب لاٿو، جنهن ۾ ڪا ڏنگائي نہ آهي. سچو ۽ مستحڪم ڪتاب آهي، جيئن ماڻهن کي ديڄاري) ۽ جيڪو شخص ان جي پيروي ڪندو، سو ضرور سڌي واٽ لهندو.

4 (۽ جن کي اڳ ڪتاب ڏنو ويو هو، تن دليل جي اچڻ کان پوءِ ئي تفرقي بازي ڪئي هئي) يعني سندن فرقه پرستي ۽ تفرقي بازي ڪنهن معاملي جي باري ۾ شڪ شبهي جي بنياد تي نہ هئي، بلڪ اهي حق ۽ سچ جي واضح ٿيڻ کان پوءِ اختلاف ۽ تفرقي ۾ پئجي ويا هئا. تانجو الله تعاليٰ حضرت محمد ﷺ جن کي موڪليو تہ انهن مان ڪن، پاڻ سڳورن تي ايمان آندو ۽ ڪن سندن ڪفر ڪيو. حالانڪ مٿن لازم هو تہ هڪ طريقي تي هلن، الله جي سچي دين جي پيروي ڪن ۽ سندس رسول وٽن الله جي طرفان جيڪو حق آندو آهي، ان جي تصديق ڪن.

5 (۽ کين حڪم نہ ڏنو ويو هو) يعني نازل ٿيل اڳين آسماني ڪتابن ۽ پڻ هن قرآن ۾ بہ (پر هن جو تہ دين کي رڳو الله لاءِ خالص ڪندي، سندس عبادت ڪن) يعني پاڻ تي الله جي عبادت کي لازم ڪن، اهڙي خالص عبادت، جنهن ۾ شرڪ بالڪل نہ هجي ۽ پنهنجي دلين ۾ دين اسلام جي سچي محبت رکن. (هڪ طرفا ٿي) يعني سڀني دينن کي ڇڏي، هڪ دين اسلام کي اختيار ڪن. (۽ نماز قائم ڪن ۽ زڪات ڏين) يعني نَماز ائين قائم ڪن، جيئن الله تعاليٰ گهري ٿو تہ هر نماز پنهنجي پنهنجي وقت تي ادا ڪن ۽ زڪات صحيح مصرف ۾ خرچ ڪن. (۽ اهو ئي مضبوط دين آهي) اهائي سڌي سنئين ملت آهي، جنهن ۾ فرقي بازي جي ڪا گنجائش نہ آهي.

6 (اهل ڪتاب ۽ مشرڪن مان جن ڪفر ڪيو سي يقينا جهنم جي باهہ ۾ پوندا، سدائين ان ۾ رهندا) (اهي ئي سڀني مخلوق کان بڇڙا آهن) يعني هن وقت بہ بد ترين مخلوق آهن، ڇاڪاڻ تہ حسد ۽ بغاوت جي جذبي سان حق کي ڇڏي ڏنائون، تنهن ڪري ماڳ ۽ موٽڻ جي اعتبار سان بہ بدترين مخلوق ٿيندا.

7 (بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، اهي ئي سڀني مخلوق کان ڀلا آهن).

8 (سندن بدلو سندن رب وٽ آهي) يعني سندن ايمان ۽ عمل صالح جو بدلو جيڪو الله تعاليٰ عطا ڪندو. (سدائين رهندڙ باغ آهن، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون) يعني سندن لاءِ اهڙا باغ آهن، جن جي وڻن ۽ ماڙين جي هيٺان واهہ وهن ٿا. (سدائين انهن ۾ هوندا) يعني اتان نہ ڪڏهن نڪرندا، نہ ڪنهن ٻئي پاسي ويندا ۽ نہ وري اتي کين ڪڏهن موت ايندو. ﴿رَّضِيَ ٱللَّهُ عَنۡهُمۡ وَرَضُواْ عَنۡهُۚ﴾ (الله انهن کان راضي آهي ۽ اهي ڪائنس راضي آهن). ﴿ذَٰلِكَ لِمَنۡ خَشِيَ رَبَّهُۥ﴾ (اهو ان لاءِ آهي جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄندو رهيو). يعني اهو جنت جو انعام اهڙي شخص لاءِ آهي جيڪو الله کان ڊڄندي گناهن کان بچندو رهيو.

## سورة الزلزال

1 (جڏهن ڌرتيءَ کي زور سان ڌوڏيو ويندو) يعني جڏهن ان ۾ سخت هلچل پيدا ٿيندي، تانجو هر شيءِ کي پيچي پورا ڪري ڇڏيندي.

2 (۽ زمين پنهنجا بار ڪڍي اڇلائيندي) يعني سندس پيٽ ۾ جيڪي خزانا وغيره آهن تن کي ڪڍي اڇلائيندي. رهيو مُردن جو مسئلو تہ اهي پيو پيرو صور ڦوڪڻ کان پوءِ ان مان نڪرندا.

3 (۽ انسان چوندو تہ ان کي ڇا ٿيو آهي)؟ يعني جڏهن انسان زمين جي اها حيرتناڪ حالت ڏسندو، تہ خوفزده ٿي حيرانيءَ مان چوندو تہ ڪهڙو سبب آهي، جو ان ۾ هلچل پيدا ٿي آهي ۽ ڇاجي ڪري پنهنجا بار ڪڍي اڇلائي رهي آهي؟

4 (ان ڏينهن زمين پنهنجون خبرون ٻڌائيندي) سڀ ڳالهيون بيان ڪندي تہ سندس سيني تي ماڻهن ڀلائي ۽ برائيءَ جا ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪيا آهن؟ الله تعاليٰ ان کي ڳالهائڻ جو حڪم ڪندو تہ جيئن ٻانهن تي شاهدي ڏئي.

جَزَآؤُهُمْ عِندَ رَبِّهِمْ جَنَّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَٰرُ خَٰلِدِينَ
فِيهَآ أَبَدًا ۖ رَّضِىَ ٱللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا۟ عَنْهُ ۚ ذَٰلِكَ لِمَنْ خَشِىَ رَبَّهُۥ ﴿٨﴾

## سُورَةُ الزَّلْزَلَةِ

ترتيبها ٩٩ — آياتها ٨

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا زُلْزِلَتِ ٱلْأَرْضُ زِلْزَالَهَا ﴿١﴾ وَأَخْرَجَتِ ٱلْأَرْضُ أَثْقَالَهَا
﴿٢﴾ وَقَالَ ٱلْإِنسَٰنُ مَا لَهَا ﴿٣﴾ يَوْمَئِذٍ تُحَدِّثُ أَخْبَارَهَا ﴿٤﴾
بِأَنَّ رَبَّكَ أَوْحَىٰ لَهَا ﴿٥﴾ يَوْمَئِذٍ يَصْدُرُ ٱلنَّاسُ أَشْتَاتًا
لِّيُرَوْا۟ أَعْمَٰلَهُمْ ﴿٦﴾ فَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا
يَرَهُۥ ﴿٧﴾ وَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَرَهُۥ ﴿٨﴾

## سُورَةُ العَادِيَاتِ

ترتيبها ١٠٠ — آياتها ١١

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلْعَٰدِيَٰتِ ضَبْحًا ﴿١﴾ فَٱلْمُورِيَٰتِ قَدْحًا ﴿٢﴾ فَٱلْمُغِيرَٰتِ صُبْحًا
﴿٣﴾ فَأَثَرْنَ بِهِۦ نَقْعًا ﴿٤﴾ فَوَسَطْنَ بِهِۦ جَمْعًا ﴿٥﴾ إِنَّ ٱلْإِنسَٰنَ
لِرَبِّهِۦ لَكَنُودٌ ﴿٦﴾ وَإِنَّهُۥ عَلَىٰ ذَٰلِكَ لَشَهِيدٌ ﴿٧﴾ وَإِنَّهُۥ لِحُبِّ
ٱلْخَيْرِ لَشَدِيدٌ ﴿٨﴾ ۞ أَفَلَا يَعْلَمُ إِذَا بُعْثِرَ مَا فِى ٱلْقُبُورِ ﴿٩﴾

5 (ڇاڪاڻ تہ تنھنجي رب ان کي حڪم ڪيو ھوندو) الله تعالیٰ جي وحي ۽ حڪم ٿيندي ئي زمين ڳالھائڻ شروع ڪندي ۽ ماڻھن تي شاھدي ڏيندي.

6 (ان ڏينھن ماڻھو ٽولا ٽولا ٿي نڪرندا) جيئن تہ سندن دين، ڌرم ۽ عمل جدا جدا ھوندا، تنھن ڪري قبرن مان نڪري، جدا جدا ٽولين جي صورت ۾ محشر جي ميدان ۾ گڏ ٿيندا. ڪي ساڄي پاسي کان تہ ڪي کاٻي پاسي کان پھچندا ايندا. (جيئن ڪين سندن عمل ڏيکارجن) يعني جيئن الله تعالیٰ عملاً ڪين سندن احوالَ ۽ سندن اعمالَ ڏيکاري ۽ انھن جو مشاھدو ڪرائي. پڻ چيو ويو آھي تہ يعني جيئن اھي پنھنجن عملن جي جزا ۽ سزا ڏسن.

7 (پوءِ جنھن ڪئي) دنيا ۾ (ذري برابر نيڪي، تہ ان کي ڏسندو) قيامت جي ڏينھن پنھنجي اعمالنامي ۾ لکيل ڏسي خوش ٿيندو يا پنھنجين اکين سان انھن جو مشاھدو ڪندو.

8 (۽ جنھن ڪئي) دنيا ۾ (ذري برابر برائي، تنھن کي ڏسندو) قيامت جي ڏينھن اعمالنامي ۾ لکيل ڏسي، انھن کي برو پائيندو. جيڪي ڪرڻان سج جي شعاعن جي روشنيءَ ۾ نظر ايندا آھن، تن کي عربيءَ ۾ ”ذرة“ چوندا آھن.

## سورة العاديات

1 (ڊوڙندڙن گھوڙن جو قسم)! يعني مجاھدن جا اھي پھچندڙ گھوڙا جيڪي الله ۽ رسول جي رضامنديءَ لاءِ ڪافرن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيز ڊوڙندا آھن (ھانبارو ھڻي) گھوڙو، پھڻ وقت زور زور سان ڦوڪارا ھڻي ساھ کڻندو آھي، عربيءَ ۾ ان کي ”ضبح“ چوندا آھن.

2 (پوءِ سنب ھڻي چڻنگون ڪيندڙ گھوڙن جو قسم)! گھوڙو پھڻ مھل سخت زمين يا پٿريلي زمين تي سنب ھڻندو آھي تہ ان مان چڻنگون نڪرنديون آھن، جيئن ٻاھ ٻاريندڙ پٿر مان چڻنگون نڪرنديون آھن.

3 (پوءِ صبح جو ڪاھ ڪندڙن جو قسم)! مجاھدن جا جيڪي گھوڙا صبح سويري دشمن تي ڪاھ ڪندا آھن، اھي مراد آھن.

4 (پوءِ اتي مٽيءَ جو لُڙاٽو اڏاريندا آھن) جھاد وقت گھوڙن جي ڊوڙڻ سان دشمن جي منھن ۾ جيڪا مٽيءَ جي ڌوڙ پوندي آھي، اھا مراد آھي.

5 (پوءِ فوجن جي وچ ۾ گھڙي ويندا آھن) جيڪي مجاھدن جا گھوڙا دشمن جي شڪست کان پوءِ، سندن صفن کي چيري، وچ ۾ اچي پيھندا آھن، اھي مراد آھن.

6 (بيشڪ انسان پنھنجي رب جو ناشڪر آھي) (لڪنود) معنیٰ بي انتھا ناشڪرو ۽ منڪر مزاج آھي.

7 (۽ بيشڪ اھو پاڻ ان تي شاھد آھي) يعني سندس ڪردار، چال چلت ۽ حال ۽ ھلت مان، سندس بي شڪري ۽ نعمت جو انڪار پاڻ ظاھر ٿيندو رھندو آھي.

8 (۽ بيشڪ اھو مال جي محبت ۾ ڏاڍو سخت آھي) يعني منجھس مال متاع جي ميڙڻ ۽ جائداد ۽ ملڪيت جي جوڙڻ جي محبت ڏاڍي سخت آھي، ان جي حصول لاءِ رات ڏينھن ڊڪ ڊوڙ ڪندو رھندو آھي، تانجو پاڻ کي ھلاڪت ۾ وجھي ڇڏيندو آھي.

9 (ڇا پوءِ نٿو ڄاڻي، جڏھن قبرن مان انھن کي ڪڍيو ويندو، جيڪي منجھن آھن)؟ يعني قبرن مان مردن کي زنده ڪري اٿاريو ويندو ۽ محشر جي ميدان ۾ ڪين گڏ ڪبو.

10 (۽ ظاھر ڪيو ويندو اھو جيڪو سينن ۾ آھي) يعني ڀلائي ھجي يا بڇڙائي، سا سڀ ڇٽي پڌري ٿي سامھون ايندي.

11 (بيشڪ سندن رب ان ڏينھن سندن خبر رکندڙ آھي) يعني انسان کي ڄاڻڻ گھرجي تہ ڪين زنده ڪندڙ الله، اھا عظيم ۽ عليم ذات آھي، جنھن کان ڪڏھن بہ ڪا ڳالھ ڳجھي نہ آھي ۽ ضرور قيامت جي ڏينھن ڪين سندن عملن جو بدلو ڏيندو. پوءِ جڏھن ماڻھو انھيءَ حقيقت جي ڄاڻ رکن ٿا، تہ پوءِ ڪين نٿو ڄڳائي تہ مال جي محبت ۾ گرفتار ٿي، الله جي ناشڪري ڪن ۽ سندس عبادت کان منھن موڙين ۽ ايندڙ جھان لاءِ نيڪين جو ذخيرو ڪرڻ کان غافل رھن.

## سورة القارعة

1 (کڙڪائيندڙ) ھي قيامت جي نالن مان ھڪ نالو آھي، ڇاڪاڻ تہ قيامت انھيءَ ڏينھن دلين ۾ ڌڪاءُ ۽ دھشت وجھندي يا ھن ڪري تہ اھو ڏينھن الله جي دشمنن کي ڏڪوئيندڙ ۽ دل ڏاريندڙ عذاب ۾ سوگھو ڪندو.

2 ﴿مَا ٱلْقَارِعَةُ﴾ (ڇا آھي کڙڪائيندڙ)؟

3 (۽ توکي ڪھڙي خبر تہ کڙڪائيندڙ ڇا آھي)؟

4 (جنھن ڏينھن ماڻھو ٽڙيل پکڙيل پتنگڙن وانگر ھوندا) (الفراش) معنیٰ پتنگ. (المبثوث) معنیٰ ٽڙيل پکڙيل. يعني قيامت جي خوف ۽ دھشت وچان ھيڏي ھوڏي اڏامندڙ پتنگن وانگر ڊوڙندا رھندا، تانجو ميدان محشر ۾ جمع ٿيندا.

5 (۽ جبل پڃيل، رڱيل اُن وانگر ھوندا) يعني جيئن پڃيل ڪپھ جا مختلف رنگارنگي ذرڙا ھوا ۾ اڏرندا رھندا آھن، تيئن جبل بہ اڏامندا رھندا.

6 (پوءِ جنھن جا پُڙَ ڳرا ٿيا) محشر جي ميدان ۾ محاسبي ۽ پڇاڻي کان پوءِ ماڻھن جي جيڪا حالت ھوندي، الله تعالیٰ انھيءَ کي بيان فرمائي رھيو آھي تہ اھي ٻن ٽولين ۾ ورھائجي ويندا. ھڪڙا اھي ھوندا، جن جا اعمالناما وزني ۽ ڀاري ھوندا، يعني انھن جون نيڪيون، انھن جي برائين کان ڳريون ھونديون.

وَحُصِّلَ مَا فِي ٱلصُّدُورِ ﴿١٠﴾ إِنَّ رَبَّهُم بِهِمۡ يَوۡمَئِذٖ لَّخَبِيرُۢ ﴿١١﴾

## سُورَةُ القَارِعَةِ

ترتيبها ١٠١ — آياتها ١١

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

ٱلۡقَارِعَةُ ﴿١﴾ مَا ٱلۡقَارِعَةُ ﴿٢﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا ٱلۡقَارِعَةُ
﴿٣﴾ يَوۡمَ يَكُونُ ٱلنَّاسُ كَٱلۡفَرَاشِ ٱلۡمَبۡثُوثِ ﴿٤﴾
وَتَكُونُ ٱلۡجِبَالُ كَٱلۡعِهۡنِ ٱلۡمَنفُوشِ ﴿٥﴾ فَأَمَّا
مَن ثَقُلَتۡ مَوَٰزِينُهُۥ ﴿٦﴾ فَهُوَ فِي عِيشَةٖ رَّاضِيَةٖ
﴿٧﴾ وَأَمَّا مَنۡ خَفَّتۡ مَوَٰزِينُهُۥ ﴿٨﴾ فَأُمُّهُۥ هَاوِيَةٞ
﴿٩﴾ وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا هِيَهۡ ﴿١٠﴾ نَارٌ حَامِيَةُۢ ﴿١١﴾

## سُورَةُ التَّكَاثُرِ

ترتيبها ١٠٢ — آياتها ٨

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

أَلۡهَىٰكُمُ ٱلتَّكَاثُرُ ﴿١﴾ حَتَّىٰ زُرۡتُمُ ٱلۡمَقَابِرَ ﴿٢﴾ كَلَّا سَوۡفَ
تَعۡلَمُونَ ﴿٣﴾ ثُمَّ كَلَّا سَوۡفَ تَعۡلَمُونَ ﴿٤﴾ كَلَّا لَوۡ تَعۡلَمُونَ
عِلۡمَ ٱلۡيَقِينِ ﴿٥﴾ لَتَرَوُنَّ ٱلۡجَحِيمَ ﴿٦﴾ ثُمَّ لَتَرَوُنَّهَا
عَيۡنَ ٱلۡيَقِينِ ﴿٧﴾ ثُمَّ لَتُسۡـَٔلُنَّ يَوۡمَئِذٍ عَنِ ٱلنَّعِيمِ ﴿٨﴾

7 (پوءِ اهو خوشيءَ جي زندگي گذاريندو) يعني اهڙي زندگي گذاريندو، جنهن کان هو تمام راضي هوندو. لفظ ”عيشة“ مان جنت جون سڀ نعمتون مراد آهن.

8 (۽ باقي رهيو اهو، جنهن جا پڙ هلڪا ٿيا).

9 (پوءِ سندس ماءُ هاوية آهي) يعني سندن ماڳ دوزخ آهي. دوزخ کي سندن ”ماء“ چوڻ جو مطلب هي آهي تہ ٻار هميشه پنهنجي ماءُ وٽ اچي پناهہ وٺندو آهي. ”هاويه“ هن کري چيو ويو آهي تہ دوزخي، دوزخ جي تري ۾ سدائين اڇلايا ويندا.

10 (۽ توکي ڪهڙي خبر تہ اها ڇا آهي)؟ دوزخ جي خطرناڪ ۽ هيبتناڪ حالت بيان ڪرڻ خاطر اهڙو سؤال ڪيو ٿو وڃي. يعني ان جي اونهائيءَ جو اندازو ۽ احساس ئي نٿو ڪري سگهجي.

11 (ڀڙڪندڙ باهہ آهي) يعني انتها درجي جي ساڙيندڙ ۽ لوساٽيندڙ باهہ آهي.

## سورة التكاثر

1 (پاڻ ۾ گهڻائيءَ جي حرص توهان کي غافل ڪري ڇڏيو) يعني توهان کي هڪٻئي کان وڌيڪ ڌن دولت گڏ ڪرڻ جي حرص، اولاد جي مشغوليت، ۽ انهن جي گهڻائيءَ سبب هڪ ٻئي تي فخر ۽ وڏائي ڪرڻ کان فراغت نہ آهي، جنهن ڪري الله تعالىٰ جي اطاعت ۽ آخرت لاءِ عمل کان توهان بلڪل غافل ٿي ويا آهيو.

2 (تانجو وڃي قبرن کي ڏٺا پهچو) يعني تانجو انهيءَ حالت ۾ توهان موت جي ڪوهہ ۾ ڪرو ٿا ۽ قبرستان پهچو ٿا.

3 (خبردار! سگهوئي توهان ڄاڻندا) ڪين هڪ ٻئي تي فخر ۽ گهڻائي ظاهر ڪرڻ جي ذهنيت تي جهٽڪيو وڃي ٿو تہ سگهوئي توهان قيامت جي ڏينهن انهيءَ جي خطرناڪ پڇاڙيءَ کي ڏسندا.

4 (وري بہ خبردار! سگهوئي توهان ڄاڻندا).

5 (ائين هرگز نہ آهي! جيڪر يقيني علم جي حد تائين ڄاڻو) يعني جيڪڏهن توهان کي آخرت جي حالاتن جي باري ۾ ائين يقيني علم هجي، جيئن توهان کي دنيا جي حالتن ۽ معاملن جي باري ۾ يقيني علم هوندو آهي، تہ جيڪر ڪڏهن توهان آخرت کان غفلت ۽ بي پرواهي نہ ڪريو ۽ نہ وري هڪ ٻئي تي پنهنجي مال ملڪيت جي ڏونس ڄمايو ۽ فخر ظاهر ڪريو.

6 (توهان ضرور دوزخ کي ڏسندؤ) يعني آخرت ۾ ضرور ان کي ڏسندؤ.

7 (پوءِ ضرور ان کي يقين جي اک سان ڏسندؤ) يعني ضرور توهان کي يقيني طور، انهن ظاهري اکين سان دوزخ جو مشاهدو ٿيندو.

8 (پوءِ انهيءَ ڏينهن ضرور نعمتن جي باري ۾ توهان کان پڇا ڪئي ويندي) يعني توهان کان انهن دنيوي نعمتن جي باري ۾ پڇيو ويندو، جن جي محبت ۾ ڦاسي، توهان آخرت کان غافل ٿيندا آهيو. توهان کان امن، تندرستي، فراغت، لذيذ شين جي کائڻ پيئڻ، اڃ جي حالت ۾ ٿڌي پاڻي پيئڻ ۽ گهرن ۾ سک ۽ آرام سان رهڻ ۽ اهڙيءَ طرح باقي ٻين نعمتن جي باري ۾ لازمًا پڇا ڳاڇا ٿيندي.

## سورة العصر

1 (زماني جو قسم) الله تعالىٰ زماني جو قسم کڻي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ وڏين عبرتن ۽ نصيحتن پرائڻ جو وڏو سامان آهي. مثلاً رات ۽ ڏينهن، اونده ۽ روشنيءَ جي هڪ ٻئي جي پٺيان لاڳيتو اچ وڃ ۽ حياتي گذارڻ لاءِ منجهن جيڪي مصلحتون ۽ مفاد موجود آهن، انهن مڙني شين ۾ پڌرو دليل آهي تہ انهيءَ چرخي جو جوڙيندڙ آهي، جيڪو اڪيلو معبود برحق آهي. مفسر مقاتل چوي ٿو تہ (والعصر) مان عصر نماز جو وقت مراد آهي.

2 (تہ بيشڪ انسان ٽوٽي ۾ آهي) زيان، نقصان ۽ اصل پونجيءَ جي ضايع ٿيڻ کي ”خسران“ چئبو آهي.

3 ﴿إِلَّا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ وَعَمِلُواْ ٱلصَّٰلِحَٰتِ﴾ (سواءِ انهن جي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا) (۽ هڪ ٻئي کي حق جي وصيت ڪيائون) حق گوئي جي وصيت ڪرڻ مان مراد هي آهي تہ: هڪ ٻئي کي ايمان بالله، توحيد، شرعي فرضن جي بجا آوري ۽ منع ڪيل ڪمن کان روڪڻ جي تلقين ڪندا رهيا. (۽ هڪ ٻئي کي صبر جي وصيت ڪيائون) يعني جن ڪمن جي ڪرڻ کان الله تعالىٰ منع ڪئي آهي، تن کان هڪ ٻئي کي باز رهڻ جي تلقين ڪرڻ ۽ قدرتي تڪليفن ۽ مصيبتن تي صبر ڪرڻ جي وصيت ڪرڻ.

## سورة الهمزة

1 (هر طعني باز، گلا خور لاءِ ويل آهي) يعني انهن ٻنهي قسم جي ماڻهن لاءِ خواري يا عذاب يا هلاڪت آهي. ”همزه“ ڪنهن ماڻهو جي منهن تي عيب جوئي ڪرڻ ۽ ”لمزه“ پرپٺ گلا غيبت ڪرڻ کي چوندا آهن.

2 (جنهن مال گڏ ڪيو ۽ ان کي ڳڻي رکيائين) عيب جوئي ۽ گلا، غيبت ڪرڻ جو سبب ذڪر ٿي رهيو آهي تہ اهڙو شخص مال ميڙڻ کي فخر ۽ فضيلت جو ڳو ڪم سمجهندو آهي، تنهن ڪري ٻين کي گهٽ ۽ هيٺانهون ڀائيندو آهي.

5 (ڀانئي ٿو تہ سندس مال کيس سدائين رکندو) يعني جيڪا دولت ميڙي اٿئين تنهن جي سخت محبت سبب، گمان ٿو ڪري تہ پنهنجي مالداريءَ جي ڪري سدائين جيئرو رهندو، مرندو ئي نہ، تنهن ڪري مرڻ کان پوءِ ايندڙ حياتي جي باري ۾ سوچيندو ئي نہ آهي.

## سُورَةُ العَصۡرِ
ترتيبها ١٠٣ — آياتها ٣

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَٱلۡعَصۡرِ ﴿١﴾ إِنَّ ٱلۡإِنسَٰنَ لَفِي خُسۡرٍ ﴿٢﴾ إِلَّا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ
وَعَمِلُواْ ٱلصَّٰلِحَٰتِ وَتَوَاصَوۡاْ بِٱلۡحَقِّ وَتَوَاصَوۡاْ بِٱلصَّبۡرِ ﴿٣﴾

## سُورَةُ الهُمَزَةِ
ترتيبها ١٠٤ — آياتها ٩

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

وَيۡلٞ لِّكُلِّ هُمَزَةٖ لُّمَزَةٍ ﴿١﴾ ٱلَّذِي جَمَعَ مَالٗا وَعَدَّدَهُۥ ﴿٢﴾
يَحۡسَبُ أَنَّ مَالَهُۥٓ أَخۡلَدَهُۥ ﴿٣﴾ كَلَّاۖ لَيُنۢبَذَنَّ فِي ٱلۡحُطَمَةِ ﴿٤﴾
وَمَآ أَدۡرَىٰكَ مَا ٱلۡحُطَمَةُ ﴿٥﴾ نَارُ ٱللَّهِ ٱلۡمُوقَدَةُ ﴿٦﴾ ٱلَّتِي تَطَّلِعُ
عَلَى ٱلۡأَفۡـِٔدَةِ ﴿٧﴾ إِنَّهَا عَلَيۡهِم مُّؤۡصَدَةٞ ﴿٨﴾ فِي عَمَدٖ مُّمَدَّدَةِۭ ﴿٩﴾

## سُورَةُ الفِيلِ
ترتيبها ١٠٥ — آياتها ٥

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

أَلَمۡ تَرَ كَيۡفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِأَصۡحَٰبِ ٱلۡفِيلِ ﴿١﴾ أَلَمۡ يَجۡعَلۡ كَيۡدَهُمۡ
فِي تَضۡلِيلٖ ﴿٢﴾ وَأَرۡسَلَ عَلَيۡهِمۡ طَيۡرًا أَبَابِيلَ ﴿٣﴾ تَرۡمِيهِم
بِحِجَارَةٖ مِّن سِجِّيلٖ ﴿٤﴾ فَجَعَلَهُمۡ كَعَصۡفٖ مَّأۡكُولِۭ ﴿٥﴾

4 (هرگز نہ!) يعني جيئن گمان ڪري ٿو، تيئن نہ آهي، بلڪ (ڪيس ضرور حطمة ۾ اڇلايو ويندو) يعني ڪيس بہ ۽ سندس مال کي بہ ضرور باھ ۾ اڇلايو ويندو، جيڪا ھر انھيءَ شيءِ کي ساڙي پسم ۽ پورا پورا ڪري ڇڏيندي، جيڪا منجھس اڇلائي ويندي.

3 (۽ توکي ڪھڙي خبر تہ حطمة ڇا آهي)؟

6 ﴿ نَارُ ٱللَّهِ ٱلۡمُوقَدَةُ ﴾ (الله جي ٻرڪايل باھ آهي).

7 (جيڪا دلين تي چڙھندي) يعني ان جي گرمي دلين تي چڙھندي ۽ انھن کي سخت متاثر ڪندي، ڇاڪاڻ تہ برائين، خراب نيتن، بد اخلاقين، بد ڪردارين، تڪبر ۽ وڏائي ۽ فضيلت وارن ماڻھن جي توھين ۽ تذليل ڪرڻ جي خيالن جو اصل مرڪز دل ئي آهي.

8 (بيشڪ اھا مٿن دميل ھوندي) يعني ڪين دوزخ ۾ وجھي ان جا دروازا مٿن بند ڪيا ويندا، جنھن ڪري اُتان نڪري نہ سگھندا.

9 (ڊگھن ٿنڀن ۾) يعني وڏن ڊگھن ٿنڀن ۾ مضبوط جڪڙيل ھوندا. مفسر مقاتل جو چوڻ آهي تہ مٿن دوزخ جي دروازن کي بند ڪري، انھن کي لوھن ڪوڪن ۽ ڪِلن سان مضبوط ٺوڪيو ويندو، جنھن ڪري نہ ڪو دروازو کلندو ۽ نہ ڪو روح ان ۾ داخل ٿيندو.

## سورة الفيل

1 (ڇا نہ ڄاتئي تہ تنھنجي رب ھاٿين وارن سان ڪيئن ڪيو)؟
**ھاٿين وارا :** حبشہ جي عيسائين يمن ملڪ تي قبضو ڪيو، ان کان پوءِ ڪعبت الله جي ڊاھڻ جي نيت سان مڪي تي ڪاھ ڪيائون. جڏھن حرم مڪي جي حدن جي ويجھو پھتا تہ الله تعالىٰ مٿن اھي پکي موڪليا، جن جو ھن سورت ۾ بيان ٿي رھيو آهي. انھن پکين پٿريون ڇٽيون، ھاٿين واري انھيءَ لشڪر کي تھس نھس ڪري ڇڏيو. پوءِ اھو واقعو عبرت جي ھڪ نشاني بڻجي ويو. اھو واقعو نبي ڪريم ﷺ جن جي نبوت کان چاليھ سال اڳ ظاھر ٿيو. جن ماڻھن اھو واقعو پنھنجين اکين سان ڏٺو، انھن مان ڪي رسول الله ﷺ جن جي نبوت جي وقت جيئرا ھئا.

2 (ڇا سندن تدبير کي ناڪام نہ ڪيائين)؟ يعني ڪعبت الله شريف کي ڊاھڻ جي سندن ڪوشش ۽ سازش کي ناڪام نہ ڪيائين ۽ ڪين ھلاڪ نہ ڪيائين؟

3 (۽ مٿن پکين جا وڏا ولر موڪليائين) اھي ڪاري رنگ جا پکي ھئا، جيڪي سمنڊ جي طرفان ولرن مٿان ولر ٿي آيا. انھن مان ھر ھڪ وٽ ٽي پٿريون ھيون : ٻہ پيرن ۾ ۽ ھڪ پٿري چھنب ۾. اھي پٿريون جنھن بہ شيءِ کي ٿي لڳيون، اھا اُتي جو اُتي ڪاڌل گاھ وانگر ناس ۽ ناڙ ٿي پئي وئي.

4 (جيڪي ڪين پکين پٿرين سان ڇٽي رھيا ھئا) چون ٿا تہ جھنم جي باھ ۾ پچايل مٽيءَ جون پٿريون مراد آهن، جن مان ھر ھڪ پٿريءَ تي ان ماڻھوءَ جو نالو لکيل ھو جنھن کي لڳڻي ھئي. پٿري ڇٽي جي داڻي جيتري ۽ دال مھريءَ کان وڏي ھئي، جنھن کي بہ لڳي، تنھن کي ماتا ٿي نڪتي (۽ اھو اتي مري پئي ويو).

5 (پوءِ ڪين اولڙ گاھ وانگر ڪري ڇڏيائين) يعني پوڪ جو اھو سائو گاھ جنھن جي پَنَن کي جانور چباڙي ڪائيندا آهن ۽ ڳنر ڦٽا ڪري ڇڏيندا آهن. ھي بہ چيو ويو آهي تہ يعني انھن کي ائين ڪري ڇڏيائين جيئن پوڪ واري گاھ کي جانور ڪائي ان جو ٻُنھن اولڙ ڪري بچائي ڇڏيندا آهن.

## سورة قريش

پڙھن جو نالو "سورة الايلاف" بہ آهي.

1 ﴿ لِإِيلَٰفِ قُرَيۡشٍ ﴾ (قريشن کي الفت ڏيارڻ لاءِ).

2 (سياري ۽ اونھاري جي مسافري ۾ ڪين الفت ڏيارڻ لاءِ) قريش ٻہ سفر ڪندا ھئا: ١- سرديءَ جي سيزن ۾ يمن ويندا ھئا، ڇاڪاڻ تہ گرم علائقو آهي. ٢- گرميءَ جي موسم ۾ شام ويندا ھئا، ڇاڪاڻ تہ ٿڌو علائقو آهي. قريشن جو گذران واپار تي ھيو، انھن ٻنھي تجارتي مسافرين کان سواءِ سندن گذر بسر ممڪن نہ ھو. بيت الله شريف جي برڪت سبب ڪين امن نصيب ھو، نہ تہ سندن جيئڻ جنجال ھجي ھا. مطلب تہ الله تعالىٰ سندن لاءِ انھن ٻنھي مُسافرين کي مَن پسند ۽ آسان بڻايو، تنھن ڪري ڪين گھرجي تہ الله تعالىٰ جا مخلص ٻانھا ٿي رھن.

3 (پوءِ ڪين گھرجي تہ ھن گھرَ جي رب جي عبادت ڪن) الله تعالىٰ ڪين ٻڌائي رھيو آهي تہ ھِن سڳوري گھر جو اھو ئي رب آهي، جنھن کي ڇڏي، اھي ٻتن جي بندگي ڪري رھيا آهن. اھڙيءَ طرح الله تعالىٰ واضح فرمايو تہ سندن ٻتن جي عبادت سان منھنجو ڪو واسطو نہ آهي. اھو بيت الله شريف ئي ھو، جنھن جي آڌار تي قريش پوري عرب تي پنھنجو شان ۽ شوڪت ظاھر ڪندا ھئا.

4 (جنھن ڪين بک کان کارايو) يعني مٿي ذڪر ڪيل ٻنھي تجارتي سفرن جي برڪت سان سندن معاشي ضرورت پوري ٿيندي ھئي، حالانڪ ان کان اڳ اھي سخت فقر ۽ فاقہ مستيءَ جي زندگي گذاريندا ھئا. (۽ ڪين خوف کان امن ڏنو) عرب قبيلا ھڪ ٻئي تي غارتگري ڪندا ھئا ۽ ھڪ ٻئي کي قيدي بڻائيندا ھئا، مگر قريش کي حرم شريف جي برڪت سبب انھيءَ مصيبت کان نجات نصيب ھئي، جيئن ھاٿين واري لشڪر جي حملي کان بہ الله تعالىٰ سندن حفاظت فرمائي ھئي.

## سورة الماعون

1 (ڇا ڏٺئي ان شخص کي، جيڪو بدلي جي ڏينھن کي ڪوڙو ڪري ٿو)؟ يعني ڇا ان کي ڏٺئي جيڪو حساب ڪتاب ۽ جزا ۽ سزا جي ڏينھن، قيامت کي ڪوڙو ڀانئي ٿو.

سُورَةُ قُرَيْشٍ — ترتيبها ١٠٦ — آياتها ٤

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

لِإِيلَٰفِ قُرَيْشٍ ﴿١﴾ إِۦلَٰفِهِمْ رِحْلَةَ ٱلشِّتَآءِ وَٱلصَّيْفِ
﴿٢﴾ فَلْيَعْبُدُوا۟ رَبَّ هَٰذَا ٱلْبَيْتِ ﴿٣﴾ ٱلَّذِىٓ أَطْعَمَهُم
مِّن جُوعٍ وَءَامَنَهُم مِّنْ خَوْفٍۭ ﴿٤﴾

سُورَةُ الْمَاعُونِ — ترتيبها ١٠٧ — آياتها ٧

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

أَرَءَيْتَ ٱلَّذِى يُكَذِّبُ بِٱلدِّينِ ﴿١﴾ فَذَٰلِكَ ٱلَّذِى
يَدُعُّ ٱلْيَتِيمَ ﴿٢﴾ وَلَا يَحُضُّ عَلَىٰ طَعَامِ ٱلْمِسْكِينِ ﴿٣﴾
فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّينَ ﴿٤﴾ ٱلَّذِينَ هُمْ عَن صَلَاتِهِمْ سَاهُونَ
﴿٥﴾ ٱلَّذِينَ هُمْ يُرَآءُونَ ﴿٦﴾ وَيَمْنَعُونَ ٱلْمَاعُونَ ﴿٧﴾

سُورَةُ الْكَوْثَرِ — ترتيبها ١٠٨ — آياتها ٣

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِنَّآ أَعْطَيْنَٰكَ ٱلْكَوْثَرَ ﴿١﴾ فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَٱنْحَرْ ﴿٢﴾
إِنَّ شَانِئَكَ هُوَ ٱلْأَبْتَرُ ﴿٣﴾

2 (پوءِ اهو اُهوئي آهي، جيڪو يتيم کي ڌڪا ڏئي) يعني جيڪڏهن ٿورو غور فڪر ڪندين ته توکي معلوم ٿي ويندو ته اهوئي شخص انهيءَ خسيس صفت جو مالڪ آهي، جيڪو يتيم جي حقن جي ادائيگيءَ جو سخت مخالف آهي. جاهليت جي زماني ۾ عرب نه عورتن کي ورثو ڏيندا هئا ۽ نه يتيمن کي حق ڏيندا هئا.

3 (۽ مسڪين جي کاڌي کارائڻ تي نٿو اُپاري) يعني مال ۾ بخيليءَ جي ڪري نه پاڻ يتيم کي کاڌو کارائي ٿو، نه پنهنجن گهر وارن کي ان جي رغبت ڏئي ٿو ۽ نه ڪنهن ٻئي کي اهڙي تلقين ۽ تاڪيد ڪري ٿو.

4 ﴿فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّينَ﴾ (پوءِ تباهي آهي انهن نمازين لاءِ).

5 (جيڪي پنهنجين نمازن ۾ سستي ڪن ٿا) يعني بي پرواهيءَ جي ڪري نماز ادا ڪرڻ کان غافل آهن، ڇاڪاڻ ته اهو يقين نه رکندا آهن ته جيڪڏهن نماز پڙهندا ته ڪين ان جو اجر ۽ ثواب ملندو ۽ نه ئي خدا جو خوف اٿن جو سوچين ته جيڪڏهن نماز نه پڙهنداسون ته الله سزا ڏيندو، تنهن ڪري هو ان کان غافل رهندا آهن، تانجو نماز جو وقت نڪري ويندو آهي.

6 (جيڪي ڏيکاءُ ڪندا آهن) يعني جيڪڏهن اتفاق سان نماز پڙهندا به آهن، تڏهن به ماڻهن کي ڏيکارڻ جي جذبي سان پڙهندا آهن. هي مطلب به ٿي سگهي ٿو ته جيڪي به عمل ڪندا آهن، رياڪاريءَ جي نيت سان ڪندا آهن، جيئن سندن ساراهه ٿئي.

7 (۽ معمولي شين ڏيڻ کان جهليندا آهن) (الماعون) مان هر اها شيءِ مراد آهي، جيڪا عام طرح سان ماڻهو هڪبئي کي اڌاري ڏيندا آهن، مثلاً ڏول، ديڳڙي وغيره ۽ عام واهپي واريون اهڙيون معمولي شيون جن کان منع نه ڪري سگهبي آهي، جيئن پاڻي، لوڻ، وغيره. هي به چيو ويو آهي ته (الماعون) مان زڪات مراد آهي، يعني مالن جي زڪات نه ڏيندا آهن.

## سورة الكوثر

1 (بيشڪ اسان توکي ڪوثر ڏنو آهي) (الڪوثر) جنت جي هڪ نهر جو نالو آهي، جيڪا نبي اڪرم ﷺ جن ۽ سندن امت جي عزت افزائيءَ لاءِ ڪين عطا ڪئي وئي آهي.

2 (پوءِ پنهنجي رب لاءِ نماز پڙهه) پنج وقتي فرضي نماز قائم ڪرڻ جو حڪم آهي. (۽ قرباني ڪر) ماڻهو غير الله لاءِ نماز پڙهندا هئا ۽ غير الله لاءِ قرباني ڪندا هئا، تنهن ڪري الله تعالىٰ پنهنجي پيغمبر ﷺ کي حڪم فرمايو ته سندس نماز هجي يا قرباني، سڀ الله تعالىٰ لاءِ خاص هجڻ گهرجي. قتاده، عطاء ۽ عڪرمه جي قول مطابق انهيءَ آيت مان عيد جي نماز پڙهڻ ۽ اضحي ڪرڻ مقصود آهي.

3 (بيشڪ تنهنجو دشمن ئي نِپُٽو آهي) يعني اوٽو نپٽو، بي نسل، پاڙ پٽيل اهوئي شخص هوندو آهي، جنهن جو موت کان پوءِ ذڪر نه ٿئي ۽ جنهن کي اولاد نه هجي. جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جو هڪ فرزند ارجمند گذاري ويو ته مشرڪن طعني بازي ڪئي ته پاڻ سڳورا (معاذ الله!) بي نسل آهن، جنهن تي هيءَ سورت نازل ٿي.

## سورة الكافرون

1 (چئو ته : اي ڪافرو)! هن سورت سڳوريءَ جو شان نزول هي آهي ته : ڪافرن نبي ڪريم ﷺ جن کان مطالبو ڪيو ته توهان هڪ سال اسان جي معبودن جي عبادت ڪريو، موٽ ۾ اسان به توهان جي معبود جي هڪ سال عبادت ڪنداسون. تنهن تي الله تعالىٰ کيس حڪم فرمايو ته ڪين چئو ته

2 (آءٌ انهن جي عبادت نه ڪندس، جن جي توهان عبادت ڪريو ٿا) يعني پاڻ وانگر بت پرستي ڪرڻ جو جيڪو مطالبو مون کان ڪري رهيا آهيو، آءٌ ائين هرگز نه ٿو ڪري سگهان ۽ نه ان کي مڃيندس. يعني توهان جي باطل معبودن جي پوڄا هرگز نه ڪندس.

3 (۽ نه توهان انهيءَ جي عبادت ڪرڻ وارا آهيو، جنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو) يعني جيستائين توهان پنهنجي ڪفر ۽ شرڪ تي قائم آهيو، تيستائين سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ته توهان منهنجي مٺي مالڪ الله سڳوري جي عبادت ڪريو.

4 (۽ نه آءٌ انهن جو پوڄاري ٿيندس، جن جي توهان پوڄا ڪري رهيا آهيو) يعني ايندڙ زماني ۾ جيستائين منهنجي حياتي باقي آهي، سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ته توهان جي بتن مان ڪنهن هڪ جي به آءٌ عبادت ڪريان.

5 (۽ نه توهان ان جي عبادت ڪرڻ وارا آهيو، جنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو) يعني مستقبل ۾ جيستائين توهان ڪفر تي ڏٺيا ٻيٺا آهيو ۽ بت پرستي نٿا ڇڏيو، توهان منهنجي رب ڪريم جي بندگي ڪرڻ وارا نه آهيو، ڇاڪاڻ ته جيڪو شخص الله جو ڪفر ڪري ۽ ساڻس شرڪ ڪري ٿو، اهو جيڪڏهن الله جي عبادت ڪري به، تڏهن به اها قبول ٿيڻ جوڳي نه آهي ۽ ان جو ڪو اعتبار ئي نه آهي. هي به چيو ويو آهي ته آيتن ۾ تڪرار تاڪيد جي غرض سان آهي ته جيئن ڪافر هن ڳالهه کان بلڪل مايوس ٿين ته ڪو نبي ڪريم ﷺ جن بت پرستيءَ جي سندن مطالبي کي مڃڻ وارا آهن.

6 (توهان لاءِ توهان جو دين ۽ منهنجي لاءِ منهنجو دين آهي) يعني جيڪڏهن توهان پنهنجي دين کان راضي آهيو، ته آءٌ به پنهنجي دين کان راضي آهيان. توهان جو دين شرڪ آهي، اهو توهان تائين محدود آهي جيڪو وڌي مون وٽ نه پهچندو ۽

## سُورَةُ الكَافِرُونَ

ترتيبها ١٠٩ — آياتها ٦

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

قُلْ يَٰٓأَيُّهَا ٱلْكَٰفِرُونَ ﴿١﴾ لَآ أَعْبُدُ مَا تَعْبُدُونَ ﴿٢﴾
وَلَآ أَنتُمْ عَٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ ﴿٣﴾ وَلَآ أَنَا۠ عَابِدٌ مَّا عَبَدتُّمْ ﴿٤﴾
وَلَآ أَنتُمْ عَٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ ﴿٥﴾ لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِىَ دِينِ ﴿٦﴾

## سُورَةُ النَّصْرِ

ترتيبها ١١٠ — آياتها ٣

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

إِذَا جَآءَ نَصْرُ ٱللَّهِ وَٱلْفَتْحُ ﴿١﴾ وَرَأَيْتَ ٱلنَّاسَ
يَدْخُلُونَ فِى دِينِ ٱللَّهِ أَفْوَاجًا ﴿٢﴾ فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ
وَٱسْتَغْفِرْهُ ۚ إِنَّهُۥ كَانَ تَوَّابًۢا ﴿٣﴾

## سُورَةُ المَسَدِ

ترتيبها ١١١ — آياتها ٥

بِسْمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحْمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

تَبَّتْ يَدَآ أَبِى لَهَبٍ وَتَبَّ ﴿١﴾ مَآ أَغْنَىٰ عَنْهُ مَالُهُۥ وَمَا
كَسَبَ ﴿٢﴾ سَيَصْلَىٰ نَارًا ذَاتَ لَهَبٍ ﴿٣﴾ وَٱمْرَأَتُهُۥ
حَمَّالَةَ ٱلْحَطَبِ ﴿٤﴾ فِى جِيدِهَا حَبْلٌ مِّن مَّسَدٍۭ ﴿٥﴾

منهنجو دين، توحيد وارو دين آهي، جيڪو تجاوز ڪري توهان کي نصيب ئي نہ ٿيندو.

## سورة النصر

هن جو نالو ”سورة التوديع“ (الوداع واري سورت) بہ آهي. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن : لٿي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ : منهنجي وصال جو وقت اچي ويو آهي.

1 **(جڏهن اللہ جي مدد اچي ۽ فتح ٿئي)** يعني اي محمد! ﷺ جڏهن توهان کي پنهنجي دشمن قريش جي مقابلي ۾ مدد حاصل ٿي چڪي ۽ مڪو فتح ٿي چڪو. اهڙي تائيد جنهن سان دشمن کي شڪست ۽ مٿس غلبو حاصل ٿئي، تنهن کي ”نصر“ ۽ سندن ملڪ تي قبضو ٿيڻ کي ”فتح“ چئبو آهي. حق کي قبول ڪرڻ لاءِ دشمن جي دلين جو کلڻ بہ ”فتح“ ۾ شامل آهي.

2 **(۽ ڏسين تہ ماڻهو ٽولين جون ٽوليون اللہ جي دين ۾ داخل ٿين ٿا)** يعني هڪ جماعت کان بعد ٻي جماعت ۽ هڪ ٽوليءَ کان بعد ٻي ٽولي اسلام ۾ داخل ٿي رهي آهي. نبي ڪريم ﷺ جن مڪو فتح ڪيو تہ عربن چيو تہ هاڻي جڏهن حرم مڪي وارن تي بہ پاڻ سڳورن کي سوڀ نصيب ٿي آهي، حالانڪ مڪو اهو مقام آهي، جنهن تي هاٿين وارو لشڪر بہ قبضو ڪري نہ سگهيو، تہ پوءِ ان جو مطلب هي آهي تہ پاڻ ضرور حق تي آهن ۽ توهان ۾ سندن مقابلي جي سگهہ ئي نہ آهي. اهو سوچي ٽولين جي صورت ۾ ۽ قبيلن جا قبيلا اسلام ۾ داخل ٿيندا ويا، جڏهن تہ اڳ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪي فرد اسلام ۾ داخل ٿيندا هئا.

3 **(پوءِ پنهنجي رب جي ساراهہ سان سندس پاڪائي بيان ڪر)** هن آيت ۾ ڪين تسبيح ۽ حمد، ٻنهي جو حڪم آهي. تسبيح جو حڪم هن ڪري آهي تہ اللہ تعاليٰ مسلمانن جي فتح جو انتهائي تعجب جوڳو اعلان فرمايو، جنهن جو نہ پاڻ ڪريم جن ﷺ ۽ نہ ڪنهن ٻني بشر کي خيال ۽ گمان بہ هو ۽ حمد جو حڪم هن ڪري آهي تہ مڪي جهڙي مرڪزي شهر جي عظيم الشان فتح ۽ اجتماعي صورت ۾ مختلف قبيلن ۽ شهرن جي اسلام ۾ داخل ٿيڻ جي بشارت ڏنائين. **(۽ ان کان بخشش گهر)** يعني عاجزي ۽ انڪساري ڪندي، پنهنجي عمل ۾ جيڪا ڪمي، ڪوتاهي ۽ غلطي ٿي وئي هجي تہ ان تي معافي طلب ڪر. **(بيشڪ اهو توبہ قبول ڪندڙ آهي)** يعني اللہ تعاليٰ جو شان اهو آهي تہ جيڪو ڪانئس بخشش گهرندو آهي، تنهن جي توبہ قبول فرمائيندو، مٿن ٻاجهہ ۽ مهرباني فرمائيندو آهي. بخاري ۽ حديث شريف جي ٻين ڪتابن ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هن سورت ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي اجل جو اعلان آهي، جيڪو اللہ تعاليٰ : چئي ڪيس ڄاڻايو، اها سندن وصال مبارڪ جي نشاني آهي. پوءِ فرمايو ويو تہ : يعني هاڻي پنهنجي رب جي ساراهہ سان گڏ سندس تسبيح ڪر، بيشڪ اهو توبه قبول ڪندڙ آهي.

## سورة المسد

1 **(ابو لهب جا ٻئي هٿ ڀڃن)** يعني ان جا هٿ ڪپجن، ناڪام ۽ نامراد ٿين شال. **(۽ برباد ٿئي پاڻ)** ۽ پاڻ بہ هلاڪ ٿئي. يعني پاڻ سڳورن کيس جيڪا پٽَ ۽ پاراتو ڏنو، سو قبول ٿي چڪو. ابو لهب نبي ڪريم ﷺ جن جو چاچو هو، جنهن جو نالو ”عبدالعزيٰ“ هو.

2 **(سندس مال ۽ جو ڪجهہ ڪمايائين سي ڪيس بچائي نہ سگهيا)** يعني سندس ميڙيل مال ۽ مالداري، ڪسب ڪمائي ۽ حاصل ڪيل سرداري، ڪيس اللہ جي عذاب ۽ هلاڪت کان مور بچائي نہ سگهي.

3 **(سگهوئي ڄڀين واري باهہ ۾ پهچندو)** يعني سگهوئي دوزخ جي ڀڙڪيل باهہ ۾ داخل ٿيندو، جيڪا سندس کل ئي ساڙي ڇڏيندي.

4 **(۽ ڪاٺيون ڪڻندڙ سندس زال بہ)** يعني اجهو سندس زال بہ ڀڙڪندڙ باهہ ۾ داخل ٿيڻ واري آهي. سندس نالو ”ام جميل“ آهي، جيڪا ابوسفيان جي ڀيڻ ۽ ”حرب“ جي ڌيءُ هئي. اها عورت ڪنڊا ۽ ڪاٺيون ڪٺي، رات جو انهيءَ رستي ۾ اڇلائيندي هئي، جتان نبي ڪريم ﷺ جن گذرندا هئا.

5 **(سندس ڳچي ۾ ڪاٻر جي رسي هوندي)** (مسد) يعني اهو ڪاٻر جنهن مان رسا وٽبا آهن. ام جميل وٽ موتين ۽ هيرن جو هار هو. لات ۽ عزيٰ جو قسم کڻي عهد ڪيائين تہ ضرور ان کي وڪڻي، ان جي رقم محمد (ﷺ) جي دشمني ۾ خرچ ڪنديس. سندس عمل جو بدلو ڪيس اهو ڏنو ويو تہ قيامت جي ڏينهن سندس ڳچيءَ ۾ جواهرات واري هار جي بجاءِ ڪاٻر جي وٽيل رسي هوندي.

## سورة الاخلاص

1 **(چؤ تہ اهو اللہ اڪيلو آهي)** مشرڪن چيو تہ اي محمد (ﷺ)! اسان کي پنهنجي رب جو نسب نامون تہ ٻڌاءِ. تنهن تي هيءَ سورت نازل ٿي. يعني جيڪڏهن توهان سندس نسب بابت پڇو ٿا تہ اهو هيءُ آهي تہ : اللہ اڪيلو آهي، سندس ڪو شريڪ نہ آهي.

2 **(اللہ بي نياز آهي)** الصمد : جنهن (هستيءَ) ڏانهن حاجتن جي تڪميل لاءِ متوجه ٿجي. يعني هن ڪري ان ڏانهن قصد ڪجي ٿو تہ اهو انهن جي پوري ڪرڻ تي پوري قدرت رکندڙ آهي. ابن عباس رضي الله عنهما جو قول آهي تہ ”الصمد“ اهو سردار آهي، جنهن جي سرداري مڪمل هجي، اهو شريف آهي، جيڪو پنهنجي عظمت ۾ ڪامل هجي، اهو حليم آهي، جنهن جي بردباري ڪامل

ترتيبها ١١٢ — سُورَةُ الإِخْلَاصِ — آياتها ٤

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

قُلْ هُوَ اللَّهُ أَحَدٌ ﴿١﴾ اللَّهُ الصَّمَدُ ﴿٢﴾ لَمْ يَلِدْ
وَلَمْ يُولَدْ ﴿٣﴾ وَلَمْ يَكُن لَّهُ كُفُوًا أَحَدٌ ﴿٤﴾

ترتيبها ١١٣ — سُورَةُ الفَلَقِ — آياتها ٥

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ﴿١﴾ مِن شَرِّ مَا خَلَقَ ﴿٢﴾ وَمِن
شَرِّ غَاسِقٍ إِذَا وَقَبَ ﴿٣﴾ وَمِن شَرِّ النَّفَّاثَاتِ فِي
الْعُقَدِ ﴿٤﴾ وَمِن شَرِّ حَاسِدٍ إِذَا حَسَدَ ﴿٥﴾

ترتيبها ١١٤ — سُورَةُ النَّاسِ — آياتها ٦

بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ

قُلْ أَعُوذُ بِرَبِّ النَّاسِ ﴿١﴾ مَلِكِ النَّاسِ ﴿٢﴾ إِلَٰهِ
النَّاسِ ﴿٣﴾ مِن شَرِّ الْوَسْوَاسِ الْخَنَّاسِ ﴿٤﴾ الَّذِي
يُوَسْوِسُ فِي صُدُورِ النَّاسِ ﴿٥﴾
مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ ﴿٦﴾

هجي، اهو شاهوڪار آهي، جيڪو پنهنجي شاهوڪاري ۾ ڪامل هجي. اهو جبار آهي، جيڪو پنهنجي ڏاڍ ۽ شان جبروتيءَ ۾ ڪامل هجي، اهو عالم آهي، جيڪو پنهنجي علم ۾ ڪامل هجي، اهو حڪيم آهي، جيڪو پنهنجي حڪمت ۾ ڪامل هجي ۽ اها الله سبحانه جي ذات آهي ۽ اها صفت رڳو ڪيس ئي جڳائي.

3 **(نہ ڪنهن کي ڄڻيو اٿئين ۽ نہ ڪنهن مان ڄائو آهي)** يعني نہ ان مان اولاد پيدا ٿيو، نہ ئي پاڻ ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪا بہ شيءِ سندس جنس جهڙي نہ آهي ۽ پڻ هن ڪري بہ تہ ازل ۾ يا آخر ۾، ان ڏانهن عدم جي نسبت ڪرڻ ناممڪن آهي. جڏهن تہ پيدا ٿيل شيءِ پنهنجي پيدائش ڪان اڳ معدوم هوندي آهي. يعني الله تعالىٰ جو ڪو پيءُ نہ آهي، جنهن ڏانهن سندس نسبت ڪجي. قتاده جو قول آهي تہ عرب جي مشرڪن چيو تہ ملائڪ، الله جون ڌيئرون آهن. يهودين چيو تہ عزير، الله جو پٽ آهي. نصارن چيو تہ مسيح، الله جو پٽ آهي. الله تعالىٰ انهن سڀني جي ترديد ڪندي فرمايو تہ .

4 **(۽ نہ ڪو سندس برابر آهي)** نہ ان جو ڪو مَٽُ شاني، نہ ان جهڙو، نہ ان سان ڪو مماثلت (هڪجهڙائي) رکندڙ آهي ۽ نہ ئي ڪو سندس ذات ۽ صفات ۾ شريڪ ۽ ڀاڱي ڀائيوار آهي.

## سورة الفلق

1 **(چؤ تہ صبح جي رب جي پناهہ وٺان ٿو)** ”الفلق“ صبح کي چئبو آهي، ڇاڪاڻ تہ رات مان ڦٽي الڳ ٿيندي آهي. چيو ويو آهي تہ : الله جي مخلوق مان جيڪا بہ شي ٻي شيءِ مان ڦٽي نڪري، تنهن کي ”فلق“ چئبو آهي، حيوانن، داڻن، ڪڪڙين ۽ هر قسم جي نباتات وغيره مان. پڻ چيو ويو آهي تہ هن طرف اشارو ڪرڻ مراد آهي تہ الله تعالىٰ، جيڪو هن ساري جهان کي اهڙين گگهہ اونداهين مان ڪڍڻ تي قادر آهي، سو هيءَ قدرت بہ رکي ٿو تہ پاڻ ڪان پناهہ وٺڻ واري کي، هر انهيءَ شيءِ ڪان بچائي، جنهن جو ڪيس خوف ۽ خطرو هجي.

2 **(هر انهيءَ شيءِ جي شر ڪان، جنهن کي انهيءَ خلقيو آهي)** يعني آءٌ الله سبحانه وتعالىٰ ڪان سندس سموري مخلوق جي شر ڪان پناهہ پنان ٿو.

3 **(۽ اونده جي شر ڪان، جڏهن ڇانئجي وڃي)** يعني: رات جي شر ڪان بہ سندس ئي پناهہ وٺان ٿو، جڏهن اها ايندي آهي. چيو ويو آهي تہ ان جو سبب هي آهي تہ رات جي وقت درندا، پنهنجن نڪاڻن مان نڪرندا آهن، زهريلا جيت جڻا ٻرن مان ٻاهر ايندا آهن ۽ شرير ماڻهو فساد ۽ فتنو ڦهلائڻ لاءِ سانباها ڪندا آهن.

4 **(۽ ڳنڍين ۾ ڦوڪڻ وارين جي شر ڪان)** يعني سندس پناهہ وٺان ٿو جادوگر عورتن جي شر ڪان، ڇاڪاڻ تہ جادو ڪرڻ وقت اهي ڌاڳن ۾ ڳنڍيون ڏئي، منتر پڙهي انهن ۾ ڦوڪينديون آهن.

5 **(۽ حسد ڪندڙ جي شر ڪان، جڏهن اهو حسد ڪري)** ٻئي تي الله جي نعمت ڏسي، ان جي زوال جي تمنا ڪرڻ، اهو حسد ۽ ساڙ آهي.

## سورة الناس

1 **(چؤ تہ ماڻهن جي رب جي پناهہ وٺان ٿو)** ”ماڻهن جو رب“ اهو الله آهي، جيڪو سندن خالق بہ آهي، تہ سندن معاملن جي تدبير ڪندڙ بہ آهي. پڻ سندن حالات جي اصلاح ڪندڙ بہ آهي.

2 **(ماڻهن جي بادشاهہ جي)** يعني ڪامل ۽ مڪمل ملڪ ۽ مملڪت سندس ئي آهي، ۽ زبردست بادشاهيءَ جو مالڪ بہ پاڻ ئي آهي.

3 **(ماڻهن جي سچي معبود جي)** جيڪو سندن عبادت جو سچو حقدار آهي، ڇاڪاڻ تہ بادشاهن مان ڪو معبود هجڻ جي دعوىٰ ڪندو بہ آهي ۽ ڪو دعوىٰ نہ بہ ڪندو آهي. الله تعالىٰ واضح فرمايو تہ اسم ”الٰه“ سندس لاءِ خاص آهي، جنهن ۾ ڪو سندس شريڪ نہ آهي.

4 **(وسوسا وجهندڙ جي شر ڪان)** ان مان شيطان مراد آهي. **(جيڪو پٺتي پرڪي ويندڙ آهي)** يعني وَر وَر ڪري وسوسا وجهي پوئتي هٽي ويندو آهي. جڏهن الله کي ياد ڪبو آهي تہ شيطان پريشان ٿي پوئتي هٽي ويندو آهي ۽ جڏهن الله کي ياد نہ ڪبو آهي تہ ڏاڍو خوش ٿي، انساني قلب تي قابض ٿي وسوسا وجهڻ لڳندو آهي.

6 **(جيڪو ماڻهن جي سينن ۾ وسوسا وجهندو آهي)** وسوسو: دل ۾ اهڙي ڪلام سان پنهنجي فرمانبرداريءَ جي دعوت پهچائڻ آهي، جنهن جو آواز ٻڌڻ ۾ نہ اچي. انهيءَ کان پوءِ الله تعالىٰ بيان فرمائي ٿو تہ وسوسا وجهندڙ ٻہ قسمن آهن: ١- جن ٢- انسان. فرمايائين:

5 **(جنن مان هجي يا انسانن مان)** جنن مان جيڪي شيطان آهن، اهي ماڻهن جي سينن ۾ وسوسا وجهندا آهن. رهيو انساني شيطانن جو ماڻهن جي سينن ۾ وسوسا وجهڻ تہ اهي، ماڻهن جي اڳيان پاڻ کي مشفق مهربان، نصيحت ڪندڙ ظاهر ڪري، پنهنجي اثرائتي ڪلام ذريعي سندن سينن ۾ اهي ڳالهيون وجهندا آهن، جيڪي جني شيطان پنهنجن وسوسن سان سندن سينن ۾ وجهندا آهن. پڻ چيو ويو آهي تہ ابليس پاڻ انسانن جي سينن ۾ وسوسا وجهندو آهي. ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : ”جيڪو بہ ٻار ڄمندو آهي تہ ان جي دل تي وسواس هوندو آهي. پوءِ جڏهن اهو (انسان) الله کي ياد ڪندو آهي تہ وسواس هٽي ويندو آهي ۽ جڏهن ان جي ياد کان غافل ٿيندو آهي تہ وسوسن ۾ وڪوڙجي ويندو آهي“. اسان شيطاني وسوسن کان الله جي پناهہ وٺون ٿا.

# مسلمان جي زندگيءَ بابت اهم سوال

**١ مسلمان کي پنهنجو عقيدو ڪٿان حاصل ڪرڻ گهرجي؟** (مسلمان کي پنهنجو عقيدو) الله جي ڪتاب ۽ ان جي رسول ﷺ جي صحيح سنت مان وٺڻ گهرجي جيڪو نبي پنهنجي نفساني سَڌَ کان نه ڳالهائيندو آهي. ﴿ إِنْ هُوَ إِلَّا وَحْىٌ يُوحَىٰ ﴾ (مگر اهو وحي هوندو آهي جيڪا ڏانهس ڪئي ويندي آهي). اهڙو عقيدو جيڪو صحابه ۽ سلف صالحين جي سمجهه مطابق هجي.

**٢ جڏهن اسان ۾ اختلاف ٿئي ته اسان کي ڪهڙي شيءِ ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي؟** اسان کي سڌي ۽ ثابت شريعت ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي. قرآن ۽ حديث مان حڪم وٺڻ گهرجي. جيئن الله تعالىٰ جو فرمان آهي ته : ﴿ فَإِن تَنَٰزَعْتُمْ فِى شَىْءٍ فَرُدُّوهُ إِلَى ٱللَّهِ وَٱلرَّسُولِ ﴾ (پوءِ جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ بابت جهڳڙو ڪريو ته ان کي الله ۽ رسول ڏانهن موٽايو). ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته : «**تَرَكْتُ فِيكُمْ أَمْرَيْنِ لَنْ تَضِلُّوا مَا تَمَسَّكْتُمْ بِهِمَا : كِتَابَ اللَّهِ ، وَسُنَّةَ نَبِيِّهِ**» ”اوهان ۾ آءٌ ٻه شيون ڇڏي ٿو وڃان جيستائين انهن کي مضبوط جهليندؤ، ته ڪڏهن به گمراهه نه ٿيندؤ. الله جو ڪتاب (قرآن شريف) ۽ سندس نبيءَ جي سنت“. (مؤطا).

**٣ قيامت جي ڏينهن نجات حاصل ڪرڻ واري جماعت ڪهڙي آهي؟** نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي ته : ((**وَتَفْتَرِقُ أُمَّتِي عَلَى ثَلَاثٍ وَسَبْعِينَ مِلَّةً كُلُّهُمْ فِي النَّارِ إِلَّا مِلَّةً وَاحِدَةً. قَالُوا : وَمَنْ هِيَ يَا رَسُولَ اللَّهِ؟ قَالَ : مَا أَنَا عَلَيْهِ وَأَصْحَابِي**)) ”منهنجي امت ٽيهتر فرقن ۾ ورهائبي، رڳو هڪ جماعت کان سواءِ باقي سڀئي جهنم ۾ ويندا. ڇيائون ته : يا رسول الله! اها ڪهڙي جماعت آهي؟ پاڻ فرمايائون : جيڪا منهنجي ۽ منهنجي صحابين واري طريقي تي آهي“. (مسند احمد). سو حق اهو آهي جنهن تي نبي ڪريم ﷺ ۽ سندس اصحاب سڳورا هئا. تنهن ڪري جيڪڏهن تون پنهنجو ڇوٽڪارو ۽ عملن جي قبوليت گهرين ٿو ته انهن جو اتباع تو تي لازم ۽ بدعتن کان بچڻ تو لاءِ ضروري آهي.

**٤ چڱي عملن جي قبوليت جا شرط ڪهڙا آهن؟** ان جا شرط هي آهن : **١. الله ۽ سندس هيڪڙائيءَ تي ايمان آڻڻ:** هن شرط مطابق مشرڪ جا عمل قبول نه ڪيا ويندا. **٢. اخلاص :** يعني عمل خاص الله جي رضا لاءِ ڪيو وڃي. **٣. عمل ۾ نبي ڪريم ﷺ جي پيروي ڪرڻ:** يعني سندس شريعت مطابق عمل ڪري. الله تعالىٰ جي عبادت سندس شريعت کان سواءِ ڪنهن ٻئي طريقي سان نه ٿيندي. هنهن ٽن شرطن مان ڪو به هڪ شرط نه ليندو ته اهو عمل مردود ڇئبو. الله تعالىٰ جو فرمان آهي ته: ﴿ وَقَدِمْنَآ إِلَىٰ مَا عَمِلُوا۟ مِنْ عَمَلٍ فَجَعَلْنَٰهُ هَبَآءً مَّنثُورًا ﴾ (۽ جيڪو به عمل ڪيائون تنهن ڏانهن اسين رخ ڪنداسون. پوءِ ان کي اڏاميل دوڙ ڪري ڇڏينداسون).

**٥ دين جا درجا گهڻا آهن؟** ان جا ٽي درجا آهن : اسلام، ايمان ۽ احسان.

**٦ اسلام ڇا آهي ۽ ان جا رڪن ڪيترا آهن؟** **اسلام** : الله جي وحدانيت جي اقرار ، ان جي فرمانبرداري، شرڪ ۽ شرڪ ڪندڙن کان بيزاريءَ جو نالو آهي. ۽ ان جا پنج رڪن آهن. جن کي نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي هن ارشاد ۾ بيان فرمايو آهي: ” **بُنِيَ الإِسْلَامُ عَلَى خَمْسٍ : شَهَادَةِ أَنْ لَا إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ، وَأَنَّ مُحَمَّدًا رَسُولُ اللَّهِ، وَإِقَامِ الصَّلَاةِ، وَإِيتَاءِ الزَّكَاةِ، وَحَجِّ الْبَيْتِ، وَصَوْمِ رَمَضَانَ**“. ”اسلام جو پنجن شين تي بنياد رکيو ويو آهي. هيءَ شاهدي ڏيڻ ته : الله کان سواءِ ٻيو ڪو به عبادت جي لائق ناهي ۽ محمد ﷺ الله جا بر حق رسول آهن ۽ نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪات ڏيڻ ۽ بيت الله جو حج ڪرڻ ۽ رمضان جا روزا رکڻ“. (متفق عليه).

**٧ ايمان ڇا آهي ۽ ان جا رڪن ڪيترا آهن؟** **ايمان** : دل جي يقين، زبان جي اقرار ۽ جسماني عضون جي عملن جو نالو آهي. نيڪ عملن ڪرڻ سان ايمان وڌندو آهي ۽ گناهن سان گهٽبو آهي. الله جو فرمان آهي: ﴿ لِيَزْدَادُوٓا۟ إِيمَٰنًا مَّعَ إِيمَٰنِهِمْ ﴾ (ته جيئن سندن ايمان ۾ اجان به يقين جو واڌارو ٿئي) ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي ته : ((**الايمانُ بِضعٍ وَسَبعُونَ شُعبَةً، فَافضَلُهَا قَولُ لا الهَ الاَّ اللهُ، وَادنَاهَا اماطَةُ الاذَى عَنِ الطَّرِيقِ، وَالحَيَاءُ شُعبَةٌ مِنَ الايمَانِ**)) ايمان جون ستر کان وڌيڪ شاخون آهن. جن مان پلي ۾ پلو (لَآ اِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهُ ) جو ٻول آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ رستي تان گندگي هٽائڻ آهي ۽ حياءُ به ايمان جي هڪ شاخ آهي. (مسلم). ان جي تاڪيد هن سان به ٿئي ٿي جو مسلمان چڱن ڪمن ڪرڻ واري ڏهاڙن ۾ نيڪيون ڪندي پاڻ ۾ نشاط ۽ تازگي محسوس ڪندا آهن ۽ گناهن ڪرڻ وقت پاڻ ۾ بيچيني محسوس ڪندا آهن. الله تعالىٰ فرمايو آهي ته : ﴿ إِنَّ ٱلْحَسَنَٰتِ يُذْهِبْنَ ٱلسَّيِّـَٔاتِ ﴾

(بيشڪ ڇڱايون، برائين کي ميٽي ڇڏينديون آهن). **ايمان جا رڪن ڇهه آهن**. جن کي نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي هن قول ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ : ((اَن تُؤمِنَ بِاللّٰهِ، وَمَلاَئِڪَتِهِ، وَڪُتُبِهِ، وَرُسُلِهِ، وَالْيَوم الآخِرِ، وَالْقَدَرِ خَيرِهِ وَشَرِّهِ)) "هي تہ الله تي ۽ سندس فرشتن، سندس ڪتابن، سندس رسولن، آخرت واري ڏينهن ۽ ڀلي، بري تقدير تي توهان ايمان آڻ". (بخاري).

**٨ (لاَ اِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهَ) جي معنيٰ ڇاهي؟** ان جي معنيٰ هي آهي تہ : الله کان سواءِ ڪنهن کي بہ عبادت جي مستحق سمجهڻ جو انڪار ڪرڻ ۽ رڳو اڪيلي الله لاءِ ان کي ثابت ڪرڻ .

**٩ ڇا الله تعاليٰ اسان سان گڏ آهي؟** ها! الله تعاليٰ، پنهنجي علم، پنهنجي ٻڌڻ، پنهنجي ڏسڻ، پنهنجي حفاظت، پنهنجي احاطي، پنهنجي قدرت ۽ پنهنجي ذاتي ارادي سان اسان سان گڏ آهي. البتہ سندس ذات پاڪ مخلوق سان وچڙيل ۽ گڏيل ڪانهي ۽ نہ وري مخلوقات مان ڪابہ شيءِ سندس احاطو ڪري سگهي ٿي.

**١٠ ڇا الله تعاليٰ اکين سان ڏسي سگهجي ٿو؟** مسلمانن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ الله تعاليٰ کي دنيا ۾ نہ ٿو ڏسي سگهجي. البتہ مؤمن ڪيس آخرت، محشر جي ميدان ۽ جنت ۾ ڏسندا. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ﴿وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ ﴿٢٢﴾ إِلَىٰ رَبِّهَا نَاظِرَةٌ﴾ (ڪي چهرا ان ڏينهن ٻهڪندڙ هوندا، پنهنجي رب ڏانهن نهاريندڙ هوندا).

**١١ الله تعاليٰ جي مبارڪ نالن ۽ پاڪ صفتن جي ڄاڻ جو فائدو ڇا آهي؟** سڀ کان پهريون فرض جيڪو الله پنهنجي مخلوق تي مقرر ڪيو آهي، سو الله ﷻ جي معرفت آهي. جو تہ جڏهن ماڻهو ڪيس سڃاڻيندا تہ سندس عبادت جيئن ان جو حق آهي، تيئن ڪندا. الله تعاليٰ فرمايو آهي : ﴿فَٱعْلَمْ أَنَّهُۥ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا ٱللَّهُ وَٱسْتَغْفِرْ لِذَنۢبِكَ﴾ (ڄاڻ تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ سچو معبود ڪونهي ۽ پنهنجي گناهن جي بخشش گهر). سو الله تعاليٰ کي سندس رحمت جي ڪشادگيءَ جي تصور سان ياد ڪرڻ اميد جو سبب آهي ۽ سندس پڪڙ جي سختيءَ جي تصور سان ياد ڪرڻ خوف جو سبب آهي، جڏهن تہ ڪيس اڪيلو انعام ڪندڙ سمجهڻ شڪر گذاريءَ جو سبب آهي.

الله تعاليٰ جي مبارڪ نالن ۽ پاڪ صفتن سان عبادت ڪرڻ جو مقصد هي آهي تہ، انهن کي چڱيءَ طرح ڄاڻجي، انهن جي معنائن کي سمجهجي ۽ ان مطابق مٿن عمل ڪجي. الله تعاليٰ جا ڪي نالا ۽ صفتون اهڙيون آهن، جو اهي ڪنهن ٻندي ۾ هجن تہ سندس تعريف ڪئي ويندي آهي. جيئن: علم، رحمت ۽ عدل. ۽ ڪي وري اهڙا نالا ۽ صفتون آهن، جن سان ڪنهن پاڻهي جي وصف ڪرڻ مذمت لائق هوندي آهي. جيئن : الوهيت، ڏاڍائي ۽ تڪبر. ۽ پاڻهي جون ڪي صفتون اهڙيون آهن، جن تي سندس ساراهہ ڪئي ويندي آهي ۽ انهن سان موصوف ٿيڻ جو ڪيس حڪم بہ ڪيو ويندو آهي. جيئن : ٻانهپ، فقيري، احتياجي، نوڙت ۽ گهرڻ وغيره. پر الله ﷻ اهڙين صفتن کان پاڪ آهي. الله تعاليٰ کي مخلوق مان سڀ کان وڌيڪ اهو ٻانهو محبوب هوندو آهي جيڪو اهڙين صفتن سان موصوف ٿئي جيڪي الله وٽ محبوب هجن ۽ سڀ کان وڌيڪ ناپسند اهو ٻانهو هوندو آهي جيڪو اهڙين صفتن کي اختيار ڪري جيڪي ڪيس ناپسند آهن.

**١٢ الله تعاليٰ جا سهڻا نالا ڪهڙا آهن ؟** الله ﷻ فرمايو آهي: ﴿وَلِلَّهِ ٱلْأَسْمَآءُ ٱلْحُسْنَىٰ فَٱدْعُوهُ بِهَا﴾ (۽ الله جا سهڻا نالا آهن ڪيس انهن سان پڪاريو). ۽ رسول الله ﷺ جن کان ثابت آهي تہ پاڻ فرمايائون : « إِنَّ لِلَّهِ تَعَالَى تِسْعَةً وَتِسْعِينَ اسْمًا مِائَةً غَيْرَ وَاحِدٍ مَنْ أَحْصَاهَا دَخَلَ الْجَنَّةَ » ((بيشڪ الله تعاليٰ جا نوانوي نالا آهن، هڪ گهٽ سؤ. جنهن انهن کي ڳڻيو، سوجنت ۾ داخل ٿيندو)). (متفق عليه).

**انهن جي ڳاڻاٽي جو مطلب آهي :** **١.** انهن جي لفظن جو ڳاڻاٽو ۽ شمار ڪرڻ. **٢.** انهن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي سمجهڻ ۽ مٿن ايمان آڻڻ. جيڪڏهن (الحڪيم) چئي تہ پنهنجا سڀ معاملا سندس حوالي ڪري ڇڏي، ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ سندس حڪمت جي تقاضا مطابق هوندا آهن. ۽ جڏهن (القدوس) چئي تہ الله تعاليٰ جو ڪنهن بہ ڪمي يا خاميءَ کان پاڪ هجڻ ذهن ۾ رکي. **٣.** اهي نالا وٺي ڪيس پڪارڻ، اهو بہ قسم آهي : **ا)** الله تعاليٰ جي ساراهہ ۽ عبادت لاءِ پڪارڻ. **ب)** گهرڻ ۽ سوال ڪرڻ لاءِ پڪارڻ. ۽ جنهن قرآن ۽ صحيح حديثن جي ذخيري ۾ انهن جي ڳولا ڪئي، سو انهن کي جمع ڪري سگهندو. اهي مبارڪ نالا هي آهن :





| نالو | معنيٰ ۽ مفهوم |
|---|---|
| اَللّٰهُ | **الوهيت وارو**، سڀني مخلوقات تي پانهپ لاڳو ڪرڻ وارو، انهيءَ جي ئي عبادت ڪبي آهي ۽ اهوئي معبود آهي جنهن آڏو جهڪجي ۽ نوڙت ڪجي، رڪوع ۽ سجدو ڪجي، هر طرح جي عبادت رڳو ان لاءِ ڪجي. |
| الرَحْمٰنُ | **وڏو مهربان:** سندس رحمت جي ڪشادگي ۽ سڀني مخلوقات کي شامل هجڻ تي دلالت ڪرڻ وارو نالو آهي، هي نالو الله تعاليٰ لاءِ مخصوص آهي، ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي تي رکڻ جائز ناهي. |
| الرَحِيمُ | **نهايت ٻاجهارو:** رحم ڪرڻ وارو، دنيا ۽ آخرت ۾ مؤمنن کي معاف ڪرڻ وارو، ڪين سندس عبادت واري راهه ڏيکاريائين ۽ پاڻ ئي ڪين آخرت ۾ جنت جو اعزاز ماڻائيندو. |
| العَفُوُّ | **معاف ڪندڙ:** جيڪو درگذر ڪري گناهه ميٽي ڇڏيندو آهي، سزا جي مستحق هجڻ جي باوجود ٻانهي کي ان تي سزا نه ڏيندو آهي. |
| الغَفُورُ | **بخشڻهار:** جيڪو گنهگار جي گناهه تي پردو ڏئي ڪيس خواريءَ کان بچائيندو آهي ۽ ان تي ڪيس سزا نه ڏيندو آهي. |
| الغَفّارُ | **گهڻو بخشيندڙ:** بخشش گهرندڙ گنهگار ٻانهي تي الله تعاليٰ جي گهڻي بخشش تي دلالت ڪرڻ وارو نالو آهي. |
| الرّؤوفُ | **شفقت وارو:** تمام گهڻي ۽ وڏي ٻاجهه وارو. اها دنيا ۾ سڀني مخلوقات لاءِ عام آهي، ۽ آخرت ۾ رڳو مؤمنن لاءِ آهي. |
| الحَلِيمُ | **بردبار:** جيڪو پنهنجي ٻانهن کي سزا ڏيڻ جي سگهه رکڻ جي باوجود سزا ڏيڻ ۾ جلد بازي نه ڪندو آهي، بلڪ ڪائڻن درگذر ڪندو آهي، ۽ معافي گهرندڙن کي معاف ڪري ڇڏيندو آهي. |
| التّوابُ | **توبه قبوليندڙ:** پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي تنهن کي توبه جي توفيق ڏيندڙ ۽ سندن توبه قبول ڪندڙ آهي. |
| السِّتيرُ | **ڍڪ ڍڪيندڙ:** جيڪو پنهنجي ٻانهي جو ڍڪ ڍڪيندو آهي، ڪيس خلق ۾ خوار نه ڪندو آهي، پنهنجي ٻانهي لاءِ ڪيس هي ڳالهه به پسند آهي ته هو پنهنجو ڍڪ به ڍڪي ته ٻين جو به ڍڪي ۽ پنهنجو ننگ نه اگهاڙي. |
| الغَنِيُّ | **بي پرواهه:** جيڪو پنهنجي هر طرح جي ڪمال ۽ ڪامل صفتن جي ڪري سندس مخلوق مان ڪڏهن به ڪنهنجو محتاج نه ٿيندو آهي، ۽ سارو جڳ سندس محتاج ۽ سندس نعمتن ۽ تعاون جو گهرجائو آهي. |
| الكَرِيمُ | **سخي:** گهڻي ڀلائي، وڏي ٿوري ۽ عطا جو مالڪ، جنهن کي جو وڻيس، جيئن وڻيس، سو ڏئي، گهرڻ سان يا بنا گهر جي، ڏوهه معاف ڪري ۽ عيب ڍڪي ڇڏي. |
| الأكْرَمُ | **وڏي سخا وارو:** سخاوت جي انتها کي پهتل، انهيءَ ۾ سندس ڪو برابر ئي ناهي، هر ڀلائي ان وٽان آهي، مؤمنن کي پنهنجي فضل سان بدلو ڏيندو آهي ۽ منهن ڦيريندڙن کي مهلت ڏيندو ۽ عدل انصاف سان انهن جو محاسبو ڪندو آهي. |
| الوَهّابُ | **ڏاتار:** گهڻي بخشش وارو، بنا بدلي ڏيندو، بنا غرض بخشيندو ۽ بنا گهرڻ جي انعام ڪندو آهي. |
| الجَوَادُ | **وڏو سخي:** گهڻي عطين وارو، پنهنجي مخلوق تي وڏي مهرباني وارو، مڻس ايمان آڻيندڙن لاءِ سندس سخاوت ۽ فضل ۾ وڏو حصو آهي. |
| الوَدودُ | **پيار ڪندڙ:** پنهنجي دوستن سان محبت ڪندو آهي، ڪين بخشي ۽ نعمتون ڏئي ساڻن پيار ڪندو آهي، ڪائڻن راضي ٿيندو آهي، سندن عمل قبول ڪندو ۽ ڌرتيءَ تي ڪين قبوليت بخشيندو آهي. |
| المُعْطِي | **عطيو ڪندڙ:** پنهنجي مخلوق مان جنهن کي وڻيس سندس خزاني مان جو ڪجهه وڻيس سو ڏيندو آهي، سندس عطا ۾ سندس دوستن جو وڏو حصو آهي، اهوئي آهي جنهن هر شيءِ کي بناوت ۽ صورت ڏني آهي. |
| الواسِعُ | **ڪشادو:** وسيع صفتن وارو، سندس تعريف جي ڳاڻاٽي جي ڪا حد ئي ناهي، وسيع عظمت ۽ بادشاهي وارو، ڪشادي مغفرت ۽ رحمت وارو، وڏي فضل ۽ احسان وارو. |
| المُحْسِنُ | **احسان ڪندڙ:** جيڪو پنهنجي ذات، نالن، صفتن ۽ افعال ۾ ڪامل حسن وارو آهي، هر شيءِ جي تمام سهڻي تخليق ڪئي اٿئين، پنهنجي مخلوق تي وڏا احسان ڪيا اٿئين. |
| الرَّازِقُ | **رزق ڏيندڙ:** جيڪو پوري مخلوقات کي رزق ڏيندو آهي، ڪائنات کي خلقڻ کان اڳ ان جا رزق مقدر ڪري ڇڏيائين، انهن جي پوري ڪرڻ جو ضامن آهي، جيتوڻيڪ ان ۾ ڪجهه وقت ئي لڳي وڃي. |
| الرَّزَّاقُ | **گهڻو رزق ڏيندڙ:** سندس مخلوق کي گهڻي رزق ڏيڻ تي دلالت ڪندڙ نالو آهي، اهڙي پاڪ ذات آهي جو سندن گهرڻ کان اڳ ئي ڪين ڏئي ڇڏي، بلڪ سندس نافرماني ۽ معصيت جي باوجود ڪين رزق ٿو ڏئي. |
| اللَّطِيفُ | **باريڪ بين:** تمام باريڪ معاملن جو ڄاڻيندڙ، ڪابه شيءِ ڪائنس ڳجهي ناهي، پنهنجي ٻانهن کي اهڙي مخفي اسبابن مان ڀلائي ۽ نفعو ٿو رسائي جو سندن وهم گمان ۾ ئي نه هوندو آهي. |
| الخَبِيرُ | **وڏي خبر رکندڙ:** جنهن جو علم هر شيءِ جي ڳجهه ۽ باطن کي ائين محيط آهي جيئن انهن جي ظاهر کي گهيراءُ ڪندڙ آهي. |
| الفَتَّاحُ | **کوليندڙ :** جيڪو پنهنجي حڪمت ۽ علم جي تقاضا مطابق پنهنجي ملڪ، رحمت ۽ رزق جا جيترا خزانا گهري اوترا کوليندو آهي. |
| العَلِيمُ | **ڄاڻڻهار:** جنهن جو علم هر شيءِ جي ظاهر، باطن، ڳجهه ۽ چٽائي کي گهيراءُ ڪندڙ آهي، ڪابه شيءِ ڪائنس ڳجهي ناهي. |

| | |
|---|---|
| البَرُّ | **ڀلائي ڪندڙ:** جيڪو پنهنجي مخلوق تي وڏو احسان ڪندڙ آهي. ايتري عطا ڪندو آهي جو ڪنهن کي بہ سندس نعمتن جي ڳڻڻ ۽ شمار ڪرڻ جي ڪا سگهہ ئي ناهي. جيڪو پنهنجي واعدي ۾ سچار آهي. پنهنجي ٻانهي کان درگذر ڪندو آهي، ان جي مدد ڪندو آهي، ان جي حمايت ڪندو آهي، ان جي ٿورڙي کي قبول ڪري ان کي وڌائيندو آهي. |
| الحَكِيمُ | **ڏاهو :** جيڪو هر شيءِ کي پنهنجي جاءِ تي رکندو آهي. سندس تدبير ۾ نہ ڪو خلل پئي ۽ نہ پنهنجي جاءِ کان هٽي. |
| الحَكَمُ | **حاڪم :** جيڪو پنهنجي مخلوق جي وچ ۾ انصاف سان فيصلو ڪندو آهي. منجهائن ڪنهن تي ظلم نہ ڪندو آهي. جنهن پنهنجو مانائتو ڪتاب هن ڪري نازل ڪيو تہ جيئن انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري. |
| الشَّاكِرُ | **قدردان:** جيڪو سندس فرمانبرداري ڪري. تنهنجي مٿس مدح ۽ ساراهہ ڪندو آهي. هر عمل جو بدلو ڏيندو آهي. جيتوڻيڪ ٿورڙو هجي. نعمتن جي شڪر بدران دنيا ۾ منجهن واڌارو ڪندو آهي ۽ آخرت ۾ ججهو اجورو ڏيندو آهي. |
| الشَّكُورُ | **ميجوتي ميجيندڙ:** ٻانهن جي عملن مان ٿورو بہ وٺس وڻندو آهي ۽ ڪين ڀيٽو اجر ڏيندو آهي. اللّٰہ تعاليٰ جي شڪر جي معنيٰ هي آهي تہ هو ٻانهي کي سندس شڪر تي ثواب ڏيندو آهي ۽ ان جو نيڪ عمل قبول ڪندو آهي. |
| الجَمِيلُ | **حسين :** جيڪو پنهنجي ذات، نالن، صفتن ۽ افعال ۾ هر طرح ڪامل جمال وارو آهي. سندس مخلوق جو هر جمال ان اعليٰ ۽ پاڪ ذات وٽان آهي. |
| المَجِيدُ | **بزرگ :** اها پاڪ ذات آهي جنهن کي آسمانن ۽ زمين ۾ فخر، ڪرم، عزت ۽ بلندي ڪرڻ جڳائي. |
| الوَلِيّ | **آقا :** پنهنجي مخلوق جي معاملات ۽ سندس ملڪ جي تدبير کي قائم ڪندڙ. پنهنجي دوستن جو حامي ۽ مددگار. |
| الحَمِيدُ | **ساراهيل:** سندس نالن، صفتن ۽ افعال تي ساراهيل. جنهن جو هر خوشي ۽ غم، هر ڏک ۽ سک ۾ حمد ڪيو ٿو وڃي. اهوئي هر حمد ۽ ثنا جو مستحق آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو هر ڪمال سان موصوف آهي. |
| المَوْلَى | **سائين :** اهوئي پنهنجي دوستن ولين جو ڌڻي، بادشاهہ، سردار، ناصر ۽ مددگار آهي. |
| النَّصِيرُ | **مددگار:** جيڪو پنهنجي مدد سان جنهن جي وٽيس تائيد ڪندو آهي. جنهن جي مدد ڪري. تنهن تي ڪو غالب ئي نہ ٿي سگهي. ۽ جنهن کي رسوا ڪري. تنهن جي ڪو مددئي نہ ڪري سگهي. |
| السَّمِيعُ | **ٻڌندڙ:** جنهن جو ٻڌڻ هر ڳجهہ ۽ راز، هر ڏاڍيان ۽ زور. بلڪ هر آواز کي احاطو ڪندڙ آهي. ڪيترو بہ سنهو هجي يا ٿلهو. جيڪو ڪيس سڏي تنهن کي اهوئي جواب ڏيندڙ آهي. |
| البَصِيرُ | **ڏسندڙ:** جنهن جي ڏسڻ غيب ۽ حاضر جي عالم جي ساري موجودات جو احاطو ڪيو آهي. ڪيترو بہ ڳجهيون هجن يا ظاهر. سنهيون هجن يا ٿلهيون. |
| الشَّهِيدُ | **گواهہ:** جيڪو پنهنجي مخلوقات تي گواهہ آهي. پنهنجي لاءِ وحدانيت ۽ عدل قائم ڪرڻ جي گواهي ڏني اٿس. مؤمن بہ جيڪڏهن سندس توحيد تي هلندا تہ سندن سچائي جي بہ گواهي ڏيندو آهي. رسولن ۽ ملائڪن جي بہ شاهدي ڏيندو آهي. |
| الرَّقِيبُ | **نگهبان :** جيڪو پنهنجي مخلوق کان آگاهہ آهي. سندن اعمال مٿن ڳاٽاٽو ڪندڙ آهي. نہ ڪنهن ڏسندڙ جي ڏسٽي ۽ نہ ڪنهن دل جي ڪنبٽي ڪانئس گسندي آهي. |
| الرَّفِيقُ | **شفقت وارو:** اهو پنهنجي افعال ۾ وڏي نرميءَ وارو آهي. تنهن ڪري هو سندس تخليق ۽ اوامر ۾ ڊرائيپ ۽ تدريج کان ڪم وٺندو آهي. پنهنجي ٻانهن سان شفقت ۽ نرميءَ وارو معاملو ڪندو آهي. ڪين اهڙي تڪليف ۾ نہ ڏيندو آهي جنهن جي منجهن سگهہ ئي نہ هجي. ۽ اهو پنهنجي نرميءَ واري ٻانهي کي پسند فرمائيندو آهي. |
| القَرِيبُ | **ويجهڙو:** سندس علم ۽ قدرت سان پنهنجي ساري مخلوق کي ويجهو. سندس لطف ۽ مدد سان پنهنجي مؤمن ٻانهن جي ويجهو. انهيءَ جي باوجود هو پنهنجي عرش مٿان آهي. سندس ذات پاڪ مخلوقات سان وچڙيل ناهي. |
| المُجِيبُ | **قبول ڪندڙ:** جيڪو سندس علم ۽ حڪمت جي تقاضا مطابق سڏيندڙن جي سڏ جو جواب ڏيندو آهي ۽ سوال ڪندڙن جا سوال ٻڌندو ۽ قبول ڪندو آهي. |
| المُقِيتُ | **قُوت ڏيندڙ:** جنهن ڪاڌا، خوراڪون ۽ رزق پيدا ڪيا آهن. ۽ مخلوق تائين انهن جي پهچائڻ جو ذمو کنيو آهي. اهو انهن جي حفاظت ٿو ڪري ۽ ٻانهن جي عملن جو بنا نقصان جي محافظ آهي. |
| الحَسِيبُ | **ڪافي:** جيڪو پنهنجي ٻانهن کي سندن ساري ديني ۽ دنيوي اهم معاملات ۾ ڪافي آهي. ۽ مؤمنن جو سندس ڪفايت ۾ وڏو حصو آهي. ۽ جو ڪجهہ دنيا ۾ ڪن ٿا ان جو حساب ڪتاب بہ ڪانئن اها ئي ذات پاڪ وٺندڙ آهي. |
| المُؤْمِنُ | **امن ڏيندڙ:** سندس رسولن جي تصديق ڪندڙ ۽ انهن جي پوئلڳن جي سچائيءَ جي سندس گواهيءَ ۽ جيڪي سندن سچائيءَ تي دلائل قائم ٿو ڪري انهن سان تصديق ڪندڙ. دنيا ۽ آخرت ۾ جيڪو بہ امن آهي. ان جو عطا ڪندڙ بہ اهو ئي آهي. پنهنجي مؤمنن تي ڪنهن بہ قسم جي ظلم ڪرڻ، عذاب ڪرڻ يا قيامت جي ڏينهن جي گهبراهٽ کان هر طرح جو امن ڏيندڙ. |
| المَنّانُ | **وڏا ٿورا ڪندڙ:** گهڻو ڏيندڙ، وڏا انعام ڪندڙ، پنهنجي مخلوق تي وڏا احسان ڪندڙ. |
| الطَّيِّبُ | **پاڪ :** هر قسم جي عيب ۽ نقصان کان پاڪ ۽ سالم، هر طرح جو حسن ۽ ڪمال ڪيس ئي جڳائي، پنهنجي مخلوق تي گهڻي ڀلائي ڪندڙ. جيڪو رڳو اهڙا عمل ۽ صدقا قبول ڪندو آهي جيڪي پاڪ، حلال ۽ سندس لاءِ خالص هجن. |
| الشَّافِي | **شفا ڏيندڙ:** جيڪو دلين ۽ جسمن کي سندين بيمارين کان شفا ڏيندو آهي. ٻانهن جي هٿن ۾ رڳو اهو ڪجهہ آهي جيڪو اللّٰہ تعاليٰ کين دوا دارون ميسر ڪري ڏنو آهي. باقي شفا رڳو انهيءَ اڪيلي جي هٿ ۾ آهي. |




| | |
|---|---|
| **الحَفيظُ** | **حفاظت ڪندڙ:** جيڪو پنهنجي فضل سان پنهنجي ٻانهن ۽ سندن عملن جي حفاظت ۽ بچاءُ ٿو ڪري، ۽ ساري مخلوقات جي پنهنجي قدرت سان رعايت ۽ حفاظت ٿو ڪري. |
| **الوَڪيلُ** | **ڪارساز:** جيڪو جهانن جو ڪارساز، سندن تخليق ۽ تدبير جو والي، سندس مخلوق جي ايجاد ۽ امداد جي توڪل ڪندڙ، مؤمنن جو وڪيل، جيڪي پنهنجا معاملا پنهنجي محنت کان اڳ سندس حوالي ڪندا آهن، ۽ حاصل ڪرڻ وقت ڪائنس ئي مدد گهرندا آهن، ۽ توفيق ملڻ تي ان جو حمد ۽ شڪر ڪندا آهن، ۽ آزمائش جي حالت ۾ سندن قسمت تي رضامندي جو اظهار ڪندا آهن. |
| **الخَلاَّقُ** | **گهڻو پيدا ڪندڙ:** هيءُ الله تعالىٰ جي گهڻي تخليق تي دلالت ڪندڙ نالو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو سدائين پيدا ڪندو ٿو رهي، ۽ انهيءَ عظيم وصف تي قائم ۽ دائم آهي. |
| **الخَالِقُ** | **پيدا ڪندڙ:** جيڪو ساري مخلوق کي نئين سر پيدا ٿو ڪري، جن جي اڳي ڪا مثال ئي نہ گذري آهي. |
| **البَارِئُ** | **جهان جوڙيندڙ:** جنهن مخلوقات مان جيڪا شيءِ مقدر ۽ مقرر ڪري ڇڏي آهي، تنهن کي ايجاد ڪيو اٿئين ۽ ڪيس وجود بخشيو اٿئين. |
| **المُصَوِّرُ** | **صورت ڏيندڙ:** جنهن پنهنجي حڪمت، علم ۽ رحمت جي تقاضا مطابق پنهنجي مخلوق مان هر هڪ کي اها شڪل ۽ صورت ڏني آهي جيڪا سندن لاءِ پاڻ اختيار ڪئي اٿس. |
| **الرَّبُّ** | **پالڻهار:** جيڪو پنهنجي مخلوق جي سندس نعمت سان پاڻ ٿو تربيت ڪري، ۽ انهن کي آهستہ آهستہ ٿو وڌائي، پنهنجي دوستن ولين جي اهڙي تربيت ٿو ڪري جنهن سان سندن دلين جي اصلاح ٿئي، اهو ئي خالق، مالڪ ۽ سردار آهي. |
| **العَظِيمُ** | **عظمت وارو:** جنهن کي سندس ذات ۽ اسماء وصفات ۾ هرطرح جي عظمت حاصل آهي، تنهن ڪري مخلوق تي واجب آهي تہ ان جي تعظيم ۽ اجلال ڪن، ان جي امر ۽ نهي جو احترام ڪن. |
| **القَاهِرُ**<br>**القَهَّارُ** | **دٻائيندڙ:** پنهنجي بندن کي هيٺانهون ڪندڙ، پنهنجي مخلوق کي ٻانهو بنائيندڙ، مٿن مٿانهون، اهو ئي غالب آهي جنهن جي آڏو گردن جهڪيل ۽ چهرا هيٺ ٿيل آهن.<br>**ڏاڍ وارو:** هي (قاهر) جو مبالغو آهي، يعني : وڏي ڏاڍ وارو، گهڻو دٻائيندڙ . |
| **المُهَيْمِنُ** | **نگهبان:** ڪنهن شيءِ تي قائم، ان جو محافظ ، مٿس شاهد ۽ ڪيس گهيراءُ ڪندڙ. |
| **العَزِيزُ** | **غالب:** ان ۾ هر قسم جي قوّت ۽ غلبي جي معنىٰ آهي، قوت جو غلبو، جنهن کان ڪو ڏاڍو نہ ٿي سگهي، جهلجي پوڻ جو غلبو، جو ڪنهنجو محتاج نہ هجي، قهر ۽ دٻدٻي جو غلبو، جو ڪابہ شيءِ سندس حڪم کان سواءِ چري بہ نہ سگهي. |
| **الجَبَّارُ** | **زبردست:** جنهن جي مشيئت هلندڙ هجي، ساري مخلوقات سندس دٻدٻي ۾ هجي، ان جي عظمت جي آڏو جهڪيل هجي، ان جي حڪم جي تابعدار هجي، هو ڀڳل دل جو جوڙيندڙ، فقير کي آسودو ڪندڙ، مشڪل آسان ڪندڙ، بيمار ۽ زخمي کي ڇٽائيندڙ آهي. |
| **المُتَكَبِّرُ** | **وڏائيءَ وارو:** اهوئي وڏو آهي، هر خرابي ۽ نقصان کان بلند ۽ برتر، پنهنجي ٻانهن تي ظلم ڪرڻ کان مٿانهون، پنهنجي مخلوق جي سرڪشن کي جهڪائيندڙ، اهوئي ڪبريائي سان موصوف آهي، جيڪو ساڻس ان ۾ مقابلي جي ڪوشش ڪري تہ ان جي چيلهہ ٽوڙي ۽ عذاب ۾ وجهي ڇڏيس. |
| **الكَبِيرُ** | **وڏو :** اهوئي پنهنجي ذات، پنهنجي صفتن ۽ پنهنجي افعال ۾ عظيم آهي، ڪابہ شيءِ ان کان وڏي ناهي، بلڪ ان کان سواءِ هر شيءِ سندس جلال ۽ عظمت آڏو هيچ آهي. |
| **الحَيِيُّ** | **وڏي حياءَ وارو :** ان جو حياءُ اهڙو آهي جيڪو سندس ذات پاڪ جي جلاليت ۽ عظيم شهنشاهيت کي جڳائي، الله تعالىٰ جو حياءُ ڪرم، ڀلائي، سخاوت ۽ جلال وارو حياءُ آهي. |
| **الحَيُّ** | **جيئرو :** ان جي حياتي دائمي ۽ ڪامل آهي، اهڙو بقاءُ جنهن کي نہ اول آهي ۽ نہ آخر، ڪائنات ۾ جيڪا بہ حياتي آهي، سا ان پاڪ ذات ﷻ جي طرفان آهي. |
| **القَيُّومُ** | **هميشہ رهندڙ :** پنهنجو پاڻ قائم، پنهنجي مخلوق کان بي پرواهہ، آسمانن ۽ زمين ۾ جو ڪجهہ آهي تنهن کي قائم ڪندڙ، اهي سڀئي سندس محتاج آهن. |
| **الوَارِثُ** | **وارث :** ساري مخلوق جي فنا ٿيڻ کان پوءِ اهوئي باقي رهندو، سڀ شيون پنهنجي مالڪن جي فنا ٿيڻ کان بعد ڏانهس ئي موٽنديون، جيڪا بہ شيءِ اسان جي هٿن ۾ آهي، سا امانت آهي، هڪ ڏينهن ضرور پنهنجي حقيقي مالڪ ﷻ ڏانهن موٽندي. |
| **الديَّانُ** | **جزا ڏيندڙ:** ساري مخلوق جنهن جي پوئلڳ ۽ تابعدار آهي، پنهنجي بندن کي سندن عملن جي جزا ڏيندڙ، جيڪڏهن چڱائي هوندي تہ ان کي وڌائيندو ۽ جيڪڏهن برائي هوندي تہ ان تي سزا ڏيندو يا معاف ڪندو. |
| **المَلِكُ** | **بادشاهہ:** جنهن جو امر، نهي ۽ غلبو آهي، اهوئي پنهنجي مخلوقات ۾ سندس حڪم ۽ فعل سان تصرف ڪندڙ آهي، سندس ملڪ کي قائم رکڻ ۽ ان جي سنڀال ڪرڻ ۾ مٿس ڪنهن جي ڪا مهرباني ناهي. |
| **الْمَالِكُ** | **مالڪ :** جهان جو اصلي ۽ حقيقي مالڪ، مخلوق کي پيدا ڪرڻ جي شروعات کان وٺي ملڪ ان جوئي آهي، جڏهن ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود ئي نہ هيو، آخر ۾ مخلوقات جي زوال واري وقت بہ ملڪ ان جوئي رهندو. |
| **المَلِيكُ** | **هر شيءِ جو مالڪ :** هيءُ هر طرح جي ملڪيت واري صفت تي دلالت ڪندڙ نالو آهي، (مَلِڪَ) کان وڌيڪ مبالغي وارو آهي. |

| | |
|---|---|
| السّبوحُ | **هر طرح پاڪ :** هر عيب ۽ نقصان ڪان پاڪ، ڇاڪاڻ تہ هرطرح جي ڪمال ۽ جمال وارا اوصاف ان جائي آهن. |
| القُدُوس | **پاڪ:** ڪهڙي بہ طرح ۽ ڪنهن بہ قسم جي نقص ۽ عيب ڪان بلڪل صاف ۽ پاڪ. اهو انهيءَ ڪري جو هو پنهنجي ڪمال مطلق واري وصفن ۾ منفرد آهي، تنهن ڪري ان جي ڪا مثال ئي بيان نہ ڪري سگهبي آهي. |
| السَّلامُ | **سلامتيءَ وارو:** هر نقص ۽ عيب ڪان آجو. پنهنجي ذات ۾ يا سندس اسماء وصفات ۽ افعال ۾. دنيا ۽ آخرت ۾ جيڪا بہ سلامتي آهي، سا ان الله ﷻ وٽان آهي. |
| الحَقُّ | **برحق :** جنهن ۾ ڪو شڪ شبهو ئي ناهي، نہ ان جي نالن ۽ صفتن ۾ ۽ نہ ان جي الوهيت ۾. اهوئي معبود برحق آهي، ان ڪان سواءِ ڪوبہ معبود برحق ناهي. |
| المُبِينُ | **چٽو پڌرو:** ان جو امر سندس وحدانيت، سندس حڪمت ۽ سندس رحمت ۾ چٽو آهي. انهيءَ ئي پنهنجي ٻانهن لاءِ هدايت جو رستو پڌرو ڪيو آهي تہ جيئن ان جي پيروي ڪن، ۽ گمراهيءَ جو راهون بہ واضح ڪيون اٿس تہ جيئن انهن ڪان بچن. |
| القَوِيّ | **طاقت وارو :** هرطرح جي قدرت، ڪامل مشيت سان گڏ ان جي ئي آهي. |
| المَتِينُ | **مضبوط:** جيڪو پنهنجي قوت ۽ قدرت ۾ تمام سخت آهي، سندس افعال ۾ نہ ڪيس ڪا مشقت ٿئي، نہ ڪا تڪليف ۽ نہ ڪو ٿڪ. |
| القَادِرُ | **سگهہ وارو:** هر شيءِ تي وس وارو. ڪيس زمين ۽ آسمان ۾ ڪابہ شيءِ عاجز نہ ڪري سگهندي آهي، هر شيءِ جي تقدير اهوئي ٺاهيندڙ آهي. |
| القَدِيرُ | **وڏي سگهہ وارو:** هي بہ (قادر) جي معنیٰ ۾ آهي، پر الله تعالیٰ جي تعريف ۾ (قدير) وڌيڪ مبالغي وارو نالو آهي. |
| المُقْتَدِرُ | **وڏي قدرت وارو :** الله تعالیٰ جي اڳوٽي علم مطابق تقديرن جي تخليق ۽ انهن جي تنفيذ تي الله تعالیٰ جي قدرت ۾ مبالغي تي دلالت ڪندڙ نالو آهي. |
| العَلِيّ الأعْلى | **مٿانهين شان وارو :** جنهن جو شان مٿانهون، قهر مٿانهون، ذات مٿانهين، هر شيءِ سندس قبضي ۽ قوت جي ما تحت آهي، ان ڪان مٿي بلڪل ڪابہ شي ناهي. **تمام مٿانهون.** |
| المُتَعَالُ | **مٿانهون:** جنهن جي علو جي آڏو هر شيءِ هيٺانهين آهي، ڪابہ شيءِ ان ڪان مٿي هرگز ناهي، بلڪ هر شيءِ ڪانئس هيٺ ۽ سندس قبضي ۽ قوت ۾ آهي. |
| المُقَدِّمُ | **اڳتي ڪندڙ :** جيڪو هر شيءِ کي اڳتي ڪندو آهي، ۽ سندس ارادي ۽ حڪمت مطابق انهن کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي رکندو آهي، ۽ انهن جي فضيلت جي سندس ڄاڻ مطابق انهن کي هڪبئي ڪان مقدم ڪندو آهي. |
| المُؤخِّرُ | **پوئتي ڪندڙ:** جيڪو هر شيءِ کي پنهنجو پنهنجو مقام ڏيندو آهي، سندس حڪمت سان جنهن کي وٽيس اڳتي ڪري ۽ جنهن کي گهري پٺتي ڪري، پنهنجي ٻانهن ڪان عذاب پٺتي ڪندو آهي تہ شايد توبہ ڪن ۽ گناهن ڪان باز اچن. |
| المُسَعِّرُ | **اگهہ ڪندڙ:** جيڪو سندس حڪمت ۽ علم مطابق شين جي قيمت، قدر ۽ تاثير وڌائيندو يا گهٽائيندو آهي، تنهن ڪري شيون مهانگيون يا سستيون ٿينديون آهن. |
| القَابِضُ | **پڪڙيندڙ :** جيڪو روح قبض ڪندو آهي، پنهنجي مخلوقات مان جنهن جو رزق وٽيس تہ پنهنجي حڪمت ۽ قدرت سان روڪي ڇڏيندو آهي. |
| البَاسِطُ | **کوليندڙ :** جيڪو پنهنجي ٻانهن جو رزق سندس سخاوت ۽ رحمت سان ڪشادو ڪندو آهي، ۽ سندس حڪمت جي تقاضا مطابق انهيءَ سان انهن جي آزمائش ڪندو آهي، ۽ جيڪو برائي ڪري تنهن جي توبہ لاءِ پنهنجا ٻئي هٿ کوليندو آهي. |
| الأوَّلُ | **پهريون :** جنهن ڪان اڳ ڪابہ شيءِ نہ هئي، بلڪ ساري مخلوقات سندس خلقڻ سان ئي نئين سر پيدا ٿي آهي، باقي پاڻ الله تعالیٰ جي وجود جي ڪا ابتدائي ڪانهي. |
| الآخِرُ | **پويون:** جنهن ڪان پوءِ ڪابہ شيءِ ڪانهي، اهوئي باقي رهندو، جيڪا بہ شيءِ روءِ زمين تي آهي، سا فنا ٿيندڙ آهي، پوءِ سڀ ڏانهنس موٽندا، ۽ سندس وجود جي ڪا انتهائي ڪانهي. |
| الظّاهِرُ | **پڌرو :** هر شيءِ جي مٿان بلند، ڪابہ شيءِ ان جي مٿان ناهي، هر شيءِ کي زير ڪندڙ ۽ ان جو گهيراؤ ڪندڙ آهي. |
| البَاطِنُ | **ڳجهو :** جنهن ڪان هيٺ ڪابہ شيءِ ناهي، اهوئي ويجهو، احاطو ڪندڙ، دنيا ۾ مخلوق جي نظرن ڪان اوجهل آهي. |
| الوِتْرُ | **اڪي :** اهوئي اڪيلو آهي، جنهن جو ڪو شريڪ ناهي، هڪ آهي، جنهن جو ڪو مثال ئي ناهي. |
| السَّيِّدُ | **سردار :** جنهن کي پنهنجي مخلوق تي ڪامل سرداري آهي، اهوئي سندن مالڪ ۽ ڌڻي آهي، اهي سڀ سندس مخلوق ۽ ٻانها آهن. |
| الصَّمَدُ | **بي نياز:** اهوئي سردار آهي، جيڪو پنهنجي سرداريءَ ۾ ڪمال کي پهتل آهي، ساري مخلوقات ان ڏانهن پنهنجي سخت محتاجي جي ڪري پنهنجي سموري حاجتن لاءِ ڏانهس ئي رخ ڪندا آهن، اهوئي آهي جيڪو کارائيندو آهي ۽ کائيندو ناهي. |
| الوَاحِدُ الأَحَدُ | **هڪ:** جيڪو پنهنجي هر طرح جي ساري ڪمالات ۾ اڪيلو ۽ منفرد آهي، ان ۾ سندس ڪو شريڪ ناهي، ۽ ان جهڙو بہ ڪوئي ناهي، ان جي تقاضا هي آهي تہ ڪيس عبادت ۾ بنا ڪنهن شريڪ جي اڪيلو ڪيو وڃي. اڪيلو . |
| الإِلَهُ | **معبود :** اهوئي معبود برحق آهي، اڪيلو ڪنهن ٻئي ڪان سواءِ عبادت جو مستحق آهي. |

**١٣ اللّٰه تعالیٰ جي نالن ۽ صفتن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟** جيتوڻيڪ اللّٰه تعالیٰ جا نالا ۽ صفتون ساڻن پناهه گهرڻ ۽ قسم کڻڻ جي جائز هجڻ ۾ مشترڪ آهن، پر انهن ۾ ڪي فرق آهن، جن مان اهم هي آهن : **پهريون : اللّٰه جي نالن سان عبديت لڳائڻ ۽ انهن سان دعا گهرڻ جائز آهي، جڏهن تہ سندس صفتن سان ائين جائز ناهي.** جيئن : عبدالڪريم نالو رکڻ تہ جائز آهي، پر "عبدالڪرم" نالو رکڻ جائز ڪونهي. اهڙيءَ طرح "ياڪريم" چئي دعا گهرڻ جائز آهي، پر "يا ڪرم اللّٰه" چئي دعا گهرڻ جائز ناهي. **ٻيو : اللّٰه تعالیٰ جي نالن مان صفتون جوڙيون وينديون آهن.** جيئن : "الرحمٰن" مان "رحمت" جي صفت نڪرندي آهي. **پر اللّٰه جي صفتن مان ان جا اهڙا نالا جيڪي شريعت ۾ ثابت ناهن نٿا جوڙي سگهجن.** جيئن "الاستواء" (برابر ٿيڻ) جي صفت مان "المستوي" (برابر ٿيندڙ) نالو نہ ٿو جوڙي سگهجي. **ٽيون : اللّٰه تعالیٰ جي افعال (ڪمن) مان ان جا اهڙا نالا نٿا جوڙي سگهجن جيڪي شريعت ۾ آيل نہ هجن.** جيئن "غضب" (ڪاوڙ) جي فعل مان اللّٰه جو نالو "الغاضب" (ڪاوڙيل) نہ ٿو جوڙي سگهجي. پر سندس فعلن (ڪمن) مان سندس صفتون جوڙي سگهجن ٿيون. جيئن : "غضب" اللّٰه تعالیٰ جي صفتن مان ميون ٿا، ڇاڪاڻ تہ غضب سندس افعالن مان آهي.

**١٤ ملائڪن تي ايمان آڻڻ جي معنیٰ ڇا آهي؟** ان جي معنیٰ آهي : انهن جي وجود جو پڪو يقين رکڻ، ۽ هي تہ اللّٰه تعالیٰ کين پنهنجي عبادت ۽ پنهنجي حڪم جي نافذ ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي. جيئن انهن لاءِ فرمان آهي تہ : ﴿عِبَادٌ مُّكْرَمُونَ ۝٢٦ لَا يَسْبِقُونَهُ بِالْقَوْلِ وَهُم بِأَمْرِهِ يَعْمَلُونَ﴾ "بلڪ (اهي ملائڪ) مان وارا ٻانها آهن. ڳالهائڻ ۾ ڪانئس اڳرائي نہ ٿا ڪن ۽ اهي سندس حڪم تي عمل ڪن ٿا". ملائڪن تي ايمان آڻڻ جي معنیٰ هي آهي تہ : ١) انهن جي وجود کي مڃڻ. ٢) انهن مان جن جا نالا اسان ڄاڻون ٿا ـ جيئن جبرائيل عليه السلام ـ تنهن کي مڃڻ. ٣) انهن جي جن صفتن جو اسان کي علم آهي ـ جيئن انهن جي عظيم خلقت ـ ان تي ايمان رکڻ. ٤) انهن تي مقرر ٿيل وظائف (ڪمن) جي باري ۾ اسان جو ڪجھ ڄاڻون ٿا ان تي ايمان آڻڻ. جيئن موت جو ملائڪ موت لاءِ مخصوص آهي.

**١٥ قرآن ڇا هي؟** قرآن اللّٰه تعالیٰ جو پاڪ ڪلام آهي، جنهن جي تلاوت ڪرڻ عبادت آهي، ان ذات پاڪ ڏانهن آيو ۽ ان ڏانهن ئي موٽندو، اهو حرفن ۽ آواز سان اللّٰه تعالیٰ جو حقيقي ڪلام آهي، جنهن کي جبرائيل عليه السلام ان ذات پاڪ کان ٻڌو ۽ پوءِ نبي ڪريم ﷺ وٽ پهچايو. سڀ آسماني ڪتاب اللّٰه جو ڪلام آهن.

**١٦ ڇا قرآن شريف جي ڪري اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن جي سنت جي ضرورت ناهي؟** اهو بلڪل غلط آهي. اللّٰه تعالیٰ پاڻ اسان کي سنت تي عمل ڪرڻ جو هن آيت ۾ حڪم فرمايو آهي : ﴿وَمَا آتَاكُمُ الرَّسُولُ فَخُذُوهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانتَهُوا﴾ "جيڪو رسول اوهان کي ڏئي سو وٺو ۽ جنهن کان اوهان کي روڪي تنهن کان رڪجي وڃو". سنت قرآن جو تفسير ٿي آئي آهي، تنهن ڪري دين جا تفصيلي احڪام جيئن نماز وغيره جا ان کان سواءِ هرگز معلوم نہ ٿا ٿي سگهن. پاڻ ﷺ جن فرمايو آهي تہ: : « أَلَا إِنِّي أُوتِيتُ الْكِتَابَ وَمِثْلَهُ مَعَهُ، أَلَا يُوشِكُ رَجُلٌ شَبْعَانُ عَلَى أَرِيكَتِهِ يَقُولُ: عَلَيْكُمْ بِهَذَا الْقُرْآنِ، فَمَا وَجَدْتُمْ فِيهِ مِنْ حَلَالٍ فَأَحِلُّوهُ، وَمَا وَجَدْتُمْ فِيهِ مِنْ حَرَامٍ فَحَرِّمُوهُ » "خبردار! مون کي ڪتاب (قرآن پاڪ) ۽ ان سان گڏ ان جيترو ٻيو (حديثي ذخيرو) بہ ڏنو ويو آهي. خبردار! جلد اهڙا ماڻهو ايندا جيڪي پيٽ ڀريا، پنهنجي طول وهاڻن تي ٽيڪ ڏئي ويهي، چوندا تہ : هن قرآن کي ئي پڪڙي وٺو، جو ڪجھ ان ۾ حلال ڏسو تنهن کي حلال سمجهو ۽ جو ڪجھ ان ۾ حرام ڏسو تنهن کي حرام سمجهو". (ابو داود).

**١٧ رسولن تي ايمان آڻڻ جي معنیٰ ڇا هي؟** اها پڪي تصديق ڪرڻ تہ اللّٰه تعالیٰ هر امت ۾ انهن منجهان ئي رسول موڪليا آهن، جيڪي انهن کي اڪيلي اللّٰه جي عبادت ڪرڻ ۽ ان کان سواءِ ٻين کي معبود نہ سمجهڻ جي دعوت ڏيندا هئا ۽ اهو يقين ڪرڻ تہ اهي سڀ نبي سچار، تصديق وارا، هدايت يافتہ،

مانائتا، نيڪوڪار، پرهيزگار، امانتدار، هدايت ڪندڙ ۽ هدايت يافته هئا ۽ انهن پنهنجي رسالت جو پيغام پهچايو ۽ اهي مخلوقات ۾ سڀني کان افضل آهن ۽ اهي پنهنجي ڄمڻ کان مرڻ تائين الله سان شرڪ ڪرڻ کان پاڪ آهن.

**١٨ قيامت جي ڏينهن شفاعت جا گهڻا قسم هوندا؟** ان جا ڪئي قسم آهن، جن مان وڏي ۾ وڏو قسم ”**شفاعت عظميٰ**“ آهي. اها هيءَ آهي ته قيامت جي قائم ٿيڻ واري ڏينهن، جڏهن ماڻهو پنجاهه هزار سال فيصلي ٿيڻ جو انتظار ڪري چڪا هوندا ته ان وقت اسانجا پيارا پيغمبر محمد ﷺ پنهنجي رب پاڪ وٽ شفاعت فرمائيندا ۽ ڪائنس سوال ڪندا ته ماڻهن جو فيصلو فرمايو وڃي. هيءَ شفاعت رڳو اسان جي آقا محمد ﷺ جن سان خاص هوندي ۽ اها ئي مقام محمود آهي جنهن جو ساڻس واعدو ڪيو ويو آهي.
**ٻي شفاعت** : جنت جي دروازي ڪولرائڻ جي باري ۾ ٿيندي. سڀ کان پهريائين جنت جو دروازو جيڪا هستي ڪولرائيندي، سا هستي اسان جو پيارو نبي محمد ﷺ هوندا ۽ سڀ کان پهريائين جيڪا امت جنت ۾ داخل ٿيندي سا سندس امت ئي هوندي. **ٽين** : اهڙن ماڻهن جي باري ۾ هوندي جن ڪي جهنم ۾ وڃڻ جو حڪم مليو هوندو ته جيئن اهي جهنم ۾ داخل نه ٿين. **چوٿين** : انهن جي باري ۾ جيڪي هوندا ته موحد پر گناهن جي ڪري جهنم ۾ داخل ٿيا هوندا، ته جيئن اهي ان مان ڪڍيا وڃن. **پنجين** : جنت وارن جي درجن جي بلنديءَ لاءِ هوندي. انهن مان آخري ٽي شفاعتون اسان جي نبي ﷺ سان خاص نه هونديون پر پاڻ انهن ۾ به سڀني کان اڳڀرا هوندا، ڪانئن پوءِ ٻيا نبي سڳورا، ملائڪ، صالح ٻانها ۽ شهيد هوندا.
**ڇهين** : ڪن اهڙن ماڻهن لاءِ هوندي ته جيئن اهي بنا حساب جي جنت ۾ داخل ٿين. **ستين** : ڪن ڪافرن جي عذاب ۾ هلڪائيءَ لاءِ هوندي. هيءَ شفاعت رڳو اسان جي نبي ﷺ پاران پنهنجي چاچي ابوطالب جي باري ۾ خاص هوندي ته جيئن ان جي عذاب ۾ هلڪائي ڪئي وڃي. **اٺين** : هيءَ ته الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان بنا شفاعت جي جهنم مان اهڙن ماڻهن کي ڪڍي جيڪي توحيد تي مئا هوندا. انهن جو تعداد الله ئي ڄاڻي ٿو، کين پنهنجي رحمت سان جنت ۾ داخل ڪندو.

**١٩ ڇا جيئرن کان مدد يا شفاعت گهرڻ جائز آهي؟** ها جائز آهي. شريعت ته هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي، الله ﷻ فرمايو آهي : ﴿ وَتَعَاوَنُواْ عَلَى ٱلۡبِرِّ وَٱلتَّقۡوَىٰ ﴾ ”نيڪيءَ ۽ تقويٰ جي ڪمن ۾ هڪ ٻئي جو تعاون ڪريو“. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « وَاللَّهُ فِي عَوْنِ الْعَبْدِ مَا كَانَ الْعَبْدُ فِي عَوْنِ أَخِيهِ » ”الله تعاليٰ ايستائين ٻانهي جي مدد ۾ هوندو آهي، جيستائين ٻانهو پنهنجي ڀاءُ جي مدد ۾ هوندو آهي“. (مسلم). بهر حال شفاعت وڏي فضيلت وارو ڪم آهي، اها واسطي (سفارش) جي معنيٰ ۾ آهي. الله ﷿ فرمايو آهي: ﴿ مَّن يَشۡفَعۡ شَفَٰعَةً حَسَنَةً يَكُن لَّهُۥ نَصِيبٞ مِّنۡهَا ﴾ ”جنهن سٺي ڪم جي شفاعت ڪئي، تنهن جو ان ۾ حصو آهي“. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « اشْفَعُوا تُؤْجَرُوا » ”شفاعت ڪريو، توهان کي ان جو اجر ملندو“. (بخاري). **پر ان جا ڪي شرط آهن : ١)** هي ته مدد يا سفارش جي گهر زنده کان ڪئي وڃي. مئل کان گهرڻ ڪيس سڏڻ ڇئبو، جڏهن ته مئل سڏ نه ٻڌندو آهي، الله تعاليٰ جو فرمان آهي : ﴿ إِن تَدۡعُوهُمۡ لَا يَسۡمَعُواْ دُعَآءَكُمۡ وَلَوۡ سَمِعُواْ مَا ٱسۡتَجَابُواْ لَكُمۡ ﴾ ”جيڪڏهن توهان کين سڏيندؤ، ته اهي اوهان جو سڏ نه ٻڌندا، ۽ جيڪڏهن ٻڌندا به، ته اوهان کي جواب نه ڏئي سگهندا“. ۽ ميت کان دعا ڪيئن گهربي، جڏهن ته هو پاڻ زنده جي دعا جو محتاج هوندو آهي؟ سندس عمل ته مرنديئي ختم ٿي ويو، سواءِ انهيءَ ثواب جي جيڪو کيس ڪنهن جي دعا وغيره سان حاصل ٿيندو آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي : « إِذَا مَاتَ ابْنُ آدَمَ انْقَطَعَ عَمَلُهُ إِلا مِنْ ثَلاثٍ صَدَقَةٌ جَارِيَةٌ أَوْ عِلْمٌ يُنْتَفَعُ بِهِ أَوْ وَلَدٌ صَالِحٌ يَدْعُو لَهُ » مسلم. (جڏهن آدم ڄائو مرندو آهي، ته سندس عمل ختم ٿي ويندو آهي، ٽن شين کان سواءِ : هلندڙ صدقو، يا اهڙو علم جنهن کان ڪجهه پرايو وڃي، يا صالح اولاد جيڪو سندس لاءِ دعا گهرندو رهي). **٢)** هي ته جيڪو ڪيس چيو وڃي سو سمجهي. **٣)** جنهن کان گهريو وڃي سو حاضر هجي. **٤)** اهڙي شيءِ جي

باري ۾ سفارش ڪرائجي جنهن تي قدرت حاصل ٿي سگهندي هجي. **٥)** اها دنيوي مامرن بابت هجي.
**٦)**اهڙي جائز شيءِ جي باري ۾ هجي، جنهن ۾ ڪو نقصان نہ هجي.

**٢٠ وسيلي جا گهڻا قسم آهن؟** ٻہ قسم آهن. **پهريون قسم : جائز آهي.** ان جا ٽي قسم آهن : **١)** الله جو، سندس نالن ۽ صفتن سان وسيلو وٺڻ. **٢)** الله جو، پنهنجي ڪن نيڪ عملن جي ذريعي وسيلو وٺڻ. جيئن غار وارن ٽن ساٿين جو قصو آهي. **٣)** الله ڏانهن اهڙي نيڪ صالح زنده ۽ حاضر مسلمان جي دعا جو وسيلو وٺڻ، جنهن جي باري ۾ اهو گمان هجي تہ سندس دعا قبول پوندي. **ٻيو قسم : حرام آهي.** ان جا ٻہ قسم آهن. **١)** هي تہ الله کان نبي ڪريم ﷺ يا ڪنهن وليءَ جي مانَ مرتبي جو وسيلو ڏئي دعا گهري. مثال هيئن چوي تہ : اي الله! آءٌ توکان تنهنجي نبيءَ جي مانَ مرتبي جو واسطو ڏئي سوال ٿو ڪريان. يا : حضرت حسين (رضي الله عنه) جي مانَ جو واسطو ڏئي سوال ٿو ڪهران. اهو صحيح آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جو الله وٽ تمام وڏو شانُ آهي. اهڙيءَ طرح نيڪ صالحن ٻانهن جو پڻ. پر صحابہ ڪرام ڇگنائيءَ جو سڀ کان وڌيڪ حرص رکڻ جي باوجود جڏهن بہ زمين ۾ ڪو ڏڪر وغيره آيو تہ نبي ڪريم ﷺ جي رتبي جو وسيلو نہ ورتائون، حالانڪ پاڻ سڳورن جي قبر مبارڪ بہ سندن وچ ۾ هئي، بس رڳو سندن چاچي عباس رضي الله عنه جي دعا جو وسيلو ورتائون جيڪو تڏهن زندهہ هو. **٢)** هي تہ ٻانهو پنهنجي رب کان سندس نبيءَ يا وليءَ جو قسم ڏئي سوال ڪري. مثال هيئن چوي تہ : اي الله! آءٌ توکان تنهنجي فلاڻي ولي جي واسطي، يا فلاڻي نبيءَ جي حق جو واسطو ڏئي سوال ٿو ڪيان. ڇاڪاڻ تہ مخلوق جو قسم مخلوق کي وجهڻ ئي جائز ڪونهي تہ اهو الله لاءِ تہ ان کان بہ وڌيڪ سخت ناجائز آهي. ٻانهي جو رڳو الله جي اطاعت جي ڪري مٿس ڪو حق نہ ٿيندو آهي.

**٢١ آخرت واري ڏينهن تي ايمان جي معنىٰ ڇاهي؟** ان جي معنىٰ آهي تہ : ان ڏينهن جي اچڻ جي پڪي تصديق ڪرڻ ۽ ان ۾ هي بہ شامل آهي تہ : موت کي مڃڻ ۽ ان کان پوءِ قبر جي ڏکيائي ۽ ان ۾ عذاب يا نعمتن ٿيڻ، صور ڦوڪجڻ، ماڻهن جو الله آڏو پيش ٿيڻ، اعمال نامن جو کلڻ، انصاف واري تارازي جو رکجڻ، پلصراط، حوض ڪوثر ۽ شفاعت، تنهن کان پوءِ جنت يا جهنم ۾ وڃڻ، انهن سڀني شين تي ايمان آڻڻ.

**٢٢ قيامت جون وڏيون نشانيون ڪهڙيون آهن؟** نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **إِنَّهَا لَنْ تَقُومَ حَتَّى تَرَوْنَ قَبْلَهَا عَشْرَ آيَاتٍ فَذَكَرَ الدُّخَانَ وَالدَّجَّالَ وَالدَّابَّةَ وَطُلُوعَ الشَّمْسِ مِنْ مَغْرِبِهَا وَنُزُولَ عِيسَى ابْنِ مَرْيَمَ عليه السلام وَيَأْجُوجَ وَمَأْجُوجَ وَثَلاثَةَ خُسُوفٍ خَسْفٌ بِالْمَشْرِقِ وَخَسْفٌ بِالْمَغْرِبِ وَخَسْفٌ بِجَزِيرَةِ الْعَرَبِ وَآخِرُ ذَلِكَ نَارٌ تَخْرُجُ مِنْ الْيَمَنِ تَطْرُدُ النَّاسَ إِلَى مَحْشَرِهِمْ** » (قيامت ايستائين قائم نہ ٿيندي، جيستائين توهان اَن کان اڳ ڏهہ نشانيون نہ ڏسو، پوءِ پاڻ هيٺيون نشانيون ڳڻايائون : دونهون، دجال، زمين وارو جانور، سج جو اولهہ کان اڀرڻ، عيسىٰ عليه السلام جو نازل ٿيڻ، ياجوج ماجوج جو نڪرڻ، زمين ۾ ٽي ڳهجي وڃڻ جا واقعا ظاهر ٿيڻ، هڪ اوڀر ۾، ٻيو اولهہ ۾، ٽيون جزيره عرب ۾، آخري نشاني انهن مان آهي باهہ جيڪا يمن مان نڪرندي ۽ ماڻهن کي محشر جي ميدان ڏانهن گڏ ڪندي". مسلم.

**٢٣ ماڻهن تي وڏي ۾ وڏو فتنو ڪهڙو گذرندو ؟** نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **مَا بَيْنَ خَلْقِ آدَمَ إِلَى قِيَامِ السَّاعَةِ أَمْرٌ أَكْبَرُ مِنْ الدَّجَّالِ** » (آدم جي پيدائش کان وٺي قيامت ٿيڻ تائين دجال کان وڏو ڪو فتنو ناهي). مسلم. اهو آدم جي اولاد مان هڪ ماڻهو آهي جيڪو آخري زماني ۾ ايندو، سندس ٻنهي اکين جي وچ تي (ڪ ف ر) جو ڪلمون لکيل هوندو، جنهن کي هر مؤمن پڙهندو، اهو سڄي اک کان ڪاڻو هوندو، سندس اک اپريل انگور وانگر هوندي. نڪرندي ئي پهريون (معاشري جي) اصلاح جي دعوىٰ ڪندو، پوءِ نبوت جي دعوىٰ ڪندو ان کان پوءِ الوهيت جي دعوىٰ ڪندو، ماڻهن ڏانهن اچي ڪين پنهنجي دعوت پيش ڪندو، اهي ڪيس ڪوڙو ڪندا ۽ سندس دعوىٰ جي ترديد ڪندا، پوءِ ڪانئڻ ورندو تہ سندن ڌن دولت ان

جي ڪڍ لڳي پوندو، صبح جو اٿندا تہ وٽن ڪجھ ئي نہ هوندو، پوءِ ٻين ماڻهن ڏانهن وڃي ڪين دعوت ڏيندو، جيڪي ان کي قبول ڪندا ۽ کيس سچو سمجهندا، پوءِ آسمان کي حڪم ڪندو تہ مينهن وسي پوندو، ۽ زمين کي حڪم ڪندو تہ اها سلا ٻوٽا ڄمائيندي، ۽ ماڻهن ڏانهن ايندو ساڻس پاٽي ۽ ٻاھ هوندا، سندس ٻاھ (حقيقت ۾ ) پاڻي هوندو، ۽ سندس پاڻي ٻاھ هوندي. مؤمن کي ڄڳائي تہ هر نماز جي پڇاڙيءَ ۾ سندس فتني کان الله جي پناھ گهري. جيڪڏهن ان جي زماني ۾ اچي تہ مٿس سورت ڪهف جون شروعاتي آيتون پڙهي، فتني جي ڊپ کان سندس سامهون اچڻ کان پاسو ڪري. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي : «مَنْ سَمِعَ بِالدَّجَّالِ فَلْيَنْأَ عَنْهُ، فَوَاللَّهِ إِنَّ الرَّجُلَ لَيَأْتِيهِ وَهُوَ يَحْسِبُ أَنَّهُ مُؤْمِنٌ فَيَتَّبِعُهُ مِمَّا يَبْعَثُ بِهِ مِنَ الشُّبُهَاتِ» (جيڪو دجال بابت ٻڌي تہ ڪانئس پري ڀڄي، ڇاڪاڻ تہ مون کي الله جو قسم آهي تہ جيڪو ماڻهو پاڻ کي مؤمن ڀانئيندي بہ ان وٽ ويندو تڏهن بہ سندس شڪ ۽ شبها ٻڌي ان جو تابعدار ٿي پوندو). أبو داود هو زمين تي چاليھ ڏينهن رهندو، هڪ ڏينهن هڪ سال برابر هوندو ۽ هڪ ڏينهن هڪ مهيني برابر هوندو ۽ هڪ ڏينهن هڪ هفتي برابر هوندو ۽ سندس باقي ڏينهن اسان جي عام ڏينهن وانگر هوندا، مڪي ۽ مديني کان سواءِ باقي هر ملڪ ۽ هر هنڌ داخل ٿيندو، پوءِ عيسىٰ عليه السلام نازل ٿيندو جيڪو کيس قتل ڪندو.

**٢٤ ڇا جنت ۽ جهنم موجود آهن؟** ها موجود آهن، الله تعالىٰ انهن کي انسانن جي خلقڻ کان اڳ خلقيو آهي، اهي ڪڏهن بہ فنا نہ ٿيندا. الله تعالىٰ جنت جا حقدار پنهنجي فضل سان پيدا ڪيا آهن ۽ جهنم جا حقدار پنهنجي عدل سان پيدا ڪيا اٿئين، هر هڪ جنهن لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي، سو تنهن لاءِ ئي سولو ڪيل آهي.

**٢٥ تقدير تي ايمان جي معنىٰ ڇا آهي؟** اها پڪي تصديق ڪرڻ تہ هر ڀلو يا برو الله تعالىٰ جي فيصلي ۽ تقدير تحت ئي ٿئي ٿو. بيشڪ اهو ئي جنهن شيءِ جو ارادو ڪري ٿو سو ڪري ٿو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « لَوْ أَنَّ اللَّهَ عَذَّبَ أَهْلَ سَمَاوَاتِهِ وَأَهْلَ أَرْضِهِ عَذَّبَهُمْ وَهُوَ غَيْرُ ظَالِمٍ لَهُمْ، وَلَوْ رَحِمَهُمْ كَانَتْ رَحْمَتُهُ خَيْرًا لَهُمْ مِنْ أَعْمَالِهِمْ، وَلَوْ أَنْفَقْتَ مِثْلَ أُحُدٍ ذَهَبًا فِي سَبِيلِ اللَّهِ مَا قَبِلَهُ اللَّهُ مِنْكَ حَتَّى تُؤْمِنَ بِالْقَدَرِ وَتَعْلَمَ أَنَّ مَا أَصَابَكَ لَمْ يَكُنْ لِيُخْطِئَكَ، وَأَنَّ مَا أَخْطَأَكَ لَمْ يَكُنْ لِيُصِيبَكَ وَلَوْ مُتَّ عَلَى غَيْرِ هَذَا لَدَخَلْتَ النَّارَ » "جيڪڏهن الله پنهنجي آسمانن وارن ۽ زمين وارن کي عذاب ڪري تہ الله انهن کي عذاب ڪرڻ ۾ ظالم نہ هوندو. ۽ جيڪڏهن انهن تي رحم ڪري تہ ان جي رحمت سندن عملن کان بهتر هوندي. ۽ جيڪڏهن تون الله جي رستي ۾ اُحد جبل جيڏو سون خرچ ڪرين تہ بہ الله تعالىٰ توکان اهو ان وقت تائين قبول نہ ڪندو جيستائين تون تقدير تي ايمان نہ آڻين ۽ اهو ڄاڻين تہ جو ڪجھ توکي رسيو آهي، سو توکان ٽرڻو ئي نہ هو، ۽ جو ڪجھ توکان ٽري ويو، سو تو کي رسڻو ئي نہ هو ۽ جيڪڏهن تون ان عقيدي کان سواءِ مري وئين تہ جهنم ۾ داخل ٿيندين" (احمد ۽ ابوداود). تقدير تي ايمان آڻڻ ۾ چار ڳالهيون شامل آهن ١) اهو ايمان رکڻ تہ الله تعالىٰ هر شيءِ کي چڱيءَ طرح پوري تفصيل سان ڄاڻي ٿو. ٢) اهو ايمان رکڻ تہ ان اهو سڀ ڪجھ لوح محفوظ ۾ لکي ڇڏيو آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « كَتَبَ اللَّهُ مَقَادِيرَ الْخَلَائِقِ قَبْلَ أَنْ يَخْلُقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ بِخَمْسِينَ أَلْفَ سَنَةٍ » "الله تعالىٰ مخلوق جي تقدير آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ کان پنجاھ هزار سال اڳ لکي ڇڏي آهي" (مسلم). ٣) الله تعالىٰ جي ان مشيت (ارادي) تي ايمان آڻڻ، جيڪا نافذ آهي، ڪا بہ شيءِ ان کي رد نہ ٿي ڪري سگهي ۽ ان جي ان قدرت تي، جنهن کي ڪابہ شيءِ عاجز نہ ٿي ڪري سگهي، جو ڪجھ هو چاهيندو سو ٿيندو ۽ جو نہ چاهيندو سو نہ ٿيندو. ٤) اهو ايمان رکڻ تہ الله تعالىٰ هر شيءِ جو خالق ۽ موجد آهي ۽ ان کان سواءِ باقي هر شيءِ ان جي مخلوق آهي.

**٢٦ ڇا مخلوق کي بہ حقيقي قدرت ۽ ارادو حاصل آهي؟** ها انسان کي بہ مشيت، ارادو ۽ اختيار حاصل آهي، پر اهو الله تعالىٰ جي مشيت کان ٻاهر نہ هوندي آهي، الله تعالىٰ جو فرمان آهي : ﴿وَمَا تَشَآءُونَ إِلَّآ أَن يَشَآءَ ٱللَّهُ﴾ "توهان نہ ٿا چاهي سگهو جيستائين الله نہ چاهي". نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « اعْمَلُوا فَكُلٌّ مُيَسَّرٌ لِمَا خُلِقَ لَهُ » "عمل ڪندا رهو، بس هر هڪ ان لاءِ ئي سولو ڪيل آهي جنهن لاءِ کيس

پيدا ڪيو ويو آهي“ (متفق عليه). الله تعالىٰ اسان کي عقل، ڪن ۽ اکيون ڏنيون آهن تہ جيئن چڱي عمل ۽ خراب عمل ۾ فرق ڪري سگهون. ڇا ڪو اهڙو عقل وارو بہ آهي، جيڪو چوري ڪري، وري چوي تہ الله منهنجي مٿان اهو ڪرڻ لکي ڇڏيو هو؟ جيڪڏهن ڪو ائين چوندو تہ ماڻهو ڪيس معذور سمجهي معاف نہ ڪندا، بلڪ ان تي ڪيس سزا ڏئي چيو ويندو تہ : اها سزا بہ الله تو لاءِ لکي ڇڏي هئي. تنهن ڪري تقدير جو دليل ڏيڻ ۽ بهانو ڪرڻ جائز ناهي، بلڪ اهو تہ خود تقدير کي جهٽلائڻ آهي. الله تعالىٰ فرمايو آهي : ﴿ سَيَقُولُ ٱلَّذِينَ أَشۡرَكُواْ لَوۡ شَآءَ ٱللَّهُ مَآ أَشۡرَكۡنَا وَلَآ ءَابَآؤُنَا وَلَا حَرَّمۡنَا مِن شَيۡءٖۚ كَذَٰلِكَ كَذَّبَ ٱلَّذِينَ مِن قَبۡلِهِمۡ ﴾. (مشرڪ اجهو چوندا تہ، جيڪڏهن الله گهري ها تہ نہ اسان شرڪ ڪيون ها ۽ نہ اسان جا ابا ڏاڏا ڪن ها ۽ نہ ڪا شيءِ اسان حرام ڪيون ها. اهڙيءَ طرح انهن کان اڳ آيلن بہ جهٽلايو هو).

**٢٧ احسان ڇا آهي؟** نبي ڪريم ﷺ ان شخص جي جواب ۾ فرمايو جنهن ڪانئن احسان جي باري ۾ سوال ڪيو تہ : «أَنْ تَعبُدَ اللَّهَ كَأَنَّكَ تَرَاهُ، فَإِنَّكَ إِنْ لَمْ تَكُنْ تَرَاهُ فَإِنَّهُ يَرَاكَ» ”تون الله جي ائين عبادت ڪر جهڙوڪ تون ان کي ڏسي رهيو آهين، پوءِ جيڪڏهن تون ڪيس نہ ٿو ڏسين، تہ هو توکي ڏسي رهيو آهي“. (مسلم). اهو دين جي ٽن مرتبن مان مٿانهون مرتبو آهي.

**٢٨ توحيد گهڻا قسم آهي؟** ان جا ٽي قسم آهن : **١) ربوبيت جي توحيد** : يعني الله تعالىٰ کي سندس ڪمن ۾ اڪيلو سمجهڻ. جيئن پيدا ڪرڻ، رزق ڏيڻ ۽ زنده ڪرڻ وغيره. نبي ڪريم ﷺ جن جي بعثت کان اڳ جا ڪافر بہ توحيد جي هن قسم جا اقراري هئا. **٢) الوهيت جي توحيد**: يعني الله تعالىٰ کي عبادتن ۾ اڪيلو سمجهڻ، جيئن : نماز، باس ۽ صدقو وغيره. **عبادت ۾ الله کي اڪيلو ميڙائڻ** لاءِ ئي رسول موڪليا ويا ۽ ڪتاب نازل ٿيا. **٣) الله تعالىٰ جي نالن ۽ صفتن جي توحيد**: اها هيءَ تہ الله ۽ سندس رسول ﷺ جن کان جيڪي الله تعالىٰ جا سهڻا نالا ۽ پاڪ صفتون ثابت آهن تن کي بنا ڪنهن هيرا ڦيري ۽ ناڪاره سمجهڻ ۽ بنا ڪيفيت ۽ بنا تشبيہ جي ثابت مڃڻ.

**٢٩ ”ولي“ ڪير آهي؟** مؤمن، نيڪ صالح ۽ متقي پرهيزگار شخص کي ولي چئبو آهي، الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ : ﴿ أَلَآ إِنَّ أَوۡلِيَآءَ ٱللَّهِ لَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُونَ ٦٢ ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ وَكَانُواْ يَتَّقُونَ ﴾ (خبردار! بيشڪ الله جي ولين تي ڪوبہ ڊپ ناهي ۽ نہ ئي اهي غمگين ٿيندا. اهي جن ايمان آندو ۽ پرهيزگاري ڪندا هئا). نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: « إِنَّمَا وَلِيِّي اللَّهُ وَصَالِحُ الْمُؤْمِنِينَ » ”بس منهنجو ولي (دوست) : الله ۽ نيڪ صالح مؤمن آهن“. (متفق عليه).

**٣٠ نبي ڪريم ﷺ جن جي اصحابن جي حق ۾ اسان تي ڇا واجب آهي؟** اسان تي انهن سان محبت ڪرڻ، انهن لاءِ (رضي الله عنهم) چوڻ، پنهنجي دلين ۽ زبانن کي انهن لاءِ صاف رکڻ، انهن جون فضيلتون بيان ڪرڻ، انهن جي لغزشن ۽ جيڪي انهن جا پاڻ ۾ تڪرار ٿيا تن کان پنهنجي زبان بند رکڻ، واجب آهي. اهي غلطيءَ کان معصوم ناهن، پر اهي مجتهد آهن، صحيح اجتهاد واري لاءِ ٻہ اجر آهن، ۽ غلط اجتهاد واري لاءِ هڪ اجر آهي، سندس غلطي معاف آهي. انهن جا ايترا تہ فضائل آهن جو جيڪڏهن ڪن کان ڪي لغزشون سرزد ٿيون بہ آهن، تہ انهن کي ميٽي ٿا ڇڏن. انهن مان ڏهہ ڄڻا سڀ کان افضل آهن : ابو بڪر پوءِ عمر پوءِ عثمان پوءِ علي پوءِ طلحه ۽ الزبير ۽ عبد الرحمن بن عوف ۽ سعد بن ابي وقاص ۽ سعيد بن زيد ۽ ابو عبيده ابن الجراح، انهن کان پوءِ عام مهاجر پوءِ جيڪي بدر جي جنگ ۾ مهاجر ۽ انصاري شريڪ ٿيا، پوءِ باقي انصاري، پوءِ باقي ٻيا سڀ صحابي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « لا تَسُبُّوا أَصْحَابِي فَوَالذِي نَفْسِي بِيَدِهِ لَوْ أَنَّ أَحَدَكُمْ أَنْفَقَ مِثْلَ أُحُدٍ ذَهَبًا مَا أَدْرَكَ مُدَّ أَحَدِهِمْ وَلا نَصِيفَهُ » ”منهنجي اصحابن کي گاريون نہ ڏيو. ان ذات جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجو ساهہ آهي بيشڪ اوهان مان جيڪڏهن ڪو اُحد جبل جي برابر سون (الله جي راهہ ۾ ) خرچ ڪري تہ بہ سندن (خيرات ڪيل) هڪ پاٽي يا ان جي اڌ برابر بہ نہ ٿو پهچي

سگھي". (متفق عليہ). ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : «مَنْ سَبَّ أَصْحَابِي فَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللهِ وَالْمَلَائِكَةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِيْنَ» الطبراني . (جنهن منهنجي اصحابن کي گار ڏني تنهن تي الله ۽ ملائڪن ۽ سڀني ماڻهن جي لعنت هجي).

**٣١ ڇا اسان رسول الله ﷺ جن جي مدح ۾ ان حد کان وڌيڪ مبالغو ڪري سگهون ٿا جيڪا ڪيس الله تعالیٰ عطا فرمائي آهي؟** ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ اسان جو سردار حضرت محمد ﷺ الله جي مخلوق ۾ سڀ کان وڌيڪ شرف وارو ۽ وڌيڪ فضيلت وارو آهي، پر اهو جائز ناهي تہ اسان سندس مدح ۾ ائين وڌاءُ ڪيون جيئن نصارن عيسیٰ بن مريم عليہ السلام جي مدح ۾ وڌاءُ ڪيو. ڇاڪاڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي ان کان جهليو آهي. سندس فرمان آهي تہ : « لا تُطْرُونِي كَمَا أَطْرَتِ النَّصَارَى ابْنَ مَرْيَمَ فَإِنَّمَا أَنَا عَبْدُهُ، فَقُولُوا : عَبْدُ اللَّه وَرَسُولُهُ » "منهنجي تعريف ۾ وڌاءُ نہ ڪيو، جيئن نصارن مريم جي پٽ جي باري ۾ وڌاءُ ڪيو. آءٌ تہ رڳو سندس ٻانهو آهيان، تنهن ڪري مون کي : الله جو ٻانهو ۽ سندس رسول چئو". (بخاري).
حديث شريف ۾ آيل لفظ "اطراء" جي معنیٰ آهي : مدح ۾ مبالغو ۽ وڌاءُ ڪرڻ.

**٣٢ ڇا اهل ڪتاب مؤمن آهن؟** يهودي، نصاریٰ ۽ ٻين دينن جا پيروڪار سڀ ڪافر آهن، جيتوڻيڪ اهڙي دين جا پيروڪار هجن جيڪو اصل ۾ صحيح هجي. جنهن نبي ڪريم ﷺ جي بعثت کان پوءِ پنهنجو دين ڇڏي اسلام قبول نہ ڪيو : ﴿فَلَن يُقۡبَلَ مِنۡهُ وَهُوَ فِي ٱلۡأٓخِرَةِ مِنَ ٱلۡخَٰسِرِينَ﴾ تہ اهو ڪانئس قبول نہ ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ خساري وارن مان ٿيندو. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان انهن جي ڪفر جو اعتقاد نہ رکيو يا انهن جي دين جي باطل هئڻ ۾ شڪ ڪيائين تہ اهو ڪافر ٿي ويندو. ڇاڪاڻ تہ ان الله ۽ سندس نبيءَ جي ڪين ڪافر قرار ڏيڻ واري فيصلي جي مخالفت ڪئي. الله تعالیٰ فرمايو آهي : ﴿وَمَن يَكۡفُرۡ بِهِۦ مِنَ ٱلۡأَحۡزَابِ فَٱلنَّارُ مَوۡعِدُهُۥ﴾ (۽ جن جماعتن هن جو انڪار ڪيو تن جو ٺڪاڻو جهنم آهي).
"احزاب" مان مختلف ملتن وارا مراد آهن. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : « وَالَّذِي نَفْسِي بِيَدِهِ لا يَسْمَعُ بِي أَحَدٌ مِنْ هَذِهِ الأُمَّةِ يَهُودِيٌّ وَلا نَصْرَانِيٌّ ثُمَّ لا يُؤْمِنُ بِي إلا دَخَلَ النَّارَ » "ان جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجو ساهہ آهي، تہ هن امت مان جنهن بہ منهنجو نالو ٻڌو آهي يهودي هجي يا نصراني، پوءِ مري وڃڻ تائين ان مون تي ايمان نہ آندو تہ اهو جهنمين مان آهي". (مسلم) .

**٣٣ ڇا ڪافر تي ظلم ڪرڻ جائز آهي؟** انصاف ڪرڻ واجب آهي، الله تعالیٰ جو فرمان آهي : ﴿إِنَّ ٱللَّهَ يَأۡمُرُ بِٱلۡعَدۡلِ وَٱلۡإِحۡسَٰنِ﴾ (بيشڪ الله انصاف ۽ ڀلائي جو حڪم ٿو ڪري). ۽ ظلم حرام آهي، قدسي حديث ۾ الله تعالیٰ جو فرمان آهي : « إِنِّيْ حَرَّمْتُ الظُّلْمَ عَلَى نَفْسِي وَجَعَلْتُهُ بَيْنَكُمْ مُحَرَّمًا فَلا تَظَالَمُوا » "مون پنهنجي مٿان ظلم حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ توهان جي وچ ۾ بہ ان کي حرام ڪيو اٿم، تنهن ڪري هڪ ٻئي تي ظلم نہ ڪيو" (مسلم). ۽ مظلوم قيامت جي ڏينهن ظالم کان پنهنجو بدلو وٺندو. نبي ڪريم ﷺ جو فرمان آهي : « أَتَدْرُونَ مَنِ الْمُفْلِسُ »؟ قَالُوا : الْمُفْلِسُ فِينَا مَنْ لاَ دِرْهَمَ لَهُ وَلاَ مَتَاعَ، فَقَالَ : «إِنَّ الْمُفْلِسَ مِنْ أُمَّتِي يَأْتِي يَوْمَ الْقِيَامَةِ بِصَلاَةٍ وَصِيَامٍ وَزَكَاةٍ وَيَأْتِي قَدْ شَتَمَ هَذَا وَقَذَفَ هَذَا وَأَكَلَ مَالَ هَذَا وَسَفَكَ دَمَ هَذَا وَضَرَبَ هَذَا فَيُعْطَى هَذَا مِنْ حَسَنَاتِهِ وَهَذَا مِنْ حَسَنَاتِهِ فَإِنْ فَنِيَتْ حَسَنَاتُهُ قَبْلَ أَنْ يُقْضَى مَا عَلَيْهِ أُخِذَ مِنْ خَطَايَاهُمْ فَطُرِحَتْ عَلَيْهِ ثُمَّ طُرِحَ فِي النَّارِ » مسلم. (ڄاڻو ٿا تہ سڃو ڪير آهي؟ عرض ڪيائون تہ : اسان ۾ سڃو اهو آهي، جنهن وٽ نہ پيسو پاءُ هجي ۽ نہ مال متاع . جنهن تي پاڻ وراڻيائون تہ : منهنجي امت مان سڃو اهو آهي، جيڪو قيامت ڏينهن نماز، روزي ۽ زڪات جهڙا عمل ڪٺي ايندو، پر ڪنهن کي گار ڏني هوندائين، ڪنهن تي تهمت مڙهي هوندائين، ڪنهن جو مال کاڌو هوندائين، ڪنهن کي قتل ڪيو هوندائين ۽ ڪنهن کي ڪو ڌڪ هنيو هوندائين، پوءِ هن کي سندس نيڪين مان ڏنو ويندو ۽ هن کي سندس نيڪين مان ڏنو ويندو، پوءِ جيڪڏهن مٿس پيل حقوق ادا ڪرڻ کان اڳ سندس نيڪيون ختم ٿي ويون تہ هنن جون مندايون وٺي مٿس اڇلايون وينديون ان کان پوءِ کيس جهنم ۾ اڇلايو ويندو). بلڪ قصاص تہ جانورن جي درميان بہ ٿيندو.

**۳۴ بدعت ڇاهي؟** ابن رجب ﷫ فرمايو آهي تہ : بدعت مان مراد اهڙي نئين شيءِ آهي جنهن جو شريعت ۾ ڪوبہ **بنياد نہ هجي**. پر جنهن جو شريعت ۾ ڪونہ ڪو بنياد آهي، سا اصطلاحي طور بدعت ڪانهي، جتوڻيڪ ٻوليءَ جي لحاظ کان اها بہ بدعت آهي.

**۳۵ ڇا دين ۾ سٺي بدعت ۽ بري بدعت آهي؟** **شرعي** مفهوم مطابق جيڪا بدعت آهي تنهن جي مذمت ۾ ڪئي آيتون ۽ حديثون آيون آهن. اها هي آهي تہ : جيڪا نئين پيدا ڪيل هجي ۽ شريعت ۾ ان جو ڪوبہ بنياد نہ هجي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « **وَمَنْ عَمِلَ عَمَلا لَيْسَ عَلَيْهِ أَمْرُنَا فَهُوَ رَدٌّ** » ”جنهن اهڙو عمل ڪيو، جيڪو اسان جي طريقي تي ناهي، سو مردود آهي“. (متفق عليہ). پڻ فرمايائون : « **فَإِنَّ كُلَّ مُحْدَثَةٍ بِدْعَةٌ وَكُلَّ بِدْعَةٍ ضَلالَةٌ** » ”بيشڪ هر نئين شيءِ بدعت آهي ۽ هر بدعت گمراهي آهي“. (ابو داود).
امام مالڪ ﷫ عليہ بدعت شرعيءَ جي معنىٰ بيان ڪندي فرمايو آهي تہ : **جنهن اسلام ۾ بدعت جو بنياد وڌو، ان ڪي سٺو ڀانيائين، تنهن ڄڻ اهو گمان ڪيو تہ محمد ﷺ جن رسالتِ ۾ خيانت ڪئي آهي**، ڇاڪاڻ تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو : ﴿ ٱلۡيَوۡمَ أَكۡمَلۡتُ لَكُمۡ دِينَكُمۡ وَأَتۡمَمۡتُ عَلَيۡكُمۡ نِعۡمَتِي ﴾. (اڄ اوهان جو دين اوهان لاءِ ڪامل ڪيم ۽ پنهنجي نعمت اوهان تي پوري ڪيم).
ڪجهہ حديثن ۾ **لغوي بدعت** کي ساراهيو ويو آهي. هيءَ اهڙي بدعت آهي : جيڪا شريعت ۾ هئي پر اها وسارجي وئي هئي، پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ان جي ماڻهن کي ياد ڏيارڻ جي ترغيب ڏني. جيئن نبي ڪريم ﷺ جن جي فرمان ۾ آهي : « **مَنْ سَنَّ فِي الإِسْلامِ سُنَّةً حَسَنَةً فَلَهُ أَجْرُهَا وَأَجْرُ مَنْ عَمِلَ بِهَا بَعْدَهُ مِنْ غَيْرِ أَنْ يَنْقُصَ مِنْ أُجُورِهِمْ شَيْءٌ** » ”جنهن اسلام ۾ سٺي سنت جو بنياد وڌو تنهن کي ان جو ۽ جنهن ان تي ڪانئس پوءِ عمل ڪيو ان جو بہ اجر ڏنو ويندو ۽ عمل وارن جي اجر مان ڪجهہ بہ نہ گهٽايو ويندو“. (مسلم). ان ئي معنىٰ ۾ حضرت عمر ﷛ جو هيءُ قول آيل آهي تہ : ڪيڏي نہ چڱي بدعت آهي هيءَ! تراويح نماز ڏانهن سندس اشارو آهي، اها مشروع هئي. نبي ڪريم ﷺ جن ان جي ترغيب ڏني ۽ ٽي راتيون پاڻ پڙهايائون ۽ پوءِ ان خوف کان ڇڏي ڏنائون تہ متان فرض نہ ٿي وڃي. ڪانئن پوءِ حضرت عمر ﷛ اها نماز پڙهائي ۽ ماڻهن کي ان لاءِ گڏ بہ ڪيائين.

**۳۶ نفاق ڳهڻا قسم آهي؟** ٻہ قسم آهي. **١- اعتقادي نفاق.** اهو وڏي ۾ وڏو نفاق آهي. اهو هيءُ آهي تہ : ايمان ظاهر ڪري ۽ ڪفر لڪائي. اهڙو منافق دين کان خارج آهي. اهڙي نفاق وارو جيڪڏهن ان ئي حالت ۾ مري ويو تہ اهو ڪافر ٿي مئو. الله تعالىٰ فرمايو آهي: ﴿ إِنَّ ٱلۡمُنَٰفِقِينَ فِي ٱلدَّرۡكِ ٱلۡأَسۡفَلِ مِنَ ٱلنَّارِ ﴾ (بيشڪ منافق جهنم جي سڀ کان هيٺين طبقي ۾ هوندا). **انهن جون نشانيون هي آهن تہ :** اهي الله ۽ مؤمنن کي دوکي ۾ رکندا آهن. مؤمنن تي ٺٺول ڪندا آهن. مسلمانن جي خلاف ڪافرن جي مدد ڪندا آهن. پنهنجي صالح عملن مان سندن مقصد دنياوي مفاد هوندا آهن. **٢- عملي نفاق:** هيءُ نفاق جو ننڍو درجو آهي. هن قسم جي نفاق وارو ماڻهو اسلام مان خارج نہ ٿيندو. پر اهو خطرو هوندو آهي تہ جيڪڏهن توبہ نہ ڪيائين تہ اهو ڪيس وڏي نفاق تي نہ پهچائي ڇڏي. **هن نفاق واري جون هي نشانيون آهن :** جڏهن ڳالهائيندو تہ ڪوڙ ڳالهائيندو. واعدي خلافي ڪندو. جهڳڙو ڪندو تہ گارگند ڏيندو. معاهدو ڪندو تہ دوکو ڪندو. امانت رکبس تہ خيانت ڪندو. انهيءَ ڪري صحابہ ڪرام ﷡ عملي نفاق کان ڊڄندا هئا. ابن ابي مليڪه ﷫ فرمايو آهي تہ : مان نبي ڪريم ﷺ جا ٽيهہ صحابي ڏٺا، سڀئي پنهنجي اندر نفاق جو خوف پيا محسوس ڪن. ابراهيم تيمي ﷫ فرمايو آهي تہ : جڏهن بہ مون پنهنجو قول پنهنجي عمل آڏو پيش ڪيو تہ مونکي ڊپ ٿيڻ لڳو تہ آءٌ دين کي ڪوڙو سمجهندڙن مان نہ هجان. حسن بصري ﷫ فرمايو آهي تہ : نفاق کان رڳو مؤمن ئي ڊڄندو آهي. ۽ ان کان رڳو منافق ئي بي خوف رهندو آهي. حضرت عمر ﷛ حضرت حذيفہ ﷛ کي چيو تہ : توکي آءٌ الله جو قسم ٿو ڏيان، ڇا رسول الله ﷺ جن منهنجو نالو بہ انهن مان ورتو؟ يعني منافقن مان؟ چيائين تہ : نہ ۽ آءٌ توکانپوءِ ٻئي ڪنهن کي وڌيڪ نيڪ نہ مڃيندس.

**۳۷ الله وٽ وڏي ۾ وڏو گناھ ڪھڙو آھي؟** وڏي ۾ وڏو گناھ الله سان شرڪ ڪرڻ آھي. ڇاڪاڻ تہ الله تعالىٰ فرمايو آھي : ﴿إِنَّ ٱلشِّرۡكَ لَظُلۡمٌ عَظِيمٞ﴾ (بيشڪ شرڪ تمام وڏو ظلم آھي). نبي ڪريم ﷺ جن کان سڀ کان وڏي گناھ جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون : « أَنْ تَجْعَلَ لله نِداًّ وَهُوَ خَلَقَكَ » "ھيءُ تہ تون الله سان ڪنھن کي شريڪ ڪرين، حالانڪ ان توکي پيدا ڪيو آھي". (متفق عليہ).

**۳۸ شرڪ گھڻا قسم آھي؟** بہ قسم آھي. ١- شرڪ اڪبر! ھن شرڪ وارو ماڻھو اسلام مان خارج ٿي ويندو ۽ ان کي الله ڪڏھن بہ نہ بخشيندو. الله تعالىٰ جو فرمان آھي تہ : ﴿إِنَّ ٱللَّهَ لَا يَغۡفِرُ أَن يُشۡرَكَ بِهِۦ وَيَغۡفِرُ مَا دُونَ ذَٰلِكَ لِمَن يَشَآءُ﴾ (بيشڪ الله ھي نہ بخشيندو تہ ساڻس شريڪ ڪيو وڃي، ۽ ان کان سواءِ جنھن کي وڻيس تنھن کي بخشيندو) . ۽ ان جا چار قسم آھن. ا) دعا گھرڻ ۽ سوال ڪرڻ ۾ شرڪ ڪرڻ. ب) نيت ۽ ارادي ۾ شرڪ: اھو ھن طرح تہ صالح عمل غير الله لاءِ ڪري. ج) فرمانبرداريءَ ۾ شرڪ: اھو ھن طرح تہ الله جن شين کي حلال ڪيو آھي تن کي حرام ڪرڻ ۽ جن کي حرام ڪيو آھي تن کي حلال ڪرڻ ۾ عالمن جي پيروي ڪري. د) محبت ۾ شرڪ: ڪنھن سان ايئن محبت ڪري جيئن الله سان محبت ڪبي آھي. ٢- شرڪ اصغر: ھن شرڪ وارو ماڻھو اسلام مان خارج نہ ٿيندو. اھو بہ قسم آھي : ا)ظاھري جيتوڻيڪ ان جو تعلق قولن سان ھجي، جيئن غير الله جي نالي تي قسم کڻڻ، يا "جيئن الله گھريو ۽ توھان گھريو" چوڻ، يا "جيڪڏھن الله ۽ توھان نہ ھجو تہ ..." چوڻ . يا افعالن سان تعلق ھجي، جيئن مصيبت ختم ڪرڻ يا ٽارڻ لاءِ ڇلو پائڻ يا ڌاڳو لٽڪائڻ، يا نظر جي ڊپ کان ڳچيءَ ۾ تعويذ لٽڪائڻ، يا بد فالي ڪرڻ، يعني پاڪ نياڳ کي پکين سان، نالن، لفظن ۽ جاين وغيره سان جوڙڻ. ب) ڳجھو، اھو نيتن، مقصدن ۽ ارادن وغيره ۾ شرڪ ڪرڻ کي چئبو آھي، جيئن رياءُ ۽ ڏيکھ ڪرڻ.

**۳۹ شرڪ اڪبر ۽ شرڪ اصغر ۾ ڪھڙو فرق آھي؟** ٻنھي ۾ ڪجھ فرق آھن. جھڙوڪ : شرڪ اڪبر ڪرڻ وارو ماڻھو دنيا ۾ اسلام کان خارج آھي ۽ آخرت ۾ ھميشہ جھنم ۾ رھندو. جڏھن تہ شرڪ اصغر ڪرڻ وارو ماڻھو دنيا ۾ اسلام کان خارج ڪونھي ۽ آخرت ۾ ھميشہ جھنم ۾ نہ رھندو. اھڙيءَ طرح شرڪ اڪبر ھڙئي اعمال ڊٽ ڪري ڇڏي. جڏھن تہ شرڪ اصغر صرف اھي عمل ڊٽ ڪري جن سان سندس تعلق آھي. باقي ھڪ مسئلو اختلافي رھي ٿو. اھو ھي تہ : ڇا شرڪ اصغر شرڪ اڪبر وانگر توبہ کان سواءِ معاف ڪونہ ٿيندو؟ ڇا اھو ڪبيره گناھن وانگر الله جي مرضيءَ تي ڇڏيل آھي؟ جيڪو بہ قول وٺجي معاملو تمام ڳنڀير آھي.

**۴۰ ڇا شرڪ اصغر ٿي پوڻ کان اڳ بچاءَ ۽ ٿي پوڻ کان پوءِ ڪفاري جو ڪو طريقو آھي؟** ھا، رياءَ کان بچاءَ جو طريقو ھي آھي تہ، ھر عمل الله جي رضا خاطر ڪرڻ گھرجي. باقي معمولي شرڪ کان دعا جي ذريعي بچي سگھجي ٿو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آھي تہ : « أَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا هَذَا الشِّرْكَ، فَإِنَّهُ أَخْفَى مِنْ دَبِيْبِ النَّمْلِ. فَقِيلَ لَهُ :وَكَيْفَ نَتَّقِيْهِ وَهُوَ أَخْفَى مِنْ دَبِيْبِ النَّمْلِ يَا رَسُوْلَ الله؟ قَالَ: قُوْلُوْا: اللَّهُمَّ إنَّا نَعُوْذُ بِكَ أَنْ نُشْرِكَ بِكَ شَيْئًا نَعْلَمُهُ وَنَسْتَغْفِرُكَ لِمَا لا نَعْلَمُهُ » "اي انسانو: ھن شرڪ کان بچو! ڇاڪاڻ تہ اھو ڪول جي ريڙھين پائڻ کان بہ وڌيڪ ڳجھو ھوندو آھي. ڪانئن پڇيو ويو تہ : يارسول الله! ان کان ڪيئن بچئون، جڏھن تہ اھو ڪول جي ريڙھين پائڻ کان بہ وڌيڪ ڳجھو آھي؟ پاڻ فرمايائون : چئو : "اللَّهُمَّ اِنَّا نَعُوْذُ بِكَ مِنْ اَنْ نُشْرِكَ بِكَ شَيْئًا نَعْلَمُهُ وَنَسْتَغْفِرُكَ لِمَا لاَ نَعْلَمُهُ" (اي الله ! اسان توسان ڄاڻي واڻي ڪنھن بہ شيءِ کي شريڪ ڪرڻ کان تنھنجي پناھ ٿا گھرون ۽ جو ڪجھ اڻ ڄاڻائي ۾ ڪريون ٿا ان جي بہ توکان بخشش ٿا گھرون). (احمد). البتہ غير الله جي قسم کڻڻ جي ڪفاري بابت رسول الله ﷺ جن فرمايو آھي تہ : « مَنْ حَلَفَ بـِاللَّاتِ وَالعُزَّى فَلْيَقُلْ: لا إِلَهَ إِلا الله» "جنھن ماڻھو لات ۽ عُزىٰ جو قسم کنيو، سو "لا الہ الا الله" (الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ معبود برحق ناھي) چئي". (متفق عليہ).

باقي بد فالي جي ڪفاري جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو آھي تہ : « مَنْ رَدَّتْهُ الطِّيَرَةُ عَنْ حَاجَتِهِ فَقَدْ أَشْرَكَ». "جنھن کي ڪنھن پکيءَ جي بدفالي ڪنھن ڪم کان موٽايو، تنھن شرڪ ڪيو". چيائون تہ : ان

جو ڪفارو ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون : هيئن چوي : « اللَّهُمَّ لا خَيْرَ إِلا خَيْرُكَ،وَلا طَيْرَ إِلا طَيْرُكَ، وَلا إِلَهَ غَيْرُكَ » (اي الله ! تنهنجي ڀلائيءَ کان سواءِ ٻي ڪا ڀلائي ناهي، تنهنجي فال کان سواءِ ٻي ڪا فال ناهي، توکان سواءِ ڪوبہ معبود ناهي). (احمد).

**٤١ ڪفر جا ڪيترا قسم آهن؟** ٻہ قسم آهن. ١- ڪفر اڪبر (وڏو ڪفر) : جنهن سان ماڻهو اسلام مان خارج ٿي ويندو. اهو پنج قسم آهي. ا) تڪذيب وارو ڪفر : يعني اسلام کي ڪوڙو سمجهڻ. ب) تصديق سان گڏ وڏائي وارو ڪفر: يعني اسلام کي سچي سمجهڻ سان گڏوگڏ مسلمان ٿيڻ کان وڏائي ڪرڻ. ج) شڪ وارو ڪفر : اسلامي جي سچائيءَ ۾ شڪ ڪرڻ. د)اعراض وارو ڪفر : اسلام کان منهن موڙڻ. هہ) نفاق وارو ڪفر : زبان تي ڪلمون، اندر ۾ ڪئنچي. ٢- ڪفر اصغر (ننڍو ڪفر) : هيءُ نافرمانيءَ جو ڪفر آهي. هن ڪفر وارو ماڻهو اسلام مان خارج نہ ٿيندو جيئن: ڪنهن مسلمان کي قتل ڪرڻ .

**٤٢ باس جو حڪم ڇاهي؟** نبي ڪريم ﷺ جن باس باسڻ کي ناپسند فرمايو آهي. فرمايو اٿن تہ : «إِنَّهُ لا يَأْتِي بِخَيْرٍ » ”اها ڀلائي نہ آڻيندي آهي“ (بخاري). هيءُ تڏهن، جڏهن باس خالص الله لاءِ باسي وڃي. باقي جڏهن غير الله لاءِ باسي وڃي، جيئن ڪنهن قبر يا ڪنهن پير لاءِ باسجي تہ اها حرام آهي، ناجائز آهي. اهڙي باس پوري ڪرڻ جائز ناهي.

**٤٣ نجومي ۽ پوپي ڏانهن وڃڻ جو حڪم ڪهڙو آهي؟** اهو حرام آهي. جيڪڏهن انهن ڏانهن فائدي جي طلب ۾ ويو پر انهن جي غيب جي دعوىٰ ۾ انهن جي تصديق نہ ٿو ڪري، تہ ان جي چاليهن ڏينهن نماز قبول نہ ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « مَنْ أَتَى عَرَّافًا فَسَأَلَهُ عَنْ شَيْءٍ لَمْ تُقْبَلْ لَهُ صَلاةٌ أَرْبَعِينَ لَيْلَةً » ”جيڪو ڪنهن نجوميءَ وٽ آيو ۽ ڪائنس ڪنهن شيءِ بابت پڇيائين تہ ان جي چاليهہ راتيون ڪابہ نماز قبول نہ ٿيندي“. (مسلم). ۽ جيڪڏهن انهن وٽ ويو ۽ انهن جي غيب ڄاڻڻ جي دعوىٰ جي تصديق بہ ڪيائين تہ ان محمد ﷺ جي دين جو ڪفر ڪيو. نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي تہ : « مَنْ أَتَى عَرَّافًا أَوْ كَاهِنًا فَصَدَّقَهُ بِمَا يَقُولُ فَقَدْ كَفَرَ بِمَا أُنْزِلَ عَلَى مُحَمَّدٍ » ”جيڪو ڪنهن نجومي يا پوپي وٽ آيو ۽ سندس ڳالهين جي تصديق ڪيائين تہ ان محمد ﷺ جي مٿان نازل ٿيل دين جو انڪار ڪيو“. (ابوداود).

**٤٤ ستارن جي ذريعي برسات گهرڻ ڪڏهن شرڪ اڪبر ۽ شرڪ اصغر ٿيندو آهي؟** جنهن اهو اعتقاد ڪيو تہ الله جي ارادي کان سواءِ ستارن جو برسات وسائڻ ۾ ذاتي اثر آهي ۽ برسات جي ستارن ڏانهن نسبت ڪيائين، تہ اهي مينهن پيدا ڪن ٿا تہ اهو شرڪ اڪبر آهي. پر جنهن اهو اعتقاد رکيو تہ ستاري جو الله جي مشيت تحت برسات وسائڻ ۾ تاثير آهي، الله تعالىٰ ان کي برسات وسڻ جو سبب بڻايو آهي ۽ هي تہ الله تعالىٰ ان ستاري جي ظاهر ٿيڻ وقت برسات وسائڻ جو معمول بڻايو آهي. تہ اهو حرام ۽ شرڪ اصغر آهي. ڇاڪاڻ تہ ان شخص ان ستاري کي ڪنهن شرعي يا ظاهري يا صحيح عقلي دليل کان سواءِ سبب بنايو آهي. البتہ ستارن کي سال جي موسمن ۽ مينهن وسڻ جي وقتن جي نشاني بنائڻ جائز آهي.

**٤٥ مسلمانن جي حاڪم جي باري ۾ ڇا واجب آهي؟** هر ماڻهوءَ تي واجب آهي تہ ڏک سک ۾ سندن ڳالهہ ٻڌي ۽ ان جي فرمانبرداري ڪري. انهن جي خلاف بغاوت ڪرڻ جائز ناهي ڀل ظالم ڇونہ هجن. نہ انهن لاءِ بد دعا ڪرڻ گهرجي. نہ ئي اسان کي انهن جي اطاعت کان ڪنڌ ڪيڏائڻ گهرجي. انهن لاءِ سڌاري، عافيت ۽ هر ڪم ۾ ڪاميابي جي دعا گهرندا سين. انهن جي اطاعت الله جي اطاعت سمجهڻ گهرجي جيستائين گناهہ جو حڪم نہ ڪن. پر جيڪڏهن گناهہ ۽ نافرمانيءَ جو حڪم ڪن تہ ان ۾ انهن جي اطاعت حرام آهي. ان کان سواءِ باقي چڱائيءَ جي ڳالهين ۾ انهن جي اطاعت واجب آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : «تَسْمَعُ وَتُطِيعُ لِلأَمِيرِ وَإِنْ ضُرِبَ ظَهْرُكَ وَأُخِذَ مَالُكَ فَاسْمَعْ وَأَطِعْ » ”امير جي ڳالهہ ٻڌ ۽ ان جو چيو مڃ! جيتوڻيڪ تنهنجا پُٺا ڪٽجن ۽ تنهنجو مال ضبط ڪيو وڃي تہ بہ سندس ڳالهہ ٻڌ ۽ فرمانبرداري ڪر“. (مسلم).

**٤٦ ڇا اهو پڇڻ جائز آهي تہ الله تعالىٰ جن ڪمن جو حڪم فرمايو آهي ۽ جن ڪمن کان روڪيو آهي تنهن ۾ سندس ڪهڙي حڪمت آهي؟** ها! جائز آهي، پر شرط آهي تہ ايمان ۽ عمل کي حڪمت جي ڄاڻڻ ۽ ان کان مطمئن ٿيڻ سان جوڙڻ نہ گهرجي. حڪمت جي ڄاڻ رڳو مؤمن جي حق تي وڌيڪ ثابت قدميءَ لاءِ هجڻ گهرجي. پر هر حال ۾ الله جي احڪامن آڏو ڪنڌ نئوائڻ ۽ انهن بابت ڪو بہ سوال نہ ڪرڻ، ڪامل بندگي، الله ۽ سندس ڪامل حڪمت تي پوري ايمان هجڻ جو دليل آهي، جيئن صحابہ ڪرام ﷺ جو حال هو.

**٤٧ الله تعالىٰ جي هن فرمان جي ڇا مراد آهي؟ :** ﴿مَّآ أَصَابَكَ مِنۡ حَسَنَةٖ فَمِنَ ٱللَّهِۖ وَمَآ أَصَابَكَ مِن سَيِّئَةٖ فَمِن نَّفۡسِكَ﴾ (توکي جيڪا بہ چڱائي پهچي ٿي سا الله وٽان آهي ۽ توکي جيڪا بہ تڪليف رسي ٿي سا تنهنجي نفس جي شامت آهي). هتي (چڱائي) مان مراد نعمت آهي. ۽ (تڪليف) مان مراد آزمائش آهي. ۽ اهي سڀ شيون الله تعالىٰ جي طرفان تقدير ۾ لکيل آهن. (چڱائي) الله جي طرف ان ڪري منسوب ڪئي وئي آهي، جو ان جو محسن اهو پاڻ ئي آهي. جڏهن تہ (تڪليف) ڪنهن حڪمت جي طور پيدا ڪئي اٿس. ۽ اها بہ ان حڪمت جي لحاظ کان سندس ئي احسان آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو ڪڏهن بہ برائي نہ ڪندو آهي، بلڪ سندس مڙئي ڪم سهڻا آهن. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « وَالْخَيْرُ كُلُّهُ فِي يَدَيْكَ وَالشَّرُّ لَيْسَ إِلَيْكَ » ”(اي الله!) ڀلائي سڀ تنهنجي ٻنهي هٿن ۾ آهي ۽ برائي (جي نسبت) تنهن جي طرف ڪانهي“. (مسلم). ٻانهن جا ڪم الله جي تخليق آهن. پر ساڳئي وقت اهي ٻانهن جو ڪسب بہ آهن. الله تعالىٰ فرمايو آهي : ﴿فَأَمَّا مَنۡ أَعۡطَىٰ وَٱتَّقَىٰ ٥ وَصَدَّقَ بِٱلۡحُسۡنَىٰ ٦ فَسَنُيَسِّرُهُۥ لِلۡيُسۡرَىٰ﴾ (پوءِ جنهن خيرات ڪئي ۽ پاڻ بچايو. ۽ چڱائيءَ جي تصديق ڪيائين. پوءِ سگهوئي سندس لاءِ سنهنجائيءَ کي آسان ڪنداسون).

**٤٨ ڇا اسان لاءِ اهو چوڻ جائز آهي تہ : فلاڻو شهيد آهي؟** ڪنهن خاص ماڻهوءَ تي شهيد هجڻ جو حڪم لڳائڻ اهو ان لاءِ جنت جي فيصلي ڪرڻ برابر آهي. اهل سنت جو مذهب هي آهي تہ اسان کي ڪنهن خاص ماڻهو لاءِ اهو نہ چوڻ گهرجي تہ اهو جنتي آهي يا جهنمي آهي، سواءِ ڪنهن اهڙي شخص جي جنهن جي لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن خبر ڏني هجي تہ اهو جنتي يا جهنمي آهي. ڇاڪاڻ تہ حقيقت ڳجهي آهي. انسان جنهن حالت تي مري ٿو تنهن جو اسان کي علم ڪونهي. جڏهن تہ عملن جو دارو مدار خاتمي واري حالت سان هوندو آهي. ۽ نيتن کي تہ الله ئي ڄاڻي ٿو. البتہ چڱا ڪم ڪندڙ لاءِ اسان کي ثواب جي اميد رکڻ گهرجي ۽ گنهگار لاءِ عذاب جو خوف رکڻ گهرجي.

**٤٩ ڇا ڪنهن خاص مسلمان تي ڪفر جو حڪم لڳائڻ جائز آهي؟** اسان کي اهو جائز ناهي تہ ڪنهن خاص مسلمان تي ڪفر، شرڪ ۽ نفاق جو حڪم جاري ڪيون، جيستائين ان کان ڪا اهڙي شيءِ ظاهر نہ ٿئي جيڪا ان تي دلالت ڪري ۽ مٿس اهڙي حڪم لڳائڻ جو ڪو مانع بہ نہ رهي. ۽ اسان کي ان جي اندر جو معاملو الله جي حوالي ڪرڻ گهرجي.

**٥٠ ڇا ڪعبي کان سواءِ ڪنهن ٻي جاءِ جو طواف ڪرڻ جائز آهي؟** زمين جي تختي تي اهڙي ٻي ڪا بہ جاءِ ڪعبي کان سواءِ ڪانهي جنهن جو طواف ڪرڻ جائز هجي. ۽ نہ ئي وري ڪنهن بہ جاءِ کي ان سان تشبيهہ ڏيڻ جائز آهي، اها ڪيڏي بہ فضيلت واري ڇو نہ هجي. جنهن ڪعبي کان سواءِ ڪنهن ٻي جاءِ جو تعظيم خاطر طواف ڪيو، تنهن الله جي نافرماني ڪئي.





## قلبی اعمال

الله تعاليٰ دل پيدا ڪري، ان کي بادشاهه بنايو ۽ باقي عضون کي ان جو لشڪر ڪيائين. جيڪڏهن بادشاهه چڱو ڀلو رهيو ته سندس فوج به چڱي ڀلي رهندي. نبيءَ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **وَإِنَّ فِي الْجَسَدِ مُضْغَةً إِذَا صَلَحَتْ صَلَحَ الْجَسَدُ كُلُّهُ، وَإِذَا فَسَدَتْ فَسَدَ الْجَسَدُ كُلُّهُ أَلَا وَهِيَ الْقَلْبُ** » متفق عليه. ”بيشڪ جسم ۾ گوشت جو هڪ ٽڪرو آهي، جيڪڏهن اهو تندرست رهيو ته سارو جسم تندرست رهندو، ۽ جيڪڏهن اهو بيمار ٿي پيو ته سارو جسم بيمار ٿي پوندو، اهو آهي دل“. اها ئي ايمان ۽ تقويٰ جي جاءِ آهي يا ڪفر، نفاق ۽ شرڪ جي جاءِ آهي. نبيءَ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **التَّقْوَى هَاهُنَا . وَيُشِيرُ إِلَى صَدْرِهِ ثَلَاثَ مَرَّاتٍ.** » مسلم. ”تقويٰ هتي آهي پنهنجي سيني مبارڪ ڏانهن ٽي دفعا اشارو ڪندي فرمايائون“.

**ايمان :** **عقيدي، قول ۽ عمل** جو نالو آهي، دل جو اعتقاد، زبان جو قول ۽ عضون جو عمل. دل ايمان به آڻيندي آهي ۽ تصديق به ڪندي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ زبان تي ڪلمو شهادت جاري ٿيندو آهي. ان ڪان پوءِ محبت، خوف ۽ اميد جي صورت ۾ دل پنهنجو عمل ڏيکاريندي آهي، جنهن تي زبان ذڪر ۽ قرآن شريف جي تلاوت سان حرڪت ۾ اچي ويندي آهي، ۽ عضوا سجدي ۽ رڪوع جي شڪل ۾ چرپر ڪرڻ لڳندا آهن ۽ اهڙا عمل صالح ڪرڻ لڳندا آهن جن سان الله تعاليٰ جو قرب حاصل ٿئي. سو جسم دل جي تابع آهي، جيڪا به شيءِ دل ۾ قرار وٺندي آهي تنهن جو اثر ۽ تقاضا بدن تي ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ ضرور ظاهر ٿيندو آهي.

**قلبي اعمال مان مراد :** اهي عمل آهن جن جي جاءِ دل آهي ۽ ان سان ئي جڙيل هوندا آهن. انهن مان وڏي ۾ وڏو عمل الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ آهي، جيڪو دل ۾ ئي هوندو آهي، اهائي ان جي فرمانبرداري واري تصديق ۽ اقرار ڪندي آهي، انهيءَ سان گڏوگڏ ٻانهي جي دل ۾ پنهنجي پالڻهار لاءِ محبت، خوف، اميد، رجوع، توڪل، صبر، يقين، نوڙت وغيره جهڙا آثار پيدا ٿيندا آهن.

دل جي اعمال مان هر عمل جو ضد ان جي بيمارين مان هڪ بيماري آهي، جيئن اخلاص جو ضد رياءُ، يقين جو ضد شڪ، محبت جو ضد دشمني ... وغيره. جيڪڏهن اسان پنهنجي دلين جي اصلاح کان غافل رهياسين ته مٿن گناهن جا ڍير لڳي ويندا جيڪي کين هلاڪ ڪري ڇڏيندا. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **إِنَّ الْعَبْدَ إِذَا أَخْطَأَ خَطِيئَةً نُكِتَتْ فِي قَلْبِهِ نُكْتَةٌ فَإِنْ هُوَ نَزَعَ وَاسْتَغْفَرَ وَتَابَ صُقِلَتْ فَإِنْ عَادَ زِيدَ فِيهَا وَإِنْ عَادَ زِيدَ فِيهَا حَتَّى تَعْلُوَ فِيهِ فَهُوَ الرَّانُ الَّذِي ذَكَرَ اللهُ :** ﴿ كَلَّا بَلْ رَانَ عَلَىٰ قُلُوبِهِم مَّا كَانُوا يَكْسِبُونَ ﴾ » الترمذي. ”ٻانهو جڏهن ڪو گناهه ڪندو آهي ته سندس دل ۾ هڪ نڪتو ٿي پوندو آهي، پوءِ جيڪڏهن هو باز ايندو آهي ۽ توبه استغفار ڪندو آهي ته اهو نڪتو صاف ٿي ويندو آهي، پوءِ جيڪڏهن وري ڪندو آهي ته اهو نڪتو وڌي ويندو آهي، ۽ جيڪڏهن وري ڪندو آهي ته اجان وڌندو آهي حتاڪ پوري دل تي چڙهي ويندو آهي، اهوئي (ران) آهي جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ هن آيت ۾ فرمايو آهي : ﴿ كَلَّا بَلْ رَانَ عَلَىٰ قُلُوبِهِم مَّا كَانُوا يَكْسِبُونَ ﴾ ”ائين بلڪل نه آهي، بلڪ جيڪي ڪمائيندا هيا، تنهن جي ڪٽ سندين دلين تي ڄمي وئي آهي“. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **تُعْرَضُ الْفِتَنُ عَلَى الْقُلُوبِ كَالْحَصِيرِ عُودًا عُودًا فَأَيُّ قَلْبٍ أُشْرِبَهَا نُكِتَ فِيهِ نُكْتَةٌ سَوْدَاءُ وَأَيُّ قَلْبٍ أَنْكَرَهَا نُكِتَ فِيهِ نُكْتَةٌ بَيْضَاءُ حَتَّى تَصِيرَ عَلَى قَلْبَيْنِ عَلَى أَبْيَضَ مِثْلِ الصَّفَا فَلَا تَضُرُّهُ فِتْنَةٌ مَا دَامَتِ السَّمَوَاتُ وَالْأَرْضُ وَالْآخَرُ أَسْوَدُ مُرْبَادًّا كَالْكُوزِ مُجَخِّيًا لَا يَعْرِفُ مَعْرُوفًا وَلَا يُنْكِرُ مُنْكَرًا إِلَّا مَا أُشْرِبَ مِنْ هَوَاهُ** » مسلم. ”دلين تي فتنا تڏي جي تيلن وانگر تيلو تيلو ٿي پيش ٿيندا آهن، پوءِ جنهن دل انهن کي قبول ڪيو ان ۾ هڪ ڪارو نڪتو ٿي پوندو آهي، ۽ جنهن دل انهن کي قبول ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو ان ۾ هڪ اڇو نڪتو ٿي پوندو آهي، ايستائين جو اهي ٻنهي دلين تي ڇانئجي ويندا آهن، اڇي دل سفيد پٿر جيان ٿي پوندي آهي جنهن کي جيستائين آسمان ۽ زمين باقي آهن تيستائين ڪو فتنو نقصان نه ڏئي سگهندو ۽ ٻي ڪاري، ڇٽڪبري، ڪئونري وانگر ڪرونڊي ٿيل، نه نيڪيءَ کي سڃاڻي، نه برائيءَ کي برو سمجهي، رڳو پنهنجي خواهش جي ڪڍ لڳل هجي“.

**قلبي عبادات جي ڄاڻ ٻانهي تي فرائض مؤڪده مان آهي ۽ عضون جي اعمال جي ڄاڻ ڪان وڌيڪ اهم آهي**، ڇاڪاڻ ته اها اصل آهي ۽ عضون جا اعمال ان جي شاخ آهن، ان جي تڪميل ڪندڙ، پوراؤ ڪندڙ ۽ ان جو نتيجو آهن. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **إِنَّ اللهَ لَا يَنْظُرُ إِلَى صُوَرِكُمْ وَأَمْوَالِكُمْ، وَلَكِنْ يَنْظُرُ إِلَى قُلُوبِكُمْ وَأَعْمَالِكُمْ** » مسلم. ”الله تعاليٰ توهان جي صورتن ۽ توهان جي مالن ڏانهن نه ڏسندو آهي، پر توهان جي دلين ۽ توهان جي عملن ڏانهن ڏسندو آهي“. جيتوڻيڪ دل علم، سوچ ۽ فڪر جي جاءِ آهي، تنهن

ڪري الله تعاليٰ وٽ ماڻهن جي فضيلتن جي درجابندي سندن دلين ۾ ايمان، يقين ۽ اخلاص جهڙي عملن جي پختگي جي اعتبار سان آهي. حسن بصري رحمه الله فرمايو آهي : الله جو قسم تہ ابوبڪر رضي الله عنه نماز روزي جي ڪري ڪانئن گوءِ ڪونہ کٽي ويو هو، پر سندس دل ۾ جيڪو ايمان ويهجي ويو رڳو ان جي ڪري سڀني کان اڳ ڪڍي ويو.

**دل جا عمل جسماني عضون جي عملن کان ڪيترن وجهن جي ڪري وڌيڪ فضيلت وارا آهن : ١)** قلبي عبادت جي ڏنگائي ڪڏهن عضون جي عبادت کي چٽ ڪري ڇڏيندي آهي، جيئن عمل ۾ رياءُ ڪرڻ. **٢)** قلبي اعمال هر عمل جي جڙ ۽ بنياد آهن، تنهن ڪري دل جي نيت کان سواءِ جيڪڏهن ڪو لفظ نڪتو يا ڪا حرڪت سرزد ٿي تہ ان تي گرفت ناهي. **٣)** قلبي عمل جنت ۾ بلند درجن جي حصول جو سبب آهن، جيئن زهد. **٤)** قلبي عمل عضون جي عملن جي بنسبت وڌيڪ ڏکيا ۽ سخت آهن، ابن المنڪدر رحمه الله فرمائي ٿو تہ : مون پنهنجي نفس سان چاليهہ سال مهاڏو ڏنو، تڏهن وڃي سڌو ٿيو. **٥)** اهي وڌيڪ اثرائتا هوندا آهن، جهڙوڪ : الله خاطر ڪنهن سان محبت ڪرڻ. **٦)** انهن جو ثواب وڌيڪ هوندو آهي، ابو درداء رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ : هڪ گهڙي جي تفڪير سڄي رات جي تهجد کان بهتر آهي. **٧)** اهي عضون جي حرڪت ڏياريندا آهن. **٨)** اهي عضون جي عبادت کي گهٽائين يا وڌائين يا وري چٽ ڪري ڇڏين، جيئن نماز ۾ خشوع ڪرڻ. **٩)** اهي ڪڏهن عضون جي عبادت جو بدلو بہ ٻٽيا آهن، جيئن مال نہ هوندي بہ صدقي جي رڳو نيت ڪرڻ. **١٠)** انهن جي ثواب جي ڪا حد ئي ناهي، جيئن صبر ڪرڻ. **١١)** عضون جي ٻيهجي وڃڻ يا عمل نہ ڪري سگهڻ جي باوجود بہ انهن جو ثواب هلندو رهندو آهي. **١٢)** اهي عضون جي عملن کان اڳ بہ هوندا آهن ۽ انهن سان گڏ بہ هوندا آهن.

**عضون جي عمل ڪرڻ کان اڳ دل ڪجهہ حالات کان گذرندي آهي : ١) پهُہ :** دل ۾ آيل شروعاتي رٿ. **٢) خيال :** جيڪو منجهس خيال ويهجي وڃي. **٣) ويچار:** ڪرڻ يا نہ ڪرڻ لاءِ ٻڏتر ۾ پوڻ. **٤) ارادو :** عمل ڪرڻ کي ترجيح ڏيڻ . **٥) عزم :** عمل ڪرڻ جو پڪو پختو ارادو ڪرڻ. **پهرين ٽن** ۾ نہ نيڪيءَ جو ثواب ۽ نہ گناهہ جو ڏوهہ. باقي **ارادو** : تہ نيڪيءَ جي ارادي ڪرڻ سان سندس لاءِ نيڪي لکي ويندي ۽ گناهہ جي ارادي ڪرڻ سان مٿس گناهہ نہ لکيو ويندو. پوءِ جيڪڏهن ارادو ڦري عزم ٿي پيو، تہ پوءِ جيڪڏهن نيڪيءَ بابت هيو تہ ثواب ملندو ۽ جيڪڏهن گناهہ ڪرڻ بابت هيو تہ گناهہ ٿيندو، پل کٽي نہ ڪري. ڇاڪاڻ تہ سگهہ هوندي ارادي ڪرڻ جي معنيٰ آهي تہ ڄڻ اهو ڪم ڪري چڪو، الله تعاليٰ جو فرمان آهي: ﴿ إِنَّ ٱلَّذِينَ يُحِبُّونَ أَن تَشِيعَ ٱلْفَٰحِشَةُ فِى ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ لَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴾ "بيشڪ جيڪي ماڻهو چاهين ٿا تہ مؤمنن ۾ فحاشي پکڙجي، تن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي". ۽ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو آهي : « إذا التقى المسلمانِ بسيفيهما فالقَاتل والمقتُولُ في النَّارِ، فقلت: يا رسول الله، هذَا القاتلُ فمَا بَالُ المقتُولِ ؟ قالَ : إنهُ كانَ حَرِيصًا علَى قتلِ صَاحِبِهِ » البخاري "جيڪڏهن بہ مسلمان پنهنجون تلوارون کڻي هڪٻئي سان وڙهڻ لڳا تہ قاتل ۽ مقتول ٻئي جهنم ۾ ويندا. عرض ڪيم تہ : اي الله جا رسول! هيءَ تہ قاتل جي سزا ٿي، مقتول جو ڪهڙو قصور؟ چيائون تہ : انهيءَ بہ سندس ساٿيءَ کي قتل ڪرڻ کان وسئون نہ گهٽايو".

**پڪي ارادي ڪرڻ کان پوءِ جيڪڏهن گناهہ نہ ڪيائين تہ انهيءَ جا چار قسم آهن : ١) الله تعاليٰ جي خوف کان نہ ڪيائين :** تہ ڪيس ثواب ٿيندو. **٢) ماڻهن جي ڊپ کان نہ ڪيائين :** تہ ڪيس گناهہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ گناهہ نہ ڪرڻ عبادت آهي، جيڪا لازما الله خاطر هجڻ گهرجي. **٣) ان تائين پهچڻ وارا وسائل استعمال نہ ڪرڻ جي ڪري عاجز ٿي نہ ڪيائين :** تہ اهو بہ پختي ارادي هجڻ جي ڪري گنهگار ٿيندو. **٤) ان تائين پهچڻ وارا وسائل استعمال ڪرڻ جي باوجود عاجز ٿي ڇڏي ڏنائين :** پنهنجي مراد نہ ماڻي سگهيو، تہ مٿس پوري گناهہ جو ڏوهہ لکيو ويندو، ڇاڪاڻ تہ ممڪن ڪم جي ڪرڻ تي پڪي ارادي رکڻ واري تي ان ڪم جي ڪندڙ وارو حڪم لاڳو ٿيندو- جيئن مٿين حديث ۾ ذڪر ٿي گذريو- ۽ جڏهن عملَ ارادي سان جوڙ ڪاڏو، تہ ان تي ڪيس سزا ملندي، فعل اڳ ۾ ٿئي يا بعد ۾، سو جيڪڏهن ڪنهن هڪ دفعي حرامَ جو ڪم ڪري وري جڏهن بہ ان تي وس پهتس ڪرڻ جو عزم رکيو تہ اهو ان گناهہ تي اصرار ڪرڻ وارن مان ليکبو، ۽ ان نيت تي ڪيس سزا ملندي، جيتوڻيڪ نہ بہ ڪري.

## ● ڪجھ قلبي عمل :

● **نيت :** اها ارادي ۽ قصد جي معنىٰ ۾ آهي، انهيءَ ڪان سواءِ عمل نہ درست ٿيندو ۽ نہ قبول، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **إِنَّمَا الأَعْمَالُ بِالنِّيَاتِ وَإِنَّمَا لِكُلِّ امْرِيءٍ مَا نَوَى** » متفق عليہ. ”**عملن جو دارو مدار نيتن تي آهي، ۽ هر ماڻهوءَ کي رڳو اهو ڪجھ ملندو جنهن جي هو نيت ڪندو**“. ابن مبارڪ رحمہ اللہ فرمايو آهي تہ : ڪڏهن ننڍي عمل کي نيت وڏو ڪندي آهي، ۽ ڪڏهن وڏي عمل کي نيت ننڍو ڪندي آهي. قاضي فضيل رحمہ اللہ جو چوڻ آهي تہ : الله تعالىٰ کي رڳو تنهنجي نيت ۽ ارادو گهرجي، پوءِ جيڪڏهن عمل الله خاطر هوندو، تہ اخلاص چئبو، يعني هي تہ عمل خاص الله لاءِ ٿيل هجي، ڪنهن ٻئي جو ان ۾ حصو نہ هجي، ۽ جيڪڏهن عمل الله خاطر ٿيل نہ هوندو، تہ ان کي رياءُ، نفاق يا ٻيو ڪجھ چئبو.

**فائدو :** ماڻهو سڀ هلاڪت ۾ آهن، عالمن ڪان سواءِ، عالم سڀ هلاڪت ۾ آهن، عاملن ڪان سواءِ، عامل سڀ هلاڪت ۾ آهن، مخلصن ڪان سواءِ، تنهن ڪري هر اهو ٻانهو جيڪو الله جي اطاعت ڪرڻ گهري ٿو تنهن جو پهريون وظيفو هي آهي تہ اهو نيت سکي، پوءِ صدق ۽ اخلاص جي حقيقت سمجهي ڪري ان جي عمل سان درستگي ڪري، ڇاڪاڻ تہ عمل بنا نيت جي، رڳو تڪليف آهي، ۽ نيت بنا اخلاص جي، رياءُ آهي، ۽ اخلاص ايمان جي حقيقت ڪان سواءِ، رڳو ڊوڙ آهي.

**اعمال ٽي قسم آهن : ١) گناھ :** سٺي ارادي سان اطاعت گناھ ۾ سٺي نيت کي قبول نہ ڪندي آهي، بلڪ جيڪڏهن منجهس بري نيت جو اضافو ڪيو ويو تہ ان جو ڏوھ بہ ٻيڻو ٿي ويندو آهي. **٢) مباحات :** ڪابہ اهڙي مباح شيءِ ناهي جنهن ۾ ڪا هڪ نيت يا ڪي چند نيتون نہ هجن، ۽ ڪين تقرب جو ذريعو بہ بڻائي سگهجي ٿو. **٣) نيڪيون :** اهي پنهنجي اصل درستگي ۽ ثواب جي اضافي ۾ نيتن سان ڳنڍاپيل آهن[١]، پوءِ جيڪڏهن رياءَ جي نيت ڪيائين تہ گناھ ۽ شرڪ اصغر ٿي پونديون، ڪڏهن تہ شرڪ اڪبر تائين بہ پهچي سگهن ٿيون، انَ جا ٽي طريقا آهن : **١) هي تہ عبادت جو سبب ئي در اصل ماڻهن جو ڏيکاءُ هجي**، تہ

---

١) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « **فَمَنْ هَمَّ بِحَسَنَةٍ فَلَمْ يَعْمَلْهَا كَتَبَهَا اللَّهُ لَهُ عِنْدَهُ حَسَنَةً كَامِلَةً ، فَإِنْ هُوَ هَمَّ بِهَا فَعَمِلَهَا كَتَبَهَا اللَّهُ لَهُ عِنْدَهُ عَشْرَ حَسَنَاتٍ إِلَى سَبْعِمِائَةِ ضِعْفٍ إِلَى أَضْعَافٍ كَثِيرَةٍ ، وَمَنْ هَمَّ بِسَيِّئَةٍ فَلَمْ يَعْمَلْهَا كَتَبَهَا اللَّهُ لَهُ عِنْدَهُ حَسَنَةً كَامِلَةً ، فَإِنْ هُوَ هَمَّ بِهَا فَعَمِلَهَا كَتَبَهَا اللَّهُ لَهُ سَيِّئَةً وَاحِدَةً** » متفق عليہ. ”جنهن نيڪيءَ جو ارادو ڪيو، پوءِ نہ ڪيائين، تہ الله تعالىٰ ان کي سندس لاءِ پاڻ وٽ پوري نيڪي لکندو، پر جيڪڏهن ان جو ارادو ڪري، وري اها ڪيائين بہ، تہ الله تعالىٰ ان کي وٽس ڏهن نيڪين ڪان ويندي ست سؤ نيڪين تائين بلڪ ان ڪان بہ وڌائي سڌائي لکندو“، ۽ جنهن گناھ جو ارادو ڪيو، پوءِ اهو نہ ڪيائين، تہ الله تعالىٰ ان کي سندس لاءِ پاڻ وٽ پوري نيڪي لکندو، پر جيڪڏهن ان جو ارادو ڪري، وري اهو ڪيائين بہ، تہ الله تعالىٰ ان کي سندس لاءِ هڪ گناھ لکندو. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « **مَثَلُ هَذِهِ الأُمَّةِ كَمَثَلِ أَرْبَعَةِ نَفَرٍ : رَجُلٌ آتَاهُ اللَّهُ مَالاً وَعِلْمًا فَهُوَ يَعْمَلُ بِعِلْمِهِ فِي مَالِهِ يُنْفِقُهُ فِي حَقِّهِ ، وَرَجُلٌ آتَاهُ اللَّهُ عِلْمًا وَلَمْ يُؤْتِهِ مَالاً فَهُوَ يَقُولُ لَوْ كَانَ لِي مِثْلُ هَذَا عَمِلْتُ فِيهِ مِثْلَ الَّذِي يَعْمَلُ، قَالَ رَسُولُ اللَّهِ ﷺ : فَهُمَا فِي الأَجْرِ سَوَاءٌ، وَرَجُلٌ آتَاهُ اللَّهُ مَالاً وَلَمْ يُؤْتِهِ عِلْمًا فَهُوَ يَخْبِطُ فِي مَالِهِ يُنْفِقُهُ فِي غَيْرِ حَقِّهِ ، وَرَجُلٌ لَمْ يُؤْتِهِ اللَّهُ عِلْمًا وَلا مَالاً فَهُوَ يَقُولُ : لَوْ كَانَ لِي مِثْلُ هَذَا عَمِلْتُ فِيهِ مِثْلَ الَّذِي يَعْمَلُ قَالَ رَسُولُ اللَّهِ ﷺ : فَهُمَا فِي الْوِزْرِ سَوَاءٌ** » الترمذي. ”هن امت جو مثال چئن ماڻهن جي مثال وانگر آهي : هڪ اهو ماڻهو جنهن کي الله مال بہ ڏنو هجي ۽ علم بہ، پوءِ اهو پنهنجي علم سان سندس مال ۾ عمل ڪري، ان کي جائز ڪمن ۾ خرچ ڪري، ٻيو اهو شخص جنهن کي الله تعالىٰ علم تہ ڏنو هجي، پر ڪيس مال نہ ڏنو هجي، پوءِ اهو چوي تہ جيڪر مون وٽ بہ هن جيترو مال هجي ها تہ مون بہ ان کي ائين ئي خرچ ڪيان ها جيئن اهو ٿو ڪري، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : اهي ٻئي اجر ۾ برابر آهن، ۽ ٽيون اهو شخص جنهن کي الله تعالىٰ مال تہ ڏنو هجي، پر ڪيس علم نہ ڏنو هجي، پوءِ اهو پنهنجي مال ۾ ٻيو ڏاڦوڙا هڻي، ان کي ناجائز ڪمن ۾ پيو خرچ ڪري، ۽ چوٿون ماڻهو اهو آهي، جنهن کي الله تعالىٰ نہ علم ڏنو هجي ۽ نہ مال، پوءِ اهو چئي تہ مون وٽ بہ هن جيتري دولت هجي ها تہ جيڪر مون بہ ائين خرچ ڪيان ها، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : اهي ٻئي گناھ ۾ برابر آهن“. هن حديث ۾ ٻئي ۽ چوٿين جي قول کي فعل وارو حڪم ڏنو ويو آهي، يعني نيت سان گڏ تمنا، جيڪا سندن هن چوڻي مان پڌري آهي تہ : (جيڪر مون وٽ بہ هن جيترو مال هجي ها تہ مون بہ ان کي ائين ئي خرچ ڪيان ها) انهيءَ ڪري ثواب ۽ ڏوھ ۾ هر هڪ کي سندس ساٿيءَ وارو حڪم ڏنو ويو. ابن رجب چيو آهي تہ : حديث شريف ۾ آيل فرمان تہ : (اهي ٻئي اجر ۾ برابر آهن) عمل جي اصل اجر ۾ ٻنهي جي برابري تي دلالت ٿو ڪري، ان جي اضافي تي نہ، ڇاڪاڻ تہ ثواب جي ٻيڻائي ۽ وڌاءُ ان سان خاص آهي جنهن عمل ڪيو، جنهن بناعمل جي رڳو نيت ڪئي ان سان نہ، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هرطرح سان ٻئي برابر هجن ها تہ پوءِ جنهن رڳو نيڪيءَ جي نيت ڪئي، پر ڪيائين نہ، تہ ان لاءِ بہ ڏھ نيڪيون لکجن ها، حالانڪ اهو سڀني نصوص جي خلاف آهي.

اهو شرڪ ٿيندو ۽ عبادت باطل ٿيندي. ٢) هي ته عمل ته الله خاطر هجي پر پوءِ ان ۾ رياءَ جي نيت شامل ٿي وڃي، ته ڏسبو، جيڪڏهن عبادت اهڙي آهي جنهن جي پڇاڙي اڳياڙي تي ٻڌل ناهي- جيئن صدقو- ته شروعات درست چئبي ۽ پڇاڙي باطل، ۽ جيڪڏهن ان جي پڇاڙي اڳياڙي سان ٻڌل آهي- جيئن نماز- ته ان جون ٻه حالتون آهن : ا) رياءَ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري، ته اهو عمل متاثر نه ٿيندو، ب) رياءَ تي جٽيو رهيو، ته پوءِ پوري عبادت باطل چئبي. ٣) هي ته رياءُ عمل ڪرڻ کان پوءِ ٿي پيو، ته اهو وسواس چئبو، ان جو نه عمل تي ڪو اثر پوندو ۽ نه عامل تي. هتي رياءَ جا پيا به گهڻا ڳجها قسم آهن، جن کي ڄاڻڻ ۽ کانئن بچڻ واجب آهي.

**پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو عمل صالح مان رڳو دنيا حاصل ڪرڻ مقصود هيو، ته ان جو اجر يا ڏوهه سندس نيت جي مطابق کيس ملندو، ان جون ٽي حالتون آهن : ١)** هي ته عمل صالح جو باعث رڳو دنيا هجيس، جيئن اهو ماڻهو جيڪو رڳو مال ڪمائڻ خاطر نماز ۾ ماڻهن جي امامت ٿو ڪرائي، ته اهو ڏوهي گنهگار آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **مَنْ تَعَلَّمَ عِلْمًا مِمَّا يُبْتَغَى بِهِ وَجْهُ اللَّهِ ﷻ لا يَتَعَلَّمُهُ إِلا لِيُصِيبَ بِهِ عَرَضًا مِنَ الدُّنْيَا لَمْ يَجِدْ عَرْفَ الْجَنَّةِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ** » أبو داود ”جنهن اهڙو علم پرايو جنهن سان الله جي رضا طلب ڪئي ويندي آهي، رڳو هن ڪري پرايو اٿئين ته ساڻس دنيوي مال حاصل ڪري، ته اهو قيامت جي ڏينهن جنت جي خوشبوءِ به نه سنگهي سگهندو“. (عرف : خوشبوءِ کي چئبو آهي). ٢) هي ته عمل الله خاطر به ڪري ۽ دنيا خاطر به، ته اهو ناقص ايمان ۽ ناقص اخلاص وارو چئبو، انهيءَ ماڻهوءَ وانگر جيڪو واپارَ ۽ حجَ ٻنهي جي نيت سان حجُ ڪري، کيس ثواب اخلاص جو ڳو ملندو. ٣) هي ته عمل ته رڳو اڪيلي الله خاطر ڪري، پر ايترو اجورو وٺي جو ان عمل لاءِ مددگار ثابت ٿئيس، ته کيس پورو ثواب ملندو. ڪجهه وٺڻ سان اهو گهٽ نه ٿيندو، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **إِنَّ أَحَقَّ مَا أَخَذْتُمْ عَلَيْهِ أَجْرًا كِتَابُ اللَّهِ** » البخاري ”توهان جن ڪمن تي اجورو وٺندا آهيو تن مان قرآن مجيد تي وٺڻ وڌيڪ جڳائي“.

**هي ڄاڻڻ گهرجي ته مخلص عاملن جا مختلف درجا آهن : ١) ادنىٰ :** اهو هي ته ڪابه نيڪي، ثواب جي اميد يا سزا جي ڊپ جي ڪري. ٢) وچولو : هي ته نيڪي، الله جي شڪراني ۽ سندس حڪم جي بجا آوري جي ڪري. ٣) مٿانهون : هي ته نيڪي، الله جي محبت، تعظيم، اجلال ۽ سندس هيبت جي ڪري، اهو صديقن جو درجو آهي[1].

**توبه :** هر دم ڪرڻ واجب آهي. گناهه ٿي پوڻ انسان جي طبعي تقاضا آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « **كُلُّ ابْنِ آدَمَ خَطَّاءٌ وَخَيْرُ الْخَطَّائِينَ التَّوَّابُونَ** » ”هر انسان خطاڪار آهي ۽ خطاڪارن ۾ ڀلا اهي آهن جيڪي توبه ڪن“. (ترمذي). ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته : « **لَوْ لَمْ تُذْنِبُوا لَذَهَبَ اللَّهُ بِكُمْ وَلَجَاءَ بِقَوْمٍ يُذْنِبُونَ فَيَسْتَغْفِرُونَ اللَّهَ فَيَغْفِرُ لَهُمْ** » ”جيڪڏهن توهان گناهه نه ڪندؤ ته الله اوهان کي ختم ڪري اهڙي قوم آباد ڪندو، جيڪي گناهه ڪندا، پوءِ بخشش گهرندا پوءِ الله انهن کي بخشي ڇڏيندو“. (مسلم). باقي گناهه تي اصرار ڪرڻ ۽ توبه ۾ دير ڪرڻ غلط آهي، ۽ شيطان گهري ٿو ته هو انسان کان ستن گهٽن مان هڪ گهٽ تي ڪامياب ٿي وڃي، هڪ گهٽ تي عاجز ٿي پيو ته ٻئي ڏانهن وڌندو، اهي هي آهن : ١) شرڪ ۽ ڪفر وارو گهٽ. ٢) انهيءَ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو ته پوءِ اعتقادي بدعت ۾ وجهڻ ۽ نبيءَ ڪريم ﷺ ۽ سندس اصحابن جي تابعداري ڇڏڻ وارو گهٽ. ٣) ان ۾ به ڪامياب نه ٿيو ته پوءِ ڪبيرا گناهه ڪرائڻ سان. ٤) جيڪڏهن ڪامياب نه ٿيو ته پوءِ صغيرا گناهه ڪرائڻ سان. ٥) اتي به ڪامياب نه ٿيو ته پوءِ مباح ڪمن تي زور ڏيارڻ سان. ٦)هت به ناڪام ويو ته پوءِ اهڙين نيڪين ڪرائڻ سان جن کان ٻيون افضل ۽ وڌي ثواب واريون آهن. ٧) ان گهٽ تي به ڪامياب نه ٿيو ته پوءِ مٿس جنن ۽ انسانن مان شيطان مسلط ڪندس.

---

١) الله تعالىٰ فرمايو آهي : ﴿ وَعَجِلْتُ إِلَيْكَ رَبِّ لِتَرْضَىٰ ﴾ ”اي منهنجا رب! مون توڏانهن تڪڙ ڪري آيس ته جيئن تون راضي ٿئين“، هتي موسىٰ عليه السلام جي طرفان الله تعالىٰ سان ملاقات لاءِ جلدي اچڻ جو مقصد هي هيو ته الله کانئس راضي ٿئي، رڳو سندس حڪم جي بجا آوري مقصد نه هئي. اهڙيءَ ريت والدين سان نيڪي ڪرڻ جا به درجا آهن، گهٽ درجو : هي ته تون ساڻن ڀلائي، نافرماني جي سزا جي ڊپ ۽ نيڪيءَ جي ثواب طلبڻ خاطر ڪرين. وچون درجو : هي ته تون ساڻن ڀلائي، الله جي فرمانبرداري ڪرڻ ۽ سندن ڀلائين جي بدلي ڏيڻ خاطر ڪرين، ڇاڪاڻ ته انهن ننڍ پڻ ۾ تنهنجي پرورش ڪئي، دنيا ۾ تنهنجي وجود جو سبب بڻيا. مٿانهون درجو : هي ته تون ساڻن ڀلائي، الله تعالىٰ طرفان ساڻن ڀلائي واري امر جي تعظيم، محبت ۽ سندس عظمت کي مد نظر رکندي ڪرين.

**ٻ گناھ ٻہ قسم آھن. ١- ڪبيرا گناھ :** اھي اھڙا گناھ آھن جن لاءِ دنيا ۾ ڪا حد مقرر ٿيل آھي يا آخرت ۾ ڪو وعيد آيل آھي يا ان جي ڪري الله جو ڏمر يا لعنت يا ايمان جي نفي آيل آھي. **٢- صغيرا گناھ :** ھي اھڙا گناھ آھن جيڪي انھن ڪبيرن کان ھلڪا آھن. ٻ ڪئي سبب آھن جن جي ڪري صغيرا گناھ ڦري ڪبيرا ٿي پوندا آھن، جن مان اھم ھي آھن : صغيرن گناھن تي زور ڏيڻ. اھي باربار ڪرڻ يا انھن کي گھٽ سمجھڻ يا انھن جي ڦبڻ تي فخر ڪرڻ، يا اھي سر عام ڪرڻ.

ٻ ھر گناھ کان توبه ڪرڻ درست آھي ٻ اھا ايستائين رھندي جيستائين سج اولھ کان نہ اڀري. يا روح موت جي سڪرات وقت اندر ٻاھر ٿيڻ تي ھجي. سچي دل سان توبه ڪرڻ واري جو اجر ھيءُ آھي تہ سندس برايون نيڪين ۾ تبديل ٿي ويندون، جيتوڻيڪ آسمان سان لڳل چوٽ ھجن.

**ٻ توبه قبول ٿيڻ جا ڪجھ شرط آھن: ١-** گناھ بلڪل ڇڏي ڏيڻ. **٢-** گذريل گناھن تي پشيمان ٿيڻ. **٣-** ھي عزم ڪرڻ تہ اھڙو گناھ وري ٻيھر نہ ڪندو. باقي جيڪڏھن گناھ مخلوق جي حقن سان تعلق رکندڙ ھجن تہ پوءِ ضروري آھي تہ اھي حق حقدارن کي موٽائي ڏئي[١].

**ماڻھن جا توبہ ۾ چار درجا آھن : ١)** اھڙو تائب جيڪو توبه ڪري ساري عمر ان تي پابند رھي، گناھ ڏانھن وري موٽڻ جو خيال ئي دل ۾ نہ آڻي، سنھي سڪي ڳالھين کان سواءِ جن کان ڪو ماڻھو بچي نہ ٿو سگھي، انھيءَ کي توبہ تي استقامت چئبو آھي، اھڙي توبھي کي نيڪين ڏانھن آڳرائي ڪندڙ چئبو آھي، ٻ اھڙي توبہ کي سچي (نصوحي واري) توبہ چئبو آھي، ٻ اھو ئي **نفس مطمئنه** (اطمينان وارو نفس) آھي. **٢)** اھڙو تائب جيڪو اھم نيڪين تي پابند رھي، پر ھو عارضي گناھن کان پنھنجي جان ڇڏائي نہ ٿو سگھي، ڄاڻي واڻي نہ ٿو ڪري، پر ھو بنا ارادي انھن ۾ مبتلا ٿي ٿو پوي، جڏھن بہ اھڙو ڪو گناھ ڪري ٿو ويھي تہ پاڻ کي ملامت ٿو ڪري، پشيمان ٿو ٿئي ٻ ان جي اسباب کان پرھيز ڪرڻ جو عزم ٿو ڪري. انھيءَ کي **ملامت ڪندڙ نفس** چئبو آھي. **٣)** ھي تہ توبہ ڪري، ڪجھ وقت ان تي پابند رھي، پوءِ وري ڪن گناھن جي شھوت چڙھيس ٻ اھي ڪرڻ لڳي، ھوڏانھن ان جي باوجود نيڪين ڪرڻ تي بہ پابند رھي، گھڻا گناھ مٿن وس ٻ انھن جي شھوت ھوندي ڇڏي بہ ڏئي، پر ھڪ بہ دفعا شھوت مجبور ڪري وجھيس، ڪري ويھڻ کان پوءِ پشيمان بہ ٿئي، پر انھيءَ گناھ کان توبہ ڪرڻ جو پنھنجي نفس سان واعدو بہ ڪري، اھو ئي **نفس مسئول** آھي، جنھن کان پڇاڻو ٿيندو، ان جي پڇاڙي توبہ ۾ دير ٻ ٽال مٽول جي ڪري خطري ۾ آھي، ٿي سگھي ٿو تہ توبہ ڪرڻ کان اڳ ئي مري وڃي، ڇاڪاڻ تہ عملن جو اعتبار خاتمي تي آھي. **٤)** ھي تہ توبہ ڪري، ڪجھ وقت ان تي پابند بہ رھي، پوءِ وري موٽي گناھن ۾ رجھي وڃي، توبہ ڪرڻ جو دل ۾ نہ خيال اچيس، نہ وري پنھنجي ڪڏي ڪمن تي ڪو افسوس ٿئيس، اھو ئي آھي **برائيءَ جو حڪم ڪندڙ نفس**، انھيءَ جي بري خاتمي جو وڏو خطرو آھي.

**صداقت :** اھا ئي ساري قلبي اعمال جو بنياد آھي، لفظ صدق (سچائي) عربيءَ ۾ ڇھن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آھي : **١)** ڳالھائڻ ۾ صداقت. **٢)** ارادي ٻ مقصد ۾ صداقت (يعني اخلاص). **٣)** عزم ۾ صداقت. **٤)** عزم جي پوري ڪرڻ ۾ صداقت. **٥)** عمل ۾ صداقت، ھن طرح تہ ظَاھرُ باطنَ جي مطابق

---

١) روايت آھي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : « **الدَّوَاوِينُ عِنْدَ اللَّهِ ﷻ ثَلَاثَةٌ : دِيوَانٌ لَا يَعْبَأُ اللَّهُ بِهِ شَيْئًا، وَدِيوَانٌ لَا يَتْرُكُ اللَّهُ مِنْهُ شَيْئًا، وَدِيوَانٌ لَا يَغْفِرُهُ اللَّهُ. فَأَمَّا الدِّيوَانُ الَّذِي لَا يَغْفِرُهُ اللَّهُ، فَالشِّرْكُ بِاللَّهِ، قَالَ اللَّهُ ﷻ :** ﴿إِنَّهُۥ مَن يُشۡرِكۡ بِٱللَّهِ فَقَدۡ حَرَّمَ ٱللَّهُ عَلَيۡهِ ٱلۡجَنَّةَ وَمَأۡوَىٰهُ ٱلنَّارُ﴾ ، **وَأَمَّا الدِّيوَانُ الَّذِي لَا يَعْبَأُ اللَّهُ بِهِ شَيْئًا، فَظُلْمُ الْعَبْدِ نَفْسَهُ فِيمَا بَيْنَهُ وَبَيْنَ رَبِّهِ... فَإِنَّ اللَّهَ ﷻ يَغْفِرُ ذَلِكَ وَيَتَجَاوَزُ إِنْ شَاءَ، وَأَمَّا الدِّيوَانُ الَّذِي لَا يَتْرُكُ اللَّهُ مِنْهُ شَيْئًا، فَظُلْمُ الْعِبَادِ بَعْضِهِمْ بَعْضًا، الْقِصَاصُ لَا مَحَالَةَ** ». ”الله تعالىٰ وٽ ٽي دفتر آھن : ھڪ اھڙو دفتر جنھن جي الله کي ڪا پرواھ ناھي، ٻيو اھو دفتر جنھن مان الله ڪابہ شيءِ نہ ڇڏيندو آھي، ٽيون اھو دفتر جيڪو الله معاف نہ ڪندو آھي، جيڪو دفتر الله معاف نہ ڪندو آھي، سو آھي الله سان ڪنھن کي شريڪ ڪرڻ، الله تعالىٰ جو فرمان آھي : ٻ بيشڪ جنھن الله جو ڪو ڀائيوار بڻايو، ان تي الله جنت حرام ڪئي ٻ سندس جاءِ دوزخ آھي. ٻ جنھن دفتر جي الله پرواھ نہ ڪندو آھي، اھو ھي تہ ٻانھو پاڻ تي اھڙو ظلم ڪري جيڪو سندس ٻ سندس رب جي درميان ھجي... الله گھريو تہ انھيءَ کي معاف ڪري ڪانئس درگذر ڪري ڇڏيندو، باقي اھو دفتر جنھن مان الله ڪجھ بہ نہ ڇڏيندو، سو آھي ٻانھن جو ھڪٻئي مٿان ظلم ڪرڻ، ان جو ضرور قصاص ٿيندو“. (مسند أحمد، روايت ڪمزور آھي).

هجي، جيئن نماز ۾ خشوع. ٦) ساري ديني مقامن جي ثبوت ۾ صداقت. اهو سڀني کان مٿانهون ۽ وڏي شان وارو درجو آهي، جيئن خوف، اميد، تعظيم، پرهيزگاري، رضا، توڪل، محبت ۽ ساري قلبي اعمال ۾ صدق ۽ سچائي. جيڪو انهن سڀني ذڪر ٿيل شين ۾ صداقت ۽ سچائيءَ سان موصوف ٿيو سو صديق آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو صداقت ۾ گهڻو اڳتي وڌيل آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « عَلَيْكُمْ بِالصِّدْقِ فَإِنَّ الصِّدْقَ يَهْدِى إِلَى الْبِرِّ وَإِنَّ الْبِرَّ يَهْدِى إِلَى الجَنَّةِ وَمَا يَزَالُ الرَّجُلُ يَصْدُقُ وَيَتَحَرَّى الصِّدْقَ حَتَّى يُكْتَبَ عِنْدَ اللَّهِ صِدِّيقاً » متفق عليہ. ”توهان تي سچائي لازم آهي، ڇاڪاڻ تہ سچائي نيڪيءَ جي راهہ ڏيکاريندي آهي ۽ نيڪي جنت جي راهہ ڏيکاريندي آهي، ماڻهو هميشہ سچ ڳالهائيندو رهندو آهي ۽ سچ جي سانجهہ ۾ رهندو آهي، ايستائين جو الله وٽ سچار لکيو ويندو آهي“.

جيڪڏهن ڪو حق جي ڳالهہ ۾ وچڙي پوي، پر سندس نفساني خواهش کان پري رهندي الله تعاليٰ کي پنهنجي مطلب ۾ سچو سمجهي، تہ هو نيٺ گهٽي پانڳي حق تائين رسائي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي، پر جيڪڏهن ان تائين رسائي حاصل نہ ڪري سگهيو تہ الله تعاليٰ ڪيس معذور سمجهندو آهي. ۽ سچ جو ضد آهي ڪوڙ. اهو نفس ڏانهن سرايت ڪرڻ لڳندو آهي تہ سڀ کان پهريون زبان کي خراب ڪندو آهي، پوءِ عضون ڏانهن وڌندي انهن جي عملن کي ائين خراب ڪندو آهي، جيئن زبان جي قولن کي خراب ڪندو آهي، اهڙيءَ ريت ڪوڙ نفس جي اقوال، افعال ۽ احوال تي ڇانئجي، ان جي خرابيءَ کي مضبوط ڪري ڇڏيندو آهي.

**محبت :** الله، سندس رسول ۽ مؤمنن جي محبت سان ايمان جي مٺاس حاصل ٿيندي آهي، نبي ڪريم ﷺ جو فرمان آهي : « ثَلاثٌ مَنْ كُنَّ فِيه وَجَدَ بِهِنَّ حَلاوَةَ الإيمانِ : أنْ يَكُوْنَ اللهُ وَرَسُوْلُه أَحَبَّ إليْه مما سِوَاهُمَا، وَأنْ يحبَّ المرْءَ لا يحبُّهُ إلا لله، وَأنْ يَكْرِهَ أنْ يَرْجِعَ إلى الكُفْر بَعْدَ إذ أنقذَهُ اللهُ مِنْهُ كَمَا يَكْرَهُ أنْ يُلْقَى في النَّار » ”جنهن ۾ ٽي خصلتون هونديون، تہ کيس ساڻن ايمان جي مٺاس حاصل ٿيندي: ١) هي تہ الله ۽ سندس رسول کيس هر شيءِ کان وڌيڪ محبوب هجن، ٢) هي تہ ڪنهن ماڻهوءَ سان رڳو الله خاطر محبت ڪري، ٣) هي تہ جڏهن کان الله کيس ڪفر کان نجات ڏياري آهي تڏهن کان ڏانهس موٽڻ ائين ناپسند هجي، جيئن کيس پنهنجو باهہ ۾ اڇلايو وڃڻ ناپسند آهي“. متفق عليہ. پوءِ جڏهن محبت جو وڻ دل ۾ پوکجي ويو ۽ ان جي آبياري اخلاص جي پاڻيءَ ۽ نبي ڪريم ﷺ جي تابعداري سان ڪئي وئي تہ اهو مختلف قسم جا ڦل ڏيڻ شروع ڪندو ۽ الله جي حڪم سان هر وقت ميويدار رهندو. ۽ محبت چار قسم آهي: ١) الله جي محبت : اها ايمان جو بنياد آهي. ٢)الله ڪارڻ محبت ۽ الله ڪارڻ دشمني[1]، اها واجب آهي. ٣) الله سان گڏ

---

١) ماڻهو محبت ۽ عداوت (تعلق ۽ لا تعلقي) جي اعتبار کان ٽي قسم آهن : ا) اهي جن سان اهڙي سچي محبت ڪئي وڃي جو ساڻس دشمني بلڪل نہ هجي، اهي آهن خالص مؤمن، جهڙوڪ : پيغمبر ۽ صديق، جن جو سرتاج اسانجو پيارو پيغمبر حضرت محمد ﷺ ، سندس گهر واريون، نياڻيون ۽ اصحاب سڳورا . ب) اهي جن سان رڳو دشمني رکي وڃي، اهي آهن ڪافر، مشرڪ ۽ منافق. ج) اهي جن سان هڪ اعتبار کان محبت هجي ۽ ٻئي اعتبار کان بغض رکيو وڃي، اهي آهن گنهگار مسلمان، انهن سان ايمان جي ڪري محبت رکبي ۽ گناهن جي ڪري بغض رکيو ويندو. ۽ ڪافرن سان محبت ۽ تعلق جا ٻہ قسم آهن : ١) جنهن جي ڪري مرتد ٿيڻ ۽ اسلام کان خارج ٿيڻ لازم ٿئي، اهو ٿيندو ساڻن ديني تعلق رکڻ جي ڪري. ٢) حرام تہ هجي پر دين کان خارج نہ ڪري، اهو آهي دنيوي معاملات ۾ ساڻن تعلق رکڻ. (جنگ نہ ڪندڙن) ڪافرن سان سهڻي برتاؤ ڪرڻ ۽ ساڻن دشمني رکڻ ۽ بيزاري جي اظهار ڪرڻ ۾ ڪڏهن غلط فهمي ٿيندي آهي، انهن ٻنهي شين ۾ فرق ڪرڻ گهرجي، ساڻن عدل انصاف ڪرڻ، دلي محبت رکڻ بغير ساڻن سهڻو برتاؤ ڪرڻ، جيئن منجهن ڪنهن ڪمزور سان نرمي سان پيش اچڻ، مٿن رحم ڪائيندي، شفقت ڪندي ساڻن نرم ڳالهائڻ، جائز آهي، الله تعاليٰ انهيءَ بابت فرمايو آهي : ﴿لَّا يَنْهَىٰكُمُ ٱللَّهُ عَنِ ٱلَّذِينَ لَمْ يُقَٰتِلُوكُمْ فِى ٱلدِّينِ وَلَمْ يُخْرِجُوكُم مِّن دِيَٰرِكُمْ أَن تَبَرُّوهُمْ وَتُقْسِطُوٓاْ إِلَيْهِمْ﴾ ”جن اوهان سان دين جي معاملي ۾ جنگ نہ ڪئي آهي ۽ نہ وري اوهان کي اوهان جي گهرن مان ڪڍيو اٿن، تن سان نيڪي ڪرڻ ۽ انصاف سان هلڻ کان الله اوهان کي نہ ٿو جهلي“. باقي ساڻن بغض ۽ دشمني رکڻ ٻي ڳالهہ آهي، الله تعاليٰ ان جو حڪم پنهنجي هن فرمان ۾ ڪيو آهي : ﴿يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ لَا تَتَّخِذُواْ عَدُوِّى وَعَدُوَّكُمْ أَوْلِيَآءَ تُلْقُونَ إِلَيْهِم بِٱلْمَوَدَّةِ﴾ ”اي ايمان وارؤ! منهنجي دشمن ۽ پنهنجي دشمن کي دوست نہ بنايو، جو توهان انهن ڏانهن دوستيءَ جا پيغام موڪليو“. سو ساڻن بغض رکندي ۽ محبت نہ ڪندي بہ معاملات ۾ انصاف ڪري سگهجي ٿو، جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن مديني جي يهودين سان ڪندا هئا.

پين جي محبت : يعني الله سان واجب محبت ۾ غير الله کي شريڪ ڪيو وڃي. جيئن مشرڪن جي پنهنجي معبودن سان محبت، اها شرڪ جو بنياد آهي. ۴) طبعي محبت: جيئن والدين ۽ اولاد جي محبت، ڪاڌي پيتي وغيره جي محبت، اها محبت جائز آهي. جيڪڏهن چاهين ٿو ته الله توسان محبت ڪري ته دنيا سان دل نه لڳاءِ، نبي ڪريمﷺ جن فرمايو آهي : « ازْهَدْ في الدُّنْيَا يحبكَ اللهُ » ابن ماجہ. "دنيا ۾ رغبت نه رک ته الله توسان محبت ڪندو".

**توڪل :** هن کي چئبو آهي ته الله تي ڀروسو ڪندي ۽ جائز اسباب اختيار ڪندي، ڪنهن مطلب حاصل ڪرڻ يا تڪليف ٽارڻ خاطر دلي طرح الله تي اعتماد ڪرڻ ۽ پاڻ کي سندس حوالي ڪرڻ. دلي طرح پاڻُ حوالي نه ڪرڻ توحيد جي خلاف آهي ۽ اسباب اختيار نه ڪرڻ عاجزي ۽ ڪم عقلي آهي، ان جو وقت فعل کان اڳ آهي، ۽ ان جو فائدو يقين آهي، ۽ توڪل ٽي قسم آهي: ١) واجب: اها آهي هر انهي معاملي ۾ الله تي توڪل ڪرڻ جنهن تي الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي قدرت نه هجي، جيئن بيمارن جي شفاء. ٢) حرام: هن جا وري ٻه قسم آهن : ا)شرڪ اڪبر (وڏو شرڪ): يعني اسبابن تي مڪمل اعتماد ڪرڻ. هي باور ڪرڻ ته اسباب ئي مستقل طور نفعي نقصان ۾ اثر رکن ٿا[1]. ب) شرڪ اصغر (ننڍو شرڪ) : جيئن رزق جي باري ۾ ڪنهن ماڻهوءَ تي اهڙو اعتماد ڪرڻ جو ان جي مستقل طور مؤثر هجڻ جو اعتقاد نه رکي، پر ٻه ان سان رڳو ڪيس رزق جي ذريعي سمجهڻ کان مٿانهون تعلق هجي. ٣) جائز. يعني ڪو شخص پنهنجي اهڙي معاملات ۾ ڪنهن ٻئي تي توڪل ۽ ڀروسو ڪري جنهن تي پاڻ به وسارو هجي، جيئن خريد وفروخت وغيره ۾ ڪبو آهي، پر ڪيس ائين نه چئي ته : الله تي ۽ توتي توڪل ٿو ڪريان. بلڪ چئيس ته : توکي پنهنجو وڪيل ٿو ڪيان.

**شڪر :** الله تعالىٰ جي نعمتن جو پانهي جي دل تي ايمان جي صورت ۾، ۽ سندس زبان ۽ عضون تي حمد جي شڪل ۾ اثر ظاهر ٿيڻ عبادت آهي. اهو پاڻ مطلوب آهي، ۽ صبر ٻئي لاءِ وسيلو آهي، شڪر : دل، زبان ۽ عضون سان ٿيندو آهي ۽ شڪر جي معنىٰ آهي : نعمت کي الله تعالىٰ جي اطاعت ۾ استعمال ڪرڻ.

**صبر :** هن کي چئبو آهي ته ـ ڪنهن به مصيبت جي درد جي ـ شڪايت غير الله آڏو نه ڪرڻ، ۽ اها رڳو الله آڏو ڪرڻ. الله تعالىٰ جو فرمان آهي : ﴿إِنَّمَا يُوَفَّى ٱلصَّٰبِرُونَ أَجْرَهُم بِغَيْرِ حِسَابٍ﴾ (صبر ڪندڙن کي سندن بدلو بي حساب ڏنو ويندو آهي)، ۽ پيغمبرﷺ جن جو فرمان آهي : « وَمَنْ يَتَصَبَّرْ يُصَبِّرْهُ اللهُ وَمَا أُعْطِيَ أَحَدٌ عَطَاءً خَيْرًا وَأَوسعَ مِن الصَّبْر » متفق عليہ "جنهن پاڻ کي صبر ڏياريو، الله تنهن کي صبر ڏياريندو، ۽ ڪنهن

---

١) چا اسباب اختيار ڪرڻ توڪل جي خلاف آهي؟ ان جون ڪجهه صورتون آهن : ١) ناموجود فائدو حاصل ڪرڻ : ان جا ٽي قسم آهن : ا) سبب يقيني هجي، جيئن اولاد خاطر نڪاح ڪرڻ، اهڙو سبب اختيار نه ڪرڻ جنون چئبو، اها ڪا توڪل ناهي. ب) غير يقيني اسباب : پر اهڙا جو گهڻو ڪري انهن کان سواءِ نتائج حاصل نه ٿيندا هجن، جيئن بنا ٿمر جي بر پٽ ۾ سفر ڪرڻ، اهڙو ڪم توڪل نه چئبو، ٿمر ساڻ کڻڻ جو حڪم ٿيل آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن مديني جو سفر شروع ڪيو ته ٿمر به ساڻ ڪنيائون ۽ هڪ ڪرائيدار گس لائيندڙ به گڏ ڪنيائون. ج) اهڙا اسباب جن جو نتائج تائين پهچائڻ جو انديشو هجي، بظاهر يقيني نه هجي : جيئن ڪو ماڻهو مال ڪمائڻ جي ڪوجنا ۾ ان جي مختلف طريقي ڪارن بابت باريڪ رٿون ڪري، ته اهو توڪل کان خارج نه چئبو، بلڪ ان جي ابتڙ رزق جي تلاش نه ڪرڻ توڪل جي خلاف چئبو، حضرت عمر ﷛ جو فرمان آهي ته : توڪل ڪندڙ اهو آهي جيڪو زمين ۾ ٻج به ڇٽي ۽ الله تعالىٰ تي ڀروسو به ڪري. ٢)موجود کي محفوظ ڪرڻ، جيئن ڪو ماڻهو رزق حلال ڪمائي ۽ ان کي ذخيرو ڪري، اهو توڪل جي خلاف ناهي، خاص ڪري جيڪڏهن هو ڪٽنب وارو به آهي، ڇاڪاڻ ته نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن بنو نضير يهودين واريون ڪجيون وڪڻندا هئا ته پنهنجي گهر وارن لاءِ سال جو قوت ڪڍي رکندا هئا. (متفق عليہ). ٣) اهڙي نقصان جو دفاع ڪرڻ جيڪو اڃان ٿيو ناهي: توڪل ڪرڻ لاءِ اهو شرط ناهي ته نقصان ٽاريندڙ اسباب ڇڏي ڏجن، جيئن جنگ جي دوران زره پائڻ، اٺ کي ڏاوڻ هڻڻ، اهڙين حالتن ۾ مسبب (الله) تي توڪل هئڻ گهرجي، سبب تي نه، ۽ ان ۾ جيڪو الله تعالىٰ جو فيصلو هجي ان تي راضي رهڻ گهرجي. ۴) ٿيل نقصان جو ازالو ڪرڻ : اهو ٽي قسم آهي : ا ) يقيني هجي : جيئن پاڻيءَ جو اڃ لاهڻ، ان کي ڇڏڻ ڪا توڪل ناهي. ب) غير يقيني هجي : جيئن سڱيون وغيره هٽائڻ، اهڙو سبب اختيار ڪرڻ توڪل جي خلاف ناهي، ڇاڪاڻ ته پاڻ ڪريم ﷺ جن پاڻ به علاج ڪرايو ۽ ٻين کي به علاج ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. ج) سبب وهمي هجي : جيئن چاڪ چڱو ڀلو پاڻ کي ڏنپ ڏياري ته جيئن بيمار نه ٿئي، اهڙو سبب اختيار ڪرڻ توڪل ڪامل هجڻ جي خلاف چئبو.

كي بہ صبر كان وڌيڪ بهتر ۽ وسيع عطيو نہ ڏنو ويو آهي“، حضرت عمر ﷛ جو قول آهي تہ: آءٌ كنهن بہ اهڙي آزمائش ۾ مبتلا نہ ٿيو آهيان جنهن ۾ مون تي الله تعالىٰ جون چار نعمتون نہ ٿيون هجن: هي تہ اها منهنجي دين بابت نہ هئي، وڌيڪ وڏي بہ نہ هئي، آءٌ مٿس رضامندي جي نعمت كان بہ محروم نہ رهيس ۽ ان تي ثواب جي اميد بہ ركندو رهيس.

**ٻ صبر جا كجهہ درجا آهن: ننڍو:** اهو هي تہ ان كي ناپسند كندي شكايت نہ كرڻ. **وچولو:** مٿس راضي رهندي شكايت نہ كرڻ. **مٿانهون:** آزمائش تي الحمد لله چوڻ. جنهن تي كو ڏاڍ ٿيو ۽ ان مٿس ڏاڍ كندڙ لاءِ بد دعا كئي تہ ان پنهنجي مدد پاڻ كئي، حق وٺي چكو ۽ صبر نہ كيائين.

**ٻ صبر ٻہ قسم آهي: ١) جسماني:** هتي اهو اسان جي مراد ناهي. **٢) نفساني:** طبيعت جي خواهشات ۽ پسند جي گهرجن تي صبر كرڻ[١].

**ٻانهي كي دنيا ۾ جو كجهہ پيش ايندو آهي، اهو ٻن قسمن كان خالي ناهي: ا) خواهش جي موافق هجي،** ان ۾ صبر جي ضرورت آهي تہ جيئن شكر كري الله تعالىٰ جو حق ادا كجي ۽ ان مان ذري برابر بہ الله جي نافرماني ۾ صرف نہ كيو وڃي. **ب) خواهش جي ابتڙ هجي، اهو ٽي قسم آهي: ١) الله جي فرمانبرداري تي صبر:** ان مان فرض جي ادائگي **واجب** ۽ نفلي كم كرڻ **مستحب** آهي. **٢) الله جي نافرماني كان صبر كرڻ:** ان مان حرام كي ڇڏڻ **واجب** ۽ مكروهہ كي ترك كرڻ **مستحب** آهي. **٣) الله جي تقديرن تي صبر كرڻ:** ان ۾ زبان كي شكوه كرڻ كان جهلڻ، دل كي اعتراض كرڻ ۽ ناراض ٿيڻ كان روكڻ ۽ عضون كي اهڙن كمن كان بند ركڻ **واجب** آهي جن ۾ الله جي ناراضگي هجي، جيئن گهل گهوڙا كرڻ، كپڙا ڦاڙڻ ۽ منهن پٽڻ وغيره. ۽ الله جي تقدير تي دلي رضامندي **مستحب** آهي.

**آسودو شكر گذار ڀلو يا سڃو صابرين؟** جيكڏهن آسودي پنهنجو مال نيكيءَ ۾ خرچ كيو يا ان لاءِ ركي ڇڏيائين تہ اهو فقير كان ڀلو چئبو، ۽ جيكڏهن گهٽي ڀاڳي مباح كمن ۾ صرف ٿو كري تہ پوءِ فقير ڀلو چئبو. نبي كريم ﷺ جن جو فرمان آهي: «**الطَّاعِمُ الشَّاكِرُ بِمنزلَةِ الصَّائِم الصَّابِرِ**» أحمد. **”كاڌي كارائيندڙ شكر گذار جو شان، روزيدار صابر جهڙو آهي“.**

**رضا:** يعني كنهن بہ شيءِ تي قناعت ۽ اكتفاء كرڻ. ان جي جاءِ كنهن بہ فعل جي ٿيڻ كان پوءِ آهي، الله تعالىٰ جي قضا تي رضا مقرب بندن جي مٿانهين مقامن مان آهي ۽ اهو مقام محبت ۽ توكل جو ڦل آهي. باقي الله كان كنهن بہ تكليف جي ختم ٿيڻ جي دعا گهرڻ ان تي رضا جي خلاف ناهي.

**خشوع:** يعني تعظيم، نوڙت، عجز ۽ انكساري كرڻ، حضرت حذيفة ﷛ فرمايو آهي تہ: منافقت واري خشوع كان بچجو. پڇياؤنس تہ: منافقت وارو خشوع ڇا آهي؟ وراٽيائين تہ: جسم تہ كبو ٿيل ڏسين، پر دل تي كو اثر ئي نہ هجي. سندس ٻيو فرمان آهي تہ: دين مان سڀ كان پهريون خشوع ختم ٿيندي ڏسندؤ. **جنهن بہ عبادت ۾ خشوع مطلوب آهي، ان جو ثواب ان ۾ خشوع جيترو ملندو، جيئن نماز ۾ خشوع كرڻ، نبي كريم ﷺ جن نمازيءَ بابت فرمايو آهي تہ: كيس نماز جو اڌ ملندو، چوٿون حصو، پنجون ڀاڱو .... ڏهين پتي ملندي، بلك ٿي سگهي ٿو تہ خشوع بلكل نہ هجڻ كري كجهہ بہ نہ مليس.**

**اميد:** الله تعالىٰ جي وسيع رحمت ڏانهن نظر كرڻ كي آس يا اميد چئبو آهي، ان جو ضد آهي: مايوسي، اميد ركي عمل كرڻ جو درجو خوف جي بنياد تي عمل كرڻ كان مٿانهون آهي، ڇاكاڻ تہ ان سان الله تعالىٰ ۾ سهٽو گمان پيدا ٿيندو آهي، قدسي حديث ۾ الله تعالىٰ جو فرمان آهي: «**أنَا عِنْدَ ظَنِّ عَبْدِي بِي**» مسلم. **”آءٌ پنهنجي ٻانهي سان ائين هلندو آهيان، جهڙو هو منهنجي باري ۾ گمان ركندو آهي“.**

**اهو ٻہ درجا آهي: اعلىٰ:** نيكي بہ كري ۽ ثواب جي اميد بہ ركي، بي بي عائشة ﵂ عرض كيو تہ:

---

١) هي قسم جيكڏهن پيٽ ۽ اوگهڙ جي شهوت كان صبر آهي تہ ان كي: **پاكدامني** چئبو آهي، جيكڏهن جنگ جي دوران آهي تہ ان كي: **بهادري** چئبو، جيكڏهن كاوڙ كائڻ بابت آهي تہ: **بردباري** چئبو، جيكڏهن كنهن معاملي لكائڻ بابت آهي تہ: **رازداني** چئبو، جيكڏهن فضول عياشي متعلق آهي تہ: **زهد** چئبو ۽ جيكڏهن دنيوي عيش وعشرت مان ٿوري ٽكي تي گذاري كرڻ بابت آهي تہ: **قناعت** چئبو.

اي الله جا رسول! چا الله جي هن فرمان : ﴿وَٱلَّذِينَ يُؤۡتُونَ مَآ ءَاتَواْ وَّقُلُوبُهُمۡ وَجِلَةٌ﴾ ”۽ اهي جيڪي ڏين ٿا جو ڪجھ ڏنائون، حالانڪ سندن دليون ڏڪنديون ٿيون رهن“ مان اهڙا ماڻهو مراد آهن جيڪي چوري بہ ڪن، زنا بہ ڪن، شراب بہ پيئن ۽ الله تعالىٰ کان ڊڄن بہ؟ فرمايائون تہ : اي صديق جي نياڻي! اهي مراد ناهن، انهن مان مراد اهي ماڻهو آهن جيڪي نماز بہ پڙهن، روزا بہ رکن، زڪات بہ ڏين ۽ ڊڄندا بہ رهن تہ متان قبول نہ ٿئي، ﴿أُوْلَٰٓئِكَ يُسَٰرِعُونَ فِي ٱلۡخَيۡرَٰتِ﴾ ”اهي نيڪين ۾ اڳرائي ڪندا آهن“ (ترمذي). ادنىٰ : گنهگار، توبہ ڪندڙ. الله تعالىٰ کان بخشش جي اميد رکندڙ. باقي ڏوهدار، گناهن تي ڊٺيل، توبہ بہ نہ ڪري، پوءِ بہ الله جي رحمت ۾ اميد رکيون ويٺو هجي، تہ اها تمنا آهي، اميد ناهي، اهڙي قسم جي مذمت آئي آهي ۽ پهرين قسم جي ساراهہ آئي آهي، بهر حال مؤمن نيڪي ۽ ڊپ ٻئي گڏ ٿو رکي ۽ منافق برائيءَ سان گڏ بيخوفائي.

**خوف :** نفس کي ڪنهن تڪليف پهچڻ جي غم لاڳو ٿيڻ کي چئبو آهي. ۽ جيڪڏهن تڪليف يقيني ٿي پئي تہ ان کي ڊپ چئبو آهي. ان جو ضد آهي امن، خوف اميد جو ضد ناهي، بلڪ ڊڄ جي صورت ۾ ان جو باعث آهي، ۽ اميد رغبت جي صورت ۾ باعث آهي. محبت، خوف ۽ اميد ٽنهي جو گڏ هجڻ ضروري آهي، ابن القيم چئي ٿو : دل الله ڏانهن هلڻ ۾ پکيءَ جيان آهي، محبت ان جو مٿو آهي، خوف ۽ اميد ان جا ٻہ پر آهن، جڏهن خوف دل ۾ گهر ٿو ڪري تڏهن ان جي شهوت واري سيني جاين کي ساڙي ٿو ڇڏي، ۽ دنيا کي ان مان تڙي ٿو ڪڍي. خوف ٻہ قسم آهي: (١) واجب: جيڪو واجبات ڪرائي ۽ محرمات ڇڏرائي. (٢) مستحب : جيڪو مستحب ڪم ڪرائي ۽ مڪروهہ ڪم ڇڏرائي. ان جا ڪجھ قسم آهن : ١) ڳجهو ۽ عبادت وارو، اهو رڳو اڪيلي الله کان ڪرڻ واجب آهي، جيڪڏهن غير الله کان ذري برابر بہ ڪيو ويو تہ شرڪ اڪبر ٿي پوندو، جيئن مشرڪن جي معبودن جو خوف تہ انهن کان متان ڪو نقصان يا مصيبت نہ پهچي. (٢) حرام : اهو آهي ماڻهن جي ڊپ کان ڪو واجب ڪم ڇڏي ڏيڻ يا ڪو حرام ڪم ڪرڻ. (٣) جائز : اهو طبعي خوف آهي، جيئن شينهن بگهڙ وغيره کان ٿيندو آهي.

**زهد :** پنهنجي رغبت کي هڪ شيءِ کان ڦيري ان کان بهتر ڏانهن ڪرڻ کي چئبو آهي، دنيا ۾ زهد دل ۽ بدن کي راحت ڏياريندو آهي، ۽ دنيا ۾ رغبت رکڻ ڏک ۽ غم وڌائيندي آهي، ۽ دنيا جي محبت هر گناهہ جي جڙ آهي، ۽ ان کي برو سمجهڻ هر نيڪيءَ جو ڪارڻ آهي. دنيا ۾ زهد جي معنىٰ هي آهي تہ : ان کي دل مان بلڪل ڪڍي ڇڏجي، ائين نہ تہ رڳو هٿ مان ڪڍي ڇڏجي باقي دل ان سان جڙي رهي، اهو تہ جاهلن جو زهد آهي، نبي ڪريمﷺ جن فرمايو آهي : « نِعْمَ الْمَالُ الصَّالِحُ لِلْمَرْءِ الصَّالِحِ » أحمد ”چڱو مال چڱي ماڻهو وٽ ئي بهتر آهي“. فقير جون مال سان پنج حالتون آهن : ١) مال کي ناپسند ڪندي ان جي فتني ۽ مشغوليت کان بچندي، ان جي حاصل ڪرڻ کان ڀڄي. اهڙي حالت واري کي زاهد چئبو آهي. ٢) ان جي حاصل ڪرڻ تي نہ خوش ٿئي ۽ نہ اهڙو برو سمجهي جو ڪيس ان تي تڪليف پهچي. اهڙي حالت واري کي راضي چئبو آهي. ٣) مالي رغبت جي ڪري ان جو هجڻ، نہ هجڻ کان وڌيڪ پسند هجيس، پر سندس رغبت اهڙي درجي کي نہ پهتي هجي جو ان لاءِ پاڻ پتوڙي، ڪٿان مفت هٿ اچي ويو تہ وٺي ڇڏيائين ۽ خوش ٿي پيو، ۽ جيڪڏهن ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻي پئيس، تہ پچر ئي ڇڏي ڏئي. اهڙي حالت واري کي قناعتي چئبو آهي. ٤) ان جي رغبت تہ گهڻي هجيس پر عاجز هجڻ جي ڪري طلب نہ ڪري سگهي، ۽ جيڪڏهن جاکوڙ ڪرڻ سان بہ ڪٿان ان جي حاصل ڪرڻ جو ڪو دڳ مليس تہ جيڪر نہ ڇڏي. اهڙي حالت واري کي لالچي چئبو آهي. ٥) ڪجھ مال حاصل ڪرڻ لاءِ مجبور هجي، جيئن اهڙو بکيو جنهن کي کائڻ لاءِ ڪجھ نہ ملي يا اگهاڙو جنهن کي پاڻ ڍڪڻ لاءِ ڪو لٽو ڪپڙو ئي نہ ملي. اهڙي حالت واري کي مجبور چئبو آهي.

عبدالله نالي هڪ شخص، عبدالنبيءَ نالي هڪ ماڻهوءَ سان مليو. عبدالله دل ۾ ان نالي کي عجيب سمجهڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ : ڇا ڪو شخص غير الله جي عبادت ڪيئن ڪندو؟ پوءِ عبدالنبيءَ کي اهو چوندي مخاطب ٿيو تہ : تون الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي عبادت ڪندو آهين ڇا؟!

عبدالنبي چيو : نہ، آءٌ غير الله جي عبادت ناهيان ڪندو، آءٌ مسلمان آهيان. اڪيلي الله جي عبادت ڪندو آهيان.

تنهن تي عبدالله چيو : تہ پوءِ هيءُ نالو جيڪو عيسائين جي نالي عبدالمسيح وانگر آهي، سو ڪيئن رکيو اٿئي؟ اهي ائين ڪن ٿا تہ ڪو عجب ڪونهي، جو اهي عيسىٰ عليه السلام جي عبادت ڪندا آهن. پر جيڪو تنهنجو نالو ٻڌندو تنهن جي ذهن ۾ تہ اهو ايندو تہ تون محمد ﷺ جن جي عبادت ٿو ڪرين، جڏهن تہ ڪنهن بہ مسلمان جو پنهنجي پيغمبر ﷺ بابت اهو عقيدو ئي ناهي، بلڪ ان تي واجب آهي تہ اهو عقيدو رکي تہ هو الله جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهي.

عبدالنبي چيو: پر نبي محمد ﷺ تہ خير البشر ۽ رسولن جو سردار آهي، اسان اهو نالو تہ برڪت خاطر ۽ پيغمبر جي مان شان ۽ بلند مقام جي واسطي الله وٽ تقرب حاصل ڪرڻ لاءِ رکندا آهيون ۽ نبي ﷺ جن کان انهيءَ ذريعي شفاعت گهرندا آهيون. تون تعجب نہ ڪر، منهنجي ڀاءُ جو نالو عبدالحسين آهي ۽ ان کان اڳ منهنجي پيءُ جو نالو عبدالرسول آهي. اهڙا نالا پراڻي زماني کان رکيا ٿا وڃن ۽ ماڻهن ۾ عام آهن. ابن ڏاڏن ۾ بہ اسان اهو ڏٺو آهي. ان ڪري هن مسئلي ۾ سختي نہ ڪرڻ گهرجي. هيءُ ڪو ڏکيو معاملو ڪونهي، دين ۾ تہ آساني آهي.

عبدالله چيو: هيءَ ٻي خرابي آهي، جيڪا پهرينءَ کان بہ وڌيڪ خرابي آهي. اهو هي تہ غير الله کان اهڙي شيءِ گهرجي جنهن جي الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي قدرت ئي ڪانهي. ڀل اهو سؤال خود نبي ڪريم ﷺ جن کان گهرجي يا ٻئي ڪنهن نيڪ صالح ٻانهي کان، جيئن حضرت حسين رضي الله عنه يا ڪو ٻيو. ڇاڪاڻ تہ اهو ان توحيد جي خلاف آهي، جنهن جو اسان کي حڪم ٿيل آهي ۽ لااله الا الله جي معنىٰ جي سراسر ابتڙ آهي. آءٌ تنهنجي آڏو چند سوال پيش ڪيان ٿو تہ جيئن توکي معاملي جي گهرائيءَ جي خبر پوي. ۽ هيٺين ڳالهين جي نتيجي جو پتو پوي. منهنجو ٻيو ڪوبہ مقصد ڪونهي صرف حق چوڻ ۽ ان جي پيروي ڪرڻ مقصد آهي ۽ باطل ۽ ان کان بچاءَ جو بيان ڪرڻو آهي، چڱائيءَ جو حڪم ۽ برائيءَ کان روڪڻ مقصد آهي. الله ئي مددگار آهي مٿس ئي ڀروسو آهي. نيڪي ڪرڻ جي سگهہ ۽ برائيءَ کان بچڻ جي طاقت الله وٽان ئي ملندي . سڀ کان پهريائين آءٌ توکي الله تعالىٰ جو هي فرمان ياد ٿو ڏياريان تہ : ﴿ إِنَّمَا كَانَ قَوْلَ ٱلْمُؤْمِنِينَ إِذَا دُعُوٓا۟ إِلَى ٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ أَن يَقُولُوا۟ سَمِعْنَا وَأَطَعْنَا ﴾ (جڏهن مؤمنن کي الله ۽ سندس رسول ڏانهن سڏبو آهي تہ جيئن (پيغمبر) سندن وچ ۾ نبيرو ڪري، تڏهن انهن جو چوڻ رڳو هي هوندو آهي تہ ٻڌوسون ۽ مڃيوسون) ۽ سندس هي قول بہ : ﴿ فَإِن تَنَـٰزَعْتُمْ فِى شَىْءٍ فَرُدُّوهُ إِلَى ٱللَّهِ وَٱلرَّسُولِ إِن كُنتُمْ تُؤْمِنُونَ بِٱللَّهِ وَٱلْيَوْمِ ٱلْـَٔاخِرِ ﴾ (پوءِ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ بابت پاڻ ۾ جهڳڙو ڪريو تہ ان کي الله ۽ ان جي رسول جي (حڪم) تي پر ڪيو، جيڪڏهن توهان الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃيندا آهيو).

عبدالله چيس تہ : تو چيو تہ تون الله جي توحيد کي مڃين ٿو. ۽ لااله الاالله جي گواهي ٿو ڏين. ڇا تون مون کي ان جي معنىٰ ٻڌائيندين؟

عبدالنبي: توحيد هيءَ آهي تہ تون اهو ايمان رکين تہ الله موجود آهي. اهوئي آهي جنهن آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي. اهوئي جيارينڌڙ ۽ مارينڌڙ ۽ ڪائنات کي هلائينڌڙ آهي. اهو ئي رزق ڏيندڙ، ڄاڻيندڙ ، خبر رکندڙ ۽ وسوارو آهي ...

عبدالله: جيڪڏهن رڳو اها ئي توحيد آهي تہ پوءِ فرعون، سندس قوم، ابوجهل، ۽ ٻيا بہ موحد سڏجن ها. ڇاڪاڻ تہ اهي بہ هن ڳالهہ کان اڻ ڄاڻ ڪونہ هئا، جيئن اڪثر مشرڪ ان کان اڻ واقف ناهن. فرعون جنهن ربوبيت جي دعوىٰ ڪئي هئي، سوبہ اهو اعتراف ڪندو هو ۽ دلي طرح اهو ايمان رکندو هو تہ الله موجود آهي ۽ اهو ئي ڪائنات جو چرخو هلائيندڙ آهي. ان جو دليل الله تعالىٰ جو هيءُ قول آهي تہ : ﴿ وَجَحَدُوا۟ بِهَا وَٱسْتَيْقَنَتْهَآ أَنفُسُهُمْ ظُلْمًا وَعُلُوًّا ﴾ (ظلم ۽ وڏائيءَ جي ڪري انهن (نشانين) جو انڪار ڪيائون حالانڪ سندن دليون انهن (جي سچي هجڻ) جو يقين رکنديون هيون). هيءُ اعتراف ڪائنس چٽيءَ طرح پڌرو بہ ٿيو

جڏهن درياهه ۾ ٻڏڻ لڳو.
پر حقيقت ۾ توحيد، جنهن جي لاءِ الله پنهنجا رسول موڪليا ۽ ان لاءِ ڪتاب موڪليائين ۽ جنهن جي ڪري قريشن سان جنگ ڪئي وئي، اها : الله ڪي عبادت ۾ اڪيلو ڪري مڃڻ ڪي چئبو آهي ۽ عبادت : نالو آهي : هر ان ظاهري ۽ باطني قول ۽ عمل جو جيڪو الله ڪي پسند هجي ۽ جنهن تي هو راضي رهي ۽ (لا اله الاّ الله) ۾ (اله) لفظ جي معنىٰ آهي : اهڙو معبود جو عبادت رڳو ان ڪي ئي سونهين.
عبدالله: ڇا تون ڄاڻين ٿو تہ زمين تي رسول ڇو موڪليا ويا؟ جن مان پهريون پيغمبر نوح ؑ آهي؟
عبدالنبي: هن لاءِ تہ مشرڪن ڪي رڳو هڪ الله جي عبادت ڪرڻ ۽ ان جي هر شريڪ ڪي ڇڏي ڏيڻ جي دعوت ڏين.
عبدالله: نوح ؑ جي قوم جي شرڪ جو سبب ڪهڙو هو؟
عبدالنبي: مون ڪي خبر ڪانهي.
عبدالله: الله نوح ؑ ڪي پنهنجي قوم ۾ تڏهن موڪليو جڏهن انهن صالح ماڻهن : وُد، سُواع، يغوث، يعوق ۽ نسر جي باري ۾ غلو کان ڪم ورتو.
عبدالنبي: ڇا تنهنجي مراد اها آهي تہ ود، سواع ۽ ٻيا نيڪ صالح ماڻهن جا نالا آهن، اهي ڪافرن جي ظالم جابر سردارن جا نالا ناهن؟
عبدالله: ها، اهي انهن نيڪ صالح ماڻهن جا نالا آهن، جن کي نوح ؑ جي قوم پنهنجو معبود ڪري ورتو هو، عربن بہ ان ئي ڳالهہ ۾ انهن جي پيروي ڪئي هئي. ان جو دليل اها حديث آهي جيڪا ابن عباس ؓ کان روايت ٿيل آهي، چيائين تہ : قوم نوح ۾ جيڪي بت هئا سي پوءِ عربن ۾ بہ ٿي پيا. ”ود“ دومة الجندل ۾ ڪلب قبيلي جو بت هو. ”سواع“ هذيل جو هو. ”يغوث“ پهريان مراد قبيلي جو هو، پوءِ سبا جي ويجهو جوف جي علائقي ۾ بنو غطيف قبيلي جو هو، ۽ ”يعوق“ همدان جو، ”نسر“ حِميَر آل ذي ڪلاع وارن جو بت هو. (اهي سڀ) قوم نوح جي نيڪ صالح شخصن جا نالا آهن. جڏهن اهي فوت ٿيا تہ شيطان سندن قوم کي اشارو ڏنو تہ بت گهڙيو، مٿن انهن وارا نالا رکي، پنهنجي انهن اوطاقن ۾ ٻيهارن جن ۾ ويهي ڪچهريون ڪندا هئا. پوءِ انهن ائين ڪيو. انهن جي عبادت نہ ڪندا هئا. پرجڏهن اهي مري ويا ۽ علم نڪري ويو تہ انهن جي عبادت شروع ٿي وئي. (بخاري).
عبدالنبي: هيءَ تہ عجيب ڳالهہ آهي!
عبدالله: توکي ان کان بہ وڌيڪ عجيب ڳالهہ نہ ٻڌايان؟ توکي خبر هجي تہ خاتم الانبياء سيدنا محمد ﷺ کي الله اهڙي قوم ڏانهن موڪليو هو جيڪا استغفار بہ ڪندي هئي، عبادت بہ ڪندي هئي، طواف بہ ڪندي هئي، صفا مروه بہ ڊوڙندي هئي، حج بہ ڪندي هئي ۽ خير خيرات بہ ڪندي هئي، پر اها مخلوقات مان ڪن کي - جهڙوڪ : ملائڪ، عيسىٰ ؑ ۽ ٻيا نيڪ صالح ماڻهو- الله ۽ پنهنجي وچ ۾ واسطو بہ بنائيندي هئي. چوندا هئا تہ : انهن مان اسان الله جو تقرب حاصل ڪرڻ گهرون ٿا ۽ وٽس انهن جي شفاعت حاصل ڪرڻ ٿا گهرون. پوءِ الله تعالىٰ پنهنجي پيغمبر محمد ﷺ جن کي مبعوث فرمايو، جنهن انهن لاءِ سندن ڏاڏي ابراهيم ؑ واري دين جي نئين سر تعليم ڏني. کين ٻڌايائين تہ اهڙو تقرب حاصل ڪرڻ ۽ ڪنهن ۾ اهڙو عقيدو رکڻ خاص الله جو حق آهي. ان مان ڪابہ شئي ٻين کي نہ ٿي سونهين. اهو ئي اڪيلو خالق آهي، جنهن جو ڪو شريڪ نہ آهي. ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ رازق ڪونهي. ست آسمان ۽ جيڪو ڪجهہ انهن ۾ آهي ۽ ست زمينون ۽ جيڪو ڪجهہ انهن ۾ آهي سي سڀ سندس ٻانهپ ٿا ڪن ۽ سندس قبضي ۽ اختيار ۾ آهن. بلڪ اهي معبود بہ جن جي اهي عبادت ڪن ٿا سي بہ اهو اقرار ڪن ٿا تہ اهي خود پاڻ بہ سندس قبضي ۽ اختيار هيٺ آهن.
عبدالنبي: هيءَ ڳالهہ تہ وڏي خطرناڪ ۽ ڏاڍي عجيب آهي! ڇا ان جو ڪو دليل بہ آهي؟
عبدالله: دليل تمام گهڻا آهن. انهن مان هڪ الله جو قول آهي : ﴿ قُلْ مَن يَرْزُقُكُم مِّنَ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ أَمَّن يَمْلِكُ السَّمْعَ وَالْأَبْصَارَ وَمَن يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَيُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ وَمَن يُدَبِّرُ الْأَمْرَ ۚ فَسَيَقُولُونَ اللَّهُ ۚ فَقُلْ أَفَلَا تَتَّقُونَ ﴾ (چئو تہ : ڪير آهي جيڪو توهان کي رزق ڏيندو آهي آسمان ۽ زمين مان؟ يا ڪير آهي جيڪو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ (ڪنن ۽ اکين) جو مالڪ آهي؟ ۽ ڪير آهي جيڪو مئل مان جيئري کي ۽ جيئري مان مئل کي ٿو ڪڍي؟ ۽

ڪير آهي جيڪو سڀ ڪم رٿيندو آهي؟ پوءِ سگهوئي چوندا ته: ”الله“. پوءِ چئو ته: اوهان چو نه ٿا ڊڄو). ۽ سنڌس پيو فرمان آهي ته: ﴿ قُل لِّمَنِ ٱلْأَرْضُ وَمَن فِيهَآ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ ﴿٨٤﴾ سَيَقُولُونَ لِلَّهِ ۚ قُلْ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ ﴿٨٥﴾ قُلْ مَن رَّبُّ ٱلسَّمَٰوَٰتِ ٱلسَّبْعِ وَرَبُّ ٱلْعَرْشِ ٱلْعَظِيمِ ﴿٨٦﴾ سَيَقُولُونَ لِلَّهِ ۚ قُلْ أَفَلَا تَتَّقُونَ ﴿٨٧﴾ قُلْ مَنۢ بِيَدِهِۦ مَلَكُوتُ كُلِّ شَىْءٍ وَهُوَ يُجِيرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ ﴿٨٨﴾ سَيَقُولُونَ لِلَّهِ ۚ قُلْ فَأَنَّىٰ تُسْحَرُونَ ﴾ (چئو ته: ڪنهن لاءِ آهي زمين ۽ جيڪو ڪجهه ان ۾ آهي، جيڪڏهن اوهان ڄاڻو ٿا؟ جلد چوندا ته: الله لاءِ آهي؟ چئو ته: پوءِ چونه ٿا نصيحت حاصل ڪيو؟ چئو ته: ستن آسمانن ۽ عرش عظيم جو رب ڪير آهي؟ جلد چوندا ته: الله. چئو ته: پوءِ چو نه ٿا ڊڄو؟ چئو ته: ڪير آهي جنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جي بادشاهي آهي، اهو پناهه ڏيندو آهي ۽ ان (جي عذاب) کان ڪنهن کي پناهه نه ڏئي سگهبي آهي؟ جيڪڏهن اوهان ڄاڻو ٿا. جلد چوندا ته: الله. چئو ته: پوءِ اوهان ڪٿان ٿا ٺڳجو؟!).

مشرڪ حج ۾ هن طرح تلبيه چوندا هئا: لبيک اللهم لبيک. لبيک لاشريک لک، الا شريکا هو لک. تملکه وما ملک. (حاضر آهيان، اي الله مان حاضر آهيان. حاضر آهيان، تنهنجو ڪو به شريڪ ڪونهي. سواءِ ان هڪ شريڪ جي جيڪو تنهنجوئي آهي. تون ان جو مالڪ آهين، اهو تنهنجو مالڪ ناهي) قريش جي مشرڪن جو اهو اعتراف ته اللهُ ئي ڪائنات جو ڪارساز ۽ مالڪ آهي، يا اهڙو اعتراف جنهن کي (توحيد ربوبيت) چئبو آهي، اهو کين اسلام ۾ داخل نه ڪري سگهيو. ۽ انهن جي ملائڪن، نبين ۽ اوليائن ڏانهن هن ڪري متوجهه ٿيڻ ته اهي انهن جي شفاعت ڪن ۽ اهڙي عقيدي کي الله جي قرب حاصل ڪرڻ جي ذريعي سمجهڻ ئي انهن جي خون ۽ مال کي حلال ڪري ڇڏيو هو ۽ انهيءَ ڪري مسلمانن لاءِ انهن سان جنگ ڪرڻ جائز هئي. ان ڪري هر قسم جي دعا رڳو الله کان ڪرڻ گهرجي. باس رڳو الله لاءِ ئي باسڻ گهرجي. قرباني رڳو الله لاءِ ئي ڪرڻ گهرجي. مدد به بلڪل الله کان ئي وٺڻ گهرجي ۽ عبادت جا هڙئي قسم رڳو الله لاءِ هئڻ گهرجن.

عبدالنبي: جيڪڏهن توحيد الله جي وجود ۽ ڪائنات ۾ سندس اختيار جي اقرار جو نالو ناهي، جيئن تون گمان ٿو ڪرين، ته پوءِ توحيد ڇا هي؟

عبدالله: اها توحيد، جنهن جي لاءِ رسول موڪليا ويا ۽ جنهن جي اقرار ڪرڻ کان مشرڪن انڪار ڪيو، سا عبادت ۾ الله کي اڪيلو قبول ڪرڻ آهي. ان ڪري عبادت جي هر قسم جي ڪابه شيءِ الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن نه ڦيربي. جيئن: دعا، باس، قرباني، پڪارڻ ۽ مدد گهرڻ وغيره. اها ئي توحيد لااله الاالله جي ڪلمي جي حقيقي معنىٰ آهي. ڇاڪاڻ ته قريش جي مشرڪن وٽ (معبود) ان کي چئبو هيو جنهن لاءِ اهڙي قسم جون عبادتون ڪيون وڃن. پوءِ اهي ملائڪ هجن يا نبيءَ، اولياء هجن يا وڻ ٽڻ، ڪا قبر هجي يا جن ڀوت هجن. اها مراد نه هين ته معبود اهوئي آهي جيڪو خالق، رازق ۽ مدبر آهي. ڇاڪاڻ ته اهي به اهو ڄاڻندا هئا ته اهو سڀ ڪجهه اڪيلي الله لاءِ آهي، جيئن مٿي گذريو. پوءِ انهن ڏانهن نبي ڪريم ﷺ جن مبعوث ٿيا جيڪي کين توحيد جي ڪلمي ”لا اله الا الله“ ڏانهن سڏيندا هئا. ان جي معنىٰ ۽ مطلب اپنائڻ ڏانهن سڏيندا هئا رڳو زبان سان ڪلمي پڙهڻ ڏانهن ڪونه سڏيندا هئا.

عبدالنبي: تنهنجي چوڻ جو مطلب هي آهي ته قريش جا مشرڪ (لا اله الا الله) جي معنىٰ اڄ ڪلهه جي مسلمانن کان وڌيڪ ڄاڻندا هئا.

عبدالله: ها! اها ڏکوئيندڙ حقيقت آهي، ڇاڪاڻ ته ڪافر جٽ به اهو ڄاڻيندا هئا ته نبي ڪريم ﷺ جن جي هن ڪلمي مان مراد الله کي عبادت ۾ اڪيلو سمجهڻ آهي ۽ الله کان سواءِ ٻين جي عبادت کان انڪار ۽ برائت اختيار ڪرڻ آهي. اهوئي سبب هو جو جڏهن کين چيائين (لا اله الا الله) چئو! ته چيائون: ﴿ أَجَعَلَ ٱلْـَٔالِهَةَ إِلَٰهًا وَٰحِدًا ۖ إِنَّ هَٰذَا لَشَىْءٌ عُجَابٌ ﴾ (ڇا گهڻن معبودن کي هڪ معبود ڪري ڇڏيو اٿس؟ اها ته عجيب شيءِ آهي)! حالانڪ اهي اهو ايمان به رکندا هئا ته ڪائنات جو چرخو هلائيندڙ رڳو اللهُ ئي آهي. پوءِ جڏهن ته جاهل ڪافر به اهو ڄاڻن پيا، ته تعجب انهن تي آهي جيڪي اسلام جي دعوىٰ ته ڪن ٿا پر هن ڪلمي جو مطلب نه ٿا ڄاڻن، جنهن جو مطلب ڪافر جٽ به ڄاڻندا هئا. ائين ٿا ڀانئن ته ڄڻ ان ڪلمي جو رڳو زبان سان اچارڻ ڪافي آهي، باقي دلي طور ان جي معنىٰ جو اعتقاد مقصود ناهي. انهن مان جيڪو وڌيڪ سمجهدار آهي سو ان جي معنىٰ اها ٿو سمجهي ته الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه رزق نه ٿو ڏئي، پيدا نه

ٿو ڪري ۽ نہ ئي معاملات جي تدبير ٿو ڪري. تنهن ڪري اهڙن ماڻهن ۾ ڪابہ پلائي ڪانهي جيڪي اسلام جي دعوىٰ تہ ڪن ٿا پر قريش جا جاهل ڪافر بہ لااله الاالله جي معنىٰ انهن کان وڌيڪ ڄاڻندا هئا.

عبدالنبي: پر آءٌ تہ الله تعالىٰ سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪندو آهيان. بلڪہ شاهدي ٿو ڏيان تہ اڪيلي الله کان سواءِ ڪوبہ پيدا نہ ٿو ڪري، ڪوبہ رزق نہ ٿو ڏئي، ڪوبہ نفعو نہ ٿو ڏئي، ڪوبہ نقصان نہ ٿو ڏئي ۽ ان سان ڪوبہ شريڪ ڪونهي. بيشڪ محمد ﷺ پنهنجي نفس لاءِ بہ نفعي نقصان جو مالڪ ڪونهي. حضرت علي ﷛، حضرت حسين ﷛ ۽ پير عبدالقادر جيلاني وغيره تہ رهيا پري. پر آءٌ گنهگار آهيان، صالحن جو الله وٽ وڏو مرتبو آهي. آءٌ انهن کان ان لاءِ ٿو گهران تہ جيئن پنهنجي مانَ ۽ مرتبي جي وسيلي وٽس منهنجي سفارش ڪن.

عبدالله: ان جو جواب مان اهوئي ڏيندس جيڪو مٿي گذريو، اُهو هي تہ جن سان نبي ڪريم ﷺ جن جنگيون ڪيون، سي ان جا اقراري هيا جنهن جو تو ذڪر ڪيو. اهي هن جا بہ اقراري هيا تہ سندن بت ڪا بہ شيءِ نہ ٿا ڪري سگهن. انهن جو مقصد بہ واسطو وٺڻ ۽ سفارش ڪرائڻ هو. ۽ مٿي اسان ان تي قرآن مان دليل بہ پيش ڪري چڪا آهيون.

عبدالنبي: پر هي آيتون تہ انهن جي باري ۾ نازل ٿيون آهن جيڪي بتن جي عبادت ڪندا هئا. توهان نبين ۽ نيڪ صالحن کي بتن وانگر ڪيئن ٿا قرار ڏيو؟

عبدالله: مٿي پاڻ ان ڳالهہ تي اتفاق ڪري چڪا آهيون تہ انهن بتن مان ڪن تي صالح ماڻهن جا نالا رکيا ويا هئا، جيئن نوح ﷺ جي دور ۾ ٿيو ۽ ڪافرن جو مقصد بہ انهن جي وسيلي الله وٽ سفارش کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ هو. ڇاڪاڻ تہ اهي الله تعالىٰ وٽ انهن جو وڏو مرتبو سمجهندا هئا. ان جو دليل الله جو هيءُ فرمان آهي تہ : ﴿ وَٱلَّذِينَ ٱتَّخَذُواْ مِن دُونِهِۦٓ أَوۡلِيَآءَ مَا نَعۡبُدُهُمۡ إِلَّا لِيُقَرِّبُونَآ إِلَى ٱللَّهِ زُلۡفَىٰٓ ﴾ (جن الله کان سواءِ ٻين کي پنهنجو اولياء بڻايو آهي، (سي چون ٿا تہ) اسان انهن جي رڳو ان لاءِ عبادت ٿا ڪريون تہ جيئن الله ڏانهن مرتبي ۾ ويجهو ڪن). باقي تنهنجو چوڻ تہ ؛ نبين ۽ ولين کي اوهان بت ڪيئن ٿا قرار ڏيو؟ تہ اسان چئون ٿا تہ بيشڪ جن ڪافرن ڏانهن نبي ڪريم ﷺ جن موڪليا ويا، تن مان ڪي اوليائن کي سڏيندا هئا. انهن جي باري ۾ الله تعالىٰ فرمايو آهي : ﴿ أُوْلَٰٓئِكَ ٱلَّذِينَ يَدۡعُونَ يَبۡتَغُونَ إِلَىٰ رَبِّهِمُ ٱلۡوَسِيلَةَ أَيُّهُمۡ أَقۡرَبُ وَيَرۡجُونَ رَحۡمَتَهُۥ وَيَخَافُونَ عَذَابَهُۥٓۚ إِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ كَانَ مَحۡذُورٗا ﴾ (اُهي (الله کان سواءِ) جن کي سڏيندا آهن، سي پاڻ پنهنجي رب ڏانهن وسيلو ڳوليندا آهن تہ انهن مان ڪير وڌيڪ ويجهو آهي؟ ۽ سندس رحمت جي اميد رکندا آهن ۽ سندس عذاب کان ڊڄندا آهن. بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب خوفناڪ آهي). انهن ما ڪي حضرت عيسىٰ ﷺ ۽ سندس ماءُ کي سڏين ٿا. الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ : ﴿ وَإِذۡ قَالَ ٱللَّهُ يَٰعِيسَى ٱبۡنَ مَرۡيَمَ ءَأَنتَ قُلۡتَ لِلنَّاسِ ٱتَّخِذُونِي وَأُمِّيَ إِلَٰهَيۡنِ مِن دُونِ ٱللَّهِ ﴾ (۽ جڏهن الله چوندو تہ : اي عيسي پٽ مريم جا! ڇا تو ماڻهن کي چيو هو تہ مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي الله کان سواءِ معبود ڪري وٺو)؟ ۽ انهن مان ڪي ملائڪن کي سڏيندا هئا. الله تعالىٰ جو فرمان آهي تہ : ﴿ وَيَوۡمَ يَحۡشُرُهُمۡ جَمِيعٗا ثُمَّ يَقُولُ لِلۡمَلَٰٓئِكَةِ أَهَٰٓؤُلَآءِ إِيَّاكُمۡ كَانُواْ يَعۡبُدُونَ ﴾ (جنهن ڏينهن انهن سڀني کي گڏ ڪندو، پوءِ ملائڪن کي چوندو تہ ڇا هي اُهي آهن جيڪي اوهان کي پوڄيندا هئا)؟ هنن آيتن ۾ سوچ تہ الله هنن ۾ انهن کي بہ برابر جو ڪافر سڏيو آهي جن بتن جي پوڄا ڪئي ۽ جن صالحن، نبين، ملائڪن ۽ ولين جي پوڄا ڪئي. ۽ رسول الله ﷺ جن انهن سڀني سان بنا ڪنهن فرق جي لڙايون ڪيون.

عبدالنبي: پر ڪافر تہ انهن مان نفعي جي اميد ڪندا هئا. جڏهن تہ مان اها گواهي ٿو ڏيان تہ الله ئي نفعو ڏيندڙ، نقصان ڏيندڙ ۽ ڪائنات جو هلائيندڙ آهي ۽ انهيءَ جي الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي ۾ اميد نہ ٿو رکان. نيڪ صالح ۽ انهن جي هٿ ۾ ڪابہ شيءِ ڪانهي، پر مان انهن جو واسطو رڳو ان ڪري ٿو وٺان، جو الله وٽ انهن جي سفارش جي اميد ٿو رکان.

عبدالله: تنهنجو اهو چوڻ بلڪل ڪافرن جي چوڻ جي برابر آهي. ان جو دليل الله تعالىٰ جو هيءُ فرمان آهي: ﴿ وَيَعۡبُدُونَ مِن دُونِ ٱللَّهِ مَا لَا يَضُرُّهُمۡ وَلَا يَنفَعُهُمۡ وَيَقُولُونَ هَٰٓؤُلَآءِ شُفَعَٰٓؤُنَا عِندَ ٱللَّهِ ﴾ (۽ الله کان سواءِ انهن جي عبادت ٿا ڪن جيڪي نڪي ڪين نقصان ٿا ڏين ۽ نہ نفعو ۽ چون ٿا تہ اهي الله وٽ اسان جا سفارشي آهن).

عبدالنبي: پر آءٌ تہ الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي عبادت نہ ڪندو آهيان. باقي اوليائن کان التجا ڪرڻ ۽

ڪين پڪارڻ ڪا عبادت ڪانهي.

عبدالله: پر آءٌ توکان پڇان ٿو تہ : ڇا تون اهو مڃين ٿو تہ الله توتي فرض ڪيو آهي تہ عبادت رڳو انهيءَ جي ئي ڪندين؟ ۽ اهو تنهنجي مٿان سندس حق آهي. جيئن سندس هن فرمان ۾ آهي : ﴿ وَمَآ أُمِرُوٓاْ إِلَّا لِيَعۡبُدُواْ ٱللَّهَ مُخۡلِصِينَ لَهُ ٱلدِّينَ حُنَفَآءَ ﴾ (۽ کين هن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حڪم نہ ڏنو ويو هو تہ دين کي رڳو الله لاءِ خالص ڪندي، هڪ طرفا ٿي، سندس عبادت ڪن).

عبدالنبي: ها، اهو مون تي فرض ڪيو ويو آهي.

عبدالله: هاڻ آءٌ توکان مطالبو ٿو ڪريان تہ اهو جيڪو الله توتي فرض ڪيو آهي سو مون کي بيان ڪري ٻڌاءِ؟ يعني عبادت جو اخلاص ڇاکي چئبو آهي؟

عبدالنبي : مان تنهنجو سؤال نہ سمجهيم، چڱيءَ طرح وضاحت ڪر!

عبدالله : مون ڌانهن ڪن ڌر تہ توکي وضاحت ڪري ٻڌايان. الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ : ﴿ ٱدۡعُواْ رَبَّكُمۡ تَضَرُّعٗا وَخُفۡيَةًۚ إِنَّهُۥ لَا يُحِبُّ ٱلۡمُعۡتَدِينَ ﴾ (پنهنجي پالڻهار کي زاري ڪندڙ ۽ ڳجهيءَ طرح سڏيو، بيشڪ اهو حد کان لنگهندڙن کي پسند نہ ڪندو آهي). هينئر ٻڌاءِ تہ دعا الله جي عبادت آهي يا نہ؟

عبدالنبي : ها بلڪل، اها تہ اصل عبادت آهي. جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي : «الدُّعَاءُ هُوَ الْعِبَادَةُ» (دعاء ئي عبادت آهي).

عبدالله : هاڻ جڏهن تہ تون اهو اقرار ڪري چڪين تہ دعا الله جي عبادت آهي، پوءِ الله کي رات ڏينهن پنهنجي ڪنهن حاجت ۾ خوف ۽ اميد رکندي سڏيندو رهين، وري پوءِ ان ساڳي حاجت ۽ ضرورت جي سلسلي ۾ ڪنهن نبي يا فرشتي يا قبر ۾ دفن ٿيل ڪنهن نيڪ صالح ٻانهي کي بہ پڪارين تہ هاڻ تون انهيءَ عبادت ۾ شرڪ ڪيو يا نہ؟

عبدالنبي : ها، آءٌ بلڪل شرڪ ڪرڻ وارو ٿيس، اها ڳالهہ درست ۽ صاف آهي.

عبدالله : ٻيو مثال ٻڌ ! جڏهن توکي الله تعالىٰ جي هن فرمان : ﴿ فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَٱنۡحَرۡ ﴾ (پوءِ پنهنجي رب لاءِ نماز پڙهہ ۽ قرباني ڪر) جي خبر پئي ۽ تون الله جي هن حڪم جي فرمانبرداري ڪندي انهيءَ لاءِ قرباني ڪئي، تہ پوءِ تنهنجي اها قرباني الله تعالىٰ جي عبادت آهي يا نہ؟

عبدالنبي : هائو، اها عبادت آهي.

عبدالله: تہ پوءِ جيڪڏهن تون الله سان گڏ مخلوق مان ڪنهن نبي، ولي يا جن وغيره لاءِ بہ قرباني ڪئي، تہ تون هن عبادت ۾ الله سان ٻئي کي شريڪ بڻايو يا نہ؟

عبدالنبي : ها، اهو تہ بنا ڪنهن شڪ شبهي جي شرڪ آهي.

عبدالله: مان تنهنجي آڏو قرباني ۽ دعا جا مثال پيش ڪيا، ڇاڪاڻ تہ دعا قولي عبادتن ۾ سڀ کان وڏي عبادت ۽ قرباني فعلي عبادتن ۾ سڀ کان وڏي عبادت آهي. عبادت رڳو انهن ٻنهي قسمن جو نالو ناهي، بلڪ اها انهن ٻنهي کان عام شيءِ جو نالو آهي، جنهن ۾ باس، قسم، پناهہ ۽ مدد گهرڻ وغيره شامل آهي. پر اهي مشرڪ جن جي وقت ۾ سندن بابت قرآن نازل ٿيو هو، ڇا اهي فرشتن، صالحن ۽ لات بت وغيره جي پوڄا ڪندا هئا؟

عبدالنبي: ها، اهي ائين ئي ڪندا هئا.

عبدالله: انهن جي اها عبادت رڳو دعا، قرباني، پناهہ گهرڻ، مدد طلب ڪرڻ ۽ التجاءَ وغيره تائين محدود هئي، نہ تہ اهي بہ هن ڳالهہ جا اقراري هيا تہ جن جي عبادت ڪن ٿا، سي بہ الله جا ٻانها ۽ ان جي هٿ وس آهن، ۽ الله ئي اها ذات آهي جيڪا جڳ جا معاملا رٿيندي آهي. پر انهن بتن وغيره کي سڏيو يا انهن کان التجاءَ ڪئي، تہ سندن مقصد انهن کي وسيلو بڻائي شفاعت حاصل ڪرڻ هو ۽ اها ڳالهہ بلڪل پڌري آهي.

عبدالنبي: اي عبدالله! ڇا تون رسول الله ﷺ جي شفاعت جو منڪر آهين؟ ان تان تون هٽ ڪٽي چڪو آهين؟

عبدالله: نہ، آءٌ شفاعت جو منڪر ناهيان ۽ نہ ئي ان تان هٽ ڪنيو اٿم. بلڪ پاڻ ﷺ - آءٌ مٿس ماءُ پيءُ سميت قربان وڃان - شافع (شفاعت ڪندڙ) مُشَفَّع (شفاعت قبول ٿيل) آهن. آءٌ سندس شفاعت جو اميدوار آهيان، پر شفاعت مڪمل الله جي هٿ ۾ آهي. جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي: ﴿ قُل لِّلَّهِ ٱلشَّفَٰعَةُ جَمِيعٗا ﴾ (چئو تہ :

شفاعتِ سڄي الله جي وس آهي). شفاعت الله جي اجازت کان پوءِ ٿيندي. جيئن الله جل جلاله فرمايو آهي: ﴿ مَن ذَا ٱلَّذِي يَشۡفَعُ عِندَهُۥٓ إِلَّا بِإِذۡنِهِۦ ﴾ (اهو ڪير آهي، جيڪو وٽس سندس اجازت کان سواءِ سفارش ڪندو). ۽ شفاعت الله جي اجازت کان پوءِ ئي ڪنهن لاءِ به ممڪن ٿيندي. جيئن الله ﷻ فرمايو آهي ﴿ وَلَا يَشۡفَعُونَ إِلَّا لِمَنِ ٱرۡتَضَىٰ ﴾ (رڳو ان جي شفاعت ڪندا جنهن لاءِ پاڻ راضي ٿيندو). الله توحيد کان سواءِ ڪنهن ڳالهه تي راضي نه ٿيندو. جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي: ﴿ وَمَن يَبۡتَغِ غَيۡرَ ٱلۡإِسۡلَٰمِ دِينٗا فَلَن يُقۡبَلَ مِنۡهُ وَهُوَ فِي ٱلۡأٓخِرَةِ مِنَ ٱلۡخَٰسِرِينَ ﴾ (جيڪو اسلام کان سواءِ ڪو ٻيو دين گهرندو تنهن کان اهو ڪڏهن به قبول نه ڪيو ويندو ۽ اهو آخرت ۾ خساري وارن مان ٿيندو). هاڻ جڏهن شفاعت جو مڪمل اختيار الله کي آهي ۽ شفاعت سندس اجازت کان پوءِ ئي ٿيندي، نبي ڪريم ﷺ ۽ ڪو ٻيو ايستائين ڪنهن به هڪ جي به شفاعت نه ڪندو جيستائين الله ڪيس ان جي اجازت نه ڏيندو ۽ الله توحيد وارن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي شفاعت جي اجازت نه ڏيندو. هاڻ جڏهن اهو واضح ٿيو ته شفاعت مڪمل الله جي وس آهي، ته پوءِ اسان اها گهرنداسين به ان کان ۽ هيئن چونداسين ته : اي الله! تون نبي ﷺ جي شفاعت کان مون کي محروم نه ڪجائن. اي الله! مون کي پنهنجي پيغمبر جي شفاعت نصيب ڪجائن. ۽ اهڙيءَ طرح دعا گهرنداسين.

عبدالنبي: پنهنجو هن ڳالهه تي اتفاق ٿي چڪو آهي ته ڪنهن کان اهڙي شيءِ گهرڻ جائز ناهي، جنهن جو هو مالڪ نه هجي. ۽ نبي ڪريم ﷺ کي الله تعالىٰ شفاعت عطا ڪئي آهي هاڻ جڏهن ته اها کيس ڏني وئي آهي ته پاڻ ان جو مالڪ به ٿيو، ان ڪري اهو جائز ٿيندو ته ڪانئس اهو گهرئون جنهن جو پاڻ مالڪ آهي ۽ اهو شرڪ ڪونه ٿيندو.

عبدالله: ها اها ڳالهه صحيح آهي، پر جيڪڏهن ان کان توکي الله منع نه ڪري. جڏهن ته الله ﷻ فرمايو آهي: ﴿ فَلَا تَدۡعُواْ مَعَ ٱللَّهِ أَحَدٗا ﴾ (الله سان گڏ ڪنهن هڪ کي به نه سڏيو) ۽ شفاعت گهرڻ هڪ قسم جي دعا آهي. نبي ڪريم ﷺ کي شفاعت الله تعالىٰ عطا ڪئي آهي، اهو ئي توکي منع ٿو ڪري ته اها ٻئي ڪنهن کان به نه گهر، ڪوبه چونه هجي. ۽ شفاعت ڪرڻ جو حق ته نبي ڪريم ﷺ کان سواءِ ٻين کي به مليل آهي. اهو به ثابت آهي ته ملائڪ شفاعت ڪندا ۽ اهي ٻار به شفاعت ڪندا، جيڪي بالغ ٿيڻ کان اڳي وفات ڪري ويا. اولياء به شفاعت ڪندا. ڇا پوءِ تون ائين چوندين ته : الله انهن کي شفاعت ڏني آهي تنهنڪري آءٌ انهن کان گهرندس؟ جيڪڏهن تون ائين چوندين ته پوءِ اها صالحن جي عبادت ٿي پوندي جنهن جو الله پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي. ۽ جيڪڏهن تون چوندين ته نه ائين نه ٿيو، ته تنهنجو اهو چوڻ غلط ٿي ويندو ته الله ان کي شفاعت ڏني آهي تنهن ڪري آءٌ ان کان اها شيءِ گهران ٿو جيڪا الله کيس ڏني آهي.

عبدالنبي: پر آءٌ الله سان ڪنهن به شيءِ کي شريڪ نه ٿو ڪيان. باقي صالحن کان التجا ڪرڻ شرڪ ناهي.

عبدالله: ڇا تون اهو اعتراف ۽ اقرار ڪرين ٿو ته الله شرڪ کي حرام ڪيو آهي ۽ اهو زنا کان به وڏو گناهه آهي ۽ الله اهو معاف نه ڪندو؟

عبدالنبي: ها، آءٌ ان جو اقرار ٿو ڪريان. ۽ اهو الله جل جلاله جي ڪلام مان واضح آهي.

عبدالله : تون هاڻي ان شرڪ جي پنهنجي ذات کان نفي ڪئي، جنهن کي الله تعالىٰ حرام ڪيو آهي. ڇا پوءِ تون - خدارا- اهو ٻڌائيندين ته الله سان شرڪ، جيڪو تو نه ڪيو آهي، جنهن جي تون پنهنجي نفس کان نفي ڪئي آهي، اهو ڇا آهي؟

عبدالنبي: شرڪ آهي بتن جي پوڄا ۽ انهن ڏانهن توجهه ڪرڻ، انهن کان گهرڻ ۽ انهن کان ڊڄڻ.

عبدالله: بتن جي پوڄا جي معنىٰ ڇا هي؟ ڇا تون سمجهين ٿو ته مڪي جا ڪافر اهو اعتقاد رکندا هئا ته اهي ڪاٺيون ۽ پٿر، ٻار ڏين ٿا، رزق ڏين ٿا ۽ جيڪو ڪانئن گهري ٿو تنهن جي معاملات جي تدبير ڪن ٿا؟! حالانڪ اهي اهو اعتقاد نه رکند اهئا جيئن توسان اها ڳالهه ٿي.

عبدالنبي: آءٌ به اهو اعتقاد نه ٿو رکان. بلڪ جنهن شخص اها نيت ڪئي ته ڪا ڪاٺي، ڪو پٿر يا ڪنهن قبر تي ٺهيل ڪو قبو وغيره، جنهن کي هو سڏي ٿو، ان لاءِ قرباني ٿو ڪري ۽ چئي ٿو ته اهي اسان کي الله جي ويجهو ڪندا ۽ الله انهن جي برڪت سان اسان جون مصيبتون ٽاري ٿو. ته اها بتن جي پوڄا آهي. منهنجو به اهو ئي مقصد آهي.

**عبدالله:** تو سچ چيو. پر اوهان تہ پٿرن، مقبرن ۽ مزارن وغيره تي وڃي اهو ڪجھ ڪندا آهيو. پڻ اوهان جو چوڻ تہ : شرڪ بتن جي عبادت جو نالو آهي! ڇا تنهنجي اها مراد آهي تہ شرڪ صرف ان سان مخصوص آهي جنهن اهو ڪيو؟ باقي صالحن تي اعتماد ڪرڻ ۽ انهن کان دعا گهرڻ شرڪ جي معنىٰ ۾ شامل ڪانهي؟

**عبدالنبي:** ها اهوئي منهنجو مطلب آهي.

**عبدالله:** تہ پوءِ ان صورت ۾ تون انهن ڪوڙ سارين آيتن جي باري ۾ ڪهڙو موقف رکندين جن ۾ الله نبين، صالحن تي (مشڪل وقت ۾) اعتماد ڪرڻ ۽ ملائڪن وغيره سان تعلق جي حرام هئڻ جو ذڪر ڪيو آهي. جن ائين ڪيو آهي تن کي ڪافر قرار ڏنو آهي. جيئن اهو مٿي گذريو. ان جو مون توسان ذڪر ڪيو ۽ ان تي دليل بہ پيش ڪيم.

**عبدالنبي:** پر جن ملائڪن ۽ نبين کي سڏيو ۽ کانئن دعائون گهريون، تن ان سبب جي ڪري ڪفر ڪونہ ڪيو بلڪ اهي هن چوڻ جي ڪري ڪافر ٿيا تہ چيائون، ملائڪ الله جون ڌيئرون آهن، مسيح ﵇ الله جو پٽ آهي. اسان ائين نہ ٿا چئون تہ پير عبدالقادر الله جو پٽ آهي ۽ زينب الله جي ڌيءَ آهي.

**عبدالله:** پٽ جي الله ڏانهن نسبت ڪرڻ اهو مستقل ڪفر آهي. الله عزوجل فرمايو آهي ﴿قُلْ هُوَ ٱللَّهُ أَحَدٌ ۝١ ٱللَّهُ ٱلصَّمَدُ ۝٢ لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ﴾ (چؤ تہ : الله اڪيلو آهي. الله بي نياز آهي. نہ ڄڻيو اٿس ۽ نہ ڄائو آهي). ("احد" چئبو آهي، جنهن جو ڪو مثال ئي نہ هجي ۽ "صمد" چئبو آهي، جيڪو ضرورت ۾ گهربل ۽ ڪم اچڻ وارو هجي) جنهن هن جو انڪار ڪيو تنهن ڪفر ڪيو جيتوڻيڪ سورت جي پڇاڙيءَ جو انڪار نہ بہ ڪري. الله تعالىٰ فرمايو آهي: ﴿مَا ٱتَّخَذَ ٱللَّهُ مِن وَلَدٍ وَمَا كَانَ مَعَهُۥ مِنْ إِلَٰهٍ ۚ إِذًا لَّذَهَبَ كُلُّ إِلَٰهٍۭ بِمَا خَلَقَ وَلَعَلَا بَعْضُهُمْ عَلَىٰ بَعْضٍ﴾ (الله نہ ڪنهن کي پٽ بڻايو آهي ۽ نہ ساڻس ڪو ٻيو معبود آهي، (جيڪڏهن ائين هجي ها) تہ هرڪو معبود پنهنجي مخلوق کي وٺيو وڃي ها ۽ اهي هڪٻئي تي ڏاڍ ڪن ها) ان طرح ٻنهي ڪفرن ۾ فرق ڪيو اٿس. ان جو دليل اهو بہ آهي تہ جن "لات" کي سڏيو ۽ کانئس دعائون گهريون ۽ ائين ڪرڻ ڪري ڪافر ٿيا، انهن باوجود ان جي تہ اهو هڪ صالح شخص هو،ان کي الله جو پٽ ڪونہ بڻايو ۽ جن جنن جي عبادت جي ذريعي ڪفر ڪيو، تن بہ انهن کي ائين الله جو پٽ ڪونہ سڏيو. ان طرح چئني مذهبن وارن "مرتد جي حڪم" جي بيان ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ مسلمان جڏهن هي گمان ڪري تہ الله کي پٽ آهي تہ اهو مرتد آهي ۽ جيڪڏهن الله سان شرڪ ڪيائين تہ بہ اهو مرتد ٿي ويو. ان طرح انهن ٻنهي قسم جي ڪفرن ۾ فرق ڪيو آهي.

**عبدالنبي:** پر الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ : ﴿أَلَآ إِنَّ أَوْلِيَآءَ ٱللَّهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ﴾ (خبردار الله جي ولين کي نہ ڪو خوف آهي ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا).

**عبدالله:** اسان جو بہ ايمان آهي تہ اهو حق آهي. اسان بہ ان جا قائل آهيون . پر انهن جي عبادت نہ ڪبي. اسان صرف الله سان گڏ انهن جي عبادت ڪرڻ ۽ انهن کي الله سان شريڪ بنائڻ کان انڪار ٿا ڪريون. البتہ انهن سان محبت ڪرڻ، انهن جي پيروي ڪرڻ ۽ انهن جي ڪرامتن جو اقرار ڪرڻ تنهنجي مٿان واجب آهي. اوليائن جي ڪرامتن جو انڪار رڳو بدعتي ڪندا آهن. جڏهن تہ الله جي دين ٻنهي طرفن ۾ وچ ٿرائپ رکي آهي، ٻنهي گمراهين جي وچ مان هدايت ڏسي آهي ۽ ٻنهي باطلن جي وچان حق بيان ڪيو آهي.

**عبدالنبي:** جن (مڪي وارن) جي باري ۾ قرآن لٿو اهي (لا اله الا الله) جي شاهدي نہ ڏيندا هئا، رسول الله ﷺ جن کي ڪوڙو سمجهندا هئا، ٻيهر جيئرو ٿيڻ جو انڪار ڪندا هئا، قرآن کي ڪوڙو چوندا هئا ۽ ان کي جادو سڏيندا هئا. جڏهن تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ الله کان سواءِ ڪوبہ معباد ناهي ۽ محمد ﷺ الله جو رسول آهي، قرآن جي تصديق ڪيون ٿا، مرڻ کان پوءِ اٿڻ تي ايمان رکون ٿا، نماز پڙهون ٿا، روزا رکون ٿا. پوءِ اسان کي اوهان انهن وانگر ڇو ٿا قرار ڏيو؟

**عبدالله:** پر سڀني عالمن جو هن ڳالهہ ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي تہ جيڪو ماڻهو رسول الله ﷺ جن کي ڪن ڳالهين ۾ سچو مڃي ۽ ڪن ڳالهين ۾ ڪين ڪوڙو مڃي تہ اهو ڪافر آهي. اسلام ۾ اهو داخل نہ چئبو. اهڙيءَ طرح جڏهن قرآن جي هڪ حصي تي ايمان آڻي ۽ هڪ حصي جو انڪار ڪري تہ اهو بہ ڪافر آهي. جيئن اهو ماڻهو جيڪو توحيد جو تہ اقرار ڪري ۽ نماز جو انڪار ڪري، يا توحيد ۽ نماز جو اقرار ڪري پر زڪوات جو انڪار ڪري يا انهن سڀني شين جو اقرار ڪري پر روزي جو انڪار ڪري، يا

انهن سيني جو اقرار ڪري پر حج جي واجب هئڻ جو انڪار ڪري تہ اهو بہ ڪافر آهي. نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني ۾ جڏهن ڪجھ ماڻهن حج جي تياري نہ ڪئي تہ الله تعاليٰ انهن جي حق ۾ نازل فرمايو : ﴿وَلِلَّهِ عَلَى ٱلنَّاسِ حِجُّ ٱلْبَيْتِ مَنِ ٱسْتَطَاعَ إِلَيْهِ سَبِيلًا ۚ وَمَن كَفَرَ فَإِنَّ ٱللَّهَ غَنِىٌّ عَنِ ٱلْعَٰلَمِينَ﴾ (۽ ماڻهن تي الله جي لاءِ بيت الله جو حج فرض آهي. جيڪي ان ڏانهن وڃڻ جي سگهہ رکن. ۽ جنهن انڪار ڪيو تہ پوءِ بيشڪ الله سيني جهانن کان بي پرواهہ آهي). جيڪڏهن مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ جو انڪار ڪيائين تہ بالاجماع ڪفر ڪيائين. ان ڪري الله پنهنجي ڪتاب (قرآن) ۾ اها وضاحت فرمائي آهي تہ جنهن ڪن ڳالهين تي ايمان آندو ۽ ڪن جو انڪار ڪيو تہ اهو پڪ ڪافر آهي ۽ حڪم ڪيائين تہ اسلام پوري جو پورو قبول ڪيو. جنهن هڪ شيءِ قبول ڪئي ۽ هڪ ڇڏي تنهن ڪفر ڪيو. پوءِ ڇا تون ان جو اقرار ٿو ڪرين تہ جنهن ڪن ڳالهين تي ايمان آندو ۽ ڪن جو انڪار ڪيو، تنهن ڪفر ڪيو؟

**عبدالنبي:** ها آءٌ ان جو اقرار ٿو ڪريان. اهو قرآن ڪريم ۾ واضح آهي.

**عبدالله:** جڏهن تون اهو اقرار ٿو ڪرين تہ جنهن، رسول الله ﷺ جي ڪنهن ڳالهہ ۾ تصديق ڪئي ۽ نماز جي وجوب جو انڪار ڪيائين يا سيني شين جو اقرار ڪيائين پر مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ جو انڪار ڪيائين تہ اهو سيني مذهبن جي اجماع مطابق ڪافر آهي، قرآن ان جو بيان بہ ڪيو آهي، جيئن مٿي گذريو، تہ پوءِ توکي هي ڄاڻڻ گهرجي تہ توحيد نبي ڪريم ﷺ جي آندل دين مان وڏي ۾ وڏو فريضو آهي. اهو نماز، زڪات ۽ حج کان بہ عظيم آهي. پوءِ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ جڏهن ڪو انسان هنن سيني شين مان ڪنهن هڪ شيءِ جو بہ انڪار ڪري تہ ڪافر ٿو ٿئي، پر رسول الله ﷺ جي آندل باقي سيني شين تي عمل ڪري ۽ جڏهن توحيد جو انڪار ڪري، جيڪو سيني رسولن جو دين آهي تہ پوءِ ڪافر ڪيئن نہ ٿيندو؟ سبحان الله! هيءَ ڪيڏي نہ عجيب جهالت آهي!

پڻ هن تي بہ غور ڪر تہ رسول الله ﷺ جي اصحابن بنو حنيفہ قبيلي وارن سان يمامہ ۾ جنگ ڇو ڪئي؟ جڏهن تہ اهي نبي ڪريم ﷺ جي هٿ تي مسلمان ٿي چڪا هئا ۽ اها شاهدي ڏين پيا تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ معبود ناهي ۽ محمد ﷺ الله جا رسول آهن، نماز بہ پڙهندا هئا ۽ اذان بہ ڏيندا هئا!

**عبدالنبي:** پر اهي تہ هي شاهدي ڏين پيا تہ مسيلمہ نبي آهي، جڏهن تہ اسان چئون ٿا تہ محمد ﷺ جن کان پوءِ ڪوبہ نبي ناهي.

**عبدالله :** پر اوهان نبين، ملائڪن ۽ صحابہ وغيره مان ڪن صالح ٻانهن کي مٿي چاڙهي ڪين آسمان ۽ زمين جي جبار (خدا) جو درجو ڏيئي ڇڏيو آهي. پوءِ جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن انسان کي مٿانهون درجو ڏئي نبي ڪريم ﷺ جي درجي ۾ سمجهي ٿو تہ اهو ڪافر آهي. ان جو مال ۽ خون ٻئي (پائمال ڪرڻ) حلال آهي. ان کي نہ بہ شهادتون فائدو ڏينديون ۽ نہ نماز. تہ پوءِ جيڪو انهن مان ڪنهن کي الله جي رتبي تي ڪٿي ايندو تہ اهو تہ ان ڳالهہ ۾ وڌيڪ ان جو حقدار ٿيندو تہ ان کي ڪافر قرار ڏجي. اهڙيءَ طرح اهي ماڻهو بہ جن کي حضرت علي رضي الله عنه باهہ ۾ ساڙايو، سيئي اسلام جي دعويٰ ڪندا هئا، حضرت علي رضي الله عنه جا ساٿي هئا، صحابہ ڪرام رضي الله عنهم کان علم سکيا هئا. پر حضرت علي رضي الله عنه ۾ انهن اهڙو اعتقاد رکيو جهڙو اوهان پير عبدالقادر وغيره ۾ رکيو آهي. پوءِ صحابہ انهن جي قتل ۽ ڪفر تي ڪيئن متفق ٿيا؟ ڇا تون سمجهين ٿو تہ صحابہ مسلمانن کي ڪافر قرار ڏيندا هئا؟ ڇا تون سمجهين ٿو تہ پير جيلاني ۽ اهڙن ٻين بزرگن ۾ اهڙو اعتقاد رکڻ ڪوبہ نقصان نہ ڏيندو؟ باقي حضرت علي رضي الله عنه ۾ اهڙو اعتقاد ڪفر ٿيندو؟

انهيءَ سان گڏو گڏ هي بہ چئبو تہ جڏهن اڳين کي رڳو ان ڪري ڪافر سڏيو ويو جو انهن شرڪ سان گڏ رسول الله ﷺ، قرآن ۽ قيامت وغيره جو انڪار ڪيو تہ پوءِ هن باب جي ڪهڙي معنيٰ ٿيندي جنهن جو هر مذهب جي علمائن ”باب مرتد جو حڪم“ جي عنوان سان قائم ڪيو آهي؟ اهو هي تہ مسلمان هجڻ کان پوءِ ڪافر ٿيو هجي. ان باب هيٺ انهن ڪوڙ شيون ذڪر ڪيون آهن، جن مان هر شيءِ ان جي مرتڪب کي اسلام مان خارج ڪري ڇڏيندي آهي. ايستائين جو انهن ڪي تمام ننڍيون شيون بہ ذڪر ڪيون آهن، جن جي ڪرڻ سان ماڻهو مرتد ٿي ويندو آهي. مثال ڪوڪلمو الله جي ناراضگيءَ وارو زبان سان چيائين، دل سان نہ چيائين يا يوڳ مذاق ۾ چيائين. اهڙيءَ طرح اهي ماڻهو جن جي باري ۾ الله تعاليٰ

فرمايو آهي تہ : ﴿قُلۡ أَبِٱللَّهِ وَءَايَٰتِهِۦ وَرَسُولِهِۦ كُنتُمۡ تَسۡتَهۡزِءُونَ ۝٦٥ لَا تَعۡتَذِرُواْ قَدۡ كَفَرۡتُم بَعۡدَ إِيمَٰنِكُمۡ﴾ (چئو تہ : ڇا الله، سندس آيتن ۽ سندس رسول سان مذاق ڪيوَ ٿي؟ بهانو نہ ڪيو. توهان ايمان ڪان پوءِ ڪفر ڪيو آهي) اهي ماڻهو جن جي باري ۾ الله تعالىٰ اها تصريح ڪئي آهي تہ انهن ايمان ڪان پوءِ ڪفر ڪيو، سي رسول الله ﷺ جن سان غزوه تبوڪ ۾ گڏ هئا، جن ڪي لفظ ڳالهايا، پوءِ ڇيائون تہ اسان اهي پوڳ ۾ چيا آهن.

ان سلسلي ۾ هيءَ ڳالهہ بہ ڇٽبي جيڪا الله تعالىٰ بني اسرائيلن جي باري ۾ بيان فرمائي آهي. انهن تہ اسلام، علم ۽ نيڪيءَ جي باوجود موسىٰ عليه السلام کي چيو : ﴿ٱجۡعَل لَّنَآ إِلَٰهٗا﴾ (اسان لاءِ هڪڙو اهڙو معبود بڻاءِ). ۽ نبي ڪريم ﷺ جي اصحابن مان ڪجهہ ماڻهن جو ”اجعل لنا ذات انواط“ (اسان لاءِ انواط جهڙو بت مقرر ڪر) چوڻ بہ ان طرح آهي، جنهن تي نبي ڪريم ﷺ جن قسم کڻي چيو تہ اوهان جو اهو چوڻ بني اسرائيلن جي هن قول وانگر آهي تہ : ﴿ٱجۡعَل لَّنَآ إِلَٰهٗا كَمَا لَهُمۡ ءَالِهَةٞ﴾.

عبدالنبي: پر بني اسرائيل ۽ جن نبي ڪريم ﷺ جن ڪان اهو سوال ڪيو تہ اسان لاءِ (ذات انواط) مقرر ڪر، اهي ان سان ڪافر تہ ڪونہ ٿيا؟

عبدالله : ان جو جواب هي آهي تہ بني اسرائيلن ۽ جن نبي ڪريم ﷺ ڪان سوال ڪيو، تن عملي طور تي ائين ڪونہ ڪيو، جيڪڏهن ڪن ها تہ ڪافر ٿي وڃن ها ۽ جن کي نبي ڪريم ﷺ جن منع فرمائي، سي جيڪڏهن سندس اطاعت نہ ڪن ها ۽ روڪڻ جي باوجود ذات انواط کي معبود بنائن ها تہ ڪافر ٿي وڃن ها.

عبدالنبي: پر مون وٽ ڪجهہ ٻيا اشڪال آهن. هڪ آهي اسامہ بن زيد رضي الله عنه جو قصو، جڏهن هن ان شخص کي قتل ڪيو جنهن لا اله الا الله چيو ۽ نبي ڪريم ﷺ ان کي پسند نہ فرمايو ۽ ڪيس چيو تہ : «يَا أُسَامَةُ :أَقَتَلْتَهُ بَعْدَ مَا قَالَ: لا إِلَهَ إِلا اللَّهُ»؟ ”اي اسامہ! ان جي لا الٰه الا الله چوڻ ڪان پوءِ بہ تون ان کي قتل ڪيو“؟ (بخاري). اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ جو ٻيو فرمان آهي تہ : « أُمِرْتُ أَنْ أُقَاتِلَ النَّاسَ حَتَّى يَقُولُوا لا إِلَهَ إِلا اللَّهُ » ”مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ آءٌ ماڻهن سان ايستائين جنگ ڪيان جيستائين اهي لا الٰه الا الله چون“. (مسلم). هنن ٻن حديثن ۽ تو جيڪو چيو تنهن ۾ مطابقت ڪيئن ٿيندي. مون کي اهو سمجهاءِ، الله توکي سمجهہ ڏئي!

عبدالله: اهو تہ چڱيءَ طرح معلوم آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن يهودين سان جنگ ڪئي ۽ انهن کي قيدي بڻايو، جڏهن تہ اهي لا اله الا الله چوندا هئا ۽ صحابہ ڪرام بنو حنيفہ سان وڙهيا حالانڪ اهي بہ لا اله الا الله محمد رسول الله چوندا هئا، نماز بہ پڙهندا هئا. اهڙيءَ طرح اهي بہ جن کي حضرت علي رضي الله عنه باهہ ۾ ساڙيو. تون اهو مڃين ٿو تہ جنهن مرڻ ڪان پوءِ اٿڻ جو انڪار ڪيو سو ڪافر آهي ۽ ان کي قتل ڪرڻ جائز آهي، چو نہ لا اله الا الله چئي. ۽ هي تہ جنهن اسلام جي رڪنن مان ڪنهن شيءِ جو انڪار ڪيو تہ ان ڪفر ڪيو ۽ ان کي قتل ڪيو ويندو، ڀل ڪلمو پڙهندڙ هجي. تہ پوءِ اهو ڪيئن ٿيندو تہ جنهن ڪن فروعي شين جو انڪار ڪيو تہ ڪافر ٿئي ۽ ڪيس ڪلمو فائدو نہ ڏئي، پر جيڪو توحيد جو انڪار ڪري جيڪا سڀني پيغمبرن جي دين جو اصل ۽ بنياد آهي اهو ڪافر نہ ٿئي ۽ ڪلمو ڪيس فائدو رسائي؟ شايد تو هنن حديثن جو مفهوم نہ سمجهيو آهي.

باقي رهي اسامہ واري حديث : تہ ان ۾ جنهن شخص اسلام جي دعوىٰ ڪئي تنهن کي ان هن گمان تحت قتل ڪيو تہ ان اهو پنهنجي موت ۽ مال جي خوف ڪان ڪيو. جڏهن تہ اسلام جي اظهار ڪندڙ شخص ڪان ايستائين هٿ روڪڻ واجب هو جيستائين ڪانئس ان جي خلاف ظاهر نہ ٿئي. الله عزوجل فرمايو آهي تہ : ﴿يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوٓاْ إِذَا ضَرَبۡتُمۡ فِي سَبِيلِ ٱللَّهِ فَتَبَيَّنُواْ﴾ (اي ايمان وارؤ ! جڏهن اوهين الله جي رستي ۾ (جهاد لاءِ) سفر ڪيو تہ پوري طرح جاچيو) يعني پڪ ڪريو. هيءَ آيت ان تي دلالت ٿي ڪري تہ ان ڪان هٿ روڪڻ واجب آهي ۽ تحقيق ڪرڻ واجب آهي. پوءِ جڏهن ان ڪان اسلام جي خلاف ڪجهہ ظاهر ٿئي تہ پوءِ ان کي ﴿فَتَبَيَّنُواْ﴾ جي فرمان جي روشنيءَ ۾ قتل ڪيو ويندو. ۽ جيڪڏهن ڪلمي پڙهڻ جي ڪري ڪيس قتل نہ ڪجي ها تہ تثبت (پڪ ڪرڻ) جو ڪوبہ فائدو نہ ٿئي ها.

اهڙيءَ ريت ٻي حديث بہ : ان جي بہ اهائي معنىٰ آهي جيڪا اسان ذڪر ڪئي ۽ هي تہ جنهن توحيد ۽ اسلام جو اظهار ڪيو تنهن ڪان هٿ روڪڻ واجب آهي، جيستائين وڃي ان ڪان ان جي خلاف ڪا ڳالهہ

ظاهر ٿئي. ان جو دليل هيءُ آهي تہ رسول الله ﷺ جتي اهو فرمايو تہ : « **أَقَتَلْتَهُ بَعْدَ مَا قَالَ: لا إله إلا الله** » ”لا الٰه الا الله چوڻ کان پوءِ بہ تو ان کي قتل ڪيو“؟ (بخاري) ۽ هي بہ فرمايو تہ : « **أُمِرْتُ أَنْ أُقَاتِلَ النَّاسَ حَتَّى يَقُولُوا: لا إِلَهَ إِلا اللَّهُ** » ”مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ ايستائين آءٌ ماڻهن سان جنگ ڪيان جيستائين اهي لا الٰه الا الله چون“ (مسلم). اتي پاڻ ﷺ جن خارجين جي باري ۾ هي بہ فرمايو تہ : «**أَيْنَمَا لَقِيتُمُوهُمْ فَاقْتُلُوهُمْ** » (جتي انهن سان مِلو اتي ڪين قتل ڪيو) (بخاري). باوجود ان جي تہ اهي ماڻهن ۾ سڀني کان وڌيڪ عبادت ۽ ذڪر ڪرڻ وارا هئا. ايستائين جو صحابہ انهن جي عبادت ڏسي پاڻ کي گهٽ ڀائڻ لڳندا هئا. انهن علم صحابہ ڪرام کان سکيو هو. پر جڏهن انهن کان شريعت جي مخالفت ظاهر ٿي تہ نہ لا الٰه الا الله ، نہ گهڻي عبادت ۽ نہ ئي اسلام جي دعوىٰ ڪين قتل کان بچائي سگهيا.

**عبدالنبي:** ان باري ۾ تون ڇا چوندين جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن کان ثابت آهي تہ : ماڻهو قيامت جي ڏينهن پهريائين آدم عليه السلام کان مدد گهرندا، پوءِ نوح کان، پوءِ ابراهيم کان، پوءِ موسىٰ ۽ پوءِ عيسىٰ کان، جيڪي سڀئي معذرت ڪندا. تان جو اچي محمد ﷺ جن وٽ پهچندا. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ غير الله کان مدد وٺڻ شرڪ ناهي؟

**عبدالله:** هيءُ تنهنجي طرفان مسئلي جي حقيقت کي منجهائڻ جي ڳالهہ آهي نہ تہ مخلوق مان جيڪو زنده ۽ حاضر هجي ان کي اهڙي شيءِ ۾ مدد لاءِ پڪارڻ جو اسان انڪار نہ ڪيو آهي جيڪا سندس وس ۾ هجي. جيئن الله تعالىٰ فرمايو آهي : ﴿ فَٱسۡتَغَٰثَهُ ٱلَّذِي مِن شِيعَتِهِۦ عَلَى ٱلَّذِي مِنۡ عَدُوِّهِۦ ﴾ (پوءِ جيڪو سندس جماعت جو هو، تنهن کانئس ان جي خلاف مدد گهري جيڪو سندس دشمنن مان هو). جيئن ماڻهو جنگ وغيره ۾ پنهنجي ساٿين کي مدد لاءِ پڪاريندا آهن. يا ٻين اهڙن ڪمن ۾، جيڪي انساني وس ۾هوندا آهن، هڪ ٻئي کان مدد گهري ويندي آهي، اسان ان مدد گهرڻ ۽ پڪارڻ جو انڪار ٿا ڪيون جيڪا عبادت آهي. جيڪا اوهان اوليائن جي قبرن تي وڃي ڪندا آهيو. يا انهن جي غير حاضريءَ ۾ اهڙين شين جي باري ۾ ڪندا آهيو جيڪي الله ﷻ جي قدرت کان سواءِ ڪنهن جي قدرت ۾ ناهن. قيامت جي ڏينهن جيڪي ماڻهو انبيائن کان مدد گهرندا، تن جو مقصد هي هوندو تہ اهي الله کان ماڻهن جي حساب ڪتاب شروع ڪرڻ لاءِ دعا گهرن تہ جيئن جنت وارا ٻيهڻ جي اذيت مان نجات حاصل ڪن. ۽ اها جائز آهي، دنيا ۾ بہ، تہ آخرت ۾ بہ. ڀل ڪنهن نيڪ صالح ماڻهوءَ وٽ اچ، جيڪو توکي پاڻ سان گڏ ويهاري، تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ۽ تون کيس چؤ تہ : منهنجي لاءِ الله کان دعا گهرو. جيئن نبي ڪريم ﷺ جا اصحابي کانئس سندس حياتيءَ ۾ سوال ڪندا هئا. پر سندن هيءُ جهان ڇڏڻ کان پوءِ هاءِ مجال! ڪڏهن بہ نہ! ڪڏهن بہ سندس قبر وٽ وڃي کانئس سوال نہ ڪيائون. بلڪ بزرگن تہ ڪنهن بہ قبر وٽ ويهي الله کان دعا گهرڻ جي بہ منع فرمائي آهي.

**عبدالنبي:** ابراهيم عليه السلام جي قصي جي باري ۾ تنهنجو ڇا رايو آهي؟ جڏهن باهہ ۾ ڦٽو ڪيو ويو تہ هوا ۾ کيس جبريل عليه السلام آڏو آيو. چيائينس تہ : توکي ڪا ضرورت آهي؟ تہ ابراهيم عليه السلام چيس تہ : ضرورت تنهنجي تہ ڪانهي. جيڪڏهن جبريل کان مدد وٺڻ شرڪ هجي ها تہ اهو ابراهيم عليه السلام وٽ مدد جي لاءِ نہ اچي ها.

**عبدالله:** هيءُ شبهو بہ پهرئين شبهي جهڙو آهي. اها روايت صحيح بہ ڪانهي. جيڪڏهن ان کي صحيح بہ فرض ڪيون تہ جبريل عليه السلام کيس ان ڪري پيش ڪش ڪئي تہ جيڪو سندس وس ۾ آهي سو فائدو کيس ڏئي سگهي. جيئن ان جي باري ۾ الله عزوجل فرمايو آهي : ﴿ عَلَّمَهُۥ شَدِيدُ ٱلۡقُوَىٰ ﴾ (کيس سگهاري سيکاريو) پوءِ جيڪڏهن الله کيس حڪم فرمائي ها تہ حضرت ابراهيم عليه السلام جي باهہ ۽ ان جي چوڌاري زمين ۽ جبلن کي کڻي اوپر يا اولهہ ۾ ڪري ڦٽو ڪري تہ اها ان لاءِ ڪا وڏي ڳالهہ نہ هئي. هن جو مثال ائين سمجهہ جيئن ڪو شاهوڪار ماڻهو محتاج کي قرض جي پيشڪش ڪري تہ جيئن هو پنهنجي حاجت پوري ڪري پر اهو وٺڻ کان انڪار ڪري ۽ صبر ڪري، تان جو الله کيس اهڙو رزق ڏئي جنهن ۾ ڪنهن جو ڪو احسان نہ هجي. تہ هيءَ مدد ٻئي قسم جي آهي. عبادت ۽ شرڪ واري پڪار جيڪا توهان هينئر ڪري رهيا آهيو سا ٻي ڳالهہ آهي.

منهنجا ڀاءُ! توکي اها ڄاڻ هجڻ گهرجي تہ پهريان ماڻهو جن ۾ اسان جا سائين حضرت محمد ﷺ جن مبعوث ٿيا، سي اسان جي زماني جي ماڻهن کان ٽن ڳالهين ۾ گهٽ شرڪ وارا هئا :

**پهرين ڳالهہ :** تہ اهي الله سان غيرن کي رڳو سک ۽ خوشحاليءَ جي حالت ۾ شريڪ ڪندا هئا، جڏهن تہ

ڏک ۽ سختيءَ جي وقت ۾ الله جي دين جا مخلص ٿي پوندا هئا. ان جو دليل الله تعاليٰ جو هيءُ فرمان آهي: ﴿ فَإِذَا رَكِبُوا۟ فِى ٱلْفُلْكِ دَعَوُا۟ ٱللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ ٱلدِّينَ فَلَمَّا نَجَّىٰهُمْ إِلَى ٱلْبَرِّ إِذَا هُمْ يُشْرِكُونَ ﴾ (جڏهن اهي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيندا آهن تہ الله جي دين ۾ مخلص ٿيندي کيس سڏيندا آهن. وري جڏهن کين خشڪيءَ ڏانهن نجات ملندي آهي تہ اهي شرڪ ڪندا آهن). ۽ الله ﷻ جو هيءُ فرمان : ﴿ وَإِذَا غَشِيَهُم مَّوْجٌ كَٱلظُّلَلِ دَعَوُا۟ ٱللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ ٱلدِّينَ فَلَمَّا نَجَّىٰهُمْ إِلَى ٱلْبَرِّ فَمِنْهُم مُّقْتَصِدٌ وَمَا يَجْحَدُ بِـَٔايَـٰتِنَآ إِلَّا كُلُّ خَتَّارٍ كَفُورٍ ﴾ (جڏهن کين چوليون اونداهين وانگر ڍڪينديون آهن، تہ الله کي سندس دين ۾ خالص ٿيندي سڏيندا آهن. وري جڏهن کين خشڪيءَ طرف نجات ڏيندو آهي، تہ انهن مان هڪڙا وچين چال هلندا آهن ۽ اسان جي آيتن جو صرف دغاباز ناشڪرا انڪار ڪندا آهن). سو اهي مشرڪ، جن سان نبي ڪريم ﷺ جن جنگ ڪئي سي سک ۽ خوشحاليءَ جي حالت ۾ جتي الله تعاليٰ کي سڏيندا هئا اتي غير الله کي بہ سڏيندا هئا. باقي مصيبت جي وقت رڳو الله کي سڏيندا هئا ۽ پنهنجي ساداتن کي وساري ڇڏيندا هئا. جڏهن تہ اڄ ڪلھ اسان جي زماني وارا مشرڪ سک هجي توڙي ڏک هر حال ۾ غير الله کي سڏين ٿا. جڏهن انهن مان ڪنهن کي ڪا تڪليف ٿيندي آهي تہ چوندو آهي : يا رسول الله! يا حسين! .. وغيره.

پر ڪير آهي جيڪو اها ڳالھ سمجهي؟

ٻي ڳالھ : تہ اڳيان ماڻهو الله سان گڏ اهڙن ماڻهن کي سڏيندا هئا جيڪي الله وٽ مقرب هوندا هئا، نبي هجن يا ولي يا ملائڪ يا گهٽ ۾ گهٽ اهي پٿر ۽ وڻ جيڪي الله جي اطاعت ڪندا هئا، سندس نافرمان نہ هئا. پر اڄوڪي زماني جا مشرڪ الله سان گڏ اهڙن ماڻهن کي بہ ٿا سڏن جيڪي سڀ کان وڌا ڏوهاري ۽ فاسق آهن. جيڪو ڪنهن نيڪ صالح ۾ مدد جو يقين ٿو رکي يا ان شيءِ ۾ جيڪا نافرماني نہ ٿي ڪري، جيئن وڻ ٽڻ ۽ پٿر وغيره تہ اهو ان کان گهٽ آهي جيڪو اهڙي ماڻهوءَ ۾ مدد جو يقين رکي جنهن جو فسق ۽ فساد ڏٺو وائٺو آهي.

ٽين ڳالھ : تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني جا مشرڪ صرف توحيد الوهيت ۾ شرڪ ڪندا هئا توحيد ربوبيت ۾ شرڪ نہ ڪندا هئا. ان جي ابتڙ اڄ ڪلھ جي مشرڪن ۾ ربوبيت ۾ بہ اوتروئي شرڪ موجود آهي جيترو الوهيت ۾ آهي. اهي مثال طور طبيعت (فطرت) کي ڪائنات جو چرخو هلائيندڙ، ماريندڙ ۽ جيارينڌڙ سمجهن ٿا ... الخ

آءٌ هتي هڪ تمام وڏي مسئلي جي ذڪر ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ڳالھ ختم ٿو ڪيان، جيڪو مٿي بيان ٿيل مان بہ پڌرو آهي. اهو هي تہ ضروري آهي تہ توحيد دل جي اعتقاد، زبان سان اقرار ۽ جسماني عضون سان عمل جي اسباب اختيار ڪرڻ سان هجي. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن بہ شي ۾ خلل ٿيو تہ ماڻهو مسلمان نہ رهندو. جيڪڏهن توحيد ڄاڻائين پر ان تي عمل نہ ڪيائين تہ اهو فرعون ۽ ابليس وانگر هٺيلو ڪافر آهي. هن باري ۾ گهڻا ماڻهو غلطي ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ : هيءُ حق آهي پر اسان نہ ٿا ڪري سگهون. اهو اسان جي شهر وارن ۽ برادريءَ ۾ نہ ٿيندو آهي. تنهن ڪري انهن جي شر جي ڊپ کان انهن سان موافقت ۽ رواداري ڪرڻي ٿي پئي. پر هي مسڪين اهو نہ ٿو ڄاڻي تہ گهڻو ڪري ڪفر جا اڳواڻ بہ حق ڄاڻندا هئا، پر مختلف عذرن جي ڪري ڪفر نہ ڇڏيندا هئا. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ : ﴿ ٱشْتَرَوْا۟ بِـَٔايَـٰتِ ٱللَّهِ ثَمَنًا قَلِيلًا فَصَدُّوا۟ عَن سَبِيلِهِۦٓ ۚ إِنَّهُمْ سَآءَ مَا كَانُوا۟ يَعْمَلُونَ ﴾ (انهن الله جي آيتن کي تمام ٿورڙي قيمت تي وڪڻي ڇڏيو، پوءِ سندس رستي کان روڪيائون، جو تہ اهي تمام بڇڙا ڪم ڪندا هئا).

۽ جنهن توحيد تي ظاهري طور عمل تہ ڪيو پر اهو ان کي سمجهي نہ ٿو ۽ نہ ئي دل سان ان جو اعتقاد ٿو رکي، تہ اهو منافق آهي، اهو نجي ڪافر کان بہ وڌيڪ برو آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ﴿ إِنَّ ٱلْمُنَـٰفِقِينَ فِى ٱلدَّرْكِ ٱلْأَسْفَلِ مِنَ ٱلنَّارِ ﴾ (بيشڪ منافق دوزخ جي سڀ کان هيٺين طبقي ۾ هوندا) هيءُ مسئلو تنهنجي ذهن ۾ تڏهن واضح ٿيندو جڏهن تون ماڻهن جي زبانن ۾ غور ڪندين، تون ڏسندين تہ ڪو حق تہ سڃاڻيندو هوندو پر ان تي عمل ڇڏي ڏيندو هوندو، دنيا ۽ دولت ۾ گهٽتائي جي ڊپ کان، جيئن قارون هو، يا مانَ گهٽجي وڃڻ جي ڊپ کان، جيئن هامان هو، يا ملڪ ڦرجي وڃڻ جي ڊپ کان، جيئن فرعون هو. ۽ تون ڏسندين تہ ڪي بظاهر منافقن وانگر عمل تہ ڪندا پر جڏهن ڪائڻ سندن دل جي اعتقاد جي باري ۾ پڇندين تہ اهي ان کان واقف ئي ڪونہ هوندا.




**تنهنجي لاءِ ڪتاب الله جون بہ آيتون سمجھڻ تمام ضروري آهن:**

**پهرين آيت:** جيڪا اڳ ۾ گذري. سا هيءَ تہ ﴿ لَا تَعۡتَذِرُواْ قَدۡ كَفَرۡتُم بَعۡدَ إِيمَٰنِكُمۡۚ ﴾ (عذر نہ ٻڌايو، توهان پنهنجي ايمان کان پوءِ ڪفر ڪري چڪا آهيو). جڏهن تون اهو ڄاڻيندين تہ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ رومر وارن سان جنگ تي ويندڙن مان ڪن، جڏهن پوِ ڳ ۾ مذاق ۾ چيل پنهنجي هڪ جملي جي سببان ڪفر ڪيو، تہ تنهنجي آڏو ظاهر ٿي ويندو تہ جيڪو شخص پنهنجي مالَ يا مانَ جي گهٽجڻ جي ڊپ يا ڪنهن ماڻهوءَ جي رواداري جي لحاظ کان ڪفر جو ڪلمو چئي ٿو يا ان تي عمل ڪري ٿو، تہ اهو شخص پوِ ڳ ۾ ڪفر جي ڪلمي چوندڙ کان وڌيڪ گناهہ جو ڪم ٿو ڪري. ڇاڪاڻ تہ پوِ ڳي گهٽو ڪري پنهنجي زبان سان عوام کي کلائڻ لاءِ جو ڪجهہ چوندو آهي تنهن جو دلي طور اعتقاد نہ رکندو آهي، باقي جيڪو ماڻهو مخلوق کان ڊڄندي يا انهن ۾ ڪا لالچ رکندي ڪفر جو ڪلمو ڳالهائي ٿو يا ان تي عمل ڪري ٿو تہ اهو شيطان جي ڪيل واعدي کي سچو ٿو پائين. جيئن قرآن ۾ آهي : ﴿ ٱلشَّيۡطَٰنُ يَعِدُكُمُ ٱلۡفَقۡرَ وَيَأۡمُرُكُم بِٱلۡفَحۡشَآءِۖ ﴾ (شيطان اوهان کي مسڪينيءَ کان ڊيڄاري ٿو ۽ فحاشيءَ جو حڪم ٿو ڪري). ۽ اهو سندس هن دڙڪي کان ڊنو : ﴿ إِنَّمَا ذَٰلِكُمُ ٱلشَّيۡطَٰنُ يُخَوِّفُ أَوۡلِيَآءَهُۥ ﴾ (اهو شيطان ئي آهي جيڪو پنهنجي دوستن کي ڊيڄاري ٿو). ۽ اهو الله جي هن واعدي کي سچو نہ ٿو مڃي : ﴿ وَٱللَّهُ يَعِدُكُم مَّغۡفِرَةٗ مِّنۡهُ وَفَضۡلٗاۗ ﴾ (الله اوهان سان پنهنجي مغفرت ۽ فضل جو واعدو ٿو ڪري). ۽ اهو جبار جي هن دڙڪي کان نہ ٿو ڊڄي : ﴿ فَلَا تَخَافُوهُمۡ وَخَافُونِ إِن كُنتُم مُّؤۡمِنِينَ ﴾ (انهن کان نہ ڊڄو، مون کان ڊڄو، جيڪڏهن مؤمن آهيو)! ڇا جنهن جو اهو حال هجي، سو رحمان جي دوست سڏجڻ جو مستحق ٿيندو يا شيطان جو؟

**ٻي آيت :** الله تعاليٰ جو هي فرمان : ﴿ مَن كَفَرَ بِٱللَّهِ مِنۢ بَعۡدِ إِيمَٰنِهِۦٓ إِلَّا مَنۡ أُكۡرِهَ وَقَلۡبُهُۥ مُطۡمَئِنُّۢ بِٱلۡإِيمَٰنِ وَلَٰكِن مَّن شَرَحَ بِٱلۡكُفۡرِ صَدۡرٗا فَعَلَيۡهِمۡ غَضَبٞ مِّنَ ٱللَّهِ وَلَهُمۡ عَذَابٌ عَظِيمٞ ﴾ (جنهن ايمان آڻڻ کانپوءِ الله جو انڪار ڪيو سواءِ ان جي جيڪو مجبور ڪيو ويو، جڏهن تہ سندس دل ايمان سان مطمئن آهي. پر جنهن جو سينو ڪفر لاءِ کليل آهي، اهڙن جي مٿان الله جو غضب آهي ۽ انهن لاءِ درد ناڪ عذاب آهي). تنهن ڪري اهڙن ماڻهن جو الله عذر بہ قبول نہ ڪندو، سواءِ اهڙي شخص جي جيڪو مجبور ڪيو ويو هجي ۽ سندس دل ايمان تي مطمئن آهي. باقي ان کان سواءِ پيو جيڪو بہ ڪفر ڪندو پوءِ ڪٿي خوف ۾ ڪفر ڪري يا لالچ ۾ يا ڪنهن جي رواداري جي ڪري يا وطن، خاندان ۽ قبيلي جي محبت جي ڪري يا مال جي ڪري يا پوِ ڳ جي طور تي ڪري يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري، مجبور کان سواءِ (باقي ڪنهن جو بہ الله وٽ عذر قبول نہ ڪيو ويندو) ڇاڪاڻ تہ آيت ان تي دلالت ٿي ڪري تہ بيشڪ انسان رڳو ڳالهائڻ ۽ عمل ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي، باقي دل جي عقيدي تي ڪنهن جو بہ ڏاڍ نہ هلندو آهي. ۽ الله تعاليٰ جو فرمان آهي : ﴿ ذَٰلِكَ بِأَنَّهُمُ ٱسۡتَحَبُّواْ ٱلۡحَيَوٰةَ ٱلدُّنۡيَا عَلَى ٱلۡأٓخِرَةِ وَأَنَّ ٱللَّهَ لَا يَهۡدِي ٱلۡقَوۡمَ ٱلۡكَٰفِرِينَ ﴾ (اهو (عذاب) ان ڪري تہ انهن آخرت جي مقابلي ۾ دنيا جي حياتيءَ کي وڌيڪ پسند ڪيو ۽ الله ڪافرن جي قوم کي هدايت نہ ڪندو آهي). ان ۾ وضاحت ٿيل آهي تہ عذاب اعتقاد، جهالت، دين ۾ بغض يا ڪفر سان محبت جي ڪري نہ هيو. بلڪ ان جو سبب صرف اهو آهي تہ ان جا هن (ڪفر جي عمل) ۾ دنياوي مفاد آهن، جن کي ان دين جي مٿان ترجيح ڏني آهي. والله اعلم.

الله توکي هدايت ڪري، ڇا هنن سيني ڳالهين کان پوءِ بہ تنهنجي لاءِ اجا وقت نہ آيو آهي، تہ تون توبه ڪرين، پنهنجي رب ڏانهن موٽين. جن خيالن تي تون رهيو آهين سي ڇڏي ڏين! معاملو جيئن تو ٻڌو تمام ڏکيو آهي، مسئلو تمام وڏو ۽ ڳالهہ ڳنڀير آهي.

**عبدالنبي:** آءٌ الله کان معافي ٿو گهران ۽ ڏانهس توبه تائب ٿو ٿيان ۽ گواهي ٿو ڏيان تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪو بہ معبود ڪونهي، بيشڪ محمد ﷺ الله جو رسول آهي، جن جي بہ آءٌ الله کان سواءِ عبادت ڪندو هيس، سيني کان آءٌ انڪار ٿو ڪريان ۽ الله کان سوال ٿو ڪريان تہ گذريل منهنجي ڪمن بابت عذر قبول ڪري، مون کي معاف ڪري. مون سان پنهنجي مهرباني، بخشش ۽ ٻاجهہ جو معاملو فرمائي. مون کي توحيد ۽ صحيح عقيدي تي ايستائين ثابت قدم رکي جيستائين آءٌ وڃي ساڻس ملان. ڪائنس سوال ٿو ڪريان تہ - ادا عبدالله - الله توکي هن نصيحت جو ڀلو اجر ڏئي. بيشڪ دين نصيحت ۽ خيرخواهي جو نالو آهي. منهنجي نالي

تي بہ تو جيڪا تنقيد ڪئي، ان جي ڪري آءٌ توکي ٻڌايان ٿو تہ مون اهو عبدالنبيءَ کان ڦيرائي (عبدالرحمان) ڪري ڇڏيو آهي. مون ۾ جيڪي اندر جون خرابيون هيون يعني جيڪي گمراهہ عقيدا هئا، تن تي جيڪڏهن آءٌ هجان ها ۽ الله سان وڃي ملان ها تہ ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيان ها. الله توکي ان تي بہ اجر عطا فرمائي.

پر آءٌ توکان هڪ آخري ڳالهہ جي بہ طلب تو ڪرڻ گهران، اها هيءَ تہ مون کي تون ڪي اهڙا خراب ۽ برا عمل بہ ٻڌاءِ جن ۾ ماڻهو گهڻو ڪري غلطيءَ تي رهن ٿا؟

عبدالله: ڪو مسئلو ڪونهي ،تون موڏانهن توجهہ ڪر!

۞ پاڻ کي هن ڳالهہ کان بچاءِ جو تنهنجي سچاڻ هي هجي تہ قرآن ۽ حديث جي ڪنهن بہ اختلاف مسئلي ۾ فتني پکيڙڻ ۽ تاويل ڪرڻ خاطر ان اختلافي مسئلي جي تابعداري ڪرڻ هجي، جڏهن تہ حقيقت ۾ ان جي تاويل الله ئي ڄاڻي ٿو. پر تنهنجي سچاڻ مضبوط علم رکندڙن واري هجڻ گهرجي. جيڪي متشابهہ قسم جي ڳالهين ۾ چوندا آهن : ﴿ءَامَنَّا بِهِۦ كُلٌّ مِّنْ عِندِ رَبِّنَا﴾ (اسان ان تي ايمان آندو، سڀ ڪجهہ اسان جي رب وٽان آهي). ۽ اختلافي ڳالهين ۾ رسول الله ﷺ جن جي هن قول تي عمل ڪندا آهن : « دَعْ مَا يَرِيبُكَ إِلَى مَا لا يَرِيبُكَ » (جيڪا شيءِ توکي شڪ ۾ وجهي تنهن کي ڇڏي ان جي طرف اچ جيڪا توکي شڪ ۾ نہ وجهي). (احمد ۽ ترمذي) ۽ نبي ڪريم ﷺ جي فرمان : «فَمَنِ اتَّقَى الشُّبُهَاتِ اسْتَبْرَأَ لِدِينِهِ وَعِرْضِهِ، وَمَنْ وَقَعَ فِي الشُّبُهَاتِ وَقَعَ فِي الْحَرَامِ » (جيڪو مشڪوڪ شين کان بچيو ان چڻ پنهنجي دين ۽ عزت جو بچاءُ ڪري ورتو ۽ جيڪو مشڪوڪ شين ۾ پيو سو حرام ۾ مبتلا ٿي ويو). (متفق عليه). ۽ نبي ڪريم ﷺ جي فرمان : « وَالإِثْمُ مَا حَاكَ فِي صَدْرِكَ وَكَرِهْتَ أَنْ يَطَّلِعَ عَلَيْهِ النَّاسُ » (گناهہ ان کي چئبو آهي جيڪو تنهنجي دل ۾ چڀي ۽ تون ناپسند ڪرين تہ ماڻهن کي ان جي خبر پوي). (مسلم).

۽ نبي ڪريم ﷺ جي فرمان : «اسْتَفْتِ قَلْبَكَ وَاسْتَفْتِ نَفْسَكَ. ثَلاثَ مَرَّاتٍ. الْبِرُّ مَا اطْمَأَنَّتْ إِلَيْهِ النَّفْسُ وَالإِثْمُ مَا حَاكَ فِي النَّفْسِ وَتَرَدَّدَ فِي الصَّدْرِ وَإِنْ أَفْتَاكَ النَّاسُ وَأَفْتَوْكَ» (پنهنجي دل کان پڇ، پنهنجي اندر کان پڇ – ٽي ڀيرا ائين فرمايائون- نيڪي اها آهي جنهن تي تنهنجي دل مطمئن ٿئي. گناهہ اهو آهي جيڪو تنهنجي دل ۾ چڀي ۽ سيني ۾ شڪ وجهي، پوءِ ڀل ماڻهو توکي ان بابت فتوىٰ ڏين، ڀل فتوىٰ ڏين). (احمد).

۞ پاڻ کي خواهش جي تابعداري کان بچاءِ. بيشڪ الله تعالىٰ پنهنجي هن فرمان ۾ ان کان منع فرمائي آهي ﴿أَرَءَيْتَ مَنِ ٱتَّخَذَ إِلَٰهَهُۥ هَوَىٰهُ﴾ (ڇا تو اهو ڏٺو آهي جنهن پنهنجي خواهشن کي پنهنجو خدا بنايو آهي).

۞ پاڻ کي ماڻهن، مختلف راين ۽ ابن ڏاڏن واري مذهب جي تعصب کان بچاءِ. ڇاڪاڻ تہ اهي شيون انسان ۽ حق جي وچ ۾ رڪاوٽ ٿينديون آهن. بيشڪ حق مؤمن جي وڃايل موڙي آهي. جتي ان کي ڏسي، اتي ان جو پاڻ کي وڌيڪ حقدار پائيئن. الله عزوجل فرمايو آهي ﴿وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ ٱتَّبِعُواْ مَآ أَنزَلَ ٱللَّهُ قَالُواْ بَلْ نَتَّبِعُ مَآ أَلْفَيْنَا عَلَيْهِ ءَابَآءَنَآ ۗ أَوَلَوْ كَانَ ءَابَآؤُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ شَيْـًٔا وَلَا يَهْتَدُونَ﴾ (جڏهن کين چيو ٿو وڃي تہ ان جي پيروي ڪيو، جيڪو الله نازل ڪيو آهي تہ چون ٿا: بلڪ اسان ان جي پيروي ٿا ڪريون. جنهن تي اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي ڏٺو آهي. ڇا پوءِ انهن جا ابا ڏاڏا ڀل عقل ۽ هدايت نہ بہ رکندا هجن (تہ بہ انهي ڳالهہ تي هلندا؟).

۞ پاڻ کي ڪافرن سان مشابهت رکڻ کان بچاءِ. ڇاڪاڻ تہ اها هر مصيبت جي پاڙ آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : جنهن ڪنهن قوم سان مشابهت رکي تہ اهو انهن مان آهي. (ابوداود).

۞ پاڻ کي غير الله جي مٿان توڪل ڪرڻ کان بچاءِ. الله عزوجل فرمايو آهي : ﴿وَمَن يَتَوَكَّلْ عَلَى ٱللَّهِ فَهُوَ حَسْبُهُۥٓ﴾ (جنهن الله تي توڪل ڪئي تہ اهو کيس ڪافي آهي).

۞ الله جي نافرمانيءَ ۾ مخلوق مان ڪنهن جي بہ پيروي نہ ڪر. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: « لاَ طَاعَةَ لِمَخْلُوقٍ فِي مَعْصِيَةِ الْخَالِقِ» ”خالق جي نافرمانيءَ ۾ مخلوق جي فرمانبرداري جائز ناهي“. (ترمذي).

۞ الله ۾ بدگمانيءَ کان پاڻ کي بچاءِ. الله تعالىٰ قدسي حديث ۾ فرمايو آهي : « أَنَا عِنْدَ ظَنِّ عَبْدِي بِي » ”آءٌ پنهنجي ٻانهي سان ائين هلندو آهيان، جهڙو هو منهنجي باري ۾ گمان رکندو آهي“. (متفق عليه).

۞ پاڻ کي ڪڙي يا ڌاڳي وغيره پائڻ کان بچاءِ، جيڪو تون ڪنهن مصيبت اچڻ کان اڳ بچاءَ لاءِ يا پوءِ ان جي خاتمي لاءِ پائين.

۞ نظر ٽارڻ لاءِ ڳچيءَ ۾ تعويذن لٽڪائڻ کان پاڻ کي بچاءِ، ڇاڪاڻ تہ اهو شرڪ آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « مَنْ تَعَلَّقَ شَيْئًا وُكِلَ إِلَيْهِ » ”جنهن ڪا شيءِ لٽڪائي، سو ان جي حوالي ڪيو ويندو“. (ترمذي).

۞ پٿرن، وڻن، تاريخي جاين ۽ مقبرن کان تبرڪ وٺڻ کان پاڻ کي بچاءِ. ڇاڪاڻ تہ اهو شرڪ آهي.

۞ ڪنهن بہ شيءِ مان بدفالي وٺڻ جي خيال کان پاڻ کي بچاءِ. ڇاڪاڻ تہ اهو بہ شرڪ آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « الطِّيَرَةُ شِرْكٌ، الطيرة شِرْكٌ » ”بدفالي شرڪ آهي. بدفالي شرڪ آهي“. ٽي دفعا فرمايائون. (ابوداؤد).

۞ نجومين ۽ جادوگرن کي سچي سمجهڻ کان پاڻ کي بچاءِ. جيڪي علم غيب جي دعوىٰ ڪن ٿا، مختلف ڪتابن ۽ اخبارن ۾ برج ڏيکارين ٿا، ماڻهن جو ڀاڳ يا نياڳ ٻڌائن ٿا، انهن کي اهڙين ڳالهين ۾ سچو سمجهڻ شرڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ غيب جو علم الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ناهي.

۞ مينهن وسڻ جي ستارن ۽ موسم ڏانهن نسبت ڪرڻ کان پاڻ کي بچاءِ، ڇاڪاڻ تہ اهو شرڪ آهي. ان جي رڳو الله ڏانهن نسبت ڪرڻ گهرجي.

۞ غير الله جي قسم کڻڻ کان پاڻ کي بچاءِ. ڀل اهو ڪير بہ هجي جنهن جو قسم کنيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اهو شرڪ آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي : « مَنْ حَلَفَ بِغَيْرِ اللَّهِ فَقَدْ كَفَرَ أَوْ أَشْرَكَ » ”جنهن غير الله جو قسم کنيو تنهن ڪفر ڪيو يا شرڪ ڪيو“. (احمد). جيئن نبي، امانت، ننگ، ذمي يا حياتيءَ جو قسم کڻڻ.

۞ زماني کي گار ڏيڻ کان پاڻ کي بچاءِ. هوا، سج، ٿڌ يا گرميءَ کي بہ گار ڏيڻ کان بچ، ڇاڪاڻ تہ اهو الله کي گار ڏيڻ برابر آهي، جنهن انهن کي پيدا ڪيو آهي.

۞ پاڻ کي (ڪاش) چوڻ کان بچاءِ، جڏهن توکي ڪا مصيبت پهچي تہ ان وقت ائين نہ چئو تہ ڪاش هيئن ڪجي ها تہ هيئن ٿئي ها، ڇاڪاڻ تہ اهو لفظ شيطان جي عمل دخل جو رستو کولي ٿو ۽ ان ۾ الله جي تقدير تي اعتراض آهي. بلڪ هيئين چوڻ گهرجي : (الله اهو مقدر فرمايو، جيئن وڻيس تيئن ڪيائين).

۞ قبرن کي مسجدون بنائڻ کان پاڻ کي بچاءِ، ڇاڪاڻ تہ جنهن مسجد ۾ قبر هوندي آهي تنهن ۾ نماز نہ پڙهبي آهي. حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ : نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي موت واري سڪرات مهل فرمايو: « لَعْنَةُ اللَّهِ عَلَى الْيَهُودِ وَالنَّصَارَى اتَّخَذُوا قُبُورَ أَنْبِيَائِهِمْ مَسَاجِدَ يُحَذِّرُ مَا صَنَعُوا » ”يهودين ۽ نصارن تي الله جي لعنت هجي! انهن پنهنجي نبين جي قبرن کي مسجدون بنائي ڇڏيو“. جيڪو اهي ڪندا هئا تنهن کان خبردار فرمائن پيا!! حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمايو : ”جيڪڏهن اهو فرمان نہ هجي ها تہ صحابہ سندس قبر کي ظاهر ڪن ها“. (بخاري). نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو : « إِنَّ مَنْ كَانَ قَبْلَكُمْ كَانُوْا يَتْخِذُوْنَ قُبُوْرَ أَنْبِيَائِهِمْ وَصَالِحِيْهِمْ مَسَاجِدَ، فَلا تَتَّخِذُوْا الْقُبُوْرَ مَسَاجِدَ فَإِنِّي أَنْهَاكُمْ عَنْ ذَلِكْ » ”اوهان کان جيڪي اڳيان هئا، سي پنهنجي نبين ۽ صالحن جي قبرن کي مسجدون ڪري وٺندا هئا. سو اوهان قبرن کي مسجدون نہ بنايو. آءٌ اوهان کي ان کان منع ٿو ڪريان“. (مسند ابوعوانة).

۞ انهن حديثن جي تصديق کان پاڻ کي بچاءِ جيڪي ڪوڙن ماڻهن سندس ذات مبارڪ ۽ امت جي صالحن جي وسيلي وٺڻ بابت گهڙيا، رسول الله ﷺ جن ڏانهن منسوب ڪيون آهن. اهي گهڙيل ۽ رسول الله ﷺ جن مٿان ڪوڙ مڙهيل آهي. جهڙوڪ : (منهنجي شان جو وسيلو وٺو. ڇاڪاڻ تہ الله وٽ منهنجو شان تمام وڏو آهي). ۽ جهڙوڪ : (جڏهن اوهان جا معاملا مشڪل ٿي پون تہ پوءِ اوهان تي قبرن وارن کان مدد وٺڻ لازم آهي). ۽ جهڙوڪ : (الله تعالىٰ هر وليءَ جي قبر تي ملائڪ موڪل مقرر ڪيو آهي، جيڪوماڻهن جون حاجتون پوريون ڪندو آهي). ۽ جهڙوڪ : (جنهن اوهان مان پٿر ۾ بہ سٺو گمان رکيو تہ اهو بہ کيس فائدو پهچائيندو). اهڙيون ٻيون بہ ڪوڙ منگهڙت حديثون آهن.

۞ پاڻ کي اهڙين محفلن کان بچاءِ جن کي ديني مناسبتن جو نالو ڏنو ويندو آهي، جهڙوڪ: عيد ميلاد، شب معراج، شب برائت، وغيره. اهي بدعتون آهن، جن جو ڪوبہ دليل نہ رسول الله ﷺ جن کان ثابت آهي ۽ نہ وري صحابہ ڪرام کان، جيڪي رسول الله ﷺ سان اسان کان وڌيڪ محبت ڪندا هئا ۽ اسان کان وڌيڪ خير جي ڪمن ۾ حريص هوندا هئا. جيڪڏهن اهي ڀلائي جا ڪم هجن ها تہ اسان کان اهي انهن ڳالهين ۾ اڳرائي ڪن ها.

يعني هيءَ شاهدي ڏيڻ تہ الله کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي.
هي ڪلمو ٻن رڪنن تي مشتمل آهي : هڪ : (لا الہ) انهيءَ ۾ غير الله کان حقيقي الوهيت جي نفي آهي.
ٻيو : (الا الله)، انهيءَ ۾ اڪيلي الله جي الوهيت جو اثبات آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ : ﴿ وَإِذْ قَالَ إِبْرَٰهِيمُ لِأَبِيهِ وَقَوْمِهِۦٓ إِنَّنِى بَرَآءٌ مِّمَّا تَعْبُدُونَ ۝٢٦ إِلَّا ٱلَّذِى فَطَرَنِى فَإِنَّهُۥ سَيَهْدِينِ ﴾ ”۽ جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي چيو تہ آءٌ انهن کان لا تعلق آهيان جن جي اوهان عبادت ٿا ڪريو. ان کان سواءِ جنهن مون کي پيدا ڪيو آهي، سو يقينا اهو ئي مون کي سنئين دڳ لائيندو“. سو رڳو الله تعاليٰ جي عبادت ئي ڪافي ناهي، بلڪ اها رڳو ان اڪيلي لاءِ هجي، ۽ توحيد ايستائين صحيح نہ ٿيندي جيستائين الله کي سندس وحدانيت ۾ اڪيلو سمجهڻ ۽ شرڪ ۽ مشرڪن کان لا تعلقي جو اظهار ٿيئي گڏ نہ ٿين.
روايت آهي تہ : ”جنت جي ڪنجي ”لا اله الا الله“ آهي“. پر ڇا جنهن بہ اهو ڪلمو چيو سو ان جو حقدار ٿي ويندو تہ ان لاءِ جنت کولي وڃي؟ وهب بن منبه رحمه الله کي چيو ويو تہ : ڇا لا اله الا الله جنت جي ڪنجي ناهي؟ چيائين : ها! پر هر چاٻيءَ کي ڏندا ٿيندا آهن. جيڪڏهن تو چاٻي آندي ۽ ان کي ڏندا بہ آهن. تہ اها تو لاءِ جنت جا دروازا کوليندي، نہ تہ اها تو لاءِ جنت جا دروازا نہ کوليندي.
اسان جي پيغمبر ﷺ جن کان اهڙيون تمام گهڻيون حديثون آيون آهن، جيڪي انهيءَ چاٻيءَ جي ڏندن جو مجموعي طرح بيان ڪن ٿيون. جيئن نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي: « من قال: لا إله إلا الله مخلصًا...» ”جنهن لا الٰہ الا الله اخلاص سان چيو ... “، « مستيقنًا بها قلبه...» ”دل جي پڪي يقين سان چيو...“، « يقولها حقًا من قلبه...» ”دل جي سچائيءَ سان چيو....“ وغيره. هنن حديثن جنت ۾ داخل ٿيڻ جي معاملي کي، ڪلمي جي معنيٰ ڄاڻڻ، موت تائين ان تي قائم رهڻ ۽ ان جي حڪمن ۽ تقاضائن تي پابند رهڻ وغيره سان جوڙي ڇڏيو آهي.
مجموعي طور دليلن منجهان عالمن ڪجهہ اهڙا شرط اخذ ڪيا آهن، جن جو هجڻ تمام ضروري، ۽ ان جي موانع جو نہ هجڻ بہ ضروري آهي، تہ جيئن (لا اله الا الله) جو ڪلمو جنت جي چاٻي بنجي سگهي ۽ ڪلمي واري کي ان جو فائدو ٿئي. اهي شرط ئي در اصل چاٻيءَ جا ڏند آهن. جي هن طرح آهن :

❶ **علم** :جيئن هر جملي جي معنيٰ ٿيندي آهي، تيئن ضروري آهي تہ : لا اله الا الله جي اهڙي معنيٰ ڄاڻجي جيڪا جهالت جي منافي هجي. اها معنيٰ هيءَ آهي تہ : اهو ڪلمو غير الله کان الوهيت جي نفي ٿو ڪري ۽ الوهيت کي رڳو الله تعاليٰ لاءِ ثابت ٿو ڪري. يعني حقيقت ۾ الله کان سواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ﴿ إِلَّا مَن شَهِدَ بِٱلْحَقِّ وَهُمْ يَعْلَمُونَ ﴾ (مگر جنهن حق ۽ سچ جي شاهدي ڏني ۽ اهي ان کي ڄاڻن ٿا). نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « مَنْ مَاتَ وَهُوَ يَعْلَمُ أَنَّهُ لا إِلَٰهَ إِلا اللهُ دَخَلَ الْجَنَّةَ » ”جيڪو ان حال ۾ مري ويو جو ان ڄاتو ٿي تہ الله کان سواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي تہ اهو جنت ۾ داخل ٿيندو“ (مسلم).

❷ **يقين**: ان جو مطلب هي آهي تہ ماڻهو ڪلمي جي مقصد جو پوريءَ طرح يقين ڪري وٺي. ڇاڪاڻ تہ ان ۾ جيڪڏهن ڪو شڪ شبهو، وهم گمان يا دلي ڏيڍپ رهي تہ اهو قبول نہ پوندو. ان لاءِ پڪو ۽ قطعي يقين هجڻ تمام ضروري آهي. الله عزوجل مؤمنن جي وصف بيان ڪندي فرمايو آهي: ﴿ إِنَّمَا ٱلْمُؤْمِنُونَ ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ بِٱللَّهِ وَرَسُولِهِۦ ثُمَّ لَمْ يَرْتَابُوا۟ وَجَٰهَدُوا۟ بِأَمْوَٰلِهِمْ وَأَنفُسِهِمْ فِى سَبِيلِ ٱللَّهِ أُو۟لَٰٓئِكَ هُمُ ٱلصَّٰدِقُونَ ﴾ (بيشڪ مؤمن رڳو اهي آهن جيڪي الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻن ٿا، ان کان پوءِ

شڪ ۾ نہ ٿا پون ۽ پنهنجي جان ۽ مال سان الله جي رستي ۾ جهاد ڪن ٿا. اهي ئي سچار آهن). تنهن ڪري رڳو زبان سان ڪلمي جا لفظ اچارڻ ڪافي نہ ٿيندا بلڪ دل جو يقين هجڻ ضروري آهي، جيڪڏهن اهو حاصل نہ ٿيو تہ اهو نجو نفاق ليکبو. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: « أَشْهَدُ أَنْ لا إِلَهَ إِلا الله وَأَنِّي رَسُولُ الله لا يَلْقَى الله بِهِمَا عَبْدٌ غَيْرَ شَاكٍّ فِيهِمَا إِلا دَخَلَ الجَنَّةَ » آءٌ شاهدي ٿو ڏيان تہ الله کان سواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي. ۽ آءٌ الله جو رسول آهيان. جيڪو ٻانهو انهن ٻنهي ڪلمن تي ايمان رکندي الله تعالیٰ سان هن حال ۾ مليو جو انهن ٻنهي ۾ ڪوبہ شڪ نہ هوندس تہ بس اهو جنت ۾ داخل ٿيندو“.(مسلم).

❸ **قبوليت** : جڏهن تو ڄاتو ۽ توکي يقين بہ ٿيو، تہ هاڻي ان يقيني علم جو ڪونہ ڪو اثر بہ هئڻ گهرجي. اهو آهي هن ڪلمي جي تقاضائن جو دل ۽ زبان سان قبول ڪرڻ. سو جنهن توحيد جي دعوت رد ڪئي ۽ ان کي قبول نہ ڪيائين تہ اهو ڪافر آهي. پوءِ اهو رد ڪرڻ وڏائيءَ جي ڪري هجي، ضد جي ڪري هجي يا حسد جي ڪري هجي. الله تعالیٰ انهن ڪافرن جي باري ۾ فرمايو آهي جن تڪبر ۽ وڏائيءَ کان ان کي رد ڪيو : ﴿ إِنَّهُمْ كَانُوٓاْ إِذَا قِيلَ لَهُمْ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا ٱللَّهُ يَسْتَكْبِرُونَ ﴾ (جڏهن انهن کي لا اله الا الله چيو ويندو آهي تہ اهي وڏائي ڪندا آهن).

❹ **تابعداري** : توحيد جي پوريءَ طرح تابعداري ڪرڻ. اهو ئي ايمان جو حقيقي جوهر ۽ عملي مظهر آهي. اهو الله تعالیٰ جي شريعت جي احڪامن تي عمل ڪرڻ ۽ ان جي منع ڪيل احڪامن کان رڪجي وڃڻ سان قائم ٿيندو آهي، جيئن الله تعالیٰ جو فرمان آهي : ﴿ وَمَن يُسْلِمْ وَجْهَهُۥٓ إِلَى ٱللَّهِ وَهُوَ مُحْسِنٌ فَقَدِ ٱسْتَمْسَكَ بِٱلْعُرْوَةِ ٱلْوُثْقَىٰ وَإِلَى ٱللَّهِ عَٰقِبَةُ ٱلْأُمُورِ ﴾ (۽ جنهن پنهنجي مهاڙ الله ڏانهن ڪئي ۽ اهو چڱا ڪم ڪندڙ آهي تنهن بيشڪ مضبوط ڪڙي کي پڪڙيو، ۽ سڀني ڪمن جي پڄاڙي الله جي هٿ ۾ آهي). انهيءَ کي ئي پوريءَ طرح تابعداري ڪرڻ چئبو آهي.

❺ **سچائي** ”لا اله الا الله“ اهڙي سچائيءَ سان چوڻ، جنهن سان ڪوڙ جي نفي ٿئي. ڇاڪاڻ تہ جنهن رڳو زبان سان ان کي چيو، پر دل ۾ ان کي ڪوڙو ٿو ڀانئي، تہ اهو منافق آهي. ان جو دليل منافقن جي مذمت ۾ چيل الله تعالیٰ جو هي فرمان آهي تہ : ﴿ يَقُولُونَ بِأَلْسِنَتِهِم مَّا لَيْسَ فِى قُلُوبِهِمْ ﴾ (پنهنجي زبانن سان اهو ٿا چون، جيڪو سندن دلين ۾ ناهي).

❻ **محبت** :مؤمن هن ڪلمي سان محبت ڪندو آهي ۽ ان جي تقاضائن تي عمل ڪرڻ سان محبت ڪندو آهي، ڪلمي وارن سان محبت ڪندو آهي، جيڪي ان تي عمل ڪندڙ آهن. ٻانهي جي پنهنجي رب سان محبت جي نشاني آهي الله جي محبوب ڪيل شين کي مقدم رکڻ چو نہ اهي سندس خواهش جي خلاف هجن ۽ الله ۽ سندس رسول ﷺ جي دوست بڻائيندڙن کي پنهنجو دوست بڻائڻ ۽ سندن دشمنن کي دشمن بڻائڻ، رسول الله ﷺ جي تابعداري ڪرڻ، سندس سنت کي اپنائڻ ۽ سندس هدايت کي قبول ڪرڻ.

❼ **اخلاص** يعني اهو ڪلمو چوڻ وقت مراد صرف الله جي رضا هجي. الله عزوجل فرمايو ﴿ وَمَآ أُمِرُوٓاْ إِلَّا لِيَعْبُدُواْ ٱللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ ٱلدِّينَ حُنَفَآءَ ﴾ (انهن کي صرف اهو حڪم ڪيو ويو آهي تہ الله جي سندس دين ۾ مخلص ۽ هڪ طرفا ٿي عبادت ڪن). نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : : « فَإِنَّ اللهَ قَدْ حَرَّمَ عَلَى النَّارِ مَنْ قَالَ لا إِلَهَ إِلا الله يَبْتَغِي بِذَلِكَ وَجْهَ الله» ”بيشڪ الله ان شخص تي باهہ حرام ڪري ڇڏي آهي، جنهن رڳو الله جي رضا خاطر لا الہ الا الله چيو“. (بخاري).

# هيءَ شاهدي ڏيڻ ته : محمد ﷺ الله جا رسول آهن

ميت کان قبر ۾ امتحان ورتو ويندو آهي ۽ کانئس **ٽي سوال** ڪيا ويندا آهن. جيڪڏهن انهن جو جواب ڏيندو تہ نجات حاصل ڪري وٺندو ۽ جيڪڏهن جواب نہ ڏئي سگهيو تہ هلاڪ ٿي ويندو. انهن سوالن منجهان هڪ آهي: تنهنجو نبي ڪير آهي؟ هن جو جواب اهو ئي ڏئي سگهندو جنهن کي الله تعالىٰ دنيا ۾ ان جي شرطن پوري ڪرڻ جي توفيق ڏني هوندي ۽ ان تي ثابت قدم رکيو هوندو ۽ کيس سندس قبر ۾ ان جو الهام ڪيو هوندو. جنهن کان پوءِ کيس اهي شرط آخرت ۾ ان ڏينهن نفعو ڏيندا جنهن ڏينهن نہ مال ڪم ايندو نہ اولاد. اهي شرط هي آهن:

| | |
|---|---|
| نبی ڪريم ﷺ جن جی هر ان ڳالهہ ۾ پيروي ڪرڻ جنهن جو پاڻ حڪم فرمايو اٿن | چاڪاڻ تہ الله تعالىٰ اسان کی سندس فرمانبرداريءَ جو حڪم فرمايو آهی، الله تعالىٰ فرمايو آهی : ﴿ مَّن يُطِعِ ٱلرَّسُولَ فَقَدۡ أَطَاعَ ٱللَّهَ ﴾ (جنهن رسول ﷺ جی فرمانبرداري ڪئي تنهن الله جی فرمانبرداري ڪئی). ۽ الله تعالىٰ فرمايو آهی: ﴿ قُلۡ إِن كُنتُمۡ تُحِبُّونَ ٱللَّهَ فَٱتَّبِعُونِي يُحۡبِبۡكُمُ ٱللَّهُ ﴾ (چؤ تہ جيڪڏهن توهان الله سان محبت ٿا ڪيو تہ منهنجی پيروي ڪيو، الله اوهان سان محبت ڪندو). جنت ۾ داخل ٿيڻ ان جی ڪامل تابعداري سان تعلق رکی ٿو. نبی ڪريم ﷺ جن فرمايو آهی : « كُلُّ أُمَّتِي يَدْخُلُونَ الْجَنَّةَ إِلا مَنْ أَبَى. قَالُوا : يَا رَسُولَ اللَّهِ : وَمَنْ يَأْبَى؟ قَالَ : مَنْ أَطَاعَنِي دَخَلَ الْجَنَّةَ وَمَنْ عَصَانِي فَقَدْ أَبَى » "منهنجا سڀ امتی جنت ۾ داخل ٿيندا سواءِ ان جی جنهن انڪار ڪيو. چيائون تہ : يا رسول الله! ڪير انڪار ڪندو؟ پاڻ فرمايائون تہ : جنهن منهنجی اطاعت ڪئی، سو جنت ۾ داخل ٿيندو ۽ جنهن منهنجی نافرمانی ڪئی تنهن انڪار ڪيو". (بخاري) جيڪو نبی ڪريم ﷺ جن سان محبت ڪري ٿو تنهن لاءِ ضروري آهی تہ سندس اطاعت ڪري، چاڪاڻ تہ اطاعت محبت جو ڦل آهی، جيڪو ماڻهو نبی ڪريم ﷺ جی محبت جی سندس تابعداري کان سواءِ دعوىٰ ٿو ڪري، سو پنهنجی دعوىٰ ۾ ڪوڙو آهی. |
| پاڻ جن جو ڪجھ ٻڌايو آهي تنهن ۾ کيس سچو مڃڻ | جنهن ماڻهوءَ ڪنهن اهڙي شيءِ کی ڪوڙو ڪيو جيڪا نبی ڪريم ﷺ کان صحيح ثابت هجی، صرف خواهش ۽ سَڌَ جی ڪري تہ ان الله ۽ سندس رسول کی ڪوڙو ڪيو، چاڪاڻ تہ نبی ڪريم ﷺ جن خطا ۽ ڪوڙ کان معصوم آهن. الله تعالىٰ جو فرمان آهی: ﴿ وَمَا يَنطِقُ عَنِ ٱلۡهَوَىٰٓ ﴾ (۽ (پيغمبر) نفس جی خواهش کان نہ ڳالهائيندو آهی). |
| جن شين کان منع ڪئی اٿئون تن کان پاسو ڪرڻ | وڏي ۾ وڏي گناهہ يعنی شرڪ کان شروعات ڪندي، ان کان پوءِ ڪبيره ۽ هلاڪ ڪندڙ گناهہ، ويندي صغيره گناهن ۽ مڪروه شين کان بہ پاڻ کی پري رکڻ. مسلمان جی نبی ڪريم سان جيتري قدر محبت هوندي ايتري قدر سندس ايمان وڌندو ۽ جڏهن ان جو ايمان وڌندو تہ الله تعالىٰ سندس دل ۾ چڱی ڪمن جی محبت پيدا ڪندو. ۽ سندس دل ۾ ڪفر، فسق ۽ فجور کان نفرت پيدا ڪندو. |
| الله جی عبادت، نبی ڪريم جن جی زبانی ڏسيل طريقی مطابق ڪجی | چاڪاڻ تہ عبادت ۾ اصل ممانعت آهی. ان ڪري الله جی عبادت رڳو ان طريقی سان ڪرڻ گهرجی جيڪو نبی ڪريم ﷺ جن آندو آهی. نبی ڪريم جن فرمايو آهی : « مَنْ عَمِلَ عَمَلاً لَيْسَ عَلَيْهِ أَمْرُنَا فَهُو رَدٌّ » "جنهن اهڙو عمل ڪيو جنهن جو اسان حڪم نہ ڪيو آهي تہ اهو مردود آهي". (مسلم). يعني موٽائي اهو ان تي اڇليو ٿو وڃي. |

**فائدو:** چاڻڻ گهرجي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سان محبت واجب آهي، پر خالي محبت ڪافي ناهي، بلڪ ضروري آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن توکي هر شيءِ کان وڌيڪ پيارا هجن ايستائين جو تنهنجي جان کان بہ وڌيڪ. ڇاڪاڻ تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن شيءِ سان محبت ڪري ٿو سو ان کي اختيار ڪندو آهي ۽ ان سان موافقت کي پسند ڪندو آهي. تنهن ڪري نبي ڪريم ﷺ جن سان محبت ۾ سچو اهو آهي جنهن تي ان جي نشاني ظاهر ٿئي. جهڙوڪ : سندس تابعداري، قول ۽ فعل ۾ سندس سنت جي پيروي. سندس حڪمن جي اطاعت ۽ سندس منع ڪيل ڳالهين کان پاسو ڪرڻ. ڏک هجي يا سک، خوشي هجي يا غم سندس آداب اپنائڻ. بيشڪ اطاعت ۽ پيروي محبت جو ڦلُ آهي. انهيءَ کان سواءِ محبت جي دعوىٰ سچي نہ چئبي.

**نبي ڪريم ﷺ جن سان محبت جون نشانيون گهڻيون آهن، جن مان ڪجھ هيٺينءَ ريت آهن :**

❁ڪيس گهڻو ياد ڪرڻ ۽ مٿس درود پڙهڻ. ڇاڪاڻ تہ جنهن سان ماڻهو محبت ڪندو آهي، تنهن جو تذڪرو گهڻو ڪندو آهي. ❁ ساڻس ملاقات جو شوق رکڻ. ڇاڪاڻ تہ هر دوست پنهنجي دوست سان ملڻ جو شوق رکندو آهي. ❁ سندس تذڪرو ڪرڻ مهل تعظيم ۽ وقار جو لحاظ رکڻ. اسحاق رحمه الله چئي ٿو تہ : نبي ڪريم ﷺ جا اصحاب سڳورا ڪائنس پوءِ جڏهن سندن ذڪر ڪندا هئا تہ خشوع ۾ اچي ويندا هئا، سندن لڱ ڪانڊارجي ويندا هئا ۽ روئڻ لڳندا هئا. ❁ نبي ڪريم ﷺ جن سان جيڪو بغض رکي ان سان بغض رکڻ. سندس دشمن سان دشمني ڪرڻ. بدعتي ۽ منافق ماڻهن مان جيڪو سندس سنت جي خلاف ورزي ڪري ۽ سندس دين ۾ بدعت پيدا ڪري تن کان پاسو ڪرڻ. ❁ جنهن سان نبي ڪريم ﷺ محبت ڪن تنهن سان محبت ڪرڻ. اهل بيت، سندس گهروارين، سندس صحابين مهاجر ۽ انصار سان محبت ڪرڻ ۽ جيڪو انهن سان دشمني ڪري ان سان دشمني ڪرڻ ۽ جيڪوانهن سان بغض رکي، ڪين گاريون ڏئي، ان سان بغض رکڻ. ❁ **سندن سهڻن اخلاقن جي پيروي ڪرڻ**. ڇاڪاڻ تہ پاڻ خلق ۾ سڀني کان وڌيڪ سهڻي اخلاق وارا هئا. حضرت عائشہ فرمائي ٿي تہ : رسول الله ﷺ جن جو اخلاق قرآن هو. يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن پنهنجي مٿان اهو لازم ڪري ڇڏيو هو تہ پاڻ اهوئي ڪندا جنهن جو ڪين قرآن حڪم ڪندو.

**نبي ڪريم ﷺ جون صفتون:** ❁ پاڻ ﷺ ماڻهن ۾ سڀني کان وڌيڪ بهادر هئا. خاص ڪري جنگ جي سختيءَ ۾ وڏي بهادري سان مقابلو ڪندا هئا. ❁ سڀ کان وڌيڪ سخي هئا. خاص ڪري رمضان شريف ۾ وڏ ۾ وڏ سخاوت ڪندا هئا. ❁ مخلوق لاءِ سڀني کان وڌيڪ خير خواهي ڪرڻ وارا هئا. ❁ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ بردبار هوندا هئا. جنهن ڪري پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کان بہ انتقام ۽ بدلو نہ ورتائون. ❁ ماڻهن مان سڀني کان وڌيڪ الله جي معاملي ۾ سخت گير هوندا هئا. ❁ سڀني کان وڌيڪ باوقار انداز ۾ نوڙت ڪندڙ هئا. ❁ ڪنواري ڀار کان بہ وڌيڪ حياء وارا هوندا هئا. ❁ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ پنهنجي گهر وارن لاءِ ڀلا هوندا هئا. ❁ سڀني کان وڌيڪ مخلوق تي رحم ڪائيندڙ هئا. اهڙيون ٻيون بہ ڪيتريون ئي سندن خوبيون ۽ خصلتون آهن.

# پاڪائي

نماز اسلام جو ٻيو رڪن آهي، اها پاڪائي کان سواءِ صحيح نہ ٿيندي آهي ۽ پاڪائي پاڻيءَ يا مٽيءَ کانسواءِ نہ ٿيندي آهي[١].

**پاڻيءَ جا قسم: (١) پاڪ:** اهو اهڙو پاڻي آهي جيڪو بہ پاڻ پاڪ آهي تہ ٻئي کي بہ پاڪ ڪندڙ آهي. اهو بي وضو هئڻ واري حالت کي ختم ڪندو آهي ۽ پليتي زائل ڪندو آهي. **(٢) پليت:** هيءُ اهڙو پاڻي آهي جيڪو ٿورو هجي ۽ ان ۾ ڪا پليتي ملي وئي هجي. يا گهڻو هجي پر پليتي پوڻ جي ڪري ان جو ذائقو، رنگ، يا بوءِ مٽجي چڪي هجي.

**نوٽ :** گهڻو پاڻي پليت نہ ٿيندو آهي پر جيڪڏهن پليتي ان جي ٽن وصفن : رنگ، ذائقي ۽ بوءِ مان ڪنهن هڪ کي بدلائي ڇڏي. تہ پوءِ پليت ٿي ويندو آهي. ٿورو پاڻي پليتي پوڻ شرط پليت ٿي ويندو آهي. گهڻو پاڻي اهڙي پاڻيءَ کي سڏبو آهي جيڪو ٻن (قُلن) کان مٿي هجي. اهو تقريبًا ٢١٠ ليٽر ٿيندو.

**ٿانوَ:** ٿانوَ سڀ پاڪ آهن، انهن جو استعمال جائز آهي. سون ۽ چانديءَ جي ٿانون کان سواءِ ، انهن سان پاڪائي جيتوڻيڪ ٿي ويندي پر گناهہ ٿيندو. ڪافرن جا ڪپڙا ۽ ٿانو استعمال ڪرڻ جائز آهن پر جيڪڏهن اسان کي انهن جي پليتي معلوم هجي تہ پوءِ نہ.

**مردار جي کَل:** بلڪل پليت آهي. مردو بہ قسم آهي. (١) جنهن جو گوشت بلڪل نہ کاڌو ويندو هجي. (٢) جنهن جو گوشت تہ کاڌو ويندو هجي پر اِن کي سير نہ ڏني وئي هجي. جنهن جو گوشت کاڌو ويندو هجي پر ذبح نہ ڪيو ويو هجي تہ ان جي کل رڱڻ سان پاڪ ٿي ويندي آهي ۽ ان جو استعمال رکو سڪين شين ۾ جائز آهي، آلين ۾ نہ .

**استنجاء:** اڳيان يا پٺيان نڪرندڙ گندگي کي صاف ڪرڻ. جڏهن اها صفائي پاڻيءَ سان ڪئي ويندي تہ ان کي "استنجاء" چئبو ۽ جيڪڏهن پٿر، پٿر يا ٽشو پيپر وغيره سان ڪئي ويندي تہ اها "استجمار" سڏبي. استجمار لاءِ شرط آهي تہ جنهن شيءِ سان ڪجي سا پاڪ هجي. جائز هجي، صاف ڪندڙ هجي، کاڌي جي شيءِ نہ هجي. ٽن پٿرن يا ان کان مٿي سان ڪجي. استنجاء يا استجمار هر نڪرندڙ گندگي کي صاف ڪرڻ لاءِ واجب آهي.

**قضا حاجت ڪرڻ واري تي هي شيون حرام آهن :** قضا حاجت واريءَ جاءِ تي **ضرورت کان وڌيڪ ويهڻ**. پاڻيءَ جي وهڪري، وهندڙ واٽ، عام فائدي واريءَ ڇانو يا ميويدار وڻ جي هيٺيان **پيشاب ۽ پاخانو ڪرڻ**. کليل ميدان ۾ **قبلي ڏانهن منهن** ڪري ويهڻ.

**قضا حاجت ڪندڙ لاءِ مڪروه شيون :** بيت الخلاء ۾ اهڙي شيءِ کڻي وڃڻ جنهن ۾ الله جو نالو هجي. قضا حاجت دوران ڳالهائڻ. ٻرڙ يا ڪنهن ڏار وغيره ۾ پيشاب ڪرڻ. ساڄي هٿ سان اوگهڙ کي هٿ لائڻ. جاين جي اندر ٺهيل ليٽرين ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ. البتہ ضرورت ۾ اهي سڀ جائز آهن.

**قضا حاجت ڪندڙ لاءِ مستحب شيون :** اڪي تي ڌوئڻ يا اگهڻ. پاڻي ۽ پٿر ٻئي استعمال ڪرڻ.

**ڏندڻ :** ڪٻڙ جهڙي نرم ڪاٺيءَ سان ڏندڻ ڪرڻ مستحب آهي. خاص ڪري : نماز، قرآن جي تلاوت، وضوءَ وقت گرڙيءَ کان اڳ، ننڊ مان اٿڻ، مسجد ۽ گهر ۾ داخل ٿيڻ، وات ۾ بدبوءِ ٿيڻ وغيره وقت ڏندڻ ڪرڻ جو تاڪيد آيو آهي.

ڏندڻ يا پاڪائي ساڄي پاسي کان شروع ڪرڻ سنت آهي ۽ گندي شيءِ کي زائل ڪرڻ ۾ کاٻو هٿ استعمال ڪرڻ گهرجي.

**وضو: ان جا رڪن هي آهن:** (١) منهن ڌوئڻ، گرڙي ۽ نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ ان ۾ شامل آهي. (٢) آڱرين کان وٺي ٺونٺن تائين ٻئي هٿ ڌوئڻ. (٣) ڪنن سميت سڄي مٿي جي مسح ڪرڻ. (٤) پيرن سميت ٻئي پير ڌوئڻ.

---

١) هن ڪتاب جي فقهي حصي : پاڪائي، نماز، زڪات، روزا ۽ حج وغيره ۾ جيڪي احڪام بيان ڪيا ويا آهن سي ڪتاب جوڙيندڙ جي ترجيحي محنت جو نتيجو آهن، جن ۾ اختلاف جي گنجائش آهي، هر مسلمان کي فقهي مسائل ۾ ائمة اربعة (ابو حنيفة، مالڪ، شافعي ۽ احمد بن حنبل) وغيره مان جنهن جي مذهب تي وڌيڪ اعتماد هجي تنهن تي عمل ڪري سگهي ٿو، الله تعالیٰ سڀني تي ڪروڙين رحمتون فرمائي.

**(۵)** وضو ترتيب سان ڪرڻ **(٦)** لڳاتار ڪرڻ.

**وضوءَ جون سنتون:** ڏندڻ ڪرڻ. شروع ۾ ٻئي هٿ مرين تائين ڌوئڻ. منهن ڌوئڻ کان اڳ گرڙي ڪرڻ ۽ نڪ کي پاڻي ڏيڻ. بي روزيدار لاءِ گرڙي ۽ نڪ کي پاڻي ڏيڻ ۾ مبالغو ڪرڻ. گهاٽي ڏاڙهيءَ جو خلال ڪرڻ. آڱرين جو خلال ڪرڻ. عضون ۾ ساڄي کان شروعات ڪرڻ. عضوا ٻه ٻه ڀيرا ٽي دفعا ڌوئڻ. نڪ کي ساڄي هٿ سان پاڻي ڏيڻ ۽ کاٻي سان صاف ڪرڻ. عضون کي مهٽڻ. چڱيءَ طرح وضو ڪرڻ ۽ وضوءَ کان پوءِ جيڪي دعائون آيون آهن سي پڙهڻ.

**وضوءَ جا واجب:** وضوءَ کان اڳ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ پڙهڻ. رات جو ننڊ مان اٿڻ واري لاءِ ٻئي هٿ پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ کان اڳ ٽي دفعا ڌوئڻ.

**وضوءَ جا مڪروهات:** (تيز) ٿڌي يا گرم پاڻيءَ سان وضو ڪرڻ. هڪ عضوي کي ٽن ڀيرن کان وڌيڪ ڌوئڻ. عضون تان پاڻي ڇنڊڻ. اک جو اندريون حصو ڌوئڻ. البته وضوءَ کان پوءِ عضون جو سڪائڻ جائز آهي.

**نوٽ:** گرڙي ڪرڻ مهل وات ۾ پاڻيءَ کي ڦيرائڻ ضروري آهي. نڪ ۾ پاڻي وجهڻ مهل ضروري آهي ته پاڻي اندر سٽڪجي، رڳو هٿ سان اندر نه وجهجي ۽ اهڙيءَ ريت نڪ مان ٻاهر ڪڍجي. گرڙي ۽ نڪ کي پاڻي ڏيڻ ان طريقي کان سواءِ صحيح نه ٿيندو.

**وضُوءِ ڪرڻ جو طريقو:** دل سان نيت ڪري. ان کان پوءِ بسم الله پڙهي، ٻئي هٿ ڌوئي. پوءِ گرڙي ڪري، پوءِ نڪ ۾ پاڻي وجهي. پوءِ منهن ڌوئي. (ان جي حد آهي ڊيگهه ۾ عام طرح مٿي جي وارن ڦٽڻ واري جاءِ کان کاڏيءَ تائين ۽ ويڪر ۾ هڪ ڪن کان ٻئي ڪن تائين). ان کان پوءِ ٻئي ٻانهون ٺونٺين سميت ڌوئجن. ان کان پوءِ سڄي مٿي جو مٿان مسح ڪجي، منهن جي حد کان ڪياڙيءَ تائين. ڪنن جي مٿان واري اڃاڻ ان ۾ شامل آهي. اشهد آڱريون ڪنن جي وٿين ۾ ڦيرائجن. آڱوٺن سان ڪنن جي پٺيءَ جو مسح ڪجي. ان کان پوءِ ٻئي پير پيڙين سميت ڌوئجن.

**نوٽ:** ڏاڙهي جڏهن ڇڊڙي هجي ته ان جي هيٺيان کل ڌوئڻ واجب آهي، جيڪڏهن گهاٽي آهي ته ان جي رڳو مٿاڇري کي ڌوئجي.

**موزن تي مسح ڪرڻ:** چمڙي وغيره مان ٺهيل پيرن ۾ پائڻ لاءِ جورابي کي **موزو** چئبو آهي. جيڪڏهن اُن وغيره مان ٺهيل هوندو ته ان کي **جورابو** چئبو. انهن تي بي وضو هجڻ جي حالت ۾ مسح ڪرڻ جائز آهي.

**مسح جي جواز جا شرط:** **(١)** ڪامل پاڪائيءَ جي حالت ۾ موزا پائڻ (يعني وضو ڪري، ٻئي پير ڌوئڻ کان پوءِ) . **(٢)** پاڪائي پاڻيءَ سان ڪيل هجي. **(٣)** موزا پيرن جي اوتري حصي کي ڍڪين جيترو انهن کي ڌوئڻ فرض آهي. **(٤)** اهڙي شيءِ مان ٺهيل هجن جنهن جو پائڻ جائز هجي. **(۵)** موزا ٻئي پاڪ هجن.

**پٽڪي تي مسح ڪرڻ:** جائز آهي. پر ان جا ڪجهه شرط آهن: **(١)** مرد کي ٻڌل هجي. **(٢)** مٿي جي عام ڦرڻ واري حصي کي ڍڪيندڙ هجي. **(٣)** مسح "حدث اصغر" (بي وضو هجڻ) کان هجي. **(٤)** ۽ پاڪائي پاڻيءَ سان ڪجي.

**پوتيءَ تي مسح ڪرڻ:** ان تي به مسح ڪرڻ ڪجهه شرطن سان جائز آهي: **(١)** عورت کي پاتل هجي. **(٢)** اهو ڳچيءَ وٽان ڦيرايل هجي. **(٣)** حدث اصغر (بي وضو هجڻ) کان مسح ڪجي. **(٤)** پاڪائي پاڻيءَ سان ڪجي. **(۵)** ۽ مٿي جو عام طرح وارو حصو ڍڪيندڙ هجي.

**مسح جي مدت:** مقيم (رهاڪو) لاءِ هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات آهي. ۽ مسافر ـــ جيڪو قصر نماز پڙهڻ (تقريبا ٨۵ ڪلوميٽر) جي پنڌ تي هجي، ان - لاءِ ٽي ڏينهن راتين سميت.

**مسح جي شروعات:** مقيم لاءِ موزا پائڻ کان پوءِ پهرئين دفعي بي وضو ٿيڻ وقت کان وٺي، ٻئي ڏينهن ساڳئي وقت تائين. (يعني ٢٤ ڪلاڪ).

**موزن جي مسح جو مقدار:** آڱرين کان وٺي ٻنهي ٽنگن جي پنين تائين موزن جو اڪثر مٿيون حصو مسح ڪبو ۽ ٻنهي هٿن جي ڪليل آڱرين سان مسح ڪرڻ گهرجي.

**فائده:** جنهن، سفر ۾ مسح ڪئي ۽ ان ڪان پوءِ اقامت اختيار ڪيائين يا مقيم هو پوءِ سفر شروع ڪيائين. يا مسح جي شروع واري وقت ۾ شڪ ٿي پيس تہ اهو مقيم وانگر (٢٤ڪلاڪ) مسح ڪري.

**چيڙي :** پٽيون يا چيڙيون جيڪي هڏي وغيره جي مٿان (ڀڃي پوڻ جي حالت ۾) ٻڌيون وينديون آهن. انهن تي پڻ ڪجهہ شرطن سان مسح ڪرڻ جائز آهي: (١) انهن جي ٻڌڻ جي ضرورت هجي. (٢) ضرورت واريءَ جاءِ ڪان وڌيون نہ هجن. (٣) وضوءَ ۾ ڌوئڻ وارن عضون سان گڏ هنن تي بہ لڳو لڳ مسح ڪئي وڃي. جيڪڏهن چيڙي ضرورت واريءَ جاءِ ڪان مٿي چاڙهيل آهي تہ وڌيڪ حصي تان ان جو لاهڻ واجب آهي. پر جيڪڏهن ائين ڪرڻ سان نقصان ٿيڻ جو خطرو آهي تہ مٿن مسح ڪرڻ جائز ٿي ويندي.

**فائدا:** ۞ ٻنهي موزن جي گڏ مسح ڪرڻ افضل آهي، ساڄو اڳ ۾ ڪرڻ نہ گهرجي. ۞ موزي جي **هيٺان** يا **پويان** مسح ڪرڻ جائز ڪانهي. ۞ موزن ڪي مسح بجاءِ ڌوئڻ يا ورائي ورائي مسح ڪرڻ **مڪروهہ** آهي. ۞ پٽڪي ۽ رئي جي اڪثر حصي تي مسح ڪرڻ **واجب** آهي.

**وضُوءَ جا ڀڃندڙ :** (١) پيشاب ۽ پاخاني جي جاءِ تان ڪنهن بہ شيءِ جو نڪرڻ، جهڙوڪ : هوا، مني، مذي يا پيشاب وغيره . (٢) ننڊ يا بيهوشيءَ جي ڪري عقل ختم ٿي وڃڻ. باقي ويٺي يا بيٺي ٿورڙي ننڊ سان وضو نہ ڀڄندو. (٣) پيشاب يا پاخاني جو پنهنجيءَ جاءِ جي بجاءِ ڪنهن ٻيءَ جاءِ تان نڪرڻ. (٤) (پيشاب پاخاني ڪان سواءِ ٻي ڪا) پليت شيءِ جو بدن مان گهڻو نڪرڻ، جيئن گهڻو رت وهڻ. (٥) اٺ جو گوشت کائڻ. (٦) اوگهڙ کي بنا پردي هٿ لائڻ. (٧) مرد جو عورت جي جسم ۽ عورت جو مرد جي جسم کي شهوت سان بنا پردي هٿ لائڻ. (٨) دين ڪان مرتد ٿيڻ. **جنهن شخص کي پاڪائيءَ جو يقين هجي ۽ ناپاڪ هجڻ جو شڪ هجي يا ان جي ابتڙ صورت هجي تہ ان کي يقين تي عمل ڪرڻ گهرجي.**

**غسل: ان جا واجب :** (١) سڄاڳ ڪان شهوت سان مني نڪرڻ يا ننڊ ۾ تڙ پوڻ. (٢) مرد جي عضوي جو توهر جيترو حصو عورت جي اگهڙ ۾ پوڻ، ڀل انزال نہ بہ ٿئي. (٣) ڪافر يا مرتد جو اسلام قبول ڪرڻ. (٤) حيض جو خون اچڻ. (٥) نفاس جو خون شروع ٿيڻ. (٦) مسلمان جو مرڻ.

**غسل جا فرض:** غسل ٿي وڃڻ لاءِ اهو ئي ڪافي آهي جو سڄي بدن تي غسل جي نيت سان پاڻي هارجي ۽ وات ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهجي. **باقي مڪمل غسل لاءِ (٩) شيون ضروري آهن:** (١) نيت ڪرڻ. (٢) بسم الله پڙهڻ. (٣) ٽانوَ ۾ وجهڻ ڪان اڳ هٿ ڌوئڻ (٤) اوگهڙ ۽ ان کي لڳل پليتي ڌوئڻ. (٥) وضو ڪرڻ. (٦) مٿي تي ٽي دفعا ڀڪ ڀري پاڻي هارڻ. (٧) پنهنجي بدن تي پاڻي پلٽڻ. (٨) ٻنهي هٿن سان بدن کي مهٽڻ. (٩) ساڄي ڪان شروعات ڪرڻ.

**بيوضوءَ شخص تي ٽي شيون حرام آهن:** (١) قرآن پاڪ کي هٿ لائڻ. (٢) نماز پڙهڻ (٣) طواف ڪرڻ.

**تڙ پيل شخص تي هي شيون حرام آهن :** ٽي ساڳيون مٿيون ۽ (٤) قرآن جي تلاوت (٥) مسجد ۾ بنا وضو ويهڻ.

**تڙ پيل لاءِ مڪروه آهي :** بنا وضوء سمهڻ. تڙ لاهڻ مهل گهڻو پاڻيءَ هلائڻ.

**تيمم: ان جا شرط :** (١) پاڻي دستياب نہ ٿيڻ. (٢) مٽيءَ جو پاڪ، جائز، دز وارو هجڻ. سڙيل نہ هجي.

**ان جا رڪن :** سڄي منهن کي ملڻ. ان ڪان پوءِ هٿن کي ڪاراين سميت ملڻ. (ڪن وٽ) ترتيب سان ۽ لڳاتار ڪرڻ. **تيمم کي ٽوڙيندڙ شيون :** (١) جيڪا شيءِ وضوءَ کي ٽوڙي. (٢) پاڻي نہ هئڻ جي صورت ۾ تيمم ڪرڻ ڪان پوءِ اُن جو دستياب ٿيڻ. (٣) تيمم جائز ڪندڙ سبب ختم ٿي وڃي. جيئن مريض شفاياب ٿي وڃي. **ان جون سنتون:** تڙ ڪان تيمم ڪرڻ ۾ ترتيب ۽ لاڳيتو ڪرڻ. (٢) تيمم آخر وقت تائين دير سان ڪرڻ.(٣) ان ڪان پوءِ وضوءَ واريون دعائون گهرڻ. **ان جا مڪروهات :** مٽيءَ تي هٿ گهڻا دفعا بار بار هڻڻ. **تيمم ڪرڻ جو طريقو :** نيت ڪري، پوءِ بسم الله پڙهي. هڪ ڀيرو ٻئي هٿ مٽيءَ تي هڻي، ڦهرائين هٿ جي اندرئين پاسي سان، منهن ۽ ڏاڙهيءَ کي ملي. ان ڪان پوءِ ٻئي ترين، ساڄي هٿ جي پٺ کابي هٿ جي ترئَ سان ۽ کابي هٿ جي پٺ ساڄي هٿ جي ترئَ سان ملي.

**پليتي صاف ڪرڻ:** پليتي ٻہ قسم آهي : ١) **عيني :** اها جنهن کي پاڪ ڪرڻ ناممڪن هجي، جيئن سوئر، ان کي جيترو بہ ڌوئجي ڪڏهن بہ پاڪ نہ ٿيندو. ٢) **حڪمي :** اها اهڙي جاءِ جي عارضي پليتي جيڪا اصل




۾ پاڪ هجي، جيئن ڪپڙو ۽ زمين، اهي هن ريت آهن :

| عيني شيون | | انهن جو حڪم |
|---|---|---|
| حيوانات | پليت | ڪتو، سوئر ۽ جن پکين جو گوشت نہ کاڌو ويندو آهي، ۽ اهڙا جانور جيڪي جسم ۾ ٻليءَ کان وڏيرا آهن. حڪم : اهڙن حيوانن جو جسم ۽ ان مان نڪرندڙ هر شيءِ، جيئن پيشاب، چيٽو، گگ، پگهر، مني، ڪير، سنگھ ۽ الٽي وغيره سڀ پليت آهن. |
| | پاڪ | 1) ماڻهو. حڪم : ان جي جسم جا مڙئي جزا ۽ فضلات پاڪ آهن، جيئن سنڌس پگهر، ٿڪ، ڪير، لمَّ، بلغم ۽ (ڪن وٽ) ان جي مني، عورت جي اوگھڙ جي رطوبت. باقي پيشاب، پاخَانو، مذي، ودي ۽ رت پليت آهن. |
| | | 2) جن جانورن جو گوشت کاڌو ٿو وڃي. حڪم : انهن جي جسم جا مڙئي جزا ۽ فضلات پاڪ آهن، جيئن ڪير، پگهر، ٿڪ، لمَّ، الٽي ۽(ڪن وٽ) پيشاب، چيٽو، مني، مذي ودي. |
| | | 3) جن جانورن کان پاسو ڪرڻ مشڪل آهي جهڙوڪ :گڏهہ، ٻلي ۽ ان کان جسم ۾ ننڍو ڪو جانور، جيئن ڪئو وغيره. حڪم : انهن جو صرف گگ ۽ پگھر پاڪ آهن. |
| مئل شيون | | سڀ مئل شيون پليت آهن. پر ماڻهوءَ جو مڙهہ، مڇي، ماڪڙ ۽ جن جيت جڻن ۾ وهندڙ رت ناهي، جهڙوڪ : وڇون، مک ۽ مڇر سي پاڪ آهن. |
| جمادات | | زمين، پٿر وغيره. حڪم : اهي پاڪ آهن. (مٿي ذڪر ٿيل جمادات کان سواءِ). |

فائدا: ۞ رت، گند ۽ پونءَ پليت آهن. نماز وغيره ۾ ٿوري مقدار ۾ پاڪ حيوان جا هجن تہ معاف آهن.
۞ ٻن قسمن جو رت پاڪ آهي. (١) مڇيءَ جو. (٢) ذبح ڪيل جانورن جي گوشت ۽ رڳن ۾ رهيل رت.
۞ جيئري حلال جانور جي جسم جو ڪپيل ٽڪرو، رت جو ڏڳ ۽ گوشت جو لوٿڙو سڀ پليت آهن.
۞ پليتي زائل ڪرڻ لاءِ نيت جي ضرورت ڪانهي. تنهن ڪري جيڪڏهن مثال طور مينهن جي پاڻي سان پليتي زائل ٿي وئي تہ شيءِ پاڪ ٿي ويندي.
۞ پليتيءَ کي هٿ لائڻ يا ان تي هلڻ سان وضو نہ ڀڄندو، رڳو جسم يا ڪپڙي وغيره کي لڳل پليتي صاف ڪرڻ واجب آهي.
۞ پليتيءَ کي پاڪ ڪرڻ جا ڪجھ شرط آهن. (١) پاڪ پاڻيءَ سان ڌوئجي. (٢) ڌوتل شيءِ جيڪڏهن نپوڙجي سگهي تہ ان کي پاڻيءَ کان ٻاهر نپوڙجي. (٣) پليتي ڌوئڻ سان نہ لهي تہ ان کي ڪرڙي لاهجي. (٤) جيڪڏهن پليتي ڪتي جي هجي تہ ان کي ست دفعا خالي پاڻيءَ سان ڌوئجي ۽ اٺون دفعو مٽيءَ يا صابڻ سان.

ڪجھ نوٽ : ۞ زمين تي پليتي جيڪڏهن ڇڊي پتري هجي جيئن پيشاب وغيره تہ ان کي رڳو ايترو پاڻي هارڻ ڪافي آهي، جو ان جو رنگ ۽ بوءِ ختم ٿي وڃن. جيڪڏهن جسماني پليتي آهي جيئن پائخانو وغيره تہ خود ان پليتي ۽ ان جي اثر کي ختم ڪرڻ ضروري آهي.
۞ پليتي جيڪڏهن پاڻيءَ کان سواءِ ختم نہ ٿي سگهي تہ ان جو ڌوئڻ واجب آهي.
۞ نجاست جي جاءِ جيڪڏهن مخفي رهجي وڃي تہ ايستائين جاءِ ڌوئجي جيستائين ان جو ڌوئڻ يقيني ٿي وڃي.
۞ جنهن نفلي نماز لاءِ وضو ڪيو تنهن لاءِ فرض ادا ڪرڻ بہ جائز آهي.
۞ جنهن ننڊ ڪئي يا ڪانئس هوا نڪري وئي تہ ان لاءِ استنجا ڪرڻ ضروري ناهي. ڇاڪاڻ تہ هوا پاڪ آهي. ان تي صرف وضو آهي جڏهن نماز وغيره جو ارادو ڪري.

# عورتن جا احڪام

## عورتن جي طبعي خونن جا احڪام

## پهريون : ماهواري ۽ استحاضه

| مسئلو | حڪم |
|---|---|
| عورت کي ماهواري اچڻ جي گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ عمر | گهٽ ۾ گهٽ عمر نوَ سال آهي. جيڪڏهن ان عمر کان اڳ ان کي رت اچي ته اهو ”استحاضه“ (بيماري) آهي. ان جي وڌ ۾ وڌ عمر جي ڪا به حد ڪانهي. |
| ماهواري هلڻ جا گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن | هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات (۲۴ ڪلاڪ). ڪن وٽ ٽي ڏينهن، ٽي راتيون)، جيڪڏهن ان کان گهٽ اچي ته اها بيماري آهي. |
| ماهواري هلڻ جا وڌ ۾ وڌ ڏينهن | پندرهن ڏينهن آهن. (ڪن وٽ ۱۰ ڏينهن) جيڪڏهن ان کان وڌيڪ ڏينهن رت اچي ته اهو استحاضه (بيماري) آهي. |
| ٻن ماهوارين جي درميان پاڪائيءَ جا ڏينهن | ۱۳ ڏينهن هوندا آهن. (ڪن وٽ ۱۵ ڏينهن) جيڪڏهن ان کان اڳ رت اچي ته اهو استحاضه (بيماري) آهي[1]. |
| عورتن کي گهڻو ڪري ماهواري | ڇهه يا ست ڏينهن رهندي آهي. |
| عورتن کي گهڻو ڪري پاڪائي | ۲۳ يا ۲۴ ڏينهن رهندي آهي. |
| ڇا حمل دوران ايندڙ رت حيض آهي؟ | حامله (پيٽ باري) عورت کي جيڪو رت يا ميرانجهه يا پيلي پاٽيان اچي ته اهو استحاضه (بيماري) آهي. |
| حيض واري عورت ڪيئن ڄاڻي ته پاڪ ٿي آهي؟ | عورتن جا ٻه قسم آهن: ۱) اڇي پاڻي اچڻ واريون[2]. ۲) اهي عورتون جن جي شرمگاهه رت، ميرانجهه ۽ پيلاڻ کان هميشه خشڪ رهي ۽ اهي پاٽيان ايندي نه ڏسنديون هجن. |
| پاڪائيءَ جي ڏينهن ۾ عورت کي اوگهڙ مان جيڪا پاٽيان وغيره اچي | جيڪڏهن سفيد يا اڇو لب جهڙو آهي ته اهو پاڪ آهي. جيڪڏهن رت يا ميرانجهو يا پيلو آهي ته اهو پليت آهي. انهن سڀني سان وضو ٽٽي پوندو. جيڪڏهن لاڳيتو وهندو رهي ته اها بيماري آهي. |
| فرج مان ميرو يا پيلو پاڻي اچي ته : | جيڪڏهن حيض سان گڏو گڏ اڳ يا پوءِ اچي ته اهو حيض آهي. جيڪڏهن الڳ اچي ته اهو استحاضو (بيماري) آهي. |
| جنهن عورت جا هر مهيني ماهواري جا ڏينهن مقرر آهن، اها جيڪڏهن انهن کان اڳ پاڪ ٿي وڃي ته: | جيڪڏهن رت بند ٿي چڪو آهي ۽ پاڪائي جي پڪ ٿي چڪي اٿس ته اها پاڪ چئبي، توڻي جو سندس حيض جا اهي ڏينهن، جن ۾ حيض جي ڪيس عادت آهي، پورا نه به ٿيا هجن. |
| ماهواري پنهنجي عادت واري ڏينهن کان اڳ پوءِ اچي ته : | ماهواري جون جيڪي وصفون مٿي بيان ٿيون، سي ظاهر ٿين ته اهو حيض آهي، جنهن به وقت اچي، پر شرط آهي ته ٻن حيضن جي وچ ۾ گهٽ ۾ گهٽ تيرهن (يا ۱۵) ڏينهن ڪان وڌيڪ گذريا هجن. نه ته پوءِ اهو استحاضو (بيماري) چئبو. |
| ماهواري مقرر ڏينهن جي ڳاڻاٽي کان گهٽ يا وڌ ڏينهن اچي ته: | اهو حيض آهي، پر شرط آهي ته حيض جي اڪثر مدت : پندرهن (ڪن وٽ ۱۰) ڏينهن کان وڌيڪ نه هجي. |
| جيڪڏهن عورت | ان جون مختلف حالتون آهن. (۱) جنهن عورت کي هر مهيني پنهنجي حيض جو مقرر وقت ۽ |

---

۱) حيض : (ماهواري) طبعي ۽ فطرتي طور تندرستي جي حالت ۾ ولادت وغيره جي سبب کان سواءِ خون اچڻ کي چئبو آهي. ۽ استحاضه : ان رت کي چئبو آهي جيڪو ڪنهن به وقت بيماري يا خرابيءَ جي ڪري هلندو رهي. حيض ۽ استحاضه ۾ فرق هي آهي ته : ۱) حيض جو رت ڳاڙهو، ناسي، ڪاراڻ طرف مائل هوندو آهي ۽ استحاضي جو رت نڪسير جي رت وانگر ڦڪو ڳاڙهو ٿيندو آهي. ۲) حيض جو رت گهاٽو ڪڏهن ڪڏهن رت جا لوٿڙا ٿيندو آهي. جڏهن ته استحاضي جو رت ڇڊو ٿيندو آهي، ائين ايندو آهي جهڙوڪ زخم ٿو ڳڙي. ۳) حيض جو رت گهڻو ڪري ڪنو بدبودار ٿيندو آهي. جڏهن ته استحاضي جي رت جي بوءِ عام رت جهڙي ٿيندي آهي. حيض جي ڪري چند شيون حرام ٿي وينديون آهن. جهڙوڪ: فرج ۾ همبستري، طلاق، نماز، روزو، طواف، قرآن پاڪ جي تلاوت، قرآن کي هٿ لائڻ، مسجد ۾ رهڻ.

۲) اهڙي قسم جي عورتن کي پاڪائيءَ وقت اڇو پاڻي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اهو پاڪ هوندو آهي پر ان سان وضو ڀڄي پوندو آهي.




| | |
|---|---|
| ڪي ڊگهي مدي تائين -پورو مهينو يا ان کان مٿي عرصو -رت اچي ته: | ڏينهن جو تعداد معلوم آهي ته اها پنهنجي حيض جي وقت ۽ تعداد جيترو عرصو حيض ۾ ويهندي، رت ۾ فرق ڪري سگهجي يا نه ڪري سگهجي، برابر آهي. (٢) جنهن کي هر مهيني حيض جو وقت ته معلوم آهي پر ڏينهن جي تعداد جي خبر نه اٿس ته اها حيض جي غالب عرصي جيترو يعني ڇهه، ست ڏينهن، پنهنجي چاڻ مطابق ويهندي. (٣) جيڪا عورت پنهنجي حيض جي ڏينهن جو تعداد ته ڄاڻي ٿي پر مهيني ۾ انهن جي اچڻ جو وقت نه ٿي ڄاڻي ته اها پنهنجي ڄاتل ڏينهن جي تعداد جيترو وقت چنڊ جي هر مهيني جي شروعات ۾ حيض ۾ ويهي. |

## ٻيو : نفاس (ويم واري رت جا احڪام)

| مسئلو | حڪم |
|---|---|
| جيڪا عورت ٻار ڄڻي ۽ رت نه اچيس: | ته ان تي نفاس واريءَ عورت جا احڪام جاري نه ٿيندا، نه ان تي غسل واجب ٿيندو ۽ نه ان جو روزو ڀڄندو. |
| عورت جيڪڏهن ويم جون نشانيون ڏسي : | ويم کان ڪجهه وقت اڳ ۾ سورَ شروع ٿيس، رت ۽ پاڻياٺ به ڏسڻ ۾ آيس، ته ان تي نفاس جا احڪام جاري نه ٿيندا بلڪ استحاضه (بيماري) وارا احڪام جاري ٿيندا. |
| عورت کان جيڪو ويم جي دوران رت نڪرندو آهي: | اهو رت، نفاس جو رت سڏبو آهي، ٻار اڃا نه نڪتو هجي يا ان جو ڪجهه حصو نڪتو هجي. ان دوران جيڪا نماز فوت ٿي وڃي، ته ان جي عورت تي قضا ڪانهي. |
| نفاس جا ڏينهن ڪڏهن کان ڳڻڻ شروع ڪجن؟ | ٻار جڏهن پوري جو پورو ماءُ جي پيٽان ڇمي ٻاهر نڪري. |
| نفاس جو گهٽ ۾ گهٽ وقت ڪيترو آهي؟ | ان جي حد ڪانهي. تنهن ڪري جيڪڏهن ٻار ڄڻڻ کان پوءِ متصل رت بند ٿي وڃي ته ان تي واجب آهي ته غسل ڪري ۽ نماز پڙهي، چاليهن ڏينهن جي پوري ٿيڻ جو انتظار نه ڪري. |
| نفاس جو وڌ ۾ وڌ وقت ڪيترو آهي؟ | چاليهه ڏينهن. ان کان وڌيڪ وقت اچي ته اهو نه ڳڻبو. چاليهن ڏينهن کان پوءِ غسل ۽ نماز واجب ٿيندي. ها جيڪڏهن ٺئين حمل کان اڳ ان جي حيض جو وقت اچي ويو ته پوءِ حيض شمار ٿيندو. |
| جنهن عورت ٻه يا ٻن کان وڌيڪ جاڙا ٻار ڄڻيا : | ته نفاس جا ڏينهن پهرئين ٻار ڄمڻ کان وٺي ڳڻبا. |
| ٻار ڪرڻ کان پوءِ جو رت: | جڏهن ڪريل ٻار جي عمر اسي (٨٠) يا ان کان گهٽ ڏينهن آهي، ته ان کان پوءِ وارو رت استحاضو آهي. جيڪڏهن نوي (٩٠) ڏينهن کان پوءِ ڪريو، ته ان کان پوءِ وارو رت نفاس آهي. جيڪڏهن ٻار اسي کان نوي (٨٠- ٩٠) ڏينهن جي درميان ڪريو، ته پوءِ حڪم ٻار ٺهڻ سان تعلق ٿو رکي. جيڪڏهن ٻار ٺهي چڪو آهي، ته ان کان پوءِ وارو رت نفاس آهي. جيڪڏهن نه ٺهيو آهي، ته پوءِ استحاضو آهي. |
| عورت چاليهي دوران پاڪ ٿي وئي پر چاليهي پوري ٿيڻ کان اڳ وري رت اچي ويس: | نفاس جي چاليهن ڏينهن جي دوران عورت جيڪڏهن پاڪ ٿي وئي، ته اها پاڪ چئبي. غسل ڪري ۽ نماز پڙهي. جيڪڏهن چاليهن ڏينهن جي دوران وري رت اچي ويس، ته نفاس جا احڪام جاري ٿيندا. جيستائين وچي چاليهه ڏينهن پورا ٿين. |

**ڪجهه نوٽ :** ۞ استحاضه (بيماري) واري عورت تي واجب آهي ته اها نماز پڙهي. پر ان کي هر نماز لاءِ وضو ڪرڻو پوندو. ۞ جڏهن عورت حيض يا نفاس کان سج لهڻ کان اڳي پاڪ ٿئي، ته ان تي ان ڏينهن جي ظهر ۽ عصر پڙهڻ لازم آهي. جيڪڏهن فجر ٿيڻ کان اڳ پاڪ ٿي آهي، ته مٿس ان رات جي مغرب ۽ عشاء پڙهڻ لازم آهي.۞ عورت تي نماز جو وقت داخل ٿيو، پر نماز پڙهڻ کان اڳ ان کي حيض يا نفاس اچي ويو، ته ان تي قضا لازم نه آهي.۞ حيض ۽ نفاس کان غسل ڪرڻ وقت عورت تي واجب آهي ته پنهنجا وار کولي. جنابت (تڙ) واري غسل کان انهن جو کولڻ واجب ڪونهي.۞ استحاضه (بيماري) واري عورت سان سندس فرج ۾ جماع ڪرڻ مڪروه آهي. البته مڙس کي ان جي سخت ضرورت هجي ته جائز آهي.۞ استحاضي واري عورت تي واجب آهي ته حيض جو غسل ڪري ان کان پوءِ رت بند ٿيڻ تائين هر نماز لاءِ نئون وضو ڪري.۞ عورت لاءِ حج ۽ عمري جي احڪامن ادا ڪرڻ يا رمضان جي روزن پوري ڪرڻ لاءِ اهڙي دوا وٺڻ جائز آهي جنهن سان وقتي طور حيض بند ٿي وڃي. پر ان لاءِ شرط آهي ته ان دوا مان ڪيس ڪو نقصان نه ٿئي.

**اسلام ۾ عورت جو مقام :** الله تعالیٰ وٽ عورت جو ايمان ۽ عمل جي اعتبار کان ثواب ۽ فضيلت ۾ مرد وارو درجو آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « إِنَّمَا النِّسَاءُ شَقَائِقُ الرِّجَالِ » أبو داود ”عورتون ته مردن جون سڳيون ڀينرون آهن“. عورت ڪي حق آهي ته هو پنهنجي حق وٺڻ يا مٿس ٿيل ظلم جي هٽائڻ جو مطالبو ڪري، ڇاڪاڻ ته دين جو خطاب عورت ۽ مرد ٻنهي لاءِ هڪجهڙو آهي، رڳو انهن احڪامن کان سواءِ جن ۾ ٻنهي جي الڳ هجڻ جي صراحت ڪئي وئي آهي، جيڪي ٻين احڪامن جي مقابلي ۾ بلڪل ٿورا آهن، ۽ شريعت خلقت ۽ صلاحيات جي اعتبار کان مرد ۽ عورت ٻنهي جي رعايت ڪئي آهي، الله تعالیٰ فرمايو آهي : ﴿أَلَا يَعۡلَمُ مَنۡ خَلَقَ وَهُوَ ٱللَّطِيفُ ٱلۡخَبِيرُ﴾ ”ڇا نه ڄاڻندو آهي اهو جنهن خلقيو آهي؟ حالانڪ اهو اونهي نظر وارو هرڪا خبر رکندڙ آهي“. عورت جا پنهنجا وظيفا آهن، جيڪي ساڻس مخصوص آهن ۽ مرد جا وظيفا پنهنجا آهن، جيڪي ان سان خاص آهن، ڪنهن به هڪ جي مخصوص احڪامن ۾ ٻئي جو دخل زندگي جي توازن لاءِ نقصان ڪار آهي، بلڪ عورت کي گهر ويٺي مرد جيترو ثواب ڏنو ويو آهي، **اسماء بنت يزيد** رضي الله عنها کان روايت آهي ته اها نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي، پاڻ ﷺ جن صحابه ڪرام جي درميان ويٺا هئا، اچي عرض ڪيائين ته : منهنجا پيءُ ماءُ توهان تي قربان وڃن، آءٌ زالن جي نمائندي ٿي توهان جي خدمت ۾ حاضر ٿي آهيان، پاڻ به ڪجهه ڄاڻڻ چاهيان ٿي۔ توهان تي قربان وڃان۔ مشرق ۽ مغرب جي ڪنهن به زال منهنجي هن حاضريءَ بابت ٻڌو يا نه ٻڌو پر ان جو به مون وارو خيال هوندو، ته الله تعالیٰ توهان کي مڙسن ۽ زالن مڙني ڏانهن حق ڏئي موڪليو آهي، اسان توتي ۽ تنهنجي ان الله تي ايمان آندو آهي جنهن توکي رسول ڪري موڪليو آهي، اسان زالون گهٽيل، نظربند ٿيل آهيون، توهان جي گهرن جون ٻانديون آهيون، توهان جون شهوتون پوريون ڪرڻ واريون، توهان جي اولاد سان پيٽ پرڻ واريون، توهان مڙسن کي اسان زالن تي جمعي پڙهڻ، جماعتن جي حاضري، بيمار پرسي، جنازن ۾ شرڪت، حج مٿان حج ڪرڻ، انهن سڀني کان افضل الله جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ جي فضيلت ڏني وئي آهي، توهان مان ڪو مڙس حج، عمري يا سرحد تي پهري ڏيڻ لاءِ نڪرندو آهي ته اسان توهان جو مال ملڪيت سنڀارينديون آهيون، توهان لاءِ ڪپڙا لَٽا اٽنديون آهيون، توهان جي ٻارن جي تربيت ڪنديون آهيون... اي الله جا رسول! ڀلا اسان جو به توهان جي اجر ۾ ڪو حصو آهي؟ چيائين ته : ان تي نبي ڪريم ﷺ جن صحابه ڪرام ڏانهن پوري طرح متوجه ٿيا ۽ چيائون ته : ”ڇا ڪڏهن ڪنهن زال کي پنهنجي دين جي باري ۾ هن مائيءَ کان بهتر طريقي سان سوال ڪندي ٻڌو اٿو؟“ چيائون ته : اي الله جا رسول! اسان کي يقين ئي نه ٿو اچي ته ڪنهن مائيءَ کي به اهڙي سمجهه هوندي! پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ان ڏانهن متوجه ٿيا ۽ چيائونس ته : ”اي مائي! پٺتي موٽ ۽ وڃي پوين سڀني زالن کي ٻڌاءِ ته توهان مان ڪنهن هڪ جو پنهنجي ورَ کي ڀلي جوءِ ٿي ڏيکارڻ، سندس خوشيون طلبڻ، سندس موافقت ۾ ان جي تابعداري ڪرڻ، انهن سڀني فضيلتن جي برابر آهي“ راوي چئي ٿو ته : پوءِ اها مائي خوشيءَ مان لا اله الا الله، الله اڪبر جا نعرا هڻندي پٺي ڏئي رواني ٿي. (بيهقي). **ٻي روايت آهي ته :** ڪجهه زالون رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ آيون ۽ چيائون ته : اي الله جا رسول! مرد الله جي راهه ۾ جهاد واري فضيلت کٽي ويا، ڇا اسان لاءِ به ڪو اهڙو عمل آهي جنهن سان الله جي راهه ۾ جهاد ڪندڙن وارو ثواب ماڻي سگهون؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو : ”توهان مان ڪنهن هڪ جو پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪرڻ الله جي راهه ۾ جهاد ڪندڙن واري عمل جي برابر آهي“ (بيهقي). بلڪ ڪنهن ماڻهوءَ جو پنهنجي ڪنهن مائٽياڻي زائفان تي احسان ڪرڻ جو وڏو ثواب ڄاڻايو ويو آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : ”جنهن کي ٻن ڌيئرن يا ٻن ڀينرن يا ٻن مائٽياڻين تي خرچ ڪيو، ايستائين انهن ٻنهي تي ثواب خاطر خرچ ڪندو ٿو رهي جيستائين الله کين ڪفايت ڪرائي يا پنهنجي فضل سان آسودو ڪري ته اهي ٻئي سندس لاءِ جهنم جي باهه کان اوٽ بڻبيون“ (مسند احمد ۽ طبراني).

## عورتن جا ڪي احڪام :

۞ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن زائفان جو محرم[1] ناهي تہ ڪيس ان سان اڪيلو ٿيڻ حرام آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « لاَ يَخْلُوَنَّ رَجُلٌ بِامْرَأَةٍ إِلاَّ مَعَ ذِي مَحْرَمٍ » متفق عليه. ”ڪنهن بہ ماڻهوءَ ڪي بنا محرم جي ڪنهن بہ مائيءَ سان اڪيلو نہ ٿيڻ گهرجي“.

۞ عورت ڪي مسجد ۾ نماز پڙهڻ جائز آهي، پر جيڪڏهن فتني جو خطرو هجي تہ پوءِ مڪروهہ آهي، بيبي عائشة رضي الله عنها فرمايو آهي تہ : جيڪڏهن رسول الله ﷺ اهو ڏسن ها جو ڪجهہ زالن اڄ ڪلهہ شروع ڪيو آهي تہ ڪين مسجدن کان ائين روڪين ها جيئن بني اسرائيل جي عورتن کي روڪيو ويو هيو. (متفق عليه). ۽ جيئن مرد جي نماز مسجد ۾ وڏي اجر واري آهي تيئن عورت جي نماز سندس گهر ۾ . هڪ عورت نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي، اچي چيائين تہ : اي الله جا رسول! مون کي توهان سان گڏ نماز پڙهڻ ڏاڍي پسند آهي، جنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو : « قَدْ عَلِمْتُ أَنَّكِ تُحِبِّينَ الصَّلاةَ مَعِي، وَصَلاتُكِ فِي بَيْتِكِ خَيْرٌ مِنْ صَلاتِكِ فِي حُجْرَتِكِ، وَصَلاتُكِ فِي حُجْرَتِكِ خَيْرٌ مِنْ صَلاتِكِ فِي دَارِكِ، وَصَلاتُكِ فِي دَارِكِ خَيْرٌ لَكِ مِنْ صَلاتِكِ فِي مَسْجِدِ قَوْمِكِ، وَصَلاتُكِ فِي مَسْجِدِ قَوْمِكِ خَيْرٌ لَكِ مِنْ صَلاتِكِ فِي مَسْجِدِي » (أحمد). ”آءٌ ڄاڻان ٿو تہ توکي مون سان گڏ نماز پڙهڻ واقعي پسند آهي، جڏهن تہ تنهنجي پنهنجي ڪمري ۾ نماز پڙهڻ، تنهنجي اڱڻ واري نماز کان بهتر آهي ۽ تنهنجي پنهنجي اڱڻ ۾ نماز پڙهڻ، تنهنجي ڪوٺ واري نماز کان بهتر آهي ۽ تنهنجي پنهنجي ڪوٺ ۾ نماز پڙهڻ، تنهنجي پاڙي واري مسجد ۾ نماز پڙهڻ کان بهتر آهي ۽ تنهنجي پنهنجي پاڙي واري مسجد ۾ نماز پڙهڻ، منهنجي مسجد واري نماز کان بهتر آهي“. ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : «خَيْرُ مَسَاجِدِ النِّسَاءِ بُيُوتُهُنَّ» أحمد. ”عورتن جون ڀلي ۾ ڀليون مسجديون سندن گهر آهن“.

۞ عورت تي نہ حج واجب آهي ۽ نہ عمرو، مگر هن صورت ۾ تہ ڪو محرم ساڻس رفيق سفر ٿئي، ۽ بنا محرم جي ڪيس سفر ڪرڻ بہ جائز ناهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : « لاَ تُسَافِرِ امْرَأَةٌ فَوْقَ ثَلاَثِ لَيَالٍ إِلاَّ مَعَ ذِي مَحْرَمٍ » متفق عليه. ”ڪابہ زال محرم کان سواءِ ٽن راتين کان مٿي سفر نہ ڪري“.

۞ عورت لاءِ قبرن جي زيارت ڪرڻ ۽ جنازن جي ڪڍ لڳڻ حرام آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جي هن فرمان ڪري تہ : « لَعَنَ اللَّه زَوَّارَاتِ الْقُبُور » ”الله تعالیٰ قبرن جي باربار زيارت ڪندڙين (عورتن) تي لعنت ڪئي آهي“. ام عطية رضي الله عنها فرمائي ٿي : ”اسان کي جنازن جي ڪڍ لڳڻ کان روڪيو ويو، جڏهن تہ اسان تي واجب نہ ڪيو ويو هو“ (مسلم). ۞ عورت لاءِ سندس وارن کي ڪهڙو بہ رنگ ڪرڻ مباح آهي، البتہ ڪارو رنگ ڪرڻ مڪروه آهي، بشرطيڪ ان ۾ رشتي گهرڻ واري لاءِ ڪو دوکو نہ هجي.

۞ عورت کي ورثي مان اهو حصو ڏيڻ واجب آهي جيڪو سندس لاءِ الله تعالیٰ فرض ڪيو آهي، اهو ڪائنس روڪڻ حرام آهي، نبي ڪريم ﷺ کان روايت آهي تہ: « مَنْ قَطَعَ مِيراثَ وَارِثِهِ ؛ قَطَعَ اللهُ مِيرَاثَهُ مِنَ الجَنَّةِ يَومَ القِيَامَةِ » ابن ماجه. ”جنهن وارث کان ورثي جو حصو ڪٽيو، الله ان جو قيامت واري ڏينهن جنت مان ميراث وارو حصو ڪٽي ڇڏيندو“.

۞ زال جو خرچ پکو مڙس تي واجب آهي، يعني هر اها شيءِ جنهن جي ڪيس سخت ضرورت هجي، جيئن کاڌو پيتو، ڪپڙو لٽو، رهائش وغيره، سهٽي نموني، الله تعالیٰ جو فرمان آهي تہ : ﴿لِيُنفِقۡ ذُو سَعَةٖ مِّن سَعَتِهِۦۖ وَمَن قُدِرَ عَلَيۡهِ رِزۡقُهُۥ فَلۡيُنفِقۡ مِمَّآ ءَاتَىٰهُ ٱللَّهُۚ﴾ (آسودو پنهنجي وسعت آهر خرچ ڀري ۽ جنهن جي آمدني ٿوري هجي سو ان مال مان ڏئي (سگهہ آهر) خرچ ڀري جيڪو ڪيس الله ڏنو آهي)، عورت کي مڙس نہ هجي تہ ان جو

---

[1] عورت جو محرم انهيءَ کي چئبو آهي، جنهن سان ڪيس شادي ڪرڻ هميشه لاءِ حرام هجي، جيئن : پيءُ، ڏاڏو (مٿي تائين)، پٽ، پوٽو (هيٺ تائين)، ڀاءُ، ڀائٽيا، ڀاڻيجا، چاچو، مامو، سهرو (مٿي تائين)، نڪو پٽ (هيٺ تائين)، رضائي پيءُ، پٽ، ڀاءُ، ناني، نڪو پيءُ.

خرچ پکو سندس پيءُ يا پاءُ يا پٽ مٺان آهي. جيڪڏهن سندس ڪو ويجهو مٽ مائٽ نہ هجي تہ ان کي خرچ پکو ڏيڻ سيني ماڻهن لاءِ مستحب آهي. هن حديث جي ڪري تہ : «السَّاعِي عَلَى الأَرْمَلَةِ وَالمِسْكِينِ كَالمُجَاهِدِ فِي سَبِيلِ اللَّهِ أَوْ كَالذِي يَقُومُ اللَّيْلَ ويصومُ النَّهَارَ » متفق عليه "بيوهہ ۽ مسڪين جي پلي لاءِ ڪوشش ڪندڙ اللہ جي راهہ ۾ جهاد ڪندڙ وانگر آهي يا انهيءَ وانگر جيڪو رات جو تهجد پڙهي ۽ ڏينهن جو روزا رکي".

۞ عورت جيستائين ٻي شادي نہ ڪري ايستائين اها پنهنجي ننڍڙي ٻار جي پرورش جي وڌيڪ حقدار آهي ۽ جيستائين اهو ٻار سندس پرورش ۾ آهي تيستائين سندس پيءُ تي لازم آهي تہ ان جي پرورش جو خرچ ماڻس کي ڏئي.

۞ عورت کي سلام ڏيڻ ۾ آڳرائي ڪرڻ بهتر ناهي، خاص ڪري جيڪڏهن جوان هجي يا فتني جو خطرو هجي.

۞ هر جمعي زيرناف ڪوڙڻ، بغلن جا وار پٽڻ ۽ ننهن ڪٽڻ مستحب آهي، چاليهہ ڏينهن کان وڌيڪ ڇڏڻ مڪروهہ آهي.

۞ چهري ۽ ڀرون جا وار نوچڻ حرام آهي، نبي ڪريم ﷺ جي هن فرمان موجب تہ : « لَعَنَ اللهُ النَّامِصَةَ والمُتَنَمِّصَةَ» أبو داود. "منهن جا وار نوچيندڙ ۽ نوچائيندڙ ٻنهي تي اللہ تعالىٰ لعنت ڪئي آهي".

۞ **سوڳ ڪرڻ:** عورت جي مٿان سندس مڙس کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي موت تي ٽن ڏينهن کان مٿي سوڳ ڪرڻ حرام آهي. نبي ڪريم ﷺ جي هن حديث جي ڪري تہ : « لا يحِلُّ لامْرَأَةٍ تُؤْمِنُ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الآخِرِ أَنْ تُحِدَّ عَلَى مَيِّتٍ فَوْقَ ثَلاثٍ إلا عَلَى زَوْجِها » مسلم "جنهن بہ عورت جو اللہ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آهي تنهن لاءِ سندس مڙس کان سواءِ ڪنهن ٻئي ميت تي ٽن ڏينهن کان مٿي سوڳ ڪرڻ حلال ناهي". مڙس لاءِ مٿس واجب آهي تہ چار مهينا ۽ ڏهہ ڏينهن سوڳ ڪري. سندس سوڳ ۾ ان تي واجب آهي تہ سينگار ۽ خوشبوءِ ڇڏي ڏئي، جيئن زعفران لڳائڻ، زيور پهرڻ، منديءَ چو نہ هجي، رنگين سهڻا ڪپڙا پائڻ، جهڙوڪ: ڳاڙها ۽ پيلا ڪپڙا پائڻ، مينديءَ هڻڻ، ميڪ اپ ڪرڻ، ڪاجل ۽ خوشبودار تيل لڳائڻ. البتہ ان لاءِ ننهن ڪٽڻ، وار صاف ڪرڻ ۽ غسل ڪرڻ جائز آهي، ڪپڙن جو ڪو مقرر رنگ پائڻ ضروري ناهي جهڙوڪ: ڪارو ڪپڙو پائڻ. ان جڳهہ ۾ عدت گذارڻ واجب آهي، جنهن ۾ مڙس فوت ٿيڻ وقت رهيل هئي. ان مان ٻاهر نڪرڻ ضرورت کان سواءِ حرام آهي. پنهنجي گهران ضرورت خاطر ڏينهن جو ٻلي نڪري.

۞ عورت کي بنا ضرورت سندس مٿي جا وار ڪوڙڻ حرام آهي، ڪجهہ ڪٽڻ جي اجازت آهي بشرطيڪ مردن سان مشابهت نہ ٿئي، هن حديث موجب تہ : «لَعَنَ رَسُولُ اللَّهِ ﷺ الْمُتَشَبِّهَاتِ بِالرِّجَالِ مِنْ النِّسَاءِ» الترمذي "جيڪي عورتون مردن سان مشابهت ڪن ٿيون تن تي رسول اللہ ﷺ لعنت ڪئي آهي". يا ڪافرياڻين سان مشابهت ٿئي، هن حديث جي ڪري تہ : « وَمَنْ تَشَبَّهَ بِقَوْمٍ فَهُوَ مِنْهُمْ» أبو داود. "۽ جيڪو جنهن قوم سان مشابهت ڪندو، اهو انهن مان آهي".

۞ عورت جڏهن پنهنجي گهران نڪري تہ ڪيس پنهنجو بدن ڪنهن اهڙي چادر سان ڍڪڻ واجب آهي جنهن ۾ هيٺيان شرط لين : ١) پوري جسم کي ڍڪيندڙ هجي. ٢) ان ۾ ڪا خوبصورتي نہ هجي. ٣) اهڙي ڳهاٽي هجي جو ڪجهہ ظاهر نہ ٿئي. ٤) ايتري ڪشادي هجي جو سوڙهي نہ لڳي. ٥) خوشبوءِ لڳل نہ هجيس. ٦) مردن جي لباس جهڙي نہ هجي. ٧) ڪافرياڻين جي لباس سان بہ مشابهت نہ رکي. ٨) شهرت واري لباس مان نہ هجي. جنهن بہ ڪپڙي ۾ ڪنهن انسان يا جانور جي تصوير هجي، اهو پائڻ، ٽنگڻ، ديوار جو پردو ڪرڻ ۽ وڪڻڻ حرام آهي. عورت جي اوگهڙ ڪنهن ٻئي جي آڏو ٽي قسم آهي :

**١) مڙس :** ڪيس ان جي هر شيءِ ڏسڻ جائز آهي. **٢) عورتون ۽ محرم :** ان جي جسم جا ظاهري حصا ڏسي سگهن ٿا، جيئن : منهن، وار، ڪنڌ، هٿ، ٻانهن ۽ پير وغيره . **٣)** باقي مرد ان جي جسم مان ڪجھ بہ نٿا ڏسي سگهن. البتہ ضرورت هجي تہ ڏسي سگهن ٿا، جيئن رشتي گهرڻ يا علاج وغيره لاءِ. ڇاڪاڻ تہ عورت جو اصل فتنو ان جي چهري ۾ ئي آهي، فاطمة بنت المنذر رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ : اسان پنهنجا چهرا مردن کان ڍڪينديون هيون سي. (حاڪم). ۽ عائشة رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ : سوار اسان جي پر سان گذرندا هيا ۽ اسان رسول الله ﷺ سان گڏ احرام ۾ هونديون هيون سي، پوءِ جڏهن اسان مان ڪنهن هڪ جي سامهون ايندا هيا تہ اها پنهنجي مٿي واري چادر پنهنجي منهن تي لڙڪائي ڇڏيندي هئي، پوءِ جڏهن وڏي ويندا هيا تہ اسان منهن کولي ڇڏينديون هيون سي. (ابوداود).

۞ **عدت** : ان جا ڪجھ قسم آهن: **(١) حامل جي عدت:** طلاق توڙي وفات ۾ ان جي عدت ٻار ڄڻڻ آهي. **(٢) بيوه جي عدت:** ان جي عدت چار مهينا ۽ ڏھ ڏينهن آهي. **(٣) حيض ۾ طلاق ڏنل جي عدت:** ان جي عدت ٽي حيض آهن. ٽئين حيض کان پاڪ ٿيڻ سان ان جي عدت پوري ٿي ويندي. **(٤) جنهن کي حيض نہ ايندو هجي :** ان جي عدت ٽي مهينا آهي. رجعي طلاق جي **عدت گذاريندڙ عورت** تي واجب آهي تہ عدت دوران مڙس سان گڏ رهي. مڙس کي ان مان جيڪو وڻي سو ڏسي ٿو سگهي. ۽ ان سان اڪيلو بہ ويهي ٿو سگهي. جيستائين وچي عدت پوري ٿئي. شايد الله انهن جي وچ ۾ موافقت پيدا ڪري. طلاق جيڪڏهن رجعي آهي تہ ان ۾ رجوع ڪرڻ لاءِ عورت جي رضامندي جي ضرورت ناهي. مڙس جو رجوع هن طرح ٿيندو تہ اهو چئي تہ : مون توکي موٽايو. يا همبستري ڪرڻ سان.

۞ عورت پنهنجو نڪاح پاڻ نٿي ڪري سگهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : « أَيُّمَا امْرَأَةٍ نَكَحَتْ بغَيْرِ إِذْنِ وَلِيِّهَا فَنِكَاحُهَا بَاطِلٌ» أبو داود. **”جنهن بہ عورت پنهنجي وليءَ جي اجازت کان سواءِ نڪاح ڪيو تہ ان جو نڪاح باطل آهي“.**

۞ عورت کي پنهنجي وارن سان نقلي وار ڳنڍڻ ۽ سندس جسم تي ڪابہ ڏينپوڙي ڪڍرائڻ حرام آهي، اهي ٻئي ڪم ڪبيري گناهن مان آهن، نبي ڪريم ﷺ جي هن فرمان موجب تہ : « لَعَنَ اللَّهُ الْوَاصِلَةَ وَالْمُسْتَوْصِلَةَ، وَالْوَاشِمَةَ وَالْمُسْتَوْشِمَةَ » متفق عليه. **”وار ڳنڍيندڙ ۽ ڳنڍرائيندڙ ۽ ڏينپوڙي هڻندڙ ۽ هڻائيندڙ (عورت) تي الله جي لعنت آهي“.**

۞ عورت کي بنا سبب سندس مڙس کان طلاق گهرڻ حرام آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي تہ : « أَيُّمَا امْرَأَةٍ سَأَلَتْ زَوْجَهَا الطَّلاقَ مِنْ غَيْرِ مَا بَأْسٍ فَحَرَامٌ عَلَيْهَا رَائِحَةُ الْجَنَّةِ » أبو داود. **”جنهن بہ مائيءَ پنهنجي مڙس کان بنا ڪنهن تڪليف جي طلاق گهري تہ جنت جي خوشبوءِ مٿس حرام آهي“.**

۞ عورت تي واجب آهي تہ پنهنجي مڙس جي سهٽي نموني فرمانبرداري ڪري، خاص ڪري جڏهن ڪيس همبستريءَ لاءِ سڏي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : «إِذَا دَعَا الرَّجُلُ امْرَأَتَهُ إِلَى فِرَاشِهِ فَأَبَتْ أَنْ تَجِيءَ، فَبَاتَ غَضْبَانَ؛ لَعَنَتْهَا الْمَلائِكَةُ حَتَّى تُصْبِحَ» متفق عليه. **”جيڪڏهن ڪنهن مڙس پنهنجي زال کي پنهنجي بستري ڏانهن سڏيو ۽ انهيءَ اچڻ کان انڪار ڪيو، ۽ هو نارا ض ٿي سمهي پيو تہ ملائڪ ڪيس صبح ٿيڻ تائين لعنت ڪندا آهن“.**

۞ عورت کي جيڪڏهن معلوم آهي تہ رستي ۾ هوءَ ڌارين ماڻهن وٽان گذرندي تہ ڪيس عطر لڳائڻ حرام آهي، حديث شريف ۾ آهي تہ : «إِنَّ الْمَرْأَةَ إِذَا اسْتَعْطَرَتْ، فَمَرَّتْ عَلَى الْقَوْمِ لِيَجِدُوا رِيحَهَا، فَهِيَ كَذَا وَكَذَا؛ يَعْنِي زَانِيَةً» أبو داود. **”جيڪڏهن ڪنهن مائيءَ عطر هنيو، پوءِ ماڻهن وٽان گذري تہ جيئن ڪين خوشبوءِ محسوس ٿئي تہ اها هھڙي تهڙي آهي، يعني زانياڻي آهي“.**

# نمــــاز

**اذان ۽ اقامت** حضر ۾ مردن تي فرض ڪفايہ آهن. اڪيلي ۽ مسافر لاءِ سنت آهن. عورتن لاءِ مڪروه آهن. وقت کان اڳ چوڻ صحيح ناهي. ها البتہ فجر لاءِ پهرين اذان اڌ رات کان پوءِ صحيح آهي.

**نماز جا شرط:** (۱) اسلام (۲) عقل (۳) تميز (بري ڀلي ۾ فرق) (۴) پاڪائي، طاقت هجي تہ. (۵) وقت جو داخل ٿيڻ.

**ظهر جو وقت:** زوال کان وٺي هر شيءِ جو پاڇو ان جي برابر ٿيڻ تائين. ان کان پوءِ **عصر جو وقت** آهي. ان جو بهتر وقت : هر شيءِ جو پاڇو ان کان ٻيڻو ٿيڻ تائين. ان کان پوءِ سج لهڻ تائين ضرورت جو وقت آهي. ان کان پوءِ **مغرب جو وقت** اڀ تان ڳاڙهاڻ جي ختم ٿيڻ تائين آهي. ان کان پوءِ **عشاء جو وقت** آهي، ان جو بهتر وقت اڌ رات تائين آهي. ان کان پوءِ باک ڦٽڻ تائين ضرورت وارو وقت آهي. ان کان پوءِ **فجر جو وقت** سج اڀرڻ تائين آهي. (٦) اوگهڙ ڍڪڻ[1]. (٧) جسم، ڪپڙي ۽ نماز واري جاءِ کي وس آهر پليتيءَ کان بچائڻ. (٨) قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، طاقت هجي تہ. (٩) نيت ڪرڻ.

**نماز جا رڪن:** چوڏهن آهن: (۱) قيام (بيهڻ)، جڏهن ان تي قدرت هجي، فرض نماز ۾ (۲) تڪبير تحريمہ (۳) سورة فاتحہ پڙهڻ (۴) هر رڪعت ۾ رڪوع ڪرڻ (۵) رڪوع کان مٿي اٿڻ (٦) رڪوع کان پوءِ سڌو ٿي بيهڻ (٧) ستن عضون تي سجدو ڪرڻ (٨) ٻن سجدن جي وچ ۾ ويهڻ (٩) آخري تشهد (التحيات) (۱۰) ان لاءِ ويهڻ (۱۱) آخري تشهد ۾ نبي ڪريم ﷺ جن تي درود پڙهڻ. (۱۲) پهريون سلام (۱۳) عملي ارڪان اطمينان سان ادا ڪرڻ (۱۴) سڀئي ارڪان ترتيب سان ادا ڪرڻ.

**هنن رڪنن کان سواءِ نماز صحيح نہ ٿيندي، هڪ رڪن بہ ڇڏڻ سان نماز باطل ٿي ويندي، ڄاڻي واڻي ڇڏجي يا ڀل ۾.**

**نماز جا واجب:** اٺ آهن. (۱) تڪبير تحريمہ کان سواءِ باقي سڀ تڪبيرون (۲) سمع الله لمن حمده چوڻ، امام ۽ اڪيلي لاءِ. (۳) رڪوع کان اٿڻ مهل ربنا لک الحمد چوڻ. (۴) رڪوع ۾ سبحان ربي العظيم هڪ ڀيرو چوڻ. (۵) سجدي ۾ سبحان ربي الاعلیٰ هڪ ڀيرو چوڻ. (٦) ٻن سجدن جي وچ تي رب اغفرلي چوڻ. (٧) پهريون تشهد (٨) ان لاءِ ويهڻ. **هي واجبات جيڪڏهن ڄاڻي واڻي ڇڏيا ويا تہ نماز باطل ٿي ويندي. ڀل ۾ ڇڏجي ويا تہ سجدو سهو جو ڏبو.**

**نماز جون سنتون:** بہ قسم آهن : قولي ۽ فعلي. **انهن مان ڪابہ سنت ڇڏڻ سان نماز باطل نہ ٿيندي، ڄاڻي واڻي ڇڏجي يا ڀل ۾. قولي سنتون هي آهن:** ثناء پڙهڻ. اعوذ بالله. بسم الله. آمين چوڻ. جهري نماز ۾ ڏاڍيان چوڻ. فاتحہ کان پوءِ قرآن شريف مان جيترو ٿي سگهي تلاوت ڪرڻ. جهري نماز ۾ امام جو ڏاڍيان قرائت ڪرڻ. (مقتدي لاءِ جائز ناهي. اڪيلي کي اختيار آهي). رَبَّنَا لَكَ الْحَمْدُ چوڻ کان پوءِ : "حَمْدًا كَثِيرًا طَيِّبًا مُبَارَكًا فِيهِ مِلءِ السَّمَاوَاتِ وَمِلءِ الْأَرْضِ ..." الخ چوڻ. رڪوع ۽ سجدي ۾ تسبيح هڪ ڀيري کان وڌيڪ پڙهڻ. رب اغفرلي چوڻ ۽ سلام کان اڳ ۾ دعا پڙهڻ.

---

۱) **اوگهڙ:** يعني ماڻهوءَ جي شرمگاهہ ۽ جنهن کان ڪيس حياءَ اچي. هتي اسان جو ڪلام اهڙي اوگهڙ بابت آهي، **جنهن جي ڍڪڻ کان سواءِ نماز ۽ طواف جائز نہ هجي.** ستن سالن تائين واري نر ڇوڪر جي اوگهڙ صرف بہ اوگهڙون (اڳ ۽ پُٺ) آهن. ڏهن سالن جي عمر تائين دن کان گوڏن تائين. آزاد بالغ عورت جو سڄو جسم اوگهڙ آهي. سواءِ ان جي منهن، هٿن، ۽ پيرن جي، نماز جي حالت ۾ ، ڄاڪاڻ تہ نماز ۾ انهن جو ڍڪڻ مڪروه آهي. ها ڏارين مردن جي آڏو انهن جو ڍڪڻ بہ واجب آهي. جيڪڏهن عورت نماز پڙهي يا طواف ڪيو ۽ ان جي مثال ٻانهن کليل آهي تہ ان جي عبادت باطل آهي، صحيح نہ ٿيندي. (اڳُ ۽ پُٺِ) غليظ اوگهڙ آهي، ان کي نماز کان ٻاهر بہ هر حال ۾ ڍڪڻ **واجب** آهي. بنا ضرورت جي ان کي کولڻ **مڪروه** آهي چو نہ اونده هجي يا اڪيلائي هجي. مڙس ۽ زال جي هڪ ٻئي لاءِ يا علاج ۽ توهر وغيره جي ضرورت لاءِ ان جو کولڻ جائز آهي.

**فعلي سنتون:** تڪبير تحريمہ، رڪوع ۾ وڃڻ، ان کان اٿڻ مهل ۽ پهرين قاعدي مان اٿڻ مهل رفع يدين ڪرڻ، قيام جي حالت ۾ ساڄو هٿ کاٻي هٿ جي مٿان سيني کان هيٺ ٻڌڻ. سجدي جي جاءِ تي نظر ڪرڻ. بيهڻ مهل ٻنهي پيرن کي الڳ الڳ رکڻ. سجدي جي شروعات گوڏن رکڻ، ان کان پوءِ هٿن پوءِ پيشاني پوءِ نڪ رکڻ سان ڪرڻ. ڏورا پاسن کان، پيٽ رانن کان، رانون پنين کان پري رکڻ. ٻنهي گوڏن جي وچ ۾ وٿي رکڻ. پيرن کي ڏار ڏار ايو رکڻ. پيرن جي آڱرين جي پيٽ کي زمين تي رکڻ. ٻئي هٿ ڪشادا ڪري، انهن جون آڱريون ملائي، ٻنهي ڪلهن جي برابر رکڻ. ٻنهي پيرن جي پڇن تي بيهڻ. ۽ ٻنهي هٿن سان گوڏن تي ٽيڪ ڏيڻ. ٻن سجدن جي وچ ۾ ۽ پهرئين تشهد ۾ پير وڇائي ان تي ويهڻ. ۽ ٻئي تشهد ۾ ٻنڊڻ تي ويهڻ. ٻن سجدن جي وچ تي ٻئي هٿ ٻنهي رانن تي وڇائي، آڱريون ملائي ويهڻ ۽ اهڙيءَ طرح تشهد اول ۾ بہ پر ساڄي هٿ جي چيچ ۽ ڀاچ بند ڪري، آڱوٺي ۽ وچين آڱر سان حلقو ٺاهي، اشهد آڱر سان الله جي ذڪر ۽ دعا وقت اشارو ڪجي، اهو الله جي وحدانيت ڏانهن اشارو آهي. سلام وقت ساڄي ۽ کاٻي منهن ڦيرائڻ ۽ ساڄي پاسي منهن ڦيرائي ويهڻ.

**سهو جو سجدو :** جڏهن ڪو جائز قول پنهنجي جاءِ جي بجاءِ، پل ۾ ٻيءَ جاءِ تي چيو وڃي، جيئن سجدي ۾ قرآن جي تلاوت تہ سجدو سهو جو **سنت** آهي. جيڪڏهن ڪو مسنون ڪم ڇڏي ڏئي تہ سجدو سهو جو **جائز** آهي. جيڪڏهن رڪوع، سجدو، قيام ۽ قعدو وڌيڪ ڪيائين يا نماز پوري ڪرڻ کان اڳ سلام ورايائين يا تلاوت ۾ اهڙي غلطي ڪيائين جو معنىٰ ئي بدلجي وئي يا واجب ڇڏيائين يا ڪنهن رڪن ۾ وڌيڪ وقت جو شڪ ٿيو آهي تہ سجدو **واجب** ٿيندو. اهڙو واجب سجدو ڇاٽي واٽي ڇڏڻ سان نماز **باطل** ٿي پوندي. سهو جا بہ سجدا سلام کان اڳ ڪري يا پوءِ ڪري، سندس مرضي. جيڪڏهن سجدو ڪرڻ وسري ويس ايستائين جو گهٽي دير ٿي وئي تہ ڪري پوندو.

**نماز پڙهڻ جو طريقو:** نماز لاءِ جڏهن اٿجي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪجي ۽ الله اڪبر چئجي. امام سڀ تڪبيرون ڏاڍيان چئي، تہ جيئن پويان بيٺل ٻڌن. باقي ٻيا آهستي چون. پهرين تڪبير چوڻ وقت ٻئي هٿ ڪلهن (يا ڪنن) برابر مٿي ڪري. ان کان پوءِ هٿ هيٺ ڪري ٻڌجن. ساڄو کاٻي جي مٿان رکجي ۽ سيني جي هيٺان ٻڌجن. اکيون سجدي جي جاءِ تي رکجن. ان کان پوءِ حديث ۾ جيڪي دعائون آيون آهن، سي پڙهي. مثال: سُبْحَانَكَ اللَّهُمَّ وَبِحَمْدِكَ وَتَبَارَكَ اسْمُكَ وَتَعَالَى جَدُّكَ وَلَا إِلَهَ غَيْرُكَ. ان کان پوءِ اعوذ بالله ۽ پوءِ بسم الله پڙهي. (اهي سڀ ڏاڍيان نہ پڙهي). ان کان پوءِ فاتحہ پڙهي. جيڪڏهن نماز جهري آهي تہ (ڪن وٽ) مقتديءَ لاءِ مستحب آهي تہ امام جي ساهيءَ کڻڻ يا خاموشيءَ جي وقت ۾ فاتحہ پڙهي. سري نماز ۾ پڙهڻ واجب آهي. ان کان پوءِ قرآن پاڪ مان جيترو ٿي سگهي سو پڙهي. مستحب آهي تہ صبح جي نماز ۾ "طوال مفصل" (ڊگهين سورتن) مان پڙهي. مغرب ۾ "قصار مفصل" (ننڍين سورتن) مان پڙهي. باقي نمازن ۾ "اوساط مفصل" (وچولين سورتون) مان پڙهي. "طوال مفصل" سورة (ق) کان (عم) تائين، "اوساط مفصل" سورة (الضحي) تائين ۽ "قصار مفصل" سورة (الناس) تائين سورتن کي چئبو آهي. امام صبح جي نماز ۽ مغرب ۽ عشاء جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ ڏاڍيان پڙهندو. ان کان سوا باقي نمازن ۾ آهستي پڙهندو. ان کان پوءِ تڪبير چئي رڪوع ڪندو ۽ تڪبير تحريمہ وانگر ٻئي هٿ مٿي کڻندو. ٻئي هٿ پنهنجي گوڏن تي رکندو ۽ پنهنجون آڱريون کولي رکندو ۽ پٺي ڊگهي ڪري ڇڏيندو. ۽ مٿي کي ان جي برابر ڪندو. ۽ ٽي ڀيرا سبحان ربي العظيم پڙهندو. ان کان پوءِ سمع الله لمن حمده چوندي پنهنجو مٿو مٿي کڻندو. ۽ هٿ تڪبير تحريمہ وانگر مٿي کڻندو. جڏهن ان مان اٿي سڌو ٿيندو تہ ربنا ولك الحمد حمدًا كثيرًا طيبًا مباركًا فيه ملء السموات وملء الأرض وملء ما

شئت من شيء بعد (اي منهنجا پالڻهار سڀ ساراهه تنهنجي آهي، گهڻي ساراهه، پلي، برڪت واري، پريل آسمان، پريل زمين ۽ انهن کان پوءِ ٻي ڪابہ شيءِ جيڪا تون گهرين ان جي ماپ جيڏي) چوندو. ان کان پوءِ تڪبير چوندي سجدي ۾ جهڪي ايندو. پنهنجا ڏورا پنهنجي پاسن کان، پيٽ رانن کان جدا رکندو. ٻئي هٿ ڪلهن جي برابر رکندو. پنهنجي پيرن جي چوٽين تي هوندو، ٻنهي هٿن ۽ پيرن جون آڱريون قبلي رخ ڪري رکندو. ان کان پوءِ ٽي دفعا سبحان ربي الأعلى چوندو، ان لاءِ اهو بہ جائز آهي تہ مسنون دعائن مان جيڪي دل گهريس وڌائي پڙهي. ان کان پوءِ تڪبير چوندي مٿو کڻي. پنهنجو کاٻو پير وڇائي ان تي ويهي. ساڄو پير کوڙي ان جي آڱرين کي قبلي رخ رکي. ۽ ٻہ دفعا چئي: ربِّ اغفر لي. هي واڌارو بہ ڪري تہ سندس مرضي : وَارْحَمْنِي وَاجْبُرِنِي وَارْفَعْنِي وَارْزُقْنِي وَانْصُرْنِي وَاهْدِنِي وَعَافَنِي (۽ مون تي رحم ڪر، منهنجو پوراءُ ڪر، مون کي مٿانهون ڪر، مون کي رزق عطا ڪر، منهنجي مدد ڪر، مون کي هدايت ڏي، مون کي عافيت ڏي ۽ مون کي معاف ڪر). ان کان پوءِ ٻيو سجدو پهرئين وانگر ڏئي. ان کان پوءِ تڪبير چوندي مٿو کڻي. ۽ پنهنجي پيرن جي پٻن تي اٿي کڙو ٿئي. پهرين رڪعت وانگر ٻي رڪعت پڙهي. جڏهن ان مان فارغ ٿئي تہ تشهد لاءِ پيرن کي وڇائي ويهي. کاٻو هٿ کاٻي ران تي رکي ۽ ساڄو ساڄي تي. چيچ ۽ ٻاچ کي پڪوڙي ۽ وچين آڱر ۽ آڱوٺي سان گول ٺاهي ۽ اشهد آڱر سان اشارو ڪري ۽ چئي : التَّحِيَّاتُ لِلّٰهِ وَالصَّلَوَاتُ وَالطَّيِّبَاتُ، السَّلامُ عَلَيْكَ أَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهُ السَّلامُ عَلَيْنَا وَعَلَى عِبَادِ اللّٰهِ الصَّالِحِينَ، أَشْهَدُ أَنْ لا إِلَهَ إِلا اللهُ، وَأَشْهَدُ أَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهُ وَرَسُولُهُ (سڀ قولي عبادتون، سڀ فعلي عبادتون ۽ سڀ مالي عبادتون الله تعالىٰ جي لاءِ آهن، سلامتي هجي توتي اي نبي ۽ الله تعالىٰ جون رحمتون ۽ ان جون برڪتون. اسان تي ۽ الله تعالىٰ جي صالح ٻانهن تي سلامتي هجي. مان شاهدي ٿو ڏيان تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي ۽ مان شاهدي ٿو ڏيان تہ محمد (ﷺ) ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي). ان کان پوءِ ٽين ۽ چوٿين رڪعت لاءِ تڪبير چوندي اٿي ۽ ٻئي هٿ بلند ڪري ۽ باقي نماز ساڳيءَ طرح پڙهي پر ان ۾ ڏاڍيان نہ پڙهي ۽ رڳو فاتحہ پڙهي، ان کان پوءِ آخري تشهد لاءِ ٻنڊڻن تي ويهي. کاٻو پير وڇائي ۽ ان کي پنهنجي ساڄي پاسي کان ٻاهر ڪڍي، ساڄو پير اڀو ڪري ۽ ٻنڊڻ زمين تي رکي. (ٻنڊڻ پر آخري جلسي ۾ ان نماز ۾ ويهجي جنهن ۾ ٻہ تشهد هجن). ان کان پوءِ پهرئين تشهد واري دعا پڙهي پوءِ چئي : اللَّهُمَّ صَلِّ عَلَى مُحَمَّدٍ وَعَلَى آلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلَى إِبْرَاهِيمَ وَعَلَى آلِ إِبْرَاهِيمَ إِنَّكَ حَمِيدٌ مَجِيدٌ، اللَّهُمَّ بَارِكْ عَلَى مُحَمَّدٍ وَعَلَى آلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلَى إِبْرَاهِيمَ وَعَلَى آلِ إِبْرَاهِيمَ، إِنَّكَ حَمِيدٌ مَجِيدٌ. ۽ هيءُ چوڻ سنت آهي: أعوذ بالله من عَذَابِ النَّارِ وَعَذَابِ الْقَبْرِ، وَفِتْنَةِ الْمَحْيَا وَالمَمَاتِ، وَفِتْنَةِ المَسِيحِ الدَّجَّالِ (آئون الله جي پناهہ ٿو گهران دوزخ جي عذاب، قبر جي عذاب، زندگي ۽ موت جي فتني ۽ مسيح دجال جي فتني کان). ۽ اهڙيون ٻيون آيل دعائون پڙهجن. پوءِ ٻہ سلام ورائجن. السلام عليكم ورحمة الله چوندي ساڄي پاسي منهن ڦيرائجي پوءِ کاٻي پاسي. ان کان پوءِ حديث ۾ آيل دعائون پڙهڻ سنت آهي[1].

---

[1] اهي دعائون هن طرح آهن تہ ٽي دفعا استغفر الله چئجي. پوءِ اللّٰهم انت السلام ومنک السلام تبارکت يا ذا الجلال والاکرام (اي الله تون سلامتي وارو آهين ۽ سلامتي تو وٽان آهي، تون برڪت وارو آهين اي جلال وارا ۽ اڪرام وارا). لا الہ الا الله وحده لاشريک لہ، لہ الملک ولہ الحمد وهو علىٰ کل شيء قدير(الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪوبہ شريڪ ناهي، سڄو ملڪ ۽ سڀ ساراهه ان جي آهي ۽ اهو هر شيءِ تي وڏي وس وارو آهي). لا حول ولاقوة الا بالله (ناهي ڪو ڦيرو ۽ نہ ڪا سگهہ الله کان سواءِ). لا الٰہ الا الله ولا نعبد الا اياه لہ النعمة ولہ الفضل ولہ الثناء الحسن (الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي ۽ اسان ان کان سواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪندا آهيون، هر نعمت، سڄي مهرباني ۽ سهڻي تعريف رڳو انهيءَ جي آهي). لا الہ الا الله مخلصين لہ الدين ولوکره الکافرون (الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، دين کي سندس لاءِ خالص ڪندڙ آهيون پل ڪافرن کي بڇان

**بيمار جي نماز:** جيڪڏهن بيهي نماز پڙهڻ سان بيماري وڌي ويندي يا بيهڻ جي طاقت نه هجيس ته ويهي نماز پڙهي. جيڪڏهن ويهي نه سگهي ته پاسي ڀر. جيڪڏهن اهو به ڏکيو لڳيس ته پٺيءَ ڀر سمهي پڙهي. رڪوع ۽ سجدي کان عاجز هجي ته اشارن سان پڙهي. ان تي فوت ٿيل نمازن جي قضا واجب آهي. جيڪڏهن هر نماز وقت تي پڙهڻ کيس مشڪل لڳي ته ان کي ظهر ۽ عصر ۽ مغرب ۽ عشاء ڪنهن هڪ جي وقت ۾ گڏ پڙهڻ جائز آهي.

**مسافر جي نماز:** جيڪڏهن سفر جي مسافت تقريبًا ٨٥ ڪلوميٽرن کان وڌيڪ آهي ۽ جائز سفر ۾ نڪتل آهي ته ان لاءِ چئن رڪعتن واري نماز ۾ قصر ڪري ٻه رڪعتون پڙهڻ جائز آهي. جيڪڏهن سفر جي دوران ڪنهن جڳهه تي چئن ڏينهن (٢٠ فرضن، ڪن وٽ ١٥ ڏينهن) کان مٿي رهڻ جي نيت ڪيائين ته اهو اتي پهچڻ کان وٺي پوري نماز پڙهندو، قصر نه ڪندو. جيڪڏهن مسافر مقيم جي امامت ۾ نماز پڙهي يا حضر ۾ ڪا نماز پڙهڻ وسري ويس ۽ سفر ۾ ياد آيس يا ان جي ابتڙ ته مٿس انهن سڀني صورتن ۾ پوري نماز پڙهڻ لازم آهي. مسافر لاءِ پوري نماز پڙهڻ به جائز آهي پر قصر ڪرڻ افضل آهي.

**جمعي جي نماز:** اها ظهر کان افضل آهي، هيءَ مستقل نماز آهي، ظهر جو قصر (اڌ) ناهي، ان ڪري چار رڪعتون پڙهڻ جائز ناهي. ظهر جي نيت ڪرڻ سان جمعو ادا نه ٿيندو ۽ ان کي عصر نماز سان گڏائي ڪڏهن به پڙهڻ جائز ناهي، ڇو نه گڏائي پڙهڻ جو سبب به موجود هجي.

**وتر:** سنت (۽ ڪن وٽ واجب) آهي. ان جو وقت عشاء جي نماز کان پاڪ ڦٽيءَ تائين آهي، گهٽ ۾ گهٽ وتر هڪ رڪعت ۽ وڌ ۾ وڌ يارهن رڪعتون آهي. بهتر آهي ته هر ٻن رڪعتن تي سلام ورائجي. گهٽ ۾ گهٽ ٽي رڪعتون ٻن سلامن سان ڪامل وتر آهي. پهرين رڪعت ۾ سورة الاعلیٰ، ٻيءَ ۾ سورة الڪافرون ۽ ٽيئنئ ۾ سورة اخلاص پڙهڻ سنت آهي. ٽين رڪعت جي رڪوع کان پوءِ هٿ کڻي دعا قنوت پڙهڻ مستحب آهي، دعا ڏاڍيان گهرجي، پل اڪيلو هجي.

**جنازو:** مسلمان ميت کي غسل ڏيارڻ، ڪفنائڻ، مٿس نماز پڙهڻ، سندس ڪڻڻ ۽ دفنائڻ فرض ڪفايه آهي، البته جنگ جي شهيد کي نه غسل ڏنو ويندو ۽ نه ئي ڪفن ڏنو ويندو. البته ان تي جنازي نماز پڙهڻ جائز آهي. کيس ان حالت ۾ ئي دفن ڪيو ويندو جنهن حالت تي مئو آهي. مرد کي ٽن اڇين چادرن ۾ ڪفنايو ويندو. عورت پنجن ڪپڙن ۾ ڪفنائي ويندي، يعني گوڏ، رئو، قميص ۽ ٻه چادرون. سنت آهي ته امام ۽ اڪيلو ماڻهو، مرد جي سيني وٽ بيهي ۽ عورت جي وچ تي بيهي. ان کان پوءِ چار تڪبيرون چئي، هر تڪبير سان هٿ مٿي ڪڻي. پهرين تڪبير سان شروعات ڪري، پوءِ اعوذ بالله، بسم الله ۽ سورة فاتحه آهستي پڙهي. ان کان پوءِ ٻي تڪبير چئجي ۽ نبي ڪريم ﷺ تي درود پڙهجي. ان کان

---

لڳي). اللّهم لا مانع لما اعطيت، ولا معطي لما منعت، ولا ينفع ذا الجد منک الجد (اي الله! جيڪو ڪجهه تون ڏيندو آهي تنهن کي ڪوئي روڪڻ وارو ناهي، ۽ جو ڪجهه تون روڪيندو آهين سو ڪوئي ڏيندڙ ناهي، ڪوبه طاقت وارو ڪو فائدو نه ٿو ڏئي سگهي، طاقت تو وٽان ئي آهي). فجر ۽ مغرب نمازن کان پوءِ مٿين سان گڏ هيءُ به پڙهي : لا اله الا الله وحده لاشريک له، له الملک وله الحمد، يحيي ويميت، وهو علي کل شيء قدير (الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه عبادت جي لائق ناهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪوبه شريڪ ناهي، سڄو ملڪ ۽ سڀ ساراهه ان جي آهي، جيارينده به آهي ۽ مارينده به آهي ۽ اهو هر شيءِ تي وڏي وس وارو آهي) (ڏهه دفعا). ان کان پوءِ سبحان الله (٣٣ دفعا)، الحمد لله (٣٣ دفعا)، الله اکبر (٣٣ دفعا) چئي ۽ هن طرح چئي سؤ پورو ڪري : ” لا الٰه الا الله وحده لاشريک له، له الملک وله الحمد وهو علیٰ کل شيء قدير“ (الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه عبادت جي لائق ناهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪوبه شريڪ ناهي، سڄو ملڪ ۽ سڀ ساراهه ان جي آهي ۽ اهو هر شيءِ تي وڏي وس وارو آهي) چئي ان کان پوءِ آية الڪرسي پڙهي، ان کان پوءِ قل هو الله احد، قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهي. فجر ۽ مغرب نمازن کان پوءِ معوذتين ۽ اخلاص ٽي دفعا دهرائي.

پوءِ ٽين تڪبير چئجي ۽ ميت لاءِ دعا گهرجي. ان کان پوءِ چوٿين تڪبير چئي ٿورو بيهجي، ان کان پوءِ سلام ڦيرجي. گرانٽ کان مٿي قبر ڪٽڻ، ان کي پڪو ڪرڻ، چمي ڏيڻ، اگربتي ٻارڻ، مٿس ڪجھ لکڻ، ان جي مٿان ويهڻ يا هلڻ سڀ حرام آهي، قبر تي ڏيئو ٻارڻ، ان جو طواف ڪرڻ، ان تي مسجد ٺاهڻ، يا مسجد ۾ دفن ڪرڻ حرام آهي، قبرن تي تعمير ٿيل قبا ڊاهڻ واجب آهي.

- تعزيت جي لفظن ۾ ڪا منع ڪانهي. تعزيت ڪندڙ هيئن چئي: (أعظم الله أجرك وأحسن عزاءك وغفر لميّتك) : (الله تنهنجو اجر وڌائي، تنهنجي سهپ چڱي ڪري، تنهنجي ميت کي بخشي). مسلمان کي ڪافر مرده جي تعزيت ۾ هيئن ڪرڻ گهرجي : (أعظم الله أجرك وأحسن عزاءك) : (الله تنهنجو اجر وڌائي ۽ تنهنجي سهپ چڱي ڪري). ڪافر سان تعزيت ڪرڻ حرام آهي، چو نہ مسلمان ميت بابت ڪجي.
- جنهن کي خبر هجي تہ سندس گهر وارا ان جي فوتگي تي مٿس پٽڪو ڪندا تہ ڪيس ائين نہ ڪرڻ جي وصيت ڪرڻ گهرجي، نہ تہ انهن جي مٿس روئڻ جي ڪري ڪيس عذاب ٿيندو.
- امام شافعي ﷫ فرمايو آهي تہ : تعزيت لاءِ ويهڻ مڪروه آهي. يعني ميت جي وارثن جو گڏجي ڪنهن گهر ۾ ان لاءِ ويهڻ تہ تعزيت ڪرڻ وارا وٽن اچن. بلڪ ڪين پنهنجن ضرورتن لاءِ نڪري وڃڻ گهرجي، مرد هجن يا عورتون.
- ميت جي گهر وارن لاءِ ڪاڌو تيار ڪرڻ سنت آهي ۽ انهن جي ڪاڌي مان ڪائڻ يا جيڪي ماڻهو وٽن گڏ ٿين تن لاءِ ڪاڌو ٺاهڻ مڪروه آهي.
- مسلمان جي قبر ڏسڻ بنا سفر ڪرڻ جي سنت آهي. ڪافر جي قبر ڏسڻ بہ جائز آهي. ڪافر کي بہ مسلمان جي قبر ڏسڻ کان منع نہ ڪبو.
- قبرستان ۾ داخل ٿيڻ واري لاءِ سنت آهي تہ هيئن چوي: السلام عليكم دار قومٍ مُؤمنين ـ أو:أهل الديار من المؤمنين ـ وإنا إن شاء الله بكم للاحقون، يرحم الله المستقدِمين منَّا والمستأخرين، نسأل الله لنا ولكم العافية، اللّهُمَّ لا تحرمنا أجرهم، ولا تفتِنَّا بعدهم، واغفر لنا ولهم (توهان تي سلامتي هجي مؤمن ماڻهن جي رهائش وارؤ! (يا چئي : اي هنن گهرن وارا مؤمنو!) ۽ يقينا اسان بہ ان شاءَ الله توهان سان ملڻ وارا آهيون، الله تعالىٰ اسان مان اڳي ويندڙن ۽ پويان ايندڙن تي رحم ڪري، الله تعالىٰ کان پنهنجي ۽ توهان جي لاءِ عافيت ٿا گهرون، اي الله! اسان کي انهن جي اجر کان محروم نہ ڪر ۽ انهن کان پوءِ اسان کي فتني ۾ نہ وجھ ۽ اسان کي ۽ انهن کي بخشي ڇڏ).

عيدن جي نماز : فرض ڪفايہ آهي. ان جو وقت چاشت جي نماز وارو وقت آهي، جيڪڏهن زوال کان پوءِ عيد جي خبر پئي تہ ٻئي ڏينهن قضا ڪري پڙهبي. ان جا شرط ٻن خطبن کان سواءِ باقي ساڳيا جمعي وارا آهن. ان کان اڳ ۽ پوءِ عيدگاه ۾ نفل مڪروه آهي.

عيد نماز پڙهڻ جو طريقو: ٻہ رڪعتون پڙهبيون. پهرينءَ رڪعت ۾ تڪبيرتحريمہ کان پوءِ ۽ اعوذ بالله پڙهڻ کان اڳ ڇهہ تڪبيرون چئبيون ۽ ٻيءَ رڪعت ۾ قرائت کان اڳ پنج تڪبيرون. هر تڪبير سان هٿ بلند ڪبا، ان کان پوءِ اعوذ بالله چئبو. ان کان پوءِ فاتحہ ڏاڍيان پڙهبي. ان کان پوءِ پهرين رڪعت ۾ سورت (سبح اسم) ۽ ٻي رڪعت ۾ (الغاشيہ) پڙهبي. سلام ورائڻ کان پوءِ جمعي جي خطبن وانگر ٻہ خطبا ڏجن. پر انهن ۾ تڪبير گهڻي پڙهڻ سنت آهي. جيڪڏهن عيد نماز، نفلي نماز وانگر پڙهيائين تہ صحيح آهي، چاڪاڻ تہ واڌاريون تڪبيرون سنت آهن.

**سج ۽ چنڊ گرهڻ جي نماز:** اها سنت آهي. ان جو وقت سج ۽ چنڊ جي گرهڻ جي شروع ٿيڻ کان وٺي ان جي ختم ٿيڻ تائين آهي. ان جو سبب (گرهڻ) ختم ٿيڻ کان پوءِ اها قضا نہ ڪبي. ان جون ٻہ رڪعتون آهن. پهرين رڪعت ۾ سورة فاتحہ ۽ ڪا ڊگهي سورة ڏاڍيان پڙهبي. ان کان پوءِ ڊگهو رڪوع ڪبو. ان کان پوءِ اٿي (سمع الله لمن حمده) ۽ (ربنا لک الحمد) چئي ۽ سجدو نہ ڪري بلڪ ٻيهر سورة فاتحہ ۽ ڪا ڊگهي سورة پڙهي. ان کان پوءِ ڊگهو رڪوع ڪري. ان کان پوءِ اٿي. ان کان پوءِ ٻہ ڊگها سجدا ڪري. ان کان پوءِ پهرين رڪعت وانگر ٻي رڪعت پڙهي. ان کان پوءِ التحيات پڙهي، سلام ورائي. جيڪڏهن ڪو مقتدي پهرئين رڪوع کان پوءِ اچي پهتو تہ ان کي رڪعت نہ ملي.

**مينهن گهرڻ جي نماز:** جڏهن زمين خشڪ ٿي وڃي ۽ مينهن گهٽ وسي تہ هيءَ نماز پڙهڻ سنت آهي. ان جو وقت، طريقو ۽ احڪام عيد نماز وانگر آهن. البتہ نماز کان پوءِ خطبو هڪ پڙهبو. آخر ۾ حالت جي تبديليءَ لاءِ نيڪ فالي طور چادر بدلائڻ سنت آهي.

**نفلي نماز:** نبي ڪريم ﷺ جن کان روزانو فرض نماز کان سواءِ ٻارنهن رڪعتون پڙهڻ ثابت آهن. اهي آهن: ٻہ رڪعتون فجر کان اڳ. چار رڪعتون ظهر کان اڳ. ٻہ ان کان پوءِ. ٻہ مغرب کان پوءِ، ٻہ عشا کان پوءِ. انهن کان سواءِ ٻيا نفل بہ ڪانئن ثابت آهن.

**منع ڪيل وقت:** اهڙا وقت جن ۾ نماز پڙهڻ کان منع ڪئي وئي آهي تن ۾ پوري نفلي نماز يا ان جو ڪو حصو بہ پڙهڻ جائز ناهن. اهي هي آهن. (۱) باڪ ڦٽيءَ کان سج اڀرڻ ۽ نيزي برابر مٿي اچڻ تائين. (۲) سج جي آسمان جي وچ ۾ اچڻ کان زوال ٿيڻ تائين. (۳) عصر نماز کان سج لهڻ تائين. البتہ جن نمازن جا اسباب آهن سي هنن وقتن ۾ بہ پڙهي سگهجن ٿيون. جهڙوڪ: تحية المسجد. طواف جون ٻہ رڪعتون. فجر جون ٻہ سنتون. جنازي جي نماز. وضوءَ جون ٻہ رڪعتون. تلاوت ۽ شڪر جا سجدا.

۞ **مسجدن جا احڪام:** ضرورت مطابق انهن جي تعمير واجب آهي. هي الله تعالىٰ جون سڀ کان وڌيڪ محبوب جايون آهن. انهن ۾ ڳائڻ، تاڙي وڄائڻ، ساز هلائڻ، حرام بيت بازي ڪرڻ، مردن جو عورتن سان وچڙڻ، جماع ڪرڻ، واپار جي ڏي وٺ ڪرڻ حرام آهي. اهڙي واپاريءَ کي هيءُ چوڻ سنت آهي: (الله تنهنجي واپار کي فائدي وارو نہ ڪري). گم ٿيل شيءِ جو پڙهو ڏيڻ حرام آهي، جنهن کان اهڙو پڙهو ٻڌجي ان کي هيءُ چوڻ سنت آهي: الله توکي اهو موٽائي نہ ڏئي. جن ٻارن مان ڪو نقصان نہ هجي، انهن کي تعليم ڏيڻ، نڪاح وجهڻ، فيصلو ڪرڻ، جائز مولود چوڻ، اعتڪاف وغيره واري لاءِ ان ۾ ننڊ ڪرڻ، مهمان ۽ بيمار جو رات رهڻ ۽ قيلولو ڪرڻ جائز آهي. پوڳ نڪاء، جهيڙي جهڳڙي، گهٽي ڳالهائڻ، اڻ وٽندڙ آواز بلند ڪرڻ ۽ بنا ضرورت جي ان کي رستو بنائڻ کان بچڻ سنت آهي. مسجد ۾ دنيا جون فضول ڳالهيون ڪرڻ مڪروه آهن. مسجد جون صفون، ڏيئا (بتيون) يا لائيٽ وغيره شادي ۽ غمي وغيره ۾ استعمال ڪرڻ نہ گهرجن.

# زڪـــات

**زڪات جا قسم:** زڪات چئن قسمن تي واجب ٿيندي آهي. **پهريون:** جهنگ چرندڙ چوپائي جانورن تي. **ٻيو:** زمين جي پيداوار تي. **ٽيون:** ناڻي (سون چاندي ۽ پيسن ڏوڪڙن) تي. **چوٿون:** تجارتي سامان تي.

**واجب ٿيڻ جا شرط:** زڪات واجب ٿيڻ جا پنج شرط آهن. **پهريون:** اسلام. **ٻيو:** آزادي. **ٽيون:** نصاب کي پهچڻ. **چوٿون:** پوري ملڪيت هجڻ. **پنجون:** سال قري اچڻ. يعني سال مڪمل ٿي وڃي. زمين جي پيداوار کان سواءِ.

**چوپائي جانورن جي زڪات:** اهي ٽي قسم آهن. **اٺ، ڍڳو ۽ رڍ ٻڪري**، انهن ۾ زڪات واجب ٿيڻ جا ٻه شرط آهن. (۱) سال يا ان کان وڌيڪ عرصو جهنگ چريا هجن. (۲) کير وٺڻ ۽ نسل وڌائڻ لاءِ هجن، ڪم ڪار لاءِ نه هجن. پر جيڪڏهن واپار لاءِ هجن ته پوءِ انهن جي زڪات، واپار واري سامان جي زڪات وانگر ٿيندي.

**اٺ جي زڪات هن طرح آهي:**

| تعداد | ۱-۴ | ۵-۹ | ۱۰-۱۴ | ۱۵-۱۹ | ۲۰-۲۴ | ۲۵-۳۵ | ۳۶-۴۵ | ۴۶-۶۰ | ۶۱-۷۵ | ۷۶-۹۰ | ۹۱-۱۲۰ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| زڪات | زڪات ناهي | هڪ ٻڪري | ٻه ٻڪريون | ٽي ٻڪريون | چار ٻڪريون | گورو (سال وارو) | ٻن سالن جو گورو | ٽن سالن جو گورو | چئن سالن جو گورو | ٻه گورا ٻن سالن وارا | ٻه گورا ٽن سالن وارا |

جيڪڏهن ۱۲۰ کان مٿي ٿين ته هر پنجاهه تي هڪ ٽن سالن وارو گورو ۽ هر چاليهن تي هڪ ٻن سالن وارو گورو .

عربي ۾ : **بنت مخاض:** سال جو گورو، **بنت لبون:** ٻن سالن جو گورو. **حِقہ:** ٽن سالن جو گورو، **جذعہ:** چئن سالن جي گوري کي چئبو آهي.

**ڳائي مال جي زڪات:**

| تعداد | ۱- ۲۹ | ۳۰- ۳۹ | ۴۰- ۵۹ |
|---|---|---|---|
| زڪات | زڪات ناهي | هڪ سال وارو وهڙو | ٻن سالن وارو وهڙو |

جيڪڏهن ۶۰ يا ان کان مٿي هجن ته هر ۳۰ تي هڪ سال وارو هڪ گابو ۽ هر ۴۰ تي ٻن سالن وارو هڪ گابو.

**تبيع يا تبيعة:** هڪ سال جو گابو يا گابي.

**مسن يا مسنة:** ٻن سالن وارو گابو يا گابي.

**رڍ ٻڪري جي زڪات:**

| تعداد | ۱- ۳۹ | ۴۰- ۱۲۰ | ۱۲۱- ۲۰۰ | ۲۰۱- ۳۹۹ |
|---|---|---|---|---|
| زڪات | زڪات ناهي | هڪ ٻڪري | ٻه ٻڪريون | ٽي ٻڪريون |

۴۰۰ تی تعداد پهچڻ کان پوءِ هر سوَ تی هڪ ٻڪري. ٻڪرين جي زڪات ۾ نر، ڏٻري، ڪاٹی، ڦرواري، ڍڪی ۽ جيڪا قيمتی ٻڪري هجی سا نه وٺبی.

**جذعة الضان:** جنهن ڪيري کی ڇهه مهينا پورا ٿين. **ثنی المعز:** جنهن ٻڙند کی سال پورو ٿيو هجي.

**زمين جي پيداوار تي زڪات:** نباتات مان هر اناج ۽ ميوي تي زڪات واجب آهي، ان لاءِ ٽي شرط آهن: (۱) نباتات اهڙي هجي جنهن جي پرپ ڪئي وڃي ۽ ذخيرو ٿيندي هجي. جهڙوڪ اناج ۾: جوَ ۽ ڪڻڪ. ميوات ۾: انگور ۽ کجي. باقي جنهن جي ماپ تور نه ٿئي ۽ ذخيرو نه ٿي ٿئي جهڙوڪ : سبزي ۽ ڀاڄي وغيره ته انهن تي زڪات ڪانهي. (۲) نصاب کي پهچڻ: اهو هي ته ۶۵۳ ڪلوگرام يا ان کان مٿي هجي. (۳) زڪات جي واجب ٿيڻ وقت نباتات زڪات ڏيندڙ جي ملڪيت هجن. وجوب جو وقت هي آهي ته : ميوو پچڻ شروع ٿي. يعني **ميوو** ڳاڙهو يا هيدو ٿيڻ لڳي. ۽ **پوک (داڻا)** پڪا ٿين ۽ سڪي وڃن.

جيڪا پوک بنا تڪليف جي سيراب ٿئي، تنهن ۾ **عشر (۱۰%) واجب** ٿيندو آهي. يعني باراني زمين، جنهن کي مينهن ۽ نهرن جي ذريعي سيراب ڪيو ويندو آهي. جيڪا زمين تڪليف، محنت ۽ مشقت سان پياري وڃي جيئن نار وغيره مان پاڻي ڪڍي سيراب ڪيو وڃي ته ان ۾ **اڌ عشر (۵%)** واجب ٿيندو آهي. باقي جيڪا زمين سال ۾ ڪجهه وقت مشقت سان ۽ باقي پورو سال بنا مشقت جي پياري وڃي ته اها غالب طور جنهن طريقي سان پياري وڃي ان مطابق ان تي زڪات واجب ٿيندي ۽ حساب مشقت ۽ بنا مشقت جي ڏينهن مطابق ٿيندو.

**هر قسم جي ناڻي** (سون چاندي ۽ پيسن ڏوڪڙن) **جي زڪات:** ناڻي جا ٻه قسم آهن: **(۱) سون:** ان تي ايستائين زڪات ناهي جيستائين ۸۵ گرامن کي نه پهچي. **(۲) چاندي:** ان تي ايستائين زڪات ناهي جيستائين ۵۹۵ گرامن کي نه پهچي. نقدي ۽ ڪاغذ جي نوٽن تي ايستائين زڪات ناهي، جيستائين انهن جي قيمت زڪات جي وقت




سون ۽ چانديءَ جي ٻنهي نصابن مان ڪنهن ٻه گهٽ قيمت واري نصاب جيتري نه هجي. ناٽي تي زڪات ڏهين پتي جو چوٿون حصو يعني اڍائي سيڪڙو (٢½٪) آهي.

جائز زيور، جيڪي استعمال لاءِ تيار ڪيل آهن، انهن تي زڪات ناهي. باقي جيڪي ڪرائي تي ڏيڻ يا ذخيري ڪرڻ لاءِ تيار ڪيل آهن، انهن تي زڪات آهي.

عورتن لاءِ سون ۽ چانديءَ جو هر قسم جو مروج زيور پائڻ جائز آهي. چاندي ٿوري مقدار ۾ ٿانون جي مٿان استعمال ڪري سگهجي ٿي. مردن لاءِ چاندي مان ٿورو مقدار مستقل طور استعمال ڪرڻ جائز آهي. جهڙوڪ: منڊي يا چشمو وغيره. باقي سون ذري جيترو به ٿانون ۾ استعمال ڪرڻ جائز ڪونهي. مردن لاءِ ان جو ٿورو مقدار ڪنهن ٻي شيءِ جي ضمن ۾ استعمال ڪرڻ جائز آهي، جيئن ڪپڙي ۾ بٽڻ يا ڏند تي سون چاڙهائڻ وغيره، بشرطيڪ عورتن سان مشابهت جي طور نه هجي.

جنهن وٽ مال گهٽ وڌ ٿيندو ٿو رهي ۽ ان تي هر رقم جي زڪات سال ۾ ڪڍڻ مشڪل آهي: ته اهڙو شخص سال ۾ هڪ مقرر ڪيل ڏينهن ۾ ان جي زڪات ڪڍي. ان ڏينهن ڏسي ته هو ڪيتري ملڪيت جو مالڪ آهي. پوءِ ان مان (٢½٪) زڪات ڪڍي، جيتوڻيڪ ڪجهه مال تي سال نه به گذريو هجي. جيڪو شخص پگهار وارو آهي يا ان وٽ اهڙي شيءِ آهي جيڪا ڪرائي طور ڏئي ٿو، جيئن گهر يا زمين، جيڪڏهن ان مان ڪجهه گڏي نه سگهيو آهي ته ان تي زڪات ناهي، گهٽا چو نه هجن ۽ جيڪڏهن ان مان ڪجهه گڏ ڪيو اٿس ۽ ان تي سال به گذريو آهي ته ان جي زڪات ڏيندو. جيڪڏهن ان کي اهو ڏکيو لڳي ته سال ۾ هڪ ڏينهن مقرر ڪري چڏي، جيئن مٿي گذريو.

قرض جي زڪات : جنهن جو ڪنهن شاهوڪار تي قرض آهي، يا ان جو اهڙو مال آهي، جنهن جو اڳاڙڻ ممڪن آهي ته ان تي گذريل سالن سميت، ڪيترا به هجن، ان مال جي زڪات تڏهن ڏيڻ واجب آهي جڏهن اهو ڪيس واپس ملي. ۽ جيڪڏهن اڳاڙڻ ڏکيو آهي، جيئن ڪنهن سجي تي قرض آهي ته ان تي زڪات ڪانهي. چاڪاڻ ته ان مال تي سندس تصرف ممڪن ڪونهي.

واپار جي سامان جي زڪات: ان تي چئن شرطن ڪان پوءِ زڪات آهي، (١) ان جو مالڪ ٿجي. (٢) ان ۾ تجارت جي نيت ڪري. (٣) ان جي قيمت نصاب کي پهچي. ۽ اهو نصاب سون چانديءَ مان جنهن جي گهٽ ۾ گهٽ قيمت هجي سو آهي. (٤) سال جو پورو ٿيڻ. جڏهن هي شرط پورا ٿين ته ان جي قيمت مان زڪات ڪڍبي. ۽ جيڪڏهن ان وٽ ڪجهه سون، ڪجهه چاندي يا ڪجهه نقدي هجي ته ان کي سامان جي قيمت سان ملائي ته جيئن نصاب مڪمل ٿئي. جيڪڏهن تجارت جي سامان ۾ استعمال ڪرڻ جي نيت ڪري، جيئن: ڪپڙو، گهر، گاڏي، وغيره ته ان ۾ زڪات ڪانهي. ان ڪان پوءِ جيڪڏهن وري ان ۾ واپار جي نيت ڪري ته ان تي نئين سر سال پورو ڪري[1].

فطرو ڪڍڻ : اهو هر مسلمان تي واجب آهي. جڏهن اهو عيد جي رات ۽ ان ڏينهن پنهنجي ۽ پنهنجي عيال جي قوت ڪان وڌيڪ جو مالڪ هجي. ان جو مقدار آهي ( ٢ ¼) سوا ٻه ڪلوگرام شهر ۾ هلندڙ عام کاڌي مان، هر ماڻهوءَ جي طرفان ڪڍيو ويندو، مرد هجي يا عورت، پنهنجي طرفان ۽ جن جي کاڌي پيتي جو ذميوار هجي، جيڪڏهن عيد رات ان جي طاقت هجيس. زڪات فطر جو ڪڍڻ عيد جي ڏينهن نماز کان اڳ مستحب آهي. ان جي ادائگي ۾ عيد جي نماز ڪان پوءِ تائين تاخير ڪرڻ جائز ناهي. عيد جي ڏينهن کان ڏينهن ٻه اڳ ۾ ڪڍڻ ٻه

---

[1] سامان جو نصاب: ٨٥ گرام جي قيمت (سون جو نصاب) يا ٥٩٥ گرام جي قيمت (چانديءَ جي نصاب) آهي. زڪات ڪڍڻ وقت ٻنهي نصابن مان گهٽ قيمت واري نصاب مطابق زڪات ڪڍڻ جائز آهي.

جائز آهي. گهٽ ماٺهن تي جيڪو فطرو واجب ٿئي، سو هڪ شخص کي ڏيڻ جائز آهي ۽ جيڪو هڪ شخص تي واجب ٿئي، سو گهڻن ماڻهن کي ڏيڻ بہ جائز آهي.

**زڪات ڪڍڻ:** زڪات فوري طور ڪڍڻ واجب آهي. ٻار ۽ چريئي جي زڪات انهن جي وارث کي ڪڍڻ لازم آهي. زڪات ظاهر ڪري ڏيڻ سنت آهي ۽ هي بہ سنت آهي تہ مالڪ پاڻ ورهائي ڏئي. زڪات ڪڍڻ لاءِ مڪلف جي نيت شرط آهي. عام صدقي جي نيت ڪرڻ ڪافي نہ ٿيندي، جو نہ سڄو مال صدقو ڪري. بهتر آهي تہ سڄي مال جي زڪات پنهنجي شهر جي مسڪينن ۾ تقسيم ڪري. مصلحت خاطر ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن موڪلڻ بہ جائز آهي. نصاب ڪامل هجي تہ ٻن سالن جي زڪات اڳواٽ ڪڍڻ بہ درست ۽ جائز آهي.

**زڪات جا مستحق:** اٺ آهن: (۱) فقير (۲) مسڪين (۳) زڪات اوڳاڙيندڙ (۴) جن جي دلجوئي ڪرڻ مقصد هجي (۵) ٻانها (٦) چٽي ڀيل (قرضي) (۷) الله جي رستي ۾ (۸) مسافر. مڙني کي زڪات مان ضرورت آهر ڏجي، باقي ان جي اوڳاڙيندڙ کي مقرر پگهار مطابق ڏجي پوءِ اهو شاهوڪار ڇو نہ هجي. جيڪڏهن خارجين ۽ باغين جو شهر تي قبضو ٿي وڃي تہ ڪين زڪات ڏيڻ سان ادا ٿي ويندي. حاڪم طرفان ڏاڍ يا رضا سان زڪات وٺڻ سان بہ ادا ٿي ويندي، پوءِ اهو ان ۾ انصاف ڪري يا ظلم ڪري.

ڪافر، ٻانهي، شاهوڪار، جنهن جو خرچ پکو مٿس لازم هجي ۽ هاشمي (سيدن) کي **زڪات ڏيڻ جائز ناهي**. جيڪڏهن اڻ ڄاڻائيءَ ۾ غير مستحق کي زڪات ڏنائين ۽ پوءِ خبر پيس تہ جائز نہ ٿيندي. ها جيڪڏهن ڪنهن کي فقير سمجهي ڏنائين ۽ پوءِ اهو شاهوڪار ظاهر ٿيو تہ اها زڪات جائز ٿي ويندي.

**نفلي صدقو:** رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي: : « إِنَّ مِمَّا يَلْحَقُ الْمُؤْمِنَ مِنْ عَمَلِهِ وَحَسَنَاتِهِ بَعْدَ مَوْتِهِ عِلْمًا عَلَّمَهُ وَنَشَرَهُ، وَوَلَدًا صَالِحًا تَرَكَهُ، وَمُصْحَفًا وَرَّثَهُ، أَوْ مَسْجِدًا بَنَاهُ، أَوْ بَيْتًا لابْنِ السَّبِيلِ بَنَاهُ، أَوْ نَهْرًا أَجْرَاهُ، أَوْ صَدَقَةً أَخْرَجَهَا مِنْ مَالِهِ فِي صِحَّتِهِ وَحَيَاتِهِ يَلْحَقُهُ مِنْ بَعْدِ مَوْتِهِ » ”مؤمن کي جيڪي سندس عمل ۽ نيڪيون سندس موت کان پوءِ ملنديون، سي آهن: علم، جيڪو ٻين کي سيکاريائين ۽ ان جي اشاعت ڪيائين. صالح اولاد، جيڪو پوئتي ڇڏيائين. قرآن شريف، جنهن جو ڪنهن کي وارث بڻايائين. يا مسجد تعمير ڪرايائين. يا مسافرخانو ٺهرايائين. يا نهر جاري ڪرايائين. يا پنهنجي مال مان تندرستي ۽ حياتيءَ ۾ صدقو ڪڍيائين. اهي ڪيس سندس موت کان پوءِ ملندا“. (ابن ماجہ).




# روزا

رمضان مبارڪ جو روزو هر : مسلمان، عاقل، بالغ، روزي جي طاقت رکندڙ تي واجب آهي. حيض ۽ نفاس واري عورت کان سواءِ. پار جيڪڏهن روزي جي طاقت رکي تہ ان کي روزي رکڻ جو حڪم ڪجي تہ جيئن عادت پئيس. رمضان مبارڪ جو اچڻ ٻن ڳالهين مان هڪ سان معلوم ٿيندو آهي. (۱) چنڊ ڏسڻ سان، جنهن جي شاهدي مسلمان، عادل، مڪلف ڏئي، چو نہ عورت ئي هجي. (۲) شعبان مهيني جا ٽيهہ ڏينهن پورا ٿين. روزي جو وجوب : صبح صادق کان ويندي سج لهڻ تائين رهي ٿو. فرض روزي جي، فجر کان اڳ نيت ڪرڻ ضروري آهي.

روزي جا ڀڃندڙ : (۱) فرج ۾ جماع ڪرڻ : اهڙي شخص تي قضاء ۽ ڪفارو (يعني ٻانهو آزاد ڪرڻ) واجب آهي. ٻانهي آزاد ڪرڻ جي طاقت نہ هجي تہ لاڳيتو ٻہ مهينا روزا رکڻ. جنهن کي ان جي بہ طاقت نہ هجي تہ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائڻ. جنهن کي ان جي بہ طاقت نہ هجي تہ پوءِ ان تي ڪجهہ بہ ناهي. (۲) منيءَ جو نڪرڻ: چمي ڏيڻ، هٿ لائڻ يا مشت زني جي سببان، باقي ننڊ پوڻ سان ڪجهہ بہ لازم ناهي. (۳) چاٽي واٽي کائڻ يا پيئڻ، جيڪڏهن ڀل ۾ کاڌائين يا پيتائين تہ ان جو روزو صحيح آهي. (۴) رت ڪيرائڻ: سڱي هڻائڻ يا عطيي طور ڏيڻ جي ڪري. البتہ ٿورڙو رت جيڪو ٽيسٽ لاءِ يا بنا ارادي جي نڪري جهڙوڪ زخم يا نڪسير جي ڪري تہ ان سان روزو نہ ڀڄندو. (۵) چاٽي واٽي الٽي ڪرڻ.

جيڪڏهن دز اڏي نڙيءَ ۾ پئجي وڃي يا گرڙي ڪرڻ يا نڪ کي پاڻي ڏيڻ جي ڪري نڙيءَ کي پاڻي لڳي يا برا خيال اچڻ جي ڪري ڇتي پئي يا ننڊ پئجي وڃي يا بنا ارادي جي رت يا الٽي اچي وڃي تہ روزو نہ ٽٽندو.

جنهن رات سمجهي کاڌو پيتو پوءِ خبر پيس تہ ڏينهن آهي تہ ان تي قضا لازم آهي. جنهن رات ۾، باڪ ڦٽيءَ جو شڪ ڪندي کاڌو پيتو تہ ان جو روزو خراب نہ ٿيندو. جيڪڏهن ڏينهن ۾، سج لهڻ جو گمان ڪندي کاڌائين تہ ان تي قضا لازم آهي.

روزي نہ رکندڙن جا احڪام: بنا عذر جي رمضان ۾ روزو نہ رکڻ حرام آهي. حيض ۽ نفاس واري عورت ۽ جنهن کي ڪنهن معصوم پار جي زندگي بچائڻ جي ضرورت هجي، تنهن کي روزو نہ رکڻ واجب آهي. اهڙو مسافر، جنهن کي نماز قصر ڪري پڙهڻ جائز آهي ۽ کيس روزي رکڻ سان تڪليف ٿي ٿئي ۽ جنهن مريض کي نقصان ٿيڻ جو خطرو هجي تہ ان لاءِ روزو نہ رکڻ سنت آهي. جيڪو سفر۾ ناهي پر کيس ڏينهن جي اندر اندر سفر ڪرڻو آهي، ۽ پيٽ واري ۽ کير پياريندڙ عورت، جن کي پنهنجو يا پار جو خطرو هجي، انهن لاءِ روزو نہ رکڻ جائز آهي. هنن سڀني تي صرف قضا آهي. جيڪا عورت پيٽ سان هجي يا ٿڃ پياريندڙ هجي ۽ کيس رڳو پار جو خوف هجي تہ ان تي قضاء سان گڏ، وڌيڪ اهو بہ آهي تہ هر روز هڪ مسڪين کي کاڌو کارائي.

جيڪو شخص پيريءَ يا اهڙي بيماريءَ جي ڪري روزن رکڻ کان عاجز هجي جنهن کان ڇاڪ ٿيڻ جي اميد نہ اٿس تہ اهو هر روز هڪ مسڪين کي کارائي، ان تي قضا ڪانهي.

جنهن عذر جي ڪري قضا ۾ دير ڪئي تان جو کيس ٻيو رمضان اچي پهتو تہ ان تي صرف قضا آهي. ۽ جيڪڏهن بنا عذر جي دير ڪيائين تہ قضا سان گڏ هر روز هڪ مسڪين بہ کارائڻو پوندس. جيڪڏهن عذر جي سببان قضا ۾ دير ڪيائين ۽ مري ويو تہ ان تي ڪجهہ بہ ناهي. ۽ جيڪڏهن بنا عذر جي دير ڪيائين ۽ مري ويو تہ ان جي پاران هر ڏينهن هڪ مسڪين کارائڻو پوندو. ان جي قريبي مائٽ لاءِ سنت آهي تہ اهو روزو رکي جنهن جي قضا ۾ ان کان ڪوتاهي ٿي آهي ۽ اهو روزو بہ رکي جيڪو ان جو باسيل آهي. اهڙيءَ ريت ان جي طرفان هر باس نفل طور ادا ڪري.

جنهن ڪنهن عذر جي ڪري روزو ڇڏيو، پوءِ رمضان جي وچ ڏينهن ۾ ان جو اهو عذر ختم ٿي ويو تہ ان لاءِ لازم آهي تہ باقي وقت کائڻ پيئڻ بند ڪري ڇڏي. جيڪڏهن وچ ڏينهن ۾ ڪافر مسلمان ٿيو، حيض واري عورت

پاڪ ٿي يا بيمار چڱو ڀلو ٿيو يا مسافر موٽي آيو يا صغير بالغ ٿيو يا چريو سياڻو ٿي پيو ۽ اهي بي روزائت هئا ته انهن تي قضا لازم ٿيندي، جو نه انهن باقي ڏينهن روزو رکي پورو ڪيو هجي. جنهن جي لاءِ رمضان جو روزو نه رکڻ جائز آهي، ان کي منجهس کنهن به روزي رکڻ جي اجازت ناهي.

نفلي روزو: ان ۾ افضل هي آهي ته هڪ ڏينهن روزو هجي ۽ هڪ ڏينهن نه هجي. ان کان پوءِ افضل آهي سومر ۽ خميس جي ڏينهن جو روزو. ان کان پوءِ هر مهيني ٽي ڏينهن روزا رکڻ. انهن مان افضل آهن هر چنڊ جي مهيني ۾ چانڊوڪيءَ جي ڏينهن (١٣-١٤-١٥) وارا روزا. محرم ۽ شعبان جا اڪثر ڏينهن، عاشورن جي ڏينهن، عرفات جي ڏينهن ۽ شوال جي ڇهن ڏينهن جا روزا سنت آهن. رجب، جمعي ۽ ڇنڇر جي ڏينهن جو اڪيلو روزو ۽ شڪ جي ڏينهن جو روزو مڪروه آهي. شڪ وارو ڏينهن : شعبان جي ٽيهين (٣٠) تاريخ جيڪڏهن آسمان بلڪل صاف هجي، ان کي چئبو آهي. عيد الفطر جي ڏينهن، عيد الضحىٰ جي ڏينهن ۽ ايام تشريق (١١، ١٢، ١٣ ذوالحج) جو روزو رکڻ حرام آهي. البته ايام تشريق جا روزا ان لاءِ جائز آهن جنهن تي تمتع ۽ قرآن جو دم واجب هجي.

ڪجھ فائدا : جيڪو حدث اڪبر (وڏي ناپاڪائي) سان هجي - جيئن : تڙ وارو ماڻهو، حيض ۽ نفاس واري عورت، جڏهن اهي فجر کان اڳ پاڪ ٿي وڃن - ته انهن لاءِ فجر جي آذان کان پوءِ غسل ڪرڻ ۽ غسل کان اڳ سحري کائڻ جائز آهي ۽ روزو صحيح آهي.

- عورت لاءِ جائز آهي ته رمضان شريف ۾ مسلمانن سان عبادت ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ حيض کي پوئتي ڪرڻ واريون دوائون استعمال ڪري. بشرطيڪ نقصان ٿيڻ جو خطرو نه هجي.
- روزيدار لاءِ وات جو پاڻي ۽ اندريون بلغم وغيره ڳهڻ جائز آهي.
- نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: « لا تَزَالُ أُمَّتِي بِخَيْرٍ مَا عَجَّلُوا الإِفْطَارَ وَأَخَّرُوا السُّحُورَ » ”منهنجي امت جيستائين افطار ۾ جلدي ۽ سحريءَ ۾ دير ڪندي، تيستائين خير سان هوندي“. (احمد). نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو : « لا يَزَالُ الدِّينُ ظَاهِرًا مَا عَجَّلَ النَّاسُ الْفِطْرَ لأَنَّ الْيَهُودَ وَالنَّصَارَى يُؤَخِّرُونَ » ”ايستائين دين غالب رهندو جيستائين افطاري ۾ تڪڙ ڪندا، ڇاڪاڻ ته يهودي ۽ نصارىٰ ان ۾ دير ڪندا هئا“. (ابو داود).
- افطار وقت دعا گهرڻ مستحب آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: «إن للصَّائِمِ عِنْدَ فِطْرِهِ دَعْوَةً لا تُرَدُّ» ”روزيدار لاءِ افطار وقت هڪ دعا آهي جيڪا رد نه ڪئي ويندي آهي“. (ابن ماجه). افطار جي وقت جون جيڪي دعائون آيل آهن انهن مان هڪ هي آهي: : « ذَهَبَ الظَّمَأُ وَابْتَلَّتْ الْعُرُوقُ وَثَبَتَ الأَجْرُ إِنْ شَاءَ اللَّهُ » ”اڃ لهي وئي، رڳون آليون ٿي پيون ۽ الله گهريو ته ثواب ثابت ٿي چڪو“. (ابوداود).
- ڏنگ ڏوڪي سان افطار ڪرڻ سنت آهي، نه ملن ته ڪتل ڪارڪ سان، نه ملن ته پوءِ پاڻي پي افطار ڪجي.
- روزيدار کي روزي جي حالت ۾ سرمي پائڻ، اک يا ڪن ۾ ٽيپي وجهڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، ته جيئن اختلاف کان بچي وڃي. پر جيڪڏهن علاج جي خاطر ضرورت هجي ته پوءِ ڪو پڻ ڪونهي، دوا جو ذائقو جو نه سندس حلق تائين پهچي وڃي، ته به روزو صحيح آهي.
- صحيح قول مطابق روزي ۾ مڙني وقتن تي ڏندڻ ڪرڻ سنت آهي.
- روزي دار تي گلا، چغلي ۽ ڪوڙ وغيره ڇڏڻ واجب آهي. جيڪڏهن ڪير ڪيس گار ڏئي يا برو ڀلو ڳالهائي ته چوڻ گهرجي : آءٌ روزي سان آهيان. پنهنجي زبان ۽ ٻين عضون کي گناهن کان بچائي روزي جي حفاظت ڪرڻ گهرجي. نبي ڪريم ﷺ جن کان آيو آهي ته پاڻ فرمايائون: «مَنْ لَمْ يَدَعْ قَوْلَ الزُّورِ وَالْعَمَلَ بِهِ فَلَيْسَ لِلَّهِ




حَاجَةٌ فِي أَنْ يَدَعَ طَعَامَهُ وَشَرَابَهُ» ”جنهن ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ نہ ڇڏيو، تہ الله کي ان جي کاڌ ضرورت ڪانهي تہ اهو پنهنجو کاڌو پيتو ڇڏي“. (بخاري).

- جنهن کي کاڌي جي دعوت ڏني وڃي ۽ هو روزي سان هجي تہ کاڌي جي مالڪ کي دعا ڪري، جيڪڏهن بنا روزي جي آهي تہ کائي.
- ليلة القدر سال جي وڏ ۾ وڏ فضيلت ڀري رات آهي. ان جو ملڻ رمضان جي آخري ڏهي سان خاص آهي. ستاويهين رات سندس ٿيڻ جو وڏيڪ تاڪيد آيو آهي. ان رات ۾ عمل ڪرڻ، هزار مهينن جي عمل کان وڌيڪ بهتر آهي. ان جون ڪجهہ نشانيون آهن، جن مان ڪي هي تہ : ان رات جي صبح جو سج اڇو اڀرندو ان ۾ گهٽا شعاع نہ هوندا. ان رات موسم معتدل هوندي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن مسلمان کي اها ملي بہ وڃي پر ڪيس ان جي خبر ئي نہ پوي. تنهن ڪري هر ماڻهوءَ کي رمضان شريف ۾ عبادت گهڻي ڪرڻ گهرجي. خاص ڪري آخري ڏهاڪي ۾. اها ڪوشش ڪري تہ ڪائنس ڪنهن بہ رات جو قيام فوت نہ ٿئي. جيڪڏهن تراويحون جماعت سان پڙهي تہ ايستائين واپس نہ موٽي جيستائين امام سڀ تراويحون پڙهي پوريون نہ ڪري، تہ جيئن ان لاءِ سڄي رات جو قيام لکيو وڃي.
- جنهن نفلي روزو رکيو تہ ان لاءِ ان جو پورو ڪرڻ سنت آهي، واجب ڪانهي. جيڪڏهن چاڻي واڻي توڙيائين تہ ڪو حرج ڪونهي ۽ (ڪن وٽ) ان تي ڪاڌ قضا ڪانهي.
- اعتڪاف: هن کي چئبو آهي تہ ڪوبہ عاقل مسلمان عبادت خاطر مسجد ۾ جٽجي ويهي رهي. ان جو شرط آهي تہ : اعتڪاف ڪرڻ وارو وڏي ناپاڪائيءَ کان پاڪ ٿيل هجي. ڪنهن تمام ضروري حاجت کان سواءِ ٻاهر نہ ٿو نڪري سگهي. جهڙوڪ: کاڌو کائڻ، قضاء حاجت ۽ تڙ لاهڻ وغيره. بنا ضرورت جي ٻاهر نڪرڻ ۽ جماع ڪرڻ سان اعتڪاف ڀڄي پوندو. اعتڪاف هر وقت سنت آهي. رمضان شريف ۾ سنت موڪده آهي. ان جي آخري ڏهي ۾ وڌيڪ موڪد آهي. گهٽ ۾ گهٽ اعتڪاف جي مدت هڪ گهڙي آهي. مستحب آهي تہ هڪ ڏينهن ۽ رات کان گهٽ اعتڪاف نہ ڪري. عورت پنهنجي مڙس جي اجازت کانسواءِ اعتڪاف نہ ڪري. اعتڪاف واري لاءِ مستحب آهي تہ عبادت ۽ نيڪيءَ ۾ مشغول رهي. گهٽيون جائز شيون ڪرڻ ڇڏي ڏي ۽ اجائي ڳالهين کان پاسو ڪري.

# حج ۽ عمرو

حج ۽ عمرو عمر ۾ هڪ دفعو واجب آهي. انهن جي وجوب جا شرط هي آهن: (١) اسلام (٢) عقل (٣) بلوغت (۴)آزادي (۵) طاقت. اها هيءَ تہ سفر جو سامان ۽ سواري موجود هجي. جنهن حج ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي تان جو مري ويو، تہ ان جي مال مان ڪڍي حج ۽ عمرو ڪرايو ويندو. ڪافر ۽ چريءَ جو حج صحيح ناهي. ٻار ۽ ٻانهي جو حج صحيح ٿيندو، پر اهو انهن لاءِ اسلام جي (فرضي) حج کان ڪافي نہ ٿيندو. جنهن کي طاقت ناهي، مثال غريب آهي ۽ ان قرض وٺي حج ڪيو تہ ان جو حج صحيح ٿيندو. جنهن ڪنهن ٻئي جي پاران حج (بدل) ڪيو، حالانڪ پنهنجو اسلام وارو (فرضي) حج نہ ڪيو اٿس تہ اهو ان جو پنهنجو فرضي حج ٿيندو.

احرام: جيڪو احرام جو ارادو ڪري تنهن تي غسل ڪرڻ، صفائي ڪرڻ، خوشبو مکڻ، سبيل ڪپڙا لاهڻ، اڇي ۽ صاف سٿري گوڏ ۽ چادر پائڻ سنت آهي. ان کان پوءِ هيءَ چئي احرام وارو ٿئي، (عمرو هجي تہ) : لبيڪ اللهم عمرة. (حج هجي تہ) : لبيڪ اللهم حجًا. (حج ۽ عمرو ٻئي هجن تہ) : لبيڪ اللهم حجًا وعمرة. جيڪڏهن نہ پهچڻ جو خطرو هجيس تہ اهو شرط ڪري، (لبيڪ سان گڏ) هيئن چئي : فَاِن حَبَسَنِي حَابِس فَمَحِلّي حَيثُ حَبَستَنِي.

حاجيءَ کي ٽن طريقن سان حج ڪرڻ جو اختيار آهي : تمتع، اِفراد ۽ قِران. انهن مان افضل آهي تمتع : اهو هي تہ حج جي مهينن ۾ عمري جو احرام ٻڌجي، پوءِ (فارغ ٿي) اهو لاهجي، ان کان پوءِ انهيءَ سال ئي حج جو احرام ٻڌجي. افراد چئبو آهي: اڪيلي حج جي احرام ٻڌڻ کي. قران چئبو آهي : ٻنهي جو گڏي احرام ٻڌڻ کي. يا صرف عمري جو احرام ٻڌي، پوءِ ان جي طواف شروع ڪرڻ کان اڳ ئي ان ۾ حج کي بہ شامل ڪري ڇڏي.

جڏهن حج تي ويندڙ پنهنجي سواريءَ تي ويهي روانو ٿئي تہ چئي : لبيڪ اللهم لبيڪ، لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ. ان الحمد والنعمة لڪ والملڪ. لاشريڪ لڪ. تلبيہ گهڻي کان گهڻو پڙهڻ ۽ عورتن کان سواءِ ٻين لاءِ وڏي آواز سان پڙهڻ مستحب آهي.

احرام ۾ جن شين کان بچڻ گهرجي: اهي نو آهن. (١) وار ڪوڙڻ. (٢) ننهن ڪترڻ. (٣) مردن لاءِ سبيل ڪپڙا پائڻ. ها جيڪڏهن گوڏ نہ هجيس تہ پيل سلوار پهري يا جتيون نہ هجنس تہ موزا پهري پر انهن کي مٿيان ڪٽي تہ جيئن پيڏين کان هيٺ هجن. ان تي ڪو فديو (ڇٽي) ناهي. (۴) مردن لاءِ مٿو ڍڪڻ. (۵) ڪپڙن ۽ بدن کي خوشبو مکڻ. (٦) شڪار ڪرڻ. يعني اهڙو جهنگلي جانور مارڻ جنهنجو عام طرح شڪار ڪرڻ جائز آهي. (۷) نڪاح ڪرڻ: اهو حرام آهي ۽ ان ۾ فديو ناهي. (٨) فرج کان ٻاهر شهوت سان همبستري ڪرڻ. ان جو فديو آهي : ٻڪري ڪهڻ يا ٽي ڏينهن روزا رکڻ يا ڇهن مسڪينن کي کاڌو کارائڻ. (٩) فرج ۾ وطيو ڪرڻ. اهو جيڪڏهن پهرين کلڻ (احرام لاهڻ) کان اڳ آهي تہ ان جو حج پيچي پوندو. پر ان کي پورو ڪرڻ ۽ ايندڙ سال قضا ڪرڻ واجب آهي. ان سان گڏ اُٺ بہ ذبح ڪرڻو پوندس. جيڪو مڪي جي غريبن ۾ ورهايو ويندو. ۽ جيڪڏهن پهرئين کلڻ (احرام لاهڻ) کان پوءِ آهي تہ حج نہ پچندو، ان تي (اٺ يا ڳئون) قرباني ڪرڻ واجب ٿيندي.

جيڪڏهن عمري ۾ همبستري ڪيائين تہ اهو پچي پوندو ۽ ان تي ٻڪري لازم ٿيندي ۽ ان جي قضا واجب ٿيندي. حج ۽ عمرو همبستريءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ سان نہ پچندو. عورت بہ انهن احڪامن ۾ مرد وانگر آهي. سواءِ هن جي تہ ان لاءِ سبيل ڪپڙا پائڻ جائز آهن. اها برقعو يا نقاب ۽ دستانا نہ پائي.

فديو (ڇٽي) : بہ قسم آهي. (١) اختياري: اهو آهي : مٿي ڪوڙڻ، خوشبو مکڻ، ننهن ڪترڻ، مٿي ڍڪڻ ۽ مردن لاءِ سبيل ڪپڙن پهرڻ جو فديو. جنهن ۾ ڪيس اهو اختيار آهي تہ : ٽي ڏينهن روزا رکي، يا ڇهن مسڪينن کي کارائي، هر مسڪين کي اڌ ٽويو (ڏيڍ ڪلو). يا ٻڪري ذبح ڪري. شڪار جو فديو آهي : جهڙو جانور قتل ڪيائين ان جهڙو جانور ڏيڻ. جيڪڏهن ان جهڙو ملي تہ . ۽ جيڪڏهن نہ ملي تہ ان جي قيمت ڏجي. (٢) ترتيب وار: اهو آهي تہ تمتع ۽ قران واري تي ٻڪري. جماع جي ڇٽي : بُدنہ (اٺ يا ڳئون). جيڪڏهن اهي ادا نہ ڪري سگهي تہ ٽي روزا حج جي ڏينهن ۾ رکي ۽ ست روزا جڏهن گهر موٽي اچي. ۽ قرباني يا کاڌو رڳو حرم جي غريبن لاءِ آهي.

مڪي ۾ دخول: جڏهن حاجي مسجد حرام ۾ داخل ٿئي تہ مسجدن ۾ داخل ٿيڻ واري دعا پڙهي. ان کان پوءِ جيڪڏهن تمتع وارو آهي تہ عمري جي طواف سان شروعات ڪري. جيڪڏهن افراد يا قران وارو آهي تہ طواف قدوم سان شروعات ڪري. احرام واري چادر جو وچ ساڄي ڪلهي جي هيٺيان ڦيرائي، ان جا ٻئي پاسا کابي ڪلهي تي رکي اضطباع ڪري. حجر اسود کان شروعات ڪري، ان کي هٿ لائي ۽ چمي. يا ان ڏانهن اشارو ڪري ۽ چئي: بسم الله والله اڪبر. ائين هر چڪر سان ڪري. ان کان پوءِ بيت الله پنهنجي کابي کان ڪري ۽ ست دفعا طواف ڪري. وس آهر پهرين ٽن چڪرن ۾ رمل ڪري (يعني طواف ۾ ويجهيون ۽ تڪڙيون وکون کڻي) ۽ باقي چڪرن ۾ معمول مطابق هلي. جڏهن بہ رڪن يمانيءَ جي سامهون اچي تہ ٿي سگهيس تہ ان کي هٿ لائي. رڪن يماني ۽ حجر اسود جي وچ ۾ چئي: ﴿ وَمِنْهُم مَّن يَقُولُ رَبَّنَآ ءَاتِنَا فِى ٱلدُّنْيَا حَسَنَةً وَفِى ٱلْـَٔاخِرَةِ حَسَنَةً وَقِنَا عَذَابَ ٱلنَّارِ ﴾. ۽ سيني چڪرن ۾ جيڪا وڻيس سا دعا گهري. ان کان پوءِ جيڪڏهن ٿي سگهي تہ مقام (ابراهيم) جي پٺيان بہ رڪعتون نماز پڙهي. انهن ۾ سورة الڪافرون ۽ اخلاص پڙهي. ان کان پوءِ زم زم جو پاڻي پيئي، جيترو ٿي سگهي گهڻو پيئجي. وري حجر اسود ڏانهن موٽي اچجي. ٿي سگهي تہ هٿ لائجي. ان کان پوءِ ملتزم وٽ (حجر اسود ۽ دروازي جي درميان) دعا گهري. ان کان پوءِ صفا ڏانهن نڪري ۽ ان تي چڙهي ۽ چئي: "اَبْدَاُ بِمَا بَدَاَ اللهُ بِه" (اتان ٿو شروعات ڪيان جتان الله شروعات ڪئي آهي) ۽ هيءَ آيت پڙهي : ﴿إِنَّ ٱلصَّفَا وَٱلْمَرْوَةَ مِن شَعَآئِرِ ٱللَّهِ ۖ فَمَنْ حَجَّ ٱلْبَيْتَ أَوِ ٱعْتَمَرَ فَلَا جُنَاحَ عَلَيْهِ أَن يَطَّوَّفَ بِهِمَا ۚ وَمَن تَطَوَّعَ خَيْرًا فَإِنَّ ٱللَّهَ شَاكِرٌ عَلِيمٌ ﴾ (بيشڪ صفا ۽ مروه الله جي نشانين مان آهن. پوءِ جيڪو بيت الله جو حج يا عمرو ڪري، تنهن تي انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڊوڙڻ ۾ ڪو گناهہ ناهي، ۽ جيڪو نفلي نيڪي ڪندو تہ الله ان جو قدر ڪندڙ سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ آهي). ان سان گڏ تڪبير (الله اڪبر) ۽ تهليل (لا اله الا الله) پڙهي. ڪعبي ڏانهن منهن ڪري هٿ بلند ڪري ۽ دعا گهري. ان کان پوءِ هيٺ لهي ۽ سائي نشان جي طرف آرام سان هلي. ان کان وٺي ٻئي نشان تائين ڊوڙي. ان کان پوءِ مروه تائين آرام سان هلي. اتي ائين ڪري جيئن صفا تي ڪري چڪو آهي- آيت پڙهڻ کان سواءِ - . ان کان پوءِ هيٺ لهي، ائين ڪري جيئن پهرئين چڪر ۾ ڪري چڪو آهي. اهڙيءَ طرح ست چڪر پورا ڪري. صفا کان مروه تائين هڪ چڪر آهي ۽ مروه کان صفا تائين ٻيو چڪر آهي. ان کان پوءِ پنهنجا وار ڪٽائيندو يا ڪوڙائيندو. ڪوڙائڻ افضل آهي. ها تمتع ۾ اهو افضل ناهي، ڇاڪاڻ تہ ان کان پوءِ حج ڪندو.باقي قارن ۽ مفرد طواف قدوم کان پوءِ ايستائين احرام نہ لاهيندا جيستائين عيد جي ڏينهن جمرة عقبه کي پٿريون هڻي. عورت جا احڪام مرد وارائي آهن پر اها طواف ۽ سعي ۾ تڪڙو نہ هلندي.

حج جو طريقو: جڏهن ترويہ (اٺين تاريخ) جو ڏينهن ٿئي تہ جيڪڏهن احرام بدل نہ هجيس تہ هيئنر مڪي ۾ پنهنجي رهائشگاه تان احرام ٻڌي ۽ مني ڏانهن نڪري تہ جيئن نائين جي رات اتي گذاري. جڏهن نائينءَ جي ڏينهن جو سج اڀري تہ چاشت مهل عرفات ڏانهن هلي. جڏهن سج جو زوال ٿئي تہ ظهر ۽ عصر گڏي قصر ڪري پڙهي. سڄي عرفات بيهڻ جي جاءِ آهي، وادي عرنہ کان سواءِ. (لا اله الا الله وحده لاشريڪ لہ لہ الملڪ ولہ الحمد وهو علیٰ ڪل شيءِ قدير) جو ورد گهڻو ڪري. دعا، توبہ ۽ الله ڏانهن شوق ۽ رغبت جي گهڻي ڪوشش ڪري. جڏهن سج لهي تہ آرام ۽ سڪون سان تلبيه پڙهندو ذڪر ڪندو مزدلفي ڏانهن هلي پئي. جڏهن مزدلفي پهچي تہ اتي مغرب ۽ عشا گڏ قصر ڪري پڙهي. ان کان پوءِ رات اتي ٽڪي. ان کان پوءِ فجر پهرئين وقت ۾ پڙهي ۽ ڏينهن روشن ٿيڻ تائين اتي بيهي دعا گهرندو رهي. پوءِ سج اڀرڻ کان اڳيئي هلي پئي. جڏهن وادي محسر وٽ پهچي تہ جيترو پڄي سگهيس تڪڙو هلي ۽ منیٰ پهچي. شروعات جمره عقبه کي چٽڻ سان ڪري، ان کي ست پٿريون، گليل جي ڳوڙهي يا هلڪي چڻي جي داڻي جيترين سان چٽي. هر پٿريءَ سان تڪبير چئي. ۽ چٽڻ ۾ پنهنجو هٿ مٿي ڪري. اهو شرط آهي تہ پٿريون حوض (دائري) ۾ ڪرن، جيتوڻيڪ نشان کي نہ بہ لڳن ۽ رمي شروع ڪرڻ سان تلبيہ ڇڏي ڏيندو. ان کان پوءِ قرباني ڪندو. ان کان پوءِ مٿو ڪوڙائيندو يا ڪٽائيندو. ڪوڙائڻ افضل آهي. پٿرين چٽڻ ۽ مٿي ڪوڙائڻ کان پوءِ ان لاءِ زالن کان سواءِ هر شيءِ حلال آهي. اهو پهريون

ڪُلڻ آهي. ان ڪان پوءِ مڪي ڏانهن ورندو ۽ طواف افاضه ڪندو. اهو طواف واجب آهي. جنهن سان حج پورو ٿيندو آهي. ان ڪان پوءِ صفا ۽ مروه ڊوڙندو، جيڪڏهن تمتع وارو آهي يا طواف قدوم وقت نہ ڊوڙي سگهيو هو. جڏهن ان ڪان بہ فارغ ٿي وڃي تہ ان لاءِ زالن سميت سڀ ڪجھ حلال آهي. اهو ٻيو ڪُلڻ آهي، ان ڪان پوءِ منىٰ ڏانهن موٽي، ان جون راتيون اتي ٽڪڻ واجب آهي. اتي انهن ڏينهن ۾ زوال ڪان پوءِ جمرات کي چٽي. هر جمري کي ست پٿريون. شروعات جمره اولىٰ ڪان ڪري ان کي ست پٿريون چٽي. ان ڪان پوءِ ڪجھ اڳتي وڌي بيهي ۽ الله ڪان دعا گهري. ان ڪان پوءِ وچين وٽ اچي. ان کي بہ ساڳيءَ طرح چٽي ۽ الله ڪان اتي بہ دعا گهري. ان ڪان پوءِ جمره عقبه کي چٽي ۽ ان وٽ نہ بيهي. ان ڪان پوءِ ٻئي ڏينهن بہ ان طرح چٽي. پوءِ جيڪڏهن تڪڙ ڪرڻ گهري تہ مغرب ڪان اڳي نڪري وڃي. جيڪڏهن ٻارهين تاريخ جو سج ڪيس منىٰ ۾ ئي لهي ويو تہ ان کي رات اتي رهڻ لازم ٿي پوندي ۽ ٻئي ڏينهن رمي بہ ڪرڻو پوندو. ها جيڪڏهن هجوم جي ڪري جهلجي پيو آهي جڏهن تہ نڪرڻ جو پڪو پهہ ڪري چڪو هو تہ پوءِ نڪرڻ ۾ ڪو ڀؤ ڪونهي چو نہ سج لٿي ڪان پوءِ ئي نڪري. قارن بہ مفرد وانگر آهي، هن ڪان سواءِ تہ ان تي متمتع وانگر قرباني واجب آهي. جيڪڏهن گهر ڏانهن سفر جو ارادو ڪيو اٿس تہ ايستائين نہ نڪري جيستائين بيت الله جو طواف ڪري الوداع نہ ڪري، تہ جيئن اهو بيت الله سان سندس آخري عهد ثابت ٿئي. جيڪڏهن ڪا حيض ۽ نفاس واري عورت آهي تہ ان تان الوداع وارو طواف لهي ويندو. جيڪڏهن ان ڪان پوءِ واپار ۾ مشغول ٿي ويو تہ الوداع وارو طواف موٽائيندو. جيڪڏهن ڪو الوداع واري طواف ڪان اڳ نڪري ويو تہ اهو جيڪڏهن ويجهو آهي تہ موٽي اچي. جيڪڏهن پري آهي تہ پوءِ ان تي دم واجب آهي.

**حج جا رڪن چار آهن:** (١) احرام: اهو احڪامن ۾ داخل ٿيڻ جي نيت ڪرڻ کي چئبو آهي. (٢) عرفات ۾ بيهڻ (٣) طواف زيارت (افاضہ) ڪرڻ (۴) حج جو سعي ڪرڻ.

**ان جا واجب اٺ آهن:** (١) ميقات ڪان احرام ٻڌڻ (٢) سج لٿي تائين عرفات ۾ بيهڻ (٣) مزدلفي ۾ اڌ رات ڪان پوءِ تائين ٽڪڻ (۴) ايام تشريق جون راتيون منىٰ ۾ گذارڻ (۵) جمرات کي چٽڻ. (٦) مٿو ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ. (٧) الوداعي طواف ڪرڻ. ٨) تمتع ۽ قران واري لاءِ قرباني ڪرڻ. **عمري جا رڪن ٽي آهن:** (١) احرام (٢) عمري جو طواف (٣) عمري جو سعي. **ان جا واجب ٻہ آهن:** (١) ميقات ڪان احرام ٻڌڻ (٢) مٿو ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ.

۞ جنهن ڪو رڪن ڇڏيو : تہ ان جي ادا ڪرڻ ڪان سواءِ **حج يا عمرو پورو نہ ٿيندو**. جنهن ڪو واجب ڇڏيو : تہ **دم جو ڏنڊ پوندس**. جنهن سنت ڇڏي : ان تي ڪجھ بہ ناهي.

**ڪعبي جي طواف جي صحت جا ١٣ شرط آهن:** (١) اسلام (٢) عقل (٣) خاص نيت (۴) طواف جي وقت جو دخول (۵) اوگهڙ ڍڪڻ، جنهن کي قدرت هجي. (٦) ناپاڪائيءَ ڪان پاڪائي. ٻار لاءِ ضروري ناهي (٧) يقين سان ست ڦيرا پورا ڪرڻ (٨) ڪعبي کي پنهنجي ڪاٻي پاسي ڪرڻ. جنهن ان ۾ خطا ڪئي تنهن کي طواف موٽائڻو پوندو. (٩) پوئين پير نہ موٽڻ. (١٠) جنهن کي قدرت هجي ان لاءِ هلڻ. (١١) لاڳيتو چڪر ڏيڻ. (١٢) مسجد حرام ۾ اندر هجڻ (١٣) حجر اسود ڪان شروعات ڪرڻ.

**طواف جون سنتون:** حجر اسود کي هٿ لائڻ ۽ ان کي چمڻ. ان وٽ تڪبير چوڻ. رڪن يمانيءَ کي هٿ لائڻ. اضطباع، رمل ۽ عام گهمڻ هر هڪ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ادا ڪرڻ. طواف دوران دعا ۽ ذڪر ڪرڻ. بيت الله جي ويجهو هجڻ. ان ڪان پوءِ مقام (ابراهيم) پويان ٻہ رڪعتون نماز پڙهڻ.

**سعي ڪرڻ جا شرط نوَ آهن:** (١) اسلام (٢) عقل (٣) نيت (۴) لاڳيتو ڪرڻ (۵) هلڻ (پنڌ ڪرڻ) جنهن کي قدرت هجي (٦) ست چڪر پورا ڪرڻ (٧) ٻنهي جبلن جي وچين پنڌ کي چڱيءَ طرح پورو ڪرڻ. (٨) صحيح طواف ڪان پوءِ سعي ڪرڻ. (٩) صفا ڪان اڪي سان شروع ڪرڻ ۽ مروه ڪان ٻڌيءَ سان ڪرڻ.

**سعي جون سنتون:** ناپاڪائي ۽ گندگيءَ ڪان پاڪ هجڻ. اوگهڙ ڍڪڻ. ان جي وچ ۾ ذڪر ڪرڻ ۽ دعا گهرڻ. پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پنڌ ڪرڻ ۽ ڊوڙڻ. ٻنهي جبلن تي چڙهڻ. طواف ڪان پوءِ ان کي لاڳيتو ڪرڻ.




نوٽ: رمي ۾ افضل آهي تہ اها ساڳئي ڏينهن ڪجي. جيڪڏهن هڪ ڏينهن جي رمي ٻئي ڏينهن تائين پنتي ڪيائين يا ٽيني ڏينهن جي رمي تشريق جي آخري ڏيهن ۾ ڪري تہ بہ ڪافي ٿي ويندي.
قرباني: سنت مؤڪده آهي. جڏهن ذوالحج جو ڏهو شروع ٿئي تہ اضحيٰ جو ارادو ڪندڙ تي پنهنجي وارن، ننهن ۽ ڪل مان ڪابہ شيءِ ڪٽڻ حرام آهي. جيستائين وڃي پنهنجي قرباني ذبح ڪري.
عقيقو: سنت آهي. اهو پٽ طرفان ٻہ ٻڪريون، ڌيءَ طرفان هڪ ٻڪري آهي. ولادت جي ستين ڏينهن ذبح ڪبي. ستين ڏينهن پٽ جو مٿو ڪوڙائڻ ۽ ان جي وارن برابر وزن جي چاندي صدقو ڪرڻ سنت آهي. ان ئي ڏينهن نالو بہ رکيو وڃي. بهتر نالا عبدالله ۽ عبدالرحمٰن آهن. غير الله جي نالي سان عبد ملائي نالو رکڻ حرام آهي. جيئن عبد النبي ۽ عبد الرسول. جيڪڏهن اتفاق سان اضحي ۽ عقيقي جو وقت گڏجي پئي تہ هڪ ڪرڻ سان ٻي بہ ٿي ويندي.
۞ فائدو : جيڪو مسجد نبويءَ ۾ داخل ٿئي، تنهن کي ٻہ رڪعتون تحية المسجد سان شروعات ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ قبر شريف ڏانهن اچجي، نبي ڪريم ﷺ جن جي چهري مبارڪ جي سامهون ٿي قبلي کي پٺي ڏئي بيهجي، دل هيبت مان ڀريل هجيس، ڇڻ تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي ڏسي رهيو آهي. ان کان پوءِ هي چوندي سلام ڪري : السلام عليڪ يا رسول الله. ان کان واڌارو ڪري تہ بهتر آهي. ان کان پوءِ هٿ ڪن ساڄي پاسي سرڪي ۽ هيئن چئي : السلام عليڪ يا ابابڪر الصديق. وري بہ هٿ ڪن ساڄي پاسي سرڪي ۽ هيئن چئي : السلام عليڪ يا عمر الفاروق. ان کان پوءِ چئي : اللهم اجزهما عن نبيهما وعن الاسلام خيرا (اي الله! انهن ٻنهي کي سندن پيغمبر ۽ اسلام پاران پلو بدلو ڏي). ان کان پوءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري، حجرو مبارڪ سندس ڪاٻي پاسي هجي ۽ دعا گهري.

## حج جي احڪامن جي ترتيب جو چارٽ :

| حج | شروعات احرام ۽ تلبيه | پوءِ | پوءِ | پوءِ | اٺين تاريخ ظهر کان اڳ | نائين تاريخ سج اڀرڻ کان پوءِ | سج لٿي کان پوءِ | قرباني (عيد) ڏينهن ١٠ تاريخ فجر کان پوءِ سج اڀرڻ کان اڳ | ١١-١٢-١٣ متاخر لاءِ: | روانگي وقت: |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تمتع | لبيڪ عمرة متمتعا بها الیٰ الحج | عمري جو طواف | عمري جو سعي | مٿو ڪترائڻ (مڪمل احرام مان نڪرڻ) | مڪي کان حج جو احرام ٻڌي منیٰ وڃڻ | عرفات وڃڻ. ظهر ۽ عصر قصر ڪري گڏي ظهر جي وقت ۾ پڙهڻ. ان کان پوءِ سج لهڻ تائين دعا ۾مشغول رهڻ. | مزدلفي وڃڻ. پهچندي ئي مغرب عشا قصر ڪري پڙهڻ. اتي اڌ رات تائين رهڻ. فجر کان پوءِ تائين رهڻ سنت آهي | مني ڏانهن وڃڻ ۽ جمرة عقبه کي چٽڻ. قرباني ڪرڻ.مٿو ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ ان ڪانپوءِ طواف افاضہ. انهن ٽنهي مان بہ ڪم ڪرڻ سان پهريون تحلل پورو ٿيندو. ٽنهن ڪرڻ سان ٻيو تحلل پورو ٿيندو. ان کان پوءِ تمتع وارو حج جو سعي ڪندو | جمرات چٽڻ : صغریٰ . پوءِ وسطیٰ. پوءِ ڪبریٰ، زوال کان پوءِ | الوداعي طواف. اهو حيض ۽ نفاس واري عورت کي معاف آهي. |
| قِران | لبيڪ عمرة وحجا | طواف قدوم | حج جو سعي | پنهنجي احرام ۾ رهندو | منیٰ ڏانهن وڃڻ | | | | | |
| افراد | لبيڪ حجا | طواف قدوم | حج جو سعي | پنهنجي احرام ۾ رهندو | منیٰ ڏانهن وڃڻ. | | | | | |

# مختلف فائدا

✸ **برائي :** کي کي کم مٿائي صاف ڪري ڇڏيندا آهن، جن مان ڪي هي آهن: سچي توبهہ، استغفار، نيڪيون ڪرڻ، تڪليفن ۾ مبتلا ٿيڻ، صدقو ڪڍڻ، ٻئي جي دعا. جيڪڏهن اڃان بہ ڪا شيءِ بچي وئي ۽ الله ان کي معاف نہ ڪيو تہ ان تي قبر ۾ عذاب ٿيندو يا قيامت جي ڏينهن يا جهنم جي باهہ ۾ وڌو ويندو جيستائين انهن گناهن کان پاڪ نہ ٿئي. ان کان پوءِ جيڪڏهن توحيد تي مئو هوندو تہ جنت ۾ داخل ٿيندو ۽ جيڪڏهن ڪفر يا شرڪ يا نفاق تي مئو هوندو تہ جهنم جي باهہ ۾ هميشہ رهندو. ڏوهن ۽ گناهن جا انسان تي تمام گهڻا اثر پوندا آهن. انهن جو دل تي اهو اثر پوندو آهي تہ : انهن سان وحشت، ظلمت، ذلت، بيماري پيدا ٿي پوندي آهي ۽ ڪيس الله کان اوٽ ۾ ڪري ڇڏيندا آهن. دين جي مٿان بہ انهن جو اهڙو ئي اثر پوندو آهي ۽ نيڪيءَ، رسول الله ﷺ، ملائڪن ۽ مؤمنن جي دعا کان محروم ڪري ڇڏيندا آهن. رزق تي انهن جو اهو اثر پوندو آهي تہ : رزق کان محروم ڪري ڇڏيندا آهن. نعمتون زائل ٿي وينديون آهن. مال جي برڪت ختم ٿي ويندي آهي. ماڻهوءَ تي اثر اهو پوندو آهي تہ : عمر مان برڪت نڪري ويندي آهي. معيشت تنگ ٿي پوندي آهي. معاملات ۾ تنگي اچي ويندي آهي. عملن تي اهو اثر پوندو آهي تہ : اهي قبول نہ ٿيندا آهن. معاشري تي انهن جو اهو اثر پوندو آهي تہ : امن جي نعمت ختم ٿي ويندي آهي. مهانگائي چوٽ چڙهي ويندي آهي. حڪمران ۽ دشمن مسلط ٿي ويندا آهن ۽ بارش بند ٿي ويندي آهي... وغيره، وغيره.

✸ **ڳڻتيون:** دل جي راحت، سرور ۽ ڳڻتين جو ختم ٿيڻ هر هڪ جو مقصد ۽ مراد آهي. ان سان سٺي حياتي حاصل ٿيندي آهي، ان جي حاصل ڪرڻ جا ڪيترائي ديني، طبعي ۽ عملي اسباب آهن، جيڪي رڳو مؤمنن لاءِ ئي گڏجي سگهن ٿا. جن مان ڪي هي آهن: (١) الله تي ايمان آڻڻ (٢) چڱا ڪم ڪرڻ ۽ برن کان بچڻ (٣) مخلوق تي قولي، فعلي ۽ مختلف ڀلاين جي ذريعي احسان ڪرڻ. (٤) عملن يا نفعي وارن ديني ۽ دنيوي علمن ۾ مشغول ٿيڻ. (٥) مستقبل ۽ ماضيءَ جي ڪمن جي فڪر ڪي ڇڏي، روز جي عملن ۾ مشغول ٿيڻ (٦) الله جو ذڪر گهڻو ڪرڻ (٧) الله جي ظاهري ۽ باطني نعمتن جو بيان ڪرڻ (٨) دنيا جي معاملن ۾ پاڻ کان هيٺين تي نظر ڪرڻ، پاڻ کان مٿانهن تي نظر نہ ڪرڻ. (٩) غم رسائيندڙ اسبابن کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. ۽ خوشي پهچائيندڙ اسبابن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ. (١٠) الله تعالىٰ کي ڪجهہ اهڙين دعائن سان التجا ڪرڻ جن جي ذريعي غم جي ازالي لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن دعا گهري.

✸ **نڪاح:** شهوت وارو ماڻهو، جنهن کي زنا جو خوف ناهي، تنهن لاءِ نڪاح سنت آهي. جنهن کي شهوت ڪانهي ان لاءِ مستحب آهي. جنهن کي زنا جو خوف هجي، تنهن لاءِ واجب آهي. ان کي فرض حج تي مقدم ڪيو ويندو. عورت ڏانهن ڏسڻ حرام آهي ۽ پوڙهي عورت ۽ لسوٽ ڏانهن شهوت سان نهارڻ بہ. **نڪاح جا شرط:** (١) زال مڙس جو تعين: جيڪڏهن ولي چئي تہ مون توکي پنهنجي ڌيئرن مان هڪ پرڻائي، جڏهن تہ ان وٽ هڪ کان وڌيڪ ڌيئر آهن، تہ اهو چوڻ صحيح نہ ٿيندو. (٢) مڪلف ۽ سمجهدار (عاقل بالغ) مڙس جو رضامندو. ۽ آزاد ۽ عقل واري زال جو رضامندو. (٣) ولي جو هجڻ. تنهن ڪري عورت جي پاڻ شادي ڪرڻ صحيح نہ ٿيندي، نہ ان کي اهڙو ماڻهو شادي ڪرائي جيڪو سندس ولي نہ هجي. ها جيڪڏهن ولي سندس شادي ڪفو (پنهنجي برابر) سان ڪرڻ کان منع ڪري تہ پوءِ پاڻ شادي ڪري سگهي ٿي. ان جي شادي ڪرائڻ جو پهريون حق پيءُ جو آهي، پوءِ ڏاڏي جو، ائين مٿي ... پڙ ڏاڏي، ڏڙ ڏاڏي تائين. ان کان پوءِ سندس پٽ، پوءِ پوٽي جو ... هيٺ تائين. ان کان پوءِ سڳو ڀاءُ، ان کان پوءِ نڪو ڀاءُ. پوءِ ڀائٽيو... الخ (٤) شاهدي: ٻن مردن جي شاهدي ضروري آهي، جيڪي بالغ، عاقل، ۽ عدل وارا هجن. (٥) ٻنهي زال مڙسن جو رشتي جي ڪنهن مانع کان خالي هجڻ. جهڙوڪ: رضاعت يا نسب يا سهرائپ وغيره.

**نڪاح جا محرمات** (حرام ڪندڙ سبب) : **پهريون: دائمي حرمت :** اهي چند قسم آهن : **(١) نسب جي ڪري حرام.** اهي آهن : ماءُ، ڏاڏي... ويندي مٿي تائين. ڌيءُ، پوٽي ... ويندي هيٺ تائين. ڀيڻ (سڳي هجي يا نڪي). ڀاڻيجي، ان جي پٽ يا ڌيءَ جي ڌيءُ. ڀائٽي (سڳي هجي يا نڪي)، ان جون ڌيئر، سندن پٽن ۽ ڌيئرن جون ڌيئر هيٺ تائين. ڦڦي، ماسي مٿي تائين **(٢) رضاعت جي ڪري حرام:** اها نسبي رشتن واري حرمت وانگر آهي، تان جو سهرائپ ۾ بہ **(٣) مصاهرت** (سهرائپ) **جي ڪري حرام :** اهي آهن: سس ۽ زال جون ڏاڏيون، نانيون ۽ هيٺ مٿي




نسب (پيءُ، ڏاڏو، پڙ ڏاڏو...پٽ، پوٽو، پڙ پوٽو...) جي مردن جون زالون، زالن جون ڌيئر هيٺ تائين. **پيو : عارضي حرمت**. اهي ٻہ قسم آهن: (١) جمع جي سببان: جهڙوڪ ٻن ڀينرن کي هڪ ئي وقت نڪاح ۾ گڏ رکڻ. زال ۽ ان جي ڀڻيءَ يا ماسيءَ کي نڪاح ۾ گڏ رکڻ (٢) ڪنهن عارضي سبب جي ڪري، جيڪو ڪڏهن بہ زائل ٿي سگهي ٿو، جهڙوڪ: ٻئي جي زال هئڻ. **فائدو:** ۞ والدين کي اولاد جي مٿان اهڙي شادي ڪرائڻ تي زور نہ ڀرڻ گهرجي جيڪا سندن اولاد نہ ٿو ڪرڻ چاهي . ان صورت ۾ انهن جي اطاعت بہ واجب ڪانهي. ائين ڪرڻ سان اولاد کي نافرمان بہ نہ سمجهيو ويندو.

✹ **طلاق:** زال کي حيض، نفاس ۽ اهڙي طهر (پاڪائي)، جنهن ۾ ساڻس همبستري ڪئي اٿس، طلاق ڏيڻ **حرام** آهي، البتہ طلاق ڏنائين تہ ٿي ويندي. بنا ضرورت جي طلاق ڏيڻ **مڪروه** آهي. ضرورت خاطر **جائز** آهي. جنهن کي نڪاح ۾ رکڻ نقصان ڪار هجي ان کي طلاق ڏيڻ **سنت** آهي. طلاق ۾ ماءُ پيءُ جي پيروي واجب ڪانهي. جيڪو پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ جو ارادو ڪري، ان لاءِ ڪيس هڪ کان وڌيڪ طلاق ڏيڻ حرام آهي. واجب آهي تہ ڪيس اهڙي طهر ۾ طلاق ڏئي جنهن ۾ ساڻس همبستري نہ ڪئي هجيس. ان کي هڪ طلاق ڏئي. وڌيڪ طلاق ڏيڻ کان سواءِ ڪيس ڇڏي ڏجي تان جو ان جي عدت گذري وڃي. جنهن کي رجعي طلاق ڏني وئي هجي، ان کي پنهنجي گهر مان نڪرڻ حرام آهي ۽ ان کي عدت پوري ٿيڻ کان اڳ مڙس جي طرفان ڪڍڻ بہ جائز ناهي. طلاق جو لفظ چوڻ سان طلاق واقع ٿيندي. خالي نيت سان واقع نہ ٿيندي.

✹ **قَسم:** قَسم جي ڪفاري جي واجب ٿيڻ جا چار شرط آهن: **(١) پڪي قسم جو ارادو هجڻ.** جيڪڏهن قسم جا لفظ صرف زبان سان قسم جي نيت کان سواءِ چيائين تہ قسم منعقد نہ ٿيندو، ان کي لغو قسم چئبو. جهڙوڪ ڳالهائيندي چوڻ: نہ الله جو قسم. ها الله جو قسم **(٢) مستقبل واري ممڪن شيءِ جو قسم هجڻ.** ماضيءَ بابت قسم منعقد نہ ٿيندو. اڻ ڄاڻائيءَ کان هجي يا پنهنجي طور سچ جي گمان سان ڪنيل هجي يا ڄاڻي واڻي ڪوڙو قسم ڪنيو هجي. (اهو ”يمين غموس“ چئبو آهي. جيڪو ڪبيرو گناهہ آهي). يا مستقبل بابت پنهنجي دل ۾ سچ گمان ڪندي قسم ڪنيائين پر ان جي خلاف ظاهر ٿيو. **(٣) قسم کڻندڙ پنهنجي مرضيءَ سان قسم کنيو هجي**، زوري نہ کڻايو ويو هجيس. **(٤) قسم ۾ ڪوڙو ثابت ٿئي.** مثال جنهن جي ڇڏڻ جو قسم کنيائين، سو ڪيائين يا جنهن جي ڪرڻ جو قسم کنيائين سو ڇڏي ڏنائين. جنهن قسم کنيو ۽ ان ۾ استثناء ڪيائين تہ ٻن شرطن سان ان تي ڪفارو واجب نہ ٿيندو: (١) استثناء قسم سان گڏ ڪري (٢) استثناء سان قسم کي معلق ڪرڻ جو ارادو هجيس. جيئن چئي: (الله جو قسم جيڪڏهن الله گهريو). **جنهن ڪنهن شيءِ جو قسم کنيو ۽ ڏٺائين تہ مصلحت ان جي خلاف آهي** تہ سنت آهي تہ قسم جو ڪفارو ادا ڪري ۽ اهو ڪري جنهن ۾ ڀلائي هجي.

**قسم جو ڪفارو:** ڏهن مسڪينن کي کاڌو کارائڻ آهي، هر مسڪين لاءِ اڌ ٽويو (سوا ڪلو) کاڌو يا ڏهن مسڪينن جو لباس. يا ٻانهو آزاد ڪرڻ. جيڪو طاقت نہ رکي تہ ان تي لاڳيتو ٽن ڏينهن جو روزو آهي. جنهن کي کاڌي کارائڻ يا لباس پارائڻ جي طاقت هئي پوءِ بہ روزا رکيائين تہ ڪفارو ان جي ذمي کان نہ لهندو. قسم ٽوڙڻ کان اڳ يا پوءِ ڪفارو ڏيڻ جائز آهي. جنهن هڪ ڳالهہ تي گهڻا ڀيرا قسم کنيو تہ ان لاءِ هڪ ڪفارو ڪافي ٿيندو. البتہ جيترين مختلف ڳالهين تي بار بار قَسم کڻندو اوترا ڪفارا الڳ الڳ ڀريندو.

✹ **باس:** ان جا مختلف قسم آهن. **(١) مطلق باس.** جيئن چئجي: (جيڪڏهن آءٌ شفاياب ٿيس تہ الله خاطر منهنجي مٿان باس آهي). صرف اهو چيائين، ڪنهن خاص باس جي نيت نہ ڪيائين تہ ان صورت ۾ شفا ملڻ کان پوءِ قسم جو ڪفارو واجب ٿيندو. **(٢) جهيڙي يا ڪاوڙ جي باس:** اها هن طرح تہ باس کي شرط سان ٻڌيدي. ڪنهن ڪم کان منع ڪرڻ جي نيت سان يا ڪنهن ڪم تي اڀارڻ جي نيت سان. جيئن ڪو چئي: (جيڪڏهن مون توسان ڳالهايو تہ مون تي سال جو روزو لازم آهي). ان جو حڪم هي آهي تہ : ان کي اختيار آهي تہ جيڪا ڳالهہ پاڻ تي لازم ڪئي اٿس سا ڪري يا اها ڇڏي ۽ قسم جو ڪفارو ادا ڪري. **(٣) جائز باس:** جيئن چئي: (الله جي واسطي مون تي لازم آهي تہ آءٌ پنهنجو ڪرتو پهريان). ان جو حڪم بہ اهو آهي تہ : ان کي اختيار آهي تہ ڪرتو پائي يا قسم جو ڪفارو ڏئي. **(٤) مڪروه باس.** جيئن چئي: (الله جي واسطي مون تي لازم آهي تہ آءٌ پنهنجي زال کي طلاق

ڏيان). ان جو حڪم هي آهي تہ : ان لاءِ قسم جو ڪفارو پرڻ سنت آهي. جيڪا ٻاس ٻاسي اٿس سا نہ ڪري. جيڪڏهن ڪندو تہ مٿس ڪو ڪفارو نہ آهي. **(۵) گناهہ جي ٻاس** : جيئن چئي: (الله جي واسطي مون تي لازم آهي تہ آءٌ چوري ڪريان). ان جو حڪم هي آهي تہ : اها ٻاس پوري ڪرڻ حرام آهي. قسم جو ڪفارو ڏئي. جيڪڏهن ٻاس پوري ڪيائين تہ ان تي گناهہ ٿيندو ڪفارو نہ ٿيندس. **(٦) نيڪيءَ جي ٻاس:** جيئن چئي تہ : (الله جي واسطي مون تي لازم آهي تہ آءٌ هيتري نماز پڙهان). الله جي رضا خاطر ائين چيائين. پوءِ جيڪڏهن ان ڪي ڪنهن شرط سان معلق ڪيائين، مثال : مريض جي شفا سان مشروط ڪيائين تہ جيڪڏهن شرط پورو ٿيو تہ ٻاس پوري ڪرڻ واجب ٿيندي. ۽ جيڪڏهن ڪنهن شرط سان مشروط نہ ڪيائين تہ هر حال ۾ ٻاس پوري ڪرڻ واجب ٿيندي.

✸ **رضاعت (ٿڃ شراڪت):** ان سان اهي رشتا حرام ٿين ٿا جيڪي نسب سان حرام ٿين ٿا. ان جا ٽي شرط آهن: **(١)** ٿڃ ٻار ڄمڻ جي ڪري آيل هجي، ٻي نہ هجي **(٢)** ٻار جو ٿڃ شريڪ ٿيڻ ولادت جي پهرين ٻن سالن ۾ هجي. **(٣)** پنج يا پنجن پيرن ڪان مٿي يقيني طور ٿڃ پيتل هجي. هڪ پيري ٿڃ پيئڻ مان مراد آهي: ٻُبي کي چوسڻ کان وات ڪڍڻ تائين. ڏڌ ڪري چڏڻ مراد ناهي. ٿڃ شريڪيءَ سان نان نفقو ۽ ورثو ثابت نہ ٿيندو آهي.

✸ **وصيت:** جنهن تي بنا شاهدن جي ڪنهن جو ڪو حق آهي تنهن تي مرڻ ڪان پوءِ وصيت ڪرڻ **واجب** آهي، ان ڪي گهرجي تہ حق واري کي ان جي حق ادا ڪرڻ جي وصيت ڪري. جنهن گهڻو مال ڇڏيو آهي، ان تي وصيت ڪرڻ **سنت** آهي، ان لاءِ مستحب آهي تہ ورثي مان پنجين حصي جي پنهنجي ڪنهن اڻ وارث غريب مائٽ لاءِ صدقي ڪرڻ جي وصيت ڪري. اهڙو ڪو نہ هجي تہ پوءِ ڪنهن مسڪين، عالم ۽ صالح مرد لاءِ وصيت ڪري. اهڙي فقير کي وصيت ڪرڻ **مڪروه** آهي جنهن جا وارث هجن. جيڪڏهن اهي آسودا هجن تہ پوءِ ڪيس وصيت ڪرڻ جائز آهي. ڪنهن اوپري ماڻهوءَ لاءِ ٽئين حصي ڪان وڌيڪ جي وصيت ڪرڻ **حرام** آهي. وارث لاءِ ڪنهن بہ شيءِ جي وصيت ڪرڻ حرام آهي. چو نہ ٿوري هجي. ها جيڪڏهن ان جي وفات ڪان پوءِ وارث ان جي اجازت ڏين تہ پوءِ ٺيڪ آهي. وصيت ڪندڙ جي هنن لفظن چوڻ سان وصيت **باطل** ٿي ويندي: "مون رجوع ڪيو". "مون ختم ڪئي". "مون بدلائي ڇڏي". وغيره. مستحب آهي تہ پنهنجي وصيت جي منڍ ۾ هي لکي : بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ . فلاڻو هيءَ وصيت ٿو ڪري تہ: اهو شاهدي ٿو ڏئي تہ الله ڪان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي، اڪيلو آهي، ساڻس ڪوبہ شريڪ ڪونهي، بيشڪ محمد ﷺ ان جو ٻانهو ۽ رسول آهي، بيشڪ جنت حق آهي، جهنم حق آهي، قيامت اچڻي آهي، ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي. بيشڪ الله قبرن وارن کي اٿاريندو. آءٌ پنهنجي پوئين کي وصيت ٿو ڪريان تہ اهي الله ڪان ڊڄن، پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ناهہ ڪري هلن. جيڪڏهن مؤمن آهن تہ الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪن. ڪين اها وصيت ٿو ڪريان، جنهن جي ابراهيم عليه السلام پنهنجي پٽ يعقوب عليه السلام کي وصيت ڪئي هئي: ﴿ يَٰبَنِيَّ إِنَّ ٱللَّهَ ٱصۡطَفَىٰ لَكُمُ ٱلدِّينَ فَلَا تَمُوتُنَّ إِلَّا وَأَنتُم مُّسۡلِمُونَ ﴾ **(اي منهنجا پٽڙا ! بيشڪ الله توهان لاءِ هيءُ دين منتخب ڪيو آهي، تنهن ڪري توهان ان حالت ۾ مرو جو اوهان مسلمان هجو).**

✸ مستحب آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ تي درود شريف پڙهيو وڃي تہ صلاة ۽ سلام ٻئي ملائي چيا وڃن، ٻنهي مان هڪ تي بس نہ ڪجي. انبيائن ڪان سواءِ ٻين تي منڍؤن صلاة نہ پڙهبي آهي. ائين نہ چئبو: ابوبڪر ﷺ يا عليه السلام . اهو مڪروه تنزيهي آهي، ها انبيائن ڪان سواءِ ٻين تي صلاة ۽ سلام، انبيائن جي ضمن ۾ پڙهڻ جائز آهي، ان ڪري هيئن چئي سگهجي ٿو: اللهم صل علىٰ محمد وعلىٰ آل محمد واصحابہ وازواجہ وذريتہ. صحابہ، تابعين ۽ ڪائن پوءِ جي عالمن، عابدن ۽ مڙني چونڊ هستين تي رضي الله عنه ۽ رحمه الله چوڻ **مستحب آهي**. ان ڪري: ابوحنيفہ، شافعي، ۽ احمد (رضي الله عنهم) يا (رحمهم الله) چيو ويندو.

**سِيرَ وجهڻ (حلال ڪرڻ):** جانور کي سير وجهڻ (حلال ڪرڻ) واجب آهي، تہ جيئن ان جو ڪائڻ حلال ٿئي. جانور ۾ هي شرط هئڻ گهرجن: **(١)** ان جو ڪائڻ جائز هجي. **(٢)** ان تي قدرت هجي. **(٣)** خشڪيءَ جو جانور هجي. حلال ڪرڻ جا چار شرط آهن: **(١)** حلال ڪندڙ عاقل هجي. **(٢)** ذبح ڪرڻ جو اوزار ڏند ۽ ننهن ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ هجي. ڇاڪاڻ تہ ڏند ۽ ننهن سان ذبح ڪرڻ جائز ناهي. **(٣)** ڳلو، نڙ گهٽ، ڳچي واريون ٻئي رڳون يا انهن مان هڪ رڳ

ڪپڻ. (۴) ذبح ڪرڻ لاءِ هٿ چورڻ وقت بسم الله چوڻ. پل ۾ رهجي وئي تہ خير آهي. عربيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ چئي تہ بہ ٺيڪ آهي، بسم الله سان گڏ الله اڪبر چوڻ سنت آهي.

۞ شڪار ڪرڻ: جنهن حيوان جو شڪار ڪجي ان لاءِ ڪجهہ شرط آهن. (۱) ان جو کائڻ حلال هجي. (۲) طبعي طور تاهڙ هجي. (۳) قبضي ۾ نہ هجي. ان جو حڪم آهي تہ : اهو شڪار جي ارادي رکڻ واري لاءِ جائز آهي، اجايو ۽ راند روند طور شڪار ڪرڻ مڪروه آهي. شڪار جي ڳولا ۾ ماڻهن کي تڪليف ڏيڻ حرام آهي. شڪار ڪرڻ چئن شرطن سان جائز آهي: (۱) شڪار ڪندڙ اهڙو هجي جنهن جو ڪٺل حلال هجي. (۲) اوزار اهڙو هجي جنهن سان ذبح ڪرڻ جائز هجي. يعني تکو هئڻ گهرجي جيئن تير ۽ نيزو وغيره. جيڪڏهن شڪار ڦاڙيندڙ جانور جي مدد سان ڪيو وڃي جيئن: باز يا ڪتي جي مدد سان تہ پوءِ اهو سيکاريل هئڻ گهرجي. (۳) شڪار جو ارادو. يعني شڪار جي ارادي سان اوزار اڇلڻ. باقي جيڪو ارادي کان بنا شڪار ڪري وڏائين تہ ان جو کائڻ حلال نہ ٿيندو. (۴) اوزار اڇلڻ وقت بسم الله چوڻ. هن موقعي تي بسم الله چوڻ ۾ ڪابہ رعايت ڪانهي، ڀُل چو نہ هجي. ان کان سواءِ شڪار کائڻ حرام آهي.

۞ ڪاڏو: چئبو آهي هر ان شيءِ کي جيڪا ڪاڏي پيتي وڃي. ان ۾ اصل حلال هئڻ آهي. ان ڪري هر ڪاڏو ٽن شرطن سان حلال آهي. (۱) ڪاڏو پاڪ هجي. (۲) ان ۾ ڪو نقصان نہ هجي. (۳) ان ۾ گندگي نہ هجي.

هر پليت ڪاڏو حرام آهي، جيئن رت ۽ مردو. ۽ جنهن ۾ نقصان آهي، جيئن زهر. ۽ گندگي، جهڙوڪ: ڇيڻو، پيشاب، جوئن ۽ ڇچڙ وغيره.

ميداني جانورن مان هيٺيان حرام آهن: گهريلو گڏهہ، ڏاڻ سان ڦاڙيندڙ جانور، جيئن شينهن، چيتو، بگهڙ، ببر شير، ڪتو، سوئر، ڀولو، ٻلو چوڻ جهنگلي هجي، لومڙ ۽ نوريئڙو، چراخ کان سواءِ. ۽ پکين مان اهي حرام آهن، جيڪي پنهنجي چنبي سان شڪار ڪندا آهن، جيئن عقاب، باز، شڪرو، باشا، شاهين، سرڻ ۽ چبرو. ۽ جيڪي ڍونڊ کائيندا آهن، جيئن ڪاري ڳجهہ، اڇي ڳجهہ ۽ ٻگهہ. ۽ اهي جانور جن کي شهري عرب خراب سمجهندا هجن، جيئن چمڙو، ڪئو، ڏينيو، ماڪيءَ جي مک، پوپٽ، عام مک، هدهد، چاهو، سيڙهہ ۽ نانگ. ۽ جيت جڻا، جيئن ڪيڙا، وڏا ڪئا، ٽنڊڻ، ڪرڙيون. ۽ اهي جانور جن کي شريعت مارڻ جو حڪم ڪيو آهي، جيئن وڇون. يا جنهن کي مارڻ کان منع آئي آهي، جيئن ڪول. يا اهڙو جانور جيڪو حلال ۽ حرام جي ميلاپ مان پيدا ٿئي، جيئن بگهڙ مان چراخ کي ڦر چائي، جنهن کي عربيءَ ۾ (سِمع) چئبو آهي. ۽ اهڙي جانور کي حرام نہ چئبو جيڪو ٻن مباح جانورن جي ميلاپ مان ڄائو هجي، جيئن جهنگلي گڏهہ ۽ گهوڙي مان خچر. انهن کان سواءِ باقي سڀ جانورن جو کائڻ جائز آهي، جيئن چوپايا جانور ۽ گهوڙا. ۽ جهنگلي جانور، جيئن زرافو، سهو، وبر (ٻليءَ کان ننڍو هڪ جهنگلي جانور)، يربوع (ڪئي جهڙو هڪ جانور، جنهن جون اڳيون ٽنگون ننڍيون ٿين ٿيون)، گوهہ (ڪن وٽ) ۽ هرڻ. ۽ پکي، جيئن شتر مرغ، ڪڪڙ، مور، طوطو(ڪن وٽ)، ڪبوتر، جهرڪي، بدڪ ۽ هنج. پاڻيءَ جا سڀ پکي ۽ سامونڊي حيوان. البتہ ڏيڏر، نانگ ۽ واڳون حرام آهن. جنهن پوک يا ميوات کي پليت پاڻي يا پليت پاڻ ڏنو وڃي تہ ان جو کائڻ جائز آهي، البتہ جيڪڏهن انهن ۾ پليتي جو ذائقو يا بوءِ ظاهر ٿئي تہ پوءِ حرام آهن. ڪوئلو، مٽي ۽ گپ کائڻ مڪروهہ آهن، اهڙيءَ طرح بصر ۽ ٿوم وغيره بہ. البتہ پچائي ڪائي سگهجن ٿا. جيڪڏهن بک لڳي ۽ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ملي تہ پوءِ ڪنهن بہ حرام شيءِ مان ايترو کائڻ واجب آهي جو ساهہ بچي وڃي.

۞ ڪافرن کي سندن عيدن (ڏڻن) جي موقعي تي مبارڪ ڏيڻ يا انهن سان شريڪ ٿيڻ ۽ ڪين سلام سان شروعات ڪرڻ حرام آهي. جيڪڏهن اسان کي اڳرائي ڪري سلام ڪن تہ ان جو جواب، هن طرح ڏيڻ واجب آهي : (وعليڪم). ڪافرن ۽ بدعتين لاءِ اٿي بيهڻ حرام آهي. انهن سان مصافحو ڪرڻ مڪروه آهي. البتہ انهن جي تعزيت ۽ عيادت جيتوٽيڪ حرام آهي پر شرعي مصلحت خاطر جائز آهي.

الله جي قانونن ۾ غور ڪرڻ وارو ڄاڻي ٿو تہ مصيبتون بہ سندس ڪائناتي قانونن مان هڪ قانون آهن. الله تعالىٰ فرمائي ٿو: ﴿ وَلَنَبۡلُوَنَّكُم بِشَيۡءٖ مِّنَ ٱلۡخَوۡفِ وَٱلۡجُوعِ وَنَقۡصٖ مِّنَ ٱلۡأَمۡوَٰلِ وَٱلۡأَنفُسِ وَٱلثَّمَرَٰتِۗ وَبَشِّرِ ٱلصَّٰبِرِينَ ﴾ (اسان اوهان کي آزمائيندا سين ڪنهن قدر: خوف، بک، مالن، افرادن ۽ ميون جي کوٽ جي ذريعي. ۽ تون صبر ڪرڻ وارن کي خوش خبري ڏي). اهو غلطيءَ تي آهي، جيڪو اهو گمان ٿو ڪري تہ صالح ٻانها مصيبتن کان پري هوندا آهن. بلڪ آزمائشون ۽ مصيبتون ايمان جو دليل آهن. نبي ڪريم ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ : سخت مصيبتن سهڻ وارا ماڻهو ڪهڙا آهن؟ فرمايائون: «الأَنْبِيَاءُ ثُمَّ الصَّالِحُونَ ثُمَّ الأَمْثَلُ فَالأَمْثَلُ مِن النَّاسِ، يُبْتَلَى الرَّجُلُ عَلَى حَسَبِ دِينِهِ، فَإِنْ كَانَ فِي دِينِهِ صَلابَةٌ زِيدَ فِي بَلائِهِ، وَإِنْ كَانَ فِي دِينِهِ رِقَّةٌ خُفِّفَ عَنْهُ» ”انبياء پوءِ صالح ٻانها، ان کان پوءِ ماڻهن مان جيڪي درجي بدرجي ڀلارا هجن. ماڻهو پنهنجي دين آهر آزمائش ۾ وڌو ويندو آهي، جيڪڏهن ان جي دين ۾ مضبوطي هوندي تہ سندس مصيبت وڌائي ويندي. جيڪڏهن سندس دين ۾ نرمي ۽ ڍرائي هوندي تہ مصيبت ۽ آزمائش مٿائنس هلڪي ڪئي ويندي“. (ابن ماجہ). اها (آزمائش) الله جي ٻانهي سان محبت جي نشاني آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: «وَإِنَّ اللَّهَ إِذَا أَحَبَّ قَوْمًا ابْتَلاهُمْ» ”الله تعالىٰ جڏهن ڪنهن قوم سان محبت ڪندو آهي تہ انهن کي آزمائش ۾ وجهندو آهي“. (احمد). ۽ اها (آزمائش) الله جي ٻانهي سان چڱائيءَ جي ارادي جي نشانين مان آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : «إِذَا أَرَادَ اللَّهُ بِعَبْدِهِ الْخَيْرَ عَجَّلَ لَهُ الْعُقُوبَةَ فِي الدُّنْيَا، وَإِذَا أَرَادَ اللَّهُ بِعَبْدِهِ الشَّرَّ أَمْسَكَ عَنْهُ بِذَنْبِهِ حَتَّى يُوَافِيَ بِهِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ» الترمذي ”جڏهن الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهي سان چڱائيءَ جو ارادو ڪندو آهي تہ ڪيس دنيا ۾ ئي جلدي تڪليف ڏئي ڇڏيندو آهي. ۽ جڏهن الله ٻانهي سان برائيءَ جو اراد ڪندو آهي تہ سندس گناهن جي سببان مصيبتن کي روڪي ڇڏيندو آهي تہ جيئن قيامت جي ڏينهن ڪيس پوري سزا ڏئي“. (ترمذي). اها (آزمائش) گناهن جو ڪفارو آهي، ٿوري ئي ڇو نہ هجي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ : : «مَا مِنْ مُسْلِمٍ يُصِيبُهُ أَذًى شَوْكَةٌ فَمَا فَوْقَهَا إِلا كَفَّرَ اللَّهُ بِهَا سَيِّئَاتِهِ كَمَا تَحُطُّ الشَّجَرَةُ وَرَقَهَا» متفق عليه ”جنهن بہ مسلمان کي جيڪا تڪليف پهچي ٿي، ڪنڊي لڳڻ جيتري هجي يا ان کان مٿي هجي تہ الله ان سان سندس برائين کي ائين ميٽيندو آهي جيئن وڻ پنهنجا پن ڇاڻيندو آهي“. (متفق عليہ). ان ڪري مسلمان جيڪو آزمائش ۾ ورتل آهي، سو جيڪڏهن صالح آهي تہ پوءِ مصيبت ان جي گذريل گناهن جو ڪفارو آهي يا ان جي درجن جي بلنديءَ جو ذريعو آهي. جيڪڏهن گنهگار آهي تہ سندس گناهن جو ڪفارو آهي ۽ انهن جي خطري جي ياد ڏهاني بہ آهي. الله تعالىٰ فرمايو آهي: ﴿ ظَهَرَ ٱلۡفَسَادُ فِي ٱلۡبَرِّ وَٱلۡبَحۡرِ بِمَا كَسَبَتۡ أَيۡدِي ٱلنَّاسِ لِيُذِيقَهُم بَعۡضَ ٱلَّذِي عَمِلُواْ لَعَلَّهُمۡ يَرۡجِعُونَ ﴾ (ماڻهن جي هٿن جي ڪمائيءَ جي سببان، بر ۽ بحر (خشڪي ۽ سمنڊ) ۾ فساد ظاهر ٿي چڪو آهي تہ جيئن انهن جي ڪن عملن جو ڪين عذاب چکائي تہ من موٽن).

۞ **آزمائش جا قسم:** ڀلائي جي ذريعي آزمائڻ، جيئن گهڻو مال ڏئي آزمائجي. برائيءَ جي ذريعي آزمائڻ، جيئن: خوف، بک ۽ مال جي قلت جي ذريعي آزمائڻ. الله سائين فرمائي ٿو: ﴿ وَنَبۡلُوكُم بِٱلشَّرِّ وَٱلۡخَيۡرِ فِتۡنَةٗ ﴾ (اسان اوهان کي برائيءَ ۽ ڀلائي جي ذريعي امتحان خاطر آزمائيندا آهيون). اهڙين آزمائشن مان بيماري ۽ موت بہ آهي، جن ۾ هي جو وڏي ۾ وڏو سبب نظر ۽ جادو آهي، جيڪي حسد مان پيدا ٿيندا آهن. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ : : « أَكْثَرُ مَنْ يَمُوتُ مِنْ أُمَّتِي بَعْدَ قَضَاءِ اللهِ وقَدَرِهِ بالعَيْن » ”منهنجي امت مان اڪثر جيڪي مرن ٿا، سي الله جي قضا ۽ تقدير کان پوءِ نظر ذريعي ٿا مرن“. (طيالسي).

۞ **نظر ۽ جادوءَ کان بچاءُ:** بچاءُ ۽ پرهيز علاج کان بهتر آهي، تنهن ڪري اسان کي ان تي زور ڏيڻ گهرجي. سڀ کان اهم پرهيز آهي : ۞ نفس کي توحيد جي ذريعي تقويت پهچائڻ ۽ اهو ايمان رکڻ تہ شين ۾ تصرف ڪندڙ رڳو الله ئي آهي ۽ نيڪيون گهڻيون ڪمائڻ. ۞ الله جي ذات ۾ سهڻو گمان رکڻ ۽ مٿس توڪل ڪرڻ. تنهن ڪري ڪنهن بہ سبب جي ڪري بيماريءَ ۽ نظر جو وهم نہ ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ وهم خود هڪ بيماري

آهي.[١] ۞جڏهن ڪو ماڻهو مشهور هجي تہ اهو ناظرو ۽ جادوگر آهي تہ احتياط طور ان کان پاسو ڪجي. ڏجڻ نہ گهرجي. ۞ ڪا بہ وڻندڙ شيءِ ڏسڻ وقت الله کي ياد ڪرڻ گهرجي، (بارڪ الله) چئجي. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ: «إِذَا رَأَى أَحَدُكُمْ مِنْ نَفْسِهِ أَوْ مَالِه ، أَوْ أَخِيْهِ مَا يُحِبّ ، فَلْيُبَرِّكْ ، فَإِنَّ الْعَيْنَ حَقٌّ» الحاكم "اوهان مان جڏهن ڪو پنهنجي ذات ۾، پنهنجي مال ۾ يا پنهنجي ڀاءُ ۾ ڪا وڻندڙ شيءِ ڏسي تہ (بارڪ الله) چوڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ نظر حق آهي". (الحاڪم). "تبريڪ" مان مراد آهي : "بارڪ الله لڪ" چوڻ. "تبارڪ الله" چوڻ مراد نہ آهي.۞ جادوءَ کان بچاءَ جو هڪ ذريعو هي بہ آهي تہ مدينہ منوره جي (عجوه) ڪارڪن مان صبح جو ست داڻا کائي.۞ الله جي پناهہ وٺڻ، مٿس توڪل ڪرڻ، منجهس سهڻو گمان رکڻ، جادوءَ ۽ نظر کان سندس پناهہ گهرڻ. روزانو صبح شام ذڪر اذڪار ۽ وظيفن (جيڪي هن ڪتاب جي آخر ۾ ڏجن ٿا، تن) جي پابندي ڪرڻ. هنن وظيفن ۾ اثر آهي، جيڪو الله جي حڪم سان گهٽ وڌ ٿيندو آهي. ان جا بہ وجهہ آهن. (١) هيءُ ايمان رکڻ تہ انهن ۾ جو ڪجهہ آيو آهي، سو حق ۽ سچ آهي ۽ اهو الله جي حڪم سان فائدو ڏيندو. (٢) هيءُ تہ پنهنجي زبان سان اهي (دعائون) پاڻ پڙهي، ٻئي ڪن ان طرف متوجہ هجن ۽ دل حاضر هجي. ڇاڪاڻ تہ اهي دعائون آهن ۽ دعا غافل دل جي قبول نہ ٿيندي آهي، جيئن نبي ڪريم ﷺ جن کان ثابت آهي.

ذڪر اذڪار ۽ وظيفن جو وقت: صبح جا اذڪار فجر نماز کان پوءِ پڙهبا آهن. شام جا اذڪار عصر نماز کان پوءِ پڙهبا آهن. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان کان وسري وڃن تہ جنهن بہ وقت ياد اچن ان وقت پڙهي ڇڏي.

۞ نظر وغيره لڳڻ جون نشانيون: علاج ۽ شرعي جهاڙ ڦوڪ ۾ ڪو بہ ٽڪر ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ قرآن ۾ جسماني بيمارين جو بہ علاج آهي تہ روحاني بيمارين جو بہ. ۽ جڏهن ماڻهو جسماني بيمارين کان سلامت هوندو آهي، تہ ان وقت نظر لڳڻ جون نشانيون گهٽي ڀاڱي هن صورتن ۾ ظاهر ٿينديون آهن : مٿي ۾ ڦرندڙ گهرندڙ سور، منهن ۾ هيڊاڻ، گهڻو پگهر ۽ پيشاب، بک گهٽ لڳڻ، هٿن پيرن جو ننڊ پئجي وڃڻ، يا گرم يا ٿڌا ٿي وڃڻ، دل ڌڙڪڻ، ڪَنڌي ۽ ڪلهن جي هيٺيان سور جو اپرڻ لهڻ، ڳٽي ۽ سيني ۾ تنگي، رات جو اوچاڳو، غير طبعي خوف ۽ غصي جي ڪري سخت چڙڪ پيرڻ ۽ جسماني حرڪتون ڪرڻ، گهڻي ڏڪار ڏيڻ، وڏا ساهہ کڻڻ، تنهائي پسند ڪرڻ، ٿوٽائپ ۽ سستي، گهڻي ننڊ جي چاهت ۽ ٻيون گهڻيون صحت جون تڪليفون، جن جو ڪو بہ طبي سبب نہ هجي. ڪڏهن هي نشانيون، يا انهن مان ڪجهہ بيماريءَ جي قوت ۽ ڪمزوري جي حساب سان پيدا ٿينديون آهن.

مسلمان لاءِ ضروري آهي تہ اهو ايمان ۽ دل جو مضبوط هجي، سندس دل ۾ وسوسا پيدا نہ ٿيڻ گهرجن. ۽ مٿئين عارضن مان ڪنهن هڪ جي خالي احساس سان ڪيس هن وهم ۾ نہ پوڻ گهرجي تہ شايد هو ڪنهن مرض ۾ مبتلا ٿي ويو آهي! ڇاڪاڻ تہ وهم علاج جي اعتبار کان ڏاڍو ڏکيو مرض آهي. ڪڏهن ڪي مٿيون نشانيون ڪن ماڻهن ۾ موجود هونديون آهن ۽ حقيقت ۾ اهي صحت مند هوندا آهن ۽ ڪڏهن ڪي علامتون جسماني بيماري جي ڪري بہ ملنديون آهن. ڪڏهن انهن جو سبب ايمان جي ڪمزوري هوندو آهي، جهڙوڪ : سيني جي مونجهہ، ڳٽي ۽ ٿوٽائپ. اهڙي ماڻهوءَ کي الله سان تعلق جوڙڻ تي توجهہ ڏيڻ گهرجي.

جيڪڏهن بيماري نظر[٢] جي ڪري هوندي تہ الله جي حڪم سان علاج هيٺين ٻن مان هڪ طريقي سان ٿيندو :

(١)جيڪڏهن ناظرو ڪي سڃاڻجي تہ ان کي چئجي تہ غسل ڪري، اهو پاڻي ڪٺجي يا ان جي اوبر وغيره ڪٺجيءِ[١] پوءِ جنهن کي نظر لڳي هجي ان سان ان کي وهنجارجي يا اها ان کي پيارجي.

---

١) طبيبن ۽ ماهرن جو چوڻ آهي تہ تقريبا بہ ٽهائي جسماني بيماريون، نفسياتي سببن جي ڪري مريض جي وهم جي سببان پيدا ٿينديون آهن. حالانڪ اصل ۾ انهيءَ مرض جو وجود ئي نہ هوندو آهي.

٢) نظر : جن جي طرفان پهچندڙ تڪليف جو نالو آهي جيڪا الله جي حڪم سان نظر لڳل کي پهچندي آهي ان جو سبب ناظروءَ طرفان نظر لڳل جي

٢) جيڪڏهن ناظرو معلوم نہ هجي تہ پوءِ جهاڙ ڦوڪ، دعا ۽ حجامت (سڱي چوڙائڻ) سان علاج ڪجي.

**پر جيڪڏهن بيماري جادو[٢] جي ڪري آهي تہ هيٺين طريقن مان ڪنهن هڪ طريقي سان علاج ٿيندو:**

١) جادوءَ واري جاءِ معلوم ڪجي، جڏهن اها ملي وڃي تہ ان تي معوذتين پڙهندي ان جون ڳنڍيون کولجن ۽ پوءِ ان کي ساڙي ڇڏجي. ٢) شرعي جهاڙ ڦوڪ: قرآن جي آيتن، خاص طور معوذتين ۽ سورت بقره ۽ ٻين دعائن سان، جن جو بيان جلد اچي رهيو آهي. ٣) جادو کولڻ : اهو ٻہ قسم آهي: ا- حرام : اهو آهي جادوءَ جو جادوءَ سان توڙ ڪرڻ ۽ ان کي کولڻ لاءِ جادوگرن ڏانهن وڃڻ. ب- جائز: ان جي هڪ صورت هيءَ آهي تہ : ٻير جا ست پن ڪٽي انهن کي ڪٽي سنهو ڪجي ۽ پوءِ ان تي ٿي پيرا سوره "ڪافرون"، "اخلاص"، "فلق"، ۽ "الناس" پڙهجي. پوءِ اهي پاڻيءَ ۾ وجهجن، ملائي پوءِ ان پاڻيءَ مان ڪجهہ پيئجي ۽ ڪجهہ مان غسل ڪجي. اهڙيءَ ريت بار بار ڪجي جيستائين انشاء الله شفا ٿي وڃي. (مصنف عبدالرزاق).

٤) جادوءَ جو ڪڍڻ: جيڪڏهن جادو پيٽ ۾ ٿيل آهي تہ جلاب وٺجن تہ ان کان پيٽ خالي ٿي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن ٻئي هنڌ آهي تہ حجامت[٣] جي ذريعي علاج ڪجي.

**جهاڙ ڦوڪ جا شرط:** جهاڙ ڪرڻ جا ٽي شرط آهن: ١- قرآن جي آيتن ۽ شرعي دعائن سان ڪيو وڃي. ٢- دعائون عربي زبان ۾ پڙهجن. جڏهن تہ عام دعائون ٻي ٻوليءَ ۾ بہ پڙهڻ جائز آهن. ٣- اهو اعتقاد رکجي تہ جهاڙ پنهنجي سر ڪوبہ اثر نہ ٿي رکي ۽ شفاء رڳو الله جي طرفان آهي. ان جي وڏيڪ اثر لاءِ قرآن شريف جنن ۽ انسانن جي شفا ۽ هدايت[٤] جي نيت سان پڙهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ قرآن شفا ۽ هدايت جي طور نازل ٿيو آهي، ان کي جنن جي قتل ڪرڻ جي نيت سان نہ پڙهجي، البتہ جيڪڏهن مٿي بيان ڪيل طريقن سان نہ نڪري تہ پوءِ جائز آهي.

**جهاڙ رکندڙ جا شرط:** (١) اهو مسلمان هجي، صالح ۽ پرهيزگار هجي. جيترو وڌيڪ پرهيزگار هوندو اوترو اثر وڌيڪ ٿيندو. (٢) جهاڙ رکڻ دوران سچي دل سان الله ڏانهن اهڙيءَ طرح توجهہ ڪري جو دل ۽ زبان ٻئي گڏ هجن. وڌيڪ بهتر اهو آهي تہ ماڻهو پاڻ کي پاڻ جهاڙ رکي. ڇاڪاڻ تہ ٻئي جي دل گهٽو ڪري مشغول رهندي آهي، ۽ هن ڪري بہ تہ ٻيو ڪوبہ ائين ڪنهن جي بيچينيءَ ۽ مجبوريءَ کي محسوس نہ ڪندو آهي جيئن ڪو پاڻ محسوس ڪندو آهي. پريشان حال ماڻهن سان الله قبوليت جو واعدو فرمايو آهي.

---

ڪنهن چڱي شيءِ جو اهڙي وقت پسند اچڻ هوندو آهي، جو ان موقعي تي شيطان اتي هوندا آهن ۽ نظر لڳل وٺ ان کان جهل واري ڪابہ شيءِ جهڙوڪ ذڪر، نماز وغيره نہ هوندي آهي. ان تي هيءَ حديث دليل آهي: (العين حق). (نظر لڳڻ بر حق آهي). ٻي روايت ۾ آهي تہ : (ويحضرها الشيطان وحسد ابن آدم) "نظر وقت شيطان ۽ انسان جو حسد حاضر ٿيندا آهن". (احمد). ان کي نظر ان ڪري سڏبو آهي جو اک تعريف ڪرڻ جو هٿيار آهي، هن ڪري نہ تہ خود اها ئي نقصان تي رسائي. ان جو دليل هي آهي تہ انڌي جي بہ ٻئي کي نظر لڳندي آهي حالانڪہ اهو ڏسندو تہ ڪونهي.

١) اوبر وغيره : يعني جنهن بہ شيءِ کي ناظرو هٿ لائي. جيئن ان جو بچيل پاڻي يا ڪاڏو يا جنهن شيءِ کي هٿ لائي، پوءِ اهو ڪٽجي يا ڪنهن رومال وغيره سان لائجي ان ۾ ٻيو پاڻي ملائجي ۽ اهو نظر لڳل تي هارجي بہ ۽ ڪيس پيارجي بہ.

٢) جادو: هن مان مراد ڪاغذي ڳنڍيون، ڪنهن ڪلام ذريعي منتر وغيره پڙهڻ يا ڪو اهڙو عمل ڪرڻ جيڪو جادو ڪيل جي بدن يا دل يا عقل تي سنئون سڌو اثر ڪري. جادو حقيقت آهي. ڪو جادو ماڻهوءَ کي ماري ڇڏيندو آهي، ڪو بيمار ڪري وجهندو آهي. ڪو ماڻهوءَ کي پنهنجي زال سان همبستري کان عاجز ڪري ڇڏيندو آهي، ڪو زال مڙس ۾ جدائي ڪرائي ڇڏيندو آهي، ڪو شرڪ ۽ ڪفر آهي ۽ ڪو ڪبيرو گناهہ آهي.

٣) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ: (إن خير ما تداويتم به الحجامة) (بيشڪ ڀلي ۾ ڀلي شيءِ جنهن جي ذريعي اوهان علاج ڪرائيندا آهيو، سا حجامت (سڱي هٽائڻ) آهي). ان سان الله جسماني بيمارين توڙي نظر ۽ جادو جي بيمارين کان پڻ شفا ڏيندو آهي. جهڙوڪ: ڪينسر. تجربي مان اهو ثابت آهي.

٤) هدايت جي نيت سان پڙهڻ جو مطلب هي آهي تہ جيڪو ان قرآن کي ٻڌي ان کي الله جي دين، نيڪ عمل ڪرڻ ۽ بري ڪم کان رڪجڻ جي دعوت ڏيڻ آهي، هن نيت سان قرآن پڙهڻ جو وڏو اثر آهي، جيڪو تجربي مان ثابت آهي، جنات قرآن کان متاثر ٿي گهٽو ڪري مريض کان پنهنجي تڪليف جلد هٽائي ڇڏيندا آهن، باقي ڪين قتل ڪرڻ جي نيت سان پڙهڻ جي ڪري انهن ۾ ضد ۽ تڪبر پيدا ٿيندو آهي، ۽ دم ڪندڙ توڙي مريض، ٻنهن کي نقصان پهچڻ جو انديشو ٿي پوندو آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : ( إن الله رفيق يحب الرفق ، ويعطي على الرفق ما لا يعطي على العنف ..). "الله نرم آهي، نرميءَ کي پسند فرمائيندو آهي، ۽ نرميءَ سان اهو ڪجهہ عطا ڪندو آهي جيڪو سختيءَ سان نہ ڏيندو آهي". مسلم.

**جهاڙ رڪائيندڙ جا شرط:** مستحب آهي تہ اهو مؤمن صالح هجي. ايمان جي مقدار برابر اثر وڌندو آهي. الله عزوجل فرمايو آهي : ﴿وَنُنَزِّلُ مِنَ ٱلْقُرْءَانِ مَا هُوَ شِفَآءٌ وَرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِينَ وَلَا يَزِيدُ ٱلظَّٰلِمِينَ إِلَّا خَسَارًا﴾ (۽اسان قرآن مان اهو نازل ڪيون ٿا جيڪو مؤمنن لاءِ شفا ۽ رحمت آهي ۽ ظالمن لاءِ خساري کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ ٿو وڌائي).

(٢) سچي دل سان الله ڏانهن توجهہ ڪرڻ تہ اهو ڪيس شفا ڏئي. (٣) اهو نہ پائني تہ شفا ۾ دير ٿي رهي آهي. ڇاڪاڻ تہ جهاڙ هڪ دعا آهي. قبوليت ۾ تڪڙ ڪبي تہ اها شايد قبول ٿي نہ پئي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: «يُسْتَجَابُ لأَحَدِكُمْ مَا لَمْ يَعْجَلْ يَقُولُ: دَعَوْتُ فَلَمْ يُسْتَجَبْ لِي» متفق عليه "اوهان مان هر هڪ جي دعا قبول ٿيندي پر جيستائين تڪڙ نہ ڪري ۽ چوي تہ : مون دعا گهري پر قبول نہ ٿي". (متفق عليہ).

**جهاڙ رکڻ جا ڪجھ طريقا آهن :** ١- جهاڙ رکجي ۽ ان سان گڏ (هلڪي ٿڪَ جي) ڦوڪ ڏجي. ٢- بنا ڦوڪڻ جي پڙهجي. ٣- آڱر کي ٿڪ لڳائي ان کي مٽيءَ سان ملائجي ۽ سور واريءَ جاءِ تي مکجي. ٤- سور واريءَ جاءِ تي هٿ لائيندي جهاڙ رکجي.

**ڪجھ اهڙيون آيتون ۽ حديثون جن سان مريض تي جهاڙ رکجي:** سورة فاتحہ، سوره ڪافرون، اخلاص، فلق، والناس، ۽ هي آيتون:

آية الڪرسي : ﴿ٱللَّهُ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ٱلْحَىُّ ٱلْقَيُّومُ لَا تَأْخُذُهُۥ سِنَةٌ وَلَا نَوْمٌ لَّهُۥ مَا فِى ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِى ٱلْأَرْضِ مَن ذَا ٱلَّذِى يَشْفَعُ عِندَهُۥٓ إِلَّا بِإِذْنِهِۦ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ أَيْدِيهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلَا يُحِيطُونَ بِشَىْءٍ مِّنْ عِلْمِهِۦٓ إِلَّا بِمَا شَآءَ وَسِعَ كُرْسِيُّهُ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضَ وَلَا يَـُٔودُهُۥ حِفْظُهُمَا وَهُوَ ٱلْعَلِىُّ ٱلْعَظِيمُ﴾ [١]

سورة بقره جون آخري بہ آيتون: ﴿ءَامَنَ ٱلرَّسُولُ بِمَآ أُنزِلَ إِلَيْهِ مِن رَّبِّهِۦ وَٱلْمُؤْمِنُونَ كُلٌّ ءَامَنَ بِٱللَّهِ وَمَلَٰٓئِكَتِهِۦ وَكُتُبِهِۦ وَرُسُلِهِۦ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ أَحَدٍ مِّن رُّسُلِهِۦ وَقَالُوا۟ سَمِعْنَا وَأَطَعْنَا غُفْرَانَكَ رَبَّنَا وَإِلَيْكَ ٱلْمَصِيرُ ﴿٢٨٥﴾ لَا يُكَلِّفُ ٱللَّهُ نَفْسًا إِلَّا وُسْعَهَا لَهَا مَا كَسَبَتْ وَعَلَيْهَا مَا ٱكْتَسَبَتْ رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَآ إِن نَّسِينَآ أَوْ أَخْطَأْنَا رَبَّنَا وَلَا تَحْمِلْ عَلَيْنَآ إِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهُۥ عَلَى ٱلَّذِينَ مِن قَبْلِنَا رَبَّنَا وَلَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهِۦ وَٱعْفُ عَنَّا وَٱغْفِرْ لَنَا وَٱرْحَمْنَآ أَنتَ مَوْلَىٰنَا فَٱنصُرْنَا عَلَى ٱلْقَوْمِ ٱلْكَٰفِرِينَ﴾ [٢]

﴿فَسَيَكْفِيكَهُمُ ٱللَّهُ وَهُوَ ٱلسَّمِيعُ ٱلْعَلِيمُ﴾ [٣]

﴿يَٰقَوْمَنَآ أَجِيبُوا۟ دَاعِىَ ٱللَّهِ وَءَامِنُوا۟ بِهِۦ يَغْفِرْ لَكُم مِّن ذُنُوبِكُمْ وَيُجِرْكُم مِّنْ عَذَابٍ أَلِيمٍ﴾ [٤]

---

١) **(ترجمو)** الله (اهو آهي جنهن) کان سواءِ ڪو بہ بندگيءَ جي لائق ناهي، اهو سدائين جيئرو ۽ سڀ ڪي قائم رکندڙ آهي، نڪي ڪيس گهل اچي ٿي ۽ نہ ننڊ، جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو سندس ئي آهي، ڪير آهي جيڪو وٽس سندس اجازت کان سواءِ سفارش ڪري! جيڪو انهن (ماڻهن) جي اڳيان آهي ۽ جيڪو انهن جي پويان آهي، ان سڀ جي خبر اٿس، ۽ هو سندس مرضيءَ کان سواءِ سندس علم مان ڪجھ بہ هٿ ڪري نٿا سگهن، سندس (بادشاهيءَ جي) ڪرسي آسمانن ۽ زمين تي ڇانيل آهي، ۽ انهن جي سنڀال ڪيس نٿي ٿڪائي، ۽ هو سڀ کان مٿانهون ۽ بزرگيءَ وارو آهي.

٢) **(ترجمو)** : رسول ڏانهن جيڪي سندس رب موڪليو، تنهن تي هن ايمان آندو، ۽ مؤمنن پڻ، سڀني هڪ الله ۽ سندس ملائڪن ۽ ڪتابن ۽ رسولن تي ايمان آندو، (چون ٿا تہ) اسين رسولن جي وچ ۾ ڪو بہ فرق نٿا ڪريون، ۽ چيائون تہ : اسان ٻڌو ۽ قبول ڪيو، اي اسان جا ڌڻي! تنهنجي بخشش ٿا گهرون ۽ تو ڏانهن ئي موٽڻو آهي. الله ڪنهن تي بہ سندس طاقت کان وڌيڪ بار نٿو رکي، جيڪي (چڱايون) ڪيائين، سي ان لاءِ آهن ۽ جيڪي (مٺايون) ڪيائين، سي مٿس اٿس. (دعا گهرندا آهن تہ :) اي اسان جا ڌڻي! جيڪڏهن اسان ڀُل يا چُڪ ۾ ڪا خطا ڪريون تہ اسان جي پڪڙ نہ ڪج، اي اسان جا رب! اسان تي اهڙو ڳرو بار نہ رکج، جهڙو تون اسان کان اڳين تي رکيو هو، اي اسان جا پالڻهار! اسان کي اهو بار نہ کڻاءِ جنهن جي کڻڻ جي اسان کي سگهہ ئي نہ آهي، ۽ اسان کي معاف ڪر، ۽ اسان کي بخش ڪر، ۽ اسان تي رحم ڪر، تون ئي اسان جو سائين آهين، تنهن ڪري ڪافرن جي مقابلي ۾ اسان جي مدد ڪر.

٣) (پوءِ سگهو الله توکي انهن (جي شر) کان ڪافي ٿيندو، ۽ اهوئي سڀ ڪجھ ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي).

٤) (اي اسان جي قوم! الله جي سڏيندڙ جو چيو مڃو ۽ ان تي ايمان آڻيو تہ (الله) اوهان جا ڪي گناهہ بخشي ڇڏيندو ۽ ڏکوئيندڙ عذاب کان اوهان کي بچائي وٺندو).

﴿ وَنُنَزِّلُ مِنَ ٱلْقُرْءَانِ مَا هُوَ شِفَآءٌ وَرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِينَ ۙ وَلَا يَزِيدُ ٱلظَّٰلِمِينَ إِلَّا خَسَارًا ﴾[١]
﴿ أَمْ يَحْسُدُونَ ٱلنَّاسَ عَلَىٰ مَآ ءَاتَىٰهُمُ ٱللَّهُ مِن فَضْلِهِۦ ﴾[٢] ﴿ وَإِذَا مَرِضْتُ فَهُوَ يَشْفِينِ ﴾[٣]
﴿ وَيَشْفِ صُدُورَ قَوْمٍ مُّؤْمِنِينَ ﴾[٤] ﴿ قُلْ هُوَ لِلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ هُدًى وَشِفَآءٌ ﴾[٥]
﴿ لَوْ أَنزَلْنَا هَٰذَا ٱلْقُرْءَانَ عَلَىٰ جَبَلٍ لَّرَأَيْتَهُۥ خَٰشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ ٱللَّهِ ﴾[٦] ﴿ فَٱرْجِعِ ٱلْبَصَرَ هَلْ تَرَىٰ مِن فُطُورٍ ﴾[٧]
﴿ وَإِن يَكَادُ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ لَيُزْلِقُونَكَ بِأَبْصَٰرِهِمْ لَمَّا سَمِعُوا۟ ٱلذِّكْرَ وَيَقُولُونَ إِنَّهُۥ لَمَجْنُونٌ ﴾[٨]
﴿ وَأَوْحَيْنَآ إِلَىٰ مُوسَىٰٓ أَنْ أَلْقِ عَصَاكَ ۖ فَإِذَا هِىَ تَلْقَفُ مَا يَأْفِكُونَ ﴾[٩] ﴿ فَوَقَعَ ٱلْحَقُّ وَبَطَلَ مَا كَانُوا۟ يَعْمَلُونَ ﴾[١٠]
﴿ فَغُلِبُوا۟ هُنَالِكَ وَٱنقَلَبُوا۟ صَٰغِرِينَ ﴾[١١]
﴿ قَالُوا۟ يَٰمُوسَىٰٓ إِمَّآ أَن تُلْقِىَ وَإِمَّآ أَن نَّكُونَ أَوَّلَ مَنْ أَلْقَىٰ ﴿٦٥﴾ قَالَ بَلْ أَلْقُوا۟ ۖ فَإِذَا حِبَالُهُمْ وَعِصِيُّهُمْ يُخَيَّلُ إِلَيْهِ مِن سِحْرِهِمْ أَنَّهَا تَسْعَىٰ ﴿٦٦﴾
فَأَوْجَسَ فِى نَفْسِهِۦ خِيفَةً مُّوسَىٰ ﴿٦٧﴾ قُلْنَا لَا تَخَفْ إِنَّكَ أَنتَ ٱلْأَعْلَىٰ ﴿٦٨﴾ وَأَلْقِ مَا فِى يَمِينِكَ تَلْقَفْ مَا صَنَعُوٓا۟ ۖ إِنَّمَا صَنَعُوا۟ كَيْدُ سَٰحِرٍ ۖ وَلَا
يُفْلِحُ ٱلسَّاحِرُ حَيْثُ أَتَىٰ ﴾[١٢] ﴿ ثُمَّ أَنزَلَ ٱللَّهُ سَكِينَتَهُۥ عَلَىٰ رَسُولِهِۦ وَعَلَى ٱلْمُؤْمِنِينَ ﴾[١٣]
﴿ فَأَنزَلَ ٱللَّهُ سَكِينَتَهُۥ عَلَيْهِ وَأَيَّدَهُۥ بِجُنُودٍ لَّمْ تَرَوْهَا ﴾[١٤]
﴿ فَأَنزَلَ ٱللَّهُ سَكِينَتَهُۥ عَلَىٰ رَسُولِهِۦ وَعَلَى ٱلْمُؤْمِنِينَ وَأَلْزَمَهُمْ كَلِمَةَ ٱلتَّقْوَىٰ ﴾[١٥]
﴿ لَّقَدْ رَضِىَ ٱللَّهُ عَنِ ٱلْمُؤْمِنِينَ إِذْ يُبَايِعُونَكَ تَحْتَ ٱلشَّجَرَةِ فَعَلِمَ مَا فِى قُلُوبِهِمْ فَأَنزَلَ ٱلسَّكِينَةَ عَلَيْهِمْ وَأَثَٰبَهُمْ فَتْحًا قَرِيبًا ﴾[١٦]
﴿ هُوَ ٱلَّذِىٓ أَنزَلَ ٱلسَّكِينَةَ فِى قُلُوبِ ٱلْمُؤْمِنِينَ لِيَزْدَادُوٓا۟ إِيمَٰنًا مَّعَ إِيمَٰنِهِمْ ﴾[١٧]

---

١ ) (۽ اسين اهڙو قرآن نازل ڪريون ٿا، جيڪو مؤمنن لاءِ شفا ۽ رحمت آهي ۽ ظالمن لاءِ نقصان کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه وڌائيندو آهي).
٢ ) (بلڪ ماڻهن سان ان تي حسد ڪندا آهن جيڪو الله کين پنهنجي فضل سان ڏنو آهي).
٣ ) (۽ جڏهن مون بيمار ٿيندو آهيان ته اهو (الله) ئي مون کي شفا ڏيندو آهي).
٤ ) (۽ مؤمن ماڻهن جي دلين کي (الله) ٺاريندو).
٥ ) (چؤ ته اهو (قرآن) جن ايمان آندو آهي تن لاءِ هدايت ۽ شفا آهي).
٦ ) (جيڪڏهن اسان هن قرآن کي ڪنهن جبل تي نازل ڪريون ها ته ضرور ان کي الله جي خوف کان عاجزي ڪندڙ، پرزا پرزا ٿي پوندڙ ڏسين ها) .
٧ ) (پوءِ نظر ورائي ڏس، ڪٿي ڪا ڦوٽ ڏسين ٿو؟) .
٨ ) (۽ ڪافر جڏهن قرآن ٿا ٻڌن تڏهن ائين ٿو لڳي جو اجهو ٿا تيز نظرن سان تنهنجا پير ڪڍي ڇڏين، ۽ چون ٿا ته هيءُ (پيغمبر) ته پڪ چريو آهي) .
٩ ) (۽ موسىٰ ڏانهن وحي موڪليوسون ته پنهنجي لٺ اڇلاءِ، ته اها تنهن مهل ئي سندن گهڙيل جادوءَ کي ڳهندي وئي) .
١٠ ) (پوءِ سچ ثابت ٿيو ۽ جيڪي انهن ڪيو ٿي سو ڪوڙو ٿيو) .
١١ ) (پوءِ اتي هار کاڌائون ۽ ذليل بنجي پيا) .
١٢ ) (چيائون ته: اي موسىٰ! يا تون (پنهنجو ڍارو) اڇلاءِ يا پهريون اسان اڇلايون. چيائين ته: ڀل توهان ئي اڇلايو، پوءِ ڏسندي ئي سندن رسا ۽ سندن لٺيون سندن جادوءَ سبب کيس ائين لڳو جو ڇٽڪ ڊوڙن پيون. تنهن تي موسىٰ پنهنجي دل ۾ ڪجهه ڊپ محسوس ڪيو. چيوسونس ته : نه ڊڄ، پڪ تون ئي مٿانهون ٿيندين. ۽ جيڪي تنهنجي ساڄي هٿ ۾ آهي سا اڇلاءِ، ته جو ڪجهه ٺاهيو اٿئون تنهن کي ڳهي ويندي، جو ڪجهه ٺاهيو اٿئون سو رڳو جادوگر جو ڍونگ آهي ۽ جادوگر جتان به اچي ڪامياب ٿيڻو ئي ناهي) .
١٣ ) (پوءِ الله پنهنجي رسول ۽ مؤمنن تي پنهنجو سڪون نازل ڪيو).
١٤ ) (پوءِ الله مٿس پنهنجو سڪون لاٿو ۽ اهڙن لشڪرن سان مدد ڪيائينس جن کي اوهان نه ٿي ڏٺو) .
١٥ ) (پوءِ الله پنهنجي رسول ۽ مؤمنن تي پنهنجو سڪون لاٿو ۽ کين پرهيزگاريءَ جي ڳالهه تي قائم رکيائين) .
١٦ ) (بيشڪ الله مؤمنن کان (ان وقت) راضي ٿيو، جڏهن وڻ هيٺان توسان بيعت ٿي ڪيائون، پوءِ جيڪي سندن دلين ۾ هو سو ڄاتائين، پوءِ مٿن آٿت لاٿائين ۽ کين هڪ ويجهي سوڀ انعام ۾ ڏنائين) .
١٧ ) (الله) اهو ئي آهي، جنهن مؤمنن جي دلين ۾ سڪون لاٿو، ته جيئن سندن ايمان ۾ اڃان به يقين جو واڌارو ٿئي).

**حديثون :**

(اَسْاَلُ اللهَ الْعَظِيْمَ رَبَّ الْعَرْشِ الْعَظِيمِ اَنْ يَشْفِيَكَ)[١] **٧ ڀيرا.**

(اُعِيذُكَ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَّةِ مِنْ كُلِّ شَيْطَانٍ وَهَامَّةٍ وَمِنْ كُلِّ عَيْنٍ لَامَّةٍ)[٢] **٣ ڀيرا .**

(اللَّهُمَّ رَبَّ النَّاسِ اَذْهَبِ الْبَاْسَ اِشْفِ اَنْتَ الشَّافِيْ لَا شِفَاءَ اِلَّا شِفَاؤُكَ شِفَاءً لَا يَغَادِرُ سَقَمًا)[٣] **٣ ڀيرا .**

(اللَّهُمَّ اَذْهِبْ عَنْهُ حَرَّهَا وَبَرْدَهَا وَوَصَبَهَا)[٤] **هڪ ڀيرو.**

(حَسْبِيَ اللّٰهُ لَا اِلَهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ)[٥] **٧ ڀيرا .**

(بِسْمِ اللّٰهِ اَرْقِيْكَ مِنْ كُلِّ دَاءٍ يُؤْذِيْكَ وَمِنْ شَرِّ كُلِّ نَفْسٍ اَوْ عَيْنِ حَاسِدٍ، اَللّٰهُ يَشْفِيْكَ بِسْمِ اللهِ اَرْقِيْكَ)[٦] **٣ ڀيرا.**

**سور واري جاءِ تي هٿ رکي هيئنئن چئجي :** (بِسْمِ اللّٰهِ. **٣ ڀيرا.** اَعُوْذُ بِعِزَّةِ اللّٰهِ وَقُدْرَتِهِ مِنْ شَرِّ مَا اَجِدُ وَاَحَاذِرُ)[٧] **٧ڀيرا.**

**ڪجھ نوٽ :**

**(١)** ناظروءَ جي باري ۾ جيڪي خرافات مشهور آهن جھڙوڪ: ان جو پيشاب پيئڻ. ۽ هي تہ جيڪڏهن ان کي خبر پئجي ويئي تہ ان جو اثر نہ ٿيندو. وغيره. اهڙين خرافتن کي سچو نہ مڃجي.

**(٢)** نظر لڳڻ جي ڊپ کان چمڙي جا تعويذ. ڪنگڻ ۽ ڪنڊلا وغيره پائڻ جائز ناهن. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ : «مَنْ تَعَلَّقَ شَيْئًا وُكِلَ إِلَيْهِ» الترمذي **”جنهن ڪا شيءِ لٽڪائي سو ان جي حوالي ٿيو“**. (ترمذي). ۽ جيڪڏهن انهن ۾ قرآن شريف لکيل هجي تہ پوءِ ان ۾ اختلاف آهي. پر انهن جو ڇڏڻ افضل آهي.

**(٣)** (ما شاءَ الله تبارك الله) لکڻ، تلوار، ڇري يا اک ڇاپڻ يا گاڏيءَ ۾ قرآن شريف رکڻ يا گهرن ۾ ڪي آيتون لٽڪائڻ، اهي سڀ شيون نظر کي نہ ٿيون ٽاري سگھن. بلڪ ڪڏهن تہ اهي حرام تعويذن مان شمار ٿينديون آهن.

**(٤)** مريض تي اهو بہ واجب آهي تہ اهو دعا جي قبول ٿيڻ جو يقين رکي. شفاء ٿيڻ ۾ گهٽي دير جو گمان نہ ڪري. جيڪڏهن ڪيس ڇيو وڃي تہ دوائن ۾ شفا آهي پر سڄي زندگي اهي واپرائيون پونديون تہ گهبرائيندو ئي نہ . پر جيڪڏهن جهاڙ ڦوڪ ڪندي ڪجھ عرصو لڳي ويندو تہ پٽڪو شروع ڪري ڏيندو. حالانڪ هر حرف جيڪو هو پڙهندو رهندو، تنهن جي بدلي ڪيس هڪ نيڪي ملندي ۽ اها نيڪي اهڙين ڏهن نيڪين جي برابر هوندي. ان ڪري گهرجي تہ دعا ۽ استغفار ڪندو رهجي ۽ گهڻو صدقو ڪجي. اهو بہ شفا جو هڪ ذريعو آهي.

**(٥)** اجتماعي قرآن خواني (جيڪا ماڻهو گڏجي پڙهن ٿا) سنت جي خلاف آهي ۽ ان جي روايت ڪمزور آهي. اهڙيءَ طرح تلاوت يا دعائن جي پڙيل ڪيسٽن ٻڌڻ تي ڀاڙڻ درست نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ نيت جو ثبوت نہ ٿو ٿئي، جڏهن تہ اها جهاڙ رکندڙ لاءِ شرط آهي، جيتوڻيڪ ان جي ٻڌڻ ۾ ڀلائي آهي. شرعي جهاڙ بار بار پڙهڻ

---

١ ) (آءٌ الله عظيم، عرش عظيم جي مالڪ کان سوال ٿو ڪريان تہ توکي شفا نصيب ڪري)

٢ ) (آءٌ توکي هر شيطان، زهريلي جانور ۽ هر لڳندڙ نظر کان الله جي ڪامل ڪلمن جي پناهہ ۾ ٿو ڏيان)

٣ ) (اي منهنجا الله! ماڻهن جا پالڻهار! تڪليف دور ڪر. شفا عطا ڪر، تون ئي شفا ڏيندڙ آهين، تنهنجي شفا کان سواءِ ٻي ڪا شفائي ناهي، اهڙي شفا جيڪا ڪنهن بہ بيماري کي نہ ڇڏي)

٤ ) (اي الله! هن کان سندس بيماريءَ جي گرمي، سردي ۽ تڪليف دور فرماءِ)

٥ ) (الله مون کي ڪافي آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، مٿس ئي منهنجو ڀروسو آهي ۽ اهوئي عرش عظيم جو رب آهي)

٦ ) (الله جي نالي سان هر ان بيماريءَ کان جا توکي ايذائي ۽ هر نفس يا ساڙولي اک جي شر کان توکي جهاڙ ٿو رکان، الله توکي شفا عطا ڪري، الله جي نالي سان توکي جهاڙ ٿو رکان)

٧ ) (جيڪو ڪجھ محسوس پيو ڪريان ۽ جنهن کان ڊڄان پيو، تنهن جي شر کان الله جي عزت ۽ سندس قدرت جي آءٌ پناهہ ٿو گهران)

سنت آهي، جيستائين شفا ٿئي. ها جيڪڏهن ڏڳهي جهاڙ پڙهڻ سان ٿڪجيو ٿو پوي تہ ٿورو ٿورو پڙهي تہ جيئن تنگ نہ ٿئي. باقي ڪنهن آيت ۽ دعا جو خاص عدد دهرائڻ دليل کان سواءِ صحيح ناهي.

(٦) واضح رهي تہ ڪجهہ اهڙيون نشانيون آهن، جن سيڻي يا ڪن جي ذريعي ڄاڻي سگهبو آهي تہ جهاڙ رکندڙ جادوءَ تي عمل ٿو ڪري، قرآن تي نہ ٿو ڪري. توڪي اهڙا ماڻهو پنهنجي ظاهري ديندداريءَ سان دوکي ۾ نہ وجهن. ڪڏهن اهي پنهنجي ڦيٽي پڙهڻ جي قرآن سان شروعات تہ ڪندا آهن پر ڏسندي ئي ڏسندي ان کي بدلائي ڇڏيندا آهن. ڪي تہ مسجدن ۾ بہ خوب نظر ايندا آهن تہ جيئن ماڻهن کي بيوقوف بنائي سگهن. اهڙن کي ڪڏهن ڏسندين تہ تنهنجي آڏو الله جو گهڻو ذڪر بہ ڪندا هوندا. اهي شيون توکي دوکي ۾ نہ وجهن. انهن کان خبردار رهجان.

جادوگرن ۽ مدارين جون ڪجهہ نشانيون: ✸ مريض کان سندس نالو ۽ سندس ماءُ جو نالو پڇڻ. جڏهن تہ نالي ڄاڻڻ نہ ڄاڻڻ سان علاج ۾ ڪوبہ فرق پيدا نہ ٿو ٿئي. ✸ مريض جي ڪن ڪپڙن جي طلب ڪرڻ، جيئن ڪرتو يا گنجي وغيره . ✸ ڪڏهن مريض کان خاص صفتن وارو ڪو جانور گهريو ويندو آهي تہ جيئن جنات لاءِ ان کي ذبح ڪيو وڃي. ڪڏهن ڪڏهن مريض کي ان جو رت بہ ڇڻيو ويندو آهي. ✸ اهڙن طلسمن ۽ منترن جو لکڻ يا پڙهڻ جن جي معنىٰ ئي سمجهہ ۾ نہ اچي. ✸ مريض کي اهڙا پنا ڏيڻ، جن ۾ نقشا هجن ۽ نقشن جي وچ ۾ حرف ۽ نمبر لکيل هجن. جن کي تعويذ چوندا آهن. ✸ مريض کي اهو حڪم ڪرڻ تہ اونداهي ڪمري ۾ ڪجهہ عرصو ماڻهن کان ڌار ٿي ويهي رهي. ان کي (ڊڪ يا اوٽ) چوندا آهن. ✸ مريض کي اهو چوڻ تہ ڪجهہ عرصي تائين پاڻيءَ کي هٿ نہ لائي. ✸ مريض کي ڪا شيءِ زمين ۾ دفن ڪرڻ لاءِ ڏيڻ. يا ڪو پنو ڏيڻ تہ ان کي ساڙي پاڻ کي ان جو واس ڏئي. ✸ مريض کي ان جون ڪي اهڙيون خاص ڳالهيون ٻڌائڻ جيڪي ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نہ ڄاڻي. يا سندس ڪجهہ ڳالهائڻ کان اڳ ئي ڪيس سندس نالي، شهر ۽ بيماريءَ جي خبر ڏيڻ. ✸ مريض جي پهچڻ شرط ڪيس ان جو مرض ٻڌائڻ يا فون يا ٽپال جي ذريعي خبر ڏيڻ.

(٧) اهل سنت جو مذهب آهي تہ جن انسان کي وڻندو آهي، ان جو دليل الله تعالىٰ جو هي فرمان آهي: ﴿ٱلَّذِينَ يَأۡكُلُونَ ٱلرِّبَوٰاْ لَا يَقُومُونَ إِلَّا كَمَا يَقُومُ ٱلَّذِي يَتَخَبَّطُهُ ٱلشَّيۡطَٰنُ مِنَ ٱلۡمَسِّۚ﴾ (جيڪي وياج کائين ٿا، سي ان ماڻهوءَ وانگر اٿندا، جنهن کي شيطان ڇُهي چريو ڪري ڇڏيو هجي) مفسر هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ آيت ۾ (مَسّ) مان مراد شيطاني جنون آهي، جيڪو جن وڻڻ جي ڪري انسان کي پيش ايندو آهي.

تڪملو : جادو : موجود آهي، ان جو اثر قرآن ۽ حديث مان ثابت آهي، جادو ڪرڻ حرام، ڪبيرو گناهہ ۽ تمام وڏو ڏوهہ آهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي : «اجْتَنِبُوا السَّبْعَ الْمُوبِقَاتِ قَالُوا: يَا رَسُولَ اللَّهِ وَمَا هُنَّ؟ قَالَ: الشِّرْكُ بِاللَّهِ، وَالسِّحْرُ... » متفق عليه. ”ستن هلاڪ ڪندڙن کان بچو. چيائون تہ : اي الله جا رسول! اهي ڇا آهن؟ فرمايائين تہ : الله سان شرڪ ڪرڻ، جادو ڪرڻ...“. الله تعالىٰ جو فرمان آهي : ﴿وَلَقَدۡ عَلِمُواْ لَمَنِ ٱشۡتَرَىٰهُ مَا لَهُۥ فِي ٱلۡأٓخِرَةِ مِنۡ خَلَٰقٖۚ﴾ ”۽ پڪ ڄاڻائون ٿي تہ جنهن ان کي خريد ڪيو، تنهن لاءِ آخرت ۾ ڪو حصو ناهي“. جادو ٻہ قسم آهي: ١) اهڙيون ڳنڍيون ۽ ڦيٽا، جن جي ذريعي جادوگر جنهن بہ جادو ڪيل کي نقصان پهچائڻ گهرندو آهي تہ ان لاءِ جنن کي استعمال ڪندو آهي. ٢) اهڙيون دوائون جيڪي جادو ڪيل جي بدن، عقل، ارادي ۽ ميلان تي اثر ڪن، جنهن کي : ڦيرائڻ ۽ لاڙڻ چئبو آهي، پوءِ جادو ٿيل ائين ڀائيندو آهي تہ ڄڻ : هيءَ شيءِ ڦري پئي، هيءَ شيءِ چري پئي يا هلي پئي ... وغيره وغيره. پهريون قسم جادو ڪرڻ شرڪ آهي. ڇاڪاڻ تہ جن ايستائين جادوگر جي خدمت نہ ڪندا آهن جيستائين هو الله تعالىٰ جو ڪفر نہ ڪري. باقي ٻيو قسم، هلاڪ ڪندڙ، ڪبيري گناهن مان آهي، جيتوڻيڪ هر شيءِ الله تعالىٰ جي تقدير سان ٿيندي آهي.

# دعا

سڀ مخلوق فقير ۽ الله جي محتاج آهي. اهو بي پرواهه آهي. مخلوق جي ان کي ڪابه ڪاڻ ڪانهي. الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن تي دعا گهرڻ واجب ڪئي آهي. الله سبحانه وتعالىٰ فرمايو آهي: ﴿ٱدۡعُونِيٓ أَسۡتَجِبۡ لَكُمۡۚ إِنَّ ٱلَّذِينَ يَسۡتَكۡبِرُونَ عَنۡ عِبَادَتِي سَيَدۡخُلُونَ جَهَنَّمَ دَاخِرِينَ﴾ (مون کان دعا گهرو ته آءٌ اوهان جي دعا قبول ڪندس، بيشڪ جيڪي منهنجي عبادت کان تڪبر ڪن ٿا، سي خوار ٿي جهنم ۾ داخل ٿيندا).

هن آيت ۾ (عبادت) مان مراد (دعا) آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته: : «مَنْ لَمْ يَسْأَلِ اللَّهَ يَغْضَبْ عَلَيْهِ» ”جيڪو الله کان سوال نه ٿو ڪري، الله ان تي ناراض ٿو ٿئي“. (ابن ماجه). ان سان گڏ الله ﷻ ٻانهن جي ڪانئس دعا گهرڻ سان خوش ٿيندو آهي. ڏانهس زاري ڪرڻ وارن کي پسند ڪندو آهي. ۽ کين پنهنجي قريب ڪندو آهي.

نبي ڪريم ﷺ جي اصحابن ان ڳالهه جو چڱيءَ طرح شعور حاصل ڪري ورتو هو، جنهن ڪري انهن مان ڪوبه الله کان ڪا معمولي شيءِ به گهرڻ ۾ گهٽتائي نه سمجهندو هو ۽ نه ئي اهي پنهنجا مسئلا مخلوق مان ڪنهن وٽ کڻي ويندا هئا. اهو صرف ان ڪري هو ته انهن جو پنهنجي رب سان ۽ سندن رب جو انهن سان قرب ۽ تعلق هو. سندن اهو قرب الله جل جلاله جي هن فرمان جو نتيجو هو: ﴿وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ﴾ (ڏهن ج ۽ ٻانها توکان منهنجي باري ۾ پڇا ڪن ته منهنجا (کين ٻڌاءِ ته) آءٌ ويجهو آهيان).

دعا جو الله وٽ تمام وڏو مرتبو آهي. دعا الله وٽ وڏي اڪرام واري شيءِ آهي. اها ڪڏهن قضا کي به ٽاري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن قبوليت جا اسباب مهيا هجن ۽ ان جون رڪاوٽون دور هجن ته جيڪو به الله کان دعا گهرندو آهي ته الله سندس دعا قبول فرمائيندو آهي. ۽ دعا گهرڻ واري کي هيٺين ٽن مان ڪا هڪ عطا ڪندو آهي، جن جو نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي هن قول ۾ ذڪر فرمايو آهي: «مَا مِنْ مُسْلِمٍ يَدْعُو بِدَعْوَةٍ لَيْسَ فِيهَا إِثْمٌ وَلَا قَطِيعَةُ رَحِمٍ إِلا أَعْطَاهُ اللَّهُ بِهَا إِحْدَى ثَلَاثٍ: إِمَّا أَنْ تُعَجَّلَ لَهُ دَعْوَتُهُ، وَإِمَّا أَنْ يَدَّخِرَهَا لَهُ فِي الآخِرَةِ، وَإِمَّا أَنْ يَصْرِفَ عَنْهُ مِنَ السُّوءِ مِثْلَهَا. قَالُوا إِذًا نُكْثِرُ؟ قَالَ: اللَّهُ أَكْثَرُ» أحمد والترمذي. ”ڪوبه مسلمان جڏهن ڪا دعا گهرندو آهي، جنهن ۾ گناهه ۽ رشتن ٽوڙڻ جي ڪا شيءِ نه هجي ته الله ان کي ٽن مان ڪا هڪ شيءِ عطا ڪندو آهي: يا ته سندس اها دعا جلد قبول ٿيندي آهي يا ان کي سندس لاءِ آخرت جو ذخيرو بنائيندو آهي يا ڪانئس ان برابر ڪا برائي ٽاريندو آهي. صحابن عرض ڪيو ته: چو نه اسان گهڻي دعا گهرون؟ پاڻ فرمايائون: الله ان کان گهڻو آهي“.

**دعا جا قسم:** دعا ٻه قسم آهي: ١) عبادت واري دعا. جيئن نماز ۽ روزو. ٢) سوال ڪرڻ ۽ گهرڻ واري دعا.

**عملن جي هڪ ٻئي مٿان فضيلت:** قرآن پڙهڻ افضل آهي؟ يا ذڪر ڪرڻ يا دعا ۽ ڪجهه گهرڻ؟ قرآن شريف جي تلاوت سڀني عملن کان وڌيڪ افضل آهي، ان کان پوءِ ذڪر ۽ ثنا، پوءِ دعا ۽ ڪجهه گهرڻ. اهو مجموعي طور تي آهي. پر ڪڏهن گهٽ درجي واري شيءِ ڪن سببن جي ڪري وڌيڪ درجي واري کان به افضل ٿي ويندي آهي. جهڙوڪ: عرفات جي ڏينهن دعا گهرڻ قرآن پڙهڻ کان افضل آهي ۽ فرض نمازن کان پوءِ آيل ذڪر اذڪارن ۾ مشغول ٿيڻ قرآن پڙهڻ کان افضل آهي.

**دعا قبول ٿيڻ جا اسباب:** ان جا ڪي اسباب ظاهري آهن ته ڪي باطني:

**١) ظاهري اسباب هي آهن:** ان کان اڳ ڪي صالح عمل ڪرڻ، جهڙوڪ: صدقو، وضو، نماز، قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ، هٿ مٿي کڻڻ. الله جي اهڙي ثناء ڪرڻ جنهن جو پاڻ مستحق آهي، الله جا نالا ۽ سندس صفتون دعا جي مناسبت سان ذڪر ڪرڻ. جڏهن دعا جنت جي طلب لاءِ هجي ته سندس رحمت ۽ فضل جي ذريعي عاجزي ڪجي. جڏهن مثلا ڪنهن ظالم جي مٿان دعا گهرجي ته پوءِ (رحمٰن) ۽ (ڪريم) جو اسم استعمال ڪرڻ جي بجاءِ (جبار) ۽ (قهار) جو اسم استعمال ڪرڻ گهرجي. ۽ انهن سببن مان: دعا جي منڍ، وچ ۽ آخر ۾ درود پڙهڻ، گناهن جو اقرار ڪرڻ، الله جي نعمتن جو شڪر ڪرڻ ۽ اهڙن وقتن کي غنيمت ڄاڻڻ، جن جي باري ۾ دليل آيو آهي ته اهي اجابت جا وقت آهن. اهڙا وقت تمام گهڻا آهن، جن مان ڪجهه هن طرح آهن: ✹ ڏينهن ۽ رات ۾: رات جو آخري ٽيون حصو، جڏهن الله ﷻ دنيا جي آسمان طرف لهي ايندو آهي، اذان ۽ اقامت جي وچ ۾، وضوءَ کان پوءِ ، سجدي جي

دوران، نماز جی سلام ڦيرائڻ کان اڳ، نمازن پڙهڻ کان پوءِ، قرآن جی ختم وقت، ڪڪڙ جی ٻانگ ڏيڻ وقت، سفر ۾، مظلوم ۽ پريشان حال جی دعا گهرڻ وقت، پيءُ جی پنهنجی پٽ لاءِ دعا، مسلمان جی پنهنجی ڪنهن مسلمان ڀاءُ لاءِ پرپٺ دعا ۽ جنگ ۾ دشمن سان سامهون ٿيڻ وقت. اللّٰه تعالیٰ دعا قبول فرمائيندو آهی. ✷ هفتی جی ڏينهن ۾ : جمعی جی ڏينهن، خاص ڪري ان ڏينهن جی آخري گهڙيءَ وقت. ✷ مهينن ۾ : رمضان جی مهينی ۾ سحريءَ ۽ افطاري وقت. ليلة القدر ۽ عرفات واري ڏينهن ۾. ✷ برڪت ۽ شرف وارين جاين مان : عام مسجدن ۾، ڪعبة اللّٰه وٽ، خاص ڪري ملتزم وٽ، مقام ابراهيم وٽ، صفا ۽ مروه جی مٿان، حج جی ڏينهن ۾ عرفات، مزدلفي ۽ منیٰ ۾ ۽ زمزم جي پاڻي پيئڻ وقت. وغيره.

**٢) باطني اسباب:** دعا کان اڳ : سچي توبهہ ڪرڻ، ماڻهن جا حق واپس ڪرڻ، کاڌو، پيتو، لباس، رهائش، حلال جي ڪمائيءَ مان هجڻ. نيڪيون گهڻيون ڪرڻ، حرام شين کان پاسو ڪرڻ، شهواني خواهشن ۽ مشتبهہ شين کان بچڻ وغيره جو اهتمام ڪرڻ. دعا جي وچ ۾: دل جو حضور، اللّٰه تي ڀروسو ڪرڻ، پڪي اميد ڪرڻ، ان ڏانهن التجاء ڪرڻ، عاجزي ۽ زاري ڪرڻ، معاملو سندس حوالي ڪرڻ، ۽ ان کان سواءِ ڪنهن ڏانهن نہ واجهائڻ ۽ قبوليت جو يقين ڪرڻ.

**دعا جي قبول نه ٿيڻ جا سبب:** ڪڏهن انسان دعا گهرندو آهی پر اها قبول نہ ٿيندي آهی. يا قبوليت ۾ دير ٿيندي آهی. ان جا ڪوڙ سبب آهن. جن مان ڪجهه هن ريت آهن. ✷ **اللّٰه سان گڏ ٻين کان دعا گهرڻ.** ✷ **دعا ۾ گهڻو تفصيل ڪرڻ**، جيئن جهنم جی گرمیءَ کان، ان جی تنگیءَ ۽ ان جی اوندهہ کان پناهہ گهرڻ... حالانڪ صرف جهنم کان پناهہ گهرڻ ڪافی آهی. ✷ **مسلمان جی پنهنجی مٿان يا ٻئی جی مٿان ناحق بد دعا گهرڻ.** ✷ **گناهہ ۽ مائٽی ڇنڻ جی دعا گهرڻ** ✷ **دعا کی اللّٰه جی مرضیءَ تی ڇڏڻ**. مثال چئی: اي اللّٰه جيڪڏهن تون چاهين تہ مون کی معاف ڪر! وغيره. ✷ **دعا جی قبوليت ۾ تکڙ ڪرڻ**. مثال چئی: دعا تہ گهريم پر قبول نہ ٿی. ✷ **ٿڪجی پوڻ :** يعنی ٿڪ تی دعا ڇڏي ڏيڻ. ✷ **غافل دل سان دعا گهرڻ**. ✷ **اللّٰه جی آڏو ادب نہ ڪرڻ**. نبی ڪريم ﷺ جن هڪ مرد کی پنهنجی نماز ۾ دعا گهرندي ٻڌو، جنهن نبی ڪريم ﷺ جن تی درود نہ پڙهيو، پاڻ فرمايائون: «عَجِلَ هَذَا» "هن تکڙ ڪئی آهی". پوءِ کيس سڏيائون، پوءِ ان کی يا ڪنهن ٻئی کی چيائون: «إِذا صَلَّى أَحَدُكُمْ فَلْيَبْدَأْ بِتَحْمِيدِ اللَّهِ وَالثَّناءِ عَلَيْهِ، ثُمَّ لْيُصَلِّ عَلَى النَّبِيِّ ﷺ ثُمَّ لِيَدْعُ بَعْدُ بِمَا شَاءَ» جڏهن اوهان مان ڪو نماز پڙهی تہ ان کی حمد ۽ ثنا سان شروع ڪرڻ گهرجی، ان کان پوءِ نبی ڪريم ﷺ تی صلاة پڙهڻ گهرجی، ان کان پوءِ جيڪو وڻيس تنهن جی دعا گهري". (ترمذي) ✷ **اڻ ٿيڻی شیءِ جی دعا گهرڻ.** جيئن دنيا ۾ هميشہ رهڻ جی دعا گهرڻ. ✷ **پر تڪلف تڪبندي سان دعا گهرڻ.** اللّٰه عزوجل فرمايو آهی: ﴿ٱدۡعُواْ رَبَّكُمۡ تَضَرُّعٗا وَخُفۡيَةًۚ إِنَّهُۥ لَا يُحِبُّ ٱلۡمُعۡتَدِينَ﴾ (پنهنجی رب کی زاري سان ۽ ڳجهی طريقی سان سڏيو. ڇاڪاڻ تہ اهو حد لنگهندڙ کی پسند نہ ڪندو آهی). ابن عباس رضي الله عنه فرمايو: ڏس دعا ۾ تڪبنديءَ کان پاسو ڪج. مون رسول اللّٰه ﷺ ۽ سندس اصحابن کی ڏٺو آهی تہ اهی ائين ئی ڪندا هئا. يعنی اهی تڪبنديءَ کان پاسو ئی ڪندا هئا. (بخاري) ✷ **حد کان وڌيڪ بلند آواز سان دعا گهرڻ.** اللّٰه عزوجل فرمايو آهی: ﴿وَلَا تَجۡهَرۡ بِصَلَاتِكَ وَلَا تُخَافِتۡ بِهَا وَٱبۡتَغِ بَيۡنَ ذَٰلِكَ سَبِيلٗا﴾ (۽ پنهنجی نماز ۾ نہ ڏاڍيان پڙهہ ۽ نہ ان کی آهستی پڙهہ، ان جی وچ وارو رستو اختيار ڪر). عائشہ رضي اللّٰه تعالیٰ عنها فرمايو آهي تہ : "هيءَ (آيت) دعا جي باري ۾ لٿي آهي".

**دعا گهرڻ واري کي پنهنجي دعا جي ترتيب هن طرح رکڻ مستحب آهي:** ١) حمد ۽ ثنا. ٢) نبي ڪريم ﷺ جن مٿان دعا. ٣) توبهہ ۽ گناهن جو اقرار ڪرڻ. ٤) اللّٰه جي نعمتن جو شڪر ڪرڻ. ٥) دعا گهرڻ شروع ڪجي ۽ جامع دعا گهرڻ جو حرص ڪجي. ۽ ائين گهرجي جيئن نبي ڪريم ﷺ ۽ سلف کان ثابت هجي. ٦) نبي ڪريم ﷺ جن جي مٿان درود سان دعا ختم ڪجي.





## اهم دعائون جيڪي ياد ڪرڻ گهرجن ۽ جن سان دعا گهرڻ گهرجي:

| دعا جي مناسبت | نبي ڪريم ﷺ جن جون گهريل دعائون ۽ انهن جو ترجمو: |
|---|---|
| ننڊ ڪان اڳ ۾ پوءِ | (بِاسْمِكَ اللَّهُمَّ أَمُوتُ وَأَحْيَا)[1] ، جڏهن جاڳي تہ چئی: (الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِي أَحْيَانَا بَعْدَمَا أَمَاتَنَا وَإِلَيْهِ النُّشُورُ)[2] |
| ننڊ ۾ گهٻرائڻ ڪان | (أَعُوذُ بِكَلِمَاتِ اللّٰهِ التَّامَّاتِ مِنْ غَضَبِهِ وَعِقَابِهِ، وَمِن شَرِّ عِبَادِهِ، وَمِنْ هَمَزَاتِ الشَّيَاطِينِ، وَأَنْ يَحْضُرُونِ)[3] |
| ننڊ وارو جڏهن خواب ڏسي | جڏهن اوهان مان ڪو وڻندڙ خواب ڏسی، تہ اهو الله جی طرفان آهی، ان کی ان تی الله جو حمد ڪرڻ گهرجی ۽ ٻيل ٻين کی ٻڌائی. جيڪڏهن اڻ وڻندڙ خواب ڏسی تہ اهو شيطان جی طرفان آهی. ان جی شر کان پناهہ گهري. ۽ ان جو ڪنهن سان ذڪر نہ ڪري. ان جو ڪيس ڪوبہ نقصان نہ ٿيندو. |
| گهر ڪان نڪرڻ وقت | (اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ أَنْ أَضِلَّ أَوْ أُضَلَّ، أَوْ أَزِلَّ أَوْ أُزَلَّ، أَوْ أَظْلِمَ أَوْ أُظْلَمَ، أَوْ أَجْهَلَ أَوْ يُجْهَلَ عَلَيَّ)[4]<br>(بِسْمِ اللّٰهِ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللّٰهِ لا حَوْلَ وَلا قُوَّةَ إِلا بِاللّٰهِ)[5] |
| مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت | جڏهن مسجد ۾ داخل ٿئی تہ پهريائين پنهنجو ساڄو پير اندر داخل ڪري ۽ چوي: (بِسْمِ اللّٰه وَالسَّلامُ عَلَى رَسُولِ اللّٰه اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي ذُنُوبِي وَافْتَحْ لِي أَبْوَابَ رَحْمَتِكَ)[6] |
| مسجد مان نڪرڻ وقت | جڏهن مسجد مان نڪري تہ پنهنجو کاٻو پير پهريائين ڪڍي ۽ چوي: (بِسْمِ اللّٰه وَالسَّلامُ عَلَى رَسُولِ اللّٰه اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي ذُنُوبِي وَافْتَحْ لِي أَبْوَابَ فَضْلِكَ)[7] |
| گهوٽ کی هی دعا ڏجی | « بَارَكَ اللّٰه لَكَ، وَبَارَكَ عَلَيْكَ، وَجَمَعَ بَيْنَكُمَا فِي خَيْرٍ »[8] |
| جڏهن ڪڪڙ جی ٻانگ، گڏهہ جی هينگ ۽ ڪتی جی ڀونڪ ٻڌجی | جڏهن بہ گڏهہ جی هينگ ٻڌو: تہ الله کان ان جی شر جی پناهہ گهرو. ڇاڪاڻ تہ ان شيطان ڏٺو آهی ۽ جڏهن ڪڪڙ جی ٻانگ ٻڌو: تہ الله کان سندس فضل جو سوال ڪريو. ڇاڪاڻ تہ ان ملائڪ ڏٺو آهی. ۽ جڏهن توهان رات جو ڪتی جی ڀونڪ ۽ گڏهہ جی هينگ ٻڌو : تہ الله جی پناهہ گهرو. |
| جيڪو توکی ٻڌائی تہ هو توسان الله ڪارڻ محبت ٿو رکی | حضرت انس رضي الله عنه کان مروي آهی تہ هڪ شخص نبی ڪريم ﷺ جن وٽ ويٺو هو، تہ اتان هڪ شخص گذريو. تہ (ويٺل) چيو: يارسول الله! آءٌ هن سان محبت ٿو رکان. تہ نبی ڪريم ﷺ جن فرمايس: تو کيس ٻڌايو آهی؟ عرض ڪيائين: نہ. فرمايائونس تہ: کيس ٻڌاءِ. پوءِ اٿی کيس پهتو ۽ چيائينس تہ: آءٌ توسان الله خاطر محبت ٿو ڪريان. تہ ان وراڻيس : توسان اهو محبت ڪري جنهن جی ڪري تون مون سان محبت ڪئی آهی. |
| جڏهن ڪو مسلمان نڇ ڏئي | جڏهن اوهان مان ڪو نڇ ڏئی تہ چئی: **الحمد لله** چوي، ڀيو ڀاءُ يا ان جو ساٿی کيس چئی: **يرحمك الله** جڏهن اهو سندس لاءِ يرحمک الله چئی تہ پوءِ هن کی هی چوڻ گهرجی: **يهديكم الله ويصلح بالكم**. جڏهن ڪو ڪافر نڇ ڏئی ۽ (**الحمد لله**) چئی تہ ان کی رڳو **يهديكم الله** چئجی. ان کی **يرحمك الله** نہ چئجی. |
| مصيبت وقت دعا | ✸ «لا إِلَهَ إِلا اللّٰه الْعَظِيمُ الْحَلِيمُ لا إِلَهَ إِلا اللّٰه رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيمِ لا إِلَهَ إِلا اللّٰه رَبُّ السَّمَوَاتِ وَرَبُّ الأَرْضِ وَرَبُّ الْعَرْشِ الْكَرِيمِ »[9] ✸ « اللّٰه اللّٰه رَبِّي، لا أُشْرِكُ بِهِ شَيْئًا »[10] ✸ « يَا حَيُّ يا قَيُّومُ برحمتكَ أَسْتَغِيثُ »[11] ✸ « سبحَان اللّٰه العَظِيم »[12] |
| دشمن خلاف دعا | « اللَّهُمَّ مُنْزِلَ الْكِتَابِ ومُجْرِيَ السَّحَابِ سَرِيعَ الْحِسَابِ اهْزِمْ الأَحْزَابَ، اللَّهُمَّ اهْزِمْهُمْ وَزَلْزِلْهُمْ »[13] |

---

[1] اي الله تنهنجي نالي سان آءٌ مران ۽ جيان ٿو.

[2] الله لاءِ سڀ ساراهون، جنهن مئي پڇاڻان اسان کي زنده ڪيو، ڏانهس ئي موٽڻو آهي.

[3] الله جي مڪمل ڪلمن جي آءٌ پناهہ ۾ ٿو اچان، سندس غضب ۽ سزا کان. سندس ٻانهن جي شر، شيطانن جي واوسن کان ۽ انهن جي مون وٽ اچڻ کان.

[4] اي الله آءٌ هن کان تنهنجي پناهہ ۾ ٿو اچان تہ: گمراهہ ٿيان يا گمراهہ ڪيو وڃان. ٿڙي وڃان يا ٿيڙيو وڃان، ظلم ڪيان يا ظلم ڪيو وڃان. بي خبر ٿيان، يا بي خبر بڻايو وڃان.

[5] الله جي نالي سان شروع ٿو ڪيان، الله تي توڪل ٿو ڪيان، قوت ۽ طاقت صرف ان وٽ آهي.

[6] الله جي نالي سان (داخل ٿيان ٿو) رسول الله ﷺ جي مٿان سلام هجي. اي الله منهنجا گناهہ معاف فرماءِ ۽ منهنجي لاءِ رحمت جا دروازا کولي ڇڏ!

[7] الله جي نالي سان (نڪران ٿو) رسول الله ﷺ جي مٿان سلام هجي، اي الله مون کي منهنجا گناهہ معاف ڪر. ۽ پنهنجي فضل (رزق) جا دروازا مون لاءِ کولي ڇڏ!

[8] الله تنهنجي لاءِ برڪت فرمائي ۽ تنهنجي مٿان برڪت فرمائي. اوهان کي خير سان گڏ رکي.

[9] ڪوبہ معبود ناهي الله کان سوءِ جيڪو عظيم ۽ بردبار آهي، ڪوبہ معبود ناهي الله کانسواءِ جيڪو عرش عظيم جو رب آهي، ڪوبہ معبود ناهي الله کان سواءِ جيڪو آسمانن ۽ زمين ۽ عرش سڳوري جو رب آهي

[10] الله الله منهنجو رب آهي، ساڻس مان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ٿو ڪيان.

[11] اي حيّ! اي قيوم! آءٌ تنهنجي رحمت جي التجا ٿو ڪريان.

[12] پاڪ آهي الله جيڪو برتر آهي.

[13] اي الله ڪتاب نازل ڪرڻ وارا! ڪڪرن کي جاري ڪرڻ وارا! تڪڙي حساب وٺڻ وارا (دشمن جي) لشڪرن کي شڪست ڏي، اي الله! کين شڪست ڏي ۽ کين لوڏي ڇڏ.

| | |
|---|---|
| رات جو ننڊ کان سجاڳ ٿيڻ وقت | جيڪو رات جو سجاڳ ٿئي ۽ هي دعا پڙهي: لا إِلَهَ إِلا اللهُ وَحْدَهُ لا شَرِيكَ لَهُ، لَهُ المُلْكُ وَلَهُ الحَمْدُ وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ، الحَمْدُ لِلهِ وَسُبْحَانَ اللهِ وَلا إِلَهَ إِلا اللهُ وَاللهُ أَكْبَرُ وَلا حَوْلَ وَلا قُوَّةَ إِلا بِاللهِ. [١] |
| ڪا مشڪل پيش اچي | « اللَّهُمَّ لا سَهْلَ إِلا مَا جَعَلْتَهُ سَهْلا وَأَنتَ تَجْعلُ الحزن إذا شِئْتَ سَهْلاً » [٢] |
| قرض جي ادائگيءَ لاءِ دعا | « اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ مِنْ الْهَمِّ وَالْحَزَنِ وَالْعَجْزِ وَالْكَسَل، وَالْجُبْنِ وَالْبُخْل، وَضَلَعِ الدَّيْن، وَغَلَبَةِ الرِّجَالِ » [٣] |
| بيت الخلاء وڃڻ جي دعا | جڏهن بيت الخلاء ۾ داخل ٿجي تہ چئجي: « اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ مِنْ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ » [٤]<br>جڏهن فارغ ٿي نڪري تہ چئي: « غُفْرَانَكَ » [٥] |
| نماز جي وسوسن کان | اهو هڪ شيطان آهي جنهن کي (خنزب) چئبو آهي. جڏهن کيس محسوس ڪرين تہ الله جي ان کان پناهہ گهر ۽ ٽي ڀيرا پنهنجي کابي پاسي ٿڪ اڇلاءِ. |
| سجدي ۾ هي دعا پڙهڻ گهرجي | ✸ « اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي ذَنْبِي كُلَّهُ دِقَّهُ وَجِلَّهُ وَأَوَّلَهُ وَآخِرَهُ وَعَلانِيَتَهُ وَسِرَّهُ » [٦] ✸ « سُبْحَانَكَ رَبِّي وَبِحَمْدِكَ اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي» [٧] ✸ « اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِرِضَاكَ مِنْ سَخَطِكَ وَبِمُعَافَاتِكَ مِنْ عُقُوبَتِكَ وَأَعُوذُ بِكَ مِنْكَ لا أُحْصِي ثَنَاءً عَلَيْكَ أَنْتَ كَمَا أَثْنَيْتَ عَلَى نَفْسِكَ » [٨] |
| تلاوت جي سجدي جي دعا | «اللَّهُمَّ لَكَ سَجَدْتُ وَبِكَ آمَنْتُ وَلَكَ أَسْلَمْتُ سَجَدَ وَجْهِي لِلَّذِي خَلَقَهُ وَصَوَّرَهُ وَشَقَّ سَمْعَهُ وَبَصَرَهُ تَبَارَكَ اللهُ أَحْسَنُ الخَالِقِينَ» [٩] |
| نماز جي شروعات جي دعا | « اللَّهُمَّ بَاعِدْ بينِىْ وَبَيْنَ خَطَايَايَ كَمَا بَاعَدتَّ بينَ المَشْرِقِ والمغْرِبِ، اللَّهُمَّ نَقِّنِىْ مِنْ خَطَايَايَ كَمَا يُنَقَّى الثَّوْبُ الأَبْيَضُ مِنَ الدَّنَسِ، اللَّهُمَّ اغْسِلْنِىْ بِالْمَاءِ وَالثلْجِ وَالبَرَد » [١٠] |
| نماز جي پڇاڙيءَ جي دعا | « اللَّهُمَّ إِنِّي ظَلَمْتُ نَفْسِي ظُلْمًا كَثِيرًا وَلا يَغْفِرُ الذُّنُوبَ إِلا أَنْتَ فَاغْفِرْ لِي مَغْفِرَةً مِنْ عِنْدِكَ وَارْحَمْنِي إِنَّكَ أَنْتَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ » [١١] |
| نماز کان پوءِ | ✸ «اللَّهُمَّ أَعِنِّي عَلَى ذِكْرِكَ وَشُكْرِكَ وَحُسْنِ عِبَادَتِكَ» [١٢] ✸ «اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ مِنْ الْكُفْرِ وَالْفَقْرِ وَعَذَابِ الْقَبْرِ» [١٣] |
| جيڪو چڱائي ڪري | جنهن سان چڱائي ڪئي وئي، ۽ انهيءَ چڱائي ڪندڙ کي چيو: جَزَاكَ اللهُ خَيْرا (الله توکي سٺو بدلو ڏئي) تہ ڄڻ ان سندس تعريف جو حق ادا ڪري ڇڏيو. ۽ ٻئي کي جواب ۾ هيئن چوڻ گهرجي: وجزاك توکي بہ بدلو ڏئي. يا چئيس: وإياك توکي بہ. |
| جڏهن مينهن ڏسجي | « اللَّهُمَّ صَيِّبًا نَافِعًا » [١] بہ يا ٽي دفعہ چئجي. « مُطِرْنَا بِفَضْلِ اللهِ وَرَحْمَتِهِ » [٢] |

---

[١] "الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪو شريڪ ناهي، سارو جهان ان جو آهي، سڀ تعريف بہ ان جي آهي، ۽ اهو هر شيءِ تي وڏي وس وارو آهي. سڀ تعريف الله جي آهي، ۽ الله پاڪ آهي، ۽ ان کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق ناهي، الله تمام وڏو آهي، ۽ الله کان سواءِ نہ ڪو حيلو آهي ۽ نہ وس". ان کان پوءِ چئي: اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي "اي منهنجا الله! مون کي بخش". يا ٻي ڪا دعا گهريائين تہ سندس دعا قبول ٿيندي. پوءِ جيڪڏهن وضو ڪري نماز پڙهيائين تہ سندس نماز قبول ڪئي ويندي.

[٢] اي الله ڪابہ شيءِ آسان ناهي جيستائين تون ان کي آسان نہ ڪرين. تون ڏکيائيءَ کي، جڏهن گهرندو آهين، تہ آسان ڪري ڇڏيندو آهين.

[٣] اي الله، آءٌ تنهنجي پناهہ ۾ ٿو اچان ڏک ۽ غم کان، مجبوري ۽ سستيءَ کان، بزدلي، ۽ بخل کان، قرض ۾ ونجي وڃڻ ۽ ماڻهن جي غلبي کان.

[٤] اي الله آءٌ پليتي ۽ پليتن کان تنهنجي پناهہ ۾ ٿو اچان.

[٥] تنهنجي بخشش ٿو گهران.

[٦] اي الله منهنجا گناهہ معاف ڪر، سڀ گناهہ، ننڍا هجن يا وڏا، پهريان هجن يا پويان، ظاهر هجن يا ڳجها.

[٧] پاڪ آهي تنهنجي ذات اي پالڻهار، پنهنجي حمد جي صدقي اي الله مون کي معاف فرماءِ.

[٨] اي الله آءٌ تنهنجي رضامندي جي صدقي تنهنجي ڏمر کان پناهہ ٿو گهران. ۽ تنهنجي معافي سان تنهنجي سزا کان پناهہ ٿو گهران. ۽ توسان تنهنجي پناهہ ۾ ٿو اچان. آءٌ تنهنجي ساراهہ جو حق نہ ٿو ادا ڪري سگهان. بس تون ائين ئي آهين جيئن تو پنهنجي ساراهہ پاڻ ڪئي آهي.

[٩] اي الله تولاءِ ئي سجدو ڪيو اٿم، توتي ئي ايمان آندو اٿم، تولاءِ ئي فرمانبرداري ڪئي اٿم، منهنجو منهن ان کي سجدو ٿو ڪري جنهن کيس پيدا ڪيو آهي، جنهن کيس صورت بخشي آهي، سندس ڪن ۽ اکيون کوليون اٿس. الله برڪت وارو آهي، بهترين خالق آهي.

[١٠] اي الله! منهنجي ۽ منهنجي خطائن جي وچ ۾ ائين دوري فرماءِ جيئن تو مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ دوري فرمائي آهي. اي الله! مون کي گناهن کان ائين صاف ڪرڻ فرماءِ جيئن اڇو ڪپڙو ميرنهن کان صاف ٿيندو آهي. اي الله! منهن جي (گناهن کي) پاڻي، برف ۽ ڳڙي سان ڌوئي ڇڏ.

[١١] اي الله! مون پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو آهي، تمام گهڻو ظلم، توکان سواءِ ٻيو ڪوبہ گناهہ نہ بخشيندو آهي، تنهن ڪري پنهنجي طرفان مون کي معاف فرماءِ! مون تي رحم فرماءِ، تون ئي معاف ڪندڙ ۽ ٻاجهارو آهين.

[١٢] اي الله منهنجي مدد فرماءِ پنهنجي ذڪر، شڪر ۽ سهڻي عبادت ڪرڻ تي.

[١٣] اي الله آءٌ توکان ڪفر، محتاجيءَ ۽ قبر جي عذاب کان پناهہ ٿو گهران.





| | |
|---|---|
| جڏهن تيز هوا گهلي | « اللّٰهُمَّ إني أسألك خَيْرَهَا وخير مَا فيْها وخير ما أرسلت به، وأعوذُ بكَ مِنْ شَرِّهَا وَشَرِّ مَا فيها وشَرِّ ما أَرسلت به »[٣] |
| جڏهن چنڊ ڏسجي | « اللّٰهُمَّ أهلَّه عَلَيْنَا باليمن والإيمَانِ والسَّلامَةِ وَالإسْلامِ، هِلالُ خيْر ورُشْدٍ، رَبِيْ وَرَبُّكَ اللهُ »[٤] |
| مسافر کی الوداع چوڻ وقت | « أَسْتَوْدِعُ الله دِينَكَ وَأَمَانَتَكَ وَخَواتيمَ عَمَلِكَ »[٥] مسافر ان جو هنن لفظن سان جواب ڏئی: « أَسْتُوْدِعُكُمُ الله الَّذِيْ لا تَضيْعُ وَدَائعُهُ »[٦] |
| کا چگی يا لگی شیءِ ڏسڻ وقت | نبی کریم ﷺ جن جڏهن کا اهڙي شيءِ ڏسندا هئا جيکا کين پسند هجی تہ هی دعا پڙهندا هئا: « الحَمْدُ لِلّٰه الّذي بِنِعْمَتِهِ تَتِمُّ الصَّالحاتُ »[٧] ۽ جڏهن کا اهڙي شيءِ ڏسندا هئا جيکا کين ناپسند هجی تہ هی دعا پڙهندا هئا : «الحَمْدُ لِلّٰه على كلّ حالٍ » "هر حال ۾ الله جی تعريف آهی". |
| سفر جي دعا | « اللهُ أَكْبَر، اللهُ أَكْبَر، اللهُ أَكْبَر ﴿ سُبْحانَ الَّذِي سَخَّرَ لَنَا هَذَا وَمَا كُنَّا لَهُ مُقْرِنِينَ ✸ .وَإِنَّا إِلَى رَبِّنَا لَمُنقَلِبُونَ ﴾ اللَّهُمَّ إِنَّا نَسْأَلُكَ فِي سَفَرِنَا هَذَا الْبِرَّ وَالتَّقْوَى، وَمِنْ الْعَمَلِ مَا تَرْضَى، اللَّهُمَّ هَوِّنْ عَلَيْنَا سَفَرَنَا هَذَا وَاطْوِ عَنَّا بُعْدَهُ، اللَّهُمَّ أَنْتَ الصَّاحِبُ فِي السَّفَرِ وَالْخَلِيفَةُ فِي الأَهْلِ، اللَّهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ مِنْ وَعْثَاءِ السَّفَرِ وَكَآبَةِ الْمَنْظَرِ وَسُوءِ الْمُنْقَلَبِ فِي الْمَالِ وَالأَهْلِ.[٨] جڏهن موٽجي تہ اهي مٿيان جملا بہ چئجن ۽ انهن ۾ هيءَ لفظ بہ وڌائجن: آيِبُونَ تَائِبُونَ عَابِدُونَ لِرَبِّنَا حَامِدُونَ.[٩] |
| بستري داخل ٿيڻ وقت | ✸ « اللَّهُمَّ أَسْلَمْتُ نَفْسِي إِلَيْكَ وَفَوَّضْتُ أَمْرِي إِلَيْكَ وَأَلجَأْتُ ظَهْرِي إِلَيْكَ رَهْبَةً وَرَغْبَةً إِلَيْكَ لا مَلْجَأَ وَلا مَنْجَا مِنْكَ إلا إِلَيْكَ آمَنْتُ بِكِتَابِكَ الَّذِي أَنْزَلْتَ وَبِنَبِيِّكَ الَّذِي أَرْسَلْتَ »[١٠] ✸ « الحَمْدُ لِلّٰه الَّذِي أَطْعَمَنَا وَسَقَانَا وَكَفَانَا وَآوَانَا فَكَمْ ممَّنْ لا كَافِيَ لَهُ وَلا مُؤْوِيَ »[١١] ✸ « اللَّهُمَّ قِنِيْ عَذَابك يَوْمَ تَبْعَثُ عبادكَ »[١٢] ✸ « سُبْحَانَكَ اللَّهُمَّ رَبِّي بِكَ وَضَعْتُ جَنْبِي وَبِكَ أَرْفَعُهُ إِنْ أَمْسَكْتَ نَفْسِي فَاغْفِرْ لَهَا وَإِنْ أَرْسَلْتَهَا فَاحْفَظْهَا بمَا تحْفَظُ بِهِ عِبَادَكَ الصَّالحِينَ » ✸[١٣] پنهنجی ٻنهی هٿن تی ڦوکی ۽ معوذتين پڙهی ۽ ٻنهی کی پنهنجی جسم تی ڦيرائی ڇڏي. جيستائين هر رات سورة (الم) سجده ۽ سورة ملك نہ پڙهی تيستائين نہ سمهی. |

---

[١] اي الله فائديمند پيٽ ڪج.

[٢] الله جي فضل ۽ ٻاجهہ سان برسات ٿي آهي. جيڪا دعا وٽي سا گهرجي، مينهن وسڻ وقت دعا قبول پوندي آهي.

[٣] اي الله! ان جي ڀلائي، جيڪو ڪجهہ منجهس آهي ان جي ڀلائي ۽ جنهن مقصد لاءِ موڪلي وئي آهي تنهن جي ڀلائيءَ جو آءٌ توکان سوال ٿو گهران. ان جي شر کان، جيڪو ڪجهہ منجهس آهي ان جي شر کان ۽ جنهن مقصد لاءِ موڪلي وئي آهي تنهن جي شر کان آءٌ تنهنجي پناهہ ٿو وٺان.

[٤] اي الله! ان کي اسان تي برڪت، ايمان، سلامتي ۽ اسلام سان اڀار. ڀل ڀلائي ۽ هدايت وارو چنڊ ٿي. (اي چنڊ) منهنجو ۽ تنهنجو رب الله آهي.

[٥] تنهنجي دين، تنهنجي امانت ۽ تنهنجي عملن جي پڇاڙيءَ کي آءٌ الله جي حوالي ٿو ڪريان.

[٦] آءٌ اوهان کي ان الله جي امانت ۾ ٿو ڏيان، جنهن جون امانتون ڪڏهن ضايع نہ ٿينديون آهن.

[٧] "سڀ تعريف الله جي آهي، جنهن جي نعمت سان چڱيون شيون پوريون ٿينديون آهن".

[٨] الله سڀ کان وڏو آهي، الله سڀ کان وڏو آهي، الله سڀ کان وڏو آهي، پاڪ آهي اها ذات جنهن اسان لاءِ هن سواري کي تابع بڻايو جڏهن تہ اسان کي ان تي قابو پائڻ جي طاقت نہ هئي ۽ اسان پنهنجي رب ڏانهن موٽندڙ آهيون. اي الله! اسان توکان، پنهنجي هن سفر ۾ نيڪيءَ ۽ تقوىٰ جو سوال ٿا ڪريون ۽ اهڙن عملن جي گهر ٿا ڪريون، جن کان تون راضي ٿين. اي الله! اسان تي اسان جو هيءُ سفر آسان فرماءِ. ان جي دوري اسان کان ويڙهي ويجهي ڪر. اي الله تون ئي اسان جو سفر ۾ ساٿي آهين ۽ گهر وارن جو سنڀاليندڙ آهين. اي الله آءٌ تنهنجي پناهہ ٿو وٺان سفر جي اوٽاين، بري منظر، ۽ مال ملڪيت ۽ اهل وعيال ڏانهن بري حال ۾ موٽڻ کان.

[٩] اسان موٽندڙ، توبهہ ڪندڙ، عبادت ڪندڙ ۽ پنهنجي رب جي ساراهہ ڪندڙ آهيون.

[١٠] اي الله ! مون پنهنجي جان تنهنجي حوالي ڪيم، پنهنجو معاملو تنهنجي حوالي ڪيم. پنهنجي پٺ تو ڏانهن موٽايم، تو ڏانهن ڊڄندي ۽ شوق رکندي، توکان پناهگاهہ ۽ ڇوٽڪاري جي جاءِ توکان سواءِ ٻئي ڪنهن وٽ ناهي. تنهنجي ڪتاب تي ايمان آندم جيڪو تو نازل ڪيو ۽ تنهنجي نبيءَ تي ايمان آندم جنهن کي تو موڪليو.

[١١] سڀ تعريفون ان الله لاءِ جنهن اسان کي کارايو، پيياريو، اسان لاءِ ڪافي ٿيو ۽ اسان کي جاءِ ڏنائين، ڪيترائي آهن جن لاءِ ڪوبہ سنڀالڻ وارو ۽ پناهہ ڏيڻ وارو ڪونهي.

[١٢] اي الله! مون کي پنهنجي عذاب کان بچاءِ، جڏهن تون پنهنجا ٻانها اٿاريندين.

[١٣] پاڪ آهي تنهنجي ذات اي الله، اسان جا رب! تنهنجي ئي سهاري پنهنجو پاسو رکيو اٿم ۽ تنهنجي ئي مدد سان اهو کڻندس. جيڪڏهن تون منهنجو ساهہ روکي وٺين تہ کيس معاف ڪجانءِ، جيڪڏهن ان کي ڇڏين تہ ان جي حفاظت ڪجانءِ جيئن تون پنهنجي صالح ٻانهن جي حفاظت ڪندو آهين.

| | |
|---|---|
| نماز لاءِ نڪرڻ وقت | « اللّٰهُمَّ اجْعَلْ فِي قَلْبِي نُورًا، وَفِي لِسَانِيْ نُورًا، وَفِي سَمْعِي نُورًا، وَفِي بَصَرِي نُورًا، وَمن فَوْقِي نُورًا، وَمن تَحْتِي نُورًا، وَعَنْ يَمِينِي نُورًا، وَعَنْ شِمَالِيْ نُورًا، وَمن أَمَامِي نُورًا، وَمن خَلْفِي نُورًا، وَاجْعَلْ فِي نَفسِيْ نُورًا، وَأَعْظمْ لِيْ نورًا، وَعَظِّمِ لِي نُوْرًا، وَاجْعَلْ لِيْ نوْرًا وَاجْعَلْنِيْ نُوْرًا اللّٰهُمَّ أَعْطِنِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ فِيْ عَصَبِي نُورا وَفِيْ لَحْمِي نُوْرًا، وَفِيْ دَمِي نُورَا، وَفِي شَعَرِي نُوْرَا، وَفِيْ بَشَرِي نُوْرَا »[1] |
| استخاره جي دعا | **جڏهن اوهان مان ڪو ڪنهن ڳالهه جو ارادو ڪري تہ ان کی گهرجی تہ ٻہ رڪعتون نماز نفل پڙهی، ان کان پوءِ چئی:** « اللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْتَخِيرُكَ بِعِلْمِكَ، وَأَسْتَقْدِرُكَ بِقُدْرَتِكَ، وَأَسْأَلُكَ مِنْ فَضْلِكَ، فَإِنَّكَ تَقْدِرُ وَلا أَقْدِرُ، وَتَعْلَمُ وَلا أَعْلَمُ، وَأَنْتَ عَلامُ الْغُيُوبِ، اللّٰهُمَّ فَإِنْ كُنْتَ تَعْلَمُ هَذَا الأَمْرَ( ثُمَّ تُسَمِّيهِ بِعَيْنِهِ ) خَيْرًا لِي فِي دِينِي وَمَعَاشِي وَعَاقِبَةِ أَمْرِي ـ أو قال: عَاجِلِ أَمْرِي وَآجِلِهِ ـ فَاقْدُرْهُ لِي وَيَسِّرْهُ لِي ثُمَّ بَارِكْ لِي فِيهِ، وَإِنْ كُنْتَ تَعْلَمُ أَنَّ هَذَا الأمر شَرٌّ لِي فِي دِينِي وَمَعَاشِي وَعَاقِبَةِ أَمْرِي ـ أَوْ قَالَ فِي عَاجِلِ أَمْرِي وَآجِلِهِ ـ فَاصْرِفهُ عني واصْرِفْني عَنْهُ وَاقْدُرْ لِي الْخَيْرَ حَيْثُ كَانَ ثُمَّ رَضِّني بِهِ »[2] |
| ميت لاءِ جامع دعا | « اللّٰهُمَّ اغْفِرْ لَهُ وَارْحَمْهُ، وَعَافِهِ وَاعْفُ عَنْهُ، وَأَكْرِمْ نُزُلَهُ وَوَسِّعْ مُدْخَلَهُ، وَاغْسِلْهُ بِالْمَاءِ وَالثَّلْجِ وَالْبَرَدِ وَنَقِّهِ مِنْ الْخَطَايَا كَمَا نَقَّيْتَ الثَّوْبَ الأَبْيَضَ مِنْ الدَّنَسِ، وَأَبْدِلْهُ دَارًا خَيْرًا مِنْ دَارِهِ، وَأَهْلاً خَيْرًا مِنْ أَهْلِهِ وَزَوْجًا خَيْرًا مِنْ زَوْجِهِ، وَأَدْخِلْهُ الْجَنَّةَ، وَأَعِذْهُ مِنْ عَذَابِ الْقَبْرِ ومِنْ عَذَابِ النَّارِ »[3] |
| غم دور ڪرڻ جي دعا | **پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي:** ”اوهان مان ڪنهن کی ڪڏهن بہ ڪو غم ۽ ڏک رسيو پوءِ هيئن چيائين: ”مَا أَصَابَ أَحَدًا قَطُّ هَمٌّ وَلا حَزَنٌ فَقَالَ: اللّٰهُمَّ إِنِّي عَبْدُكَ وَابْنُ عَبْدِكَ وَابْنُ أَمَتِكَ نَاصِيَتِي بِيَدِكَ مَاضٍ فِيَّ حُكْمُكَ عَدْلٌ فِيَّ قَضَاؤُكَ أَسْأَلُكَ بِكُلِّ اسْمٍ هُوَ لَكَ سَمَّيْتَ بِهِ نَفْسَكَ أَوْ عَلَّمْتَهُ أَحَدًا مِنْ خَلْقِكَ أَوْ أَنْزَلْتَهُ فِي كِتَابِكَ أَوْ اسْتَأْثَرْتَ بِهِ فِي عِلْمِ الْغَيْبِ عِنْدَكَ أَنْ تَجْعَلَ الْقُرْآنَ رَبِيعَ قَلْبِي وَنُورَ صَدْرِي وَجِلاءَ حُزْنِي وَذَهَابَ هَمِّي. إِلا أَذهَبَ الله هَمَّهُ وَحُزْنَهُ وَأَبْدَلَهُ مَكَانَهُ فَرَحًا. تہ اللّٰہ ان جو اهو غم ۽ ڏک ختم ڪري ڇڏيندو ۽ ڪيس ان جی بدلی خوشی عنايت ڪري ڇڏيندو“. |

---

[1] اي اللّٰه! منهنجي دل ۾ نور پيدا فرماءِ، منهنجي زبان، منهنجي ڪنن، منهنجي اکين ۾ نور پيدا فرماءِ، منهجي مٿان، منهنجي هيٺان، ساڄي، کاٻي، اڳيان، پويان نور پيدا فرماءِ، منهنجي اندر ۾ نور پيدا فرماءِ، منهنجي لاءِ نور کي وڏو بناءِ، منهنجي لاءِ نور کي وڌاءِ. مون کي نور عطا ڪر، مون کي روشن ڪر، منهنجي اعصابن ۾ نور پيدا فرماءِ، منهنجي گوشت ۾، منهنجي رت ۾، منهنجي وارن ۾ ۽ منهنجي کل ۾ نور پيدا فرماءِ!

[2] اي اللّٰه آءٌ توکان تنهنجي علم جي ذريعي ڀلائي طلب ٿو ڪيان، تنهنجي قدرت جي وسيلي توکان طاقت ٿو گهران، توکان تنهنجي فضل جو سوال
ٿو ڪيان. بيشڪ تون قدرت رکين ٿو، آءٌ قدرت نہ ٿو رکان، تون ڄاڻين ٿو، آءٌ نہ ٿو ڄاڻان ۽ تون غيبن جو وڏو ڄاڻڻ وارو آهين. اي اللّٰه! جيڪڏهن تون ڄاڻين ٿو تہ هيءُ معاملو (ان جو نالو ڪٽجي) منهنجي لاءِ بهتر آهي، منهنجي دين، منهنجي معاش ۽ منهنجي معاملي ۾ نتيجي جي لحاظ کان - يا چئي: منهنجي معاملي جي تڪڙي ۽ دير واري انجام جي اعتبار کان - تہ ان کي منهنجي لاءِ مقدر فرماءِ، ان کي منهنجي لاءِ آسان فرماءِ، ۽ پوءِ ان ۾ منهنجي لاءِ برڪت پيدا فرماءِ، پر جيڪڏهن تون ڄاڻين ٿو تہ هيءُ معاملو منهنجي دين، معاش، ۽ نتيجي جي لحاظ کان - يا چئي: منهنجي معاملي جي تڪڙي ۽ دير واري انجام جي اعتبار کان - تہ ان کي مون کان ٽاري ڇڏ ۽ مون کي ان کان ڦيري ڇڏ، ۽ خير ۽ ڀلائي جتي بہ هجي منهنجو مقدر بناءِ، پوءِ مون کي ان جي ذريعي خوش ڪري ڇڏ.

[3] (اي اللّٰه هن کي بخش ۽ هن تي رحم ڪر، هن کي عافيت ڏي، هن کي معاف ڪر، هن جي جوڳي مهمان نوازي ڪر، هن جي رهڻي ڪشادي ڪر، هن کي پاڻي، برف ۽ ڳڙي سان ڌوئي ڇڏ، هن کي خطائن کان ائين صاف ڪر جيئن اڇو ڪپڙو ميرنهن کان صاف ڪبو آهي، هن کي سندس گهر کان ڀلو گهر عطا ڪر ۽ سندس اهل کان ڀلو اهل عطا ڪر ۽ گهرواري سندس گهر واري کان ڀلي عطا ڪر ۽ هن کي جنت ۾ داخل ڪر ۽ قبر جي عذاب ۽ دوزخ جي عذاب کان پناهہ ڏي) .

## نفعي بخش واپار

الله تعالىٰ انسان کي مڙني مخلوقات جي مٿان فضيلت عطا ڪئي آهي، ڪيس ڳالهائڻ جي نعمت خاص طور عطا ڪئي آهي، ان جو ذريعو زبان کي بڻايو اٿائين. اها هڪ اهڙي نعمت آهي جيڪا ڀلائي ۽ برائي ٻنهي ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿي. جنهن ان کي خير ۾ استعمال ڪيو، ان کي دنيا جي سعادت ۽ جنت ۾ بلند مرتبا نصيب ٿيندا ۽ جنهن ان کي شر ۾ استعمال ڪيو، ته ان کي ٻنهي جهانن ۾ هلاڪتن سان منهن ڏيڻو پوندو. بهترين مشغولي جيڪا قرآن پڙهڻ کان پوءِ اختيار ڪرڻ گهرجي سا الله جو ذڪر آهي.

**الله جي ذڪر جي فضيلت:** ان باري ۾ گهڻيون حديثون آيون آهن. جن مان هڪ نبي ڪريم ﷺ جن جو هيءُ فرمان آهي: «أَلَا أُنَبِّئُكُمْ بِخَيْرِ أَعْمَالِكُمْ، وَأَزْكَاهَا عِنْدَ مَلِيْكِكُم وَأَرْفَعِهَا فِيْ دَرَجَاتِكُمْ، وَخَيْرٍ لَكُمْ مِنْ إِنْفَاقِ الذَّهَبِ وَالْوَرِقِ، وَخَيْرٍ لَكُمْ مِنْ أَنْ تَلْقَوْا عَدُوَّكُمْ فَتَضْرِبُوْا أَعْنَاقَهُمْ وَيَضْرِبُوْا أَعْنَاقَكُمْ؟ قَالُوْا: بَلَىٰ يَا رَسُوْلَ اللهِ. قَالَ: ذِكْرُ اللهِ» الترمذي "ڇا اوهان کي اوهان جي عملن مان سڀ کان ڀلو عمل ٻڌايان، جيڪو اوهان جي بادشاهه (الله) وٽ وڌيڪ پاڪيزه ۽ اوهان جي درجات ۾ واڌاري جو سبب هجي ۽ اوهان لاءِ سون ۽ چاندي خرچ ڪرڻ کان وڌيڪ بهتر هجي، اوهان لاءِ هن کان به ڀلو هجي جو اوهان پنهنجي دشمن سان دوبدو ٿيو پوءِ اوهان انهن جا گردن لاهيو ۽ اهي اوهان جا گردن لاهين؟ چيائون ته: هائو (ضرور ٻڌايو). پاڻ فرمايائون: الله جو ذڪر". (ترمذي). ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جو هيءُ فرمان ته: «مَثَلُ الَّذِي يَذْكُرُ رَبَّهُ وَالَّذِي لا يَذْكُرُ رَبَّهُ مَثَلُ الْحَيِّ وَالْمَيِّتِ» متفق عليه "ان شخص جو مثال جيڪو پنهنجي رب جو ذڪر ڪري ٿو ۽ جيڪو ذڪر نه ٿو ڪري، زنده ۽ مئل جي مثال آهي". ۽ هڪ قدسي حديث ۾ الله عزوجل جو فرمان آهي ته: «أَنَا عِنْدَ ظَنِّ عَبْدِي بِي، وَأَنَا مَعَهُ إِذَا ذَكَرَنِي فَإِنْ ذَكَرَنِي فِي نَفسِهِ ذَكَرْتُهُ فِي نَفْسِي، وَإِنْ ذَكَرَنِي فِي مَلأٍ ذَكَرْتُهُ فِي مَلأٍ خَيْرٍ مِنْهُمْ، وَإِنْ تَقَرَّبَ إِلَيَّ بِشِبْرٍ تَقَرَّبْتُ إِلَيْهِ ذِرَاعًا» البخاري "آءٌ پنهنجي ٻانهي سان اهو ئي ورتاءُ ڪندو آهيان، جهڙو هو مون ۾ گمان ڪندو آهي ۽ جڏهن هو مون کي ياد ڪري ٿو ته آءٌ ساڻس گڏ هوندو آهيان. جيڪڏهن هو مون کي پنهنجي دل ۾ ياد ٿو ڪري ته آءٌ کيس پنهنجي دل ۾ ياد ٿو ڪريان ۽ جيڪڏهن هو مون کي ڪنهن ميڙ ۾ ياد ٿو ڪري ته آءٌ کيس اهڙي ميڙ ۾ ٿو ياد ڪيان جيڪو انهن کان ڀلو آهي. جيڪڏهن هو مون ڏانهن گرانٺ ويجهڙائي ڪندو ته آءٌ کيس هٿ جيترو قريب ٿيندس". ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي ته: «سَبَقَ الْمُفَرِّدُونَ، قَالُوا: وَمَا الْمُفَرِّدُونَ يَا رَسُولَ اللهِ؟ قَالَ: الذَّاكِرُونَ اللَّهَ كَثِيرًا وَالذَّاكِرَاتُ» مسلم "(مفرّد) گوءِ کٽي ويا. صحابن عرض ڪيو ته: يارسول الله (مفرد) ڪير آهن؟ فرمايائون: الله جو گهڻو ذڪر ڪندڙ مرد ۽ عورتون". نبي ڪريم ﷺ جن جو هيءُ فرمان، جنهن ۾ پاڻ پنهنجي ڪنهن صحابيءَ کي وصيت فرمائي رهيا هئا: «لا يَزَالُ لِسَانُكَ رَطْبًا مِنْ ذِكْرِ اللَّهِ» الترمذي "هميشه تنهنجي زبان الله جي ذڪر سان تازي رهڻ گهرجي". انهن کان سواءِ ٻيون به ان سلسلي جون ڪوڙ حديثون آهن.

**اجرن ۾ اضافو:** صالح عملن جو اجر به ائين وڌايو ويندو آهي جيئن قرآن جي قرائت جو اجر وڌايو ويندو آهي. اهو واڌارو ٻن ڳالهين جي ڪري ٿيندو آهي. ١- ان ايمان، اخلاص، الله جي محبت ۽ ان جي لوازمات جي اعتبار کان جيڪي دل ۾ پيدا ٿيندا آهن. ٢- دل جي ذڪر ۾ مشغوليءَ ۽ تفڪر جي اعتبار کان، ان ڪري ذڪر صرف زبان سان نه هئڻ گهرجي. جڏهن ان ۾ ڪمال حاصل ٿيندو ته الله تعالىٰ مڙئي برايون مِٽائي، ڪامل اجر عطا فرمائيندو. ان ۾ ڪمي به انهن ئي لحاظ کان ٿيندي آهي.

**ذڪر جا فائدا:** شيخ الاسلام فرمايو آهي ته: دل لاءِ ذڪر ائين آهي جيئن مڇيءَ لاءِ پاڻي. مڇي جڏهن پاڻيءَ کان ڌار ٿيندي ته ان جو ڪهڙو حال ٿيندو؟

- ان سان الله جي محبت، قرب، رضا، سندس توجهه، خوف، ان ڏانهن رجوع ۽ سندس اطاعت ۾ مدد حاصل ٿيندي.
- دل مان غم ۽ پريشاني ختم ٿيندي ۽ خوشي حاصل ٿيندي. دل زنده ٿيندي. سگهاري ۽ صاف ٿيندي.
- دل خالي ۽ ٻکي رهندي آهي، ان جو پورائو صرف ذڪر سان ٿي سگهندو آهي. منجهس سختي هوندي آهي، ان کي الله جي ذڪر کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ ڳاري نرم نه ڪري سگهندي آهي.

۞ ذڪر دل جي شفا، سندس دوا، قوت ۽ اهڙي لذت آهي، جنهن جهڙي ٻي ڪا لذت ئي ڪانهي ۽ ان کان غفلت دل جي بيماري آهي.

۞ ذڪر جي گهٽتائي منافقيءَ جو دليل آهي. ان جي ڪثرت ايمان جي قوت جو دليل ۽ الله جي سچي محبت جي نشاني آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪو ڪنهن سان محبت ڪندو آهي ته ان جو ذڪر گهڻو ڪندو آهي.

۞ ٻانهو جڏهن سک ۾ ذڪر جي ذريعي الله وٽ سڃاڻ حاصل ڪندو آهي ته سختيءَ جي حالت ۾ الله کيس سڃاڻيندو آهي، خاص طور موت ۽ سڪرات وقت.

۞ ذڪر الله جي عذاب کان نجات جو سبب آهي، سڪون جي نازل ٿيڻ، رحمت جي پالوٽ ٿيڻ ۽ ملائڪن جي استغفار جو سبب ٿيندو آهي.

۞ ان جي ڪري زبان کي فضول ڳالهين، گلا، چغلخوري، ڪوڙ ۽ ٻين مڪروه ۽ حرام ڳالهين جي فرصت نه ملندي آهي.

۞ ذڪر سڀ کان آسان، افضل ۽ وڏي شان واري عبادت آهي ۽ اهو جنت جي وڻن جي ڇڪي آهي.

۞ ذڪر ڪرڻ واري ۾ هيبت، مناس، منهن جي تازگي پيدا ڪندو آهي، اهو دنيا، قبر ۽ قيامت ۾ نور آهي.

۞ ذڪر ڪرڻ وارو الله جي رحمت ۽ سندس ملائڪن جي دعا جو مستحق ٿيندو آهي. الله تعالىٰ پنهنجي ملائڪن آڏو ذڪر ڪرڻ وارن تي فخر ڪندو آهي.

۞ عمل ڪرڻ وارن مان انهن ۾ الله جو گهڻو ذڪر ڪرڻ وارو وڌيڪ افضل آهي، تنهن ڪري پِلو روزيدار، روزي ۾ الله جو گهڻو ذڪر ڪرڻ وارو آهي.

۞ مشڪلات آسان ڪندو، ڏکيائيون ٽاريندو، مشقتن ۾ هلڪائي ڪندو، رزق وڌائيندو، بدن کي قوت عطا ڪندو آهي.

۞ شيطان کي تڙيندو، ان جون پاڙون اکوڙي ڇڏيندو، کيس خوار ۽ ذليل ڪندو آهي.





# روزانو صبح ۽ شام جا وظيفا

| م | روز جو وظيفو | تعداد ۽ وقت | اثر ۽ فضيلت |
|---|---|---|---|
| 1 | آيت الكرسي[١] | صبح شام، ننڊ کان اڳ ۽ فرض نمازن کان پوءِ | شيطان ويجهو نہ ايندو، جنت ۾ داخل ٿيڻ جو سبب بہ آهي |
| 2 | سورة بقرة جون آخري ٻہ آيتون.[٢] | هڪ پيرو رات جو ✸ ۽ گهر ۾ جنهن وقت چاهي پڙهڻ گهرجن. | هر شر کان بچڻ لاءِ ڪافي آهن |
| 3 | سورت اخلاص، معوذتين (الفلق ۽ الناس)[٣] | ٣ دفعا صبح ٣ دفعا شام | هر شيءِ کان ڪافي آهي. |
| 4 | بسم الله الذي لا يضر مع اسمه شيء في الأرض ولا في السماء وهو السميع العليم[٤] | ٣ پيرا صبح<br>٣ پيرا شام | ڪا مصيبت اوچتو نہ ايندي. نہ ڪا شيءِ نقصان ڏيندي. |
| 5 | أعوذ بكلمات الله التامات من شر ما خلق.[٥] | ٣ صبح، ٣ شام ۽ جڏهن ڪنهن بہ جاءِ تي ترسجي | جاين ۽ ماڻهن کي هر نقصان کان بچائڻ لاءِ ڪوٽ آهي. |
| 6 | حسبي الله لا إله إلا هو عليه توكلت وهو رب العرش العظيم.[٦] | ٧ صبح، ٧ شام | آخرت ۽ دنيا جي اهم معاملن لاءِ ڪافي آهي. |
| 7 | رضيت بالله ربًا، وبالاسلام دينًا، وبمحمد ﷺ نبيًا.[٧] | ٣ صبح، ٣ شام | الله تي حق آهي تہ ان جي پڙهندڙ کي راضي رکي. |
| 8 | اللّهُمَّ بك أصبحنا وبك أمسينا وبك نحيا وبك نموت وإليك النشور.[٨]<br>**۽ شام جو:** اللّهُمَّ بك أمسينا وبك أصبحنا وبك نحيا وبك نموت وإليك المصير.[٩] | صبح جو پڙهجي<br>شام جو پڙهجي | هن جي پڙهڻ بابت حديثن ۾ ترغيب آئي آهي. |
| 9 | أصبحنا على فطرة الإسلام، وكلمة الإخلاص، ودين نبينا محمد ﷺ وملة أبينا إبراهيم حنيفًا مسلمًا وما كان من المشركين.[١٠] | صبح جي وقت پڙهجي | نبي ڪريم ﷺ پاڻ اها دعا پڙهندا هئا. |
| 10 | اللّهُمَّ مَا أَصْبَحَ بِي مِنْ نِعْمَةٍ أو بأحدٍ مِنْ خَلْقِكَ فَمِنْكَ وَحْدَكَ لا شَرِيكَ لَكَ فَلَكَ الْحَمْدُ وَلَكَ الشُّكْرُ.[١١]<br>**شام مهل:** (مَا أَصْبَحَ بِي) جي جاءِ تي (مَا أَمْسَىٰ بِي) (شام ٿيندي مون کي ملي آهي) جا لفظ پڙهجن. | صبح مهل پڙهجي | ان سان ڏينهن ۽ رات جو شڪر ادا ٿي ويندو. |

---

١ ﴿ ٱللَّهُ لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ٱلۡحَيُّ ٱلۡقَيُّومُۚ لَا تَأۡخُذُهُۥ سِنَةٞ وَلَا نَوۡمٞۚ لَّهُۥ مَا فِي ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَمَا فِي ٱلۡأَرۡضِۗ مَن ذَا ٱلَّذِي يَشۡفَعُ عِندَهُۥٓ إِلَّا بِإِذۡنِهِۦۚ يَعۡلَمُ مَا بَيۡنَ
أَيۡدِيهِمۡ وَمَا خَلۡفَهُمۡۖ وَلَا يُحِيطُونَ بِشَيۡءٖ مِّنۡ عِلۡمِهِۦٓ إِلَّا بِمَا شَآءَۚ وَسِعَ كُرۡسِيُّهُ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلۡأَرۡضَۖ وَلَا يَـُٔودُهُۥ حِفۡظُهُمَاۚ وَهُوَ ٱلۡعَلِيُّ ٱلۡعَظِيمُ ﴾
٢ ﴿ ءَامَنَ ٱلرَّسُولُ بِمَآ أُنزِلَ إِلَيۡهِ مِن رَّبِّهِۦ وَٱلۡمُؤۡمِنُونَۚ كُلٌّ ءَامَنَ بِٱللَّهِ وَمَلَٰٓئِكَتِهِۦ وَكُتُبِهِۦ وَرُسُلِهِۦ لَا نُفَرِّقُ بَيۡنَ أَحَدٖ مِّن رُّسُلِهِۦۚ
وَقَالُواْ سَمِعۡنَا وَأَطَعۡنَاۖ غُفۡرَانَكَ رَبَّنَا وَإِلَيۡكَ ٱلۡمَصِيرُ ٢٨٥ لَا يُكَلِّفُ ٱللَّهُ نَفۡسًا إِلَّا وُسۡعَهَاۚ لَهَا مَا كَسَبَتۡ وَعَلَيۡهَا مَا
ٱكۡتَسَبَتۡۗ رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذۡنَآ إِن نَّسِينَآ أَوۡ أَخۡطَأۡنَاۚ رَبَّنَا وَلَا تَحۡمِلۡ عَلَيۡنَآ إِصۡرٗا كَمَا حَمَلۡتَهُۥ عَلَى ٱلَّذِينَ مِن قَبۡلِنَاۚ رَبَّنَا وَلَا
تُحَمِّلۡنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهِۦۖ وَٱعۡفُ عَنَّا وَٱغۡفِرۡ لَنَا وَٱرۡحَمۡنَآۚ أَنتَ مَوۡلَىٰنَا فَٱنصُرۡنَا عَلَى ٱلۡقَوۡمِ ٱلۡكَٰفِرِينَ ﴾

٣ انهن سورتن جو ترجمو سنڌي ترجمي واري قرآن شريف ۾ ڏسڻ گهرجي

٤ ((ترجمو) الله جي نالي سان، جنهن جي نالي سان زمين ۽ آسمان ۾ ڪابہ شيءِ نقصان نہ ٿي ڏئي سگهي، ۽ اهوئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي.)

٥ ((ترجمو) آءٌ الله جي ڪامل ڪلمن جي پناهہ گهران ٿو سندس مخلوق جي شر کان.)

٦ ((ترجمو) الله مون کي ڪافي آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، مٿس ئي منهنجو ڀروسو آهي، ۽ اهوئي عرش عظيم جو ڌڻي آهي.)

٧ ((ترجمو) آءٌ الله تعالىٰ کي رب، اسلام کي دين ۽ محمد ﷺ کي رسول مڃڻ تي راضي آهيان.)

٨ (ترجمو) اي الله! تنهنجي توفيق سان صبح ڪيوسون ۽ تنهنجي توفيق سان ئي شام ڪئي سون، تنهنجي حڪم سان جيئرا ٿيندا آهيون ۽ تنهنجي مرضيءَ سان ئي مرندا آهيون، ۽ توڏانهن ئي اٿڻو آهي.

٩ (ترجمو) اي الله! تنهنجي توفيق سان شام ڪئي سون ۽ تنهنجي توفيق سان ئي صبح ڪيو سون، تنهنجي حڪم سان جيئرا ٿيندا آهيون ۽ تنهنجي مرضيءَ سان ئي مرندا آهيون، ۽ توڏانهن ئي موٽڻو آهي.

١٠ (ترجمو) اسان اسلامي فطرت، اخلاص واري ڪلمي، اسان جي نبي محمد ﷺ واري دين ۽ اسان جي ابي ابراهيم عليه السلام - جيڪو يڪطرفو مسلمان هو ۽ مشرڪن مان نہ هو - جي ملت تي صبح ڪيوسون.

١١ (ترجمو) اي الله! جيڪا بہ نعمت مون کي يا تنهنجي ڪنهن بہ مخلوق کي صبح ٿيندي ملي آهي، سا تو اڪيلي طرفان آهي، تنهنجو ڪوبہ شريڪ ناهي، تنهن ڪري تنهنجي لاءِ ئي تعريف آهي، ۽ تنهنجوئي شڪر آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 11 | اللهمّ إنّيْ أَصْبَحْتُ أَشْهِدُكَ وَأَشْهِدُ حَمَلَةَ عَرْشِكَ وَمَلاَئِكَتِكَ وَأَنْبِيَائِكَ وَجَمِيْع خَلْقِكَ بِأَنّكَ أَنتَ اللهُ لاَ إِلهَ إلاّ أَنتَ وَأَنّ مُحَمَّدًا عَبْدُكَ وَرَسُوْلُكَ.[١] ۽ شام جو پڙهڻ وقت (أَصْبَحْتُ) جي جڳهه تي (أَمْسَيْتُ) (مون شام ڪئي) پڙهجي | ۴ دفعا صبح جو پڙهجي ۴ دفعا شام جو پڙهجي | جنهن ان کي چار ڀيرا پڙهيو الله ڪيس جهنم کان نجات ڏيندو |
| 12 | اللّهُمَّ فاطر السموات والأرض عالم الغيب والشهادة رب كل شيء ومليكه أشهد أن لا إله إلا أنت، أعوذ بك من شر نفسي ومن شر الشيطان وشركه وأن أقترف على نفسي سوءًا أو أجرَّه إلى مسلم.[٢] | صبح شام ۽ سمهڻ وقت | شيطان جي وسوسن کان بچاءَ لاءِ. |
| 13 | اللّهُمَّ إني أعوذ بك من الهم والحزن وأعوذ بك من العجز والكسل وأعوذ بك من الجبن والبخل وأعوذ بك من غلبة الدين وقهر الرجال.[٣] | هڪ ڀيرو صبح هڪ ڀيرو شام | ڏک ۽ غم ختم ٿي ويندو ۽ قرض لهي ويندو. |
| 14 | اللّهُمَّ أَنْتَ رَبِّي لا إِلَهَ إِلا أَنْتَ خَلَقْتَنِي وَأَنَا عَبْدُكَ وَأَنَا عَلَى عَهْدِكَ وَوَعْدِكَ مَا اسْتَطَعْتُ أَعُوذُ بِكَ مِنْ شَرِّ مَا صَنَعْتُ أَبُوءُ لَكَ بِنِعْمَتِكَ عَلَيَّ وَأَبُوءُ لَكَ بِذَنْبِي فَاغْفِرْ لِي فَإِنَّهُ لا يَغْفِرُ الذُّنُوبَ إِلا أَنْتَ.[٤] | هي سيد الاستغفار آهي. صبح شام پڙهجي | جنهن اها دعا يقين سان ڏينهن جو پڙهي ۽ پوءِ ان ڏينهن مري ويو يا رات جو پڙهيائين ۽ ان رات مري ويو تہ اهو جنتي آهي. |
| 15 | يا حي يا قيوم برحمتك أستغيث أصلح لي شأني كله ولا تكِلني إلى نفسي طرفة عين.[٥] | صبح شام پڙهجي | نبي ڪريم ﷺ جن حضرت فاطمه رضي الله عنها کي ان جي وصيت فرمائي هئي. |
| 16 | اللّهُمَّ عافني في بدني، اللّهُمَّ عافني في سمعي، اللّهُمَّ عافني في بصري، اللّهُمَّ إني أعوذ بك من الكفر والفقر، اللّهُمَّ إني أعوذ بك من عذاب القبر لا إله إلا أنت.[٦] | ٣ دفعا صبح ٣ دفعا شام | نبی ڪريم ﷺ جن اها دعا پڙهندا هئا. |
| 17 | اللهُمَّ إني أسألكَ العفو والعَافيةَ في الدنيا والآخرة، اللهُمَّ إني أسألكَ العَافيةَ في ديني ودنيايَ وأَهْلِي ومالي، اللّهُمَّ اسْترْ عوْراتي وآمِنْ رَوْعاتِي، اللهُمَّ احْفظني منْ بين يديَّ ومن خَلْفي وعن يميني وعن شمالي ومنْ فوْقي وَأَعوذُ بعظمتك أن أُغتالَ منْ تَحْتِي.[٧] | صبح شام | نبي ڪريم ﷺ جن صبح شام هي ڪلمات پڙهڻ ڪڏهن بہ نہ وساريندا هئا. |
| 18 | سبحان الله وبحمده عدد خلقه، ورضا نفسه، وزنة عرشه، ومداد كلماته.[٨] | ٽي دفعا صبح جو | فجر کان وٺي سج اڀرڻ تائين ذڪر ۾ ويهڻ کان هيءَ پلي آهي. |

---

١ (ترجمو) اي الله! بيشڪ مون صبح ڪيو، آءٌ توکي، تنهنجي عرش جي ڪٽندڙن، تنهنجي سڀني ملائڪن، تنهنجي پيغمبرن ۽ تنهنجي سڀني مخلوق کي هن ڳالهہ تي شاهد بنايان ٿو تہ بيشڪ تون ئي الله آهين. توکان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، ۽ محمد ﷺ تنهنجو ٻانهو ۽ رسول آهي.

٢ (ترجمو) اي منهنجا الله! آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪرڻ وارا، هر ڳجهہ ۽ ظاهر کي ڄاڻڻ وارا، هر شيءِ جا ڌڻي ۽ بادشاهہ ! مون گواهي ٿو ڏيان تہ توکان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، آءٌ پنهنجي نفس جي شر ۽ شيطان جي شر ۽ ان جي ڄار کان تنهنجي پناهہ ٿو وٺان ۽ هن کان بہ تہ آءٌ پاڻ سان ڪا برائي ڪريان يا اها ڪنهن مسلمان تي مڙهيان.

٣ (ترجمو) اي الله! بيشڪ آءٌ هر ڏک ۽ غم کان تنهنجي پناهہ ٿو گهران ۽ عاجزي ۽ سستيءَ کان تنهنجي پناهہ ٿو گهران ۽ بزدلي ۽ بخيليءَ کان تنهنجي پناهہ ٿو گهران ۽ قرض جي غلبي ۽ ماڻهن جي ڏاڍ کان تنهنجي پناهہ ٿو گهران.

٤ (ترجمو) اي الله! تون ئي منهنجو ڌڻي آهين، توکان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، تون منهنجو خالق آهين ۽ آءٌ تنهنجو ٻانهو آهيان، پنهنجي وس آهر تنهنجي معاهدي ۽ واعدي تي قائم آهيان، جيڪو ڪجهہ مون ڪيو آهي ان جي برائيءَ کان تنهنجي پناهہ ٿو گهران ۽ جيڪا تون مون تي نعمت ڪئي آهي، آءٌ ان جو اقراري آهيان، ۽ آءٌ پنهنجي ڏوهن جو بہ اقراري آهيان، سو مون کي بخش، ڇاڪاڻ تہ توکان سواءِ ڪير بہ گناهہ بخشي نہ سگهندو آهي.

٥ (ترجمو) اي سدائين زندهہ رهڻ وارا ۽ سڀ کي قائم رکڻ وارا ! تنهنجي رحمت کي ٻاڏايان ٿو، تون منهنجا سڀ ڪم درست ڪر ۽ مون کي اک ڇنڀ لاءِ بہ منهنجي نفس جي حوالي نہ ڪج.

٦ (ترجمو) اي الله! مون کي منهنجي بدن ۾ عافيت ڏي، اي الله! مون کي منهنجي ٻڌڻ ۾ عافيت ڏي، اي الله! مون کي منهنجي ڏسڻ ۾ عافيت ڏي، اي الله! مان تنهجي پناهہ ٿو گهران ڪفر ۽ سڃائيءَ کان، اي الله! مان تنهجي پناهہ ٿو گهران قبر جي عذاب کان، توکان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي.

٧ (ترجمو) اي الله! آءٌ توکان پنهنجي دين، پنهنجي دنيا، پنهنجي اهل ۽ پنهنجي مال جي عافيت ٿو گهران، اي الله ! منهنجا عيب ڍڪ ۽ مون کي گهٻراهٽن کان امن ڏي، اي الله! منهنجي حفاظت ڪر، منهنجي اڳيان، منهنجي پويان، منهنجي ساڄي، منهنجي کاٻي، ۽ منهنجي مٿان ۽ آءٌ تنهنجي عظمت جي پناهہ ٿو گهران هيٺان مارجي وڃڻ کان.

٨ (ترجمو) آءٌ الله جي پاڪائي، سندس ساراهہ سان گڏ ٿو بيان ڪريان، سندس مخلوقات جي ڳاڻاٽي، سندس رضامندي، سندس عرش جي وزن ۽ سندس ڪلمن جي مس جيتري.



# ڪجھ اهڙا قول ۽ فعل جن بابت گھڻو ثواب بيان ڪيو ويو آهي

| م | فضيلت وارو قول يا فعل | ان جي اجر ۽ ثواب بابت نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن جو فرمان |
|---|---|---|
| ١ | لا إله إلا الله وحده لا شريك لـه لـه الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير | جنهن اهو ڏينهن ۾ سؤ دفعا پڙهيو تہ ان لاءِ ڏهہ ٻانها آزاد ڪرڻ جو اجر آهي ۽ ان لاءِ سؤ نيڪيون لکيون وينديون ۽ ڪانئس سو برايون ميٽايون وينديون. ۽ ان ڏينهن شام تائين ان لاءِ شيطان کان پناهہ ۽ بچاءَ ٿيندي. جنهن هيءُ پڙهيو تنهن کان ٻيو ڪوبہ افضل عمل وارو نہ ٿيندو سواءِ ان جي جنهن هن کي ان کان وڌيڪ پڙهيو هجي. |
| ٢ | سبحان الله العظيم وبحمده | جنهن اها دعا پڙهي ان لاءِ جنت ۾ هڪ کجي پوکي ويندي |
| ٣ | سبحان الله وبحمده، سبحان الله العظيم | جنهن (سبحان الله وبحمده) سؤ دفعا چيو، ان جون خطائون معاف ٿي وينديون، ڇو نہ سمنڊ جي جهڳ مثل هجن. قيامت جي ڏينهن ڪوبہ ماڻهو اهڙو نہ ايندو جنهن ان کان بهتر ڪجهہ آندو هجي سواءِ ان جي جنهن اهو ان جيترا يا ان کان وڌيڪ دفعا پڙهيو هجي. ٻہ ڪلما آهن، جيڪي زبان تي هلڪا، ترازوءَ ۾ ڳرا ۽ رحمان کي پيارا آهن، اهي آهن : سبحان الله وبحمده سبحان الله العظيم. |
| ٤ | لا حول ولا قوة إلا بالله | ڇا آءٌ توکي جنت جي ڪاٽن مان هڪ ڪاڻ جو ڏس ڏيان؟ عرض ڪيم تہ : هائو. پاڻ فرمايائون : لاحول ولاقوة الابالله. |
| ٥ | جنت جو سوال ڪرڻ ۽ جهنم کان پناهہ گهرڻ | جنهن الله تعالىٰ کان ٽي ڀيرا جنت گهري تہ جنت چوندي آهي: اي الله! انهيءَ کي جنت ۾ داخل ڪج، ۽ جنهن ٽي دفعا جهنم کان پناهہ گهري تہ جهنم چوندي آهي: اي الله! انهيءَ کي جهنم جي باهہ کان بچائج. |
| ٦ | مجلس (ڪچهريءَ) جو ڪفارو | جيڪو ڪنهن اهڙي مجلس ۾ ويٺو، جنهن ۾ ڪانئس تمام گهڻيون غلط ڳالهيون ٿي ويون، پوءِ ان مجلس مان اٿڻ کان اڳ هي دعا پڙهيائين : سبحانك اللّٰهُمَّ وبحمدك اشهد ان لا اله الاانت استغفرك واتوب اليك. تہ ان جا ان ڪچهريءَ وارا سڀ گناهہ معاف ٿي ويندا. |
| ٧ | سورة ڪهف جون چند آيتون ياد ڪرڻ | جنهن سورة ڪهف جون شروع واريون ڏهہ آيتون ياد ڪيون، اهو دجال جي فتني کان حفاظت ۾ رهندو. |
| ٨ | نبي ڪريم ﷺ جن تي درود پڙهڻ | جنهن مون تي هڪ دفعو صلاة پڙهي، الله ان تي ڏهہ دفعا رحمتون موڪليندو، سندس ڏهہ گناهہ معاف ڪندو ۽ سندس ڏهہ درجا بلند فرمائيندو. |
| ٩ | قرآن شريف مان ڪن آيتن جي تلاوت ڪرڻ | جنهن ڏينهن ۽ رات ۾ پنجاهہ آيتون پڙهيون، سو غافلن مان نہ ڳڻيو ويندو، جنهن سؤ آيتون پڙهيون سو فرمانبردارن مان شمار ٿيندو، جنهن ٻہ سؤ آيتون پڙهيون، تنهن سان قيامت جي ڏينهن قرآن پاڪ جهيڙو نہ ڪندو ۽ جنهن پنج سؤ آيتون پڙهيون، ان لاءِ اجر جو قنطار (وڏو ڍڳ) لکيو ويندو. (قل هو الله احد) قرآن جي ٽئين حصي جي برابر آهي. |
| ١٠ | مؤذنن (بانگن) جو ثواب | بيشڪ جن، انسان ۽ جيڪا بہ شيءِ مؤذن جو آواز ٻڌي ٿي، سا قيامت جي ڏينهن ان بابت شاهدي ڏيندي. بانگا قيامت جي ڏينهن سڀني کان اوچي ڳاٽ وارا هوندا. |
| ١١ | اذان وقت مؤذن وارا لفظ دهرائڻ ۽ اذان کان پوءِ واري دعا | جنهن بانگ ٻڌندي چيو: اللّٰهُمَّ رَبَّ هَذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ، وَالصَّلاةِ الْقَائِمَةِ، آتِ مُحَمَّدًا الْوَسِيلَةَ وَالْفَضِيلَةَ، وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَحْمُودًا الَّذِي وَعَدْتَهُ. تہ قيامت جي ڏينهن ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي. |
| ١٢ | وضو چڱيءَ طرح سارڻ | جنهن پنهنجو وضو چڱيءَ طرح ساريو تہ سندس گناهہ سندس جسم مان نڪري ويندا، ايستائين جو سندس نَنهن جي هيٺان وارا بہ نڪري ويندا. |
| ١٣ | وضوء کان پوءِ واري دعا | اوهان مان ڪو بہ ماڻهو، جيڪو وضو ڪري ٿو ۽ ٺاهي ٺاهي ڪري ٿو يا چڱيءَ طرح پورو ڪري ٿو، ان کان پوءِ چئي ٿو : أَشْهَدُ أَنْ لا إِلَهَ إِلا اللهُ وَأَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُ اللهِ وَرَسُولُهُ تہ ان لاءِ جنت جا اٺ ئی دروازا کوليا ويندا، جنهن مان گهرندو داخل ٿيندو. |
| ١٤ | وضوءَ کان پوءِ ٻہ رڪعتون نفل | اوهان مان جيڪو بہ ماڻهو وضو ڪري ٿو ۽ وضو ٺاهي ٺاهي ٿو ڪري، ان کان پوءِ اٿي، دل ۽ دماغ جي حاضري ۽ پوري توجہ سان ٻہ رڪعتون پڙهي ٿو تہ ان لاءِ جنت واجب ٿي وڃي ٿي. |
| ١٥ | مسجد ڏانهن گهڻين وکُن کڻڻ جو اجر | جيڪو جماعت واري مسجد ڏانهن ويو، تہ هڪ وک هڪ گناهہ کي ميٽيندي ۽ هڪ وک تي ان لاءِ هڪ نيڪي لکي ويندي، ويندي بہ تہ ورندي بہ . |
| ١٦ | جمعي جي نماز جي تياري | ”جنهن شخص جمعي جي ڏينهن تڙ ڪرايو ۽ پاڻ بہ تڙ ڪيو، پوءِ سوير اٿيو ۽ سويروئي وڃي پهتو، پنڌ ڪيائين، سوار ٿي نہ ويو، وڃي امام جي ويجهو ويٺو ۽ خطبو ٻڌڻ لڳو، ڪا اجائي ڳالهہ نہ ڪيائين، تہ ان کي هر وک تي سڄي سال جي روزن ۽ ان جي راتين جي تراويحن ۽ تهجد جو اجر ملندو“. ”جيڪو بہ ماڻهو جمعي جي ڏينهن غسل ڪري ٿو ۽ جيڪا |

| | | |
|---|---|---|
| | ڪرڻ ۽ سوير وڃڻ | پاڪائي تي سگهيس، سا ڪري ٿو، پنهنجي تيل مان تيل مکي ٿو يا گهر جي خوشبوءِ مان خوشبو مکي ٿو ۽ پوءِ نڪري ٿو، ۽ ڪن ٻن ڄڻن جي وچ ۾ ويڇو نہ ٿو وجهي ۽ ان ڪان پوءِ جيڪا ٿي سگهيس نماز پڙهي ٿو، امام جي ڳالهائڻ (خطبي) وقت ڪن ڏئي ويهي ٿو تہ الله ان جا جمعي ڪان ٻئي جمعي تائين جا گناهہ معاف ٿو ڪري ڇڏي“. |
| ۱۷ | تڪبير تحريمہ ۾ پهچڻ | جنهن الله لاءِ چاليهہ ڏينهن جماعت سان ائين نماز پڙهي جو تڪبير اوليٰ ڪي پهچندو رهيو تہ ان لاءِ بہ نجاتون لکيون وينديون، جهنم ڪان نجات ۽ نفاق ڪان نجات. |
| ۱۸ | جماعت سان فرض نماز پڙهڻ | جماعت سان نماز پڙهڻ اڪيلي پڙهڻ ڪان ۲۷ دفعا وڌيڪ درجا ٿي رکي. |
| ۱۹ | عشاء ۽ فجر جي نماز باجماعت پڙهڻ | جنهن عشاء جي نماز جماعت سان پڙهي، تنهن ڄڻ اڌ رات تائين عبادت ڪئي ۽ جنهن صبح جي نماز جماعت سان پڙهي، تہ ڄڻ سڄي رات عبادت ۾ گذاريائين. |
| ۲۰ | پهرين صف ۾ نماز پڙهڻ | جيڪڏهن ماڻهن کي اها خبر هجي تہ بانگ ڏيڻ ۽ پهرين صف ۾ ڪيترو اجر آهي ۽ اهو بنا مقابلي جي حاصل نہ ٿي سگهندو تہ هوند ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ ڪٽي وجهڻ لاءِ بہ تيار ٿي وڃن. |
| ۲۱ | مؤڪده سنتن جي پابندي ڪرڻ | جنهن ڏينهن رات ۾ ٻارهن رڪعتون پڙهيون تہ ان لاءِ جنت ۾ گهر اڏيو ويو. اهي آهن : چار ظهر ڪان اڳ، ٻہ ان ڪان پوءِ. ٻہ مغرب ڪان پوءِ، ٻہ عشا ڪان پوءِ ۽ ٻہ رڪعتون فجر جي نماز ڪان اڳ. |
| ۲۲ | نفلي نماز گهڻي پڙهڻ ۽ اها ڳجهہ ۾ پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ | الله خاطر گهڻا سجدا ڪرڻ تو لاءِ ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ تون الله لاءِ جيڪو بہ سجدو ڪندين ان سان الله تنهنجو هڪ درجو بلند ڪندو ۽ تنهنجو هڪ گناهہ معاف ڪندو. ڪنهن بہ شخص جي نفلي نماز اهڙيءَ جاءِ تي پڙهڻ جتي ڪيس ماڻهو نہ ڏسن، سندس ماڻهن جي اڳين آڏو پنجويهہ ڀيرا نماز پڙهڻ جي برابر آهي. |
| ۲۳ | فجر ڪان اڳ سنت ۽ فجر جو فرض | فجر جون ٻہ رڪعتون سنت، دنيا ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس آهي تنهن ڪان بهتر آهن. جنهن صبح جي نماز پڙهي، سو الله جي ذمي ۾ آهي. |
| ۲۴ | چاشت جي نماز | اوهان جي هر سَنڌ تي روزانو صبح جو صدقو واجب ٿيندو آهي، ان ڪري هر تسبيح (سبحان الله چوڻ) صدقو آهي، هر حمد (الحمدلله چوڻ) صدقو آهي، هر تهليل (لا اله الا الله چوڻ) صدقو آهي، هر تڪبير (الله اڪبر چوڻ) صدقو آهي، نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ صدقو آهي، برائيءَ ڪان روڪڻ صدقو آهي، پر ان سڀ ڪان، اهي ٻہ رڪعتون، جيڪي چاشت ۾ پڙهيون وڃن، سي ڪافي آهن. |
| ۲۵ | جيڪو نماز واري جاءِ تي ويهي ذڪر ڪندو رهي | ملائڪ اوهان مان هر هڪ لاءِ ايستائين دعا گهرندا رهندا آهن جيستائين اهو پنهنجي نماز واريءَ جاءِ تي ويٺو رهي ۽ وضو سان هجي. هي دعا گهرندا آهن: اي الله ان کي بخش ڪر. اي الله! ان تي رحم ڪر. |
| ۲۶ | فجر جي نماز جماعت سان پڙهڻ ڪان پوءِ سج اڀرڻ تائين الله جو ذڪر ڪرڻ، پوءِ ٻہ رڪعتون پڙهڻ | جنهن صبح جي نماز جماعت سان پڙهي، ان ڪان پوءِ ويهي سج اڀرڻ تائين الله جو ذڪر ڪيائين، ان ڪان پوءِ ٻہ رڪعتون نماز پڙهيائين تہ ان کي حج ۽ عمري جو ثواب، پورو پورو پورو ملندو. |
| ۲۷ | جيڪو رات جو جاڳي تهجد پڙهي ۽ پنهنجي گهر واريءَ کي بہ جاڳائي | جيڪو رات جو جاڳيو ۽ پنهنجي گهر واريءَ کي بہ جاڳايائين ۽ پوءِ ٻنهي گڏجي ٻہ رڪعتون پڙهيون تہ ٻئي الله کي گهڻو ياد ڪندڙ مردن ۽ گهڻو ياد ڪندڙ عورتن مان شمار ڪيا ويندا. |
| ۲۸ | جنهن رات جو تهجد پڙهڻ جي نيت ڪئي پر ننڊ وٺي ويس | جيڪو بہ ماڻهو رات جو ڪجهہ نماز پڙهڻ وارو هجي پوءِ اها ننڊ جي غلبي جي ڪري نہ پڙهي سگهيو هجي، تہ الله تعاليٰ ان لاءِ سندس ان نماز جو اجر لکي ٿو ڇڏي ۽ سندس اها ننڊ صدقو ٿي ويندي. |
| ۲۹ | بازار ۾ داخل ٿيڻ جي دعا | جيڪو بازار ۾ گهڙڻ مهل هي دعا پڙهندو : (لا إِلَهَ إِلاَّ اللهُ وَحْدَهُ لا شَرِيكَ لَهُ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الحَمْدُ يُحْيِي ويُمِيتُ وَهُوَ حَيٌّ لا يَمُوتُ بِيَدِهِ الخَيْرُ وَهُوَ على كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ) تہ الله تعاليٰ ان لاءِ ڏهہ لک نيڪيون لکندو ۽ ان جا ڏهہ لک گناهہ معاف ڪندو ۽ ان جا ڏهہ لک درجا بلند ڪندو. |
| ۳۰ | سبحان الله، الحمد لله، الله اڪبر ۳۳ دفعا ۽ لا اله الا الله سان هر نماز ڪان پوءِ ان جي پڄاڻي ڪرڻ | جنهن هر نماز ڪان پوءِ ۳۳ دفعا سبحان الله چيو، ۳۳ دفعا الحمدلله چيو ۽ ۳۳ دفعا الله اڪبر چيو، اهي ٿيا نوانوي، ۽ سؤ پورو ڪندي: لا إِلَهَ إِلا اللهُ وَحْدَهُ لا شَرِيكَ لَهُ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ چيائين تہ سندس خطائون معاف ٿي وينديون، ڀلي نہ سمنڊ جي جهڳ برابر هجن. |
| ۳۱ | هر فرض نماز ڪان پوءِ آية الڪرسي پڙهڻ | جنهن هر فرض نماز ڪان پوءِ آية الڪرسي پڙهي تہ کيس جنت ۾ داخل ٿيڻ ڪان ڪابہ شئي نہ روڪيندي سواءِ هن جي تہ مٿس موت اچي. |
| ۳۲ | بيمار جي عيادت ڪرڻ | جيڪو بہ مسلمان ڪنهن مسلمان جي صبح جو عيادت ڪري ٿو، تہ ان لاءِ ستر هزار فرشتا شام تائين بخشش جي دعا گهرندا رهن ٿا ۽ جيڪڏهن رات جو عيادت ڪيائينس تہ ستر هزار فرشتا مٿس صبح ٿيڻ تائين بخشش جي دعا گهرندا رهن ٿا ۽ ان لاءِ جنت ۾ کجيءَ جي وڻن جو هڪ باغ هوندو. |
| ۳۳ | مصيبت زده کي ڏسڻ | جنهن ماڻهو ڪنهن مصيبت زده کي ڏسي هيءَ دعا پڙهي : (الحَمْدُ للهِ الّذِيْ عَافَانِي مِمَا ابْتَلاكَ بهِ |




| | | |
|---|---|---|
| | وقت دعا | وَفَضَّلَنِي عَلَى كَثِيْرٍ مِمَّنْ خَلَقَ تَفْضِيْلا) تہ کيس اها مصيبت نہ رسندي. |
| ۳۴ | جنھن مصيبت زده کی تسلی ڏنی | جنھن مصيبت ورتل ماڻھوءَ کي تسلي ڏني ان لاءِ ان جهڙو اجر آهي. جيڪو بہ مؤمن پنهنجي ڀاءُ کي مصيبت ۾ تسلی ڏئی ٿو، تنهن کی الله عزت ۽ بزرگیءَ جی پوشاڪن مان پهرائيندو. |
| ۳۵ | جنازي نماز پڙهڻ ۽ قبرستان ۾ تدفين ٿيڻ تائين ان جی ڪڍ هلڻ | جيڪو جنازي ۾ ان تی نماز پڙهڻ تائين شريڪ ٿيو ان لاءِ هڪ قيراط ثواب آهی. جيڪو تدفين تائين حاضر رهيو ان لاءِ ٻہ قيراط آهن. پڇيو ويو تہ : ٻہ قيراط ڇا آهن؟ فرمايائون : ٻن تمام وڏن جبلن جهڙا. ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو: اسان تہ تمام گهڻا قيراط ضائع ڪري ڇڏيا. |
| ۳۶ | الله خاطر مسجدن جي تعمير | جنھن الله خاطر مسجد ٺهرائي، ڇو نہ ڳيري جي آکيري جيتري هجي، تہ الله تعالىٰ ان لاءِ جنت ۾ گهر ٺاهيندو. |
| ۳۷ | (الله جی راه ۾) خرچ ڪرڻ | هر ڏينهن، جنھن ۾ ٻانها صبح جو اٿن ٿا تہ ٻہ ملائڪ نازل ٿيندا آهن، انهن مان هڪ چوندو آهی: اي الله خرچ ڪندڙ کی اوترو ڏجانءِ. ٻيو چوندو آهی: اي الله روڪی رکندڙ (جی مال) کی ختم ڪجانءِ. |
| ۳۸ | صدقو ڪرڻ | "هڪ درهم لک درهمن کان اڳ ڪڍي ويو، چيائون: يارسول الله! اهو ڪيئن؟ پاڻ فرمايائون: هڪ شخص وٽ ٻہ درهم آهن، جن مان هڪ کڻي صدقو ڪيائين ۽ ٻيو ماڻهو آهي، جنھن وٽ تمام گهڻو مال آهي، ان پنهنجي مال جي ڪِناري مان لک درهم کنيا ۽ صدقو ڪيائين". "ڪوبہ مسلمان ڪا ڇڪي هڻي ٿو يا ڪا پوک پوکي ٿو، پوءِ ان مان ڪو پکي يا انسان يا ڪو چوپايو مال کائی ٿو تہ اهو ان لاءِ صدقو ٿو ٿئی". |
| ۳۹ | بنا فائدي جی قرض ڏيڻ | جيڪو بہ مسلمان ٻئی مسلمان کی ٻہ ڀيرا قرض ڏئی ٿو، تنهن ڄڻ ان مان هڪ دفعو صدقو ڪيو. |
| ۴۰ | سيجي تي صبر ڪرڻ | جنھن ماڻهوءَ ڪنهن سيجي کي مهلت ڏني تہ ان لاءِ قرض ڏيڻ واري وقت کان اڳ تائين هر ڏينهن جي عوض صدقو ٿو لکيو وڃي، پوءِ جڏهن قرض ڏيڻ وارو وقت اچي ويو ۽ وري مهلت ڏنائينس تہ ان لاءِ هر ڏينهن جی بدلی ٻيڻو صدقو ٿو لکيو وڃی. |
| ۴۱ | الله جی رستی ۾ هڪ ڏينهن جو روزو | جنھن هڪ ڏينهن الله جی رستی ۾ روزو رکيو، الله سندس چهري کی ستر سال جهنم کان پري ڪري ڇڏيندو. |
| ۴۲ | هر مهيني ٽي ڏينهن، عرفات جي ڏينهن ۽ عاشورن جو روزو | هر مهيني ٽي ڏينهن روزو رکڻ، زندگي ڀر جي روزن برابر آهي. ڪانئن عرفات جي ڏينهن جي روزي بابت پڇيو ويو پاڻ فرمايائون: گذريل ۽ هن سال جو ڪفارو آهي. ڪانئن عاشورن جي روزي بابت پڇيو ويو، فرمايائون : گذريل سال جی گناهن جو ڪفارو آهی. |
| ۴۳ | شوال جی ڇهن ڏينهن جو روزو | جنھن رمضان جا روزا رکيا، پوءِ ان جی پٺيان شوال جا ڇهہ روزا بہ رکيائين تہ اهی پوري زمانی جی روزن برابر آهن. |
| ۴۴ | امام سان گڏ پڄاڻيءَ تائين تراويح نماز پڙهڻ | جنھن ماڻهو امام سان گڏ نماز پڙهي، جيستائين اهو واپس ٿئي تہ ان ڄڻ سڄي رات قيام ڪيو. |
| ۴۵ | رمضان ۾ عمرو | رمضان شريف ۾ عمرو حج برابر، يا : مون سان گڏ حج برابر آهی. |
| ۴۶ | حج مبرور (مقبول) | جنھن حج ڪيو ۽ فضول ڳالهين ۽ گناه جي ڪمن کان پاسو ڪيائين تہ اهو اهڙو موٽندو جهڙو ماءُ جی پيٽان ڄائو آهی. حج مبرور جو بدلو جنت کان سواءِ ٻيو ڪجھ نہ آهی. |
| ۴۷ | ذوالحج جی پهرئين ڏهاڪی ۾ صالح عمل ڪرڻ | ڪنهن بہ ڏينهن جو صالح عمل الله کی هنن ڏينهن (ذوالحج جی ڏهن ڏينهن) جی صالح عمل کان وڌيڪ پسند ناهی. چيائون: يارسول الله! جهاد فی سبيل الله بہ نہ؟ فرمايائون: نہ ئی جهاد فی سبيل الله، سواءِ ان شخص جی جيڪو پنهنجو سر ۽ مال کڻی نڪتو ۽ ان مان ڪابہ شيءِ موٽائی نہ آندائين. |
| ۴۸ | قرباني ڪرڻ | رسول الله ﷺ جن جي اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ: يارسول الله! هي قربانيون ڇاهن؟ فرمايائون: اوهان جي ابي ابراهيم عليه السلام جي سنت آهي. چيائون: يارسول الله! اسان جو ان ۾ ڪهڙو فائدو آهي؟ فرمايائون: هر وار تي نيڪی آهی. چيائون: اُن جو يا رسول الله ڇا ثواب آهی؟ فرمايائون: ان جی بہ هر وار تی نيڪی آهی. |
| ۴۹ | عالم جو اجر ۽ ان جي فضيلت | عالم جی عابد کان ايتري وڌيڪ فضيلت آهی جيتري منهنجی توهان مان ادنیٰ ماڻهوءَ کان مٿی آهی. ان کان پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو: بيشڪ الله ۽ سندس ملائڪ، آسمان ۽ زمين وارا حتاڪ ڪوليون پنهنجی ٻرن ۾ ۽ مڇيون بہ، ماڻهن کی ڀلائیءَ جی سبق ڏيندڙ لاءِ دعائون ڪندا آهن. |
| ۵۰ | الله کان سچي دل سان شهادت گهرڻ | جنھن الله کان سچي دل سان شهادت جو سوال ڪيو، تنهن کي الله شهيدن جي منزلن تي پهچائيندو، ڇو نہ بستري تی ئی مري وڃی. |
| ۵۱ | الله جی خوف ۾ روئڻ ۽ سندس | ٻہ اکيون آهن، جن کی باه نہ ڇهندي : هڪ اها اک، جيڪا الله جی خوف ۾ روئی ۽ ٻی اها اک، |

| | | |
|---|---|---|
| | رستي ۾ چوڪيداري ڪرڻ | جيڪا الله جي رستي ۾ رات جو جاڳي چوڪيداريءَ ۾ گذاري. |
| ۵۲ | الله تي توڪل ڪرڻ، ڏنپ ڏيارڻ، ڦيٽا رڪائڻ ۽ بدفاليون ڇڏي ڏيڻ | نبي ڪريم ﷺ جن تي ننڊ ۾ مختلف امتون پيش ڪيون ويون. پنهنجي امت ڪي ڏٺائون ته ان ۾ ستر هزار اهڙا ماڻهو آهن جيڪي جنت ۾ بنا حساب ۽ بناعذاب جي داخل ٿيندا. اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي نه ڏنپ ٿا ڏيارن، نه ڦيٽا ٿا وجهرائن ۽ نه بدفاليون ٿا وٺن بلڪ پنهنجي رب تي توڪل ڪندا آهن. |
| ۵۳ | جنهن جا ننڍا ٻار مري ويا هجن تنهن جو اجر | جنهن به مسلمان جا ٽي ٻار مري ويا، جيڪي بلوغت کي نه پهتا هجن ته الله انهن (ٻارڙن) تي سندس رحمت جي برڪت جي ڪري کيس جنت ۾ داخل ڪندو. |
| ۵۴ | نظر ضايع ٿيڻ ۽ ان تي صبر ڪرڻ | الله تعالىٰ (قدسي حديث ۾) فرمايو آهي: جڏهن آءٌ پنهنجي ڪنهن ٻانهي کي سندس ٻن پيارين شين سان آزمائيندو آهيان ۽ پوءِ اهو صبر ڪندو آهي ته آءٌ کيس انهن جي بدلي جنت عطا ڪندو آهيان. پيارين شين مان مراد : ٻه اکيون آهن. |
| ۵۵ | الله جي خوف کان ڪا شيءِ ڇڏڻ | تون جڏهن به ڪا شيءِ الله جي خوف کان ڇڏيندين ته الله توکي ان کان ڀلي عطا ڪندو. |
| ۵٦ | اوگهڙ ۽ زبان جي حفاظت ڪرڻ | جنهن مون کي ان جي ضمانت ڏني جيڪا سندس ٻن ڄاڙين جي وچ ۾ آهي ۽ جيڪا ٻن ٽنگن جي وچ ۾ آهي ته آءٌ ان لاءِ جنت جو ضامن ٿيندس. (يعني زبان ۽ اوگهڙ). |
| ۵۷ | گهر ۾ گهڙڻ ۽ کاڌي کائڻ وقت بسم الله پڙهڻ | جڏهن ڪو ماڻهو گهر ۾ گهڙندو آهي، پوءِ گهڙڻ وقت ۽ کاڌي کائڻ وقت الله جو ذڪر ڪندو آهي ته شيطان (پنهنجي سنگتين کي) چوندو آهي ته : اوهان لاءِ هتي نه رات گذارڻ جي جاءِ آهي ۽ نه رات جي کاڌي کائڻ جي. ۽ جيڪڏهن گهڙڻ وقت الله جو ذڪر نه ڪندو آهي ته شيطان چوندو آهي : اوهان کي رات گذارڻ جي جاءِ ملي وئي. جڏهن کاڌي مهل الله جو ذڪر نه ڪندو آهي ته چوندو آهي : اوهان کي رات گذارڻ جي جاءِ به ملي وئي ته کاڌو به ملي ويو. |
| ۵۸ | کاڌي کائڻ کان پوءِ ۽ نئين لباس پائڻ جي دعا | جنهن کاڌو کاڌو ۽ (الْحَمْدُ اللهِ الَّذِي أَطْعَمَنِي هَذَا وَرَزَقَنِيهِ مِنْ غَيْرِ حَوْلٍ مِنِّي وَلا قُوَّةٍ) چيو ته ان جا اڳيان سڀ گناهه معاف ٿي ويندا. ۽ جڏهن ڪو نئون لباس پهريائين ۽ (الْحَمْدُ اللهِ الَّذِي كَسَانِي هَذَا وَرَزَقَنِيهِ مِنْ غَيْرِ حَوْلٍ مِنِّي وَلا قُوَّةٍ) چيائين (ته الله سندس اڳيان سڀ گناهه معاف ڪري ڇڏيندو). |
| ۵۹ | جيڪو گهري ته الله سندس ڪم ڪار جي تڪليف آسان ڪري | حضرت فاطمه رضي الله عنها نبي ڪريم ﷺ جن کان نوڪر جي گهر ڪئي، ته پاڻ سڳورن ﷺ جن بي بي فاطمه ۽ حضرت علي رضي الله عنهما (ٻنهي) کي چيو ته: ڇا آءٌ اوهان کي ان کان وڌيڪ ڀلو ڏس ڏيان جيڪو توهان مون کان گهريو آهي؟ جڏهن اوهان ٻئي پنهنجي بسترن تي وڃي ليٽو ته ۳۴ دفعا الله اڪبر چئو، ۳۳ دفعا سبحان الله چئو ۽ ۳۳ دفعا الحمدلله چئو. اهو اوهان لاءِ نوڪر کان بهتر آهي. |
| ٦۰ | جماع کان اڳ جي دعا | جڏهن اوهان مان ڪو ماڻهو پنهنجي گهر واريءَ ڏانهن اچڻ گهري ته چئي: (بِسْمِ اللهِ، اللَّهُمَّ جَنِّبْنَا الشَّيْطَانَ وَجَنِّبِ الشَّيْطَانَ مَا رَزَقْتَنَا) پوءِ انهن کي جيڪڏهن ان مان ڪو ٻار نصيب هوندو ته شيطان ان کي ڪڏهن به نقصان نه ڏيندو. |
| ٦۱ | زال جو مڙس کي راضي رکڻ | جڏهن عورت پنج وقت نماز پڙهي، رمضان جا روزا رکي، پنهنجي اوگهڙ جي حفاظت ڪري، پنهنجي مڙس جي فرمانبرداري ڪري ته ان کي چيو ويندو: جنت ۾ جنهن دروازي کان گهرين، داخل ٿيءُ. جيڪا به عورت فوت ٿي وئي ۽ ڪانئس سندس مڙس راضي هيو ته اها جنت ۾ داخل ٿيندي. |
| ٦۲ | والدين سان ڀلائي ڪرڻ ۽ مائٽي ڳنڍڻ | "الله جي رضا پيءُ جي رضا ۾ آهي". "جيڪو چاهي ته سندس رزق ۾ ڪشادگي پيدا ٿئي ۽ سندس عمر ۾ برڪت پوي ته ان کي پنهنجي مائٽن سان ڳانڍاپو ڪرڻ گهرجي". |
| ٦۳ | يتيم جي ڪفالت ڪرڻ | آءٌ ۽ يتيم جي سنڀال ڪندڙ جنت ۾ هنن ٻن (آنڱرين) وانگر گڏ هونداسين. وچين ۽ اشهد آڱر ملائي اهي لفظ چيائون. |
| ٦۴ | سهڻو اخلاق | بيشڪ مؤمن پنهنجي سهڻي اخلاق سان روزيدار تهجد گذار جو درجو حاصل ڪري وٺندو آهي. آءٌ ضامن آهيان... جنت جي مٿانهين درجي ۾ گهرَ جو ان شخص لاءِ جنهن جا اخلاق سهڻا هوندا. |
| ٦۵ | مخلوق تي رحم ۽ شفقت ڪرڻ | الله پنهنجي ٻانهن مان انهن تي رحم ڪندو آهي جيڪي (پاڻ به) رحم ڪندڙ هجن. زمين وارن تي رحم ڪيو ته آسمان وارو اوهان تي رحم ڪندو. |
| ٦٦ | مسلمانن جي خير خواهي ڪرڻ | اوهان مان ڪو ايستائين مؤمن نه ٿو ٿي سگهي جيستائين پنهنجي (ٻئي مسلمان) ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند ڪري جيڪا پنهنجي لاءِ ٿو پسند ڪري. |
| ٦٧ | حياءُ | حياءُ هميشه ڀلائيءَ ئي آڻيندو آهي. حياءُ ايمان جو شعبو آهي. چار شيون پيغمبرن جي سنتن مان آهن : حياءُ، خوشبو، ڏندڻ ۽ نڪاح. |





| | | |
|---|---|---|
| ٦٨ | سلام ۾ اڳرائي ڪرڻ | هڪ شخص نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين: السلام عليڪم، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ڏهه. ان ڪان پوءِ ٻيو آيو ۽ چيائين : السلام عليڪم ورحمة الله. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ويهه. ان ڪان پوءِ ٽيون شخص آيو ۽ چيائين: السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته. نبی ڪريم ﷺ جن فرمايو: ٽيهه. يعنی نيڪيون. |
| ٦٩ | ملاقات مهل مصافحو ڪرڻ | جڏهن ٻه مسلمان پاڻ ۾ ملن ٿا ۽ مصافحو ڪن ٿا ته الله انهن جی الڳ ٿيڻ ڪان اڳ ڪين بخشی ڇڏي ٿو. |
| ٧٠ | مسلمان جي عزت جو دفاع ڪرڻ | جنهن پنهنجي ڀاءُ جي عزت (ننگ) جو دفاع ڪيو، الله قيامت جي ڏينهن جهنم جي باهه ڪان سندس چهري جی حفاظت فرمائيندو. |
| ٧١ | صالحن سان محبت ۽ صحبت ڪرڻ | تون ان سان گڏ آهين جنهن سان محبت ڪرين ٿو. انس رضي الله عنه فرمائن ٿا: صحابه ڪنهن به شيءِ تی ايترو خوش نه ٿيا جيترو ان حديث تی خوش ٿيا. |
| ٧٢ | الله جي جلال خاطر هڪ ٻئي سان محبت ڪندڙ | (قدسي حديث ۾) الله عزوجل فرمايو آهي ته : منهنجي جلال (عظمت) ۾ هڪ ٻئي سان محبت ڪندڙن لاءِ نور جا اهڙا ممبر هوندا، جو نبی ۽ شهيد به ساڻن ريس ڀيا ڪندا. |
| ٧٣ | مسلمانن لاءِ دعا ڪرڻ | ڪنهن به مسلمان مرد جی پنهنجی ڀاءُ لاءِ پرپٺ دعا گهرڻ مقبول آهی، ان جی مٿان هڪ فرشتو موڪل ٿيل آهی، جڏهن به هو پنهنجی ڀاءُ لاءِ ڀلائی جی دعا گهرندو آهی ته ان جو موڪل فرشتو چوندو آهی: (آمين) ۽ تو لاءِ به ان جهڙي دعا هجی. |
| ٧٤ | مؤمنن ۽ مؤمنياڻين لاءِ بخشش جی دعا گهرڻ | جنهن مؤمنن ۽ مؤمنياڻين لاءِ بخشش جي دعا گهري، الله ان لاءِ هر مؤمن ۽ مؤمنياڻيءَ جي بدلي هڪ نيڪی لکندو. |
| ٧٥ | رستی تان گندگی هٽائڻ | مون هڪ شخص کی انهیءَ وڻ جی ڪري جنت ۾ گهمندي ڦرندي ڏٺو، جيڪو ان وچ رستی تان ڪٽيو هو، جو ماڻهن کی تڪليف ڏيندو هو. |
| ٧٦ | جهيڙو ۽ ڪوڙ ڇڏڻ | آءٌ ان شخص لاءِ وچ جنت ۾ گهر جو ضامن آهيان جيڪو حق تي هوندي به جهيڙو نه ڪري ۽ اهڙي شخص لاءِ وچ جنت ۾ گهر جو ضامن آهيان جيڪو کل ڀوڳ ۾ به ڪوڙ نه ڳالهائی. |
| ٧٧ | ڪاوڙ ڪائڻ | جنهن ڪاوڙ ڪاڌي حالانڪ ڪيس ڪري ڏيکارڻ جی طاقت به آهی ته الله تعالیٰ ان کی قيامت جی ڏينهن خلق جی آڏو سڏيندو ۽ ڪيس اختيار ڏيندو ته جيڪا حور وڻيس سا ڪڻی. |
| ٧٨ | چڱائي يا برائيءَ سان ياد ڪرڻ | جنهن جي اوهان سني ساراهه ڪئي، ان لاءِ جنت واجب ٿي وئي. جنهن کي اوهان برائيءَ سان ياد ڪيو ان لاءِ جهنم واجب ٿی ويو. اوهان زمين تی الله جا شاهد آهيو. |
| ٧٩ | مسلمان جی تڪليف دور ڪرڻ، ان تی آسانی ڪرڻ، ان جو ڏَک ڍڪڻ ۽ سندس مدد ڪرڻ | جنهن ڪنهن مؤمن جی دنيا جی تڪليفن مان ڪا تڪليف هٽائی ته الله ان تان قيامت جی ڏينهن جی تڪليفن مان ڪا تڪليف دور ڪندو. جنهن ڪنهن سڃی کی ڍر ڏنی، الله ان لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ آسانی پيدا فرمائيندو. جنهن مسلمان جو ڏَک ڍڪيو، الله ڪيس دنيا ۽ آخرت ۾ ڍَڪيندو. الله ٻانهی جی مدد ۾ هوندو آهی، جيستائين ٻانهو پنهنجی ڀاءُ جی مدد ۾ هوندو آهی. |
| ٨٠ | آخرت کي مقدم رکڻ | جنهن آخرت کي پنهنجو مقصد بڻايو ته الله سندس دل کي بي پرواهه ڪري ڇڏيندو، ان لاءِ ڪنڌريل معاملا گڏ ڪري ڇڏيندو ۽ دنيا ڏانهس ذليل ٿی ايندي آهی. |
| ٨١ | حاڪم جو عدل، نوجوان جو صالح ٿيڻ، مسجدن سان تعلق، الله ڪارڻ محبت | ست آهن، جن کی الله ان ڏينهن پنهنجی ڇانچی هيٺ رکندو جڏهن الله جی ڇانچی کانسواءِ ٻيو ڪوبه ڇانچو ڪونه هوندو: انصاف پسند حڪمران، اهو نوجوان جيڪو پنهنجی رب جی عبادت ۾ نپنيو هجی، اهڙو مرد جنهن جی دل مسجدن ۾ لٽڪيل هجی، ۽ اهی به مرد جن الله ڪارڻ هڪٻئی سان محبت ڪئی، ان تی گڏ ٿين ٿا ۽ ان تی ئی جدا ٿين ٿا ، ۽ اهڙو مرد جنهن کی وڏي منصب واريءَ سهڻی عورت سڏيو ۽ هن چيو: آءٌ الله ڪان ڊڄان ٿو. ۽ اهڙو مرد جنهن کو صدقو ڪيو ۽ ان کی مخفی رکيائين، ايستائين جو کاٻی کی خبر نه رهی ته ساڄی هٿ ڇا خرچ ڪيو، ۽ اهڙو مرد جنهن اڪيلائیءَ ۾ الله کی ياد ڪيو ۽ سندس اکيون هارجی پيون. |
| ٨٢ | استغفار ڪرڻ | جيڪو ماڻهو هميشه استغفار ڪندو رهندو، الله تعالیٰ ان لاءِ هر تنگيءَ مان نڪرڻ جو رستو ڪڍندو ۽ هر غم مان ڪشادگی پيدا ڪندو ۽ ڪيس اتان رزق ڏيندو جتان ان جو وهم گمان ئی نه هوندو. |

# اھي ڪم جن تي عمل ڪرڻ کان جھليو ويو آھي

| م | منع ٿيل ڪم | نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن فرمايو: |
|---|---|---|
| ١ | ماڻھن لاءِ عمل ڪرڻ | (قدسي حديث ۾) الله تعالیٰ فرمايو آھي: آءٌ شريڪن جي شرڪ کان بي پرواھ آھيان. جنھن ڪو عمل ڪيو ۽ ان ۾ مون سان گڏ ڪنھن ٻئي کي شريڪ ڪيائين تہ آءٌ کيس ۽ سندس شرڪ کي ڇڏي ڏيندس. |
| ٢ | ظاھري اصلاح ۽ باطني فساد | ”آءٌ اھڙن ماڻھن کي ڄاڻان ٿو جيڪي قيامت جي ڏينھن تھامہ جي جبلن جيڏيون ڇٽيون نيڪيون کڻي ايندا، پوءِ الله تعالیٰ انھن کي ڌوڙ ڪري اڏائي ڇڏيندو“. ثوبان عرض ڪيو تہ: اي الله جا رسول! اسان کي انھن جي صفت ٻڌايو، پڌرا ڪري ڏيو، ائين نہ ٿئي جو اسان بہ انھن مان ھجئون ۽ اسان کي خبر ئي نہ ھجي. فرمايائون تہ: ”اھي توھان جا ڀائر ئي آھن، توھان جي چمڙيءَ مان ئي آھن، رات جو بہ ائين عبادت ڪندا آھن جيئن توھان ڪندا آھيو، پر اھي اھڙا ماڻھو آھن جو جڏھن الله جي حرام ڪيلن ڪمن سان اڪيلا ٿيندا آھن تہ انھن جي بيحرمتي ڪندا آھن“. |
| ٣ | وڏائي | ”اھو ماڻھو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو، جنھن جي دل ۾ **ذري برابر** بہ وڏائي ھوندي“. **وڏائي:** حق کي ٺڪرائڻ، يعني ان کي رد ڪرڻ ۽ ماڻھن کي ڌڪارڻ، يعني انھن کي حقارت سان ڏسڻ کي چئبو آھي. |
| ٤ | ڊگھي گوڏ پائڻ | گوڏ، ڪانچ، قميص يا پٽڪو ڊگھو پائڻ. ”جنھن وڏائيءَ مان ڪابہ شيءِ لڙڪائي، الله تعالیٰ قيامت جي ڏينھن ان ڏانھن نہ ڏسندو“. |
| ٥ | حسد ڪرڻ | پاڻ کي حسد کان بچايو، ڇاڪاڻ تہ حسد نيڪين کي ائين کائيندو آھي جيئن باھ ڪاٺين کي، يا فرمايائون: جيئن گاھ کي کائيندي آھي. |
| ٦ | وياج | ✸ رسول الله ﷺ وياج کائڻ واري ۽ کارائڻ واري تي لعنت ڪئي آھي.<br>✸ وياج جو ھڪ درھم، جيڪو ماڻھو ڄاڻي واڻي کائي ٿو، سو ڇٽيھہ ڀيرا زنا ڪرڻ کان وڌيڪ وڏو گناھ آھي. |
| ٧ | شراب پيئندڙ | ✸ شراب جو عادي، جادوءَ تي يقين رکندڙ ۽ مائٽي ڇنندڙ جنت ۾ داخل نہ ٿيندو.<br>✸ جنھن شراب پيتو، تنھن جي چاليھہ راتيون نماز قبول نہ ٿيندي. |
| ٨ | ڪوڙ ڳالھائڻ | اھڙي ماڻھوءَ لاءِ ويل (ھلاڪت) آھي، جيڪو ان لاءِ ڪوڙي ڳالھہ ٿو ڪري تہ ماڻھو ان تي کلن، ان لاءِ ويل آھي، ويل آھي . |
| ٩ | جاسوسي ڪرڻ | جنھن ماڻھن جي ڪا ڳالھہ ڪن ڏئي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ھو کيس پسند نہ ٿا ڪن تہ ان جي ڪنن ۾ قيامت جي ڏينھن پگھريل سيھو پيٽيو ويندو. |
| ١٠ | تصوير (فوٽو گرافي) | ✸ قيامت جي ڏينھن جن کي سڀ کان وڌيڪ سخت عذاب ڪيو ويندو، سي فوٽو ڪڍندڙ ھوندا.<br>✸ ملائڪ اھڙي گھر ۾ داخل نہ ٿيندا آھن جنھن ۾ ڪتو ۽ تصوير ھجي. |
| ١١ | چغل خوري | چغل خور جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. چغل خور: ان کي چئبو آھي جيڪو ماڻھن ۾ فساد جي غرض سان سندن ڳالھيون ڦھلائيندو وتي. |
| ١٢ | گلا ڪرڻ | توھان کي خبر آھي تہ گلا ڇاھي؟ چيائون تہ: الله ۽ سندس رسول بھتر ٿا ڄاڻن. فرمايائون: تنھنجو پنھنجي ڀاءُ کي اھڙي ڳالھہ سان ياد ڪرڻ جيڪا ان کي پسند نہ ھجي. چيو ويو تہ: جيتوڻيڪ منھنجي ڀاءُ ۾ اھا ڳالھہ ھجي جيڪا آءٌ چوان ٿو؟ فرمايائون: جيڪڏھن اھا ان ۾ آھي تہ اھا ئي گلا آھي ۽ جيڪڏھن ناھي تہ پوءِ اھو بھتان (تھمت) آھي. |
| ١٣ | لعنت ڪرڻ | ✸ مؤمن تي لعنت ڪرڻ ان کي قتل ڪرڻ برابر آھي. ✸ ھوا تي لعنت نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ ان کي حڪم ٿيل آھي، ۽ جنھن ڪنھن شيءِ تي لعنت ڪئي ۽ اھا ان جي حقدار ناھي تہ اھا لعنت ڏانھس موٽندي. |
| ١٤ | راز پڌرا ڪرڻ | الله وٽ سڀ کان وڌيڪ قيامت جي ڏينھن بڇڙي مرتبي وارو اھو ماڻھو ھوندو جيڪو پنھنجي زال سان ميلاپ ڪري ۽ اھا بہ ساڻس ميلاپ ڪري، پوءِ ان جو راز پڌرو ڪندو وتي. |
| ١٥ | بڇڙائي | ✸ الله وٽ سڀ کان برو مرتبو قيامت جي ڏينھن ان شخص جو آھي جنھن کي ماڻھو سندس بڇڙائيءَ کان بچڻ جي ڪري ڇڏي ڏين. ✸ انسان جون گھڻيون خطائون سندس زبان ۾ آھن. |
| ١٦ | مسلمان تي ڪفر جي تھمت مڙھڻ | جنھن شخص پنھنجي ڀاءُ کي (اي ڪافر) چيو، تہ اھا (تھمت) ٻنھي مان ھڪ تي ورندي. جيڪڏھن اڳيون ائين آھي جيئن ھن چيو تہ ٺيڪ، نہ تہ اھا مٿس موٽندي. |
| ١٧ | پيءُ جي بجاءِ ڪنھن ٻئي ڏانھن پنھنجي نسبت ڪرڻ | ✸ جنھن پنھنجي پيءُ جي بجاءِ ڪنھن ٻئي ڏانھن ڪوڙي دعویٰ ڪئي ۽ ھو ڄاڻي بہ اٿو تہ جنت ان تي حرام آھي. ✸ پنھنجي پيئرن کان منھن نہ مٽيو، جنھن پنھنجي پيءُ کان منھن مٽيو، تہ ان ڪفر ڪيو. |
| ١٨ | مسلمان کي خوفزده ڪرڻ | ✸ مسلمان لاءِ حلال ناھي تہ پنھنجي مسلمان ڀاءُ کي ڊيڄاري.<br>✸ جنھن پنھنجي ڀاءُ ڏانھن لوھہ جو اشارو ڪيو تہ ملائڪ مٿس لعنت ڪندا آھن، جيستائين ھٿيار واپس نہ رکي. |
| ١٩ | اسلامي ملڪن ۾ امن وٺندڙ کي قتل ڪرڻ | جنھن معاھدي ٿيل شخص کي ناحق قتل ڪيو، سو جنت جي بوءِ بہ نہ سگھندو، جڏھن تہ جنت جي خوشبوءِ سؤ سالن جي پنڌ تان پئي ايندي. |





| | | |
|---|---|---|
| ٢٠ | الله جي ولين سان دشمني رکڻ | (قدسي حديث ۾) الله تعالیٰ فرمايو آهي: جنهن منهنجي دوست (وليءَ) سان دشمني ڪئي، آءٌ ان سان جنگ جو اعلان ٿو ڪريان. |
| ٢١ | منافق ۽ فاسق کي سردار چوڻ | منافق کي سيد (سردار) نہ چئو! ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهو سيد (سردار) ٿيندو تہ اوهان پنهنجي رب کي ناراض ڪري ڇڏيندؤ. |
| ٢٢ | رعيت کي ٺڳڻ | جنهن ٻانهي کي الله ڪنهن رعيت جو مالڪ بڻايو، جنهن ڏينهن مرڻو هيس تنهن ڏينهن ان حال ۾ مئو جو سندس رعيت سان ٺڳي ڪندو رهيو تہ الله ان تي جنت حرام ڪري ڇڏيندو. |
| ٢٣ | بنا علم جي فتویٰ ڏيڻ | جنهن کي بنا علم جي فتویٰ ڏني وئي، ان جو گناهہ ان تي آهي جنهن کيس فتویٰ ڏني. |
| ٢٤ | جمعو يا عصر (وچين) نماز ڇڏڻ | ✸ جنهن لاپرواهيءَ مان ٽي جمعا ڇڏيا، تہ الله ان جي دل تي مهر هڻي ڇڏيندو.<br>✸ جنهن وچين نماز ڇڏي، تنهن جا عمل ڇٽ ٿي ويندا. |
| ٢٥ | نماز ۾ ڪوتاهي ڪرڻ ۽ ڇڏي ڏيڻ | ✸ اسان ۽ انهن (ڪافرن) جي وچ ۾ جيڪو عهد (فرق) آهي، سو نماز آهي، سو جنهن ان کي ڇڏيو ان ڪفر ڪيو.<br>✸ ماڻهوءَ ۽ شرڪ ۽ ڪفر جي وچ ۾ سنڌو، نماز ڇڏڻ آهي. |
| ٢٦ | نمازيءَ جي آڏو گذرڻ | جيڪڏهن نمازيءَ جي آڏو لنگهندڙ کي اها خبر هجي تہ ان جو گناهہ ڪيترو آهي تہ هوند ان لاءِ چاليهہ (ڏينهن يا سال) بيهي رهي، اهو ان لاءِ هن کان بهتر آهي جو ان جي آڏو گذري. |
| ٢٧ | نمازين کي ايذائڻ | جنهن بصر ٿوم ۽ ڪراٿ (بصرن جهڙا ساوا ٻنر) کاڌا، تنهن کي گهرجي تہ اسان جي مسجد جي ويجهو نہ اچي، ڇاڪاڻ تہ ملائڪ کي انهن شين سان تڪليف ايندي آهن جن سان بني آدم کي تڪليف ايندي آهي. |
| ٢٨ | زمين ڦٻائڻ | جنهن هڪ گرانٺ زمين بہ ظلم سان ڦٻائي، الله ان کي قيامت جي ڏينهن ستن زمينن جو طوق پهرائيندو. |
| ٢٩ | جيڪا ڳالهہ الله کي ناراض ڪري | بيشڪ ٻانهو ڪڏهن الله جي ناراضگيءَ وارو ڪلمو چئي ويهندو آهي ۽ ان جي پرواهہ ئي نہ ڪندو آهي، تہ اهو کيس ستر سالن تائين جهنم ۾ ڌڪي ويندو. |
| ٣٠ | الله جي ذڪر کان سواءِ گهڻو ڳالهائڻ | الله جي ذڪر کان سواءِ گهڻو نہ ڳالهايو. بيشڪ الله جي ذڪر بجاءِ گهڻو ڳالهائڻ دل کي سخت ڪري ڇڏيندو آهي. |
| ٣١ | واچ هڻي ڳالهائڻ | جن تي مون کي وڌ ۾ وڌ ڪاوڙ آهي ۽ جيڪي قيامت جي ڏينهن منهنجي مجلس ۾ مون کان سڀ کان پري هوندا، سي آهن: گهڻ ڳالهائو (لباڙي)، واچ هڻي ڳالهائڻ وارا (واتوڙا) ۽ وڏائيءَ مان (ٽاڏ ڪري) ڳالهائڻ وارا آهن. |
| ٣٢ | الله جي ذڪر کان غافل ٿيڻ | جيڪي ماڻهو ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ويٺا، پوءِ ان ۾ نہ الله جو ذڪر ڪيائون ۽ سندس پيغمبر ﷺ تي درود پڙهيائون تہ اها انهن لاءِ وبال آهي، پوءِ سندس مرضي، عذاب ڪرين يا بخش ڪرين. |
| ٣٣ | مسلمان کي ڏسي بدفالي وٺڻ | ✸ پنهنجي (ڪنهن مسلمان) ڀاءُ جي آڏو بدفالي جو اظهار نہ ڪر، متان الله ان تي رحم ڪري توکي آزمائش ۾ نہ وجهي. ✸ جنهن پنهنجي ڀاءُ کي ڪنهن گناهہ جو مهڻو ڏنو، اهو اهڙي گناهہ ڪرڻ کان اڳ نہ مرندو. |
| ٣٤ | ٻن مسلمانن جو هڪٻئي سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏيڻ | مؤمن لاءِ اهو جائز ناهي تہ پنهنجي ڀاءُ سان ٽن ڏينهن کان مٿي ڳالهائڻ ڇڏي ڏئي، ۽ جنهن پنهنجي ڀاءُ سان ٽن ڏينهن کان مٿي ويڇو رکيو، پوءِ مري ويو تہ اهو جهنم ۾ داخل ٿيندو. |
| ٣٥ | ظاهر ظهور گناهہ ڪرڻ | منهنجي ساري امت کي معافي ملندي، ظاهر ظهور گناهہ ڪندڙن کان سواءِ. |
| ٣٦ | بد اخلاقي | بد اخلاقي عمل کي ائين بگاڙيندي آهي، جيئن سرڪو ماکيءَ کي بگاڙيندو آهي. |
| ٣٧ | پنهنجو تحفو موٽائي وٺندڙ | ✸ پنهنجو تحفو موٽائيندڙ ان ڪتي وانگر آهي، جيڪو اُلٽي ڪري ورِي پنهنجي الٽي پاڻ لڪيندو آهي.<br>✸ ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ اهو جائز ناهي تہ ڪنهن کي عطيو يا تحفو ڏئي ۽ پوءِ اهو موٽائي وٺي. |
| ٣٨ | پاڙيسريءَ تي ظلم ڪرڻ | ماڻهو ڏهن رنن سان زنا ڪري، اهو هن کان هلڪو آهي جو پاڙيسريءَ جي زال سان زنا ڪري، ۽ ڪو ماڻهو ڏهن گهرن مان چوري ڪري، اهو هن کان هلڪو آهي جو پاڙيسريءَ جي چوري ڪري. |
| ٣٩ | حرام شين ڏانهن نهارڻ | ابن آدم تي سندس زنا مان حصو لکيو ويو آهي، جيڪو لازمي طور کيس حاصل ٿيندو. ٻن اکين جي زنا نظر آهي، ٻن ڪنن جي زنا ٻڌڻ آهي، زبان جي زنا ڳالهائڻ آهي، هٿ جي زنا پڪڙڻ آهي، پيرن جي زنا پنڌ ڪرڻ آهي، دل خواهش ۽ تمنا ڪندي آهي، اوگهڙ ان کي سچو يا ڪوڙو ڪندي آهي. |
| ٤٠ | ڪنهن اهڙي عورت کي هٿ لائڻ جيڪا ان لاءِ حلال نہ هجي | ✸ ماڻهوءَ جي مٿي ۾ لوهي سئي ٽنبي وڃي، اها ان لاءِ هن کان بهتر آهي جو هو ڪنهن اهڙي مائيءَ کي هٿ لائي جيڪا ان لاءِ حلال ناهي. ✸ آءٌ عورتن سان مصافحو نہ ڪندو آهيان. |
| ٤١ | ڏي وٺ واري شادي | نبي ڪريم ﷺ جن (شغار) بدلي جي شاديءَ کان روڪيو آهي. شغار : معنیٰ هڪ ماڻهو پنهنجي ڌيءَ ان شرط تي پرڻائي ڏئي تہ ٻيو پنهنجي ڌيءَ کيس پرڻائي ڏئي ۽ انهن وچ ۾ حق مهر نہ هجي. |
| ٤٢ | روح راڙو ڪرڻ | ✸ جنهن تي روح راڙو ڪيو ويو تنهن کي قيامت جي ڏينهن ان ڳالهہ تي عذاب ڪيو ويندو.<br>✸ ميت کي سندس قبر ۾ مٿس ڪيل روح راڙي جو عذاب ڪيو ويندو آهي. |
| ٤٣ | غير الله جو قسم کڻڻ | ✸ جنهن غير الله جو قسم کنيو، تنهن ڪفر يا شرڪ ڪيو. ✸ جيڪو قسم کڻڻ گهري سو الله جو قسم کڻي يا ماٺ ڪري. ✸ جنهن امانت جو قسم کنيو، سو اسان مان ناهي. |

| | | |
|---|---|---|
| ۴۴ | ڪوڙو قسم کڻڻ | جنهن ڪنهن ڳالهه تي اهڙو قسم ڪنيو. جنهن سان ڪنهن مسلمان جو مال ڦٻائڻ ٿو گهري، ۽ اهو ان ۾ ڪوڙو آهي، تہ جڏهن الله سان ملندو تہ اهو مٿس ڏمريل هوندو. |
| ۴۵ | واپار ۾ قسم کڻڻ | ✸ پاڻ ﷺ واپار ۾ گهڻن قسمن کڻڻ کان بچايو. ڇاڪاڻ تہ اهو سامان تہ نيڪال ڪندو پر ان مان برڪت ختم ڪري ڇڏيندو. ✸ قسم، سامان نيڪال ڪرڻ ۽ ان مان برڪت ختم ڪرڻ جو ذريعو آهي. |
| ۴۶ | ڪافرن سان مشابهت ڪندڙ | ✸ جنهن ڪنهن قوم سان مشابهت ڪئي، سو انهن مان آهي.<br>✸ اهو اسان مان ناهي، جنهن اسان جي غير سان مشابهت ڪئي. |
| ۴۷ | قبر تي اڏاوت ڪرڻ | رسول الله ﷺ جن قبر کي چوني سان پڪو ڪرڻ، ان تي ويهڻ ۽ مٿس اڏاوت ڪرڻ کان منع فرمائي آهي. |
| ۴۸ | ٺڳي ۽ خيانت ڪرڻ | جڏهن الله قيامت جي ڏينهن اڳين ۽ پوين کي گڏ ڪندو تہ هر ٺڳي ڪندڙ لاءِ جهنڊو بلند ڪيو ويندو، پوءِ چيو ويندو: هيءُ فلاڻي پٽ فلاڻي جي دوکيبازيءَ جو عَلَم آهي. |
| ۴۹ | قبر تي ويهڻ | اوهان مان ڪو ڪنهن ٽانڊي تي ويهي، جنهن سان سندس ڪپڙا سڙي پون ۽ کل تائين وڃي پهچي اهو هن کان بهتر آهي جو ڪنهن قبر تي ويهي. |
| ۵۰ | اندر اچڻ مهل ويٺلن جو پاڻ لاءِ اٿي بيهڻ پسند ڪرڻ | جنهن ماڻهوءَ کي هيءَ ڳالهہ پسند آهي تہ ماڻهو سندس لاءِ اٿي بيهن، تہ اهو پنهنجي جاءِ جهنم ۾ ٺاهي. |
| ۵۱ | بنا ضرورت جي سوال ڪرڻ | ✸ جيڪو ٻانهو سوال جو دروازو کولي ٿو تہ الله ان تي مسڪينيءَ جو دروازو کولي ٿو.<br>✸ جيڪو ماڻهن کان گهڻ لاءِ سوال ڪري ٿو، تہ اهو رڳو ٽانڊا ٿو گهري، پوءِ ڀل ٿورا ڪري يا گهڻا ڪري. |
| ۵۲ | واپار ۾ واڪ ڏئي اگهہ چاڙهڻ | شهري ماڻهو، ٻاهرانڙيءَ واري لاءِ نہ وڪڻي. واڪ ڏئي اگهہ نہ چاڙهيو ۽ ماڻهو پنهنجي ڀاءُ جي واپار مٿان واپار نہ ڪري. |
| ۵۳ | مسجد ۾ وڃايل شيءِ جو پڙهو ڏيڻ | جيڪو ڪنهن کي مسجد ۾ وڃايل شيءِ جو پڙهو ڏيندي ٻڌي تہ چوڻ گهرجيس: الله اها توکي موٽائي نہ ڏئي. ڇاڪاڻ تہ مسجدون ان لاءِ نہ ٺاهيون ويون آهن. |
| ۵۴ | شيطان کي گار ڏيڻ | ✸ "شيطان کي گار نہ ڏيو، ان جي شر کان پناهہ گهرو". ✸ هڪ صحابي چئي ٿو تہ آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن سان ٻيلهہ هيس، اوچتي سندن جانور ٿاٻڙجي پيو، جنهن تي مون چيم : (تعس الشيطان) "شيطان مري شال". پاڻ فرمايائون: "شيطان مري شال" نہ چؤ. ڇاڪاڻ تہ جڏهن تون ائين چوندين تہ هو سيٽجي هن گهر جيڏو وڏو ٿي ويندو آهي ۽ چوندو آهي تہ: اها آهي منهنجي طاقت! پر چؤ: (باسم الله)، ڇاڪاڻ تہ جڏهن تون ائين چوندين تہ هو مک وانگر ننڍڙو ٿي ويندو آهي. (تعس) معنىٰ : هلاڪ ٿئي، يا : ڪري پئي، يا: ٿاٻڙجي، يا: برو ٿئي. |
| ۵۵ | بخار کي گار ڏيڻ | بخار کي گار نہ ڏيو، ڇاڪاڻ تہ اهو بني آدم جا گناهہ ائين ڇاٽيندو آهي جيئن ڌَوڻ لوهہ جي ڪٽ لاهيندي آهي. |
| ۵۶ | گمراهيءَ ڦهلائڻ ۽ ان جي دعوت ڏيڻ | جنهن گمراهيءَ ڏانهن سڏيو، تنهن تي سندس پيروي ڪندڙن جي گناهہ جيترو گناهہ آهي. انهن جي گناهن مان ڪاٻہ گهٽتائي ڪانہ ٿيندي. |
| ۵۷ | پيئڻ جي سلسلي ۾ روڪيل ڳالهيون | ✸ رسول الله ﷺ جن مشڪ جي منهن مان پيئڻ کان منع فرمائي آهي. ✸ نبي ڪريم ﷺ جن بيهي پيئڻ کان سختيءَ سان منع فرمائي آهي. ✸ نبي ڪريم ﷺ جن پاڻيءَ ۾ ڦوڪ ڏيڻ کان منع فرمائي آهي. |
| ۵۸ | سون يا چانديءَ جي ٿانو ۾ پيئڻ | سون ۽ چانديءَ جي ٿانو ۾ نہ پيئو، پَٽ ۽ ريشم نہ پهريو، ڇاڪاڻ تہ اهي دنيا ۾ انهن (ڪافرن) لاءِ آهن ۽ آخرت ۾ اوهان لاءِ. |
| ۵۹ | کاٻي هٿ سان پيئڻ | توهان مان ڪوبہ کاٻي هٿ سان نہ کائي ۽ نہ پيئي، ڇاڪاڻ تہ شيطان کاٻي هٿ سان کائيندو ۽ پيئندو آهي. |
| ۶۰ | مائٽي چنڊ وارو | چنڊ وارو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. يعني مائٽي چنڊ وارو. |
| ۶۱ | نبي ڪريم ﷺ جن تي درود شريف نہ پڙهڻ | ✸ مٽيءَ سان نڪ مهٽي اهو ماڻهو جنهن جي آڏو منهنجو نالو ورتو وڃي ۽ مون تي درود نہ پڙهي.<br>✸ وڏو بخيل آهي اهو شخص، جنهن جي آڏو منهنجو نالو ورتو وڃي ۽ مون تي درود نہ پڙهي. |
| ۶۲ | ڪتا پالڻ | جنهن شڪار واري يا چوڪي ڏيڻ واري ڪتي کان سواءِ ڪو ٻيو ڪتو پاليو تہ ان جي اجر مان روزانو ٻہ قيراط گهٽبا. |
| ۶۳ | جانورن کي ايذائڻ | ✸ هڪ عورت کي ان ٻليءَ جي ڪري عذاب ڪيو ويو، جنهن کي ان ٻڌي ڇڏيو هو، جو ان حالت ۾ اها مري وئي.<br>✸ جنهن ڪري الله ان کي جهنم رسيد ڪري ڇڏيو. جنهن شيءِ ۾ روح آهي، ان کي پنهنجو نشانو نہ بنايو. |
| ۶۴ | جانورن کي چڙا ٻڌڻ | ✸ ملائڪ انهن جا رفيق نہ ٿيندا آهن جن ۾ ڪتو ۽ چڙا هجن. ✸ چڙا شيطان جا ساز آهن. |
| ۶۵ | نافرمان کي جڏهن دولت ملي | جڏهن ڏسين تہ الله تعالىٰ ڪنهن ماڻهوءَ کي سندس مَن پسند گناهن تي دولت ٻہ ڏئي ٿو، تہ اهو ڪيس ريٽڻ آهي، پوءِ پاڻ ﷺ هيءَ آيت تلاوت فرمايائون : ﴿ فَلَمَّا نَسُواْ مَا ذُكِّرُواْ بِهِۦ فَتَحۡنَا عَلَيۡهِمۡ أَبۡوَٰبَ كُلِّ شَيۡءٍ حَتَّىٰٓ إِذَا فَرِحُواْ بِمَآ أُوتُوٓاْ أَخَذۡنَٰهُم بَغۡتَةً فَإِذَا هُم مُّبۡلِسُونَ ﴾ (پوءِ جڏهن ان نصيحت کي وساري ڇڏيائون جيڪا کين ڪئي وئي هئي، تہ اسان مٿن هر شيءِ جا دروازا کولي ڇڏيا، تانجو جڏهن هو انهن ڏنل شين تي بود اچي ويا تہ اسان کين اوچتي پڪڙڪئي، پوءِ ان وقت هو مايوس ٿي پيا). |
| ۶۶ | دنيا کي اهميت ڏيڻ | جنهن دنيا کي پنهنجو مقصد بنايو، الله محتاجي کي ان جي اکين آڏو آڻيندو، ان جا معاملات ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيندو ۽ دنيا کيس اها ملندي جيڪا سندس مقدر آهي. |

# ڏکھو سفر

## تنھنجي منزل : جنت يا جھنم ڏانھن

(يَآيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَلْتَنْظُرْ نَفْسٌ مَّاقَدَّمَتْ لِغَدٍ)

اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو، ھر ماڻھوءَ کي اھو ڏسڻ گھرجي جيڪو سڀاڻي لاءِ اڳتي ڪيو اٿس.

**قبر :** آخرت جي پھرين منزل، منافق ۽ ڪافر لاءِ باھ جو کڏو آھي، مؤمن لاءِ باغيچو آھي، ان ۾ ٿيندڙ ڪجھ گناھن جي سزا جي باري ۾ حديثون آيل آھن. جن مان ڪجھ ھي آھن: پيشاب کان پرھيز نہ ڪرڻ، چغلي، مال غنيمت ۾ خيانت ڪرڻ، ڪوڙ، نماز جي بدلي ننڊ ڪرڻ، قرآن نہ پڙھڻ، زنا، چوري بازي، وياج، قرض نہ موٽائڻ وغيره. ھيٺيون شيون ان کان بچائڻ ٿيون: خالص الله ڪارڻ صالح عمل، ان جي عذاب کان پناھ گھرڻ. سورة ملڪ وغيره پڙھڻ. ھيٺيان ماڻھو ان جي عذاب کان بچي ويندا: شھيد، سرحدن جي چوڪي ڏيندڙ، جمعي جي ڏينھن مرندڙ، پيٽ جي سور ۾ مئل وغيره.

**صور ڦوڪجڻ:** اھو ھڪ وڏو سڱ آھي، جنھن کي اسرافيل منھن سان لڳايل آھي، انتظار ۾ آھي تہ ڪڏھن ٿو ڪيس ڦوڪڻ جو حڪم ٿئي، گھبراھٽ واري ڦوڪ: الله تعالیٰ فرمايو آھي: (وَيَوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّورِ فَفَزِعَ مَنْ فِي السَّمَوَاتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ اِلَّا مَنْ شَآءَ اللّٰهُ) (۽ جنھن ڏينھن صور ۾ ڦوڪيو ويندو پوءِ جيڪي آسمانن ۽ جيڪي زمين ۾ آھن سي سڀ ڪنبڻ لڳندا، سواءِ انھن جي جن کي الله بچائڻ گھري) جنھن کان پوءِ پوري ڪائنات فنا ٿي ويندي. چاليھن سالن کان پوءِ ٻيھر اٿارڻ لاءِ صور ڦوڪيو ويندو، الله تعالیٰ فرمايو آھي: (ثُمَّ نُفِخَ فِيهِ اُخْرَىٰ فَاِذَا هُمْ قِيَامٌ يَنْظُرُونَ) (پوءِ وري ٻيو دفعو صور ڦوڪي ويندي تہ ھو ھڪدم اٿي ڪڙا ٿي ڏسڻ لڳندا).

**ٻيھر جيئرو ٿيڻ:** ان کان پوءِ الله مينھن موڪليندو، جنھن سان جسم ڦٽي پوندا (ڪرنگھي جي پڇاڙي واري هڏي مان) اھا نئين پيدائش ھوندي، جنھن کان پوءِ موت نہ ايندو. اگھاڙا، ننگي پيرن ھوندا، ملائڪن ۽ جنن کي ڏسندا، پنھنجي عملن مطابق اٿندا.

**حشر:** الله مخلوقات کي حساب ڪتاب لاءِ گڏ ڪندو. ان ڏينھن جيڪو تمام وڏي مقدار وارو ۵۰ ھزار سالن جو ڏينھن آھي، ماڻھو گھبرايل ۽ نشي جھڙي حالت ۾ اٿندا، ڄڻ تہ سندن دنيا ھڪ گھڙي ھئي. سج ھڪ ميل جيترو ويجھو ٿي ايندو. ماڻھو پنھنجي عملن مطابق پگھر ۾ ٻڏل ھوندا. ان ڏينھن ڪمزور ۽ ڏاڍا (وڏائي خور) پاڻ ۾ وڙھندا. ڪافر پنھنجي سنگتي، شيطان ۽ پنھنجي عضون سان جھڳڙو ڪندو. ھڪ ٻئي تي پيا لعنت ڪندا. ظالم پنھنجا ھٿ چٻاڙيندو. جھنم ۷۰ ھزار واڳن سان ڪاھي آندو ويندو. ھر واڳ ۷۰ ھزار ملائڪ ڇڪيندا. جڏھن ڪافر ان کي ڏسندو تہ فديو ڏيڻ جي آرزو ڪندو يا مٽي ٿي وڃڻ پسند ڪندو. باقي گنھگارن مان زڪات نہ ڏيندڙ جو مال باھ ٿي پوندو، جنھن سان ڪيس ڏنڀيو ويندو. تڪبر ڪرڻ وارا ڪول وانگر اٿندا. دوکي باز، ٺڳي ڪندڙ، مال ڦٻائيندڙ خوار ٿيندو. چور جيڪا چوري ڪئي ھوندي سا آٽيندو. لڪل راز پڌرا ٿيندا. باقي پرھيزگار نہ گھبرائيندا. بلڪ اھو ڏينھن انھن لاءِ ظھر جي نماز وانگر گذري ويندو.

**شفاعت:** وڏي: اھا اسان جي نبي ﷺ سان خاص آھي، جيڪا پاڻ قيامت جي ڏينھن خلق جي مصيبت ٽارڻ ۽ سندن حساب ڪرڻ لاءِ فرمائيندا. عام شفاعت: جيڪا نبي بہ ڪندا تہ ٻيا بہ ڪندا. جھڙوڪ: مؤمنن کي جھنم مان ڪڍڻ ۽ انھن جي درجن کي بلند ڪرڻ لاءِ ھوندي.

**حساب:** ماڻھو صفون ٻڌي الله جي آڏو پيش ٿيندا، کين سندن عمل ڏيکاريندو ۽ ڪائڻ عملن، عمر، جواني، مال، علم، (عالم ارواح واري) معاھدي، نعمتن، ڪن، اکين ۽ دل جي باري ۾ پڇاڻو ڪندو. ڪافر ۽ منافق کان ڪين

جينيپو ڏيڻ ۽ مٿن حجت قائم ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي آڏو حساب ورتو ويندو. مٿن ماڻهو، ڌرتي، ڏينهن، رات، مال، ملائڪ ۽ سندن عضوا شاهدي ڏيندا. جيئن سندن ڏوهه ثابت ٿين ۽ اهي انهن جو اقرار ڪن. ۽ مؤمن کي الله اڪيلو حاضر ڪندو، سندس گناهن جو اقرار ڪرائيندو، جڏهن محسوس ڪندو ته هو هلاڪ ٿي چڪو آهي ته ڪيس الله فرمائيندو: (دنيا ۾ تنهنجي انهن ڏوهن تي پردو رکيو هيم ۽ اڄ آءٌ توکي اهي معاف ٿو ڪيان). سڀ ڪان پهريائين محمد ﷺ جي امت جو حساب ٿيندو. سڀ ڪان پهريائين نماز جو حساب ۽ خونن جا فيصلا ٿيندا.

**صحيفن جو اڏامڻ:** پوءِ صحيفا اڏامندا. هر هڪ پنهنجو اهڙو اعمالنامو وٺندو جيڪو: (لَا يُغَادِرُ صَغِيرَةً وَلَا كَبِيرَةً اِلَّا اَحْصَاهَا) (نه ننڍا گناهه ڇڏيندو نه وڏا، سڀني کي ڳڻي پيش ڪندو). مؤمن سڄي هٿ ۾ ڪٽندو ۽ ڪافر ۽ منافق کي کاٻي هٿ ۾ پنيان ڪان ڏنو ويندو.

**ميزان (ترازو):** ان ڪان پوءِ خلق جاعمل توريا ويندا ته ڪين ان مطابق بدلو ڏنو وڃي، اهڙي تارازيءَ ۾ جيڪا حقيقي ۽ تمام باريڪ وزن ڪرڻ واري هوندي، جنهن کي ٻه پڙ هوندا. شريعت جي موافق خالص الله لاءِ ڪيل عمل، ان ۾ ڳرا ٿيندا. ۽ جيڪي شيون ان ۾ ڳريون ٿينديون تن مان : لا الٰہ الا الله. سٺا اخلاق، ذڪر، جهڙوڪ: الحمد لله، سبحان الله وبحمده، سبحان الله العظيم. هر هڪ ماڻهو کي سندس چڱائين ۽ برائين جي اعتبار سان بدلو ملندو.

**حوض:** پوءِ مؤمن حوض تي ايندا. جنهن ان مان پيتو سو ڪڏهن به اڃارو نه ٿيندو. هر نبيءَ لاءِ حوض هوندو. سڀ ڪان وڏو حوض محمد ﷺ جو هوندو، ان جو پاڻي کير ڪان وڌيڪ اڇو، ماکيءَ ڪان وڌيڪ مٺو ۽ مشڪ ڪان وڌيڪ خوشبودار هوندو. ان جا ٿانو سون ۽ چانديءَ جا، ستارن جيترا گهڻا هوندا. ان جي ڊيگهه اردن ۾ ايله ڪان وينديي (يمن ۾) عدن تائين هوندي. ان جو پاڻي نهر ڪوثر مان ايندو.

**مؤمن جو امتحان:** حشر جي آخري ڏينهن ڪافر پنهنجي انهن معبودن جي پٺيان لڳندا جنجي اهي عبادت ڪندا هئا، جيڪي ڪين جهنم ڏانهن ٽولن جي صورت ۾ ٻورن جي ڏٽن جيان هڪلي پهچائيندا، ڪي پنهنجي پيرن تي ته ڪي منهن ڀر هلندا. باقي صرف مؤمن ۽ منافق رهندا. الله ڪين اچي چوندو ته: ڇا جو انتظار ٿا ڪيو؟ چوندا: پنهنجي رب جو انتظار ٿا ڪريون. جنهن کي هو سندس پنيءَ مان سڃاڻندا جڏهن الله اها کوليندو. مؤمن سجدي ۾ ڪري پوندا، منافق رهجي ويندا. الله تعالىٰ فرمايو آهي: (يَوۡمَ يُكۡشَفُ عَنۡ سَاقِ وَيُدۡعَوۡنَ اِلَى السُّجُودِ فَلَا يَسۡتَطِيعُونَ) (جنهن ڏينهن پني کولي ويندي ۽ سجدي ڏانهن سڏيا ويندا پوءِ نه ڪري سگهندا). پوءِ ان جي پٺيان هلندا. الله پل صراط کڙي ڪندو. ۽ ڪين نور عطا ڪندو ۽ منافقن ڪان نور کسي ڇڏيندو.

**پل صراط:** جهنم تي رکيل هڪ پل آهي. جنهن کي پار ڪري مؤمن جنت ڏانهن ويندا. نبي ڪريم ﷺ ان جي هن طرح وصف بيان فرمائي آهي: ترڪڻ، ٿاٻڙجڻ جي جاءِ آهي، جنهن تي ٻير جي ڪنڊن جهڙا لوها ڪنڊا ۽ چمٽا آهن..... وار ڪان سنهي ۽ تلوار ڪان تکي آهي) (مسلم) ان وقت مؤمن کي عملن مطابق نور عطا ڪيو ويندو، ڪن کي جبل جيڏو، ڪن کي پير جي آڱوٺي جي ڪنڊ جيترو، جنهن سان ڪين روشني ملندي ۽ پوءِ پنهنجي عملن جي مطابق مؤمن ان تان گذرندا. ڪي مؤمن اک جي چنپ ۾. ڪي ڪوڻ وانگر، ڪي هوا وانگر، ڪي پکيءَ وانگر، ڪي ڀلي گهوڙي جي چال وانگر، ۽ ڪي اٺ جي ڊوڙ وانگر، (پوءِ ڪي ڇٽي بچي ويندا، ڪي رهنڊجي ڇڏائجي ويندا ۽ ڪي جهنم ۾ ڍير ٿي پوندا). (متفق عليه). منافقن کي ڪوبه نور نه هوندو. اهي موٽندا، پوءِ مؤمن ۽ انهن جي وچ ۾ ڪوٽ ڪڍيو ويندو. پوءِ اهي پلصراط ٽپڻ جي ڪوشش ڪندا پر جهنم ۾ وڃي ڪرندا.

**جهنم:** ان ۾ ڪافر داخل ٿيندا، پوءِ ڪجھ گنهگار مؤمن ۽ پوءِ منافق. هر هزار مان ٩٩٩ ان ۾ داخل ٿيندا. ان کي ٧ دروازا هوندا. دنيا جي باھ کان ٧٠ دفعا وڌيڪ سخت هوندي. ان ۾ ڪافر جو جسم وڏو ڪيو ويندو ته جيئن عذاب چکي، ان جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ٽن ڏينهن جو پنڌ هوندو، ان جي ڏاڙ احد جبل جيڏي هوندي، سندس کل سخت ٿلهي ڪئي ويندي ۽ بدلائي ويندي ته جيئن عذاب چکي. گرم پاڻي پيئندا، جيڪو سندن آنڊا چيري ڇڏيندو. ٿوهر، (سندن جسمن جو) ريشو ۽ پونءِ انهن جي خوراڪ هوندو. سڀ کان هلڪي عذاب وارو اهو ماڻهو هوندو جنهنجي پيرن هيٺيان ٻه ٽانڊا رکيا ويندا جن سان سندس دماغ ٽهڪي پوندو. جهنم ۾ کل جو پچڻ، پگھرجڻ، سڙڻ، چڪجڻ، زنجير ۽ ڳٽ هوندا. ان جي گهرائي تمام وڏي هوندي، جيڪڏهن ان ۾ نئون ڇاول ٻار اڇلائجي ته ان جي تري تائين پهچندي ستر سالن کي وڃي پهچي، ان جو ٻارڻ ڪافر ۽ پٿر هوندا. ان جي هوا گرم لُڪَ هوندي، ان جو پاڇو گرم دونهيندار هوندو، ان جو لباس باھ هوندي، هر شيءِ ساڙي ڇٽ ڪري ڇڏيندي، کاوڙ جا ڦڪ پئي پريندي، هينگون پئي ڏيندي، کل کي ساڙي هڏن ۽ دل تائين وڃي پهچندي.

**قنطرة (پل):** (ونگن وانگر پل) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مؤمن جهنم مان ڇٽندا ته پوءِ جنت ۽ جهنم جي وچ تي ونگن واري پل تي روڪيا ويندا. انهن کان اتي انهن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي تي ظلمن جو حساب ورتو ويندو. پوءِ جڏهن اهي نيڪ ۽ صاف ٿي ويندا، ته کين جنت ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني ويندي. ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ محمد (ﷺ) جو ساھ آهي ته هر هڪ جنت ۾ پنهنجو گهر دنيا جي گهر کان وڌيڪ سڃاڻيندو هوندو. (بخاري).

**جنت:** مؤمنن جو ٺڪاڻو آهي، ان جي عمارت سون ۽ چانديءَ جي آهي، ان جو گارو مشڪ سان ٺيل آهي. ان جون پٿريون لؤلؤ (موتي) ۽ ياقوت جون ۽ مٽي زعفران جي آهي، ان جا ٨ دروازا آهن. انهن مان هر هڪ ٽن ڏينهن جي پنڌ جيترو ويڪرو آهي. پر اهي به انبوهيءَ جي ڪري سوڙها ٿي پوندا. جنت جا ١٠٠ درجا هوندا، هر درجي جي وچ ۾ آسمان ۽ زمين جيتري وٿي هوندي. فردوس سڀني کان مٿيون هوندو. ان مان ان جون نهرون ڦٽنديون آهن. ان جي ڇت رحمٰن جو عرش هوندو. ان جون نهرون ماکي، کير، شراب ۽ پاڻي جون هونديون. جيڪي بنا کڏن جي پيون وهنديون. جيئن مؤمن چاهيندو تيئن پيو انهن کي هلائيندو. ان جو کاڌو هر وقت، ويجهو ۽ وس ۾ هوندو. ان جا خيما وچان پوري موتين جا هوندا. جن جي ويڪر سٺ ميل هوندي، ان جي هر ڪنڊ ۾ مؤمن جو ڪٽنب هوندو. جنتي ڳيرو، لسڙاٽ ۽ سرمائي اکين وارا نوجوان هوندا، نه انهن جي جواني فنا ٿيندي نه ڪپڙا پراڻا ٿيندا. نه پيشاب نه پاخانو نه ڪا گندگي. انهن جون ڦڻيون سون جون هونديون. انهن جو پگهر مشڪ جهڙو هوندو. انهن جون زالون سهڻيون، ڪنواريون، پيار ڪندڙ ۽ هم عمر هونديون. سڀ کان پهريائين ان ۾ محمد ﷺ جن داخل ٿيندا. پوءِ انبياء. سڀ کان گهٽ جيڪو تمنا ڪندو، تنهن کي ڏھ ڀيرا ٻيڻ تي ملندو. جنت ۾ جيڪي خادم هوندا، سي هميشه ڇوڪرا ٽڙيل پکڙيل موتين وانگر هوندا. جنت جي سڀ کان وڏي نعمت الله جو ديدار، سندس رضامندو ۽ هميشه جو رهڻ هوندو.

# سٽاء

# وضو ڪرڻ جو طريقو



بنا وضوءَ جي نماز پڙهڻ جائز ناهي، وضو لازما پاڪ پاڻيءَ سان ڪرڻ گهرجي. يعني جيڪو پنهنجي اصلي حالت تي باقي هجي، جيئن سمنڊ، کوهن، چشمن ۽ نهرن جو پاڻي.

* نوٽ : ٿورو پاڻي پليتي ملڻ سان پليت ٿي ويندو. باقي گهڻو پاڻي، جيڪو (٢١٠) ليٽرن کان وڌيڪ هجي، اهو پليتي پوڻ جي ڪري رنگ، بوءِ ۽ ذائقي بدلجڻ کان سواءِ پليت نہ ٿيندو.



وضو بسم الله سان شروع ڪبو، هر وضوءَ ۾ ٻنهي هٿن جو ڌوئڻ مستحب آهي، ننڍ مان اٿندڙ لاءِ ٻئي هٿ ٽي دفعا ڌوئڻ ضروري آهن.

* نوٽ : وضوءَ جا هڙئي عضوا ٽن دفعن کان وڌيڪ ڀيرا ڌوئڻ مڪروه آهي.



ان کان پوءِ گرڙي ڪجي، هڪ دفعو ڪرڻ واجب آهي، ٽي دفعا ڪرڻ افضل آهي.

* نوٽ : ١. گرڙي ڪرڻ مهل رڳو وات ۾ پاڻي وجهي ڪيڻ ڪافي ناهي، بلڪ ان کي زور سان وات ۾ ڦيرائڻ ضروري آهي. 2 – وضوءَ دوران ڏندڻ ڪرڻ مستحب آهي.



ان کان پوءِ نڪ ۾ پاڻي ڏجي، هڪ دفعو ڏيڻ واجب آهي، ٽي دفعا افضل آهي.

* نوٽ : نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ مهل رڳو ان جو نڪ ۾ وجهڻ ڪافي ناهي، بلڪ ساهہ سان سوٽ ڏئي هڏن تائين پهچائي وري بہ هٿ سان نہ، بلڪ ساهہ سان ٻاهر ڪيڻ ضروري آهي.



ان کان پوءِ پنهنجو منهن ڌوئي. هڪ دفعو ڌوئڻ واجب آهي، ٽي دفعا افضل آهي. منهن جي حد جيڪا ڌوئڻ واجب آهي، سا ويڪر ۾ هڪ ڪن کان ٻئي ڪن تائين. ڊيگهہ ۾ مٿي جي وارن جي پاڙ کان کاڏيءَ تائين.

* نوٽ : ڏاڙهي گهاٽي هجي تہ خلال ڪرڻ مستحب آهي، ڇڊي هجي تہ واجب آهي.



ان کان پوءِ ٻئي ٻانهون هڪ دفعو آڱرين کان وٺي ٺونٺين تائين ڌوئجن. ٽي دفعا ڌوئڻ افضل آهي.

* نوٽ : ساڄو کاٻي کان اڳ ڌوئڻ مستحب آهي.



ان کان پوءِ سڄي مٿي جي مسح ڪجي، اشهد آڱريون ٻنهي ڪنن جي وٿين ۾ ڦيرائي ۽ ٻنهي آڱوٺن سان ڪنن جي ٻاهران مسح ڪري. اهو سڀ رڳو هڪ دفعو ڪجي.

* نوٽ : ١ـ مٿي جي مسح جو واجب مقدار: منهن جي حد کان ڪياڙيءَ تائين آهي. ٢ـ جيڪي لڙڪيل وار آهن انهن جي مسح واجب ڪانهي. ٣ـ وار نہ هجن تہ مٿي جي ڪل جي مسح ڪبي. ٤ـ ڪنن ۽ وارن جي وچ واري اڇاڻ جي مسح ضروري آهي



ان کان پوءِ پنهنجا ٻئي پير پيڏين تائين ڌوئي. هڪ دفعو ڌوئڻ واجب آهي، ٽي دفعا افضل آهي.

**ڪجهہ نوٽ :**

١ـ وضوءَ جا رڪن چار آهن : ا) گرڙي ڪرڻ، نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ ۽ منهن ڌوئڻ. ب) ٻئي هٿ ڌوئڻ. ج) مٿي ۽ ٻنهي ڪنن جي مسح ڪرڻ. د) ٻنهي پيرن کي پيڏين تائين ڌوئڻ. انهن عضون جي ڌوئڻ ۾ ترتيب واجب آهي. اڳ پوءِ ڪرڻ سان وضوءُ باطل ٿيندو.

٢ـ لاڳيتو ڪرڻ بہ واجب آهي. جيڪڏهن ڪو عضوو ايتري تائين نہ ڌوتائين جو اڳيون سڪي ويو تہ وضوءُ باطل ٿيندو.

٣ ـ وضوءَ کان پوءِ هيءَ دعا پڙهڻ سنت آهي: اشهد ان لا الہ الا الله وحده لاشريڪ لہ واشهد ان محمدا عبده ورسولہ .

# نماز پڙهڻ جو طريقو



جڏهن نماز پڙهڻ جو ارادو ڪري تہ بيهي سڌو ٿي الله اڪبر چئجي. امام اها تڪبير ۽ ٻيون سڀ تڪبيرون ڏاڍيان چوندو تہ جيئن پويان ٻڌن. پيا آهستي چوندا. ٻئي هٿ تڪبير شروع ڪرڻ وقت آڱريون ملائي ڪلهن تائين کڻبا. امام جي تڪبير پوري ڪرڻ تي مقتدي تڪبير چوندو.

**نوٽ :** رڪن ۽ قولي واجب ۾ ايترو ڏاڍيان پڙهڻ واجب آهي جو نمازي پاڻ ٻڌي سگهي، جيتوڻيڪ سري نماز هجي. ڏاڍيان پڙهڻ جو آخري درجو ٻئي کي ٻڌائڻ آهي ۽ آهستہ پڙهڻ جو آخري درجو پاڻ کي ٻڌائڻ آهي.



پنهنجي ساڄي هٿ سان کاٻي هٿ جي چنبي يا ڪرائي کي پڪڙبو. انهن کي سيني جي هيٺان رکبو. نظر سجدي جي جاءِ تي رکبي. پوءِ حديث ۾ آيل ڪن دعائن سان شروعات کبي جيئن (سبحانک اللهم وبحمدک وتبارک اسمک وتعالی جدک ولا اله غيرک)، پوءِ اعوذ بالله پوءِ بسم الله پڙهبي. اهي سڀ ڏاڍيان نہ پڙهبا. پوءِ فاتحہ پڙهبي. مقتدي تي جهري رڪعتن ۾ قراءت ڪرڻ واجب ناهي، پر فاتحہ امام جي ساهہ کڻڻ دوران پڙهڻ مستحب آهي، ۽ سري رڪعتن ۾ بہ، پوءِ قرآن مان جيڪو آسان لڳي سو پڙهبو. امام صبح جي نماز ۽ مغرب ۽ عشاءِ جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ ڏاڍيان تلاوت ڪندو. ٻين ۾ آهستي پڙهندو.

**نوٽ :** قرآن شريف ۾ جيڪا سورتن جي ترتيب آهي، ان مطابق پڙهڻ مستحب آهي. ان جي ابتڙ پڙهڻ مڪروه آهي. ڪنهن بہ سورت جي ڪلمن يا آيتن جي ترتيب ڦيرائي ابتو ڪري پڙهڻ حرام آهي.



ان کان پوءِ تڪبير چئي هٿ کڻي ۽ رڪوع ڪري پنهنجا ٻئي هٿ ٻنهي گوڏن تي ائين رکي جيئن انهن کي پڪڙيل هجي. پنهنجون آڱريون کولي. پنهنجي پٺ ڌگهي ڪري ۽ مٿو ان جي برابر ڪري، پوءِ (سبحان ربي العظيم) ٽي دفعا چئي. هن رڪن ملڻ سان رڪعت ملي ويندي.

**نوٽ :** تڪبير ۽ (سمع الله لمن حمده) چوڻ جو وقت هيٺ مٿي ٿيڻ دوران آهي، ان کان اڳ يا پوءِ ناهي، اهو نماز جي سيني تڪبيرن ۾ ، جاٽي واٽي ان ۾ دير ڪيائين تہ نماز باطل ٿي پوندي.



انکان پوءِ سمع الله لمن حمده چوندي مٿو مٿي کڻي ۽ ٻئي هٿ مٿي کڻي. جڏهن سڌو ٿي بيهي تہ: ربنا ولک الحمد حمدا ڪثيرا طيبا مبارکا فيه ملءَ السماوات وملءَ الارض وملءَ ماشئت من شيءِ بعد... پڙهي.

**نوٽ :** نمازي (ربنا ولک الحمد) تڏهن چئي جڏهن رڪوع کان پوءِ پوريءَ طرح سڌو ٿي بيهي. ان کان اڳ شروع نہ ڪري ڇاڪاڻ تہ ان جي جاءِ قيام کان پوءِ آهي.



ان کان پوءِ تڪبير چوندي سجدي ۾ هليو وڃجي. پنهنجا ڏورا پنهنجي پاسن کان پري ڪجن. پيٽ رانن کان ۽ رانون پنين کان پري ڪجن. ٻئي هٿ ٻنهي ڪلهن جي برابر ڪجن. پنهنجي پيرن کي ايو ڪري ٻنهي هٿن جي ۽ پيرن جي آڱرين کي قبلي رخ ڪري، ان کان پوءِ سبحان ربي الاعلیٰ ٽي دفعا پڙهي.

**نوٽ :** واجب آهي تہ سجدو ستن عضون تي ڪجي: پيرن جي چوٽين، گوڏن، هٿن، پيشاني ۽ نڪ تي. ڪنهن هڪ تي جاٽي واٽي بنا عذر جي سجدو نہ ڪيائين تہ نماز باطل ٿي ويندي.



ان ڪانپوءِ تڪبير چوندي مٿو مٿي ڪڻبو ۽ ويهبو. ٻن سجدن جي وچ ۾ ويهڻ جون ٻہ صورتون صحيح آهن. ١ - کٻو پير وڇائي ان تي ويهي. سڄو کوڙي ان جي آڱرين کي قبلي ڏانهن ڦيرائي. ٢ - ٻئي پير آيا ڪري ۽ انهن جون آڱريون قبلي ڏانهن ڪري ۽ انهن جي کڙين تي ويهي. تي دعا: رب اغفرلي چئي. هي وڏائڻ بہ جائز آهي: وارحمني واجبرني وارفعني وارزقني وانصرني واهدني وعافني واعف عني. ان ڪان پوءِ پهرئين وانگر ٻيو سجدو ڏئي. ان ڪان پوءِ تڪبير چئي مٿو مٿي ڪڃي. پيرن جي پٺن تي سڌو تي اٿي بيهجي. ان ڪان پوءِ پهرين رڪعت وانگر ٻي رڪعت پڙهي.

نوٽ : فاتحہ ايستائين نہ پڙهبي جيستائين پوريءَ طرح اٿي نہ بيهجي. ڇاڪاڻ تہ انجي جاءِ قيام آهي. جيڪڏهن سڌو تي بيهڻ کان اڳ پڙهبي تہ اٿي بيهڻ کان پوءِ منڊ کان موٽائڻي پوندي، نہ تہ نماز باطل ٿي ويندي.



ٻنهي رڪعتن مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ پهرئين تشهد لاءِ وڇائجي ويهبو. کاٻو هٿ کاٻي ران تي ۽ ساڄو ساڄي ران تي رکبو. ڇيچ ۽ ٻاچ کي پکوڙي وچين آڱر ۽ آڱوٺي سان حلقو ناهبو ۽ اشهد آڱر سان اشارو ڪبو ۽ تشهد پڙهبو: التحيات لله والصلوات والطيبات--- عبده ورسوله. تائين. انڪان پوءِ ٽن ۽ چئن رڪعتن واري نماز ۾ تڪبير چئي اٿبو. ۽ هٿ مٿي ڪڻندو. ٻي نماز ساڳيءَ طرح پڙهبي. البت ان ۾ ڏاڍيان نہ پڙهبو ۽ صرف فاتحہ پڙهبي.




ان ڪانپوءِ ٽن ۽ چئن رڪعتن واري نماز ۾ آخري تشهد لاءِ ٻنڊڻ پر ويهبو. ان جون ٽي صورتون آهن، سڀئي صحيح آهن. ١) کاٻو پير وڇائي ان کي ساڄي کان پنيءَ هيٺان ٻاهر ڪڍي، ساڄو کوڙي ۽ ٻنڊڻ زمين تي رکي. ٢) ساڳي پهرين صورت پر ساڄو پير وڇائي. ٣) ساڳي پهرين صورت پر کاٻو پير ران ۽ پنيءَ جي وچ تي رکي. ٻنڊڻ پر صرف آخري ويهڻ وقت ويهبو جنهن نماز ۾ بہ تشهد آهن. پوءِ تشهد پڙهبو: التحيات لله... پوءِ نبي ڪريم ﷺ تي صلوات پڙهبي: اللهم صل علىٰ محمد وعلىٰ آل محمد..... ان کان پوءِ مسنون دعائن مان جيڪو وڻيس تنهن سان دعا گهري، انهن مان هي دعا بہ آهي : (اعوذ بالله من عذاب النار، وعذاب القبر، وفتنة المحيا والممات، وفتنة المسيح الدجال).



ان کان پوءِ بہ سلام ورائبا، ساڄي پاسي نهاريندي چئبو: السلام عليكم ورحمة الله. ائين ئي کاٻي پاسي بہ ڪبو. سلام ڦيرائڻ کان پوءِ پنهنجي جاءِ تي ويني، جيڪي دعائون ان موقعي تي پڙهڻ لاءِ حديثن ۾ آيون آهن سي پڙهبيون.

# علم جي عمل ڪرڻ لاءِ تقاضا

اللّٰه تعالىٰ، نبي ڪريم ﷺ ۽ مؤمنن بنا عمل جي علم جي ننڊا ڪئي آهي، اللّٰه تعالىٰ جو فرمان آهي : ﴿ يَٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ لِمَ تَقُولُونَ مَا لَا تَفۡعَلُونَ ۝٢ كَبُرَ مَقۡتًا عِندَ ٱللَّهِ أَن تَقُولُواْ مَا لَا تَفۡعَلُونَ ﴾ (اي ايمان وارؤ! اها ڳالهہ چوڻا ڇو جيڪا نہ ٿا ڪريو. اها ڳالهہ اللّٰه وٽ وڏي ڪاوڙ جوڳي آهي، جو اهو چئو جيڪو ڪريو نہ ٿا)

ابو هريره ﷺ فرمائن ٿا : "جنهن علم تي عمل نہ ڪيو ويجي، ان جو مثال ان ڪاڻ جهڙو آهي جنهن ڪان اللّٰه جا رستي ۾ ڪجهہ بہ خرچ نہ ڪيو ويجي". فضيل رحمه الله چون ٿا : "اهو عالم ايستائين جاهل آهي، جيستائين ان علم تي عمل نہ ڪري جيڪو پڙهيو اٿائين". ۽ مالڪ بن دينار رحمه الله جو قول آهي تہ : "توسان اهڙو ماڻهو بہ ملندو جيڪو ڳالهائڻ ۾ هڪ حرف جي بہ غلطي نہ ڪندو، پر سندس عمل سڄو غلط هوندو".

**منهنجا مسلمان ڀاءُ ۽ ڀيڻ :** اللّٰه تعالىٰ توکي هن مفيد ڪتاب پڙهڻ جي توفيق تہ نصيب فرمائي، پر تنهنجي پڙهڻ جو ڦل اڃان باقي آهي، اهو آهي، جو ڪجهہ ان ڪتاب ۾ آهي تنهن تي عمل ڪرڻ.

◙ قرآن شريف جو ڪجهہ حصو ۽ ان جو مختصر تفسير تنهنجي آڏو گذري چڪو، انهن آيتن جي جيڪا معنىٰ تو سمجهي، تنهن تي عمل ڪرڻ لاءِ توکي خوب توجهہ ڏيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن جا صحابہ ڪرام (نبي ڪريم ﷺ کان ڏهہ آيتون پڙهندا هئا، ان کان پوءِ ٻيون ڏهہ آيتون ايستائين شروع نہ ڪندا هئا، جيستائين اڳين آيتن جي علم ۽ عمل کي چڱيءَ طرح سکي نہ وٺن، چوندا هئا: اسان علم ۽ عمل گڏو گڏ سکياسين)، شريعت بہ ان ڳالهہ تي زور ڏنو آهي، اللّٰه تعالىٰ جي هن فرمان : ﴿ يَتۡلُونَهُۥ حَقَّ تِلَاوَتِهِۦٓ ﴾ جي تفسير بابت حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا: ان جي مڪمل پيروي ڪندا آهن. قاضي فضيل فرمائن ٿا : قرآن تہ لٿو مٿس عمل ڪرڻ لاءِ، پر ماڻهو رڳو ان جي تلاوت کي عمل سمجهي ويٺا.

◙ نبي ڪريم ﷺ جي سنت مان بہ ڪجهہ حصو تنهنجي آڏو گذريو، ان جي قبول ڪرڻ ۽ مٿس عمل ڪرڻ لاءِ بہ جلدي ڪر، ڇاڪاڻ تہ امت جا صالح ماڻهو جيڪا بہ شيءِ سکندا هئا تنهن تي عمل ڪرڻ ۽ ان جي دعوت ڏيڻ ۾ دير نہ ڪندا هئا تہ جيئن نبي ڪريم ﷺ جي هن فرمان تي عمل ٿي وڃي: (جڏهن آءٌ اوهان کي ڪنهن ڳالهہ جو حڪم ڪيان تہ وس آهر ان تي عمل ڪريو ۽ جنهن ڳالهہ کان روڪيان تہ ان کان رڪجي وڃو) متفق عليه. ۽ اللّٰه تعالىٰ جي هن فرمان ۾ بيان ڪيل سخت عذاب جي خوف کان : ﴿ فَلۡيَحۡذَرِ ٱلَّذِينَ يُخَالِفُونَ عَنۡ أَمۡرِهِۦٓ أَن تُصِيبَهُمۡ فِتۡنَةٌ أَوۡ يُصِيبَهُمۡ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴾ (انهن کي ڊڄڻ گهرجي جيڪي ان جي حڪم جي ابتڙ هلن ٿا، تہ متان ڪنهن فتني ۾ نہ ڦاسجي وڃن يا ڪين ڏکوئيندڙ عذاب نہ پهچي). انهن مان ڪن جو نموني طور هت ذڪر ٿو ڪجي :

- ام المؤمنين ام حبيبه رضي الله عنها هن حديث جي روايت ڪندڙ آهي : (جنهن رات ڏينهن ۾ ٻارهن رڪعتون پڙهيون، ان لاءِ انهن جي ڪري جنت ۾ گهر بڻايو ويندو) مسلم. فرمائي ٿي تہ : (جڏهن کان نبي ڪريم ﷺ جن کان انهن بابت ٻڌو اٿم تڏهن کان نہ ڇڏيون اٿم).

- ابن عمر رضي الله عنه هن حديث جو راوي آهي : (ڪنهن بہ مسلمان وٽ ڪجهہ هجي ۽ ان جي وصيت ڪرڻ چاهي تہ ڪيس ان جي وصيت لکي پاڻ وٽ رکڻ کان سواءِ ٻن راتين گذارڻ جو حق نہ ٿو پهچي). مسلم. فرمائن

ٿا : (جڏهن کان وٺي نبي ڪريم ﷺ جن کان اهو ٻڌو اٿم تڏهن کان وٺي اهڙي رات نہ گذري آهي جو منهنجي وصيت مون وٽ لکيل نہ هجي).

- امام احمد ؒ فرمائن ٿا : (جيڪا بہ حديث لکي اٿم تنهن تي عمل ڪيو اٿم، ايستائين جو جڏهن هيءَ حديث سامهون آئي تہ : نبي ڪريم ﷺ جن سڱيون هڻايون ۽ ابوطيبه کي هڪ دينار ڏنائون. تہ مون بہ جڏهن سڱيون هڻايون تہ حجامت ڪندڙ کي هڪ دينار ڏنم).

- امام بخاري ؒ جو قول آهي : (جڏهن کان خبر پئي اٿم تہ گلا ڪرڻ حرام آهي، تڏهن کان ڪنهن جي بہ گلا نہ ڪئي اٿم. مون اميد ٿو ڪريان تہ جڏهن آءٌ الله تعالىٰ سان ملندس تہ مون کان ڪنهن جي گلا ڪرڻ جو حساب نہ وٺندو).

- حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ : (جيڪو هر نماز کان پوءِ آية الڪرسي پڙهندو تہ ان کي جنت ۾ داخل ٿيڻ کان موت کان سواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ نہ روڪيندي) نسائي. ابن القيم ؒ فرمائن ٿا : (مون کي شيخ الاسلام جي باري ۾ معلوم ٿيو تہ انهن چيو: مون بہ هر نماز کان پوءِ ويسر پولي کان سواءِ ڪڏهن بہ نہ ڇڏي اٿم).

♋ ڄاڻڻ ۽ عمل ڪرڻ کان پوءِ، جيڪا الله توتي نعمت ڪئي آهي ان جي دعوت ڏيڻ بہ ضروري آهي، پاڻ کي ثواب کان ۽ ٻين کي ڀلائي کان محروم نہ ڪر، نبي اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي : (جنهن ٻئي کي ڪنهن ڀلائيءَ جو ڏس ڏنو تہ ڪيس بہ مٿس عمل ڪندڙ جيترو اجر ملندو) مسلم. ۽ پاڻ ﷺ جن فرمايو آهي : (توهان مان ڀلو اهو شخص آهي جيڪو قرآن سکي ۽ سيکاري) بخاري. ۽ فرمايائون : (مون کان ٻڌل ٻين تائين پهچايو، جيتوڻيڪ هڪ آيت هجي) متفق عليه. تون جيتري قدر ڀلائي گهٽي پکيڙيندين اوتري قدر تنهنجو اجر وڌندو، ۽ تنهنجون نيڪيون توکي زندگيءَ ۾ بہ ملنديون ۽ مرڻ کان پوءِ بہ ملنديون رهنديون، نبيءِ اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي : (مرڻ کان پوءِ ماڻهوءَ جو عمل ختم ٿي ويندو آهي، هنن ٽن شين کان سواءِ : هلندڙ صدقو، اهڙو علم جنهن کان فائدو ورتو وڃي ۽ صالح اولاد جيڪو ان لاءِ دعا گهرندو رهي) احمد.

**روشني :** اسان روزانو ١٧ ڀيرن کان وڌيڪ سورت فاتحه پڙهندا آهيون، ان ۾ (الْمَغْضُوبِ عَلَيْهِمْ) (جن تي ڏمر ٿيل آهي) ۽ (الضَّآلِّينَ) (جيڪي گمراهن آهن) تن کان پناهہ گهرندا آهيون، پوءِ بہ انهن جهڙا ڪم ڪندا آهيون : علم پرائڻ ڇڏي ڏيندا آهيون تہ جيئن اڻ ڄاڻائيءَ ۾ عمل ڪيون، ائين گمراهہ عيسائين سان مشابهت رکندا آهيون، يا علم تہ سکندا آهيون پر ان تي عمل نہ ڪندا آهيون، اهڙيءَ طرح ڏمر ٿيلن يهودين سان مشابهت رکندا آهيون!

الله تعالىٰ کان سؤال آهي تہ اسان ۽ توهان کي فائديمند علم ۽ چڱي عمل ڪرڻ جي توفيق نصيب فرمائي.

الله ۽ سندس رسول وڌيڪ ڄاڻن ٿا. وصلىٰ الله وسلم علىٰ سيدنا وحبيبنا محمد وعلىٰ آله وصحبه اجمعين.

